# مِلفوظاتِ شريف

امام العارفين حضرت پير سائين **سيد محمد راشد روضي ڌڻي** قدس الله سره



جلد پهريون

## سِڪندريه پبلي ڪيشنز

جامعه راشديه درگاه شريف حضرت پير سائين پاڳاره
پير جوڳوٺ شريف، ڪنگري، ضلع خيرپور ميرس سنڌ

أُولَئِكَ هُمُ الرَّاشِدُونَ فَضْلًا مِّنَ اللّٰهِ وَ نِعْمَةً ط

مجمع الفيوضات

يعني

# مَلفُوظاتِ شريف

## جلد پهريون

اِمامُ العارفين حضرت پير سائين

سَيِّد مُحَمَّد رَاشِد رَوضي ڌڻي قدس الله سره


سهيڙيندڙ

عارف بالله الودود، حضرت خليفه فقير محمود نظامائي رحمه الله

سنڌيڪار

حضرت علامه مفتي محمد قاسم مشوري رحمه الله






جامعه راشديه درگاهه شريف حضرت پير سائين پاڳارو

پير جو ڳوٺ شريف، ڪنگري، ضلع خيرپور ميرس

# ملفوظات شريف حضرت محمد راشد روضي ڌڻي رضي الله عنه

## PDF ڊاڪيومينٽ ٺاهڻ ۾ سهڪار ڪندڙ دوست

| | |
|---|---|
| 1 | مولوي اسدالله عباسي سڪندري (جامع راشديہ درگاھ شريف پيرجوڳوٺ) |
| 2 | قاري يحيىٰ بختيار سڪندري (جامع راشديہ درگاھ شريف پيرجوڳوٺ) |
| 3 | مولوي محمد مختار احمد سعيدي (جامع راشديہ درگاھ شريف پيرجوڳوٺ) |

## PDF تيار ڪندڙ

| | |
|---|---|
| 1 | ثناءُالله منگڻيجو صارم (جامع راشديہ درگاھ شريف پيرجوڳوٺ) |

http://www.mangnejo.com

جامع راشديہ درگاھ شريف پيرجوڳوٺ (ڪنگري)

بسم الله الرحمن الرحيم

## نحمده ونصلي ونسلم عليٰ حبيبه الڪريم وعليٰ آله واصحابه اجمعين

حمد بيحد رب قدوس احد صمد جا جنهن انسان کي مظهر اسم اعظم جو بڻائي، تاج خلافت سندس سر تي رکايو ۽ **" ولقد ڪرمنا"** جي عزت ۽ **" نفخت فيه من روحي"** جي راز سان ڪيس ممتاز فرمايو. درود نامحدود، انهيءَ نور پاڪ، صاحب لولاڪ، باعث ايجاد ارض و افلاڪ تي پهچن، جنهن کي الله سبحانه وتعاليٰ **" من يطع الرسول فقد اطاع الله "** جي فرمودي موجب پنهنجي مخلوقات سان پنهنجي اتصال بي ڪيفيت لاءِ واسطو ڪري هلايو، هزارين هزار رحمتون سندس آل اهلبيت سڳورن ۽ اصحابن ڪرامن ۽ پڻ اوليائن اخيارن مت مرحومه جي پيشوائن رهبرن تي وسن، جن ڪمال اتباع نبوي سان " يحببکم الله" جي منزل تي، مشرف ٿي فيوضات رباني جي روشن سج مان نور سان پرپور ٿي، لعل بي بها بڻجي پيا ۽ پارس جي پيوستگي سان ناقصائي جي عيب کان نجات حاصل ڪري " تخلقوا باخلاق الله تعاليٰ" جي ڪماليت واري سون سان مبدل ٿيا.

**امابعد:** جڏهن ته ڪتاب الله تعاليٰ ۽ احاديث مقدسه کان پوءِ ڪوبه ڪلام اوليائن سڳورن ۽ مشائخن طريقت جي ڪلام مبارڪ کان برتر ۽ بهتر ڪونه آهي. سندن گفتگو علم لدني ۽ عالم اعيان مان هوندو آهي، نه علم ڪسبي ۽ زبانيءَ مان، سندن زبان سڳوري کان ظاهر ٿيندڙ نڪتا اسرار الاهي ۽ الهام جو ثمره هوندو آهي، نه ڪتابن جي تڪرار تعليم ۽ نه ظاهري افهام تفهيم جو نتيجو، تنهن ڪري هر ڪنهن مؤمن تي لازم فرمايل آهي ته اهل دل اوليائن سڳورن سان، جي در حقيقت رباني علماءَ ورثة الانبياء آهن صحبت ڪن ۽ سندن ڪلام پاڪ واري مرهم سان پنهنجي ڦٽيل دل جي دوا ڪرائي شفاياب ٿين ته جيئن قلب عليل " في قلوبهم مرض" واري بيماري کان صحت حاصل ڪري قلب سليم سان مبدل ٿئي ڇاڪاڻ ته ابدي زندگي جي نجات جو دارو مدار ئي انهيءَ قلب سليم تي رکيل آهي، قال الله تبارڪ وتعاليٰ:

**يوم لا ينفع مال ولا بنون الا من اتي الله بقلب سليم**

يعني هن فاني حياتي گذرڻ بعد جا جلد ختم ٿيڻ واري آهي. نڪو مال ملڪيت ڪم ايندا نه اسباب زمينون باغ بنگلا وغيره نه پٽ اولاد اقارب گهر ٻار، جن لاءِ ماڻهو حرص ۾ پئجي هن جهان جي محبت ۾ گرفتار ٿي رهي ٿو. پر جن کي

قلب سليم جي دولت حاصل هوندي، اهي ئي ڪامياب رهندا ۽ ابدي نعمتن سان مالا مال ڪيا ويندا. جيئن انساني جسم ۾ هڏي کي گوشت ۽ رڳن مان غذا ۽ قوت پهچڻ لاءِ قدرت جي طرفان " غضروف" يعني نرم هڏي جي وساطت مقرر فرمايل آهي تيئن الله سبحانه وتعالىٰ جي درگاهه تقدس پائگاهه کان فيض ملڻ لاءِ انبياءِ ڪرامن ۽ انهن کانپوءِ سندن اوليائن سڳورن جي صحبت جو وسيلو وٺڻ ۽ سندن فرمودن موجب هلڻ، جنهن کي مجاهدو سڏجي ٿو ضروري آهي. قال الله تعالىٰ:.

**ياايهاالذين آمنواتقوالله وابتغوا اليه الوسيله وجاهدوا في سبيله لعلكم تفلحون (10-6)**

اي ايمان وارؤ! الله پاڪ کان ڊڄو ۽ جهليل ڪمن کان بچو ۽ الله سائين عز اسمه ڏانهن وسيلو طلب ڪيو ۽ سندس واٽ ۾ مجاهدو يعني نفس، ابليس ۽ ڪفارن سان خوب مقابلو ڪيو ته من اوهان ڇوٽڪارو لهو. مرشد ڪامل جي صحبت نصيب ٿيڻ ۽ اعتقاد ۽ ادب سان سندن اتباع ميسر ٿيڻ فضل ۽ رضاءِ الاهي ۽ سعادت ۽ هدايت ۽ نجات حاصل ٿيڻ جو نشان آهي ۽ اوليائن ڪاملن جي صحبت نصيب نه ٿيڻ ۽ جي نصيب ٿئي ته اعتقاد ۽ ادب وارو اتباع ميسر نه ٿيڻ، الله سبحانه تعالىٰ جي نا رضامندي ۽ شقاوت ۽ مردوديت ۽ نجات اخروي کان محروميت جي علامت آهي. قال الله تعالىٰ.

**من يهد الله فهو المهتد و من يضلل فلن تجدله وليا مرشدا.**

جنهن کي الله سبحانه وتعالىٰ هدايت فرمائي ٿو سو سڌي رستي وارو آهي ۽ جنهن کي گمراهه فرمائي ٿو ته ان جو ڪوبه مرشد رهبر ڪونه لهندين.

وقال عليه الصلواة والسلام: اولئک لايشقيٰ جليسهم.

اهي (ذڪر ڪندڙ ماڻهو) اهڙا پيارا آهن جو انهن سان گڏ ويهندڙ ۽ صحبت ڪندڙ نڀاڳا نه ٿيندا. قال العارف رومي قدس سره:.

**پير ره ڪبريت احمر آمده ست سينه او بحر اخضر آمده ست.**

مرشد ڪامل اڪسير ناياب جي مثل آهي ۽ سندن سينو فيض جو درياءَ لهرون هڻندڙ آهي.

**صحبت ايشان خاڪ را اڪسير ڪرد لطف شان برهر دلي تاثير ڪرد**

سندن صحبت مٽي سون بڻائي ڇڏي ٿي ۽ سندن مهرباني ۽ توجه هر ڪنهن دل تي اثر وهاري ٿو.

**گرترا پير ے چنين آيد پديد قفل دردت راڪليد آيد پديد**

جيڪڏهن توکي اهڙو ڪامل مرشد لڀي ته گويا تنهن جي اندر جي ڏکن واري

ڪلف لاءِ ڪنجي هٿ اچي وئي.

**يک زمانہ صحبت با اولياء بهتر از صد سال طاعت بي ريا**

هڪ گهڙي اوليائن سڳورن سان صحبت ڪرڻ، سون ورهن جي خالص عبادت کان بہ زور ڀلي آهي.

**گرتوسنگ صخره و مرمر شوي چون بصاحبدل رسي گوهر شوي**

جي تون پٿر سخت يا سنگ مرمر ڪٽي هوندين پر جڏهن ڪنهن ولي سڳوري وٽ پهچندين تہ گوهر بي بها بڻجي پوندين.

پر جيڪڏهن قسمت جي ڪوتاهي پاران ڪامل مرشد جي صحبت حاصل نہ ٿئي، يا حاصل ٿيڻ کان جدائي پيش هجي تہ پوءِ لازم آهي تہ قرآن شريف ۽ احاديث مقدسہ جي تلاوت سان گڏ پنهنجي مرشد ڪامل يا ٻين اوليائن ڪاملن جي ملفوظات مان ڪم از ڪم ادائي ايمن جو قدر پڙهندو رهي ڇو تہ سندن فرمايل ڪلام سڳوري ۾ خاص تاثير ۽ فيض رکايل ۽ " سورالمؤمن شفاءُ" جي فرمودي موجب قلب مريض لاءِ خاص شفا سمايل آهي.

**چونکہ گل رفت و گلستان شد خراب بوئے گل از کہ جوئيم؟ از گلاب.**

جڏهن بهار جي مند ختم ٿيڻ بعد گل اڪري وڃن ۽ باغ ويران پيو هجي، تہ پوءِ گلن جي خوشبوءِ ڪاٿي ڳولجي؟ گلاب واري پاڻي (عرق) مان .

انهيءَ ڪري هن عاجز، حال زار، اميدوار عفو ۽ فضل پروردگار (عزا سمه) ڪي گهڻي عرصي کان ارادو هو تہ ملفوظات شريف اوليائن جي مهندار، فيض جي سمونڊ بي ڪنار، اسرارن الاهي جي بحرزخار، جناب قطب الاقطاب حضرت پيرسائين روضي ڌڻي قدس الله تعالىٰ سره العزيز جي، جا عارف بالله الودود خليفہ محمود عليہ رحمة الله المعبود ساڪن ديه ڪڙيہ ۽ پڻ واصل باالله خليفہ محمد حسين عليہ الرحمة رب المشرقين والمغربين، فارسيءَ ٻوليءَ ۾ گڏ ڪئي آهي. سا سنڌي سهنجي ٻوليءَ ۾ ترجمہ ڪري شايع ڪرايان. هن ڪري تہ هن عاجز کي انهيءَ نسخہ متبرڪ جي مطالعہ بعد طريقہ عاليہ قادريہ ۽ نقشبنديه جي حاصل ڪرڻ جو شوق پيدا ٿيو. ۽ اهل دل جي محبت ۽ ساڻن حسن عقيدت حاصل ٿي.

**احب الصالحين ولست منهم لعل الله يرزقني صلاحا**

دل گهريو تہ انهيءَ لذت ۽ تحريري صحبت جي فضيلت ۾ ٻين سيني ڀائرن مسلمانن کي عموما ۽ منتسبين درگاهہ معلي پاڳاهہ راشديہ کي، جي لکن جي تعداد ۾ اترسنڌ، پنجاب، ٿر، جيسلمير، بلوچستان وغيره دور دراز ملڪن ۾ پکڙيل آهن، خصوصا ڀائيوار ڪريان تہ انهيءَ نسخہ ڪريمہ جي پڙهڻ سان من رب

ڪريم عزاسمہ پنهنجي ڪنهن ٻانهي ڪي پنهنجي طلب ۽ قلب جي ڪشايش عطا فرمائي ۽ انهي ڪشايش جي وقت ۾ هن ضعيف کي خير جي دعا سان ڪٿي ياد ڪري تہ ان جي برڪت سان الله سبحانه وتعالیٰ دارين ۾ ڪشايش ۽ محبت جي جذبات مان ڪو جذبو عطا فرمائيم.
۽ ٻيو تہ هن عمل خير سان اها بہ آس اٿم تہ حضرت غوث زمان قطب دوران مرشد مڪمل پير سائين روضي ڌڻي قدس سره جي طريقہ مبارڪ جي خدمت سان الله سبحانه وتعالیٰ جي رضا ۽ حضرت پيرسائين قدس سره جي خوشنودي حاصل ڪندس. جنهن سان پنهنجي شڪستہ دل جي دوا ۽ مجروح قلب جي شفا حاصل ٿيندي. آمين.

## قطب الاقطاب فيضماب حضرت پير سائين روضي ڌڻي قدس سره جي حيات طيبہ تي اجمالي نظر.

پاڻ حضرت خواجہ پيرسائين سيد محمد بقا شاھ شهيد قدس سره جا فرزند ارجمند آهن. حضرت پيرسائين شهيد قدس سره باڪمال اوليائن ۾ مقتدا ۽ پيشوا، قادري ۽ نقشبندي طريقہ جا مجمع البحرين هئا. قادري طريقہ حضرت ڪامل مڪمل پير سائين سيد عبدالقادر حسيني جيلاني قدس سره رهندڙ ديہ سوڍاٽي ڪان حاصل فرمايائون ۽ اها ديہ جهنگ سيال ضلع ۾ آهي، هاڻي چناه شريف جي درگاھ سڏجي ٿي، ۽ نقشبندي طريقو حضرت مخدوم محي السنة امام الامة مخدوم محمد اسماعيل قدس سره، پريان لوءِ شريف وارن ڪان حاصل ڪيائون.

پاڻ اصل وينل شهر رسول پور عرف ننڍي سائيدي جا هئا. اتان وري لڏي اچي ڳوٺ رحيمڏنہ ڪلهوڙي، واقع ديہ فريد آباد ۾ رهيا. سندن ولادت 1135ھ ۾ ٿي ۽ سن 1198ھ ۾ ڪن رهزنن وات ڦريندڙن هٿان 63 ورهن جي ڄمار ۾ شهادت جي خلعت پاتائون! سندن مزار مقدس مقام شيخ طيب ۾ آهي. پير سائين پاڪ شهيد قدس سره کي 4 فرزند هئا تي پنهنجي خانداني حرم محترم مان هئا. جن جا اسم گرامي هي آهن.
1- قدوة العارفين خازن اسرار رباني محبوب سبحاني مجدد دين يزداني حضرت پيرسائين روضي ڌڻي قدس الله تعاليٰ سره الاقدس.
2- قدوة اهل صفا مقتداء عارفان خدا عزاسمہ حضرت سيد عبدالرسول شاھ قدس سره.
3- پيشواءِ اهل تسليم حضرت پيرسائين سيد محمد سليم شاھ قدس سره
4- چوٿون فرزند مبارڪ تاج الاصفيا، زين الاوليا، ميان سيد علي مرتضيٰ شاھ

قدس سره، هڪ تو مسلم حرم محترم مان تولد ٿيو.

حضرت پير، مرشد مڪمل روضي ڌڻي قدس سره الاقدس جي ولادت پهرين تاريخ شعبان يا رمضان، عليٰ اختلاف الاقوال 1171هه ۾ ٿي. پاڻ سيتي پائرن ۾ ننڍا مگر سيني کان بخت بلند ارجمند مقتداءِ جهان، علوشان ۾ اعليٰ ۽ جان جهان ۽ صاحب سلسله طيبه راشديه جا ٿيا. ولادت جو هنڌ رحيمڏنه ڪلهوڙي جو ڳوٺ آهي.روضي ڌڻي لقب (1) هن ڪري مليو جو محبوب السالڪين يعسوب العارفين حضرت پير سائين سيد علي گوهر شاه عرف بنگلي ڌڻي تخلص " اصغر" قدس سره جي سجادگي وقت 1250 هه ۾ درياءَ جي پائيندڙ جو خطرو ٿيو جنهن ڪري سيٺي روضه شريف پاڻ منتقل ڪرائي نئين درگاهه ۾ رکايائون ۽ اتي نئون ڳوٺ پڌو ويو. جنهن ڪي هاڻي پيرجوڳوٺ يا نئين درگاهه سڏجي ٿو. ۽ پيرسائين جن جي اولاد مان ڪجهه اتي رهجي پيا جنهن ڪري ان کي پراڻي درگاهه سڏجي ٿو. نقل ڪن ٿا ته جڏهن حضرت ميان صاحب پيرسائين سيد محمد بقا شاهه شهيد قدس سره کي چارئي فرزند سڳورا تولد ٿيا، تڏهن هيڪر پاڻ حضرت مقتداءِ اهل تفضيل، مقبول بارگاهه جليل، مخدوم محمد اسماعيل قدس سره کي، جي سندن نقشبندي مشرب جا پير طريقت هئا. پنهنجي ڳوٺ وٺي آيا ۽ اتي تيئي نينگر دعا طلبي لاءِ سندن خدمت ۾ آندا ويا، پاڻ انهن کي ڏسي نالو پڇيائون، ۽ ائين پئي فرمايائون ته " چڱو ٿيندو" جڏهن حضرت پيرسائين روضي ڌڻي قدس سره کي جو ان وقت پڙهڻ ۾ هئا ڪٺي آيا تڏهن حضرت مخدوم صاحب قدس سره کين ڏسي ڏاڍا خوش ٿيا ۽ جهولي ۾ جهلي فرمايائون ته " هي اهو يار آهي جنهن کان دنيا جو گهڻو حصو فيضياب ٿيندو " ائين فرمائيندي کين باربار دعا پي ڪيائون.

چوندا آهن ته " سلو انگورين پلو" حضرت پيرسائين قبله عالميان قدوه عارفان قدس سره جو ننڍ پڻ نهايت پاڪيزه گذريو، ٻاراڻي بيفائده لهو لعب ۽ راند روند کان سندن طبع مقدس بلڪل بيزار ۽ متنفر رهندي هئي. ڪڏهن به ٻين ٻارن وانگر کيڏڻ ۾ وقت نه وڃايائون. جڏهن تعليم وٺڻ جهڙا ٿيا ته والد سڳوري جي امر موجب نهايت خوشي ۽ ڪشاده ذهني سان تعليم ۾ لڳي ويا.

ملفوظات شريف ۾ آهي ته پاڻ فرمائيندا هئا ته ننڍي هوندي اسان کي دل ۾ خيال ايندو هو ته جيڪر اٿون عارف ڪامل مڪمل صاحب ارشاد ۽ تلقين جو ٿيان، جو منهنجي توجهه سان ماڻهو دنيا و ما فيها کي وساري مجذوب ٿيجي وجد تواجد ڪن ۽ زمين تي ليٽڙن. درحقيقت هي سندن خيال، الهام الاهي هو، جنهن جو ان وقت سندن قلب مبارڪ واري آئينه مصفاتي عڪس پوندو هو ۽



(1) ۽ پڻ چون ٿا ته پاڻ رمضان شريف ۾ ڏينهن جو ٿڃ نه پيئندا هئا ان ڪري روزي ڌڻي لقب سا ن مشهور آهن.

اڳتي هلي اهو الهام موبمو ميدان ظهور ۾ پڌرو ۽ نروار ٿي پيو.
سندن ابتدائي تعليم ميان محمد اڪرم گهمرو (1) ۽ هڪ حافظ صاحب نالي زين الدين رحمة لله تعاليٰ عليہ وٽ ٿي، جو حضرت ميان صاحب قدس سره جي خاص مريدن مان ڪامل شخص هو. ان ڪانپوءِ طلب علم لاءِ ڪين سفر ڪرڻو پيو. پهريان حضرت ميان صاحب قدس سره جي ڪين مخدوم طيب (2) بقا پور واري وٽ ۽ پوءِ مولانا حاجي فقير الله صاحب نقشبندي قدس سره (متوفي 1195هہ) وٽ شڪارپور ۾ وهاريائون. اتي ڪجهہ وقت تعليم حاصل ڪيائون، ليڪن حضرت پيرسائين پاڪ شهيد قدس سره جڏهن بہ پيري اتي آيا ڏٺائون تہ ڪين مڪلف طعام ماني ٻوڙ، تعظيم تڪريم سان پيي مليو، پاڻ فرمايائون تہ بابا! جنهن مدرسہ ۾ ماني ٻوڙ ۽ طعام عام جام آهي، اتي علم حاصل ڪرڻ محال آهي. (ڇو تہ نفس پرور سير شڪم طالب علم غافل ۽ ڪاهل ٿي پوندا آهن) اتان وري شهر ڪوٽڙي ڪبير ۾ مخدوم ميان يارمحمد عليہ الرحمة وٽ طلب علم لاءِ ويهاريائون. جو هڪ اهل دل عالم فاضل ۽ ڪامل عالم سڄورو هو. اتي سندن طبع مقدس مختلف مدرسن ۾ سفر ڪرڻ پاران مشقت ۽ گراني ڪري پريشان ۽ مڪدر ٿي پئي، پوءِ اتي هڪ رات هڪ پير مبارڪ تي بيهي 5 هزار درود شريف پڙهي حضور سرور ڪائنات صلي الله عليہ وسلم ڪان استمداد ۽ استغاثہ ڪيائون. جنهن سان ڪين اهڙي تہ قلب جي صفائي ۽ سهنجائي حاصل ٿي پئي جو بمصداق علم الانسان مالم يعلم، اڻ پڙهيل علم بہ پڙهيل ٿي پين.

پاڻ اخير ۾ مولانا مخدوم محمد صاحب آريجوي عليہ الرحمة وٽ ڪتاب پورا فرمايائون، هن مدرسہ عاليہ ۾ سيد عاقل شاهہ رحمة الله تعاليٰ عليہ بہ ساڻن همدرس هوندو هو. مگر حضرت پيرسائين قدس سره جن اڳ ۾ علم جي مقرر نصاب جي تڪميل بعد، فيض ۽ فضيلت جي دستار حاصل ڪري رخصت ياب ٿي درگاهہ مقدس تي آيا ۽ جناب شاهہ صاحب جن هڪ سال پوءِ دستار بندي ڪئي.

## طريقت ۾ قدم !

پاڻ فرمايو اٿن تہ جڏهن آئون ۽ برادرم ميان علي مرتضيٰ شاهہ قدس سره ڪوٽڙي ڪبير ۾ مخدوم ميان يارمحمد عليہ الرحمة وٽ ظاهري علم جي درس و تدريس ۾ مشغول هئاسون.تڏهن هڪڙي ڏينهن حضرت والد بزرگوار اتي تشريف فرما ٿيا. اسين سندن قدمبوسي ڪري خدمت ۾ ويناسون، تڏهن پاڻ فرمايائون تہ اي برخورداران! توهان کي معلوم آهي تہ اڄ اسانجي اچڻ جو ڪهڙو سبب



(1) ملفوظات ج 4 ص 93 (2) ملفوظات ج 6 ص 92.

آهي؟ عرض ڪيوسون ته اسان کي معلوم نه آهي. پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته آئون مخدوم عبدالرحمان قدس سره سان، جو حضرت مخدوم صاحب پريالوءِ شريف وارن قدس سره جو خاص مريد ۽ صحبتي آهي، ملاقات ڪرڻ ويو هوس. اتي ڳالهه ٻولهه هلندي مونڪان مخدوم عبدالرحمان صاحب پڇيو ته اوهان کي طريقت مبارڪ جي تلقين ڪرڻ ۽ هدايت ڪرڻ جي اجازت مليل آهي يا نه؟ مون چيو ته هائو مليل آهي. پوءِ پنهنجن اهلين جي مريد ڪرڻ جي مونڪان اجازت ورتائين ۽ پڇيائين ته اوهان پنهنجن پٽن کي طريقه مبارڪ ۾ داخل ڪيو آهي يا نه؟ ورندي ڏنم ته انهن کي اجا اهڙو خيال به ڪونهي. پوءِ چيائين ته جيڪڏهن انهن کي خيال ڪونه آهي ته به اوهان خواه مخواه به انهن کي داخل ڪري ڇڏيو. اڄ انهيءَ صلاح موجب اسانجو اچڻ ٿيو آهي. پوءِ پاڻ اسان پنهي ڀائرن کي ٻهريان نقشبندي طريقه ۾ داخل فرمايائون ۽ اتان اسان کان موڪلائي ڪنهن طرف روانا ٿيا. اسان تعليم تدريس سان گڏ ذڪر جي شغل سان به مشغول رهنداهئاسون، برادرم ميان علي مرتضيٰ شاهه قدس سره کي انهيءَ طريقه نقشبنديه جي مشغولي اثر ڪري وئي، پرمون کي ڪا ڪيفيت محسوس ڪانه ٿي، ٻي ڀيري حضرت مربي پيرسائين جن اسان وٽ آيا ۽ مون کان انهيءَ مشغولي جي ڪيفيت پڇيائون، عرض ڪيم ته مون کي ڪا خبر يا ڪيفيت معلوم نه ٿي آهي. انهيءَ تي پاڻ مونکي طريقه قادريه ۾ داخل فرمائي ذڪر جهر سان مشغول فرمايائون. پوءِ وڏي آواز ذڪر ڪرڻ سان ذڪر سڄي وجود کي وٺي ويو جو مٿي کان وٺي پيرن تائين وراوار مان ذڪر جاري ٿي پيو.

هي به بيان ٿيل آهي ته حضرت ميان صاحب پير سائين شهيد قدس سره جڏهن جناب قدسي خطاب حضرت سيد عبدالقادر شاهه چناهه وارن جي خدمت ۾ فيض حاصل ڪري رهياهئا. تڏهن پير سائين چناه وارن قدس سره هڪڙي ڏينهن خاص مهرباني ۽ شفقت مبذول فرمائيندي ڪين ارشاد فرمايائون ته بابا! اسان جي جد امجد غوث الثقلين محبوب سبحاني سيدنا حضرت عبدالقادر جيلاني رضي الله تعاليٰ عنه جي قول مبارڪ موجب ته "قدمي هذه عليٰ رقبة ڪل ولي الله تعاليٰ "مطابق اسانجي خاندان ۾ هي روش آهي، جو پنهنجي ڪنهن خاص منظور نظر مريد تي مخصوص توجه ۽ شفقت فرمائيندا آهن ته انهيءَ جدي سنت موجب سندس ڪلهن تي قدم رکنداآهن. اهو قدم مبارڪ پشت به پشت اسان تي به آيل آهي ۽ اها سنت ۽ متابعت اسان اڄ ڏينهن تائين ادا ڪانه ڪئي آهي. يعني ڪنهن به مريد تي قدم مبارڪ ڪونه رکيو اٿئون. اڄ دل گهري ٿي ته اهو عمل ادا ڪندي اوهان جي گردن تي قدم رکان. پوءِ حضرت ميان

صاحب جن قدس سره سندن آڏو گردن نمائي ڏني ۽ حضرت پير سائين قدس سره مٿن قدم مبارڪ رکي پنهنجي خانداني سنت سان سرفراز ۽ مشرف فرمايو.

پوءِ جڏهن ڪوٽڙي ڪبير ۾ پئي صاحبزاده علم جي طلب ۾ مشغول هئا ۽ طريقہ عاليہ ۾ ڪين داخل فرمايو ويو هو. تڏهن هڪ ڀيري حضرت ميان صاحب قدس سره جن جناب پير سائين روضي وارن قدس سره کي خلوت ۾ ويهاري اها مٿين حقيقت پڌائي فرمايائون تہ بابا! سڀني پٽن کان وڌيڪ منهنجي دل جو لاڙو توسان آهي. مان پنهنجي مرشد سڳوري جي پيروي ۽ متابعت موجب پنهنجو قدم تنهن جي گردن مٿان رکان ٿو، پوءِ قدم مبارڪ رکي اها سنت ادا ڪيائون.

مولانا سيد عاقل شاهہ عليہ الرحمة کان جو آريجن ۾ سندن هم درس هو منقول آهي تہ جڏهن آئون علم کان فارغ التحصيل ٿيس، تڏهن هيڪر حضرت پيرسائين قدس سره جي ملاقات لاءِ سندن خدمت ۾ آيس ۽ ساڻن صحبت ڪندي ڏٺم تہ ذڪر شريف اسم ذات جي مشغولي سندن قلب ۾ ايڏي تہ حرارت پيدا ڪئي هئي جو نزديڪ ويهڻ سان سندن وجود مبارڪ طرفان مونکي حرارت ۾ گرمي محسوس پئي ٿي.

ملفوظات شريف ۾ وٽان منقول آهي تہ هڪ سيد سڳورو مجذوب لڪياري خاندان جو ابتدائي زمانہ ۾ اسان وٽ تڪيل هو ۽ آئون سندس خدمت دل و جان سان ڪندو هوس. هيڪر انهيءَ مجذوب صاحب اڳيان مون الله سبحانه وتعاليٰ جي محبت ۽ شوق ۽ طلب جي جذبه ڪري ويني رنم. تڏهن انهيءَ مجذوب سڳوري کي ڏاڍو رحم پئجي ويو ۽ شفقت سان فرمايائين تہ " بي بي درياءُ ٿي" ان هوندي بہ مون روئڻ کان بس ڪانہ ڪئي، تڏهن ڪمال شفقت ۽ بي حد رحم جي جذبہ سان فرمايائون تہ " بيءُ پي سمونڊ ٿي، اجي بکئي کي پيارج"

دنيا ڏٺو تہ انهي ڪامل مجذوب جو فرمودو لفظ بلفظ سچو نڪتو ۽ اتان فيض جو اهڙو سمونڊ جاري ٿيو جو لکين ماڻهن جي تشنگي کي سيراب ڪري درگاهون بڻايائين ۽ انهن درگاهن مان وري بيون درگاهون ٿيون جنهن جي سلسلہ فيض رساني جي حد لهڻ مشڪل آهي سچ آهي تہ.

سيد پير سمونڊ هي      اونت نہ چاڻي ڪو !
ماڻڪ ماڻي سو !      ڦر ڦر سيوا جو ڪري

وڌيڪ احوال اوهان ملفوظات شريف جي صفحن سڳورن مان ملاحظہ ڪري

سگهندا. هي هدايت ۽ فيض الاهي جو سج مسند ارشاد ۽ تلقين جي آسمان تي نوراني ڪرڻن سان چمڪندي، جهان کي روشن ۽ منور فرمائيندي عين متابعت حبيب ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي مطابق پوري 63 ورهن عمر شريف پهچڻ بعد پهرين تاريخ شعبان 1234ھ ۾ غيب جي پرده ۾ محجوب ۽ محبوب حقيقي عزاسمه جي وصال سان مشرف ٿيا. (انا لله وانا اليه راجعون.)

**جان جسم مصطفيٰ بود آن امام    زان سبب يک قول فعل آمد تمام**

**عاجز آثم (مرحوم مولانا) فقير محمد قاسم عفي عنہ**

مدرسہ قاسم العلوم ڳوٺ صاحب خان مشوري.
(مشوري شريف ضلع لاڙڪاڻو).

# ديباچہ از جامع
# ملفوظات مجمع الفيوضات رحمة الله عليہ
# بسم الله الرحمٰن الرحيم

هزارين هزار حمد انهيءَ احد فرد کي، جنهن پنهنجي احديت جي نهانخاني مان، احديت جي الف جو تاج عالم امر جي سر تي جهلايو، ۽ پنهنجي ذات قدسي صفات کان سندس مبدءَ مقرر فرمائي عالم بطون جي رنگا رنگ صحيفہ جي صفحہ تي کيس چلکايو. سوين سوين ثنائون انهيءَ واحد صمد کي جنهن احديت جي سمنڊ بي کنار مان مظهريت جي موج اٿاري وجود مسعود محمدي صلي الله عليہ وآله وسلم کي ملڪ ۽ ملکوت جو مجمع البحرين بڻايو ۽ سندن وجود مسعود جي نور سان عدم جي اونداهہ کي کون و مکان جي صحن تان ٽڙائي، نور جي ظهور سان چمڪايو. در شهوار درود نا محدود وجود مسعود محمود حضرت نبي کريم، صاحب خلق عظيم، امي عربي صلي لله عليہ وسلم تي نثار هجن، جهن محبوب مربي جي نبوت کي پروردگار عزاسمہ سڀني انبيائن کرامن مٿان محيط فرمايو ۽ انهيءَ رهبر منور جي بدايت نبوت کي سڀ کان سابق بڻايو ۽ پڻ خاتميت جي رتبي کي رسايو، جيئن فرمايو وبو تہ " کنت نبيا و آدم بين الماءِ والطين "
وقال الله تعاليٰ : **وما ارسلناک الارحمة للعالمين " (ايضا)**
**ولکن رسول الله وخاتم النبيين** (صلي لله تعاليٰ عليہ وآله واصحابه اجمعين)
اما بعد کمترين ٻهاريدار، درگاهہ عرش اشتباهہ، جهان وارن جي کعبہ، ارشاد ونندڙن جي قبلہ، اسرار الهيٰ جي خازن، رازن نامتنا هي جي مخزن دامنگيرن جي پشت پناهہ، ضعيفن جي ماوا ملجاءِ. حضرت مرشد معظم مکرم قدس سره جي جو، اميدوار رحمت رب ودود جو فقير محمود (رحمه الله الولي الودود) چوي ٿو تہ طالبن راهہ الهي ۽ سالکن رستي نامتناهي جي ضمير منير تي مخفي نہ آهي تہ هر کنهن جاندار کي عموما ۽ افراد بشري، جنهن لاءِ ارشاد الاهي **وماخلقت الجن الانس الا ليعبدون.**
وارد ٿيل آهي کي خصوصا، ساري جهان جي مالڪ، پنهنجي حقيقي محبوب مطلوب جي يادگيري بنا بلکل کانہ سرندي آهي. تنهن کري سچن طالبن ۽ پکي عقيدي وارن ارادتمندن جي استفادي لاءِ کي گفتا، جي موتي مهراڻ کاشف اسرار غيبي ۽ ظاهر فرمائيندڙ مخفي رازن لاريبي، مرشد مکرم رضي الله تعاليٰ عنہ جا هئا. جن کي پاڻ طالبن جي حال موافق، قال يا حال سان پيدا ٿيندڙن سوالن جي جواب ۾ مريدن جي دامن ۾ اڇلايو اٿن، يا وعظ ۽ نصيحت طرح آيات مقدسہ ۽ احاديث کريمہ ۽ مشائخين کرام ۽

بزرگان دين رحمهم الله تعاليٰ عليهم جي احوالن ۽ مقولن مان بيان فرمايو اٿن ۽ شريعت، طريقت ۽ معرفت ۽ حقيقت جا باريڪ نڪتا، جي سفر يا حضر ۾ پنهنجي زبان گوهر فشان مان ارشاد ڪيا اٿن ۽ هن فقير يا ٻين مريدن محفل خلد مثل جي حاضر ٿيندڙن کي ٻڌڻ ۾ آيا آهن، انهيءَ ڪلام فيض نظام کي پنهنجي سمجهه قاصرآهر، جمع ڪري ۽ ان سان گڏ بعض احوال ۽ واردات جي هن فقير يا ٻين فقرائن تي وارد ٿيا ۽ گذريا آهن سي به قلم جي قيد ۾ آڻي صحبت فيض موهبت جي شائقن اڳيان پيش ڪجن ٿا. توڙيڪ سندن سمورا اقوال مبارڪ ۽ هلت چلت جا احوال ڪتابت ۽ بيان جي حصر ۾ اچڻ محال آهي.

**كما قال عزمن قائل قل لو كان البحر مداد الكلمات**
**ربي لنفدالبحر قبل ان تنفد كلمات ربي.**

يعني اي نبي ڪريم ! ( صلي الله عليہ وسلم ) فرماءِ تون ته جيڪڏهن سمنڊ سڄو مس ٿيئي الله پاڪ جا ڪلمات طيبات لکيا وڃن ته سمنڊ ڪٽي ويندو پر منهنجي پالڻهار جا ڪلمات طيبات پورا نه ٿيندا.

۽ پڻ هن ظاهري زبان ضعيف کي ڇا مجال آهي جو سندن ملفوظات مبارڪ ۾ ڪو بيان هلائي سگهي، ڇو ته سندن ڪلام مبارڪ مان هرهڪ حرف مان سوسو معنائون غيبي ۽ هڪ هڪ ڪلمہ طيبہ مان هزار هزار باريڪ نڪتا لاريبي، هر ڪنهن عبارت مان فيض عام ۽ ذوق تام ۽ سڀ ڪنهن معنيٰ مان مفهومات بي شمار ۽ هر ڪنهن لطيفہ مان ادرا ڪات جا درياءَ نا پيد ڪنار پيدا ٿين ٿا ۽ هرهڪ ادراڪ مان اهڙا مقامات بي حساب ۽ بي حد ۽ هر ڪنهن مقام ۽ حالت مان اهڙا ذوق شوق اڻ ڳڻيا اڻ ميا حاصل ٿين ٿا، جو انهن کي تاراجي بيان جي توري نہ سگهندي ۽ هن جهان جي تنگ ميدان ۾ سندن فوج ظفر موج ماپي نہ سگهندي، پر انهيءَ نعمت عظميٰ ۽ دولت بي بها کان بالکل تعطيل ڪرڻ ۽ حصو نہ وٺڻ بہ وڏي بدنصيبي ۽ محرومي جو سبب هو تنهن ڪري لاچار " مالا يدرك كله لم يترك كله" جي حڪم موجب ، پنهنجي حال ۽ طاقت آهر، جيتري قدر سندن ڪلام فيض نظام، پاڻ کي ياد هو يا ٻين معتبر راوين کان ذخيرو حاصل ڪري سگهيم تنهن کي غنيمت سمجهي پنهنجي عبارت نامربوط ۾ ڪڙي ڀڃن ورقن ڪاغذن ۾ مضبوط ڪري ورتم ته سيني جهان وارن کي ڪجهہ حصو ۽ ڀاڱو مرشد ڪريم جي اوقات طيبہ ۽ فيوضات ربانيہ مان حاصل ٿي سگهي ۽ مون عاجز دعا طلب ويچاري لاءِ ثابت قدمي ۽ گناهن جي بخشيش ۽ ٻنهي جهانن جي مقصود حاصل ٿيڻ جو باعث بڻجي.

معلوم هجي ته ڪن نقلن ۾ راوين جي اختلاف ڪري جيڪو تفاوت ڏيکارجي، سو ٻڌندڙن جي استعداد ۽ سمجهہ جو تفاوت سمجهڻ گهرجي ۽ ٻيو ته پاڻ حديث شريف جي حڪم موجب ته **تكلموالناس علي قدر عقولهم** (يعني ماڻهن سان سندن عقل جي قدر آهر گفتگو هلايو) ماڻهن جي پروڙ ۽ عقل آهر ڪلام فرمايو اٿن. اهو

تفاوت اهڙو آهي جهڙو حضور پر نور صلي الله عليہ وسلم جي حديثن شريفن ۾ اصحابن كرامن رضي الله تعاليٰ عنهم جي لفظن سڳورن ۾ ڪمي بيشيءَ سان وارد ٿيل آهي جنهن جو حال احاديث مقدسہ جي پڙهندڙن كي چڱيءَ طرح روشن آهي.

۽ ٻيو تہ جيڪو نقل جن لفظن سان معتبر راوين کان ٻڌو ويو سو انهن ساڳين لفظن سان هتي لکيو ويو. ڇو تہ حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم بہ اصحابن ڪرامن کي اهڙن حڪم فرمايو هو تہ سندن حديث شريف کي ساڳين الفاظن مبارکن سان بيان ڪن ڇو تہ پوئين امت ان کي چڱيءَ طرح سمجهندي.

هي بہ ڄاڻڻ گهرجي تہ هن ملفوظات شريف مان جيڪو بہ طالب جنهن بہ مقصد ۽ مطلب جو ارادو ۽ طلب ڪري مطالعہ ڪندو اهو سندس مقصد انشاءَ الله تعاليٰ سندس استعداد موجب الله سبحانہ وتعاليٰ پورو فرمائيندو ڇو تہ جيئن : **لارطب ولا يابس الافي ڪتاب مبين"** موجب سڀ ڪنهن آلي خواہ سڪي شيءِ جو ذڪر قرآن شريف ۾ موجود آهي. تيئن (بلاتشبيهہ) هن ڪتاب مقدس ۾ بہ اوهان سيئي مقصد موجود ڏسندا. اوهان يقين سان ڄاڻو تہ جيڪو بہ لفظ ۽ سخن ڪاملن جي زبان مبارڪ مان ظاهر ٿيندو آهي اهو پنهنجي هوا ۽ خواهش سان تہ فرمايل هوندو آهي بلڪ الهام ۽ القاءَ رباني سان سندن دل ۾ وارد ۽ زبان مبارڪ تي جاري ٿيندو آهي. جيئن حضرت حبيب ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم وحي الاهي سان مخصوص آهن. ڪما قال عزمن قائل: وما ينطق عن الهويٰ ان هو الا وحي يوحيٰ" تيئن اولياءَ ڪرام بہ الهام ۽ القاءِ الهي سان مشرف ٿيل آهن. (فرق اهو آهي تہ انبياءِ ڪرام جي القاءِ الهي کي " وحي" سڏبو وڃي ٿو جو محفوظ ۽ يقيني امر آهي ۽ اولياءِ ڪرام جي القاءَ کي الهام ٿو چئجي ۽ ان لاءِ " وحي" سان موافق هجڻ شرط آهي.)

ڄاڻڻ گهرجي تہ هن نسخہ مبارڪ ۾ جاتي لفظ " پاڻ فرمايائون" يا " مرشد معظم" جو اچي تہ اتي مراد حضرت مرشد معظم پيرسائين روضي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنہ سمجهڻ گهرجي ۽ جتي لفظ " صاحبزاده والاتبار" يا " مسند نشين" جو اچي اتي مراد سندن صاحبزاده وڏا مسند نشين اول آهن ۽ جتي " حضرت ميان صاحب قدس سره" لکيل هجي اتي مراد ذات مبارڪ حضرت شيخ المشائخين پير سائين سيد محمد بقا شاه پاڪ شهيد قدس سره جن ورتل آهن جي والد معظم، مرشد مربي پير سائين روضي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنہ جا آهن. جن ڪان حضرت پير سائين روضي وارن رضي الله تعاليٰ عنہ طريقہ

عاليہ قادريہ ۽ نقشبنديہ جي نسبت ۽ مشغولي حاصل فرمايائون. ۽ حضرت ميان صاحب قدس سره قادري طريقہ جي نسبت جناب مستطاب حضرت پير دستگير واقف اسرار الاهي، مدقق حقائق نامتناهي، غيبي رازن جي ڄاڻندڙ، معرفت لاربيي جي نڪتن سڃاڻيندڙ حضرت پير شيخ عبدالقادر قدس الله تعاليٰ سره الاقدس کان حاصل فرمايائون. جي سڳورا حضرت غوث الثقلين پير دستگير رضي الله تعاليٰ عنہ جي اولاد مان آهن. ۽ سندن رهڻ جو هنڌ سوڍاٽي ۾ آهي جو اهو شهر جهنگ سيال جي ديهہ مان هڪ ديهہ ۾ واقع آهي. (عام طرح چناه وارا بزرگ سڏبا آهن) ۽ اتي ئي سندن مزار شريف زيارتگاهہ خاص و عام آهي ۽ جاتي لفظ "حضرت مخدوم صاحب قدس سره" جو ذڪر ٿئي اتي مراد حضرت ڪامل مڪمل فيض رسان شيخ المشائخ مخدوم محمد اسماعيل قدس سره رهندڙ پرياليءَ شريف سمجهڻ گهرجي. جن کان حضرت ميان صاحب قدس سره نسبت طريقہ عاليہ نقشبنديہ جي سند ورتائون ۽ سندن صحبت مبارڪ ۾ رهي الله سبحانہ وتعاليٰ جي طلب فرمايائون ۽ هن ڪتاب مستطاب جو نالو مبارڪ " مجمع الفيوضات" رکيو ويو ۽ هن متبرڪ نسخہ ۾ هڪ مقدمو ۽ سورهن باب ۽ خاتمہ ڪتاب ۽ هرهڪ باب ۾ وري ڪيترا فصل ڏنل آهن جن جو تفصيل هن طرح آهي.

### مقدمو

جنهن ۾ ڪتاب جي ٺاهڻ جو سبب ۽ مرشدن ڪريمن جي طريقہ عاليہ قادريہ ۽ نقشبنديہ جو شجره ڏنل آهي.

## باب پهريون

ذڪر لااله الا الله جي پلائي، عملن جي نيت، طلب علم، شريعت، نماز ۽ دعائن ۽ روزن بابت نقلن ۾ آهي هن ۾ ڇهہ فصل آهن.

**فصل پهريون:** لااله الا الله جي ذڪر بابت . **فصل ٻيون:** عملن جي نيت بابت . **فصل ٽيون:** طلب علم بابت . **فصل چوٿون:** شريعت بابت. **فصل پنجون:** نماز ۽ دعائن بابت. **فصل ڇهون:** روزن بابت.

## باب ٻيون

متابعت، عزيمت، وعظ ۽ نصيحت، سچائي جي پلائي، رياءِ جي عبادت ۽ رياءَ جي سخاوت، جي مذمت بابت نقلن ۾ آهي. هن ۾ پنج فصل آهن.

**فصل پهريون:** متابعت بابت. **فصل ٻيون:** عـزيمت ۽ رخصت بابت . **فصل**

**ٽيون:** وعظ ۽ نصيحت بابت . **فصل چوٿون:** سچ جي پلائي ۽ ڪوڙ جي مذمت ۾. **فصل پنجون:** رياء جي عبادت ۽ سخاوت جي مذمت ۾.

## باب ٽيون

صفت جلال جمال، اهل ملامت جي ذڪر، بزرگن تي اعتراض ڪرڻ ۽ سندن شڪايت ڪرڻ جي جهل بابت، بي ادبن جي تنبيه، نالائقن جي صحبت کان بچڻ ۽ خوف ۽ اميد بابت نقلن ۾ آهي. هن ۾ ڇهه فصل آهن.

**فصل پهريون:** صفت جلال ۽ جمال بابت . **فصل ٻيون:** ملامت وارن جي بيان ۾. **فصل ٽيون:** اعتراض ڪرڻ بابت . **فصل چوٿون:** بي ادبيءَ جي تنبيه بابت . **فصل پنجون:** نالائقن جي صحبت کان بچڻ بابت . **فصل ڇهون:** خوف ۽ اميد بابت.

## باب چوٿون

توبه ۽ استغفار، مرشدن جي صحبت ۽ الله سائين عزاسمہ جي طالبن جي ادب ڪرڻ، ذڪر ۽ شغل، قبض ۽ بسط، خوابن ۽ واقعات، الله سائين جل شانہ جي طلب جي رغبت ڏيارڻ غفلت کان تنبيهه، نفس جي مخالفت ڪرڻ ۽ موافقت نہ ڪرڻ بابت نقلن ۾ آهي. هن ۾ نو فصل آهن.

**فصل پهريون:** توبہ ۽ استغفار جي بيان ۾. **فصل ٻيون:** مرشد جي صحبت ۽ الله جل شانہ جي طالبن بابت **فصل ٽيون:** ادب جي بيان بابت . **فصل چوٿون:** ذڪر ۽ شغل بابت . **فصل پنجون:** قبض ۽ بسط بابت . **فصل ڇهون:** خوابن ۽ واقعات جي نقلن ۾ . **فصل ستون:** الله سائين جلشانہ جي طلب جي رغبت ڏيارڻ بابت . **فصل اٺون:** غفلت کان تنبيہ ڪرڻ بابت . **فصل نائون:** نفس جي مخالفت ڪرڻ بابت .

17

## باب پنجون

ويساهہ جي سچائي، اوليائن جي سڃاڻڻ، مرشد سان مريد جي اتحاد ۽ رابطي، مرشد جي مريد سان دوستي، مريد کان امتحان وٺڻ" بابت نقلن ۾ آهي. هن ۾ پنج فصل آهن.

**فصل پهريون:** ويساهہ جي سچائي جي بيان ۾ . **فصل ٻيون:** اوليائن جي سڃاڻڻ بابت . **فصل ٽيون:** مرشد سان مريد جي اتحاد ۽ رابطي بابت . **فصل چوٿون:** مرشد جي مريد سان دوستي بابت . **فصل پنجون:** مرشد جو مريد کان امتحان وٺڻ بابت .

## باب ڇهون

دنيا ۽ دنيا جي طالبن جي مذمت، دنيا جي ترڪ ڪرڻ، الله تعاليٰ جلشانه تي توڪل ڪرڻ، تدبير جي ترڪ ڪرڻ، الله تعاليٰ جلشانه ڪانسواءِ غير ڪان آزاد ٿيڻ بابت نقلن ۾ آهي. هن ۾ پنج فصل آهن.

**فصل پهريون:** دنيا ۽ دنيا جي طالبن جي مذمت بابت . **فصل ٻيون:** دنيا جي ترڪ ڪرڻ بابت . **فصل ٽيون:** الله تعاليٰ جلشانه تي توڪل ڪرڻ بابت . **فصل چوٿون:** تدبير جي ترڪ ڪرڻ بابت . **فصل پنجون:** ماسوي الله تعاليٰ ڪان تجريد ۽ آزادگي بابت .

## باب ستون

طالبن جي بلند همت هجڻ، سچي طالب جي ڪشش، مرشد جي مريد تي شفقت، الله تعاليٰ جلشانه جو پنهنجي ٻانهن تي شفقت جي نظر ڪرڻ بابت نقلن ۾ آهي. هن ۾ چار فصل آهن.

**فصل پهريون:** طالبن جي بلند همتيءَ بابت . **فصل ٻيون:** سچي طالب جي ڪشش بابت . **فصل ٽيون:** مرشد جو مريد تي شفقت بابت. **فصل چوٿون:** ٻانهي تي الله سبحانه وتعاليٰ جي شفقت بابت .

## باب اٺون

جذب ۽ عشق الاهي، محبت ۽ بي قراري، سڪر ۽ بي خودي ۽ استغراق، توحيد ۽ ڪفر حقيقي، فنا ۽ بقا، دوام آگاهي بابت نقلن ۾ آهي. هن ۾ ڇهه فصل آهن.

**فصل پهريون:** جذب ۽ عشق بابت. **فصل ٻيون:** محبت ۽ بيقراري بابت . **فصل ٽيون:** سڪر ۽ بيوخودي ۽ استغراق بابت . **فصل چوٿون:** توحيد ۽ ڪفر حقيقي بابت . فصل پنجون: فنا ۽ بقا بابت . **فصل ڇهون:** دوام آگاهي بابت .

## باب نائون

حقيقت محمدي صلي الله عليه وآله وسلم، ڪعبة الله شريف جي يلائي، عروج ۽ نزول، اسلام حقيقي بابت نقلن ۾ آهي، هن ۾ چار فصل آهن.

**فصل پهريون:** حقيقت محمدي صلي الله عليه وآله وسلم بابت . **فصل ٻيون:** ڪعبة الله شريف زادها الله تعاليٰ شرفا وتعظيما جي يلائي بابت . **فصل ٽيون:** عروج ۽ نزول بابت . **فصل چوٿون:** اسلام حقيقي بابت .

## باب ڏهون

معجزن، تصرف، ڪرامت ۽ صحيح مڪاشفه بابت نقلن ۾ آهي. هن ۾ چار فصل آهن. **فصل پهريون:** معجزن بابت. **فصل ٻيون:** تصرف بابت . **فصل ٽيون:** ڪرامت بابت . **فصل چوٿون:** صحيح مڪاشفه بابت .

## باب يارهون

الله سبحانه وتعاليٰ جي لقاءَ، نفس جي سڃاڻڻ مان الله پاڪ عزاسمه جي معرفت حاصل ڪرڻ، علم لدني ۽ اسرارن بابت نقلن ۾ آهي. هن ۾ چار فصل آهن.
**فصل پهريون:** الله سبحانه وتعاليٰ جي لقاءَ بابت . **فصل ٻيون:** نفس جي سڃاڻ مان مالڪ سائين عـــزاسمه جي سڃاڻ بابت . **فصل ٽيون:** علم لدني بابت . **فصل چوٿون:** اسرارن بابت .

## باب ٻارهون

فقر ۽ قناعت، ۽ فتوحات جي رد ڪرڻ ڪان منع، قضا الاهي تي راضي رهڻ بابت نقلن ۾ آهي. هن ۾ ٽي فصل آهن.
**فصل پهريون:** فقر ۽ قناعت بابت. **فصل ٻيون:** فتوحات جي رد ڪرڻ ڪان منع بابت . **فصل ٽيون:** قضاءِ الاهي تي راضي رهڻ بابت.

## باب تيرهون

الله سبحانه وتعاليٰ جي مخلوق جي خدمت ڪرڻ ۽ مسڪينن تي رحم ڪرڻ، دوائن، سخاوت مروت، سهڻن اخلاقن، ڪسر نفسي ۽ وردن وظيفن بابت نقلن ۾ آهي. هن ۾ ست فصل آهن.
**فصل پهريون:** الله تعاليٰ جي مخلوق جي خدمت بابت . **فصل ٻيون:** مسڪينن تي رحم ڪرڻ بابت . **فصل ٽيون:** دوائن بابت . **فصل چوٿون:** سخاوت ۽ مروت بابت . **فصل پنجون:** سهڻن اخلاقن بابت . **فصل ڇهون:** ڪسر نفسي بابت . **فصل ستون:** وردن وظيفن بابت .

## باب چوڏهون

علماءِ الدنيا ۽ علماءِ الآخرة جي فرق، ڪامل ۽ ناقص جي فرق، عقل انساني ۽

عقل حيواني جي فرق ۽ سعادت ازلي بابت نقلن ۾ . هن ۾ چار فصل آهن.
**فصل پهريون:** علماء الدنيا ۽ علماء الاخرة جي فرق بابت. **فصل ٻيون:** ڪامل ۽ ناقص جي فرق بابت. **فصل ٽيون:** عقل انساني ۽ عقل حيواني جي فرق بابت . **فصل چوٿون:** سعادت ازلي ۽ شقاوت ازلي بابت.

## باب پندرهون

متفرق نقلن، مجنونن، انبياء ڪرام صلوات الله تعاليٰ عليهم جي پلاٽي ۽ اصحابن سڳورن رضي الله تعاليٰ عنهم جي پلاٽي بابت نقلن ۾. هن ۾ چار فصل آهن.
**فصل پهريون:** متفرق نقلن ۾. **فصل ٻيون:** مجنونن جي نقلن ۾. **فصل ٽيون:** نبين سڳورن صلوات الله تعاليٰ عليهم جي پلاٽي بابت. **فصل چوٿون:** اصحابن سڳورن جي پلاٽي بابت.

## باب سورهون

شفاعت، قصورن جي معافي، خوشطبعي ۽ مرشد ڪريم رضي الله تعاليٰ عنه جي وصيتن ۽ اوليائن ڪرامن جي مناقبن بابت نقلن ۾. هن ۾ پنج فصل آهن.
**فصل پهريون:** شفاعت بابت. **فصل ٻيون:** قصورن جي معافي ڏيڻ بابت.
**فصل ٽيون :** خوشطبعي بابت. **فصل چوٿون:** مرشد ڪريم رضي الله تعاليٰ عنه جي وصيتن بابت. **فصل پنجون:** اوليائن ڪرامن جي مناقبن بابت.

## خاتم ڪتاب !

مرشدن ڪريمن رضي الله تعاليٰ عنه جي مناقبن ۽ وصال جي تاريخ بابت نقلن ۾ آهي. هن ۾ ٻه فصل آهن.
**فصل پهريون:** مرشدن ڪريمن رضي الله تعاليٰ عنه جي مناقبن بابت.
**فصل ٻيون:** مرشد ڪريم رضي الله تعاليٰ عنه جي وصال جي تاريخ بابت.

# مقدمو

هن ۾ ڪتاب ٺاهڻ جي سبب، ۽ مرشدن ڪريمن جي، طريقه قادريه ۽ نقشبنديه جي شجره طيبه جو تفصيل آهي.

## ڪتاب ٺاهڻ جو سبب

### بسم الله الرحمٰن الرحيم

جنهن وقت هي فقير حضرت مرشد مربي رضي الله تعاليٰ عنه جن جي زمان فيض نشان ۾ سندن حضور پر نور منجهه حقيقت ۽ معرفت جي شراب جي نشي ۾ سرشار ۽ سندن ميخانه جي محبت واري مئي سان (جنهن عام خاص ماڻهن جي دلين وارو شيشو ٽپٽارڪري ڇڏيو هو) سرگردان ۽ پرخمار هو، جنهن ڪري پنهنجي جان ۽ جمله جهان جي سڌ سماچار کان لاچار ۽ بي خبر، محبوب جي ديدار پر انوار ۾ محو ۽ متحير، حجابن جي اوڏرن کان آزاد ۽ محبت جي استغفراق ۾ مستغفرق ۽ دلشاد هوس، ان وقت توڙيڪ سندن حضور فيض گنجور ۾، نڪتا عجيب عجيب ۽ حقائق دقيق ۽ غريب غريب ٻڌڻ ۾ ايندا هئا، پر دل جي جوش خروش ۽ عشق جي شور ۾ مدهوش هجڻ پاران انهن جي گڏ ڪرڻ جو وار جيترو به خيال ڪونه پيدا ٿيو. بلڪ گهڻو ڪري سڪر ۽ بيخودي، استغراق ۽ محويت سببان اهي اسرار ۽ گفتار فيض آثار جا اڪر، دل جي ڦرهيءَ تان محو ٿي ويا ، وري جڏهن انهيءَ حقيقي آفتاب عالمتاب " كل شيءِ يرجع الىٰ اصله" جي قانون ۽ سنت نبوي علىٰ صاحبها الصلوات والتسليماة جي بجا آوري موجب **" الا ان اولياء الله لايموتون بل ينتقلون من دار الي دار"** جي ڪڪرن ۾ پردو فرمائي، "او ادنيٰ " جي بحر بي ڪنار ۾ ٽبي هڻي، هن جهان جي روشنائي کي فراق جي ظلمات سان مبدل فرمايو، تڏهن جماعت طالبن جي شيرازه جو مجموعو ورق ورق ۽ عاشقن جي جمعيت وارو گلدستو پن پن ٿي اڏامي ويو:

**از فلک برخواست آه و، از ملک فرياد خواست**
**کز جهان روپوش گشته آن شفيع پاک ذات**

يعني مرشدن ڪريمن بي ڪسن جي پرجهلن ضعيفن يتيمن جي ياورن جي جدائي

۾ آسمان کان آه زاري ۽ ملائڪن کان فرياد بيقراري پيدا ٿي وئي چوتہ :

**ويو سج وٺي تان راسيون ڏيئي رڳ**

**جنهن سان منهنجو سڳ سو ڪوهيارو ڪيچ ويو.**

توڙيڪ هن وڇوڙي جي واءُ سڄي ملڪ کي نهوڙي وڌوهو، پر خاص طرح هن فقير دل گير جي دل، محبت منزل، جا محبوب جي ڳڻن ڳنڍل، ۽ حاضري جي دائمي فرحت ٿي هربل، ۽ سدائين نظاري محبوب پياري جي مٺاڻ جي چاشنيءَ سان لذت پريل هئي. ۽ جدائي جي زهر جي ڪوڙاڻ کان نا آشنا، ۽ فراق جي شهباز کان بي پرواه گذاربوهئائين، تنهن کي جڏهن اوچتو **"جدائي"** جي طوفان اجاڙي ۽ قلب جي قمري کي درد الم جي باز پڇاڙي وڌو، تڏهن حيران سرگردان چشم گريان با حال زار ۽ دل پريشان پڪارڻ لڳس تہ:

**ڪجا شد سرو يارب ڪہ دربستان نمي بينم**

**شدم مشتاق چون بلبل گل وريحان نمي بينم**

**(او منهنجا رب! سروڪاڏي ويو جو باغ ۾ نٿو ڏسان، بلبل وانگر بي حال ٿيو آهيان، جو گل گلزار نہ ٿو ڏسان)**

خاص ڪري هن وقت جو ٻاره سو انيتاليهون سن آهي، جنهن ۾ عدل جي عيوض ظلم ۽ علم بدران جهل، ادب جي بجاءِ بي ادبي، ۽ سچ بدران ڪوڙ ۽ رحم بدران ڪاوڙ جو دور هلي رهيو آهي ۽ سهڻن اخلاقن ۽ چڱي چلت جو زمانو بد اخلاقن ۽ ڪڌن ڪمن جي اوقات سان مٽجي رهيو آهي. جيئن حضرت خواجہ حافظ قدس سره فرمايو آهي.

| | |
|---|---|
| **اين چہ شور ست کہ در دور قمر مي بينم** | **همہ آفاق پر از فتنہ و شرمي بينم** |
| **ابلهان راهمہ شربت زگلاب ست عسل** | **قوت داناهمہ از خون جگرمي بينم** |
| **دختران راهمہ جنگ ست جدل بامادر** | **پسران راهمہ بد خواه پدرمي بينم** |

يعني هي ڪهڙو شور ۽ لڙ،چنڊ جي دور ۾ ٿو ڏسان جو سڄو ملڪ فتنن ۽ شرارتن سان ڀرجي ويو آهي. نالائق جاهلن بيوقوفن کي ماکي ۽ گلاب جا شربت پيا ملن ۽ دانائن ديندارن کي جگر جو رت وڃي قوت رهيو آهي. ڌيئرن کي مائرن سان جهيڙا لڳا پياآهن تہ پٽ وري پنهنجي پيئرن جا بدخواه بڻجي وياآهن.

اهڙي فتنن ۽ ڏکن ۽ اندوهن جي زمانہ ۾ مرشد مهندار، اکين ٺار، قلب جي قرار، جي مٺي صحبت ۽ وصال جي لذت ۽ فرحت جا ڏينهن ياد پون ٿا تہ اندر ۾ چاڪ ۽ چير، جگر ۾ جهير ۽ جهيرن ۾ لوڻ ڀرڪجي وڃي ٿو. تنهن

ڪري پنهنجي دل ڦٽيل جي تسڪين ۽ ٻين سچن طالبن جي ترغيب ۽ غافلن جي تنبيہ جي خاطر ۽ پڻ سندن عاشقن جي جمعيت وارن درختن، جي سرسبزيلاءِ، جي انهيءَ باغبان باغ الاهي ۽ شيرازه ٻڌندڙ مجموعي طالبن نامتناهي جي فراق ۽ جدائي جي جهولي ۾ سچي تازگي جي پنن کان پالها ٿي وياآهن. ڪي مقولا مبارڪ جي حضور پر نور جا فرمايل گلاب جي خوشبوءِ وانگر فيض جي عرق ۾ واسيل آهن، سي ڪتاب جي شيشي ۾ گڏ ڪري اشتهار جي دڪان تي رکيم تہ سڀڪو خاص عام. جو بي ارادتي جي زڪام کان پالهو هجي سو هن گلاب ناياب جي دل آويز خوشبوءِ سان پنهنجي مغز کي معطر معنبر ڪري هن فقير حقير کي خيرجي دعا سان ياد پيو ڪري.

ان ڪانسواءِ هن عمل صالح مان اهو بہ مقصد اٿم تہ مرشدن ڪريمن جي يقين جوڳي ۽ سعادت واري فرمان جي اطاعت ۽ تابعداري بہ نصيب ٿئيم جنهن کي خليفي محمد حسين قدس سره پنهنجي ” صحبت نامہ“ ۾ (جنهن جو نسخہ ناياب بہ آخر ڪتاب ۾ ڏنو ويو آهي) نقل ڪيو آهي ! پاڻ فرمايائون تہ سڀ ڪنهن مريد کي کپي تہ جيڪو بہ نڪتو ۽ گفتو پنهنجي مرشد جي زبان وحي ترجمان مان ٻڌي تہ ان کي ” وحي الهي“ سمجهي ڪاغذ تي قلمبند ۽ سيني جي صندوق ۾ محفوظ ڪري ڇڏي! اميد آهي تہ انهن الفاظن متبرڪن جي طفيل نعمت بي بها ۽ درجہ اعليٰ حاصل ٿي پوندس. ڇو تہ سياڻن جو قول آهي تہ ” العلم صيد والڪتابة قيد“ يعني علم وحشي جانور وانگر ڀڄي وڃڻ واري شيءِ آهي ۽ ان کي لکڻ ڪيس پنجري ۾ ڦاسائي ڇڏڻ جي مثال آهي ۽ حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جن بہ ارشاد فرمايو آهي تہ ” قيد والعلم بالڪتابة“ (رواہ الطبراني وغيره) يعني علم کي لکڻ سان قيد ڪري ڇڏيو ۽ پڻ ڪتابن لکيو آهي تہ ” ماڪتبت قر وما حفظت فر“ يعني جيڪي علم لکيئہ سو سوگهو ٿيو ۽ ياد جي آسري تي ڇڏي ڏنئہ تہ وسري ويندو:

**ڪل علم ليس في القرطاس ضاع**

**وڪل سر جاوز الاثنين شاع**

يعني جيڪو علم ڪاغذن ۾ سوگهو نہ ٿيو تہ ضايع ٿي ويندو ۽ جو ڳجهو راز ٻن ڄڻن کان ٻاهر هليو تہ ملڪ ۾ پکڙجي ويندو.

## مرشدن ڪرين جي طريقہ قادري ۽ نقشبندي جو شجره طيبہ .

جنهن جي برڪت سان محبوب حقيقي جو وصال ، صاحب حال طالبن کي نصيب ٿئي ٿو ۽ ٻنهي جهانن جي بهبودي جا مقصود بہ ان جي طفيل حاصل ڪري سگهجن ٿا.

اي عزيزا جنهن بہ طالب کي مشڪلات جي عقدن حل ڪرڻ جي تمنا هجي تہ ان کي کپي تہ بہ رڪعتون نفل الله سبحانه وتعاليٰ واسطي ادا ڪري پوءِ هنن اسمن شريفن ۽ انهن مشائخن سڳورن جي ارواح طيبہ کي وسيلو وٺي دعا گهري تہ انشاءَ الله تعاليٰ جلد پنهنجي مقصد جو موتي اجابت جي مهراڻ مان اميد جي دامن ۾ موجود ڏسندو. والله تعاليٰ عليٰ ڪل شيءِ قدير وبالاجابة جدير.

## مرشدن سڳورن طريقہ سنيہ قادريہ قدس الله تعاليٰ اسرار هم جو شجره طيبہ.

جنهن ۾ جناب اطهر حضور انور حضرت سرور ڪائنات مفخر موجودات ختم المرسلين سيد الاولين والآخرين صلي الله عليہ وآله وسلم افضل الصلوات والتسليمات کان وٺي مرشد مربي پير سائين حضرت روضي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنہ تائين سلسلہ شريفہ ڏنل آهي.

بسم الله الرحمٰن الرحيم

**الحمدلله رب العالمين والصلوات والسلام علي رسوله وعليٰ آله واصحابه اجمعين. اما بعد فهذه سلسلة مشائخ الطريقة القادريہ رضوان الله تعاليٰ عليهم اجمعين.**

الاهي بحرمة حضرت سيد الڪونين رسول الثقلين محبوب رب العالمين خاتم النبيين حضرت سيدنا محمد ن المصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم تسليما

- الاهي بحرمة يعسوب الموحدين شمس المشارق والمغارب اميرالمؤمنين سيدنا علي ن ابي طالب رضي الله تعاليٰ عنہ.
- الا هي بحرمت شيخ المحققين قدوة العلماء الربانيين حضرت خواجہ **حسن** بصري رضي الله تعاليٰ عنہ.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ **حبيب** عجمي قدس الله تعاليٰ سره.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ داؤد طائي قدس الله تعاليٰ سره.

- الاهي بحرمت شيخ المشائخ سيد الطائفہ حضرت خواجہ **معروف كرخي** قدس الله تعاليٰ سره.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ سري سقطي قدس الله تعاليٰ سره
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ سيد الطائفہ حضرت خواجہ **جنيد** بغدادي قدس الله تعاليٰ سره.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ ابوبكر شبلي قدس الله تعاليٰ سره.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ ابي الفضل عبدالواحد بن عبدالعزيز تميمي قدس الله تعاليٰ سره.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ ابو **الفرح** طرطو سي قدس الله **تعاليٰ** سره.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ ابي الحسن **علي** بن محمد يوسف القرشي قدس الله تعاليٰ سره.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ ابي سعيد المبارك المخزومي قدس الله تعاليٰ سره.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ محبوب حقاني قطب صمداني حضرت خواجہ شيخ محي الدين پير دستگير سيد **عبدالقادر** الجيلاني رضي الله سبحانه وتعاليٰ عنہ.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ سيد **عبدالوهاب** قدس الله تعاليٰ سره.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ سيد **صوفي** قدس الله تعاليٰ سره.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ **احمد** قدس الله تعاليٰ سره.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ سيد **مسعود** قدس الله تعاليٰ سره.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ سيد **علي** قدس الله تعاليٰ سره.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ سيد **شاهہ مير** قدس الله تعاليٰ سره.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ **شمس الدين محمد** قدس الله تعاليٰ سره.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ **محمد غوث** قدس الله تعاليٰ سره.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ سيد **عبدالقادر** قدس الله تعاليٰ سره.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ **عبدالرزاق** قدس الله تعاليٰ سره.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ سيد **حامد شاهہ** قدس الله تعاليٰ سره.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ سيد **عبدالقادر** قدس الله تعاليٰ سره.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ **شمس الدين** محمد قدس الله تعاليٰ سره
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ سيد **عبدالقادر قدس الله تعالي سره**
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ سيد **شمس الدين محمد** قدس سره
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ حامد شاهہ گنج بخش قدس الله تعاليٰ سره.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ سيد **شمس الدين محمد** قدس الله تعاليٰ سره
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت سيد خواجہ **صالح شاهہ** قدس الله تعاليٰ سره
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ فردالحقيقت حضرت خواجہ سيد **عبدالقادر**

حسيني قدس الله تعاليٰ سره.

• الاهي بحرمت شيخ المشائخ سراج الواصلين فخرالعاشقين محب النبي عليہ افضل الصلوات والتسليمات حضرت خواجہ سيد **محمد بقا** شهيد حسينيؒ قدس الله تعاليٰ سره الاقدس.

• الاهي بحرمت شيخ المشائخ شمع الاولياء محي السنة النبويہ ماحي آثار البدعة بدرقہ السالكين موصل الطالبين الي مطالبهم حضرت شيخ السيد **محمد راشد** روضي ڌڻي رضي الله سبحانه وتعاليٰ عنہ.

## (اسماءِ شريفہ پيران طريقہ عاليہ نقشبنديہ)

• الاهي بحرمت سيد الكونين ورسول الثقلين محبوب رب العالمين حضور آقا سيدنا **محمدن** المصطفيٰ صلي الله عليہ وآله وسلم.

• الاهي بحرمت اميرالمؤمنين وامام الاصدقين سيدنا حضرت **ابوبكرن** الصديق رضي الله تعاليٰ عنہ

• الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت **سلمان** الفارسي رضي الله تعاليٰ عنہ.

• الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت **قاسم بن محمد بن** ابوبكر الصديق رضي الله تعاليٰ عنهم.

• الاهي بحرمت امام المؤمنين شيخ المشائخ حضرت امام **جعفر صادق** رضي الله تعاليٰ عنہ.

• الاهي بحرمت سلطان العارفين شيخ المشائخ حضرت خواجہ شيخ بايزيد بسطامي قدس الله تعاليٰ سره.

• الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ **ابوالحسن** خرقاني قدس الله تعاليٰ سره.

• الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ **ابو علي** فارمدي قدس الله تعاليٰ سره.

• الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ **ابو يوسف** همداني قدس الله تعاليٰ سره.

• الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ **عبدالخالق** عجدواني قدس الله تعاليٰ سره.

• الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ **عارف** ريوكري قدس الله تعاليٰ سره.

• الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ **محمود** الخير فغنوي قدس الله تعاليٰ سره.

• الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ **علي** راميتني قدس الله تعاليٰ سره.

• الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ **محمد بابا سماسي** قدس الله تعاليٰ سره.

• الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ سيد **امير كلال** قدس الله تعاليٰ سره.

• الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ **بهاءُ الحق والدين** المشتهر بالنقشبند قدس الله تعاليٰ سره.

- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ **يعقوب** چرخي قدس الله تعاليٰ سره.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ **عبيدالله** احرار قدس الله تعاليٰ سره.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ مخدوم **محمد زاهد** قدس الله تعاليٰ سره.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ درويش **محمد** قدس الله تعاليٰ سره.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ خواجگي **امكنگي** قدس الله تعاليٰ سره.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ **محمد باقي** باالله قدس الله تعاليٰ سره.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ شيخ احمد فاروقي سرهندي الملقب بمجدد الف ثاني قدس الله تعاليٰ سره.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ سيد **آدم** بنوري قدس الله تعاليٰ سره.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ شيخ **سعدي** لاهوري قدس الله تعاليٰ سره.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ حاجي **ايوب** قدس الله تعاليٰ سره.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ حضرت خواجہ مخدوم **جمال الله** قدس الله تعاليٰ سره.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ زبدة الواصلين ختم العاشقين حضرت مخدوم **محمد اسماعيل** پريان لوئي قدس الله تعاليٰ سره الاقدس.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ سيد السادات سراج الواصلين فخرالعاشقين محب النبي عليہ افضل الصلوات والتسليمات حضرت خواجہ سيد **محمد بقا شهيد** حسيني قدس الله تعاليٰ سره الاقدس.
- الاهي بحرمت شيخ المشائخ شمع الاولياءِ محي السنة النبويه ماحي آثار البدعة بدرقہ السالكين موصل الطالبين الي مطالبهم حضرت الشيخ السيد **محمد راشد** روضي ڌڻي رضي الله سبحانه وتعاليٰ عنه.

(و صلي الله تعاليٰ خير خلقه محمد وآله
واصحابه و اولياءِ امته اجمعين وبارک وسلم)

فهرست واري صفحي تي هلو

بسم الله الرحمٰن الرحيم

نحمده ونصلي ونسلم عليٰ حبيبه الڪريم وعليٰ آله واصحابه اجمعين.

## باب پهريون

## هن باب ۾ ڇهه فصل آهن

### فصل پهريون ذڪر لااله الا الله جي پلائي بابت .

**1- نقل:** هيڪر پاڻ حديث شريف کان نقل فرمايائون ته جيڪو شخص هڪ دفعو ڪلمو طيب يعني لا اله الا الله محمد رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم سچي دل سان پڙهندو ته ان کي الله تبارڪ وتعاليٰ بنا حساب جي بهشت ۾ داخل فرمائيندو.

**2- نقل:.** هيڪر پاڻ حديث کان بيان فرمايائون ته لااله الا الله جو ذڪر شريف گناهن کي اهڙي طرح ڳاري ٿو ڇڏي جيئن سج برف کي.

**3- نقل:.** هيڪر پاڻ بيان فرمايائون ته ڪنهن وقت ام المؤمنين بي بي عائشه رضي الله تعاليٰ عنها حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جي خدمت مبارڪ ۾ عرض گذاريو ته يارسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم اسانجا پيٽ اٽي ڳوهڻ کان وٺي ماني پچائڻ تائين بہ آرام نٿا ڪري سگهن پوءِ جنهن وقت دجال لعين پيدا ٿيندو ۽ ان ڪانسواءِ بہ هنڌ طعام ملڻ مشڪل ٿي پوندو ته ان وقت مؤمنن جو حال بک کان ڪهڙو نہ ڏکيو ٿيندو! پاڻ ڪريمن صلي الله عليہ وسلم فرمايو ته ان وقت مؤمنن لاءِ الله تعاليٰ جل شانه جو ذڪر ڪاڏي بدران طعام وانگر قوت هوندو.

**4- نقل:.** هيڪر پاڻ حديث شريف کان نقل فرمايائون ته جنهن شخص هڪڙو پيرو لفظ لااله الاالله جو دل جي يقين سان پڙهيو ته اهو شخص بهشت ۾ داخل ڪيو ويندو. پوءِ اصحابن سڳورن رضي الله تعاليٰ عنهم خدمت اقدس ۾ عرض ڪيو ته يا حضرتا توڙي اهو شخص چوري ڪري ته بہ بهشت ۾ ويندو؟ پاڻ فرمايائون ته توڙي چوري ڪري، وري پڇيائون ته توڙي زنا ڪري؟ پاڻ فرمايائون توڙي زنا ڪري.

**5- نقل:.** هيڪر پاڻ حديث شريف کان نقل ڪري بيان فرمايائون ته جڏهن کي ذڪر ڪندڙ شخص هڪ هنڌ گڏجي ذڪر ۾ مشغول ٿين ٿا تڏهن الله تبارڪ وتعاليٰ ملائڪن کي زمين تي موڪلي ٿو ۽ کين فرمائي ٿو ته وڃي منهنجن ٻانهن

ذڪر ڪندڙن کي ڏسو ۽ سندن احوال کان واقف ٿيو! پوءِ جڏهن اهي ملائڪ سڳورا انهن ذڪر ڪندڙن کي ذوق شوق سان ذڪر ڪندو اچي ڏسن ٿا. تڏهن سندن حلقي کي چوڌاري وڪوڙي ويهي وڃن ٿا ۽ شيطانن جي لشڪرن کان جي دلين ۾ وسوسو وجهندا آهن سندن حفاظت ڪن ٿا پوءِ جڏهن ذڪر کان واندا ٿين ٿا تڏهن الله تبارڪ وتعاليٰ جي درگاهه ۾ اچي سندن ذڪر جي شغل ۽ ذوق شوق جو احوال عرض رکن ٿا. الله تعاليٰ جل شانه فرمائي ٿو ته انهن ٻانهن جن اهڙي ذوق شوق سان ذڪر پئي ڪيو تن مون کي ڏٺو به آهي يا بنا ديدار حاصل ٿيڻ جي اهڙو شوق ۽ لذت اٿن ملائڪ عرض ڪن ٿا ته يا رب العالمين ! انهن ٻانهن تنهنجي ذات پاڪ کي ڪونه ڏٺو آهي پر جي ڪين ديدار نصيب ٿي وڃي ته هوند عجب ذوق شوق سان تنهن جي ذات پاڪ ۾ محو ٿي وڃن تڏهن الله سبحانه وتعاليٰ ڪمال رحم ڪرم سان فرمائي ٿو ته اي ملائڪو! اوهان جي شاهدي سان مون انهن سڀني ٻانهن کي جيڪي ذڪر جي حلقي ۾ داخل هئا بخشي ڇڏيو! ملائڪ عرض ڪن ٿا ته يا رب العالمين انهن مان هڪ شخص ذڪر ۾ شامل ڪونه هو، بلڪ ڪنهن ڪم ڪار سان هڪڙي ذڪر ڪندڙ شخص وٽ اچي حلقي ۾ ويٺو هو. تڏهن حڪم ٿئي ٿو ته انهيءَ نه ذڪر ڪندڙ کي به ذڪر ڪندڙن جي طفيلي بخشي ڇڏيم.

اي عزيز انهيءَ ڪري ٻي هنڌ سردار دوجهان صلي الله علي وآله وسلم کان وارد ٿيل آهي ته! هم الجلساء لايشقيٰ جليسهم" يعني ته انهن الله پاڪ جي ٻانهن سان گڏ وهندڙن کي ٻي نصيب نه ڇڏيو ويندو.

**6- نقل:** هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون ته سمنڊ جي هڪڙي ٻيٽ ۾ هڪ وڻ آهي جنهن جي پَنَ تي لفظ لااله الاالله لکيل آهي، الله تعاليٰ عزاسمه ملائڪن کي ان وڻ جي چوڌاري مقرر فرمائي ڇڏيو آهي ته جيڪو به پن انهيءَ وڻ مان ڇڻي ته ان کي زمين تي ڪرڻ نه ڏين بلڪ مٿان هوا تان ئي وٺي نيئي بهشت ۾ داخل ڪن، پوءِ پاڻ فرمايائون ته جڏهن وڻ جي پن کي به الله تبارڪ وتعاليٰ جنهن تي لفظ مبارڪ لااله الاالله لکيل آهي ته زمين تي اڇلائڻ نٿو سهي، تڏهن جنهن ماڻهو جي دل تي لفظ سڳورو لا اله الاالله لکيل هوندو تنهن کي دوزخ جي باهه ۾ ڪيئن وجهرائيندو؟

**7- نقل:** احمد فقير صغير ناهيو نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ حديث شريف کان نقل فرمايائون ته سڀ ذڪرن کان زور ڀلو ذڪر لااله الاالله آهي ۽ سڀني دعائن کان زور ڀلي دعا فاتحه يعني الحمد شريف آهي.

**8- نقل:** طيب فقير راهو ڪرڙو نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ جمعي نماز کانپوءِ ڪرسيءَ تي ويهي وعظ فرمايائون جنهن ۾ ذڪر لااله الا الله جي پلاتي ۽ صلوات شريف جي فضيلت بابت بيان هو، پوءِ جڏهن پاڻ وعظ کان فارغ ٿي ڪرسيءَ کان لٿا تڏهن فرمايائون ته اي يارو! ٻڌو ته الله تبارڪ وتعاليٰ اسان سان وعدو ڪيو آهي ۽ اسين اوهان سان وعدو ڪريون ٿا ته جيڪو شخص هميشه ذڪر جي تلاوت ڪندو رهندو ته سڪرات مهل توڙي قبرقيامت ۾ ان جي ايمان ۽ بخشش جا ضامن اسين آهيون، اتي حاجي فقير نالي هڪڙي پوڙهي شخص ڪي دل ۾ وهم آيو ته سائين جن جا مريد ته لکين آهن پوءِ هرهڪ کي ويجهي يا پري پهچڻ سندن ڪيئن ٿي سگهندو؟ سندس واهمي اچڻ شرط فرمايائون ته اي ادا پوڙها! جو پت سان تيڪ ڏيون وٺو•آهين تون مري ڏس ته آءُ توکي پهچان ٿو يا نه؟

اي عزيز هي ظاهري سج جڏهن تاڪ منجهند جو سرجي مٿان ايندو آهي تڏهن ڏسندو آهين ته ڪيئن نه سندس شعاع کان زمين جون چارئي ڪندون روشن ٿي وينديون آهن پوءِ پير ڪامل به حقيقت جو سج ڪري سمجهه جنهن جي نور سان جهان جا سمورا ذرڙا روشن ٿي وڃن ٿا، پوءِ انهيءَ سج جي نظر فيض اثر کان ڪي به ذرڙا ڪٿي ڳجها رهي سگهندا؟

**9- نقل:** غلام محمد فقير نظاماڻي رهندڙ ٽنڊي سومري نظاماڻي جو نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ لاڙ جو سفر ڪندي اسان جي ديهه ۾ نزول رحمت شمول فرمايائون ۽ عرض گذارڻ تي مون عاجز جي گهر زيارت ڪرائڻ لاءِ تشريف فرمائيا اتي مون خدمت شريف ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! ولي محمد نظاماڻي هميشه ذڪر ڪندو رهي ٿو ولي محمد به اتي حاضر هو، پاڻ ڏانهس نظر فيض اثر سان نهاري فرمايائون ته ذڪر ڪندڙن جو منهن پري کان پڌرو آهي، جيتري قدر ڪو شخص ذڪر ڪري ٿو اوتروئي الله سبحانه وتعاليٰ سندس منهن کي حياتيءَ ۾ توڙي مماتيءَ کان پوءِ روشن فرمائي ٿو ۽ سندس قبر کي ڪشادو ڪري ٿو.

مڪتوب: يعني سندن خط مبارڪ جو پاڻ مخدوم غلام محمد ڏانهن ذڪر جي ترغيب لاءِ لکيو اٿن، جيتوڻيڪ سندن هي خط شريف مڪتوبات ۾ اڳتي لکيل آهي پر جڏهن ته پاڻ اهو خط ذڪر جي پلاتي بابت لکيو اٿن تنهن ڪري هن باب ۾ سندس نقل مناسب سمجهيو ويو، اهو خط مبارڪ هي آهي:

مخدوم غلام محمد رهندڙ لڪري واقع پرڳڻي پٽن جي ڏانهن ذڪر جي تحريص بابت لکيو ويو:

بسم الله الرحمٰن الرحيم

الحمد لوليه، والصلواة والسلام عليٰ نبيہ سيدنا محمد وآله وصحبه وسلم، اما بعد فيقول الفقير المحتاج الي الغني الكريم السلام مني اليٰ اولاد الاكابر والفضلاء اعني غلام محمد ماهو المراد اغتنموا عرصتہ العمر، واطلبوا فردوس الله اي رياض الجنة التي هي حلق الذكر لان الوقت سيف قاطع:

گفت بہ طبيب حال درد نهان　　گفتا بجزياد دوست بند دهان

گفتم غذا گفت همين خون جگر　　گفتم زپرهيز گفت ازهردوجهان

زياده والسلام لاخوانكم واولادكم ولجميع جماعتہ الحاضرين تحف اسلم متحف باد.

ترجمہ: يعني تہ حمد صلوات کان پوءِ هي فقير رب غني ڪريم جو محتاج محبي غلام محمد کي جو ڀلارن ۽ بزرگن جي اولاد آهي سلامن کان پوءِ چوي ٿو تہ حياتيءَ جي مدت کي غنيمت ڪري سمجهو ۽ خدا تعاليٰ جي فردوس (بهشت) جي طلب ۾ رهو. جي حديث شريف جي حڪم موجب ذڪر جا حلقا آهن، ڇو تہ وقت ترار ڪپيندڙ آهي. طبيب يعني مرشد کي پنهنجي اندر جي درد جو احوال ٻڌايم. پوءِ مون کي علاج ڏسيائين تہ دوست جي يادگيري ۽ ذڪرکانسواءِ وات بند رک. وري کاڌي بابت پڇيم ڇيائين تہ جيري جو رت يعني محبوب جي سڪ جو درد ۽ غم کائيندو رهہ. ڪريءَ بابت فرمايائين تہ ٻنهي جهانن کان رڪ ڪر تہ پوءِ سيني ڏکن کان آزاد ٿي پوندين. زياده اوهان جي ڀائرن ۽ اولاد ۽ جملہ جماعت حاضرين کي سلام پهچن.

**10- نقل:** خليفہ محمود جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر پاڻ هن فقير جي دعوت تي ديهہ ڪڙيي ۾ تشريف فرما ٿياهئا پوءِ زيارت ڪرائڻ لاءِ اندر اسان جي گهر قدم رنج فرمايائون، اتي شهر ۽ آس پاس جون زالون مريدياڻيون گهڻيون اچي گڏ ٿيون هيون تڏهن مون انهيءَ مجلس ۾ عورتن کي چيو تہ حضرت پيرسائين جن فرمائين ٿا تہ جيڪو منهنجي مريدن مان ڏسيل ذڪر هميشہ ڪندو رهندو تہ ان جي ايمان جو ذمو قيامت جي ڏينهن اسان تي آهي، پوءِ پاڻ پنهنجي زبان مبارڪ سان ٽي ڀيرا موٽائي موٽائي فرمايائون تہ جيڪو ڏسيل ذڪر هميشہ ڪندو رهندو تہ قيامت جي ڏينهن سندس ايمان جو ذمو اسان تي آهي ۽ جيڪو ذڪر نہ ڪندو تہ اهو اسان جو مريد نہ آهي.

**11-نقل:** هيڪر ڪڇ جي سفر ۾ هڪڙا بہ شخص ڀيءُ ڀٽ قوم جا ڊڪڻ حضور ۾ حاضر ٿي تلقين اچي ورتائون پاڻ ٻنهي ڄڻن کي چار هزار ذڪر معلوم جا ارشاد فرمايائون ۽ فقيرن کي حڪم ڏنائون تہ انهن کي ذڪر جون تسبيحون

سيڪارن ۽ هر هر چورائين، فقيرن پنهي چٽن کي ذڪر پئي چورايو پر انهن پنهي مان هڪڙي شخص ڏاڍي جوش ۽ محبت سان ذڪر جي تلاوت پي ڪئي باقي ٻي شخص هوريان هوريان پئي پڙهيو. جڏهن ذڪر کان فارغ ٿيا، تڏهن فقيرن مان هڪڙي شخص ٻي فقير کي آهستگي سان چيو ته انهن ٻنهي چٽن مان هڪڙو شخص ذڪر واهه جو ڪندو، باقي ٻيو شخص ذڪر شل ڪري ! پاڻ سندس چوڻ ٻڌي ورتائون ۽ فرمايائون ته هينئر جو چار تسبيون ذڪر جون ڪيائين تنهن جا شاهد اسين به آهيون.

**12- نقل:** هيڪر پاڻ بيان فرمايائون ته کهياري جي فقيرن مان هڪڙو شخص اسان وٽ آيو هو پوءِ جڏهن اسان کان موڪلائي ڳوٺ تي ويو تڏهن وات تي ڪٿهين سانجهيءَ جي نماز ادا ڪري ذڪر مقرر جي تلاوت هڪ مقام مان لنگهندي ڪيائين اجا به تي وکون مقام کان اڳيرو وڌيو ته پويان سڏ ٿيس ته اي ذڪر پڙهندڙ مومن ! پوئيرو اچجانءِ اهڙي طرح تي سڏ ٿيس هي پوئتي وڃي ڏسي ته هڪ شخص قبر کان ارڌ تائين ٻاهر نڪري آيو آهي ۽ کيس سڏ ڪيون پيو ٿو چوي ته ادا مونکي ذڪر جي تلقين ڪيون وڃ، ڇو ته جيڪو به توهان جي پير جي مريدن مان ذڪر ڪندڙ شخص هت مقام ۾ آيو آهي اهو هن هنڌ ڏاڍو خوش ۽ فرحت ۾ آهي، ان فقير کيس ورندي ڏني ته مونکي ذڪر سيکارڻ جي اجازت ڪانه مليل آهي، پاڻ فرمايائون ته جڏهن اهو فقير اسان وٽ آيو تڏهن مقام وارو سمورو احوال اچي ٻڌايائين اسان کيس چيو ته ان کي ذڪر سيکارڻ کپندو هو ۽ پوءِ ان کي چيوسون ته تو پٺي ڏني، اسان ان کي ذڪر لااله الاالله جو ڏسي قبر ڏي موڪل ڏني هئي.

**13- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته هيڪر مون سندن خدمت مبارڪ ۾ عرض ڪيو ته حضرتا ! جناب پير سيد عبدالقادر قدس سره الاقدس سرهاڻ وارو جنهن کان حضرت ميان صاحب جن قدس الله تعاليٰ سره الاقدس طريقه عاليه قادريه ۾ مشغول هئا تن جي روش ڪهڙي هوندي هئي؟ پاڻ فرمايائون ته سير گهڻو ڪندا هئا، ڏکڻ جي طرف پنجاب کان سيوهڻ تائين ۽ اتر ڏي ڪشمير تائين سندن گهمڻ جو ڍنگ هو پوءِ فرمايائون ته سندن مريد جيڪي پنجاب کان سيوهڻ جي ڍنگ تائين هوندا هئا سي سيئي ذڪر شريف ڏاڍيان ڪندا هئا جيئن اسان جي فقيرن جي جماعت ۾ ٿيندو آهي هي به فرمايائون ته مريد جو لفظ ڳالهائڻ غلط آهي، بلڪ مريد جي بدران " يار" جو لفظ چئجي ته بهتر آهي جيئن حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وسلم جي

وقت ٻہ سنڌس پوءِ لڳن لاءِ اصحابي جو لفظ چئبو هو جنهن جي معنيٰ آهي ”يار“ ۽ ”ساٿي“.

**14- نقل:** پاڻ فرمائيندا هئا تہ طالب کي پهريان پهريان لساني ذڪر ۾ ذوق پيدا ٿيندو آهي. پوءِ قلبي ذڪر سان پوءِ فڪر سان پوءِ قرآن مجيد جي تلاوت سان، پوءِ صلوات شريف سان پوءِ تهليل سان، اهڙي طرح سنڌس ذوق درجي بدرجي زيادتي ڪندو رهي ٿو. تانجو سنڌس شغلن ۾ پويون پويون شغل تهليل آهي، يعني لااله الاالله چوڻ.

**15- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر پاڻ لقمان ٽالپر جي ديهہ ۾ تشريف فرمائي هئائون اتي مون موڪل لاءِ خدمت شريف ۾ عرض گذاريو. جڏهن تہ ان وقت لاڙ ملڪ ۾ وباجو ڏاڍو زور شور هو تنهن لاءِ ٻہ دعا جو عرض ڪيم. پاڻ فرمايائون تہ مڙني يارن يعني مريدن سان گڏجي ذڪر جي وجي ڪوشش ڪيو تہ سڀني تڪليفن کان امن ۾ رهندؤ.

**16- نقل:** خليفو ميان لقمان رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ فرمايائون تہ نقشبندي بزرگن قدس الله تعاليٰ اسرارهم خفي ذڪر کي جهري ذڪر کان وڌيڪ چڱو سمجهيو آهي پر اسان جهري يعني وڏي آواز ذڪر کي وڌيڪ سمجهون ٿا ڇو تہ آهستگي واري ذڪر سان رڳو قلب کي راحت پهچي ٿي ۽ جهري ذڪر سان قلب کانسواءِ ٻين عضون کي بہ ذوق شوق جو حصو پهچي ٿو. ڪنهن شاعر چيو آهي:

**ذڪر ڪن ذڪر تاترا جان ست پاڪي دل زذڪر رحمان است**

يعني جيستائين جسي ۾ ساهہ اٿئي تيستائين ذڪر ئي ذڪر ڪيو ڪر، ڇو تہ دل جي صفائي رڳو ڌڻي تعاليٰ جي ذڪر سان ئي ٿيندي آهي.

**17- نقل:** هيڪر سنڌن درگاهہ مبارڪ تي فقيرن هن ڳالهہ تي پاڻ ۾ اچي بحث ڪيو تہ تهجد جي نفلن کانپوءِ ذڪر جي تلاوت افضل آهي يا فڪر سان مشغول ٿيڻ، ڪي چون پيا تہ ان وقت ذڪر جي تلاوت زياده چڱي آهي ۽ ٻيا پيا چون تہ نہ انهيءَ مهل فڪر ۾ مشغول ٿيڻ زور ڀلو آهي نيٺ انهيءَ ڳالهہ جو فيصلو حضور مبارڪ ۾ پيش ٿيو. پاڻ فرمايائون تہ مقصد اعليٰ ۽ مطلب اصلي ذڪر توڙي فڪر مان هي آهي تہ روحاني ذوق حاصل ڪجي. پوءِ جنهن کي ذڪر سان ذوق وڌيڪ حاصل ٿئي ٿو تہ ذڪر ڪرڻ گهرجي ۽ جيڪڏهن ڪنهن کي فڪر ۾ آرام ۽ ذوق وڌيڪ اچي ٿو تہ ان کي فڪر جي مشغولي بهتر آهي.

**18- نقل:** مير بڍي ٽالپر جي پاڻ نقل ڪري ٿي تہ حضرت پيرسائين جن

قدس سره جڏهن لاڙ جي سفر تي نڪرندا هئاتڏهن هن عاجزه کي به زيارت کان مشرف فرمائيندا هئا پوءِ جيڪي سندن پرپٺ ڪي به وهم اڳ دل ۾ ايندا هيم تن سيني جا جواب اشارن سان نقلن جي وات سان ڏيڻ فرمائينداهئا هڪڙي ڏينهن عورتن جي عام دستور موجب گهڻا لباس وغيره پائي پاڻ کي سينگاري آئيني ۾ پاڻ ڏٺم ۽ ڏسڻ وقت دل ۾ هي خيال اچي ويو ته هي ظاهري صورت هن سونهن ۽ سينگار هوندي به نيٺ هڪڙي ڏينهن مٽيءَ جي خوراڪ ٿيندي ويندي. پوءِ جڏهن ڇهن مهينن کانپوءِ پاڻ لاڙ جي سفر تي چڙهيا تڏهن زيارت ڪرائڻ مهل پاڻ هڪ نقل بيان فرمايائون ته هڪڙو شخص طالب خدا جو هو سو جيئن اڳين طالبن جو دستور هو ته هيڪلا سفر تي نڪرندا هئا ۽ سڀ ڪنهن شهر ۾ طالب مولا جي صحبت جا ڳولائو ٿيندا هئا، تيئن هي به سفر ۾ نڪتو. اتي پاڻ فرمايائون ته اسان جو دستور وري ان جي برخلاف آهي جو جماعت سميت سفر ڪندا آهيون، پوءِ اهو طالب سفر ڪندي اچي هڪڙي شهر ۾ پهتو اِتي اهل دل جي ڳولا ڪيائين پر ڪيس اهڙو ماڻهو ڪونه ملي سگهيو جنهن سان ويهي صحبت ڪري تنهن ڪري، اتان نڪري هڪڙي ٻيلي ۾ وڃي پهتو، جڏهن ٻيلي کي ويجهو ويو تڏهن لااله الاالله جي ذڪر جو آواز ڪن تي پيس هي اندر ٻيلي ۾ گهڙي ويو ته وري ذڪر جو آواز ٻاهران ٻڌائين، ٻاهر اچي ڏسي ته هڪ پراڻي ڳريل سسي پيئي آهي ۽ انهيءَ مان ئي ذڪر لااله الاالله جي تنوار پيئي اچي، تڏهن ويجهو سسيءَ کان ان عجيب احوال بابت پڇا ڪيائين، تڏهن سسيءَ ورندي ڏنس ته منهن جو ٻيو سمورو جسم ڳري مٽي ٿي ويو، باقي زبان دنيا جي حياتي ۾ گهڻو ذڪر ڪندي هئي تنهنجي برڪت ڪري ڳرڻ کان بچيل ۽ محفوظ ٿيل آهي، جنهن سان اجا تائين ذڪر جي مشغولي هلندي اچي، پوءِ پاڻ فرمايائون ته جن ماڻهن جو سمورو جسم ذڪر سان مشغول آهي ته انهن جو سمورو ئي بت مٽيءَ ۾ بلڪل نه ڳرڻو آهي.

**19- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله تعاليٰ عليه لکي ٿو ته هڪڙي ڏينهن خدمت ۾ عرض گذاريم ته حضرتا! ٻيا مشائخ سڳورا پنهنجي مريدن کي لطيفن جون جدا جدا جايون تلقين فرمائن ٿا ۽ سندن رنگ اڇو، سائو، ڪارو، بيان ڪن ٿا ۽ سائين جن به مريدن کي تلقين فرمائن ته بهتر، پاڻ جواب ۾ ڪجهه نه فرمايائون، جنهن ڪري البت دل تي بار ٿي پيو، ٻن ڏينهن کانپوءِ هن عاجز کي ياد ڪري پاڻ خوش ٿي فرمايائون ته ادا ! اسان وٽ الله سبحانه وتعاليٰ جي وات رڳي هڪڙي وڪ آهي.

۽ انهن ٻين مشائخن وارين ٻه سيئي واٽون اسان وٽ آهن پر اسانجي مرضي آهي ته انهيءَ هڪ وڪ واري واٽ سان ماڻهو حقيقي مقصود کي پهچن.

**20- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون ته حضرت بي بي خاتون جنت رضي الله تعاليٰ عنها حضور صلي الله عليه وآله وسلم جي خدمت اقدس ۾ بي بي عائشة رضي الله عنها جي وساطت سان عرض گذاريو ته ڪم ڪار جي زيادتي وجود مبارڪ تي ٿڪ ۽ سستي ڪري ٿي، ان لاءِ غنيمت ۾ آيل ٻانهين مان ڪا ٻانهي عطا ڪئي وڃي پاڻ ان وقت فارغ نه هئا، فراغت بعد حضرت خيرالنساءِ رضي الله تعاليٰ عنها جي حاويلي مبارڪ ۾ تشريف فرما ٿيا.
حضرت بي بي صاحبه ۽ جناب مرتضيٰ علي شاهه رضي الله تعاليٰ عنه هڪ ڪٽ تي وڃنا هئا ارادو ڪيائون ته اٿون، پاڻ اٿڻ کان منع فرمايائون ۽ ساڻن گڏ اچي وڃنا ۽ بي بي صاحبه کي فرمايائون ته اي بابا! هي وظيفو سمهڻ جي وقت هميشه مقرر پڙهندا رهو ته نه ٿڪ ٿيندو نه عبادت ۾ سستي ٿيندي ۽ رزق ۾ ڪشادگي سان الله سبحانه وتعاليٰ طرفان ملندو رهندو. اهو وظيفو هي آهي.
33 ڀيرا سبحان الله 33 ڀيرا الحمدلله 34 ڀيرا الله اڪبر ۽ هڪ ڀيرو ڪلمو تمجيد جو يعني لااله الاالله وحده لاشريڪ له له الملڪ وله الحمد يحيي ويميت وهو عليٰ ڪل شيءِ قدير.

**21- نقل:** دلاور فقير قوم ڇڇو نقل ڪري ٿو ته پاڻ اسانجي ڳوٺ ابراهيم فقير جي دعوت تي تشريف فرما ٿياهئا پهريائين گهڙي ڪن مسجد شريف ۾ ويناپوءِ دعوت واري جاءِ تي آيا، اتي منو فقير وينل ڳوٺ ذڪريه مهيسر جو آيو ۽ هٿ ادب جا ٻڌي عرض ڪيائين ته حضرتا! آئون ڳوٺ ٻني کان اوهان جي پويان روانو ٿيس ته واٽ تي هڪ مقام هو، جنهن کان ٻه ٽي وڪون ڪنيم ته اندران مقام مان سڏ ٿيو ته اي خليفا منا! مون آواز تي نهاري ڏٺو ته هڪ شخص اره تائين قبر مان ٻاهر نڪتو بيٺو هو، چيو مانس ته مونکي ڇو ٿو سڏين؟ چيائين ته مون کي ذڪر ڏيئون وڃ، مون جواب ڏنومانس ته تون جيئرو آهين ۽ اهڙي مرتبي هوندي ذڪر کي ڇا ڪندين؟ چيائين ته توهان جي مرشد جي ذڪر ڪندڙ جماعت مان جيڪو هٿ اچي ٿو تنهنجو مرتبو ايڏو وڏو آهي جو مالڪ سائين عزاسمه ڪانسواءِ ان کي ڪوبه نٿو معلوم ڪري سگهي تنهن ڪري مونکي ذڪرجي تلقين ڪندو وڃ.
مون چيو ته مون کي تلقين ڪرڻ جي اجازت ڪانه آهي، تڏهن چيائين ته ڀلا سندن حضور اقدس ۾ عرض گذارج ته مونکي ڪنهن به طرح پنهنجن مريدن ۾ داخل فرمائن. سو حضرتا! نياپو ڏيڻ منهنجو وس آهي اڳتي سائين جن جو اختيار. پاڻ

فرمايائون تہ اي طالبو، جڏهن اسانجي قسمت انهي رستي سان ٿئي تہ اسانکي ان جو اطلاع ڪجو تہ انهي قبر واري کي ذکر ڏيندا سون پوءِ جڏهن پاڻ خراسان جي سفر کان موٽيا تڏهن مون سند خدمت ۾ انهي مقام وٽ اها ڳالهہ ياد ڏياري، پاڻ انهي قبر تي ويهي ذکر ڏنائون.

**22- نقل:** خليفو صاحبڏنو قوم پانيڻ کان منقول آهي تہ آئون ٿر ملڪ ۾ مينهون چاريندو هوس، هيڪر بہ مينهون وڃائڻ تي ڪونہ آيون انهن جي ڳولا لاءِ رات جو نڪتس، ڳوليندي جبل ڪوهماڙ کان اچي لنگهيس، اتي هڪ طرف کان ذکر شريف جو آواز ٻڌم دل ۾ چيم تہ ڪو پير سائين قدس سره جي مريدن مان ذکر ڪري ٿو جيڪر وڃي ان سان صحبت ڪيان، جڏهن اتي پهتس ڏٺم تہ هڪ مقبرو آهي جنهن مان ذکر شريف الله الله، الله جو آواز پيو اچي خيال ڪيم تہ هي قبر جبل ۾ کوٽيل آهي جنهن جي ڪڏ ٿورڙي هوندي اها کوٽي ذکر واري ميت سان ملاقات ڪيان، جڏهن قبر کوٽيم تہ ذکر کان چپ ٿي ويٺي.

ڏٺم تہ ميت جا هڏا پيا آهن، مان لڄي ٿي وري قبر ٺاهڻ لاءِ تيار ٿيس تہ ايتري ۾ ميت جي مٿي مان آواز الله، الله جو بلند ٿيو، چنانچہ ڏٺم تہ سندس مٿو اوهين ئي جيئرو هو ۽ اکيون پٽيون ڏسي پيو ۽ سندس ڏاڙهي ۽ مٿي جا وار پاٽي سان آلا هئا، چيو ماڻس تہ تون ڪنهن جو مريد آهين؟ چيائين تہ مان لائق مريديءَ جو نہ آهيان پر حضرت پيرسائين قدس سره جن جو سگڌر آهيان پوءِ پڇيومانس تہ تنهنجا سمورا عضوا ڳري ويا آهن باقي تنهنجو مٿو جيئرو آهي ان جو سبب ڪهڙو آهي؟

چيائين تہ بي ادبي جي پاران، جو تہ اسان کي مرشد ڪريم فرمايو هو تہ زبان سان لااله الا الله چوندا ڪيو ۽ دل ۾ ان جي معنيٰ ائين سمجهندا ڪيو تہ " سائين عزاسمہ ڪانسواءِ ڪاشيءِ ڪانہ آهي" پر مان زبان سان ذکر ڪندو هوس ۽ دل سان اها معنيٰ حاضر نہ رکندو هوس، انهيءَ ڪري مٿو منهنجو جيئرو آهي ۽ بت ڳري ويو باقي هڏا وڃي بچيا آهن.

فهرست واري صفحي تي هلو

# فصل ٻيون
## عملن جي نيتن بابت

**1- نقل :** هيڪر پاڻ فرمايائون ته اڳين طالبن ۾ اهڙو اخلاص ۽ نيت جي سچائي ۽ ويساهه هوندو هو جو انهن مان به الله تعاليٰ جلشانه جي معرفت حاصل ڪري وٺندا هئا (جيئن اڳتي ان بابت بيان ۽ تفصيل اچڻو آهي) ۽ هن زماني جا ماڻهو ويساهه نه هجڻ ۽ اوليائن سڳورن ۽ ڪامل مرشدن جي بي ادبي ۽ حقن بجا نه آڻڻ پاران فيض وارا نٿا ٿين، بلڪ محروم ۽ بي نصيب رهجي ٿا وڃن، اهڙن بي ادب ماڻهن جي حق ۾ قرآن شريف ۾ فرمايل آهي ته: ينظرون اليک وهم لا يبصرون.

يعني ته اي پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم اهي بي ادب ماڻهو ظاهر ڪري ته تو ڏانهن نهارين پيا پر حقيقت ۾ هو توکي بلڪل ڪونه ٿا ڏسن ڇو ته سندن اندر واري اک ۽ بصيرت گم ٿيل آهي. اهڙن ماڻهن جي بي نصيبي جو هي سبب آهي ته سندن دليون ۽ نيتون صاف نه هونديون آهن، حالانڪ الله تبارڪ وتعاليٰ جي نظر ٻانهن جي دلين ۽ نيتن تي آهي، نه ظاهري عملن جي مٿان، جيئن ته ان تي هي حديث شريف به شاهد آهي جو فرمايو ويو آهي ته:

ان الله لاينظر الیٰ صورکم ولا الیٰ اعمالکم ولکن ينظر الیٰ قلوبکم ونياتکم

يعني ته الله پاڪ جل وعليٰ شانه توهانجين صورتن ۽ اوهان جي عملن ڏانهن ڪونه ٿو نهاري بلڪ سندس نظر اوهان جي دلين ۽ نيتن جي مٿان آهي ٻي هنڌ پاڻ ڪريمن فرمايو آهي ته: نية المؤمن خيرمن عمله يعني ته مؤمن جي نيت سندس عمل کان زياده موچاري آهي.

**2- نقل :** هيڪر پاڻ مسجد شريف ۾ ڪبڙ جي وڻ هيٺان قرآن شريف جي تلاوت ۾ مشغول هئا ان ڏينهن ڪين عمدو لباس پهريل هو، سٽي قسم جي ڪيمخواب جو ڪوٽ ۽ مٿي مبارڪ تي پٽ جي لنگي سونا ڪاري ڇٽن سان ٻڌل هئي ۽ اڳين رات ساري جماعت سميت فاقي ۾ گذري هئي ۽ الجوع طعام الله واري طعام سان جماعت کي سربلندي بخشي ويئي هئي، اتفاقا هڪڙو پناڻ مسافر شخص به ان رات مسجد شريف ۾ ٽڪيل هو ويچاري کي ساري رات لنگهڻ ۾ گذري، درگاهه شريف جي ڪورين جي گهران ٿورو ماني ٽڪر مليو هوس پر ان مان ته سندس ڍؤ ڪونه ٿيو هو پوءِ جڏهن صبح جو حضرت پيرسائين جن (قدس سره) کي اهڙي سٽي پوشاڪ پهريل ڏٺائين تڏهن وٺي دانهون ڪيائين

ته حضرت پير صاحب ! اهڙو قيمتي لباس ڏکيو وڃنا آهيو ۽ هي مسافر ساري رات توهان جي درگاهه تي بک مئو آهي، تڏهن سندس جواب ۾ ارشاد فرمايائون ته ادا هي پوشاڪ جيڪي ڏسين ٿو سا اسان کي الله تبارڪ وتعاليٰ بنا سعي ۽ ڪوشش جي عطا فرمائي آهي، پنهنجي سڌ سان خريد ڪري ڪونه وٺي آيا آهيون، باقي هن پوشاڪ جي پهرڻ ۾ اسانجا ٻه مقصد آهن، هڪ ته پنهنجي مالڪ سائين جل جلاله جي نعمتن جو اظهار ڪيون ٿا جو خاص پنهنجي پلاتي سان اسان کي هي نعمتون عطا فرمايون اٿس ۽ ٻيو ته ماڻهن کي خدا تعاليٰ جي طلب ۾ رغبت ٿا ڏياريون جو پهريان ساڳو اسان کي ڏٺو هٿائون ته مينهون چاريندا هئاسون پوءِ نعمتون ڏسي سندن دل ۾ خدا تعاليٰ جي طلب جي سڪ پيدا ٿيندي جو چوندا ته ڏسو پير صاحب ٻه پنهنجي رب کي سڃاتو آهي ته ڪيتريون نه ڏٺي تعاليٰ جون نعمتون ۽ عطائون ڪيس حاصل ٿيون آهن، چو نه اسين ٻه طلب ڪريون ته انهن نعمتن جا حقدار ٿي پئون.

**3- نقل :** هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون ته هڪ صاحب ڪماليت جو بزرگ موريز ڏانهن هليو ۽ هڪ مريد ٻه سندس پوئتان ڪونرو ڪنيو ٿي ويو، پوءِ جڏهن بزرگ موريز ۾ داخل ٿيو تڏهن اتي هڪ مانيءَ جو پورو يعني ٽڪر پيل ڏٺائين، سو ڪٽي ٻاهر آيو ۽ مريد جي هٿ ۾ ڏئي ڪيس هدايت ڪيائين ته هي ٽڪر جهل ته آءُ موريز مان ٿي موٽان، جڏهن بزرگ ويو تڏهن انهيءَ مريد اهو مانيءَ جو ٽڪر ڪائي ڇڏيو ان بزرگ ضروري حاجت کان فارغ ٿي وضو ڪري ان مريد کان مانيءَ جو ٽڪر گهريو، مريد عرض ڪيو ته يا حضرت ! اهو مانيءَ جو ٽڪر هن مسڪين هن خيال سان کائي ڇڏيو ته موريز مان آندل ٽڪر سائين جن جي کائڻ لائق نه آهي، تنهن ڪري آءُ کائي ڇڏيان، بزرگ فرمايو ته جيتوڻيڪ بنا حڪم جي کائڻ ڪري بي ادبي ڪئي اٿئي پر نيت جي سچائي ڪري تنهنجي پٽ مان ٻه قطب پيدا ٿيندا.

اي عزيز! انهيءَ مريد ويچاري اهو مانيءَ جو ٽڪر جو سندس مرشد غلاظت جي جاءِ تان آڻي سندس هٿ ۾ ڏنو سو هن رڳو هي خيال ڪري کائي ڇڏيو ته منهنجو مرشد اهڙو سادو ٽڪر جو گندگيءَ جي جاءِ مان آيل آهي سو نه کائي، بلڪ آءُ کاوان پوءِ اهو سندس ڪم توڙي ڪٽي ظاهر ۾ بي ادبي ۽ مرشد جي نافرماني هئي، پر حقيقت ۾ سندس نيڪ نيتي پاران عين ادب ۽ پوري فرمانبرداري هئي جيئن ته حديث شريف ۾ ٻه وارد ٿيل آهي ته " ان الله لا ينظر الیٰ صورکم ولا الیٰ اعمالکم ولاکن ينظر الیٰ قلوبکم ونياتکم " يعني الله تبارڪ وتعاليٰ

اوهانجن صورتن ۽ ڪمن ڪي ڪونہ ٿو ڏسي بلڪ اوهان جي دلين ۽ نيتن کي جاچي ٿو، پوءِ جڏهن اهو مريد نيت جي سچائيءَ سان پنهنجي پير کان اڳ ماني جو ٽڪر کائي ويو تڏهن رحمت الاهي جو درياه جوش ۾ آيو ۽ ڪيس ٻن قطبن جي پيدا ٿيڻ جي خوشخبري سان سربلندي عطا ڪئي وئي.

**4- نقل :** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ هن کان اڳ بزرگن سڳورن ۾ سفر ڪرڻ جو دستور هوندو هو پوءِ جنهن شهر ۾ ويندا هئا تہ اتي ڪنهن ڪامل شخص جي جاچ ڪري ان سان صحبت ڪندا هئا ۽ انهيءَ کان فيض جي زيادتي جو فائدو پرائيندا هئا. ۽ جيڪڏهن ڪو طالب پاڻ کان هيٺ هٿ ايندو هون تہ ان کي پنهنجي صحبت سان پنهنجي وس آهر فائدو پهچائيندا هئا. مطلب تہ سندن سفر خالص الله تعاليٰ واسطي هوندو هو يعني فائدو ڏيڻ يا وٺڻ بيو ڪوبہ نفساني مطلب سندن دل ۾ نہ هوندو هو.

**5- نقل :** هيڪر نقل بيان فرمايائون تہ هڪڙا ٻہ ياٽر هئا جي ٻئي دنيا ۾ آسودا ۽ خوشحال هوندا هئا پوءِ انهن مان هڪڙي شخص پنهنجو مال ملڪيت ترڪ ڪري پنهنجي ماڙيءَ تي ويهي هڪ هنڌ خدا تعاليٰ جي عبادت ۽ رياضت ۾ مشغول ٿيو. ٻيو سندس ڀاءُ دنيا جي ڌنڌن ۽ بد ڪمن ۾ گذاريندو هو. انهيءَ حال کي ٻارنهن ورہ اچي گذريا. هڪڙي ڏينهن انهيءَ عابد جي ڀاءُ کي اچي دل ۾ خيال پيو تہ منهنجو ڀاءُ، ٻارنهن ورہ ٿي ويا اتس جو عبادت ۽ زهد ۽ رياضت ۾ مشغول آهي، مگر حيف صد حيف جو مون اها ساري عمر بد ڪمن ۽ گناهن ۾ گذاري وڃائي ڇڏي. انهيءَ خيال اچڻ شرط هو دل ۾ ڏاڍو پشيمان ٿيو ۽ توبہ تائب ٿي انهيءَ ماڙيءَ ڏي ڀاءُ کي ملڻ جي ارادي سان اٿي هليو. ۽ دل ۾ پڪ ڪري هليو تہ باقي حياتي پنهنجي ڀاءُ سان گڏجي ويهي الله تعاليٰ جل شانہ جي يادگيري ۾ گذاريندس. خدا جي قدرت پاڻس عابد جي دل ۾ وري اهڙو خيال باطل اچي ويٺو تہ منهنجو ڀاءُ ڪهڙي نہ عيش عشرت ۾ پيو گذاري ۽ مون هيتري مدت تائين بکن ۽ تڪليفن ۽ زهد رياضت ۾ پنهنجي جان ڳاري ڦٽي ڪئي آهي، تنهن ڪري هينئر ماڙيءَ تان لهي ٻئي ڏينهن وڃي ڀاءُ وٽ عيش عشرت ۽ سک سان گذاريان. اها نيت ڪري ماڙيءَ تان هيٺ لهڻ لڳو اجا ٻہ ٽي ڏاڪا هيٺ لٿو تہ اوچتو پير ترڪي ويس ۽ مٿان ٿي ڪريو. اتفاق سان پاڻس بہ انهيءَ وقت پي چڙهيو ۽ عابد اچي مٿان پيس جنهن ڪري هن کي بہ ڌڪو آيو ۽ ٻئي اچي هيٺ ڪريا ۽ ڪرندي ئي مري ويا مگر عابد نيت بد ڪري گنهگار ٿي مئو ۽ دوزخ جي حوالي ڪيو ويو ۽ گنهگار پنهنجي چڱي ارادي ڪري نيڪ بخت ٿي مئو ۽ بهشت حاصل ڪيائين ۽ عذاب کان ڇوٽڪارو مليس. ابيات:

چون خيال نيڪ دروي شد پديد در زمان فسق او شدناپديد
چون خيال بداورا دردل گذشت بندگي ده سال او نابود گشت

يعني جڏهن انهيءَ گنهگار جي دل ۾ چڱو ارادو اچي پيو ته هنجي ساري عمر جا گناهه هڪ گهڙي ۾ معاف ٿي ويا ۽ انهيءَ عابد جي دل ۾ وري بد ارادو آيو ته ڏهن ورهن جي عبادت سندس چٽ ٿي وئي، تڏهن ته حديث شريف ۾ وارد ٿيل آهي ته "انما الاعمال بالنيات" يعني سڀ ڪم نيتن تي ٿي ٻڌل آهن، جهڙي نيت تهڙي مراد.

**6- نقل :** خليفو غازي خان نقل ڪري ٿو ته هيڪر، پاڻ نقل فرمايائون ته ڪو بادشاهه هو، سو پنهنجو ملڪ گهمندي هڪ ڪمند جي پوک وٽان اچي لنگهيو، ۽ ڪڙمي کي چيائين ته مون کي ڏاڍي اڃ لڳي آهي تنهن ڪري ٿڌو پاڻي آڻي ڏيم ته پيان، ڪڙمي ويچارو بادشاهه جي خوشامند لاءِ ڪمند جي ڇڙي وڍي ۽ ان مان رس ڪڍي هڪ وٽو شربت جو ڀري آڻي بادشاهه کي ڏنائين، بادشاهه اهو سمورو معاملو ويٺي ڏٺو پوءِ اهو شربت پيتائين، تڏهن دل ۾ خيال آيس ته هڪڙي ڪمند جي ڇڙي ۾ هيترو سارو رس آهي جو وٽو ڀرجي ويو، انهيءَ حساب تي هنن ماڻهن جي مٿان ڍل تمام ٿوري رکيل آهي تنهن ڪري مٿن ڍل وڌائڻ کپي، ان کانپوءِ وري ٻيهر به بادشاهه کي پاڻي جي طلب ٿي ۽ ڪڙميءَ کي شربت لاءِ حڪم ڏنائين، ڪڙمي ويو ۽ ٽي چار ڇڙيون وڍي اڳينءَ ريت هنن مان رس ڪڍيائين تڏهن به اهو وٽو موچارو سوچارو ڀريو، جو آڻي بادشاهه وٽ حاضر ڪيائين بادشاهه اهو حال ڏسي حيران ٿي ويو ۽ ڪڙمي کان پڇيائين ته ڪهڙو سبب آهي جو اڳئين ڀيري رڳو هڪ ڇڙي سان وٽو ڀرجي ويو ۽ هينئر ٽي چار ڇڙيون نپوڙيئي ته به وٽو نه ڀريو آهي؟ ڪڙمي جواب ڏنو ته اهو هن سبب ڪري جو سمجهان ٿو ته شايد بادشاهه جي نيت ۾ خلل پيو آهي.

**7- نقل :** خليفه ميان بخشعلي ٽالپر عليه الرحمة (جو سندن خاص مريدن مان هو) وقتين وقتين غيب جون ڳالهيون ڪندو هو ۽ جيڪي چوندو هو سو اڪثر اوُهين ٿي پوندو هو، هڪ ڀيري مينهن جي موسم ۾ خليفه صاحب جا معتقد ماڻهو وٽس گڏ ٿي آيا ۽ پڇيائونس ته هيل مينهن پوندو يا نه؟ خليفه صاحب جواب ڏنو ته وسندو، پوءِ جڏهن درگاهه مبارڪ تي حضرت پيرسائين جن رضي الله تعاليٰ عنه جي خدمت فيض موهبت ۾ حاضر ٿيو ته تڏهن ساڻن مٿين ڳالهه بيان ڪيائين ته حضرتا! مون کان ماڻهن پڇيو هو ته هيل مينهن وسندو يا نه؟ مون ڪين چيو ته وسندو پر منهنجي دل ۾ فڪر اچي پيو ته الائي وسي الائي نه، پاڻ فرمايائون ته

جي تنهن جي دل ۾ اهو کٽڪو نہ پوي ها تہ مينهن وسي پوي ها، هينئر جو تنهن جي دل ۾ تردد پئجي ويو تنهن جي ڳالهہ جي برخلاف هيل مينهن کونہ وسندو.

**8- نقل :** محراب سنجراڻي خليفہ ميان لقمان عليہ الرحمة کان نقل ڪيو تہ هڪ وقت جناب خليفہ ميان الهرکيہ عليہ الرحمة سفر ۾ هو ۽ خليفہ لقمان رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ مون کي انهيءَ ديهہ وٽان اچي لنگهڻ جو اتفاق پيو جنهن ۾ خليفہ صاحب جن لٿل هئا ۽ تڏهن سندن صحبت جو ارادو ڪري لڙي وڃي سندن خدمت ۾ حاضر ٿياسون، ملاقات ڪانپوءِ خليفہ صاحب فرمايو تہ اي ميان لقمان اسين تي ڇٽا اوهان کان اڳ لٿل آهيون ۽ ٻہ ڇٽا اوهين بہ ٿيؤ، اسين پنجئي هن صاحب دعوت تي ڳرا ٿياسون، جو مٿان ويچارو بار نہ کٽي سگهي ۽ حضرت پيرسائين جن رضي الله تعالیٰ عنہ بہ جو دعوتن تي وڏي جماعت وٺي اسرنداآهن سا ڳالهہ هن فقير جي طبيعت تي ڳوري لڳندي آهي، مگر ان يار کي اسين ڇٽي نہ سگهندا آهيون، خليفہ لقمان عليہ الرحمة چيو تہ اسين رڳو صحبت جي خيال سان لڙي وياهئاسون، اها ڳالهہ البت دل کي ڳوري لڳي ۽ ان وقت موڪلائي درگاهہ تي روانا ٿياسون، جڏهن سائين جن رضي الله تعالیٰ عنہ جي قدمبوسيءَ کان مشرف ٿياسون تڏهن مٿيون سمورو احوال سندن خدمت ۾ عرض رکيو سون، پاڻ مرڪي فرمايائون تہ خليفہ صاحب خلق تي شفقت ڪرڻ پاران ائين ٿو چوي، اسين بہ خدا جي خلق جا خير خواهہ آهيون ۽ ڇئون ٿا تہ جيڪي ڪو طالب ڪنهن جي دسترخواني تان گرهہ کٽي تہ سندس حق ۾ پلائي جو سبب بڻجي، نڪي وري بنا دعوت جي ڪنهن ماڻهو وٽ ويندا آهيون، جي بنا سڏ ڪنهن وٽ وڃون تہ پوءِ البت اسان ڏانهن حرف آهي.

فهرست واري صفحي تي هلو

## فصل ٽيون
## طلب علم بابت

**1- نقل :** پاڻ سڳورن رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو تہ حضرت ميان صاحب جن قدس الله تعاليٰ سره الاقدس اسان کي ۽ اسانجن ڀڻ ڀائرن کي گهڻو ڪري دلداريءَ طرح فرمائيندا هئا تہ اسين جو اوهان کي ظاهري علم جي پاڙهڻ ۾ ڪوشش ٿا ڪريون سا هن لاءِ نٿا ڪيون تہ ڪو انهيءَ ڪري توهان جي خلق ۾ عزت ۽ آبرو وڌي، نہ ڪو وري هن لاءِ تہ اوهين قاضي يا عالم بڻجو. بلڪ اسان جي ڪوشش رکڻ جو هن مطلب لاءِ آهي تہ سنت نبوي عليه الصلواة والسلام کان واقف ٿيو ۽ انهيءَ تي عمل ڪرڻ جي استقامت ٿيو. جو تہ ٻنهي جهانن جي مقصدن کي پهچڻ جو اهوئي رستو آهي ۽ بس.

**2- نقل :** جناب صاحبزادا ميان محمد شاهہ ۽ ميان محمد ياسين شاهہ جن (قدس الله تعاليٰ اسرار هما) ڏهاڙي حضرت پيرسائين جن رضي الله تعاليٰ عنہ کان ڪتاب جو سبق پڙهندا هئا ۽ پڙهڻ کان پوءِ ڪتاب اتي جو اتي ويڙهي ڪٽي رکندا هئا. نڪو پيرو ڏيندا هئا نڪو پڪو ڪندا هئا. هڪڙي ڏينهن پاڻ قرآن شريف جو دؤر ۽ دلائل سڳوري جي تلاوت پئي فرمايائون ۽ صاحبزاده بہ سبق لاءِ ڪتاب کڻي اچي خدمت شريف ۾ حاضر ٿيا. جڏهن پاڻ قرآن شريف ۽ دلائل شريف جي دور کان واندا ٿيا تڏهن صاحبزادن کي حڪم فرمايائون تہ پنهنجي سبق جو هنڌ کوليو تہ اڳتي سبق پڙهون صاحبزادن تہ اصلي هڪ پيرو بہ ڪونہ ڏنو هو، جنهن ڪري سبق لهڻ لاءِ پنا پئي اٿلايائون پر هٿ نہ آين، نيٺ صاحبزاده ميان محمد شاهہ رحمة الله عليہ پنهنجو سبق ڳولي ويو، باقي ميان محمد ياسين شاهہ قدس الله سره العزيز کي هٿ ڪونہ آيو، ان وقت پاڻ نقل بيان فرمايائون تہ هڪڙي ٻروچ جو پٽ ڪنهن ملا وٽ پڙهندو هو پر انهيءَ ڇوڪري جو دستور هو تہ جڏهن بہ سبق وٺڻ ايندو هو تڏهن پنهنجي استاد کي چوندو هو تہ " ملا سبق منهنجو ڪاٿي آهي" پوءِ پاڻ ڳلاب جي گل وانگر مرڪي صاحبزادن کي فرمايائون تہ توهان بہ انهيءَ ٻروچ جي پٽ وارو ڪم ڪريو ٿا.

**3 نقل :** خليفو ميان لقمان عليه الرحمة نقل ڪري ٿو تہ هڪڙي پيري لاڙ جي سفر تي پاڻ هن عاجز جي دعوت تي تشريف آندائون تہ ابتري ۾ سادات ۽ عالمن جي جماعت، جي سيد پور جي ڳوٺ جا هئا. گڏجي حضور جن جي خدمت اقدس ۾ اچي حاضر ٿيا. پاڻ ان وقت پنهنجي صاحبزادي ميان صبغت الله شاهہ گادي ڌڻي رحمة الله عليہ کي مثنوي شريف جو سبق ٿي ڏنائون ۽ نهايت دل وٺندڙ آواز سان مثنوي شريف پئي پڙهيائون ۽ عجيب

عجيب سندس نڪتا ۽ معنائون پنهنجي زبان در افشان سان ظاهر بہ فرمايائون، تہ انهيءَ وچ ۾ سيد محمد صديق سيد پوري خدمت سڳوريءَ ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! الله تعاليٰ شال خليفي لقمان کي وڏي حياتي ڏي ۽ سلامت رکيس جو سندس طفيلئون سائين جن جي زيارت شريف ۽ صحبت لطيف حاصل ٿئي ٿي ۽ هي بہ ڏاڍو چڱو ڪم ڪيو اٿو جو صاحبزادي کي ننڍي عمر هوندي پاڻ سان گڏ آندو اٿو، جو تہ انهيءَ ڪري علم حاصل ڪرڻ ڪانسواءِ مريدن جي جاڻ سڃاڻ بہ ڪين ٿيندي رهندي، پاڻ انهيءَ نامعقول گفتي ٻڌڻ شرط جواب ڏنائون تہ اسان صاحبزادي کي مريدن جي جاڻ سڃاڻ لاءِ ساڻ ڪونہ ڪنيو آهي، بلڪ رڳو علم پڙهائڻ جي واسطي ساڻ رکيو اٿئون ۽ جيڪا اسان مسافري ۽ ڪيڏانهن اچ وڃ ڪندا آهيون سا بہ هن مطلب لاءِ نہ هوندي آهي تہ ڪو مريدن جي تابعداري ڏسي خوش ٿيون، بلڪ خاص الله تبارڪ وتعاليٰ جي حڪم موجب سندس رضامندي لاءِ ۽ حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن جي خوشنودي لاءِ سفر ڪندا آهيون ڇو تہ اسين سندس امت جا خدمتگار آهيون " مولانا جلال الدين رومي قدس سره ڪهڙو نہ چڱو چيو آهي:-

**هر ڪسي از ظن خود شد يارمن ازدرون من نجست اسرار من**

يعني سڀ ڪو شخص رڳو ظاهري اٽڪل ۽ پنهنجي گمان سان مون سان ساٿي ٿيو، باقي منهنجي اندر جي اسرارن جي ڪنهن بہ ڳولا ڪانہ ڪئي.

**4- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون پئي تہ اسان ظاهري علم جي حاصل ڪرڻ لاءِ سفر جي تڪليف پاڻ تي سهي ڪوٽڙي واري مدرسي ۾ مخدوم ميان يارمحمد عليہ الرحمة وٽ طلب علم لاءِ وياسون، پر پوءِ مسافري جي تڪليف طبيعت تي ڏاڍي سخت لڳي، پوءِ هڪڙي رات هڪ پير تي بيهي پنج هزار درود شريف پڙهي حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن جي روح مبارڪ کي نذرانو پيش ڪيو سون ۽ نهايت عاجزيءَ سان حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن کان مدد گهري سون تہ يا رسول الله عليڪ الصلوات والسلام سفر جي تڪليف جي ملولائي اسان تان دفع ٿئي ۽ علمن مان بہ بهرياب ٿيون صلوات شريف جي پڙهڻ جي برڪت ڪري اهڙي صفائي حاصل ٿي وئي جو اڻ پڙهيل بہ پڙهيل جهڙو ٿي پيوسون.

**5- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ اوائل ۾ اسانکي حضرت ميان صاحب جن قدس الله تعاليٰ سره الاقدس ظاهري علمن جي فائدي پرائڻ لاءِ شڪارپور جي شهر ۾ حاجي فقير الله عليہ الرحمة جي مدرسي ۾ ويهاريو هئائون، اتي اسان کي بہ وقتي ماني بوڙ سان وڏي تعظيم تڪريم سان ملندي هئي پوءِ جڏهن حضرت ميان صاحب جن قدس سره الاقدس اتي آيا ۽ انهيءَ حال جي سڌپين، تڏهن فرمايائون تہ اي بابا! جنهن مدرسي ۾ ماني بوڙ سان ملندي اتي علم جو حاصل ڪرڻ مشڪل آهي تنهن ڪري هي مدرسو ڇڏي ڪنهن ٻي هنڌ علم جي طلب ڪرڻ کپي، پوءِ پاڻ اسان کي اتان وٺي ٻي هنڌ آڻي وهاريائون.

فهرست واري صفحي تي هلو

# فصل چوٿون
## شريعت جي اهميت متعلق

**1- نقل:** خليفو محمود رحمة الله عليه نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن ٻي پهري مهل درگاهه مبارڪ تي حضرت پيرسائين جن رضي الله تعاليٰ عنه جي حضور فيض گنجور ۾ وينو هوس ته ايتري ۾ هڪ ماڻهو مير سهراب خان جو موڪليل ٻين ٻن شخصن سميت خدمت شريف ۾ اچي حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين ته حضرتا هنن ٻن شخصن جو پاڻ ۾ ڪنهن معاملي تي تنازع ۽ تڪرار آهي، سائين جن مهرباني فرمائي ڏرين جون ڳالهيون ٻڌي شريعت موجب سندن فيصلو قطع ڪري ڇڏيندا. تڏهن پاڻ انهن مان هڪڙي کي پهريان فرمايائون ته معاملي جي حقيقت ٻڌاءِ ته ڪهڙي ريت آهي، هن سموري ڳالهه ڪري ٻڌائي، تڏهن وري ٻئي کان پڇيائون ان به معاملي جو سمورو احوال عرض رکيو، پاڻ ٻنهي شخصن جي تقرير ٻڌڻ کان پوءِ گهڙي ماٺ فرمائي پوئين شخص کان وري ٻيهر سندس احوال پڇيائون هن وري به ساڳو احوال عرض رکيو پاڻ ٽي دفعا ڪنائس پڇيائون، پر هن ٽئي پيرا ساڳو مضمون ۽ مطلب ٻڌايو، پاڻ گهڙي ڪن رکي پوءِ فرمايائون ته هينئر اوهين ٻئي ڄڻا وڃو ۽ سڀاڻي ڏينهن ڪانپوءِ وري موٽي اچجو ته توهان جو مقدمو فيصل ڪنداسون، هو هليا ويا، پوءِ پاڻ جماعت ڏي منهن مبارڪ ڪري فرمايائون ته حق اصل ۾ پوئين شخص جو آهي جو رڳو ڳالهه ڪرڻ ۾ پنهنجو حق وڃائي رهيو آهي، پهرين شخص جو جيتوڻيڪ حق ڪونه آهي پر تقرير سٺي ۽ مناسب جي آڌار تي زور سان پوئين شخص کان حق کنيو ٿو وڃي، تنهن ڪري اسان ٽي پيرا موٽائي پڇيوسونس ته من ڳالهه سمجهي پنهنجو حق وٺي وڃي، پر هن نه سمجهيو، لاچار انهيءَ سبب ڪري ڪين سڀاڻي ڏينهن جي مهلت ڏني سون ته انهي وچ ۾ حق جو مالڪ من پاڻ سمجهي پنهنجو حق حاصل ڪري يا وري ڪنهن پڙهيل عالم کان مسئلو پڇي، صحيح پوري تقرير ڪري پنهنجو حق وٺي وڃي.

**2- نقل:** هيڪر پاڻ جيسلمير جي سفر تان موٽندي ٿر ملڪ ۾ آيا ۽ واٽ تي نماز ٻيپهري جي ادا فرمايائون ان وقت سندن خدمت جو عهدو فقير قادر ڏني جي حوالي هو، پوءِ جڏهن پاڻ نماز لاءِ اٿيا تڏهن فقير قادر ڏني، هڪ اچي چادر نماز ادا ڪرڻ لاءِ سائين جن کي وڇائي ڏني جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته انهن وقتن ۾ هن فقير کي ڪفر حقيقيءَ جي حالت هئي، رڳو هڪ ننڍڙو بوچڻ ڪلهن تي ۽ ڪانچ هيٺ هوندي هئي انهن ڪانسواءِ ٻيو ڪو به ڪپڙو ڪونه هوندو

هو ۽ منهنجو دستور هو ته اهو بوڇڻ ڪلهن وارو سائين جن جي نماز پڙهڻ مهل سندن مصلي تي وڇائيندو هوس، ان ڏينهن به انهيءَ ارادي سان ته پنهنجو بوڇڻ وجي سندن مصلي تي وڇايان آيس ته ڏٺم ته سائين جن لاءِ مون کان اڳ هڪ اڇي چادر وڇائي ڇڏي اٿن پوءِ مــاٺ ڪري ويهي رهيس پاڻ سڳورا رضي الله تعاليٰ عنه جڏهن نماز کان فارغ ٿيا تڏهن هٿ جي اشاري سان قادر ڏني فقير کي فرمايائون ته هي چادر ڪٽي فقير ني (يعني خليفي محمود رحمة الله عليه ) کي ڏي، هن چادر ڪٽي آڻي مونکي ڏني پر مون نه ورتي، ته وري پيهر ڪيس چادر ڏيڻ جو اشارو فرمايائون تڏهن به مون وٺڻ کان انڪار ڪيو ۽ دل ۾ فڪر ڪيم ته آءُ ڪو ڪپڙا ڍڪڻ ته ڪونه آيو اهيان بلڪ موليٰ ڪريم جل جلاله وعم نواله جي طلب لاءِ آيو آهيان انهيءَ حالت ۾ مونتي روح اڇي غلبو ڪيو، تڏهن پاڻ پنهنجي زبان مبارڪ سان مون عاجز کي چادر وٺڻ جو حڪم فرمايائون اتي مون کي دل ۾ الهام نازل ٿيو ته هي چادر پرهيز گاري جو لباس آهي جنهن جو نالو آهي اسلام حقيقي جيئن الله تبارڪ وتعاليٰ فرمايو آهي ته ولباس التقويٰ ذالڪ خير ۽ اها اها منزل آهي جا ڪفر حقيقي کان پوءِ سالڪ کي انهيءَ سان سرفرازي عطا ڪئي وجي ٿي، پوءِ انهيءَ خيال ايندي اها چادر ورتم ۽ ڍڪيم.

**3- نقل:** هيڪر حديث شريف کان بيان فرمايائون ته هڪ ڏينهن پاڻ ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن زنا جي حد بابت مسئلو بيان ٿي فرمايو ته شريعت موجب زانيءَ تي زنا جي حد تڏهن بيهندي جڏهن چار شاهد معتبر قرآن شريف جو قسم ڪئي شاهدي ڏين ته اسان ڪين اگهاڙو سرائي سر ميداڻي ۾ ڏٺي سون. تنهن تي حضرت سعد رضي الله تعاليٰ عنه اصحابي سڳوري عرض ڪيو ته يا حضرت ! جيڪڏهن ڪو ماڻهو اهڙو بچڙو حال پنهنجي اکين سان ڏسندو ته اهو ٻين شاهدن کي وري اتي ڪيئن سڏڻ ويندو تڏهن پاڻ فرمايائون ته: السعد غيور واناغيور من السعد والله اغير مني يعني سعد غيرت وارو آهي. ۽ اسانکي سعد کان وڌيڪ غيرت آهي پر الله تعاليٰ جل شانه کي اسان کان به وڌيڪ غيرت آهي.

**4- نقل:** هڪ دفعي پاڻ مسافري ڪندي لاٺي جي ڳوٺ ۾ نزول فرمايائون اهو ڳوٺ جيسلمير کان اپرندي طرف تي ٿيهه ڪوهه پري آهي فقير ويچارا گهڻي مسافري ۽ ڏکي پنڌ ڪري ٿڪجي پائمال ٿي پياهئا ۽ انهن وقتن ۾ به ٽي ڏينهن گذريا هئا جو سندن حضور ۾ ڪو راڳيندڙ ڪافين وغيره چوڻ لاءِ موجود نه هو تڏهن اتي پاڻ دعوت واري کي فرمايائون ته جيڪر هت ڪو راڳ چوندڙ شخص هجي ته اسين هوند ان کان ڪجهه ٻڌون ماڻهن ڳالهه ڪئي ته سائين هتي هڪ لنگهو آهي جو ڏاڍو دل وٺندڙ راڳ ڪندو آهي ۽ سرود جي فن ۾ ڪماليت اٿس

پاڻ يڪدم ڪيس گهرايائون، لنگهو حاضر ٿيو پاڻ سان سارنگي بہ ڪنيو آيو، پاڻ فرمايائون تہ راڳ ٻڌنداسون پر ساز سان نہ، سارنگي رک ۽ ائين بنا ساز جي ڪجهہ چؤ لنگهي عرض ڪيو تہ يا حضرت ! ساز ڪانسواءِ مون ڪان راڳ نہ هلندو تڏهن حاضرين مجلس جي بہ عرض ڪيو تہ سائين ان ۾ فڪر نہ آهي، ڪيس موڪل ملي تہ ڀلي ساز سان راڳ ڪري پاڻ گهڙي ڪن فڪر ڪري پوءِ فرمايائون تہ ساز ٻڌڻ غير شرعي ڪم آهي تنهن ڪري نہ ٻڌنداسون، ڪجهہ زبان سان چوندو تہ ٻڌنداسون نہ تہ بس، تڏهن ان لنگهي هيٺيان بہ بيت هڪ هندي ۽ ٻيو سنڌي بنا ساز جي حضور مبارڪ ۾ چيا، بيت هندي:

**ڪاڍ ڪليجا پون ڈرون، لي ڪانگا اڈ جائو**
**جس نگري مين ساجن بسي او ديکهي تم کهائو**

يعني اي ڪانءُ مان پنهنجو هيانءُ ڪڍي زمين تي رکان، تون اهو کڻي جنهن ڳوٺ ۾ منهنجو محبوب رهي ٿو اڏري وڃ، پوءِ اتي ويهي تون کاءُ تہ محبوب توکي ڏسي، بيت سنڌي.

**ڪڍي ڪانگا تو ڏيان هينئڙو منجهہ هٿن**
**وڃي کاءُ ولايت ۾ اڱيان عجيبن**
**توکان مان پڇن تہ هي قرباني ڪير ٿيو**

**5- نقل:** خليفو ميان لقمان عليه الرحمة والغفران نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ فرمايائون تہ جنهن شخص کي شرعي ڪمن ۾ نقصان آهي يعني ان تي پورو عمل نہ آهيس تہ ان جي توحيد جي ڪماليت ۾ بہ نقصان هوندو.

**6- نقل:** محمد خان نظاماڻي نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڀيري پاڻ ٽنڊي بهادر خان نظاماڻي جي ڪان سوار ٿيا حيدرآباد جي قلعي ڏانهن پي اسريا، وات تي جون جي پوک آئي جماعت فقيرن جي انهيءَ پوک مان هلڻ لڳي، پاڻ حضرت پيرسائين جن رضي الله تعاليٰ عنه پنهنجي گهوڙي جي واڳ مضبوط جهليو پوک جي ٻاهران وٽ سان ٿي لنگهيا ۽ جماعت کي بہ حڪم فرمايائون تہ پوک ۾ ڪوبہ پير نہ وجهي بلڪ سڀ ٻاهران اچو، شريعت جي ادب ڪان پاڻ جماعت سميت پوک ڪان پاسو ڪري لنگهيا.

**7- نقل:** گل فقير مونگيو ويٺل ڊوري هنگوري جي آس پاس جو نقل ڪري ٿو تہ، پاڻ حديث شريف ڪان بيان فرمايائون تہ حضرت نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآله وسلم فرمايو آهي تہ جيڪو شخص يتيمن جو مال بنا حق جي کائيندو تہ ان شخص کي ملائڪ قبرمنجهہ پٿر دوزخ جي باهہ مان تپائي وات ۾

وجهندس، جي وات کان هيٺ لٿا سندس مقعد کان نڪتا ويندا ۽ کيس چوندا ته هي پاهڻ به کاءُ جيئن دنيا ۾ يتيمن جو مال کائيندو هئين.

**8- نقل:** هيڪر پاڻ وعظ ۾ فرمايائون ته جنهن شخص وٽ ٻانهو هجي ته ان کي لازم آهي ته پنهنجي ٻانهي کي خوراڪ ۽ پوشاڪ پنهنجي اولاد جهڙي ڏيندو رهي ۽ ڪم ڪار سندس پڄندي آهر ڏسيس، زياده تڪليف ۾ نه وجهيس ۽ پوءِ هيئن به فرمايائون ته زال جو مثال شيشي وانگر آهي پوءِ پنهنجي زال تي سختي رکڻ چڻ چؤ ته شيشي کي پٿر تي هڻڻ آهي، تنهن ڪري سائس گهٽي سختي نه رکجي ۽ ديني ڪمن جي سيکارڻ ۾ سائس تمام گهٽي ڪوشش ڪجي پوءِ جيڪڏهن فرمانبرداري ڪري ته نهايت چڱو ۽ جي دين جي ڪمن ۾ سستي ڪري ته سائس سمهڻ سهڙڻ بند رکجي پوءِ جي ان مان سڪي وڃي ته چڱو ۽ جي نه سڪي ته پوءِ ڪاڏو خوراڪ وغيره خرچ پکو تنگي سان ڏجيس، ۽ جي ان مان به نه سمجهي ته پوءِ طلاق ڏئي ڇڏجيس.

**9- نقل:** جامع ملفوظات لکي ٿو ته پاڻ درگاهه شريف جي عامي ماڻهن ڪورين وغيره لاءِ جي نماز تي اچڻ ۾ سستي ڪندا هئا تن لاءِ ماڻهو مقرر ڪري ڇڏياهئائون ته جيڪو شخص سنت جماعت سان گڏجي نماز نه پڙهي ته ان کي پنجن لڪڙن هڻڻ جي سزا ڏني وڃي، مقرر ماڻهو حڪم موجب سستي ڪندڙن کي پوري طرح سزا ڏيندا هئا. ته به وقت تي نماز لاءِ حاضر ٿيڻ مان گهڻن کان قصور پيو ٿيندو هو. پوءِ پاڻ نمازتي حاضر نه ٿيڻ واري لاءِ پنج پيسا ڏنڊ مقرر فرمايائون، جو حاضر نه ٿيندڙ کان وٺي پئي ڇڏيائون پر ان سان به ماڻهو نه سڪيا ۽ پيسا به ڪوڙ گڏ ٿي ويا. جيئن ته هڪ هڪ ماڻهو جا ست ست اٺ اٺ روپيه جمع ٿي ويا پوءِ پاڻ فرمايائون ته سڀ ڪنهن ماڻهو جا پيسا کيس موٽائي ڏيو ۽ پاڻ ان بابت حضرت صاحبزادي وڏي يعني جناب صاحبزاده صبغت الله شاهه مسند نشين رحمة الله عليه کان صلاح پڇيائون ته بابا هينئر ڇا ڪرڻ گهرجي؟ حضرت صاحبزادي رحمة الله عليه فرمايو ته سائين جيڪو شخص اڳتي نماز لاءِ وقت تي حاضر نه ٿئي ته ان کي وٺي ڪوٺيءَ ۾ سارو ڏينهن ٻڪي ڇڏجي ته نفساني ڪمن کان جن لاءِ نماز تي حاضر نٿو ٿئي جهليل رهي، تنهن ڪري اهڙي سزا کيس مناسب ٿيندي، پوءِ پاڻ اهو حڪم جاري فرمايائون.

**10- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون پئي ته شريعت وڏي دولت ۽ خدا جي وڏين نعمتن مان هڪ نعمت آهي جنهن جي تعريف زبان سان بيان نه ٿي ڪري سگهجي، پر هن زماني جي اڻڌن صوفين جو عجب ۽ حيرت آهي جو چوندا آهن ته " شريعت سنڌو ۽ فرق آهي مثلا جيڪڏهن ڪو ننڍو ٻي سمجهه ٻار ڪنهن وات

سان پيو وڃي ۽ ان رستي ۾ آڏو کوهه هجي ۽ پيو شخص ان پار کي هٿ کان
وٺي کوهه کان پاسي ڦيرائي واٽ سان ڪري ڇڏي ان کي سنڌو ڪيئن سڏبو،
بلڪ سنڌو تڏهن ٿيندو جڏهن اهڙي پار کي ڇڏي ڏجي ته پل وڃي کوهه ۾ ڪري،
سو شريعت به گمراهن کي واٽ لائيندڙ آهي سا وري سنڌو ڪيئن ٿيندي.

**11- نقل:** ناقل حافظ اسماعيل هوت رهندڙ ديهه نظاماڻي فقيرن جي جو، ته
هڪڙي ڏينهن پاڻ ڪنهن دعوت تي ديهه ملن جي ۾ جاراڻي پور کان اپرندي ۾
آهي تشريف فرمايائون پوءِ واٽ سان هڪ هنڌان چٽن جي پوڪ وٽان اچي لنگهيا
تڏهن جماعت مان هڪڙي فقير ڪنان پڇيو ته حضرتا! مالڪ جي موڪل کانسواءِ
ٻنيءَ مان پلي پٽي ڪائڻ درست آهي يا نه؟

پاڻ فرمايائون ته جيستائين منجهس ڍور ڍڳا عام جام بنا روڪ جي ڪائن پيا ۽
مٿس ڪارائو مقرر نه ٿيو هجي تيستائين اتان پلي پٽڻ درست آهي پر جڏهن
سندس حفاظت ڪئي وئي ۽ نگهبان مقرر ٿيو ته پوءِ اتان پلي پٽي پنهنجي ڪم
آڻڻ درست نه ٿيندي، مگر موڪل سان.

**12- نقل:** خليفو ميان لقمان عليه الرحمة نقل ڪري ٿو ته هڪڙي ڏينهن
درگاهه مبارڪ تي مسجد شريف ۾ سندن حضور مبارڪ ۾ حاضر هئاسون ته
پاڻ پيئڻ لاءِ پاڻي گهريائون، تڏهن هڪڙي فقير مسجد جي دريءَ مان منهنجو
ڪونرو کڻي اچي حاضر ڪيو، پاڻ پڇيائونس ته هي ڪونرو توهان جو آهي؟ فقير
مٿئين عرض ڪيو ته نه سائين، پاڻ ان تي جوش ۾ اچي ويا ۽ فرمايائونس ته پرائو
ڪونرو بنا موڪلائڻ جي اسان کي ڪئي ٿو ڏئين؟ تڏهن خليفو ٿو چوي ته مون
عرض ڪيو ته قبلا، اهو ڪونرو منهنجو آهي سائين جن پاڻي پين، پوءِ پاڻ ان مان
پاڻي پيتائون ۽ مان ان کي تبرڪ طور پاڻ وٽ رکي ڇڏيو.

**13- نقل:** ميان لقمان عليه الرحمة نقل ڪري ٿو ته پاڻ سڳورن رضي الله
تعاليٰ عنه ڳالهه پي ڪئي ته هڪڙي ڏينهن اسين جهل جي ديهه ۾ (جاگندا واهه
جي ديهن مان هڪ ديهه آهي) هڪ هنڌ لٿل هئاسون ته اتي هڪ صوفي فقير آيو
۽ اسان کان اچي پڇيائين ته سائين حضرت رسول ڪريم صلي الله عليه وآله
وسلم جن ڪافرن کي ڪهندا هئا ڇا؟ اسان ڪيس جواب ڏنو ته هائو پاڻ ڪافرن
کي ڪهندا هئا تڏهن وري پيهر چوڻ لڳو ته سائين پڪ ڪافرن کي ڪهندا هئا؟
تڏهن اسان سمجهيو ته صوفيءَ کي انهيءَ ڳالهه ۾ شڪ آهي، اتفاق سان جعفر
خان مگسي اتان جو حاڪم به روبرو موجود ويٺو هو، اسان صوفيءَ کي چيو ته
جعفر خان کان پڇ ته توهين جو هرڻ ڦاڙهن ۽ ٻين جهنگلي جانورن جو شڪار
ڪرڻ لاءِ جهنگن ۽ برن ۾ وڃي تڪليفون وٺندا آهيو ۽ سختيون ڏسندا آهيو پر

انهن کان رڍن جو شڪار جو ڏاڍو سهنجڙو ۽ ويجهڙو ڳوٺ ۾ موجود آهي پوءِ انهن کي ڇو نہ آسانيءَ سان شڪار ڪندا آهيو ۽ هرڻن وغيره جو شڪار جو ڏاڍو ڏکيو آهي، تنهن لاءِ ڇو وڃي ڪشالا ڪڍندا آهيو؟ هو غريب تہ خوف کان ڪانئس نہ پڇي سگهيو، نيٺ اسان جعفرخان کان پڇيو تہ اي جعفر خان توهان هرڻن ڦاڙهن جهنگلين جي شڪار لاءِ هيڏيون سختيون ۽ تڪليفون ڇو وٺندا آهيو؟ ان کان ڇو نہ گهيٽن ۽ ٻڪرين جو شڪار ڪريو جو تمام سهنجڙو ۽ بنا تڪليف جي آهي! جعفرخان چيو تہ سائين گهٽا، رڍون پرائي ملڪيت آهن پوءِ سندن مالڪ اسان کي ڪٿي ڇڏيندا تہ انهن جو شڪار ڪريون باقي جهنگلي حيوان ڪنهنجي بہ ملڪيت ۾ ڪونہ آهن تنهن ڪري انهن جي شڪار کان ڪوبہ ڪونہ جهليندو تڏهن سندن شڪار ڪندا آهيون.
پوءِ اسان انهيءَ صوفيءَ کي چيو تہ الله تعاليٰ جل شانه وعم نواله قرآن مجيد ۾ فرمايو آهي تہ:
**ان الکافرين لا موليٰ لهم:** يعني تحقيق ڪافرن جو ڪو مالڪ ڪونہ آهي پوءِ جڏهن هو بي ڌڻڪا ٿيا آهن تڏهن ساڻن جنگ بہ درست آهي، اتي صوفيءَ کي يقين آيو ۽ شڪ ويس هليو.

**چونک لشکر یقین مي آيد فوج شک راشکست مي آيد**

يعني جڏهن يقين ڪٽڪ ڪاهي ٿو اچي لهي، تڏهن شڪ جي لشڪر کي يڪدم شڪست ٿي اچي وڃي.
**14- نقل:** هڪڙي شخص ملن جي قوم مان سندن خدمت بابرڪت ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! مهري دار دستار جو مهرو مٿي جي کهڙي پاسي کان رکجي، پاڻ ڪيس جواب ۾ فرمايائون تہ پهريان! مهري دار دستار جي ٻڌڻ بابت ڪو قرآن شريف يا حديث شريف مان نص ظاهر ڪري ڏيکاريو تہ پوءِ توهان کي جواب ڏيون.
اي عزيز! هي بيوقوف نادان اهل ظاهر جا اهل دل ۽ معنيٰ وارن سان ناحق مقابلو ڪندا ۽ مهاڏو اٽڪائيندا آهن، انهن جو مثال انهيءَ بگهڙ وانگر آهي جنهن شينهن آڏو شڪار پٽي ورهايو ۽ نيٺ ان جي جزا بہ لوڙيائين.
**15- نقل:** الهداد فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڀيري چنڊ فراش سندن حضور فيض گنجور ۾ عرض گذاريو تہ حضرتا، ماڻهو مماتي وارن جو جنازو قبر ۾ اما ت ڪري رکندا آهن ۽ ڪيترن ڏينهن کان پوءِ جنازو اتان ڪڍندا آهن ۽ گهڻو ڪهي ان جي جاءِ تي رکندا آهن، اهو گهڻو ڪهي قبر ۾ وجهڻ درست آهي يا نہ؟ پاڻ فرمايائون تہ اول امانت رکڻ جو ثبوت حديث شريف مان اسان کي ڏيکارين تہ

پوءِ گهتي جو جواب ڏيندا سون.

**16- نقل:** هڪڙي ڏينهن پاڻ سڳورن رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو پئي ته پهرياڻ جي ٻڪڇيءَ جو چاڪ ٽن قسمن تي آهي، عرب جا ماڻهو سيني ڪان ڪنداآهن ۽ بعض هندستان جا ماڻهو ٻنهي ڪلهن ڪان چاڪ رکنداآهن ۽ سنڌ جا ماڻهو گهڻو ڪري سڄي پاسي ڪان ٻڪڇيءَ جو وڍ ڪنداآهن ۽ ڪي ماڻهو سامهون سيني ڪان به ڪندا آهن، شيخ عبدالحق دهلوي قدس سره العزيز سڄي پاسي ڪي ترجيح ڏني ۽ زور ونرايو آهي، پوءِ پاڻ به انهيءَ تي فتويٰ ڏنائون ته پهرياڻ جي ٻڪڇي جو چير سڄي پاسي ڪان هجڻ ڪپي ۽ فرمايائون ته سنڌ جي عورتن جي برخلاف جو اهي چاڪ ڪلهن يا سيني ڪان ڪنديون آهن، سڄي پاسي تي چاڪ رکڻ لازم آهي.

**17- نقل:** حاجي احمد ٽالپر نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ ٺٽي نگر جي سفر تي اسريا، آءُ سندن خدمت شريف ۾ رڪيب سان گڏ هوس، پوءِ جڏهن اتان موٽيا تڏهن وات تان هڪ واهه تان اچي لنگهيا جنهن ۾ پاڻي ٻي وهيو، آءُ ۽ ٻيا ڪي فقير سندن گهوڙي جي اڳيان ڊوڙندا پئي آياسون، انهيءَ واهه مان لنگهڻ وقت سندن گهوڙي جي هلڻ ڪري پاڻيءَ جا ڇنڊا اسان جي ڪپڙن تي پئجي ويا، پوءِ جڏهن واهه مان نڪتاسون تڏهن پاڻ پنهنجي زبان مبارڪ سان فقيرن ڪي فرمايائون ته اي يارو ! اسان کي معاف ڪجو جو اسان جي گهوڙي جي هلڻ ڪري اوهان تي پاڻيءَ جا ڇنڊا پياآهن. وري ٻيهر به پاڻ اهي ئي لفظ فرمايائون، تڏهن ٻين سيني فقيرن جواب ۾ عرض ڪيو ته قبلا اسان معاف ڪيو، پر هي ٻانهو ماٺ ۾ هو، تڏهن پاڻ فرمايائون ته ميان احمد تون ماٺ ڪيون ٿو اچين، معلوم ٿو ٿئي ته تون اسان کي ڪونه معاف ڪيو آهي، تنهن ڪري جيترا ڇنڊا توتي پيا هجن اوترا اسان کي هڻي ڇڏ.

اي عزيز الله تعاليٰ جل شانه سندن وجود مبارڪ ۾ عجب نوڙت ۽ ڪمال عاجزي رکائي هئي، جو رڳو پاڻيءَ جا ڇنڊا گهوڙي هلندي مريدن جي مٿان پئجي ويا ته ان لاءِ به پاڻ معافي پئي گهريائون.

**18- نقل:** هيڪر پاڻ مير جام ٽالپر جي دعوت تي سندس ٽنڊي ۾ تشريف فرمائيا، ٽالپر مٿين جي ماڻهن شهر جي ماڻهن ڪان تڏا ونې آڻي فقيرن لاءِ اتي وڇاياهئا، پوءِ جڏهن نماز جو وقت ٿيو تڏهن فقيرن پاڻ ۾ اچي گفتگو ڇيڙيو ڪي نه هي تڏا پاڪ آهن اها ڳالهه سندن ڪن مبارڪ تي پهتي پاڻ فرمايائون ته جيستائين هنن تڏن تي ظاهر ظهور پليتي لڳل نظر نه اچي يا مالڪ تڏن جا اچي چوڻ لڳا ته هي تڏا پليت آهن انهن تي نماز پڙهڻ درست نه آهي ۽ ٻيا ٻيا چون ته

نہ چون تہ تڏا پليت آهن تيستائين مٿن نماز پڙهڻ درست آهي.

**19 نقل:** هڪ معتبر واري کان نقل ٿيل آهي تہ ڪنهن شخص حضرت صاحبزاده مسند نشين رحمة الله تعاليٰ عليہ جي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ سائين زڪوات حقدار ماڻهن کي ڏيڻ چڱي يا نيڪ بخت ماڻهن کي، پاڻ فرمايائون تہ جنهن کي وٺڻي تنهن کي ڏي ۽ لياقت نہ پڇ تہ الله تعاليٰ جل شانہ توکي اهي نعمتون عطا فرمائيندو جن جو تون لائق نہ هوندين.

**20- نقل:** خليفي ميان لقمان عليہ الرحمة کان نقل ٿيل آهي تہ هيڪر پاڻ جڪيجي جي ديهہ ۾ ڪن فقيرن جي دعوت تي تشريف فرمائيا، اتي دعوت ڪندڙ شخص موريز جي جاءِ هڪ دوست جي پوک واريءَ ٻنيءَ ۾ جاپرسان هٿي تيار ڪرائي هئي، جڏهن ڪين اها سڌ پهتي تڏهن موريز اتان پٽرائي ٻي هنڌ جاءِ ٺهرايائون ۽ فرمايائون تہ ان جاين تي قضا حاجت ڪرڻ منع آهي هڪ پوک واري ٻنيءَ ۾، ٻيو عام لنگهہ ۽ رستي تي، ٽيون پاڻي وهندڙ جي پڪ سان.

**21- نقل:** خميسي فقير ميمڻ وينڊل ڪور واهہ واقع ديهہ ڪالهي جي کان نقل ٿيل آهي تہ پاڻ هيڪر ڳوٺ هالن جي کان اچي لنگهيا اتان ڪنهن سائل خيرات لاءِ ڪين سوال ڪيو، پاڻ فرمايائونس تہ ٿوري دير ڪر تہ توکي خيرات ڏيون ٿا، ان شخص عرض ڪيو تہ حضرتا مان موالي آهيان (يعني بدعتي) مونکي جلد ڏياريو، اها ڳالهہ ٻڌنديئي ڪيس خيرات ڏيڻ کان جواب ڏنائون پوءِ ٻئي پيرا انهيءَ سائل سوال ڪيو پر ڪجهہ نہ ڏيارايائونس ۽ اڳتي لانگهائو ٿي ويا.

**22- نقل:** رمضان فقير سهتو نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ ٽنڊي محمد خان ٽالپر جي ۾ تشريف فرما ٿيا هتا هڪڙي سادات جنهن جو گهر الهندي پاسي کان هو پير سائين جن کي پنهنجي گهر زيارت ڪرائڻ لاءِ عرض ڪيو، پاڻ سندس عرض قبول ڪري ساڻس گڏجي ان جي گهر ڏانهن اسريا، جڏهن گهر جي دروازي وٽ پهتا تڏهن سيد چيو تہ حضرتا! مان هتڙي ترسان ٿو سائين جن اندر هلي زيارت ڪرائين پاڻ جواب ۾ فرمايائون تہ جيڪڏهن توهين بہ اسان سان گڏجي هلندؤ تہ اسين اندر ويندا سون نہ تہ اسان اندر بہ ڪونہ ويندا سون ڇو تہ شريعت شريف جو حڪم اهڙي طرح آهي، ڪنهن بزرگ کهڙو نہ سهڻو فرمايو آهي.

**ڪسي ڪودر شريعت راسخ آيد**
**طريقت راه خود بروي کشايد**
**شر عت رامقدم دار آکنون**
**طريقت از شريعت نيست بيرون**

يعني جيڪو شخص شريعت ۾ پورو ٿو رهي تہ فقيريءَ جو رستو پاڻهين مٿس کلي پوي ٿو تنهن ڪري شريعت کي اڳ ۾ محڪم رکڻ کپي ڇو تہ فقيري شريعت کان ٻاهر نہ آهي.

**23- نقل:** هيڪر پاڻ ديه سالار واقع هالن ۾ نظاماڻي فقيرن جي دعوت تي تشريف فرما ٿياهئا نظاماڻي فقيرن ڪين عرض گذاريو ته سندن عزيزن جي مقبرن تي دعا مغفرت فرمائن، پاڻ سندن عرض قبول فرمائي مقام ڏانهن جو شهيدن جو مقام ڪري سڏبو هو دعا فرمائڻ لاءِ اسريا ۽ پهريائين شهيدن جي مقبرن ڏانهن هلڻ لڳا . فقيرن عرض ڪيو ته حضرتا! اسانجي عزيزن جا مقبرا هن طرف آهن. پاڻ فرمايائون ته پهريان مقام جي صاحب جي زيارت ڪرڻ گهرجي، پوءِ پاڻ شهيد سڳوري جي مقبره ڏانهن متوجه ٿي ويٺا ۽ ڪجهه تلاوت فرمائي هٿ مبارڪ کڻي ختمو ڏنائون پوءِ وري ٿوري دير ڪري بيهر هٿ مبارڪ کڻي دعا گهريائون جڏهن مقام مان ٻاهر آيا ، تڏهن فقيرن عرض ڪيو ته حضرتا! ٻن پيرن دعا گهرڻ جو ڪهڙو سبب هو؟ پاڻ فرمايائون ته هڪ ڀيرو ختمو ڏيڻ لاءِ هٿ کنياسون ۽ ٻيو ڀيرو مقبره وارن جي برڪتن طفيل دعا گهرڻ لاءِ هٿ کنياسون، جامع ملفوظات رحمة الله تعاليٰ عليه لکي ٿو ته مون کي اهل مقبره کان دعا گهرڻ جو اعتقاد نه هوندو هو سندن هن ڪلام مبارڪ ٻڌڻ کانپوءِ سندن توجه سان حق معلوم ٿي ويو ۽ پاڻ فرمايائون ته اولياءِ ڪرام جا روحاني درجات جيئن سندن حياتي مبارڪ ۾ آهن تيئن سندن رحلت کانپوءِ به بدستور قائم آهن ۽ انهن کان استمداد ڪرڻ گهرجي.

**24- نقل:** هڪڙي ڏينهن سندن حضور ۾ ڪنهن سائل اچي خيرات لاءِ سوال ڪيو، پاڻ ڪيس به پئسا ڏنائون ان سائل عرض ڪيو ته يا حضرت آءٌ آفيمي آهيان هڪ ٽڪي مان مون لاءِ چا ٿيندو پاڻ انهيءَ تي ڪاوڙيا ۽ انهيءَ ٽڪي جي ڏيڻ کان به بلڪل منع فرمائي ڇڏيائون.

**25- نقل:** عبدالله فقير وينڻ ڪور واهه جو نقل ڪري ٿو ته احمد خان پٽ جلال خان نظاماڻي ۽ منهنجي پاڻ ۾ سنگت هوندي هئي احمد خان سائين جن جي خاص مريدن مان هو ۽ ڪيس فقيراڻن بيتن ٻڌڻ جو ڏاڍو شوق هوندو هو ۽ آءٌ سنڌي بيتن ڳائڻ ۾ ڏاڍو هوشيار هوس، پوءِ هڪڙي ڀيري پاڻ ۾ ويهي صلاح ڪئي سون ته هڪڙو تنبورو ٺهرائي ان سان راڳ ڪنداسون اها ڳالهه پاڻ ۾ پختي ارادي سان پڪي ڪئي سون پوءِ هڪڙي ڏينهن سائين جن جي حضور پر نور ۾ ويٺاهئاسون ته هڪڙي فقير فتح محمد شاعر جي طرفان سائين جن کي سلام ڏنائين ۽ عرض ڪيائين ته حضرتا! فتح محمد عرض ڪيو آهي ته آءٌ درگاهه جو مريد آهيان هن ٻانهي کي پنهنجي توجه مبارڪ کان بهره ياب فرمائيندا. فتح محمد مٿيون شاعر به هو ۽ هڪ تنبورو به ساڻ هوندو هوس جنهن سان راڳ ڪندو هو پوءِ پير سائين جن ان فقير کي جواب فرمايو ته فتح محمد اسان جو

مريد نہ آهي بلڪ تنبوري جو مريد آهي اسان سان سندس ڪو لاڳاپو ڪونهي انهيءَ ڪلام فيض انجام ۾ ٻڌڻ شرط اسانجي دل مان تنبوري ٺهرائڻ جو خيال بلڪل نڪري ويو.

**26- نقل:** هڪ ڏينهن سندن خدمت مبارڪ ۾ ٻنھي ماڻھو آيا ۽ اچي دانهن ڏنائون تہ سائين جن جا فلاڻا مريد جي اسان سان گڏ ويٺل آهن سي اسان سان شادين ۾ دهل وڄائڻ تي جهيڙو ٿا ڪن تنهن ڪري سائين جن ڪين حڪم فرمائن تہ اسان سان جهيڙو نہ ڪن، پاڻ فرمايائون تہ اوهان سان جهيڙو نہ ڪندا. تڏهن انهن وري عرض ڪيو تہ سائين انهن کي هي بہ سمجهايو تہ اسان کي دهلن وڄائڻ کان جهلن بہ نہ، پاڻ فرمايائون تہ اسين اوهان سان گناهہ ۾ ڀائيوار ڪونہ ٿينداسون باقي هيترو سمجهائينداسون تہ توهان سان جهيڙو نہ ڪندا.

**27- نقل:** هڪڙي ڏينهن هن عاجز (يعني خليفو محمود رحمة الله عليہ) سندن خدمت مبارڪ ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! ٿڌ سان ماني کائڻ درست آهي يا نہ؟ پاڻ جواب فرمايائون تہ ٿڌ سان طعام کائڻ چڱو نہ آهي پر جڏهن تہ ڪافرن جي رسم آهي تہ ٿڌ سان اصل ماني نہ کائيندا آهن تنهن ڪري جيڪڏهن سندن مخالفت ڪري ٿڌ سان ڪو شخص ڪاڌو کائيندو تہ ان ۾ ڇڙو ڪونهي. (يعني وضو ڪرڻ بعد)

**28- نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڀيري پاڻ وعظ ۾ پئي فرمايائون تہ اولاد جي بد عادتن ۽ نالائقين جو سبب هي آهي تہ صحبت ڪرڻ مهل عورت پنهنجو خيال مڙس ڪانسواءِ ٻي طرف ڊوڙائيندي آهي تنهن ڪري اولاد بد اخلاق پيدا ٿئي ٿي تڏهن مڙس کي گهرجي تہ پنهنجي زال کي سمجهائي ڇڏي تہ صحبت ڪرڻ ويل پنهنجو خيال ٻي طرف بلڪل نہ ڪري ۽ مڙس پنهنجي زال کي چمي ڏئي تہ چپن تي ڏيڻ ڪپيس ۽ زال مڙس کي چمي ڏئي تہ ارهہ تي ڏئي.

**29- نقل:** نورمحمد فقير نقل ڪري ٿو تہ جنهن وقت مونکي حالات کان مجذوبي جي جذب پاران (يعني مستي) جي حالت هوندي هئي تڏهن پاڻ مونکي نماز جي ادا ڪرڻ لاءِ ڪوشش فرمائيندا هئا ۽ آءٌ انڪار ڪندو هوس انهيءَ وقت پاڻ فرمائيندا هئا تہ " اي يار" ائين ڪرڻ ڪيي جو سپ بہ مري ۽ ليهو بہ نہ ڀڃي" پوءِ پڇيم تہ حضرتا ! نانگ ڪهڙو ليهو ڪهڙو؟ جواب ۾ فرمايائون تہ سپ مان مراد آهي نفس ۽ ليهي مان مطلب آهي تہ شريعت.

**30- نقل:** حافظ زين الدين، جيڪو حضرت ميان صاحب جن رحمة الله عليہ جي ڪاملن مريدن مان هو تنهن حضرت ميان صاحب جن قدس الله سره کان نقل ڪيو تہ پاڻ فرمايائون تہ ماڻهن کي کپي تہ ٿڪ ڪنهن بہ پاسي ڏانهن نہ اڇلائن

بلڪ پنهنجي پيرن جي اڳيان اچلائڻ گهرجي، خليفو محمود رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ اها ڳالهہ مون حضرت مرشد مربي پير سائين جن قدس سره سان ڪئي پاڻ فرمايائون تہ شرعي مسئلو بہ اهڙي طرح آهي.

**31- نقل:** خليفو ميان لقمان عليه الرحمة نقل ڪري ٿو تہ هڪڙي ڏينهن پير سائين جن رضي الله تعاليٰ عنہ حديث شريف ڪان نقل پئي فرمايائون تہ ڪنهن وقت حضرت رسول ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن ڪان هڪڙي اصحابي سڳوري جي گهر واري مسئلو پڇو تہ حضرتا! زالن کي بہ ننڊ ۾ تڙ پوي ٿو يا نہ؟ پاڻ ڪريمن صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو تہ زالن ۽ مڙسن ٻنهي کي ننڊ ۾ تڙ پوندو آهي، ۽ وهنجڻ کپي، اتي حضرت بي بي امہ سلمہ رضي الله تعاليٰ عنها جا حضرت ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن جو حرم محترم هئي سا بہ حاضر هئي اها ڳالهہ ٻڌي لڄ ڪان پنهنجو منهن مبارڪ رئي سان ڪٽي ڍڪيائين پاڻ ڪريمن صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڪيس فرمايائون تہ ڇا لاءِ منهن ڍڪيئي؟ عرض ڪيائين تہ يا حضرت ! هن عورت ڪهڙو نہ اگهاڙو سوال پڇو آهي تنهن ڪان لڄ آيم، پاڻ فرمايائون تہ شهوت جهڙي طرح مڙسن کي آهي اهڙي طرح زالن کي بہ آهي، انهيءَ سبب ڪري جيڪڏهن شهوت جو غلبو، ” ان ۾ گهٽو هوندو تہ ٻچو بہ ان جهڙو جمندو ۽ جي شهوت جو غلبو ڏاچي ۾ آهي تہ ڏاچي جهڙو پيدا ٿيندو مطلب تہ شهوت ٻنهي طرفن ۾ آهي پوءِ جي مرد جي مني جو غلبو ٿيو تہ ٻار مڙس جي طرف خلقت ۾ ڇڪبو ۽ جيڪڏهن عورت جي منيءَ جو غلبو ٿيو تہ ٻار جي خلقت ۽ شڪل ماءُ سان مشابهت رکندي.

**32- نقل:** هڪ لوهر شخص سائين جن جي مريدن مان بيمار ٿيو سندس گهر پيرسائين جن جي گهوڙن پڌڻ واري ڪڙهه جي پرسان هوندو هو، ڪين جڏهن اها خبر پهتي تڏهن ان ڪان پڇڻ اسر يا جڏهن ڪيس پڇي موٽيا تڏهن واٽ تي هڪ پاڻيءَ جي ڪسيءَ وٽان اچي لنگهيا جنهن جي پاڻيءَ جو رنگ ظاهري ڪري مٽيل ۽ مٽان سائو پي ڏيکاريو پاڻ پڪ تي ويهي پاڻيءَ ڪي چوري ڏنائون ته هيٺان پاڻي اڇو نڪتو، پوءِ اتان وضو ساربائون ۽ فقيرن ڪي به فرمايائون ته هي پاڻي پاڪ ڪندڙ آهي جنهن ڪي وضو ڪرڻو هجي ته ان ڪي موڪل آهي.

**33- نقل:** هڪ پيري فقيرن حاويلي مبارڪ جي ليپي ڏيڻ لاءِ گارو تيار ڪيو هئائون انهيءَ گاري ۾ شهر جا ڪتا اچي ويهنداهئا، پوءِ گاري ڏيڻ مهل انهيءَ گاري ڪي ڪوڏارين سان گڏيندا ڪٽندا پئي ويا، جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته آءُ به فقيرن سان گڏ گاري ڪٽڻ جي ڪم ۾ مشغول هوس جنهن ڪري منهن جا لٽا گاري سان پرجي پيا، پوءِ جڏهن ڪم ڪان واندا ٿياسون تڏهن سندن خدمت شريف ۾ موڪل لاءِ عرض ڪيم ته ڪپڙا جي پليد ٿي پياآهن سي ڌوئي اچان، پاڻ فرمايائون ته هي مٽي پاڪ آهي، تڏهن مون عرض ڪيو ته حضرتا! هن گاري ۾ ڪتا اچي وهندا، ۽ پاڻي پيئندا هئا تڏهن به پليت نه آهي؟ فرمايائون ته جڏهن پاڻي ۽ مٽي پاڻ ۾ گڏجي رڳي مٽي وڃي رهي تڏهن پليتي نڪري وئي.

**34- نقل:** سيد موليڏنو شاهه رهندڙ ٽنڊي مير باگي ٽالپر جو نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ ڪهڙن جي ڳوٺ ۾ قاضي محمد عاقل جي مسجد منجهه لهڻ فرمايوهئائون جڏهن اڳين جي نماز پڙهي فارغ ٿيا، تڏهن ڳالهين ڪندي قاضي مٿين بانگ چوڻ جي پلائي ۾ گفتگو ڪيو ۽ تمام ترجيح ۽ مبالغي سان سندس فضيلت بيان ڪيائين پاڻ فرمايائونس ته اي قاضي! اهو اجر ۽ پلائي انهيءَ شخص لاءِ آهي جو خاص الله تبارڪ وتعاليٰ جي لاءِ بانگ ڏيندو رهي، باقي جيڪو مانيءَ جي مزوري تي بانگون ڏيندو اهو انهن پلاين ڪان محروم آهي بلڪ اجا به پاڻ عذاب جو حقدار ٿيندو.

**35- نقل:** هيڪر پاڻ ڪڇ جي سفر ۾ ڳوٺ پيچ جي ۾ تشريف رکي هئائون ۽ اتي داؤد فقير جي دائري ۾ اچي لٿا هئا، اها جاءِ شهر جي اپرندي طرف ڪان قبرستان سان لاڳيتي هئي، پاڻ فقيرن کي حڪم فرمايائون ته ڪجهه پڙهو ته هن مقام وارن کي ختمو بخشون فقيرن عرض ڪيو ته حضرتا! هن مقام ۾ ته خواجن جون قبرون به آهن جنهن کي سنڌيءَ ۾ ٽنڊو ڪري چوندا آهن پاڻ فرمايائون ته اسان جو ختمو خاص مسلمانن لاءِ آهي نه ٻين لاءِ، پوءِ پاڻ ختمو ڏنائون.

**36- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته هيڪر آءُ درگاهه مبارڪ تي سندن خدمت بابرڪت ۾ حاضر هوس، پاڻ ان وقت ديهه احمد پور ڏانهن تشريف فرما ٿيا. ۽ هي عاجز به سندن امر موجب خدمت اقدس ۾ شامل رڪيب هو. سندن سواري ان وقت صاحبزاده والاتبار ميان محمد حسن شاهه رحمة الله عليه جي گهوڙيءَ تي هئي جا نهايت تکي ۽ سهنجي هئي، پوءِ جڏهن اتي آيا تڏهن ٽيپهري جو وقت هو جماعت به اهڙي ڪانه هئي پاڻ نماز جي امامت لاءِ هن عاجز کي امر فرمايائون تڏهن مون عرض ڪيو ته حضرتا! سائين جن جي وجود مسعود هوندي هن نابود جي امامت جو ڪهڙو سود؟

تڏهن پاڻ فرمايائون ته قرڙي جي عذر ڪري اسين امامت نه ڪرائيندا سون، انهيءَ ويل مون کي ڳاڙهي رنگ جو چغو ڳچيءَ ۾ پيل هو تنهن لاءِ عرض ڪيم ته ان سان نماز درست ٿيندي يا نه؟ پاڻ فرمايائون ته ڳاڙهي پوشاڪ سان نماز پڙهڻ جائز نه آهي باقي جيڪڏهن ڪو پٽ جو ڪپڙو جنهن جو رنگ صفا ڳاڙهو نه هجي، سو وڇائي نماز پڙهجي ته درست آهي، مگر ڳاڙهي رنگ واري ڪپڙي جي مٿان پوءِ توڙي هو مصلو هجي نماز درست نه ٿيندي.

**37- نقل:** مير فقير ناهيي کان منقول آهي ته هيڪر پاڻ لاڙ وارن فقيرن جي دعوت تي اسان جي طرف تشريف فرماٿياهئا، مون به استقبال ۽ زيارت لاءِ سندن آڏو ويو هوس، پاڻ مٽي وساڻ جي ديهه ۾ لٿل هئا ۽ وضو سارڻ لاءِ ٻاهر ويناهئا، مان گهٽي سڪ پاران ڊانهن ڪري پنهنجو منهن وجهي سندن پيرن مبارڪن تي رکيم، تڏهن پاڻ جوش ۾ اچي فرمايائون ته اي يارو! اسين ڪيترو اوهان کي پيرن تي مٿي رکڻ کان جهليون ٿا ته به اوهين نه ٿا مڙو، پوءِ مون کي ڪلهن کان وٺي مٿي ڪري ياڪر پاتائون ۽ فرمايائون ته ادا هيڪر هڪڙي اٺ حضرت سرور ڪائنات پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي پيرن مبارڪن تي سر رکي اچي سجدو ڪيو تڏهن پاڻ ڪريمن صلي الله عليه وآله وسلم اٺ کي نڪ کان وٺي ڪعبي شريف جي طرف سجدو ڪرايائون، توهان ته انسان ۽ سمجهه ۽ هوش وارا ماڻهو آهيو، پوءِ جهليل ڪم کان ڇونه ٿا پاسو ڪيو.

**38- نقل:** ساڳو مير فقير ناهيو نقل ڪري ٿو ته هيڪر روزن جي مهيني ۾ پاڻ لاڙ ڏانهن تشريف فرماٿياهئا، مون کي دل ۾ خيال هو ته علماءَ تازي ڏندڻ ڏيڻ کان منع ڪندا آهن، تنهن ڪري ان جي تحقيق لاءِ تازو ڏندڻ سندن خدمت مبارڪ ۾ نذرانو رکندس پوءِ جيڪڏهن پاڻ استعمال فرمايائون ته مريدن لاءِ اها وڏي سند ٿي پوندي ۽ وڌيڪ ڪنهن عالم سان قيل مقال ڪرڻ جي ضرورت نه رهندي، اهو خيال ڪري هڪڙا به ڏندڻ ڪٻڙ جاناهي سندن خدمت مبارڪ ۾ اچي

رکيم، پاڻ اتان هڪڙو ڏندڻ ڪٽي سندس ڪل ڪي ڏندن سان لاهي ڇڏيائون ۽ ڏندڻ جي ڪاٺي چٻاڙي ڏندڻ ڏنائون. انهيءَ صورت جي ڏسڻ سان دل کي تسلي حاصل ٿي ويئي ته روزي سان رڳو ڪل چٻاڙڻ جي منع آهي باقي تازي ڏندڻ ڏيڻ جي ڪا جهل نه آهي.

**39- نقل:** ميڏنو فقير پليجو ويٺل نصرپور جي طرف جو نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ هڪ نقل بيان فرمايائون ته ڪو لوهر هو تنهنجي جي پاڙي ۾ هڪ عورت نهايت خوبصورت هئي ۽ هي مٿس عاشق هو ۽ گهڻو ئي ان کي وس ۾ آڻڻ لاءِ حيلا بهانا ڪندو هو مگر اها نيڪ بخت عورت ڪيس نه ليکيندي هئي اتفاقا انهي عورت کي زماني جي ڦيري سان سختي ۽ وبل پئجي وئي، سندس ٻار ٻچا بک مرڻ لڳا ۽ انهيءَ لوهر کي روز بروز ترقي ٿيندي پئي وئي يعني شاهوڪار ٿيندو پي ويو نيٺ جڏهن سندس ٻارن جو بک ۾ تمام هيٺو حال ٿي پيو تڏهن ان عورت جي مڙس ڪيس چيو ته انهي لوهر وٽ وڃ ۽ اڌاري طرح ڪجهه وٺي اچ ته ٻار ٻچا توڙي پاڻ پنهنجو بچاءُ ڪيون، تڏهن هو لوهر وٽ هلي وئي ۽ پيٽ قوت لاءِ سوال ڪيائينس، لوهر جواب ڏنس ته جي اسان جي دل جو خيال پورو ڪرين ته پوءِ جيڪي گهر جنئي سو ڏيان، نه ته تنهنجي مرضي ويچاري عورت اهو نامناسب جواب ٻڌي پنهنجو ڪم الله تعاليٰ جل شانه تي رکي پنهنجي گهر موٽي وئي، پر بک ڪٿي ويهڻ ڏي، لاچار ٻي ڏينهن ٻه وري اچي لوهر کي ايلاز ڪيائين ۽ ساڳيو جواب ٻڌي نااميد ٿي موٽي آئي، ٽئين ڏينهن ٻه سندس مڙس ڪيس لوهر ڏي وڃڻ لاءِ چيو ته من ڪجهه ڪاڏو ڏيئي ته ٻار بچي پون ! پوءِ تڏهن عورت لوهر جي سموري ڳالهه ڪري ٻڌايس ۽ چيائينس ته اسانجي سچائي ڪان اڳ ئي سندس دل ۾ فاسد خيال ويٺل هئا، هينئر جيڪڏهن ان جي بيجڙي مطلب جي پورائي ڪنديس ته پوءِ البت ڪجهه ڏيندو نه ته جواب ٿو ڏئي، مڙس بي همت پنهنجي هٿان پورائي نه ڏسي ان اشراف زال کي موڪلي ڏنائين ته وڃي سندس مطلب پورو ڪر ۽ بکين ٻارن لاءِ ڪجهه وٺي آءُ. ويچاري غريب عورت ان لوهر وٽ آئي ۽ ڪيس پنهنجي ارادي پوري ڪرڻ جي موڪل ڏنائين، لوهر جڏهن سندس ويجهو آيو تڏهن اها عورت ساري جنبش ۾ اچي وئي ۽ بيد جي تاري وانگر ڏڪڻ لڳي لوهر پڇيس ته ڇوٿي ڏڪين، آخر مان ٻه تنهنجي مڙس جهڙو مرد ماڻهو آهيان عورت جواب ڏنو ته اي لوهر! هن وقت اهڙي بي پردگي ۽ بي حيائي ڪان سخت لڄ ۽ شرم ٿو اچيم، تنهن ڪري لڱن کي سيءُ وٺيو ٿو وڃي، لوهر اها ڳالهه ٻڌنديئي بيهوش ٿي زمين تي ڪري پيو ۽ گهڻي وقت ڪان پوءِ جڏهن هوش ۾ آيو تڏهن ان زال کي چيائين ته اي نيڪ بخت عورت! شاباس هجي تنهنجي

سچائي ۽ پاڪدامني ڪي، آءٌ تنهنجي تقويٰ ۽ پرهيز گاري سبب الله تبارڪ وتعاليٰ سان واصل ٿي ويس، هينئر تون منهنجي ماءُ آهين ۽ هي سڀ ملڪيت منهنجي تنهنجي ملڪ آهي جيڪي توکي گهرجي سو ڪٽي وڃ، عورت پنهنجي ضرورت آهر لوهر ڪان ڪاڏو وغيره وٺي هٽ ڪيو، پڇاڙي ۾ لوهر چيس ته اي امان! منهنجي حق ۾ ڏٿي ڪارڻ دعا گهر!

تڏهن ان خدا رسيده عورت ڪيس دعا ڪئي ته يا رب جل وعلاشانه جيئن هن لوهر تنهنجي خوف ڪان ڏجي مٺائي ڪان منهن موڙيو آهي شهوت جي باهه کي وسايو اٿس تهڙي طرح تون به مٿس پنهي جهانن ۾ باهه جي تڪائي معاف ڪري ڇڏ. الله تعاليٰ جي قدرت سان ان مائي جي دعا قبول پئي ۽ لوهر تي اهڙي مهرباني ۽ آساني ٿي پئي، جو باهه ۾ هٿ وجهندڙ هو ته نه سڙندو هوس، لوه کي تپائي هٿن سان باهه مان ڪڍي اوزار جوڙيندو هو ته به ان کي ذري جيترو به ايذاءُ ڪونه ٿيندو هو.

اي عزيز! هي مڙئي پرهيزگاري ۽ الله تبارڪ وتعاليٰ جي خوف جون پلايون آهن، جهڙي طرح الله تبارڪ وتعاليٰ قرآن شريف ۾ فرمائي ٿو:

**ان تتقوالله يجعل لكم فرقانا ويكفر عنكم سيئاتكم**

يعني جيڪڏهن الله تبارڪ وتعاليٰ جو ڊپ رکندؤ ته الله تعاليٰ اوهان لاءِ (حق باطل جي تميز لاءِ) سنئو ۽ دليل پيدا ڪندو ۽ اوهان جا گناهه ميٽيندو.

۽ ٻي هنڌ آهي ته : **ولمن خاف مقام ربه جنتان**، يعني الله تبارڪ وتعاليٰ کان ڏجندڙ شخص لاءِ بهشت ۾ ٻه عمدا باغ تيار ٿيل آهن جي ڪيس قيامت ڏينهن ملندا. ۽ فرمايل آهي ته : **ان اكرمكم عندالله اتقاكم**، يعني الله سائين جل شانه وٽ وڏي عزت وارو اهو شخص آهي جو زور پرهيزگار آهي، شيخ سعدي رحمة الله عليه سچ فرمايو آهي ته:

**زتقويٰ چراغ عمل برفروز ۔ ڪه چون نيڪبختان شوي نيڪ روز**

يعني پرهيزگاري سان عملن جو ڏيو ٻاري هل ته نيڪبختن جهڙو نصيب وارو ٿي پوندين.

**40- نقل:** خليفو اميد علي نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ فرمايائون ته اهل ظاهر جا شريعت، طريقت، حقيقت ۽ معرفت جو مثال هن طرح ڏيندا آهن ته شريعت سٿڻ جي مثال آهي ۽ طريقت پيراهڻ جي مثال ۽ حقيقت چادر جهڙي ۽ معرفت دستار جي طرح سمجهڻ گهرجي ۽ پوءِ پاڻ فرمايائون ته اسان جو مذهب ۽ طريقو هي آهي جو شريعت جنهن کي اهل ظاهر جا سٿڻ ٿا سمجهن اها اسان لاءِ دستار ۽ مٿي جو ڇٽ آهي:

**شريعت رامقدم داراكنون طريقت ازشريعت نيست بيرون**
**كسي كو درشريعت راسخ آيد حقيقت روئي بروي خود كشايد**

يعني هينئر شريعت جو لحاظ اول رکڻ کپي ڇو تہ فقيري بہ شريعت کان ٻاهر ڪانہ آهي جيڪو شخص شريعت تي پورو ايندو تہ حقيقت پاڻهي مٿس کلي پوندي.

**41- نقل:** خليفو اميد علي نقل ڪري ٿو تہ هيڪر برهان فقير جي مريدن مان هڪڙو شخص سند ن خدمت مبارڪ ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين تہ حضرتا! هن جهان جا سمورا اجزاء سائين جن جي حڪم هيٺ فرمانبردار آهن. پوءِ ڇونہ ٿا ماڻهن کي حڪم فرمايو تہ ڪلمو شريف لااله الاالله احمد محمد رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم ڪري پڙهن، پاڻ جواب ۾ فرمايائونس تہ اهي ٻئي اسم اسانجي اکين جو نار آهن ۽ ٻنهي جي وچ ۾ ڪوبہ سنڌو نہ آهي نہ وري سندن هڪ هجڻ ۾ ڪو شڪ شبهو آهي، جيڪڏهن توهان کي شڪ آهي تہ پاڻ ڄاڻو.

**42- نقل:** يعقوب فقير ڏيٿو نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ فرمايائون تہ بہ ڪم آهن جي حقيقت ۾ مسلمانن جي خاص عادتن مان آهن، مگر هينئر مسلمانن انهن کي ڇڏي ڏنو آهي ۽ هن وقت جي ڪافرن جو ان تي عمل آهي، هڪ تہ ننڍي ڄمار ۾ نياڻين کي اٿارڻ ۽ ٻيو ڳوڏ سان وهنجڻ، مسلمانن کي کپي تہ انهن ٻنهي ڪمن تي محڪم ٿين.

**43- نقل:** خليفو لقمان رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ ۽ حضرت شاهہ صاحب عليہ الرحمة (يعني حضرت پيرسائين رضي الله تعاليٰ عنه جن جو ننڍو ڀاءُ) فقيرن جي جماعت سميت موٽو هندو جي اسلام جي معاملي لاءِ حيدرآباد ۾ تشريف فرمائياهئا. مير فتح علي جو ان وقت سنڌ جو حاڪم هو موٽو هندو جي موٽائڻ ۾ عذر معذور ڪري نٽائڻ لڳو تہ اسان جا ڪي حساب ۽ ليکو چوکو ساڻس آهي تنهن ڪري بازو موٽائي نہ ڏينداسون انهي ڪري شاهہ صاحب عليہ الرحمة ۽ فقيرن جي جماعت ۾ ڏاڍو جوش پئجي ويو. بلڪ ڪن ارادو ڪيو تہ ڪرامت ڏيکاري وڃي، پاڻ فرمايائون تہ اي يارو! اسان جو مطلب سيني ڪمن مان دين جو حاصل ڪرڻ آهي ۽ هن اسلامي معاملي ۾ اسان جي مٿان حق رڳو حق ٻڌائڻ ۽ پهچائڻ آهي سو اسان ادا ڪري چڪاآهيون وما علي الرسول الاالبلاغ، باقي هن ڪان وڌيڪ قيل مقال ۽ ڇڪ تاڻ ڪنداسون، سا نفسانيت ٿي پوندي ۽ اهڙي نفسانيت ۾ اوهان سان شامل نہ ٿينداسون تنهن ڪانسواءِ هڪ گمان گاڏوين هندو جي اسلام لاءِ تہ الائي مسلمان ٿئي الائي نہ ٿئي، جيڪي پيڙهين کان وٺي ڪري اسلام ۾ رهندا آيا آهن. (يعني مير) تنکي پٽڻ ۽ بد دعا ڪرڻ سان اسلام جي زيادتي نہ ٿيندي بلڪ نقصان ٿيندو پوءِ

نفسانيت ۽ دين جي نقصان ۾ اسان جو اوهان سان اتفاق ڪونهي، اها ڳالهہ ٻڌي حضرت شاهہ صاحب جن رنج دل تي پوئتي موٽي آيا.

**44- نقل:** الهداد فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو تہ پاڻ جيڪڏهن ڪنهن شخص کي نماز پڙهندي وار پٽڪي يا ٽوپي ۾ بند ٿيل ڏسندا هئا تہ پنهنجي هٿ مبارڪ سان ٽوپي مان سندس وار ڪڍي ڇڏيندا هئا.

**45- نقل:** صاحزادو ميان محمد شاهہ رحمة الله تعاليٰ عليہ جو سائين جن جو فرزند هو، نقل ڪري ٿو تہ پاڻ فرمايائون تہ هيڪر حضرت امام حسن رضي الله تعاليٰ عنہ نماز پيي پڙهي ۽ سندس وار مبارڪ مٿي ٽيل يعني ٽوپيءَ ۾ پيل هئا، هڪڙي اصحابي سڳوري ڪين ڏٺو تہ وار مبارڪ مٿي ڪيون ٿا نماز پڙهن، تنهن ڪري ان اصحابي سڳوري امام صاحب رضي الله تعاليٰ عنہ جي ٽوپي مبارڪ کي مٿيرو ڪري سندن وار چوڙي ڇڏيا جڏهن امام صاحب جن نماز کان واندا ٿيا، تڏهن اصحابي سڳوري کان پڇيائون تہ ائين ڇو ڪيئي؟ ان جواب ڏنو تہ حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي متابعت لاءِ.

**46- نقل:** خليفو محمود عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو تہ منهنجي چاچي مرحوم حاجي مراد وفات ڪئي ۽ پوئتان ننڍڙا ٻار ۽ پنهنجي گهر واري ڇڏي ويو. ڪيس ملڪيت گهڻي هئي، مگر اسان جي چاچي ملڪيت کي ورهائي جدا نہ ڪرايو ۽ صغيرن جو مال سندس حصي سان گڏيل هو. اسان چوندا هئاسونس تہ جواب ڏيندي هئي تہ منهنجو حصو گهڻو آهي، ٻارن کي مان پاڻهي ڏينديس، هيڪر عرس جي خيرات ڪيائين ۽ مون کي پڻ دعوت ڏنائين پر مون چوائي موڪليس تہ ٻارن جو حصو جدا ڪري، پنهنجي حصي مان خيرات عرس شريف جي ڪر تہ پوءِ تنهنجي دعوت وٺان. مگر هوءِ اسان جو چوڻ نہ ڪندي هئي، نيٺ هيڪر حضرت پيرسائين جن رضي الله تعاليٰ عنہ منهنجي دعوت تي تشريف فرمائيا هئا، پوءِ زيارت ڪرائڻ لاءِ اندر حاويلي ڏانهن اسريا، تہ اتي اسان جي چاچي بہ موجود هئي، تڏهن مون سندن خدمت ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! منهنجو چاچو حاجي مراد وصال ڪري ويو آهي ۽ پوئتان ٻار ننڍڙا ڇڏيا اٿس ۽ ملڪيت بہ گهڻي ڇڏي ويو آهي، اسان جي چاچي مال جي تقسيم ڪرڻ کانسواءِ عرس جي خيرات ڪري ٿي، پوءِ اسين سندس دعوت نٿا وٺون تہ اسان تي رنج ٿي ٿئي، تڏهن پاڻ منهنجي چاچيءَ کي فرمايائون تہ خليفو چڱو ٿو چوي، ٻارن جو حصو جدا ڪرڻ گهرجي، بلڪ ائين ڪيو جو جيڪڏهن سندن ڪاڏي پيتي مان ڪجهہ بچي پوي تہ سندن اوبر پاڻ ڪاڻي ڇڏيو ۽ اوترو ان سندن حصي ۾ داخل ڪري ڇڏيو. اها ڳالهہ

شريعت رامقدم داراکنون طريقت ازشريعت نيست بيرون
کسي کو درشريعت راسخ آيد حقيقت روئي بروي خود کشايد

يعني هينئر شريعت جو لحاظ اول رکڻ کپي ڇو ته فقيري به شريعت کان ٻاهر ڪانه آهي جيڪو شخص شريعت تي پورو ايندو ته حقيقت پاڻهي مٿس کلي پوندي.

**41- نقل:** خليفو اميد علي نقل ڪري ٿو ته هيڪر برهان فقير جي مريدن مان هڪڙو شخص سنڌ ۾ خدمت مبارڪ ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين ته حضرتا! هن جهان جا سمورا اجزاء سائين جن جي حڪم هيٺ فرمانبردار آهن، پوءِ ڇونه ٿا ماڻهن کي حڪم فرمايو ته ڪلمو شريف لااله الاالله احمد محمد رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم ڪري پڙهن، پاڻ جواب ۾ فرمايائونس ته اهي ٻئي اسم اسانجي اکين جو نار آهن ۽ ٻنهي جي وچ ۾ ڪوبه ستڻو نه آهي نه وري سندن هڪ هجڻ ۾ ڪو شڪ شبهو آهي، جيڪڏهن توهان کي شڪ آهي ته پاڻ ڄاڻو.

**42- نقل:** يعقوب فقير ڏيتو نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ فرمايائون ته ٻه ڪم آهن جي حقيقت ۾ مسلمانن جي خاص عادتن مان آهن، مگر هينئر مسلمانن انهن کي ڇڏي ڏنو آهي ۽ هن وقت جي ڪافرن جو ان تي عمل آهي، هڪ ته ننڍي ڄمار ۾ نياڻين کي اٿارڻ ۽ ٻيو گوڏ سان وهنجڻ، مسلمانن کي کپي ته انهن ٻنهي ڪمن تي محڪم ٿين.

**43- نقل:** خليفو لقمان رحمة الله عليه نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ ۽ حضرت شاهه صاحب عليه الرحمة (يعني حضرت پيرسائين رضي الله تعاليٰ عنه جن جو ننڍو ڀاءُ) فقيرن جي جماعت سميت موٽو هندو جي اسلام جي معاملي لاءِ حيدرآباد ۾ تشريف فرماٿياهئا، مير فتح علي جو ان وقت سنڌ جو حاڪم هو موٽو هندو جي موٽائڻ ۾ عذر معذور ڪري ٽٽائڻ لڳو ته اسان جا ڪي حساب ۽ ليکو چوکو ساڻس آهي تنهن ڪري ٻاڙو موٽائي نه ڏيندا سون انهي ڪري شاهه صاحب عليه الرحمة ۽ فقيرن جي جماعت ۾ ڏاڍو جوش پئجي ويو، بلڪ ڪن ارادو ڪيو ته ڪرامت ڏيکاري وڃي، پاڻ فرمايائون ته اي يارو! اسان جو مطلب سڀني ڪمن مان دين جو حاصل ڪرڻ آهي ۽ هن اسلامي معاملي ۾ اسان جي مٿان حق رڳو حق پڌائڻ ۽ پهچائڻ آهي سو اسان ادا ڪري ڇڪاآهيون وما علي الرسول الاالبلاغ، باقي هن کان وڌيڪ قيل مقال ۽ ڇڪ تاڻ ڪنداسون، سا نفسانيت ٿي پوندي ۽ اهڙي نفسانيت ۾ اوهان سان شامل نه ٿينداسون تنهن کانسواءِ هڪ گمان گاڏوين هندو جي اسلام لاءِ ته الائي مسلمان ٿئي الائي نه ٿئي، جيڪي پيڙهين کان وني ڪري اسلام ۾ رهنداآياآهن. (يعني مير) تنکي پٽڻ ۽ بد دعا ڪرڻ سان اسلام جي زيادتي نه ٿيندي بلڪ نقصان ٿيندو پوءِ

آهن انهن کي پوري ڇڏڻ کپي.

**50- نقل:** ناقل خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة والغفران ته هيڪر پاڻ لاڙ جو سفر ڪندي نظاماڻين فقيرن جي دعوتن تي تنڊي بهادر خان نظاماڻي جي ۾ نزول فيض شمول فرمايائون سومهياڻي جي نماز پڙهڻ کانپوءِ خليفہ سلطان فقير نظاماڻي اندر پنهنجي حاويلي ۾ زيارت ڪرائڻ لاءِ عرض ڪيو، پاڻ جوش ۾ اچي فرمايائون ته نه هلنداسون، فقير حيرت ۾ پئجي ويو ته الائي ڇو رنجش ٿي آهي پوءِ پاڻ فرمايائونس اوهان تابوت ٺاهيندا آهيو، فقير عرض ڪيو ته حضرتا! اهو ڪم اسانجي ابن ڏاڏن مان بہ ڪنهن ڪونہ ڪيو آهي، خصوصا اسان ته سائين جن جا مريد آهيون سو تابوت وري ڪيئن ٺاهينداسون؟ پاڻ فرمايائون ته اسان اڄ دهلڙين جو آواز ٻڌو هو. تڏهن خدا بخش فقير نظاماڻي عرض ڪيو ته حضرتا هت تابوت ڪوبہ ڪونہ ٺاهيندو آهي پر پارن تنڊيڙيون دهلڙيون ٺهرايون آهن اهي وڄايون هونديون ۽ قسم کڻي چيائين ته اهي آءُ هينئر ئي سان وجي ٿو پيجان، پوءِ پاڻ خليفي مٿين سان گڏجي فقيرن جي حاويلين ۾ زيارت ڪرايائون ۽ فرمايائون ته شاباس هجيو، شرعي جهليل ڪم جي وجهو اصل نہ وڃڻ کپي.

**51- نقل:** ناقل خليفو ميان لقمان عليه الرحمة والغفران ته هڪڙي ڏينهن پاڻ فرمايائون پئي ته فقہ ۾ مسئلو آهي ته جيڪڏهن جمعي يا عيد نماز ۾ امام کي سهو پئجي وڃي ته ڪيس سجدو سهو جو نہ ڏيڻ گهرجي متان جماعت ۾ خلل پئجي وڃي، پوءِ پاڻ فرمايائون ته انهيءَ مسئلي موجب اسان کي بہ هوند سهو نہ ڏيڻ گهرجي ڇو ته سيني وقتن تي اسان وٽ پڻ جي جمعي کان وڌيڪ خلق موجود هوندي آهي، پر جيڪڏهن سهو نہ ڏينداسون ته ويچارا ملان خرابي ۾ پوندا ۽ چوندا ته پير سهو اصلي ڪيئي ڦٽي ڪئي آهي.

**52- نقل:** درياخان فقير ٽالپر نقل ڪري ٿو ته منهنجون نياڻيون اچي قابل ٿيون هيون تنهن لاءِ مائٽن مٿن بہ البت ڇڪيو پي مون دل ۾ ارادو ڪيو ته سڳا بندي جو ڏيڻ وٺڻ سڀ حضرت مرشد ڪريم رضي الله تعاليٰ عنه جي فرمودي موجب ڪندس ۽ پنهنجي مرضي موجب ڪونہ ڪندس، پوءِ هڪڙي ڏينهن اها پنهنجي دل جي ڳالهہ سندن حضور مبارڪ ۾ ظاهر ڪيم، پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته ادا! اسين ماڻهن کي ايمان ڏيڻ آيا آهيون باقي ايمان ڪسڻ ڪونہ آيا آهيون. اسين جيڪڏهن اوهان کي هڪڙي هنڌ چئون ۽ اوهان جي مرضي بہ هنڌ هجي، پر جي اوهان جي مرضي بہ اتي هجي ته وري اوهانجي اهلين جي مرضي نہ هجي ته پوءِ دل جي گراني اوهان جي حق ۾ چڱي ڪانہ ٿيندي تنهن ڪري سڱا بندي جا ڪم پنهنجي مرضي تي ڪري ڇڏيو.

**53- نقل:** بدل هندو درگاهہ مبارڪ جي ديہ جو رهندڙ ڳالهہ ڪري ٿو تہ آءٌ سائين جن جو مودي هوس، هيڪر سندن خدمت ۾ ڪتان ساڍي ٽي سو رپيہ نذراني جا آيا، پوءِ مون کي گهرائي اهي پيسا ڪنڌي بابت حوالي ڪيائون ۽ فرمايائون تہ انهن پئسن مان ڏهين پتي جي پنجتيہ رپيہ ٿيندا سي جدا ڪري اسان جي امانت رکي ڇڏ تڏهن بدل ٿو چوي تہ مون اهي پيسا ڪٽي پنجتيهہ رپيہ جدا ڪيم ۽ هن نيت سان اهي پيسا بہ جيڪر ڪنڌي ۾ مون کي ڪٽي ڏين. سندن خدمت ۾ عرض ڪيم تہ سائين اهي پيسا ڪنهن کي ڏيان؟ پاڻ جواب ۾ فرمايائون تہ اهي پئسا الله تعاليٰ جي واٽ ۾ خيرات ڏينداسون، ڇو تہ ماڻهو ويچارا جڏهن بنيون آباد ٿا ڪن ۽ ڏاڍيون محنتون ۽ ڪشالا ٿا ڪڍن تڏهن ڪين رزق ملي ٿو، پر اسان کي الله تبارڪ وتعاليٰ بنا ڪسب ۽ تڪليف جي گذران لاءِ ڪشادو رزق پهچائي ٿو ڏئي، تنهن ڪري اسين بہ ڏهون حصو الله تبارڪ وتعاليٰ جي نالي تي خيرات ڪري ڏيندا آهيون، پر ڇئن پنجن رپين تان عشر ڪونہ ڪيندا آهيون.

**54- نقل:** جيئرو فقير نقل ڪري ٿو تہ هيڪر آئون سفر ۾ ساڻن هم رڪاب هوس، اتي ٻي پهري جو وقت ٿيو، هڪڙي فقير بانگ ڏني، پر آهستي ڏنائين، پاڻ وري اتي ٻيهي بلند آواز سان بانگ ڏنائون، هن ٻانهي عرض ڪيو تہ حضرتا! ٻي فقير بانگ ڏني هئي. پاڻ فرمايائون تہ هن هوريان بانگ ڏني ۽ اسان ڏاڍيان بانگ ڏني سون، هن ڪري تہ جتي بہ آواز بانگ جو پهچي تہ اتان شيطان ڀڄي وڃي، هي بہ فرمايائون تہ جيڪا بہ شيءِ بانگ جو آواز ٻڌندي تہ اها قيامت ڏينهن شاهدي ڏيندي تہ هي بانگو نماز لاءِ سڏيندڙ هو.

**55- نقل:** هيڪر پاڻ حديث شريف کان بيان فرمايائون تہ هڪڙي ڏينهن سرور دو جهان صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن فرمايو تہ بيت المقدس جي هڪ نماز ٻين مسجدن شريفن جي سٺ سون نمازن کان افضل آهي. ٻي ڏينهن هڪ اصحابي سڳورو جو ان مجلس ۾ حاضر هو سفر جي اجازت طلب ڪئي، پاڻ فرمايائونس تہ ڪاڏي تيارٿيو آهين؟ عرض ڪيائين تہ سائين جن ڪالهہ بيت المقدس ۾ نماز جي ڀلائي بيان فرمائي هئي سو اوڏانهن نماز پڙهڻ وڃانٿو پاڻ فرمايائون بيت المقدس جي سٺ سون نمازن کان، هڪ نماز ڪعبۃ الله شريف جي زور ڀلي آهي. ڇو تہ ڪعبۃ الله شريف منهنجو قبلو ۽ مون کي ان جي طرف سجدي جو امر فرمايل آهي.

**56- نقل:** صالح فقير ابڙو نقل ڪري ٿو تہ هڪڙي ڪوري شخص ڪنان مسئلو پڇيو تہ حضرتا! جيڪڏهن ڪو شخص ڪوڙڪي ٽڙي لاءِ سوال ڪري تہ ان کي ڏيڻ درست آهي يا نہ؟ پاڻ فرمايائون تہ تاني جي مالڪ موڪل ڏيئي ڇڏي

هجي ته هيترا ڪه هيترا ٽڙا پلي ڪم آڻ ته پوءِ اوتري قدر ڏيڻ جائز آهي. وڌيڪ ڏيڻ درست نه ٿيندو. انهيءَ تي مثال طرح نقل فرمايائون ته هڪڙي بزرگ شخص ڪنهن شهر ۾ جاءِ مسواڙ تي ورتي ۽ ان ۾ ٽڪندو هو. هڪ ڏينهن ڪنهن شخص جي سوال پوري ڪرڻ لاءِ سندس خط ٿي لکيائين، ته ڪاغذ تي قلم مان مس ڪري پئي، تڏهن اهو بزرگ اٿيو ته جيڪر انهيءَ داغ تي مٽي ذرو ڪٽي ٻرڪيان، پر اٽنديئي خيال آيس ته آءٌ جاءِ جي مالڪ کان جاءِ ٽڪڻ لاءِ ورتي آهي باقي مٽي جي ڪم آڻڻ بابت ڪنائس موڪل نه ڪانه ورتي اٿم، انهي خيال ڪري مٽي ڪڻ جي ويجهو به نه ويو، مطلب ته پرائو حق ائين ڪري سمجهجي جيئن بزرگ سمجهو. جڏهن پاڻ مثال پورو ڪري چڪا تڏهن ڪوري عرض ڪيو ته حضرتا پوءِ اهو سائل پلي خالي موٽي وڃي؟ پاڻ فرمايائونس ته اي بزرگ جيڪڏهن اهڙو سخي آهين ته پنهنجي ملڪ مان ٻٽي ٽڙاپاڻ وٽ رکي ڇڏيندو ڪر پوءِ جيڪو توکان اچي سوال ڪري تنهن کي ڏيندو وڃ.

**57- نقل:** ناقل خليفو لقمان عليہ الرحمة والغفران، ته هڪڙي ڏينهن سندن پني مبارڪ تي فقير تيل جي مالش ٻي ڪئي، اتفاقا انهي فقير جي هٿان سندن گوڏي مبارڪ جو حصو ظاهر ٿي پيو، پاڻ يڪدم پنهنجن هٿن مبارڪن سان ڍڪيائون ۽ ٻٽي پيرا استغفرالله استغفرالله به پي چيائون ۽ گوڏي مبارڪ کي به هٿ سان ٻي مهٽيائون.

**58- نقل:** ناقل خليفو لقمان عليہ الرحمة والغفران، ته هيڪر پاڻ فقيرن جي دعوتن وڻڻ لاءِ داد پوٽي ملڪ ڏانهن اسريا، هي غلام به سندن پيرن چمڻ لاءِ پنهنجي ڳوٺان داد پوٽي وڃڻ جو خيال ڪيو، ميان خدا بخش نظاماڻي هڪ گهوڙي چڙهيءَ لاءِ مون کي ڏني، جنهن تي سوار ٿي ڏاڍي تڪليف ۽ هلاڪت ڪري دادپوٽي ۾ وڃي سندن خدمت مبارڪ ۾ مشرف ٿيس، پاڻ منهن جي اچڻ سان ڏاڍا خوش ۽ راضي ٿيا انهيءَ سفر ۾ هڪڙي ڏينهن ميان قابل شاه عليہ الرحمة، مٿين گهوڙي گهري ورتي ۽ مٿس سوار ٿيو، پوءِ جڏهن سواري جي وقت سندن نظر مٿس پئي تڏهن ڏسنديئي ميان قابل شاه کي فرمايائون ته واه واه بزرگا شريعت جي دعوي جون ڳالهيون ته گهڻيون ڪنداآهيو ۽ پرائي گهوڙي تي مالڪ جي موڪل کانسواءِ سوار ٿياآهيو، ميان قابل شاه عرض ڪيو ته حضرتا! مون خليفي لقمان کان موڪل ورتي آهي. پاڻ فرمايائونس ته مالڪ لقمان ته نه آهي جو سندس موڪل درست ٿئي، ڪيس رڳو سوار ٿيڻ درست آهي جو مالڪ کان موڪل اٿس، باقي اوهان کي مٿس سوار ٿيڻ بلڪل جائز نه ٿيندو.

**59- نقل:** هيڪر مون سندن خدمت بابرڪت ۾ عرض گذاريو ته حقيقت

محمدي صلي الله عليہ وآله وسلم ۽ حقيقت ڪعبه مقدس مان ڪهڙي برترآهي؟
پاڻ جواب ۾ ٿي ڏينهن توقف فرمائي چوٿين ڏينهن فرمايائون تہ حقيقت محمدي صلي الله عليہ وسلم سيني حقيقتن لاءِ ام الحقائق يعني اصل آهي ڪعبت الله شريف جي حقيقت جو اصل بہ حقيقت محمدي صلي الله عليہ وسلم آهي تنهن ڪري اصالت پاران حقيقت محمدي ڪعبة الله شريف ڪان زياده افضل ۽ برتر آهي صفت ۽ مسجوديت جي اعتبارسان ڪعبةالله شريف جي حقيقت برتر آهي ڇو تہ حضور صلي الله عليہ وسلم جو مسجود آهي ۽ بيت المقدس ڪان ڪعبه مقدس افضل آهي ڇو تہ هو مسجود ٻين انبيائن سڀني جو آهي ۽ هي مسجود سرور ڪائنات صلي الله عليہ وآله وسلم جو آهي جو افضل الانبياءِ والمرسلين آهن.

**60- نقل:** هيڪر پاڻ حضرت دائود عليٰ نبينا و عليه الصلوات والسلام جو قصو بيان ڪري ٻڌايائون تہ اوريا نالي هڪڙي شخص ڪتان سنگ ڇڪايو هو. ڳالهيون پڪ ڪري نڪاح لاءِ تيار ٿيا تہ اوچتي پاڻ ۾ سندن تڪرار ٿي پيو ۽ نڪاح رندجي پيو ۽ اوريا ڪي سنگ ڏيڻ کان انڪار ڪيائون، تڏهن حضرت دائود عليہ السلام اهو سنگ ڇڪايو ۽ شادي ڪري ڇڏيائين، ڪتاب زاد مسير جي لکت موجب انهي ئي سبب ڪري الله تعاليٰ جي طرفان ڪيس عتاب ٿيو ۽ انهيءَ الله تبارڪ وتعاليٰ جي طعنيٰ ۽ ڏورا ٻي جو تفصيل قرآن شريف ۾ هن طرح ذڪر ڪيل آهي تہ حضرت دائود عليہ السلام پنهنجن ڪمن ڪارن لاءِ ڏينهن مقرر ڪري ڇڏيا هئا. هڪڙي ڏينهن عبادت ڪندو هو ۽ هڪڙي ڏينهن ماڻهن کي وعظ ڪندو هو ۽ هڪ ڏينهن فيصلا نبيريندو هو ۽ هڪڙو ڏينهن پنهنجي خاص ڪمن ۽ گهر جي حاجتن ۾ پورو ڪندو هو، پوءِ جنهن ڏينهن عبادت ڪرڻ جو وارو هوندو هو انهي ڏينهن پنهنجي بالاخاني تي در بند ڪري وڃي عبادت ڪندو هو ۽ دروازي تي چوڪيدار بيهاري ڇڏيندو هو جي ڪنهن بہ شخص کي اندر اچڻ نہ ڇڏيندا هئا، پوءِ انهيءَ شادي ڪرڻ بعد هڪڙي ڏينهن پنهنجي دستور موجب انهيءَ بالاخاني ۾ دربند ڪيو ويني عبادت ڪيائين تہ اوچتي حضرت جبرئيل عليہ السلام ۽ حضرت ميڪائيل عليہ السلام مدعيءَ مدعا عليہ بڻجي حضرت دائود عليہ السلام جي گهر ۾ لنگهي آيا ۽ هرهڪ سان ملائڪن سڀڙورن جي جماعت شامل هئي ۽ الله تعاليٰ انهن جو قصو هن طرح بيان ٿو فرمائي تہ "اذتسورو المحراب" ياد ڪر(اي پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وسلم) جنهن وقت ملائڪ حضرت دائود عليہ السلام جي بالا خاني تي چڙهي ويا "واذ دخلوا عليٰ داوٗد" ۽ ياد ڪر جنهن وقت حضرت دائود عليہ السلام وٽ آيا ۽ حضرت دائود عليہ السلام کين ڏٺو" فزع منهم" پوءِ ڊنو انهن کان تہ ڇو بنا موڪل جي مٿي چڙهي آيا آهن،

قالوا لاتخف" تڏهن ملائڪن ڪيس چيو ته اي دائود! ڊڄ نه "خصمان بغيٰ بعضنا عليٰ بعض" اسين ٻه تڪراري آهيون جو اسان مان هڪڙي ٻي تي ظلم ڪيو آهي، سو فيصلو ڪٽي آيا آهيون "فاحكم بيننا بالحق ولا تشطط" پوءِ اسانجي وچ ۾ حقي فيصلو ڪر ۽ الله تعاليٰ جي حڪم جي برخلاف ظلم نه ڪجانءِ. "واهدنا اليٰ سواءِ الصراط" ۽ اسان کي انصاف ۽ حق وارو رستو سمجهاءِ تڏهن حضرت دائود عليہ السلام کين احوال ٻڌائڻ لاءِ چيو جنهن تي انهن مان هڪ ٻي کي اشارو ڪيو ته احوال ڏي، تنهن تي هو چوڻ لڳو: "ان هذا اخي له تسع وتسعون نعجة" هي منهنجو ديني ڀاءُ آهي ۽ ڪيس نوانوي يعني هڪ گهٽ سؤ رڍون آهن، "ولي نعجة واحدة" ۽ مون کي ڪل ئي هڪڙي رڍ آهي، "فقال اكفلنيها وعزني في الخطاب" پوءِ هن مون کي چيو ته اها هڪڙي رڍ به مون کي ملڪ ڪري ڏي، ۽ ان ۾ اهڙو زور ڀريو اٿس جو منهنجي ڪا به ڳالهه نٿو ٻڌي ۽ نڪو سبب ۽ عذر معذور قبول ڪري ٿو. "قال لقد ظلمک بسوال نعجتک اليٰ نعاجه" حضرت دائود عليہ السلام جواب ڏنو ته جيڪڏهن اها صورت حال آهي ته پوءِ انهي شخص وڏو ظلم ڪيو جنهن تنهنجي هڪڙي رڍ پنهنجي رڍن ۾ ملائڻ لاءِ توکان سوال ڪيو آهي "وان كثيرا من الخلطاء ليبغي بعضهم عليٰ بعض" ۽ بيشڪ گهڻاڀائيوار آهن جي پراوا مال ڀيا پنهنجن سان گڏين ۽ هڪ ٻئي تي ظلم ٿا ڪن ۽ پنهنجي حق کان وڌيڪ انهن کان طلب ڪن ٿا، "الاالذين آمنوا وعملوالصالحات" باقي ايمان وارا ماڻهو جي چڱا ۽ موچارا ڪم ڪندا آهن سي ظلم نه ڪندا آهن، "وقليل ماهم" ۽ اهڙا چڱا ماڻهو تمام ٿورڙا ٿا لڀن. جڏهن حضرت دائود عليہ السلام اها تقرير ڪري چڪو، تڏهن هو اٿي ڪڙا ٿيا ۽ سندس نظر کان غائب ٿي ويا، حضرت دائود عليہ السلام سندن ويچار ۾ پئجي ويو، "وظن دائود انما فتناه" اتي حضرت دائود عليہ السلام خيال ڪيو ته اسان سندس امتحان ورتو ۽ انهيءَ فيصلي سان ڪيس تنبيهه ڪئي سون ۽ ڳالهه سمجهي ويو. "فاستغفرالله ربه" پوءِ الله تبارک وتعاليٰ کان مهر پنيائين، "وخر راكعا واناب" ۽ منهن ڀرسجدي ۾ ڪري پيو ۽ انهي سجدي ۾ الله تبارک وتعاليٰ جل شانه ڏانهن رجوع ڪيائين ۽ ايترو ته روڄ راڙو ڪيائين جو سندس هنجهن جي پاڻي سان زمين تي گاهه ايري سائو ٿي پيو.

| | |
|---|---|
| رحمتش راتشنہ ديدم برگناهہ | آب ديده خويش راکردم پناه |
| قطره چند از گنہ گر شد پديد | درچنان دريا کجا آيد پديد |

يعني الله تعاليٰ جي رحمت کي گناهن لاءِ اڃايل ڏٺم تڏهن پنهنجن ڳوڙهن کي پاڻ لاءِ پناهه ڪيم ۽ جي منهنجي گناهن جا ٻه ٽي قطرا ظاهر ٿي پيا ته ڇاٿي پيو

چو تہ اهي ٿورڙا قطرا رحمت واري کشادي درياءَ ۾ ڪٿي ظاهر ٿي سگھندا؟

**61- نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو تہ هيڪر سندن حضور پرنور ۾ حاضر هوس تہ هڪڙا بہ فقير آيا جن مان هڪڙو ٽنڊي مير باگي جو وينل هو ۽ ٻيو ميرمحمد خان جي ٽنڊي جو، تن مان هڪڙي ڳالهہ ڪئي تہ هڪڙي زال کي ويم ٿيو ۽ نور جھڙي ٻيس ٻئي احوال ڪيو تہ اسان جي طرف هڪ عورت کي پيٽ مان پڪي جھڙو ٻار پيدا ٿيو آهي ۽ سيد مٺي چيو تہ هڪڙيءَ رڍ کي ماڻهو جھڙو ٻچو ٿيو آهي. تڏهن پاڻ فرمايائون تہ مڙسن کي کپي تہ پنهنجن زالن کي سمجھائي ڇڏن تہ صحبت جي وقت پنهنجي دل ۾ الله تبارڪ وتعاليٰ جو خيال دل ۾ رکنديون ڪن يا حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وسلم جو يا صورت مرشد جي حاضر ڪنديون ڪن يا مڙس جي صورت جي طرف خيال ڪن ۽ مڙس کي کپي تہ صحبت کان اڳ ۾ هي دعا پڙهي "اللهم جنبنا عن الشيطان وجنب الشيطان عما رزقتناه" يعني اي خدا وند تعاليٰ جل شانہ اسانکي شيطان کان پاسي ڪر ۽ جيڪي اسانکي نصيب ڪيو اٿي تنهن ۾ شيطان کي شريڪ ٿيڻ کان پري ڪر. پوءِ جڏهن واندو ٿئي تڏهن هي دعا پڙهي اللهم لاتجعل فيما رزقتنا للشيطان نصيبا يعني ياالله جل جلالہ جيڪي اسان کي نعمت ڏني اٿئي تنهن ۾ شيطان جو حصو نہ ڪج.

فهرست واري صفحي تي هلو

# فصل پنجون
## نماز سڳوري ۽ دعائن گهرڻ جي بيان ۾

**1- نقل:** حضرت مرشد ڪريم رضي الله تعاليٰ عنه هيڪر فرمايو ته حضرت ابابڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه تهجد نماز ۾ قرات هوريان ڪنداهئا، باقي ڏاڍيان پڙهڻ به درست آهي، مگر پاڻ فرمايائون ته اسانکي هوريان قرات ڪرڻ وڌيڪ پسند آهي، ڇو ته ڏاڍيان پڙهڻ ۾ رياء جو خوف آهي.

**2- نقل:** هيڪر پاڻ نقل فرمايائون ته هڪڙي رات اميرالمؤمنين حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه تهجد نماز ۾ قرآن شريف ڏاڍيان قرات سان پي پڙهيو، ته اوچتي ڪنهن شخص جي ڪنگهڪار جو آواز سندن ڪن تي پهتو جنهن آواز جي ٻڌنديئي قرآن شريف ترتيل يعني مخرج سان ناهي پڙهڻ شروع ڪيائون، پڙهڻ ڪانپوءِ مٿن ننڊ جو غلبو ٿيو، خواب ۾ ڏٺائون ته جيتري قدر تهجد نماز ۾ قرآن شريف تلاوت ڪيوهئائون تنهن ۾ هڪ هڪ لفظ هيٺان ڏهه ڏهه چڱايون لکيل رهيون، باقي جيڪو حرف ڪنگهڪار ٻڌڻ ڪري ناهي پڙهيو هئائون انهي هيٺان ڪابه چڱائي لکيل ڪانه هئي.

**3- نقل:** هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون ته ڪنهن وقت حضرت خواجه حبيب عجمي قدس الله سره الاقدس امامت ڪرائي نماز پي پڙهائي ۽ شيخ حسن بصري رضي الله تعاليٰ عنه به سندن پوئتان اچي نماز ادا ڪئي جڏهن نماز ڪان واندا ٿيا تڏهن شيخ حسن بصري رضي الله تعاليٰ عنه نماز موٽائي پڙهڻ لڳو، ڇو ته خواجه صاحب جي زبان عجمي هئي، تنهن ڪري مخرج سان لفظ ادا ٿي نه سگهنداهين، تڏهن مٿان هاتفي، آواز آيس ته " شيخ حسن ! ساري حياتيءَ ۾ اها هڪ ئي نماز ته قبول ٿئي، اها ڇو ٿو موٽائي پڙهين؟

**4- نقل:** هيڪر سندن حضور مبارڪ ۾ نماز جو ذڪر هليو، جنهن تي پاڻ فرمايائون ته نمازي جنهن وقت قيام ٿو ڪري تهن وقت سندس صورت الف جي مثال آهي، ۽ جڏهن رڪوع ٿو ڪري تڏهن ح جي شڪل ٿو ڏيکاري ۽ جڏهن سجدي ۾ ٿو پهچي تڏهن سندس صورت ميم جهڙي آهي ۽ جڏهن قعدو ٿو ڪري تڏهن دال وانگر ٿو ڏيکارجي، پوءِ اهي لفظ گڏ ڪبا ته احمد ٿيندو (صلي الله عليه وآله وسلم) اها آهي صورت نماز جي سندس حقيقت سان.

**5- نقل:** خليفو محمود رحمة الله عليه چوي ٿو ته هيڪر مون سندن خدمت مبارڪ ۾

سوال ڪيو تہ حضرتا! رڪوع ۽ سجدن ۾ گهڻا ڀيرا تسبيح پڙهڻ گهرجي؟ پاڻ فرمايائون تہ اسان پنهنجي زبان ڪي ٽي ڀيرا تسبيح پڙهڻ سيکاري ڇڏي آهي جو پاڻهئي پڙهندي آهي، سندن انهي فرمودي مان معلوم ٿيو تہ سندن دل مبارڪ هميشہ وحدت جي لهرين ۾ مستغرق هوندي هئي، باقي جيڪا تسبيح چوندا هئا سو رڳو سندن زبان مبارڪ چوندي هئي.

6- نقل: هيڪر پاڻ قدسي حديث شريف کان بيان پئي فرمايائون تہ الله تعاليٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ جيڪڏهن ڪنهن شخص تازو وضو ڪيو ۽ ٻہ رڪعتون نماز تحية الوضو ادا نہ ڪيائين تہ ان شخص جڻ مون تي ظلم ڪيو (يعني مون کي رنج ڪيائين) ۽ جيڪڏهن ٻہ رڪعتون نفل پڙهيائين ۽ پوءِ وري مون کان دعا نہ گهريائين تہ ان شخص پاڻ تي ظلم ڪيو ۽ جيڪڏهن وضو ڪري نفل بہ پڙهيائين ۽ دعا بہ گهريائين پوءِ مون سندس دعا قبول نہ ڪئي تہ پوءِ جڻ مون ساڻس ظلم ڪيو، حالانڪ الله تعاليٰ ظلم کان پاڪ آهي، مطلب تہ سندس دعا انشاء الله تعاليٰ ضرور قبول پوندي.

7- نقل: خليفو غازي خان ٽالپر نقل ڪري ٿو تہ پاڻ هڪڙي مسافريءَ ۾ ڪنهن هنڌ لٿل هئا، جڏهن وچينءَ جو وقت ٿيو تڏهن پاڻ وضو ساريائون ۽ سڀني فقيرن بہ وضو ساري اچي صفون درست ڪرڻ لڳا پاڻ مون کان پڇيائون تہ نماز مسجد ۾ هلي پڙهون يا هت؟ مون عرض ڪيو تہ حضرتا! اسين مسافرآهيون نماز اتي ادا ڪرڻ کپي، تڏهن پاڻ اسان جي مرضي جي برخلاف مسجد شريف ۾ نماز پڙهڻ لاءِ تشريف فرماٿيا، چو تہ مسجد شريف منجهہ نماز ادا ڪرڻ وڏي فضيلت آهي.

8- نقل: هيڪر پاڻ فرمايائون تہ حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم مڪي شريف جي فتح واري ڏينهن بي بي ام هاني رضي الله تعاليٰ عنها جي گهر ۾ فتح مڪہ کان پوءِ ٻہ رڪعتون نفل ادا فرمايو هئائون، تنهن ۾ شارحن اختلاف ڪيو آهي. ڪي چون ٿا تہ ضحيٰ نماز پڙهيائون ۽ ڪي چون ٿا تہ اشراق جي نفلن جو وقت هو، تنهن ڪري پاڻ اهو اشراق جو نفل ادا فرمايوهئائون ۽ ڪن جو خيال آهي تہ مڪي شريف جي فتح جي خوشي ۾ شڪراني جو نفل پڙهيو هئائون.

9- نقل: هيڪر پاڻ فرمايائون تہ دستار شملي دار يعني تري واريءَ سان سنت موجب ٻڌل هجي تنهن سان هڪڙي نماز پڙهڻ، ٻوپيءَ سان پڙهيلن ستر نمازن کان بہ فضيلت ۾ وڌيڪ آهي.

10- نقل: حضرت مرشد ڪريم رضي الله تعاليٰ عنہ جي روش هوندي هئي تہ تهجد جي نفلن ادا ڪرڻ کانپوءِ ڪنهن سان بہ ڪونہ ڳالهائيندا هئا، بلڪ مقرر ٿيل وظيفن ۾ مشغول رهندا هئا، تان تہ اشراق جا نفل پڙهي فارغ ٿيندا هئا، پوءِ سڀ ڪنهن سان ڪلام فرمائيندا هئا.

**11- نقل:** هڪڙي ڏينهن پاڻ فرمايائون پي تہ نماز اهل دل ڪامل جي پوئتان ادا ڪرڻ افضل آهي، باقي جن شخصن جي دل پريشان، زماني جي خيالات ۾ گرفتار ۽ محبت ۽ نسبت جي سلسلي سان ڳنڍيل نہ آهي تن جي امامت ڪا شيءِ ڪانہ آهي، انهي تي هي آيت شريف تلاوت ڪيائون.

**ولاتطع من اغفلنا قلبه عن ذكرنا واتبع هواه وكان امره فرطا.**

يعني انهي شخص جي فرمانبرداري نہ ڪر جنهن جي دل کي پنهنجي ذڪر کان غافل ڪري ڇڏيو اٿئون ۽ هو پنهنجي نفساني سڌن جي پيروي ۾ پيل آهي ۽ ڪم انهيءَ جو خراب آهي. انهيءَ آيت موجب اهل دل ڪانسواءِ ٻين پريشان دل ماڻهن جي امامت جو عدم جوازثو نڪري، ڇو تہ امامت ۾ بہ تہ نيٺ فرمانبرداري ڪرڻي پوي ٿي. جڏهن سندن مٿيون فرمودو مشهور ٿيو تڏهن اهل ظاهر کي گمان پيدا ٿيو تہ پاڻ شايد ملن جي پوئتان نماز پڙهڻ کان روڪين ٿا، تنهن تي اچي شور ۽ غوغاءِ ۾ پيا، پاڻ فرمايائون تہ نماز جي امامت لاءِ حديث شريف، صلوا خلف كل بروفاجر، آيل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي تہ چڱي توڙي مٺي جي پوئتان نماز پڙهو، پر افضل مفهوم ۽ مطلب آيت شريف وارو آهي جيڪو لکيو ويو.

**12- نقل:** پاڻ فرمايائون تہ حديث شريف لا صلوٰة الا بحضور القلب صحيح ۽ سند جي قوي ۽ متواترآهي ۽ اها پڪ آهي تہ دل جي حضور ڪانسواءِ نماز اصل درست نہ ٿيندي، پر اڳين عالمن سڳورن جو اهڙي نماز جي جواز جي فتويٰ ڏني اٿن، سو رڳو هن ڪري تہ جيڪڏهن بغير حضور قلب جي ادا ڪيل نماز کي صفا ناجائز ٻڌايو ويندو تہ (جڏهن تہ اها دولت عظميٰ عام طرح سڀ ڪنهن ماڻهو کي ميسر نہ ٿي ٿي سگهي، تنهن ڪري) ماڻهو نماز ڇڏي ڏيندا ۽ نماز جي ڇڏڻ ڪري اسلام جي رسم گم ٿي ويندي تنهن ڪري رڳو اسلام جي رسم قائم رکڻ لاءِ جواز جي فتويٰ ڏني اٿن.

13- **نقل:** هڪڙي ڏينهن الياس فقير ذات جو وساڻ ڳوٺ چارڪي ۾ نماز پڙهي رهيو هو ۽ سجدي جي وقت ٺوڻيون رانن تي رکي سجدو پي ڏنائين، تہ اوچتو حضرت مرشد ڪريم رضي الله تعاليٰ عنہ جي نظر مبارڪ مٿس پئجي وئي، فرمايائون تہ هي ماڻهو وضو بہ سارن، نماز بہ پڙهن ۽ نماز لاءِ هيتري ساري تڪليف بہ وٺن، پر نماز بہ سندن ڪانہ ٿئي، ڇو تہ نماز جا رڪن بجاءِ ڪونہ ٿا آڻن نہ پاڻ کي خبر پوين، نہ ٻي ڪنهن کان پڇن.

**14- نقل:** هيڪر پاڻ، مريد فقير وينل ديهہ بودلي جي دعوت تي جماعت سميت اسريا هئا، جو ڳوٺ درگاهہ مبارڪ کان ڪوهہ ڪن پنڌ ڏکڻ جي طرف آهي، جڏهن تہ درگاهہ مبارڪ تان دير سان چڙهيا هئا تنهن ڪري سانجهي نماز کي تمام دير ٿي وئي، غبار بہ ان ڏينهن گهڻو هو تنهن ڪري سمجهڻ ۾ ائين پيو اچي تہ گويا نماز جو وقت گذري ويو آهي پاڻ جماعت کي فرمايائون تہ نيت نماز جي هن ربت ڪيو تہ " هن وقت جي نماز ادا ٿا ڪيون" پوءِ اهڙي طرح چوڻ سان جيڪڏهن وقت موجود هوندو تہ وقتي ٿي ويندي ۽

جيڪڏهن وقت نہ هوندو تہ قضا جي لاءِ بہ اها نيت ڪافي آهي.

**15- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ لکي ٿو تہ سندن هميشہ عادت مبارڪ هوندي هئي تہ سواري هلندي جيڪڏهن نماز جو وقت ايندو هو تہ پاڻ گهوڙي تان هيٺ لهي مصلي تي قبلي ڪي سامهون ٿي ويهندا هئا ۽ بانگي کي حڪم ڪندا هئا تہ بانگ ڏئي، پوءِ خاص نماز لاءِ مصلي تان اٿي نماز ۾ مشغول ٿيندا هئا ۽ ائين ڪڏهن بہ ڪونہ ڪندا هئا جو گهوڙي تان لهي يڪدم نماز ڪٽي شروع ڪن ۽ ائين ڪرڻ سندن خاص بانگ ٻڌڻ ۽ ادا ۽ نماز جي ادب لاءِ هوندو هو ۽ سندن انهي روش ۾ ڪڏهن بہ فرق ڪونہ ٿيو.

**16- نقل:** خليفو اميد علي نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ فرمايائون تہ هن ڪان اڳ اسان جي روش هي هوندي هئي جو وتر تهجد جي نفلن سان گڏي پڙهندا هئاسون پر هينئر چاتو سون تہ پنهنجي بي بقا حياتي تي ايترو ڀروسو ڪرڻ نہ کپي، تنهن ڪري هاڻي سنت ادا ڪرڻ کانپوءِ وتر بہ ادا ڪري ڇڏيندا آهيون.

## دعائن گهرڻ بابت نقلن ۾

**17- نقل:** سيد حسن شاهہ ويٺل پرڳڻي ڪڏهري جو نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ لاڙ جو سفر ڪندي ڪهن ڏينهن، درياءَ ناري جي آس پاس ۾ لٿل هئا، مون سندن خدمت ۾ موڪل لاءِ عرض ڪيو ۽ هي بہ گذارش ڪيم تہ حضرتا! هي ضعيف ٻانهو جڏهن سائين جن ڪان موڪلائي ويندو آهي تڏهن پنهنجي طرف جا ماڻهو بيمار سيمار وغيره حاجتمند جا ڏهن تا ڏهن، مون وٽ دعا لاءِ ايندا آهن ۽ چوندا آهن تہ حسن شاهہ، حضرت مرشد ڪريم ڏانهن آيو آهي تنهن ڪري ان ڪان دعا گهرايون ۽ هن عاجز کي وري ايندو ڪجهہ بہ ڪونہ آهي، جيئن سائين جن ارشاد فرمائن تہ انهي طرح عمل ڪجي، پاڻ جواب ڏنائون تہ تون هن طرح دعا گهرندو ڪر تہ يا الله جل جلالہ هن شخص جو مطلب سندس نيت موجب ڪيس عطا ڪر تہ انشاء الله تعالىٰ سيڪو مطلب وارو پنهنجي مقصد کي پهچي ويندو، ميان حسن شاهہ ٿو چوي تہ انهي وقت ڪان وٺي منهنجي اها دعا ذٽي تعالىٰ جي درگاهہ ۾ مستجاب آهي.

**18- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ حضرت اميرالمؤمنين امير عثمان رضي الله تعالىٰ عنہ جن جو هميشہ قاعدو هوندو هو تہ سڀ کنهن دعا گهرڻ مهل قبر جي آساني جي مناجات ذٽي تعالىٰ جي درگاهہ ۾ ضرور ڪندا هئا، هڪڙي اصحابي سگوري ڪانئن پڇيو تہ انهيءَ دعا جي گهڻي گهرڻ جو سبب ڪهڙو آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ اها قيامت جي منزلن مان پهرين منزل آهي، پوءِ جي اها منزل آسانيءَ سان لنگهي وڃبي تہ ٻيون منزلون بہ سڀ آسان ٿي پونديون ۽ جيڪڏهن اتي تڪليف پيش آئي تہ ٻيون منزلون بہ سخت نظر اينديون.

**19- نقل:** خليفو محمود رحمة الله عليہ لکي ٿو تہ هيڪر حضرت مرشد ڪريم رضي الله تعاليٰ عنہ جي درگاهہ عرش اشتباهہ تي زيارت لاءِ حاضر ٿيس، انهي ڏينهن ۾ لاڙ منجهہ وبا جي ڪري اوچتي موت جو بلڪل زور هو، تنهن ڪري خدمت مبارڪ ۾ دعا گهرڻ واسطي عرض ڪيم تہ الله تعاليٰ انهيءَ موت کان سندن خادمن کي محفوظ رکي. پاڻ جواب ۾ فرمايائون تہ اي خليفا: موت کان امن ملڻ لاءِ ڪهڙي دعا ٿو گهرائين! ائين دعا ڪرڻ کپي تہ جيڪو هن فاني دنيا مان لڏي سوشل ايمان سلامتي سان وڃي.

**20- نقل:** ساڳو خليفوصاحب جامع ملفوظات رحمت الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر سندن حضور مبارڪ ۾ درگاهہ عالي جاه تي حاضر هوس، مون سان گڏ هڪڙو مجذوب شخص مولي نالي هندو سونارن جي قوم مان هيو، جو الله تعاليٰ جل شانہ کيس پنهنجي جذب محبت سان ڪاملن منجهان ڪيوهيو، پوءِ پاڻ انهيءَ مجذوب کي ياڪر پائي ڪنائنس دعا طلب ٿيا، ۽ هو مجذوب منهن ڦيرايو ٻي پاسي پيو ڪري، جي سائين جن سچي پاسي کان منهن ٻي ڪيو تہ هن کبي طرف ٻي ڏنو ۽ جيڪڏهن پاڻ کٻي پاسي کان ٿي کيائون تہ هن سڄي پاسي ٿي نهاريائين، پوءِ مان ان مجذوب کي ڪنڌ کان وٺي چيومانس تہ اي احمق، حضرت پير سائين جن (رضي الله تعاليٰ عنہ ) پاڻ توکان دعا ٿا گهرن، تون وري ٻي طرف ٿو نهارين؟ تڏهن ان مجذوب چيو تہ " ٻلا موچارو هوندين"

**21- نقل:** پاڻ هيڪر خواجہ سيد آدم بنوري قدس الله تعاليٰ سره الاقدس جو نقل ٿي فرمايائون، جو نقشبندي طريقي جو وڏو بزرگ ۽ انهي طريقي ۾ سندن مقتدا ٿي گذريو آهي تہ هيڪر دعا گهرڻ لاءِ الله تبارڪ وتعاليٰ جي درگاهہ مبارڪ ۾ هٿ ڪنياسون، ۾ هٿ کڻڻ شرط زبان تي خشوع ۽ خضوع کان اهڙو ماٺ ۽ چپ جو اثر پئجي ويو، جو ڪوبہ سوال زبان تي نہ پيو اچي سگهي، ڪيتري مدت انهي حال ۾ ماٺ ڪيو ويٺا هئاسون، تان تہ نيٺ الله تعاليٰ جل شانہ اهڙيون معنائون غيب مان عطا فرمايون جو نہ ڪنين ٻڌيون نہ اکين ڏٺيون نہ ڪڏهن فڪر ۽ وهم ۽ دل جي خيال کي سندن بوءِ پهتي هئي ۽ حديث قدسي ۾ وارد ٿيل آهي تہ من شغله ذڪري، عن مسئلتي اعطيته افضل ماعطيٰ السائلين يعني الله تبارڪ وتعاليٰ ٿو فرمائي تہ جنهن ٻانهي کي منهنجي ذڪر سوال ڪرڻ جي واندڪائي نہ ڏني تہ جيڪي سائلن کي ڏيان ٿو انهيءَ کان وڌيڪ کيس عطا ڪري ڇڏيندس.

**22- نقل:** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة والغفران نقل ڪري ٿو تہ جن ڏينهن ۾ حضرت پيرسائين مسند نشين قدس الله سره ۽ ٻين صاحبزادن کي پناڻن جي هٿان زخم پهتا هئا تڏهن پاڻ مسجد شريف ۾ ڪبڙ هيٺان ويٺا هئا ۽ بيان ٿي فرمايائون تہ هن کان اڳ اسين الله تعاليٰ جي درگاهہ مان اولاد جي هدايت لاءِ دعا گهرندا هئاسون، هينئر جو ڏٺو سون تہ هن معاملي ۾ جيتوڻيڪ صاحبزادن کي قوت ۽ طاقت

جا اسباب جيئن تہ قيمتي هٿيار ۽ ماڻهن جو هيترو سارو لشڪر، گهوڙا وغيره بہ موجود هئا ۽ پاڻ نسب جي شرافت ۾ يڪتا هجڻ کان علاوه مقابلو بہ هڪڙن نادان نالائق دشمن سان هو پر تہ بہ پاڻ زخمي ٿيا ۽ هن کي ڪوبہ ايذاءُ نہ پهچايائون، بلڪ مقابلي کان منهن موڙي صبر ۾ رهيا تڏهن اسان کي يقين ٿي ويو تہ الله تعاليٰ جل شانہ اسانجي دعا قبول فرمائي آهي.

**23- نقل:** پڌو فقير نظاماڻي رهندڙ ٽنڊي بهادر خان نظاماڻي جو نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ لاڙ جي سفر ۾ بهادر خان جي ٽنڊي منجهہ تشريف فرماٿيا، پوءِ مان حضرت پيرسائين جن رضي الله تعاليٰ عنہ کي گهر زيارت ڪرائڻ لاءِ ونيوٽي ويس، ان وقت سائين جن جي خدمت ۾ مان ڪمترين ڪانسواءِ ٻيو ڪوبہ فقير ڪونہ هو، وات تي سندن خدمت شريف ۾ عرض گذاريم تہ حضرتا! منهنجي حق ۾ دعا فرمايو تہ مون کي الله تعاليٰ حاصل ٿئي، الله تعاليٰ ڪانسواءِ ٻيو آءٌ ڪجهہ بہ نٿو گهران، پاڻ اتي جو اتي جتيءَ مان پير مبارڪ ڪڍي مٿس رکيائون ۽ ٻيهي دعا گهريائون پوءِ منهنجي پٺي تي مهرباني جا هٿ گهمائي فرمايائون تہ مرشد کان اهائي دعا گهرڻ کپي.

**24- نقل:** هيڪر پاڻ سڳورن رضي الله تعاليٰ عنہ نقل بيان فرمايو تہ هڪڙو چور ڪنهن شخص جو گهوڙو چورائون ڪاهيون پئي ويو، پنڌ ڪندي هڪڙي هنڌ صبح ٿي ويس، تڏهن اتي گهوڙو ٻڌي نماز صبح جي ادا ڪيائين ۽ پنهنجي هميشہ جي عادت موجب نماز ادا ڪري اشراق جي نفلن لاءِ اتي ئي ويهي رهيو، اجا هن اشراق جا نفل شروع ڪيا هئا تہ ايتري ۾ گهوڙي جا مالڪ بہ اتي اچي سهڙيا، گهوڙو ڏٺائون تہ ٻڌو بيٺو آهي، سڃاتائون، پر حيرت ۾ پئجي ويا جو گهوڙي جو رنگ اصلي مٽجي ٻيو ٿي ويو هو، جڏهن چور نماز کان واندو ٿيو تڏهن ڪنانس گهوڙي جو رنگ مٽجي وڃڻ بابت پڇا ڪيائون چور جواب ڏنو تہ منهنجي هميشہ عادت آهي تہ جتي صبح جي نماز پڙهندو آهيان، اتي اشراق جا بہ نفل پڙهي پوءِ اٿندو آهيان، تنهن ڪري نماز اشراق جي برڪت ڪري توهان جي گهوڙي جو رنگ مٽجي ويو آهي اهو ٻڌي گهوڙي جا مالڪ پنهنجو گهوڙو ڪاهيون ماڻ ڪيون هلياويا ۽ چوري جي ڏوهہ بابت ان کي ڪابہ تڪليف ۽ ڇڪتاڻ ڪانہ ڪيائون.

**25- نقل:** هيڪر پاڻ بيان ٿي فرمايائون تہ هڪڙا اٺ ڄڻا (شخص) زيارت حرمين شريفين جي لاءِ قافلي سان گڏ ٿي ويا، پوءِ واٽ تي اتفاقا قافلي کان جدا ٿي واٽ وڃائي ويٺا، ٽي ڏينهن ۽ ٽي راتيون برابر پنڌ ڪندي سج ۾ گذرين جنهن ۾ نہ ڪجهہ کاڌائون نہ ڪي پيتائون، اتي اڃ ۽ بک بہ ڏاڍو هلاڪ ڪين، ٽئين ڏينهن پنڌ ڪندي هڪڙي جبل جي وٽ سان اچي لانگهائو ٿيا، تہ اتي جبل جي دامن هيناں هڪڙو بزرگ شخص نظر آين، جو تازو وضو ڪيون ويٺو هو، ۽ پاڻي جا ٽيپا اجاتائين سندس ڏاڙهي مبارڪ مان پي ٽميا ۽ هٿ پير بہ آلاهيس، اها حالت ڏسي سندس خدمت ۾ عرض ڪيائون تہ حضرتا! اسين

مسافر ٿي ڏهاڙن کان بکيا. اجيا هن بر ۾ پلجي رلي مئا آهيون، توهان تازو وضو ساريو ويٺا آهيو، خدا واسطي اسان کي بہ پاڻي جو ڏس ڏيو ۽ طعام بابت بہ ٻڌايو تہ اوهان کي هت بر ۾ ڪٿان ملندو آهي؟ ان بزرگ جواب ڏنو تہ اسانکي ماني توڙي پاڻي ٻئي الله تعاليٰ وٽان ملندا آهن، هنن چيو تہ تو وٽ هينئر تہ پاڻي يا کاڌو ڪجھ بہ ڪونہ ٿا ڏسون، هينئر تنهنجي ڳالھ تي پڪ نٿا ڪريون تہ ايمان جو خير ڪونہ ٿيندو، پر پهريان اسان کي اچ کان ڇڏاءِ پوءِ ٻيون ڳالهيون؟ تڏهن ان بزرگ هٿ کڻي دعا گهري، اجا دعا مس پوري ٿي تہ هڪڙو ننڍڙو ڪڪر آسمان مان پيدا ٿيو ۽ اتي اهڙو مينهن وسايائين جو پاڻي کوڙ ٿي ويو، سڀني ماڻهن پي ڍؤ ڪيو، پوءِ ان بزرگ چيئن تہ ميان ! هي ڪڪر بہ توهان لاءِ آيو آهي، نہ تہ اسان کي الله تعاليٰ بنا ڪڪر جي پاڻي ۽ بنا سبب جي ماني پهچائيندو آهي، اي عزيز ! ڏس تہ جيڪو پاڻ کي فنا تو ڪري ڇڏي تہ اهو جيڪي بہ وڻيس ٿو سو ڪري سگهي ٿو. هڪڙي بزرگ چيو آهي تہ:

| | |
|---|---|
| **آسمان وزمين طفيل تواند** | **تو اميري وجمله خيل تواند** |
| **تو هماني کہ گربگويم باز** | **عالمت سجده آور بہ نياز** |

يعني هي آسمان ۽ زمين سڀ تنهنجي طفيل ۾ آهن، تون سردار جي مثل آهين ۽ هي مڙوئي تنهنجو لشڪر آهي، تون اهو آهين جو تنهنجي حقيقت بيان ڪجي تہ سمورو جهان هوند توکي نياز جو سجدو اچي ڪري.

**19- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ قرآن شريف جي ختم واري دعا ٻڌڻ واري کي بہ اهڙوئي ثواب حاصل ٿيندو جهڙو پڙهندڙ قرآن شريف جي کي، پوءِ ان تي حديث شريف مان مثال بيان فرمايائون تہ غازي في سبيل الله جنگ ڪري غنيمت جو مال آڻيندا آهن تہ پوءِ ان جي ورهائڻ مهل جيڪڏهن ڪو ٻيو شخص بہ اچي حاضر ٿيندو تہ ان کي بہ ان مال مان حصو ملندو آهي.

فھرست واري صفحي تي ھلو

# فصل ڇھون

## ماه رمضان شريف ۽ روزن بابت

**1- نقل:** حضرت مرشد ڪريم رضي الله تعاليٰ عنه جي روش مبارڪ ھوندي ھئي تہ جڏھن رجب مھينو گذرڻ تي ايندو ھو تڏھن پاڻ جماعت سان ماه شعبان جي چنڊ ڏسڻ جي ڪوشش فرمائيندا ھئا. ڇو تہ اھو مھينو رمضان شريف جي باغ پربھار ۽ چمن مشڪبار جي ڪلڻ لاءِ ڇڻ تہ دروازو يا مقدمو آھي، پوءِ جڏھن شعبان المعظم اچي پڇاڙي ڪندو ھو تڏھن پاڻ صبا جي ھير وانگر نھايت شوق سان ھلال رمضان شريف جي مڪڙي ٽڙڻ لاءِ انتظار ڪندا ھئا ۽ سندس ڏسڻ لاءِ ڪوشش ڪندا ھئا. جڏھن مھوشن جي ابروي خمدار مثال رمضان شريف جو ھلال آسمان جي چھري تي چمڪڻ لڳندو ھو تڏھن پاڻ بہ چوڏھين جي چنڊ وانگر خوشيءَ مان ڪلنڌڙ ۽ گل گلاب وانگر شگفتہ روءِ ۽ فرحتناڪ ٿيندا ھئا ۽ مسجد شريف جي ڇت ڪي قنديلن، فانوس ۽ بتين جي روشنائي سان منور ۽ مزين ڪري آسمان ڪي ريس ڏياري ڇڏيندا ھئا، ۽ طالبن جي دلين وارن ڏيئن ڪي فيوضات رباني واري سج مان نور عليٰ نور فرمائيندا ھئا ۽ سندن دل جي عقدن ۽ مشڪلن واري مڪڙي ڪي توجھات باطني جي ھنياءَ ٺاربندڙ ھير گھلائڻ سان گل گلاب جي مثال شاداب ۽ شگفتہ ڪري ڇڏيندا ھئا ۽ رات ڏينھن سالڪن جي ذڪرن ۽ فڪرن وارن گلن مان گلدستن ٺاھڻ سان آسمان جي باغ ڪي بہ باوجود نازبوين تقديس تحميد جي سندس خوشبوءِ دل ڪسيندڙ ڪان شوق ۽ ريس جو ڪندو دل ۾ ڇپائي ڇڏيندا ھئا، انھيءَ روح پرور ۽ روح جي مغز ڪي معنبر ۽ معطر ڪندڙ زماني ۾ جيڪي طالبن مشتاقن جي سينن واري باغ مان ذوق شوق جون مڪڙيون ٽڙنديون ھيون، تن سان جھان جي ميدان ۾ ڄڻ ھڪ تازو ۽ نئون بھارستان کلي ويندو ھو ۽ سڪايلن جون اکيون رمضان المبارڪ جي سڀ ڪنھن رات ڪي ليلة القدر سمجھي نرگس وانگر سڄي رات ٽڙيل ۽ بيدار رھنديون ھيون.

**2- نقل:** ھيڪر حضرت مرشد ڪريم رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو تہ جيڪي ماڻھو پورھيت ڪم ڪار وارا آھن تن ڪي کپي تہ جيڪي يارھن مھينن ۾ ڪم ڪار ۽ پورھيو ڪن سو ماه رمضان مبارڪ ۾ فرحت سان ويھي کائن ۽ ڏنڌي جو حرص نہ ڪن، ڇو تہ جيڪو شخص رمضان شريف فرحت ۽ آرام سان گذاريندو تہ اُن تي بيا يارھن مھينا بہ آرام ۽ جمعيت سان گذرندا.

**3- نقل:** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة والغفران نقل ڪري ٿو تہ ھيڪر پاڻ

رمضان شريف جي مهيني ۾ سفر منجهہ هئا ۽ ڪين توڙي سندن سموري جماعت ڪي روزو هو. پوءِ ڪنهن شخص سوال ڪيو تہ حضرتا! الله تبارڪ وتعاليٰ رمضان شريف جا روزا سفر ۾ معاف فرمايا آهن، پوءِ اوهان پاڻ تي ۽ پنهنجي جماعت تي هيتري تڪليف ڇوتا پسند ڪيو؟ پاڻ جواب ۾ فرمايائون تہ بيشڪ الله تعاليٰ جل شانہ سفر ۾ ادا ڪرڻ کان مهلت ڏني آهي يعني قضا ڪرڻ سان بہ ادا ٿي وڃن ٿا، پر ماہ رمضان شريف جو شرف ۽ پلاٽي روزي سان آهي، متان ٻي پيري رمضان شريف نصيب نہ ٿي سگهي، تنهن ڪري روزو نہ ٿا ڇڏيون ۽ ٻيو تہ الله تعاليٰ جل شانہ قرآن شريف ۾ فرمايو آهي تہ:

**وان تصوموا خيرلكم**

يعني سفر ۾ مهلت هوندي جيڪڏهن روزو رکندؤ تہ توهان لاءِ بهتر آهي، ۽ اسان کي الله تعاليٰ سفر ۾ روزي رکڻ جي توفيق عطا فرمائي آهي.

**4- نقل:** ناقل فيروز فقير نظاماڻي، تہ حضرت مرشد ڪريم رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو تہ حضرت غوث الثقلين ڪريم الطرفين حضرت پير دستگير رضي الله تعاليٰ عنہ شب قدر رات مقررائي بابت فرمايو آهي تہ جيڪڏهن رمضان شريف جو چنڊ جمعہ رات ڏيڪارجي تہ پوءِ شب قدر اٺيهين تاريخ جمعہ رات هوندي ۽ جيڪڏهن ڇنڇر رات چنڊ ٻيهي تہ پوءِ ايڪوهين تاريخ جمعہ جي رات شب قدر ٿيندي ۽ جيڪڏهن آچر رات چنڊ ڏيڪارجي تہ ستاويهين تاريخ جمع رات شب قدر آهي ۽ جيڪڏهن سومر رات چنڊ ڏيڪارجي تہ اٺويهين تاريخ جمعہ رات شب قدر حاصل ٿيندي ۽ جيڪڏهن اڱاري جي رات چنڊ ڏٺو تہ پنجويهين تاريخ جمعہ رات شب قدر ڳولجي ۽ جيڪڏهن اربع رات چنڊ ڏيڪارجي تہ سترهين تاريخ جمع رات شب قدر هٿيڪي هوندي ۽ جيڪڏهن خميس رات چنڊ ٻيٺو تہ پوءِ ٽيويهين تاريخ جمعہ رات شب قدر حاصل ٿي سگهندي، انشاءَ الله تعاليٰ.

**5- نقل:** سندن عادت مبارڪ هوندي هئي تہ جيڪي فقير ڍاڪي ۾ وهندا هئا ۽ پوءِ جڏهن عيد جو چنڊ ڏيڪاربو هو تڏهن ڍاڪي مان نڪري رات وري ڍاڪي واري جاءِ ۾ وڃي رهنداهئا، پوءِ پاڻ انهن فقيرن مان هرهڪ کان سندن جاءِ تي وڃي دعا طلب ڪندا هئا، بلڪ ڪن فقيرن کي پيرن تي هٿ رکي دعا گهرائيندا هئا ۽ حديث شريف کان نقل فرمائيندا هئا تہ حضرت سرور ڪائنات نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن حضرت بلال رضي الله تعاليٰ عنہ کان ۽ هڪ پوڙهي عورت کان بہ دعا طلب فرمائي اٿن. حالانڪ الله تعاليٰ سندن شان ۾ فرمائي ٿو تہ: **لولاڪ لما خلقت الافلاڪ**" يعني حبيب ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم توکي نہ خلقيان ها تہ هوند هي آسمان بہ ڪونہ پيدا ڪيان ها. سچ

آهي (مصطفيٰ جويد زمسڪينان دعا).

**6- نقل:** هڪ ڀيري مهيني رمضان شريف ۾ درگاهہ عرش اشتباهہ واري مسجد مقدس ۾ فقير ڏهاڪي ۾ ويٺل هئا، ۽ اتي هڪ ٻي ڏي پاڻ ۾ ايندا ويندا هئا، پاڻ اڳين نماز ادا ڪرڻ مهل ڪين فرمايائون اي يارو !ڏهاڪو هن لاءِ هوندو آهي تہ دل جي جمعيت ۽ خلوت حاصل ٿئي، پوءِ جيڪڏهن هتي هيڪلائي ۾ بہ جمعيت ۽ دل جو آرام حاصل نہ ٿيو تہ پوءِ مرڻ ڪان بعد قبر ۾ ڪيئن جمعيت حاصل ٿيندي.

**7- نقل:** ناقل خليفو محمود رحمة الله عليہ تہ هيڪر رمضان شريف جي مهيني ۾ درگاهہ مبارڪ تي سندن خدمت ۾ حاضر هوس. پاڻ خير سان اعتڪاف ۾ ويٺا هئا. پوءِ جڏهن اوڻتيهين تاريخ تي تڏهن سج لهڻ ڪان اڳيرو فقيرن کي حڪم فرمايائون تہ اڄ عيد جي چنڊ ڏسڻ جو ڪوشش ڪيائون پر چنڊ نظر ڪونہ موجب تمام گهڻو ڳوليائون ۽ ڏسڻ جو ڪوشش ڪيائون پر چنڊ نظر ڪونہ آيو، پاڻ تہ بہ وري فرمايائون تہ اڄ چنڊ رات آهي پر اوهان کي ڏسڻ ۾ نہ ٿواچي سانجهي جي نماز ادا ڪرڻ ڪانپوءِ هڪڙو فقير مسجد شريف ڪان ٻاهر ٻي ويو تہ اوچتو سندس نظر چنڊ تي پئجي وئي جو تمام سنهڙو ۽ لهڻ کي ويجهو هو، ڊوڙندو اچي سائين جن کي خبر ڪيائين، پوءِ پاڻ جماعت سميت مسجد شريف مان نڪري اچي چنڊ ڏٺائون.

**8- نقل:** جامع ، ملفوظات شريف رحمة الله تعاليٰ عليہ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ رمضان مبارڪ مهيني ۾ ٽيپهري وقت ڏهاڪي واري جاءِ جي دروازي ڪان ويٺا هئا ۽ هي عاجز بہ سندن حضور پرنور ۾ حاضر ويٺل هو ۽ پنهنجي طلب جي قصور ڪان وڃي رنم ۽ ڳوڙها ڳاڙيم، پاڻ تہ دلين جي رازن جا واقف هئا منهنجي دل جو خطرو سهي ڪري فرمايائون تہ جهڙي طرح اسان تي پانيو، ائين نہ ٿيو، مون عرض ڪيو تہ حضرتا! اوهين تہ ڪريم آهيو پر هي مڙئي منهنجي بي نصيبي آهي، پاڻ فرمايائون تہ اي خليفا! دعا ڪر تہ اسان جي پٺن مان بہ ڪو اوهان جهڙو ٿئي.

**9- نقل:** هيڪر پاڻ درگاهہ جي مسجد شريف ۾ رمضان مبارڪ مهيني منجهہ اعتڪاف ۾ ويٺل هئا، پاڻ موليڏني فقير کي دروازي تي وهاري ڇڏيو هئائون پوءِ جيڪوبہ شخص آيو ٿي سو مٿئين فقير ڪان موڪلائي پوءِ حضور شريف ۾ حاضر پئي ٿيو، هڪڙي ڏينهن بہ ٽي ماڻهو درگاهہ مبارڪ جي آس پاس جا ويٺل زيارت واسطي آيا ۽ فقير موليڏني ڪان موڪلائي حضور ۾ مشرف ٿيا، پوءِ پاڻ موليڏني فقير کي فرمايائون تہ اسان توکي موڪل ڏيڻ لاءِ ڪونہ وهاريو

آهي، بلڪ ماڻهن جي اچڻ کان حفاظت ڪرڻ لاءِ وهاريو اٿئون. پوءِ انهيءَ ڏينهن خليفو محمود رحمة الله عليہ لکي ٿو تہ آءُ بہ سندن خدمت بابرڪت ۾ حاضر ٿيڻ لاءِ وڃي موليڏني فقير کي اجازت واسطي چيم. هن فقير مٿين ڳالهہ ٻڌائي مون کي موٽائي ڇڏيو ۽ چيائين تہ سندن حڪم آهي تہ ڪنهن کي بہ موڪل نہ ڏج. مان موٽي اچي پنهنجي جاءِ تي ويٺس، پوءِ ٽيپهري مهل اعتڪاف واري جاءِ جي پاسي کان وڃي منتظر ٿي بيٺس. تڏهن پاڻ منهنجي خبر لهي زبان مبارڪ سان فرمايائون تہ خليفا ڏهاڙي ٽي چار پيرا اسان وٽ ايندو آهين. اڄ ڇو مقرر عادت ۾ هيتري دير ڪئي اٿئي، مون موليڏني فقير واري ڳالهہ سندن خدمت ۾ عرض گذاري، تڏهن پاڻ موليڏني کي چيائون تہ اسان توکي خيال پرستن جي جهلڻ لاءِ وهاريو آهي، نہ طالبن جي جهلڻ لاءِ.

**10- نقل:** هيڪر پاڻ ماہ رمضان ۾ ڏهاڪي منجهہ ويٺل هئا ۽ خليفو محمود رحمة الله عليہ لکي ٿو تہ آءُ بہ ڏهاڪي ۾ ويٺل هوس ۽ سندن حڪم موجب وقت بوقت سندن خدمت شريف ۾ پيو ايندو ويندو هوس، پوءِ هڪڙي وقت سانجهي نماز کانپوءِ سندن خدمت اقدس ۾ حاضر هوس تہ ايتري ۾ سندن طعام آندائون مان اٿي هلڻ لڳس تہ پاڻ فرمايائون تہ: ويهہ ۽ اسان سان گڏجي ويهي ماني کاءُ مون عرض ڪيو تہ حضرتا! انهيءَ ڳالهہ ڪري اعتڪاف ۾ ٻيهر اچڻ کان تڪليف لڳندي تڏهن پاڻ مرڪي فرمايائون تہ اچڻ ۾ ڪوبہ قصور ۽ بهانو نہ ڪرڻ کپي، ٻئي پيري اوهان کي طعام کائڻ جي تڪليف نہ ڏينداسون هينئر ويهي کاءُ. پوءِ سندن فرمودي موجب ويهي کاڌم، سندن آيل طعام جوئر جا ڪوهر ۽ ٻہ مانيون سنهيون جوئر جون ۽ دال جو ٻوڙ، ٿوري لسي بہ هئي، پاڻ ٿورڙيان ڪجهہ ڪوهر کاڌائون ۽ پوءِ ٻي طعام مان بہ ٿورو کاڌائون.

**11- نقل:** ناقل خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة تہ هڪڙو فقير حضرت مرشد ڪريمن جي مريدن مان کهڙن جي ڳوٺ کان اچي لنگهيو، جنهن ۾ قاضي محمد عاقل رهندوهو. قاضي صاحب کي تن ڏينهن ۾ حضرت پير سائين جن رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ سندن فقيرن جي جماعت جي طرفان ڪجهہ دل ۾ بغض ۽ ڪدورت هوندي هئي، اتفاقا ان فقير کي قاضي صاحب جا ڪي شاگرد مليا ۽ پڇيائونس تہ ڪلمو ڪنهن تي پڙهندو آهين؟ فقير چيو تہ پنهنجي پير تي پڙهندو آهيان. طالب علمن چيس تہ ڪلمو پڙهہ. فقير جيئن ڪلمو شريف آهي تيئن پڙهي ويو، خطايين اها ڳالهہ وڃي مخدوم جي ڪنين وڌي، تنهن تي مخدوم، فقير کي پاڻ وٽ گهرائي چيائينس تہ ڪلمو ڪيئن ٿو پڙهين؟ فقير جواب ڏنو تہ لااله الاالله

محمد رسول الله صلي الله عليہ وسلم. مخدوم پوري طرح ۽ صحيح ڪلمو شريف پڙهيل ٻڌو تہ بہ پنهنجي اندر جي بغض ڪان ان فقير ڪي تعزيز ڏياربائين ۽ گڏهہ تي چاڙهي شهر ۾ ڦيرايائين، حالانڪ رمضان شريف جو مهينو هو ۽ ان فقير ڪي روزو بہ هو، پوءِ جڏهن فقير ڪي ڇڏيائون تڏهن درگاهہ مبارڪ تي اچي حاضر ٿيو ۽ سموري ڳالهہ اچي خدمت اقدس ۾ عرض رکيائين، حضرت صاحبزادي مسند نشين رضي الله تعاليٰ عنہ ڪي ان ڳالهہ جي ٻڌڻ سان ڏاڍي ڪاوڙ آئي ۽ فقير ڪان پڇيائين تہ تون ڪلمو ڪيئن پڙهيو هو فقير عرض ڪيو تہ سائين جيئن ڪلمو شريف آهي تيئن پڙهيو هو. رڳو اندر جي ڪارائي ڪان ناحق مونکي تعزيز ڏنو اٿن، انهيءَ ڪري ڪين انهيءَ معاملي بابت بدلي وٺڻ جو محڪم خيال ٿي بيٺو ۽ فرمايائون تہ حضرت مرشد ڪريم جن تہ رضا ۽ تسليم جا صاحب آهن مگر اسين ملن ڪي فقيرن جو بدلو هرگز ڪونہ ڇڏيندا سون، اهو ٻڌي پاڻ فرمايائون تہ اي بابا! هينئر رمضان شريف جو مهينو آهي، فقير خدا جا طالب گهڻي هنڌن ڪان اچي گڏ ٿيا آهن، جيڪڏهن هتان درگاهہ ڪان ٻاهر هلندا سون تہ طالبن جو ذوق قبض سان منجي ويندو، تنهن ڪري هن وقت انهيءَ ڳالهہ ڪي اتي موقوف ۽ بند رکڻ گهرجي، باقي رمضان شريف گذرڻ ڪانپوءِ ڪين انهيءَ بابت پوري طرح سزا ڏني ويندي، هن وقت رمضان شريف جو ذوق اسان ڪان ضايع نہ ڪرايو. پوءِ جڏهن رمضان شريف گذري رهيو تڏهن پاڻ وري ان بابت ڪابہ يادگيري ڪانہ فرمايائون بلڪ سندن مطلب ان وقت رڳو ڳالهہ جو ٿاري ڇڏڻ ۽ جهيڙي ۽ شدت جو وڃائڻ هو ۽ بس.

فهرست واري صفحي تي هلو

## باب ٻيون

# هن باب ۾ پنج فصل آهن

## فصل پهريون

## حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جي متابعت بابت

**1- نقل:** هڪڙي وقت پاڻ فرمايائون ته الله تعاليٰ جل شانه پنهنجي فضل سان اسانکي توفيق ڏني آهي، جو جيڪر سموري جماعت کي ٻوڙ پلاءِ ڪري عمدي ماني پيا کارايون پر انهيءَ ڪري الله تعاليٰ عزاسمه جي سچن طالبن ۽ پيٽ پالڻ وارن ماڻهن جو فرق ظاهر نه ٿي سگهندو. تنهن ڪري فقرفاقن تي قناعت ڪئي وئي جو ته حديث شريف ۾ وارد ٿيل ته الجوع طعام الله يعني بک الله تعاليٰ جو طعام آهي، ۽ ٻيو ته فاقن ڪڍڻ ۾ حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جي متابعت به آهي تنهن ڪري بک کي بهتر ڄاتو ويو.

اي عزيز! هيءَ حديث به ان تي شاهد آهي ته الفقر فخري والفقر مني يعني فقيري منهنجو فخر آهي ۽ فقيري مون کان آهي، يعني منهنجي متابعت آهي

**2- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون پئي ته هڪڙو بزرگ نقشبندين بزرگن قدس الله اسرارهم مان هو(جنهن جو نالو پاڻ ورتو هئائون مگر جامع ڪتاب کي ياد نه رهيو آهي) جنهن جي عادت مبارڪ هوندي هئي ته سمهڻ وقت سنت جي متابعت لاءِ هميشه ڪعبت الله شريف ڏي منهن ڪري سمهندو هو، تنهن کي هڪ رات سمهڻ ۾ ڪعبت الله شريف ڏي منهن ڪري سمهڻ وسري ويو. ۾ جڏهن ياد آيس تڏهن يڪدم اٿي ويٺو ۽ مسنون طريقي سان وري ڪعبت الله شريف ڏي منهن ڪري سمهي پيو. انهي حالت ۾ کيس الله تعاليٰ جل شانه جي طرفان الهام ٿيو ته سنت جي بجا آوريءَ ڪري توکي ۽ تنهنجن مريدن کي ۽ تنهنجي مريدن جي مريدن کي به قيامت جي ڏينهن تائين بخشي ڇڏيم.

**3- نقل:** سيد مرتضيٰ شاهه رهنڊ ڪڇ ديهه پانڌهه جو، جو اها بندر لکپت جي ديهن مان هڪ ديهه آهي نقل ڪري ٿو ته، هيڪر پاڻ فقيرن جي جماعت سميت مسجد شريف جي پترن لاءِ ڪانا وڍڻ درياءَ جي پڪ تي هليا، آءُ به سندن خدمت شريف ۾ حاضر هوس، وات تي پاڻ منهنجو هٿ پنهنجي هٿ ۾ جهلي فرمايائون حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جن اصحابن سڳورن سان هٿ هٿ ۾ ڏئي پنڌ ڪرڻ فرمائيندا هئا، اڄ اسين به سندن متابعت ڪيون ٿا، ائين فرمائي منهنجي هٿ ۾ هٿ ڏئي اڌ ڪوهه کن پنڌ ڪندا هليا.

**4- نقل:** ناقل خليفو لقمان رحمة الله عليہ ته : خليفو غازي خان وينل ڳوٺ نري پرڳڻي روپاهه جو ڳالهه پيو ڪري ته هيڪر سفر ۾ آءُ ۽ حاجي جعفر هڪ

ٻئي جي ڪنڌ ۾ هٿ وجهيو سندن سواري جي گهوڙي اڳيان تڪا تڪا پئي ويا سون، وات تي پاڻ گهوڙو تڪو ڪري اچي پهتا ۽ فرمايائون ته اهڙي طرح ڳچيءَ ۾ ٻانهون وجهي هلڻ به حضرت ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي سنت جي متابعت آهي. اسان کي پڻ اوهان متابعت جي ريس ڏياري ڇڏي، پوءِ غازي خان ٿو چوي ته مون کي فرمايائون ته اي غازي خان ! تون اچي اسان جي گهوڙي تي چڙهه ته اسين ۽ حاجي جعفر هڪ ٻئي جي ڪنڌ ۾ ٻانهون وجهي پيادا هلندا سون ۽ سنت نبوي عليٰ صاحبها الصلوات والسلام جي متابعت ڪنداسون. پر آءُ ادب ڪري نه ٻيٺس تڏهن فرمايائون ته اتي ٻيهه نه ته جهڙي سزا جو لائق آهين انهيءَ سان ٻيهاريو ويندين ۽ پوءِ پاڻ گهوڙي تان لهي پيا ۽ مون کي فرمايائون ته گهوڙي تي چڙهه، آءُ سندن حڪم موجب گهوڙي تي چڙهيس. پاڻ حاجي جعفر خان سان گڏ هڪ ٻئي جي ڪنڌ ۽ ڪلهن تي ٻانهون رکي تڪا تڪا روانا ٿي ويا.

**5- نقل:** خليفو محمود رحمة الله عليه لکي ٿو ته هيڪر مون سندن خدمت ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! مان ڪنهن ڪتاب ۾ ڏٺو آهي ته حضرت غوث الثقلين رضي الله تعاليٰ عنه جي طعام تيارڪرڻ لاءِ رڳو ستن دڪن تي پنجيتاليهه رپيه خرچ اچي ويندا هئا، اهڙو لطيف طعام استعمال فرمائيندا هئا، ۽ سندن فرمودو هو ته طعام لطيف جي ڪائڻ سان تمام لطيف ۽ باريڪ ڳالهيون ۽ اسرار اسان تي ظاهر ٿا ٿين، جيڪڏهن سائين جن به لطيف ۽ عمدو کاڌو تيار ڪرائن ته ڏاڍو چڱو، پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته سندن فرمودو سچ ۽ برحق آهي، پر متابعت سنت جي سادي خوراڪ ۾ آهي جا سيني ڳالهين کان وڌيڪ لطيف ۽ اعليٰ آهي، تنهن ڪري اسان کي سادگي تمام دل پسند آهي.

**6- نقل:** ناقل خليفو اميد علي ته هيڪر پاڻ لاڙ جي سفر ۾ رستي سان پئي آيا، اڳ ۾ سندن سواريءَ جو گهوڙو هو ۽ سندن ڪڍ خان محمد فقير ٽالپر جو گهوڙو، تنهن ڪانپوءِ منهنجو، اتفاقا وات تي هڪڙو وڻ سامهون آيو، پاڻ ان وڻ جو اولهندو پاسو ورتائون ۽ فقير خان محمد ايرندي طرف کان آيو ۽ مان سندن پوئتان پئي آيس، ته پاڻ تڪڙو گهوڙو ڪاهي فقير خان محمد کي ويجها ٿي فرمايائون اسلام عليڪم تڏهن منهنجي دل ۾ خيال آيو ته جيڪر آئون به وڻ جي هن پاسي کان اچان ها ته هوند مون کي به اسلام عليڪم چون ها. منهنجي انهيءَ واهمي اچڻ شرط فرمايائون ته خليفا توتي به السلام عليڪم آهي ۽ هي رڳو حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم ۽ اصحابن سڳورن جي متابعت لاءِ ڪيوسون جو جيڪڏهن وات هلندي ڪنهن وڻ يا ٻي شيءِ جي اوٽ

ٿيندي هئي ته اوڻ لهڻ شرط هڪ ٻئي کي سلام ڏيندا هئا، انهيءَ سنت جي بجا آوري لاءِ ميان خان محمد کي السلام عليڪم چيوسون.

**7- نقل:** ناقل سيد مرتضيٰ شاهه رهنڊڙ ديهه پانڌهه جو ته هيڪر پاڻ اسانجي ڳوٺ تشريف فرماٿيا، پوءِ منهنجي چاچي ميان عبدالجليل شاهه جو لواري وارن بزرگن يعني مخدوم محمد زمان قدس الله سره الاقدس جو مريد هو، خدمت سڳوريءَ ۾ عرض گذاريائين ته حضرتا، سائين جن جي جماعت جا ماڻهو مٿيءَوار ڪونه ٿا ڪوڙائين تنهنجو ڇا سبب آهي؟ پاڻ فرمايائون ته هڪڙو مسخرو شخص فرعون وٽ رهندو هو سو پاڻ کي حضرت موسيٰ عليٰ نبينا وعليه السلام جهڙو شباهت ۾ ڪري مٿي ٽوڪون ڪندو هو، جيئن حضرت موسيٰ عليٰ نبيناوعليه السلام جن لٺ هٿ مبارڪ ۾ ڪندا هئا، يا لباس پهربنداهئا، يا ويهندا هلندا هئا يا ڳالهائيندا هئا، هوبهو اهڙي طرح لٺ هٿ ۾ ڪري لباس پهري ويهندو، هلندو، ڳالهائيندو ۽ مٿي ٺٺوليون ڪندو هو پوءِ جڏهن فرعون غضب الاهي ۾ گرفتارٿيو ۽ پنهنجن تابعن سميت نيل درياءَ ۾ غرق ڪيو ويو تڏهن ڏٺائون ته مسخرو ٻڏڻ کان بچي ويو آهي ۽ صحيح سلامت ڪناري تي موجود ويٺو هو، تڏهن حضرت موسيٰ عليٰ نبينا وعليه السلام الله تعاليٰ جي درگاهه ۾ عرض ڪيو ته يا الاهي، جيڪي ايذاءَ ۽ تڪليف مون کي هن مسخري کان پهتي آهي ايتري فرعون کان به ڪانه پهتي اٿم، تڏهن به هي ٻڏڻ کان سلامت بچيل آهي تنهن جو ڇاسبب؟ مٿان امر ٿيو ته اي موسيٰ هي شخص توڙي مسخرو ۽ خراب شخص آهي، پر تو سان مشابهت ڪندو هو ۽ تون اسان جو دوست آهين پوءِ ان کي آءُ ڪيئن ٻوڙيان جو منهنجي دوست جي شڪل جهڙي شڪل ڪندو هو. اهو نقل ڪري پاڻ شاهه صاحب کي فرمايائون ته جڏهن اهڙو موذي مسخرو به رڳو حضرت موسيٰ عليه السلام جي ظاهري متابعت ڪري ٻڏڻ کان ڇٽي ويو تڏهن حضرت سيد المرسلين محبوب رب العالمين محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وآله وسلم جي متابعت ڪندڙن کي ڪهڙو نه ذوق شوق سان انعام اڪرام عطا فرمايو ويندو.!

**8- نقل:** خليفو محمود رحمت الله عليه نقل ڪري ٿو ته هيڪر آءُ درگاهه مبارڪ تي حاضر ٿيڻ لاءِ ڳوٺان روانو ٿيس ۽ مون سان عنايت فقير ذات جو اديجو ويٺل ڳوٺ علي پور ڪناري گوني واهه جو به رفيق هو، سندس مٿي تي مهري دارد ستار جيئن عام جاهلن ماڻهن جي رسم هوندي آهي ٻڌل هئي، مون واٽ تي گهڻو ئي ڪيس سمجهايو ته اهڙي طرح دستار ٻڌڻ اسان جي مرشد معظم جو طريقو نه آهي، دستار سنت طريقي سان ٺاهي ٻڌ. پر مون کي جواب ڏنائين

ته مان ضعيف انهيءَ دستار جي لائق نه آهيان، پوءِ جڏهن سائين جن جي حضور انور ۾ اچي حاضر ٿياسون تڏهن آءٌ ته وڃي قدمبوسي کان مشرف ٿيس باقي عنايت فقير روبرو ڪونه آيو، اهو فقير هو به سندن خاص مريدن مان مگر سندس عادت هوندي هئي ته پري کان ويهي زيارت فيض بشارت ڪندو هو، باقي روبرو حضرت پيرسائين جن جي هٿ ۾ هٿ ڪونه ڏيندو هو، هڪڙي وقت مسجد شريف ۾ اچي عنايت فقير جي پر ۾ ويٺا جو سندن اچڻ جي ڪنهن کي به خبر ڪانه پئي، پاڻ اتي ويٺي فرمايائونس ته عنايت فقير جاهلن وانگر ڇو دستار ٻڌي اٿئي؟ شايد اسان جي لباس کان توکي لڄ ٿي اچي يا عيب ٿو سمجهين؟ هن فقير تمام نياز ۽ عاجزيءَ سان عرض ڪيو ته حضرتا آءٌ ان جي لائق نه آهيان پاڻ فرمايائونس ته نه توکي عار ٿو ٿئي، هن ويچاري عرض ڪيو ته سائين مان لائق نه آهيان، پوءِ جڏهن ٽئين ڀيري به پاڻ ساڳيو لفظ فرمايائونس تڏهن انهيءَ وقت پٽڪو مٿي تان لاهي سنت موجب دستار ٺاهي ٻڌائين.

**9- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون ته اهل ظاهر جا عالم چوندا آهن ته تسبيح سڄي هٿ ۾ ڪرڻ کپي ۽ لٺ کٻي هٿ ۾، هي عجب جهڙي ڳالهه آهي ته تسبيح جا بدعت آهي تنهن لاءِ سڄي هٿ ۾ ڪرڻ پيا ٻڌائين ۽ لٺ کڻڻ جا سنت آهي تنهن لاءِ وري کٻو هٿ ٿا مقرر ڪن، پر اسين ٿا چئون ته ان جي ابتڙ هلڻ لازم آهي. جيئن ته لٺ سڄي هٿ ۾ ڪرڻ کپي ۽ تسبيح کٻي ۾.

**10- نقل:** هيڪر سندن درگاهه مبارڪ تي رهندڙن مان هڪ ڪوري شخص نماز تي دير ڪري آيو جو نماز تي جماعت سان نه پهتو هو، تنهن تي پاڻ ڏاڍا مٿس ڪاوڙيا، ۽ رنجش سان ٿي ٻيرا ڪيس فرمايائون ته اسين تنهنجو گهر وڃي ٿا ساڙيون نه ته توبه ڪر، ته وري نماز جماعت سان گڏجي پڙهڻ ۾ قصور نه ڪندين. خليفو محمود رحمة الله عليه ٿو چوي ته مان سندن ڪاوڙ مان عبرت پذير ٿيس ته ڪيترو نه جلال سندن ذات مبارڪ تي اچي ويو آهي جو ڪوريءَ کي فرمائين ٿا ته وڃي ٿا تنهن جو گهر ساڙيون. پوءِ ڪيتري وقت کان بعد هڪڙي حديث شريف ۾ ڏٺم ته هيڪر حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم به اهڙي طرح هڪڙي اصحاب سڳوري کي اهيئي لفظ فرمايا هئا ته وڃي ٿا تنهنجو گهر ساڙيون. جو انهيءَ اصحاب سڳوري به نماز تي اچڻ ۾ دير ڪئي هئي:

جان جسم مصطفيٰ بود آن امام زان سبب يک قول فعل آمد تمام
هرکہ خواهد سير تش را آگهي گوشمائل رابخوان در صبح شام

يعني حضرت مرشد معظم پيشوائي هدايت جو جسم توڙي جان ساڳو حضور صلي الله

عليه وآله وسلم جو جان ۽ جسم مبارڪ هو. انهيءَ ڪري سندن قول ۽ فعل حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي قول، فعل سان هڪ هو، جيڪو سندن هلت چلت کان واقف ٿيڻ گهري ته ان کي شمائل نبوي سانجهي صبح مطالع ڪرڻ کپي. ڇو ته ساڳئي سندن اخلاق هئا جي شمائل ۾ حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جا اخلاق ڄاڻايل آهن.

**11- نقل:** پاڻ فرمائيندا هئا ته حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي روش مبارڪ هوندي هئي ته جيڪڏهن ڪو شخص ڪنان ڪنهن به ڳالهه بابت سوال پڇندو هو ته گهڙي ڪن فڪر ۽ ويچار فرمائي پوءِ سندس سوال جو جواب ڏيندا هئا ۽ جواب ڏيڻ ۾ تڪڙ هرگز نه فرمائيندا هئا ۽ پيرسائين رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو ته ماڻهو کي ڪنهن به ڪم ۾ تڪڙ هرگز نه ڪرڻ کپي ۽ ڪنهن به پڇا ۾ تڪڙو جواب نه ڏجي ڇو ته تڪڙ شيطان جو ڪم آهي جيئن ته حديث شريف ۾ وارد ٿيل آهي ته:

**اتاءني من الرحمٰن والتعجيل من الشيطان**

يعني آهستگي الله تعاليٰ جي طرفان آهي ۽ تڪڙ شيطان جي طرفان.

**12-نقل:** خليفو اميد علي نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ مسجد شريف مان ٻاهر نڪتا ٿي، پوءِ ڀهريان دروازي کان سڄو پير ٻاهر ڪڍي وري اندر ڪٽي رکيائون، ان کان بعد ڀهريان کٻو پير دروازي کان ٻاهر رکيائون پوءِ سڄو پير ڪڍيائون، ڇو ته متابعت سنت حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن جي انهيءَ ۾ آهي ته داخل ٿيڻ مهل اول سڄو پير اندر رکجي ۽ نڪرڻ وبل اڳ ۾ کٻو پير ٻاهر ڪڍجي پوءِ سڄو.

**13- نقل:** هيڪر پاڻ لاڙ جي سفر ۾ تلهار کان سوار ٿيا ڪنهن ٻي فقير جي دعوت تي ٻي اسريا، سواري ويل مڪٽي جوئر جا ڦلا جماعت واسطي خريد ڪرايا هئائون ۽ ميان غازي خان ٽالپر کي ورهائي ڏيڻ لاءِ ڏنائون جنهن سموري جماعت ۾ تقسيم ڪيا. پاڻ به پنهنجو حصو پاند ۾ وٺي سواري ۾ ئي کائيندا آيا ۽ زبان وحي ترجمان سان بيان فرمايائون ته هي به متابعت آهي.

هيڪرپاڻ ملاموٿيل ڍڪڻ کي فرمايائون ته حديث شريف ۾ ڏٺو ويو ته هڪ ٻيري حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن ڪجي جي پيالي ۾ قارورو (يعني پيشاب) فرمايو اٿن، هينئر اوهين هڪ ڪجيءَ جو پيالو اسان کي ناهي ڏيو ته انهيءَ سنت جي به متابعت بجا آندي وڃي.

**15- نقل:** خليفو محمود رحمة الله عليه نقل ڪري ٿو ته هيڪر آءٌ ميان سلطان فقير نظاماڻي گڏجي درگاهه مبارڪ تي سندن خدمت اقدس ۾ حاضر

ٿيا سون، تن وقتن ۾ سندن حضور مبارڪ ۾ ٻاهرين مسافرن فقيرن مان ڪو هڪ به حاضرڪونه هو، پوءِ پاڻ فرمايائون ته هن ڪان اڳ اسان جي دل ۾ خيال آيو ته فقيرن جي اچڻ ۽ حاضر ٿيڻ ۾ الائي ڇو دير ٿي آهي، پر پوءِ حديث شريف ۾ نظر آيو ته هڪ ڀيري حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي حضور ۾ هڪ به اصحابي سڳورو حاضر نه هو، پوءِ دل کي اطمينان ۽ تسلي حاصل ٿي ته هي به متابعت هئي.

**16-نقل:** هيڪر پاڻ سڳورن رضي الله تعاليٰ عنہ وعظ ۾ پنهنجي فرمايائون ته دستار جيڪڏهن مسجد ۾ ٻڌجي ته ويهي ٻڌجي ۽ جيڪڏهن مسجد شريف ڪان ٻاهر ٻڌجي ته اٿي بيهي قبلي کي سامهون ٿي ٻڌڻ کپي ۽ جي هرو ڀرو ويهي ٻڌڻي هجيس ته به ڀي ٿي وڪڙ ضرور اٿي بيهي ورائي ڇو ته سنت جي تابعداري انهيءَ ۾ آهي.

**17- نقل:** هيڪر قاضي محمد جو کهڙن واري قاضي محمد عاقل جو پاءُ هو سندن حضور ۾ آيو سندس مٿي تي مهره دار دستار ٻڌل هئي پوءِ جڏهن موڪلائي ويو تڏهن پاڻ فرمايائون ته عجب آهي ته هي بزرگ جيتوڻيڪ ظاهري علم ۽ متابعت سنت جي ڪان واقف آهن تنهن هوندي به مسنون ڪم جي ويجها نٿا وڃن ۽ رسمن جي تابعداري ڪين سنت نبوي عليٰ صاحبهاالصلواة والسلام جي اتباع ڪان محروم ۽ مايوس پئي رکي حالانڪ هي به پڪ آهي ته ٻنهي جهانن ۾ ڪاميابي ۽ بهبودي حاصل ٿيڻ متابعت ڪانسواءِ محال آهي.

**18- نقل:** ناقل خليفو اميد علي ته هيڪر پاڻ حديث شريف ڪان بيان ٻي فرمايائون ته جيڪڏهن ڪو شخص حضرت سرور ڪائنات صلي الله عليہ وآله وسلم جن جي حضور پرنور ۾ ڪو ڪپڙو نذراني طور پيش ڪندو هو ته پوءِ جيڪڏهن اهو ڪپڙو سبتو هوندو هو ته پاڻ استعمال فرمائيندا هئا ۽ جيڪڏهن اڻتو هوندو هو ته ان کي هرگز پنهنجي جسم مبارڪ تي نہ پهريندا هئا بلڪ ٻين کي عطا ڪري ڇڏيندا هئا.

اي عزيز! جڏهن ته حضرت سرور عالم پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جن جي نبوت ختم النبوت آهي ۽ سندن دين جي ڪوٺ سڀني انبيائن ڪرامن عليهم السلام جي دعوت دين ڪان اعليٰ ۽ اڪمل آهي تنهن ڪري سندن حضور پر نور ۾ ور وڪڙيا اڻتائي وغيره کي ڪوبہ دخل نہ هو. تان ته ڪپڙي جي اڻتائي جو تمام ٿورڙي ڳالهہ آهي سابہ سندن درگاهہ مان مطرود ۽ خارج ٿيل هئي. اهوئي سبب آهي جو ٻين نبين سڳورن جو معراج دنيا جي جهتن ۽ پاسن (جيئن ته مٿيءَ جو پيٽ يا وڻ وغيره) ۾، واقع ٿيو ۽ سندن ذات بابرڪات جو معراج

عرش ڪرسيءَ کان مٿي ڪمال الڪمال، الطف، جهتن ، پاسن ۽ ورورڪڙن کان پاڪ هو ۽ انهيءَ ئي پاران سندن دين متين بہ ورن وڪڙن کان صاف ۽ ظاهر باطن ۾ سنئون سڌو آهي. جيئن تہ الله تعاليٰ جل شانہ فرمائي ٿو انڪ لتهدي الي صراط مستقيم، يعني اي پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم تون سڌين ۽ سڌي رستي ڏانهن ماڻهن کي هدايت ڪرين ٿو.

**نہ بشر خوانمت اي دوست نہ حوروند پري**

**اين همہ برتو حجاب ست تو چيزي دگري**

يعني اي دوست توکي نہ ماڻهو چئي سگهان ٿو نہ حور ۽ نہ پري، هي مڙوئي توتي پردو آهي حقيقت ۾ تون شيءِ ٻي آهين.

**19- نقل:** هيڪر پاڻ لاڙ جي سفر منجهہ حيدرآباد ۾ سيد مقبول شاهہ واري مسجد ۾ تشريف فرماٿياهئا. جڏهن ڪين اصل کان وٺي ڪري توڪل ۽ ترڪ مرغوب ۽ مطلوب طبيعت هونداهئا! تنهن ڪري جيڪي بہ گفتگو هلندي اسرارن الهيٰ جي موتين سان ٻڌندڙن جي قلبي ڪنن وارين سپن کي زينت بخش پئي ڪيائون تنهن ۾ سندن گوهر افشاني توڪل ۽ ترڪ بابت ئي پئي هلي، تنهن تي سيد مقبول شاهہ خواجہ عبيدالله احرار قدس الله تعاليٰ سره ۽ حضرت سليمان عليہ السلام جو گفتگو وچ ۾ آندو. تڏهن پاڻ فرمايائون تہ برابر اهڙا بہ نبي سڳورا ۽ اولياءَ ڪرام آهن جن کي ظاهري اسباب موجود هئا، پر اسان کي حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کانسواءِ ٻي ڪنهن جي بہ قول فعل ڏي نهارڻو نہ آهي. ڇو تہ جڏهن اسانکي سندن قرب ۽ محبت زياده مطلوب آهي تڏهن سندن ئي پيروي کي وٺڻو اٿون. ٻين سان اسانجو ڪهڙو واسطو؟

**20- نقل:** جڏهن پاڻ پوئين ٻي خوشائي ۾ زياده مريض ٿياهئا، تڏهن خميس جي ڏينهن منجهند جي وقت هڪڙي فقير هٿن مبارڪن جي آڱرين جا ننهن پئي ورتا پاڻ انهيءَ ڏينهن گذرڻ بعد جمعہ رات وصال فرمايو هئائون ۽ انهيءَ وقت بہ مٿن اهڙو استغراق ۽ ڪمال علالت هئي جو ظاهري ڪري هن دنيا جي ڪنهن بہ ڪم ڪار جي سڌ ڪانہ هين بلڪ اکيون مبارڪ پوريون آرام منجهہ سمهيل هئا، پوءِ جڏهن اهو فقير پهريان ڇيچ کان نهن وٺڻ لڳو، حالانڪ مسنون ترتيب موجب اشهد آڱر کان شروع ڪرڻ کپي تڏهن پاڻ يڪدم ڇيچ ڪناس ڇڏائي اشهد آڱر کيس اڳتي ڪري ڏنائون ۽ پوءِ بہ اهڙي طرح سيئي آڱريون مبارڪ مسنون طريقي سان کيس ڏيندا پئي ويا، حالانڪ سندن اکيون مبارڪ انهيءَ ئي ريت پوريل ۽ پاڻ استغراق جي تپ ۾ هئا.

اي عزيز ! سندن استقامت ۽ سنت نبوي علي صاحبها الصلوات والسلام تي

هوشياري ايتري قدر هئي جنهن جي حد هي عقل ناقص پروڙي نه سگهندو.

**21- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون ته حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن جي روش مبارڪ هوندي هئي ته ڪٿي عمدو طعام يا ڪاڌي پيتي جي ڪا سني شيء ميسر ٿيندي هئي ته پاڻ الله تعاليٰ جي درگاهه ۾ انهيءَ ڪان افضل ۽ اعليٰ واسطي سوال ڪندا هئا، پر جيڪڏهن کير موجود ٿيندو هو ته پاڻ ان ۾ برڪت ۽ زيادتي بابت دعا گهرندا ۽ باقي کير کان وڌيڪ سني شيءِ نه طلبيندا هئا.

**22- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون ته ڏاڙهي جي ڊگهي ڇڏڻ جي حد مسنون هڪ مٺ جو قدر آهي ۽ پاڻ به هڪ مٺ کان زياده محاسن مبارڪ قصر ڪرائيندا هئا، ۽ هڪڙي ڏينهن ڪنهن فقير جي ڏاڙهي مان هڪ مٺ کان زياده حصو پنهنجن هٿن مبارڪن سان ٿي ڪتري ڇڏيو هئائون ۽ مڇي جي وارن بابت فرمائيندا هئا ته رکائڻ ۽ ڪوڙائڻ ٻئي سنت آهن ، ليڪن پاڻ ڪريمن صلي الله عليه وآله وسلم جن حج جي موقعي کانسواءِ ڪڏهن به مٿو مبارڪ نه سنواريو اٿن.

**23- نقل:** هيڪر پاڻ حديث شريف کان نقل پيا فرمايائون ته حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن جي روش مبارڪ هئي ته ڏهاڙي صبح جو حرم محترم ۾ تشريف فرمائيندا هئا ۽ پڇندا هئا ته ڪاڌي لاءِ ڪجهه موجود آهي؟ پوءِ جيڪڏهن موجود هوندو هو ته کائيندا هئا ۽ جيڪڏهن موجود نه هوندو هو ته فرمائيندا هئا انا صائم، يعني آءٌ روزائت آهيان مطلب ته عدم موجودگي مهل پاڻ روزي جي نيت ڪئي ڪندا هئا.

**24- نقل:** هيڪر پاڻ ريگستان يعني ٿر ملڪ جي سفر ۾ ڪنهن فقير جي دعوت تي تشريف فرمائيا پوءِ انهي فقير ماني کائڻ مهل ٻاجهري جو پيٽ جنهن ۾ گهه گهٽو پيل هو ۽ پوڙ ۽ ڏونرو به اچي حاضر ڪيائين پاڻ ٻاجهري جي ڏاري ۾ ڏونرو ۽ پوڙ به ڪٺي گڏ ڀائون ۽ ملائي پوءِ فرمايائون ته هن طعام کي عرب ۾ ثريد يعني ڪٽي سڏيندا آهن ۽ پوءِ حديث شريف مان بيان آندائون ته حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن فرمايو ته ام المؤمنين بي بي عائشه رضي الله تعاليٰ عنها (جا سندن حرم محترم هئي) جي ڀلائي ساري جهان جي زالن تي اهڙي آهي جهڙي ثريد کي سڀني طعامن تي.

**25- نقل:** صاحبزادي والا تبار ميان هدايت الله شاهه (قدس سره الاقدس) کان منقول آهي ته هيڪر پاڻ مير رستم خان پٽ مير سهراب خان ٽالپر وٽ خيرپور ۾ تشريف فرمائيا هئا، اتفاقا قاضي محمد عاقل کهڙن وارو به انهيءَ مجلس ۾ حاضر هو، مير رستم خان قاضي کان پڇيو ته مخدوم صاحب، حضرت

نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي دستار مبارڪ جي بندش ڪهڙي شڪل تي هئي؟ قاضي جواب ڏنو ته قبي جي طرح، مير رستم حضرت پير سائين جن جي دستار شريف ڏي نگاهه ڪري قاضيءَ کي چيائين ته هن وانگر؟ قاضيءَ جواب ڏنو ته اهڙي طرح نه هئي بلڪ قبي وانگر هئي، تڏهن پاڻ قاضيءَ ڏانهن نظر ڪري فرمايائونس ته اي بزرگ حضرت نبي ڪري صلي الله عليه وآله وسلم جن به نماز ادا فرمائيندا هئا تون به نماز پڙهين ٿو، پوءِ تنهنجي نماز حضرت سرور ڪائنات صلي الله عليه وآله وسلم جي نماز جهڙي آهي يا نه؟ اتي قاضي لڄي ٿيو ۽ چيائين ته حضرتا! نه.

**26- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون ته حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن جڏهن مينهن وسندو هو تڏهن جنهن هنڌ هوندا هئا اتان نڪري جسم مبارڪ کي ڪولي اچي ٻاهر ويهندا هئا پوءِ جڏهن مينهن جا قطرا سندن جسم مبارڪ تي پوندا هئا تڏهن پاڻ پنهنجي زبان مبارڪ سان هي لفظ فرمائيندا هئا **هذا قريب من عهد ربي** يعني هي مينهن منهنجي پروردگار جي زماني کان ويجهڙو ٿو اچي. خليفو محمود رحمة الله عليه ٿو لکي ته حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن به متابعت موجب مينهن جي وسڻ مهل اهڙي ريت ڪندا هئا ۽ شوق ۽ محبت جي غلبي کان حديث شريف وارا متيان لفظ هر هر زبان مبارڪ سان فرمائيندا هئا، جن جي ٻڌڻ سان حاضر مجلس ماڻهن کي اهڙو ته ذوق شوق پيدا ٿيندو هو جو چوڻ لکڻ کان ٻاهر آهي.

**27- نقل:** ناقل فيروز فقير نظاماڻي ته هيڪر پاڻ فرمايائون پئي ته ظاهري عالمن کي حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي متابعت جي سڪ اصل ڪانه آهي جو جيڪي متابعتي ۽ مسنون ڪم آهن تن جي بالڪل پرواهه نه ڪندا آهن ۽ اتباع سنت جهڙي دولت کان محروم رهجي ويندا آهن، جيئن ته حضرت نبي ڪريم صلي لله عليه وآله وسلم جن نماز جي قرات ۾ جيڪا سورت شروع فرمائيندا هئا ته اها سموري پوري ڪندا هئا ۽ ائين ڪڏهن ڪونه ڪندا هئا جو ڪنهن سورت جو منڍ يا وچ يا پڇاڙي پڙهي ڪٽي بس ڪن هڪڙي وقت فجر جي نماز ۾ پاڻ ڪريمن صلي الله عليه وآله وسلم جن بقر سورت شروع فرمائي هئائون ته هڪڙي ئي رڪعت ۾ پوري ڪئي هئائون ۽ ڪڏهن به آيتن جي پڙهڻ تي اڪتفا نه فرمائي اٿن. ۽ ظاهري عالم رڳو نماز جي جائز ٿي وڃڻ جي ڪري، جو فقهي مسئلو آهي متابعت جي سعادت کان محروم پيا رهن.

**28- نقل:** ناقل يعقوب فقير ڏيتو ته هيڪر پاڻ درگاهه مبارڪ واري مسجد شريف ۾ سانجهي نماز لاءِ بانگ اچڻ کانپوءِ فرمايائون ته اي يارو! اڄ حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي

متابعت ادا ڪنداسون ايئن فرمائي فرض نماز ادا ڪرڻ کان اڳ ٻن رڪعتن نفل نماز لاءِ نيت ڪيائون، شهر وارن جماعتن مان جيڪو پيو اچي سو پڇي ته فرض پڙهجي ويو ڇا؟ پوءِ جڏهن پاڻ نفل پڙهي فارغ ٿيا تڏهن جماعت سان گڏجي فرض ادا فرمايائون پڙهڻ کان بعد فرمايائون ته اها به حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جي سنت آهي جو بانگ کان پوءِ نفل ادا فرمايو هئائون پوءِ جيڪو به اصحاب سڳورو پيو اچي سو پڇي پيو ته نماز فرض ادا ٿي ويو آهي ڇا؟ الحمد لله جو اها متابعت به پوري ٿي.

29- **نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون ته حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جن رڪوع ۾ تسبيح کان پوءِ بعض وقتن ۾ ڪن ماڻهن لاءِ خير جي دعا گهري اٿن ۽ ڪن ماڻهن جي حق ۾ بددعا به گهري اٿن. اسين به اڄ رڪوع ۾ متابعت جي پوري ڪرڻ لاءِ فلاڻن ماڻهن جي حق ۾ خير جي دعا گهرنداسون پوءِ پاڻ اهي لفظ به ٻڌايائون جي حديث شريف ۾ دعا لاءِ آيل آهن پر ناقل ٿو چوي ته مون کان وسري ويا آهن. انهن لفظن سان پاڻ رڪوع ۾ دعا گهريائون ۽ انهيءَ بابت حديث شريف مان نقل بيان فرمايائون ته جن شخص جي حق ۾ پاڻ ڪريمن صلي الله عليہ وآله وسلم جن نماز ۾ رڪوع کان بعد دعا گهري هئائون تن جو قصو هن ريت آهي ته هڪ شخص ڪوهستان (1) يعني جبل جو رهاڪو شڪل جو سهڻو ۽ ڳالهائڻ جو چالاڪ خوش زبان هو، سندن حضور مبارڪ ۾ آيو. پاڻ ڪيس اسلام جي دعوت ۽ تبليغ ڪيائون. ان شخص عرض ڪيو ته اسين پاڻ ۾ وڏو قبيلو ۽ مائٽ مٽ گهڻا آهيون. جيڪڏهن ٻه ٽي اصحاب سڳورا هن غلام سان گڏجي هلن ۽ ڪين تبليغ ڪن ۽ حضور جن جو پيغام پهچائن ته اهي به سائين جن جي برڪت سان مسلمان ٿي پوندا ۽ هي غلام به ساڻن گڏجي اسلام آڻيندو ۽ جي هنن جي بنا اطلاع جي مسلمان ٿيندس ته مائٽن جي عتاب هيٺ ايندس. پوءِ پاڻ ڪريمن صلي الله عليہ وآله وسلم جن سندس عرض موجب ست ڄڻا اصحاب سڳورا جي تمام عالم فاضل ۽ حافظ هئا، سي ان سان ساڻ ڪري موڪليائون. هن نالائق ڇاڪيوجو اصحابن سڳورن کي ڌوڪو ڏئي وٺي وڃي پنهنجي ديه ۾ ڳوٺ جي ڀرسان شهيد ڪرايائين. (انا لله وانا اليه راجعون) باقي جن لاءِ خير جي دعا نماز ۾ گهري اٿن تن جو قصو به حضرت پيرسائين جن ٻڌايو هو مگر ناقل کي وسري ويو، (2)

---

(1) شايد هي واقعو بير معونه وارو آهي جنهن ۾ چاليهه اصحاب سڳورا ۽ ڪن روايتن ۾ ستر شهيد ٿيا هئا. ۽ انهي شخص جو نالو ابو براءُ بن مالڪ آهي. سندس ڳوٺ نجد جي علائقي ۾ هو (والله اعلم بحقيقة الحال. مترجم عفي عنه).

(2) بخاري شريف ۾ آهي ته پاڻ ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم رڪوع کان سئين ٽيڻ يعني قومي ۾ وليد ۽ سلمه بن هشام ۽ عياش بن ابي ربيعه رضي الله تعاليٰ عنهم ۽ ٻين مستضعفين يعني انهن ماڻهن لاءِ جي مڪي شريف ۾ ڪافرن جي ظلم ۾ گرفتار هئا ۽ هجرت نه ڪري ٿي سگهيا، تن لاءِ دعا گهري اٿن (والله اعلم، مترجم عفي عنه)

**30- نقل:** ناقل بچل فقير منگريو ته هيڪر مينهن فقير جو سائين جن جو مريد هو پنج ڪن ٻڪرين جا حضور مبارڪ ۾ نذراني طور آندا. پاڻ فرمايائون ته هنن ٻڪرين کي ڪتب نه آڻجو ڇو ته پيون به ڪجهه ٻڪريون گڏ ڪري ڏنارپ جي متابعت ۽ سنت جي بجا آوري ڪنداسون.

**31- نقل:** ناقل خليفو سيد غلام حسين ته پاڻ فرمايائون ته جيڪڏهن ڪنهن شخص کي نئين ڪپڙي پائڻ يا ٻئي سبب ڪري مبارڪ ملي ته جواب ۾ آمين يا سلامت چوڻ گهرجي.

**32-نقل:** ناقل خليفو سيد غلام حسين ته هيڪر ڪنهن سفر ۾ سندن حضور پرنور ۾ حاضر هوس. پوءِ جڏهن طعام آندائون تڏهن مان پنهنجا هٿ آڱرين جي سنڌي تائين ڌوتا. پاڻ منهنجا هٿ پنهنجن هٿن مبارڪن ۾ وٺي ٻئي هٿ ڪارائين تائين ڌواريائون فرمايائون ته ايتري قدر هٿ ڌوئڻ سنت حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي آهي. پوءِ وري فرمايائون ته جيڪو شخص ٿورڙا هٿ ڌوئيندو ته سندس طعام ۾ برڪت ڪانه پوندي ۽ ان ڪانسواءِ هٿ ۽ عجب جي علامت آهي ۽ جيڪو شخص سمورا هٿ ڌوئيندو ته ان جي طعام ۾ برڪت پوڻ کان علاوه تڪبر کان به خالي رهندو.

**33- نقل:** خليفو محمود رحمة الله عليه لکي ٿو ته مونکي حضرت مرشد ڪريم رضي الله تعاليٰ عنه جي متابعت ڪري هميشه عادت هوندي هئي ته هميشه وضوءِ سان رهندو هوس ۽ سمهڻ مهل به وضو ڪري پوءِ سمهندو هوس پوءِ اٽڪل پنجويهن سالن گذرڻ کان بعد انهيءَ عادت ۾ ڪجهه سستي واقع ٿي وئي جيئن ته بعضي وقتن ۾ بي وضو سمهڻ جو اتفاق پئجي ويو ٿي. انهي ڪري دل ۾ ڊپ پيدا ٿي پيو ته اهڙي مخالفت جي عادت ڇاجي ڪري پيدا ٿئي پئي آهي؟ نيٺ جڏهن لاڙ جي سفر ۾ ٽنڊي مير جام ٽالپر جي ۾ تشريف فرما ٿيا تڏهن آءُ به سندن خدمت فيض موهبت ۾ وڃي حاضر ٿيس جڏهن سومهياٽي ڪانپوءِ سائين جن جي سمهڻ جو وقت ٿيو تڏهن پاڻ پيشاب جي خيال سان اٿيا ۽ وٽ ساري بنا وضوءِ ڪرڻ جي آرام فرمايائون، تڏهن مون خدمت شريف ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! سائين جن جي عادت مبارڪ ته بنا وضوءِ جي سمهڻ جي ڪانه آهي هينئر اهڙي طرح روش ڏٺم ان جو ڇا وجه آهي؟ پاڻ فرمايائون ته حديث شريف ۾ نظرآيو اٿئون ته حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن بعض وقتن ۾ بنا وضوءِ جي آرام فرمايو اٿن. تنهن ڪري متابعت لاءِ انهيءَ روايت تي عمل ڪيو ويو. اتي منهنجي پريشان به لهي وئي ۽ تسلي حاصل ٿي.

**34-نقل:** هيڪر ڀاڻ فرمايائون ته سنت نبوي علي صاحبها الصلوات والسلام جي متابعت جي ڀلاين جي ڪا حد حساب ڪونه آهي بلڪ شمار ڪان زياده آهن جيئن ته باطني فائدو اهو حاصل ٿيندو جو محبوب حقيقي جي وصال واري نعمت بي مثال ڪان مشرف ٿيندو ۽ جڏهن ته طلب جو خلاصو به منجهس اچي وڃي ٿو تنهن ڪري سنت تي استقامت رکندڙ ظاهري مرضن ڪان به امن ۽ حفظ ۾ رهندو جنهن مان صاف معلوم ٿو ٿئي ته سنت جي متابعت سان ظاهري باطني سيني مرضن ۽ تڪليفن ڪان محفوظ رهي سگهجي ٿو.

**35- نقل:** خليفو ميان لقمان عليه الرحمة نقل ڪري ٿو ته هيڪر ڀاڻ لاڙ جي سفر ۾ ڪاريان ڳوٺ ۾ اچي لٿاهئا ۽ طهارت ڪرڻ لاءِ جهنگ ڏانهن اسريا جو اتان ست پنڌ تي هو ۽ آءُ به سندن ڪڍ ڪونرو ڪٽي ويس، مينهن جي مند هئي، جهنگ ۾ وياسون ته اچي مينهن شروع ٿيو، مون ڀنهنجي چادر ڪين پسڻ ڪان بچاءَ لاءِ ڏني سا وڙهيائون ۽ ڪمال مهربانيءَ سان مونکي به ڀاڻ سان گڏ چادر ۾ ڍڪي فرمايائون ته مينهن ڏاڍو وسڻ لڳو آهي جلد ڀوئتي موٽڻ کپي، پوءِ جڏهن اوطاق تي آياسون ته اتي به مينهن ڪان محافظت جو پورو بندوبست نه هو ڇت ٽمي رهي هئي، ڀاڻ سيني فقيرن ڪان ڪپڙا وٺي ڀنهنجي آڏو رکيائون جو باقي رڳو هيٺيون ڪپڙو سندن جان تي هو پيا سڀ لاهي ڏنائون، ڀاڻ هڪڙو ولائتي باراني ڪوٽ ڀنهنجي مٿان وجهي ڪپڙا به سڀ ان ۾ محفوظ ڪيائون ۽ مينهن جي وسڻ تائين ڪٽ تي اهو باراني ڪوٽ وجهيو ويٺا هئا جڏهن مينهن بيٺو تڏهن مون خدمت اقدس ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! مينهن جي ڪري سموري زمين گپ لڳي پئي آهي نماز جي ادا ڪرڻ لاءِ ڪهڙي صورت ٿيندي؟ جواب ۾ فرمايائون ته حديث شريف ۾ آهي ته هيڪر حضرت نبي ڪريم عليه الصلوات والسلام جي وقت ۾ مينهن وٺو، جنهن ڪري زمين گپ ٿي پئي، حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه ارادو ڪيو ته ڪٿان مٽي ڪڍي سجدي جي جاءِ تي رکان ته گپ ڪان بچاءُ ٿئي. حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن فرمايو ته ”اڄ ڀنهنجي پروردگار کي گپ ۾ سجدو ڪنداسون“ اها حديث بيان ڪري ڀاڻ فرمايائون ته اسين به اڄ متابعت لاءِ ڀنهنجي رب کي گپ ۾ سجدو ڪنداسون، پوءِ ٻاهر نڪري گپ ۾ جماعت سميت نماز ادا فرمايائون جو سجدي ڏيڻ مهل سندن منهن مبارڪ وا تنءِ سونهاري مبارڪ سڀ گپ سان ڀرجي ٻيا پيا.

**36- نقل:** خليفو محمد ملوڪ خليفي سلطان فقير ڪان نقل ڪري ٿو ته هيڪر آءُ درگاهه مِبارڪ تان موڪلائي ڳوٺ پئي آيس، ڀاڻ موڪل ڏئي فرمايائون

تہ خليفي (يعني جامع ملفوظات رحمة الله تعاليٰ عليہ ) کي اسان جا دعا سلام ڏج ۽ چئجوس تہ اسان جي حق ۾ خير جي دعا گهري، خليفي سلطان چيو تہ مون خدمت ۾ عرض گذاريو تہ حضرتا! هي جهان سمورو سائين جن جي ذات بابرکت کان دعا طلب آهي اوهان خليفي توڙي اسان سيني دامن وٺندڙن مريدن سان دعا جو توجہ مبارک شامل فرمائيندا. جامع ملفوظات رحمة الله تعاليٰ عليہ لکي ٿو تہ اي عزيزا پاڻهي کي کهڙي طاقت جو حضرت اقدس لاءِ دعا ڪرڻ جو دم هڻي سگهي، پر هي رڳو سندن سهڻي روش هوندي هئي جو سنت جي متابعت لاءِ انهن فقيرن جي جماعت کان گهڻي عاجزي سان دعا طلبي فرمائيندا هئا جي صفہ وارن اصحابن سڳورن وانگر پنهنجي زال عيال ٻچا ٻار ڇڏيا ڪيون ۽ دنيا جا سڀ تعلقات ڇنيون پنهنجي موليٰ سائين عزاسمہ جي طلب ۾ مسجد شريف جي ڪنڊ منجهہ ويهي ٻک ڏک ۾ بہ پنهنجي محبوب حقيقي لاءِ رات ڏينهن ذکر فکر ۽ طلب ۾ مشغول رهندا هئا. مولانا رومي قدس الله سره الاقدس فرمايو آهي تہ "مصطفيٰ جو يد زمسکينان دعا" يعني فقيرن مسڪينن کان حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم بہ دعا طلب فرمائن ٿا.

**37- نقل:** خليفو اميد علي نقل ڪري ٿو تہ هيڪر خليفي ميان لقمان عليہ الرحمة توکل جي باب ۾ سندن خدمت سڳوري ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! وات ڇورڻ بہ تہ ڪائيندڙ جي اختيار ۾ آهي پوءِ ڪيئن ڪجي؟ پاڻ سندس گوڏي تي هٿ مبارک هڻي فرمايائون تہ اي بزرگ! مقصود پنهنجو امام جي متابعت آهي ۽ توکل بہ اها آهي جا امام يعني حضرت سرور ڪائنات امام الموجودات صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي متابعت جي موافق هجي، جيئن تہ شيخ سعدي رحمة الله عليہ فرمايو آهي تہ:

**بزهدو ورع ڪوش صدق وصفا ۔۔۔ وليڪن ميفزاي بر مصطفيٰ**

يعني زهد، رياضت، پرهيزگاري ۽ صفائي ۾ بلاشڪ ڪوشش ڪر پر حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان وڌائي زيادتي نہ ڪج.

**38- نقل:** خليفي ميان لقمان رحمة الله عليہ کان منقول آهي تہ اوائلي وقتن ۾ حضرت مرشد ڪريم رضي الله تعاليٰ عنہ جي روش مبارک هوندي هئي تہ جيڪو شخص نئون مريد ٿيڻ سندن حضور ۾ ايندو هو تہ، ان کان هنن ٽن شرطن تي بيعت وٺندا هئا.

1- تہ تلقين وٺڻ شرط دنيا جو ترڪ ڪندو، جو جيڪي صبح جو اچيس سو ٻي صبح تائين نہ رکندو ۽ جيڪي سانجهيءَ جو اچيس سو صبح تائين نہ بچائيندو بلڪ خيرات ڏيئي ڇڏيندو. ٻيو تہ حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم

جي وقت ۾ صفي وارن اصحابن سڳورن جو اهو دستور هوندو هو.
2- ته دستار ننڍي ٻڌندو جهڙي طرح مسنون طريقو آهي اهو شرط هن لاءِ ورتو پي ويو جو سندن وقت ۾ عام ماڻهن ۾ تمام وڏي پٽڪي ٻڌڻ جو دستورهو.
3- ته جيڪي سندن مت مائٽ هن طريقي سان مشغول ۽ سلسلي ۾ شامل ٿيل نه هجن تن سان متي نه ڪندو بلڪ سڳن جو ڏيڻ وٺڻ پنهنجن هم مرشد عزيزن ۾ ڪندو ڇو ته اهو خالص دين محمدي آهي (صلي الله عليہ وآله وسلم) پوءِ جيڪو شخص اهي ٽئي شرط قبول ڪندو هو ان کي طريقہ عاليہ ۾ داخل فرمائيندا هئا، ڪيترائي ماڻهو اهڙي طرح سلسلي ۾ قدس ۾ بيعت پذير ٿي اچي داخل ٿيا. نيٺ هڪڙي ڏينهن حضرت محقق مدقق قبلہ گاهہ سيد ميان عبدالرسول شاهہ قدس الله تعاليٰ سره الاقدس جو حضرت پيرسائين رضي الله تعاليٰ عنہ جو وڏو ياءُ هو سندن خدمت بابرڪت ۾ عرض ڪيو ته حضرتا جيڪا پهرين ٻن شرطن بابت اهين بيعت وٺو ٿا سا نهايت چڱي آهي. باقي جيڪا غير طريقي وارن ماڻهن سان ڏيڻ وٺڻ جي جهل بابت بيعت وٺو ٿا سو شرط ڪڍي ڇڏيو. ڇو ته هن وقت ته سيڪو ماڻهو جوش جي پاران جيڪو اچي ٿو سوانهيءَ شرط تي بيعت قبولڙ ڪري ٿو وجي پر اڳتي هلي انهيءَ شرط تي ڪار بند رهڻ مشڪل ٿي پوي ٿو. ڇو ته ساداتن کي امتين سان ڳنڍجڻ يا ٻروچن کي سنڌين سان متي ڪرڻ بالڪل سخت لڳندي. پاڻ اها ڳالهہ ٻڌي صلاح پسند فرمايائون ۽ اهو شرط موقوف ڪري ڇڏيائون باقي پهريان ٻه شرط قائم رکيائون جي اڄ ڏينهن تائين قائم هليا اچن ٿا.

**39- نقل:** الهداد فقير نظاماڻي نقلُ ڪري ٿو ته هيڪر درگاهہ شريف تي خاضر هوس ۽ حضرت پيرسائين جن رضي الله تعاليٰ عنہ مسنون طريقي موجب سانجهيءَ نماز جي فرض ادا ڪرڻ کان بعد سنت جي نفل ادا فرمائي پوءِ وري مسجد شريف ۾ تشريف آڻيندا هئا، ان ڏينهن به اندران ٿي وري موٽي مسجد شريف ۾ آيا. ۽ خليفي ميان حسن شاهہ عليہ الرحمة کي فرمايائون ته حسن شاهہ! تون ملان ٿيو آهين ڇا؟ جو توحيد جو ڪلمو جيڪو فرض کانپوءِ ڏهہ ڀيرا پڙهڻ متابعت آهي. سو تون سنت کان پوءِ ٿو پڙهين؟ شايد قابل شاهہ جي چوڻ تي لڳو آهين؟ ميان قابل شاهہ سندن اهو فرمودو ٻڌي ورتو ۽ ڏاڍيان چوڻ لڳو ته حضرتا! مان ڪيس ڪونہ چيو آهي، بلڪ آءُ ته پاڻ به فرض کانپوءِ پڙهندو آهيان تڏهن خليفي ميان حسن شاهہ عرض ڪيو ته حضرتا! مون به فرض کانپوءِ پڙهيو هو. پاڻ فرمايائونس ته ڪوڙ نہ ڳالهاءِ اسان توکي ڏٺوسون جو دعا گهرڻ شرط

اتي سنت پڑهڻ مشغول ٿي ويو هئين. الهداد فقير ٿو چوي ته انهيءَ ڏينهن سندن اهو تاڪيد ڪلمن پڑهڻ بابت پڌي وري ڪڏهن به انهن جو ترڪ ڪونه ڪيو ويو آهي، پاڻ انهي تي هڪ نقل به متابعت جي فضيلت ۾ بيان فرمايوهئائون پر هن بندي ڪي ياد نه رهيو آهي.

**40- نقل:** هيڪر پاڻ سياري جي موسم ۾ ڪنهن ديهه ۾ لٿل هئا، موليڏني فقير سائين جن جي وضو سارڻ جي جاءِ باهه جي پرسان ٺاهي ڇڏي، پرجاءِ اهڙي هئي جو قبلي ڏي سامهون ٿي. ويهي وضو ساري نه پيو سگهجي حالانڪ سندن عادت مبارڪ هوندي هئي جو سنت جي متابعت موجب هميشه قبلي ڪي سامهون ٿي وضو ساريندا هئا. وضو ڪرڻ مهل موليڏني فقير انهيءَ ڳالهه بابت ڪين عرض گذاريو پاڻ فرمايائون ته سنت جو ترڪ نه ڪنداسون پوءِ باهه نڪري ٿڌ ۾ وضو سارڻ ايائون.

**41- نقل:** حاجي فقير نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ صبح جي نماز تي ڪجهه دير فرمائي آيا. پر اجا سج ايرڻ ۾ قدري دير هئي پاڻ وقت ۾ نماز پڑهي فارغ ٿيا ان ڪانپوءِ مراقبي ۾ ويٺا، اتي خان فقير لوهر ڪي جوحضرت پيرسائين جن جي مريدن مان هو، تنهن ڪي مراقبي منجهه ئي دل ۾ نماز جي دير ٿيڻ بابت تردد ۽ ويچار اچي پيو. سندس دل ۾ خيال ايندئي پاڻ منهن مبارڪ تان ڪپڑو لاهي فرمايائون ته هيڪر حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن صبح جي نماز ۾ اينتري قدر دير فرمائي هئائون جو اجا ڪيي پاسي ڏي سلام ورائي، فارغ ٿياهئا ته سج ڪني ڪدي، پوءِ پاڻ فرمايائون ته اسان ڪي به انهيءَ وقت جي انتظار ۾ ساري عمر گذري وئي پر اڄ تائين حاصل نه ٿي سگهيو آهي.

**42- نقل:** هيڪر پاڻ درياءَ جي هن طرف آباد جي شهر ۾ تشريف فرماٿياهئا، تن ڏينهن ۾ هندن وٽي مشهور ڪيو هو ته ڪو اڻ هنيو واقعو ٿيڻو آهي پوءِ جڏهن پاڻ اتي آيا تڏهن تمام گهڻا ماڻهو طريقي مبارڪ ۾ داخل ٿي ذڪر سان مشغول ٿيا، وري اتان جتوئي فقيرن جي ڳوٺ ۾ آيا ته اتي به بالڪل گهڻا ماڻهو طريقه عاليه ۾ داخل ٿيا. وري اتان خليفي صابر جي دعوت تي خالد جي ديهه ۾ آيا اتي ته ايترا ماڻهو ذڪر جي تلقين وٺڻ ۽ دست بيعت ٿيڻ لاءِ اچڻ لڳا جو پنجن وقتن نماز ڪانسواءِ ٻين نفلن وغيره جي فرصت ڪين ڪانه پئي ملي سگهي، جڏهن اڌ رات جي وقت پاڻ مريدن جي تلقين ڪان واندا ٿيا تڏهن خليفي صابر خدمت ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! فقيرن جي سموري جماعت ماني کاڌي آهي سائين جن لاءِ به طعام ٿانون ۾ ڪڍي رکيو اٿئون ۽ حاويليءَ جا ماڻهو به زيارت لاءِ منتظرويٺا آهن. پوءِ پاڻ اندر اسريا ۽ طعام ڪائڻ ۽ زيارت

ڪرائڻ ڪانپوءِ موتي اچي مقرر ذڪر جي تلاوت ۽ نماز ادا ڪرڻ ۾ مشغول ٿيا پوءِ جڏهن نماز کان فارغ ٿيا تڏهن آرام ڪرڻ لاءِ بستري مبارڪ تي اچي سمهيا ۽ خليفي محمد عابد رهندڙ صوبي ديري جي ڪبن زور بي ڏنا. ۽ عرض ڪيائين ته حضرتا! هينئر جو ماڻهن هندن کان انهنئي واقعي پوڻ جي ڳالهه بڌي آهي تنهن جي ڊپ کان مريد ٿيڻ تي زور رکيو اٿن. پاڻ جواب ۾ فرمايائونس ته اي بزرگ! ايئن ناهي بلڪ هي مڙيوئي متابعت ۽ سنت جي بجا آوري جو ڦل ۽ نتيجو آهي. جو اسين پهريان سنت نماز به فرض سان گڏ مسجد شريف ۾ ادا ڪندا هئاسون . پوءِ حديث شريف ۾ نظرآيو ته حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي روش مبارڪ هوندي هئي ته سنت گهر ۾ ئي پڙهندا هئا. انهيءَ ڪانپوءِ متابعت جي لاءِ اسان به سنت گهر ۾ پڙهڻ شروع ڪئي، هي نتيجو انهيءَ متابعت جو آهي جو سنت تي استقامت ڪري الله تعاليٰ اسان کي هتي ئي فائدو پهچايو آهي جيئن ته قرآن مجيد ۾ الله تبارڪ وتعاليٰ فرمايو آهي .

**ونهي النفس عن الهوي فان الجنة هي الماوي.**

يعني جنهن شخص پنهنجي نفس کي نفساني خيالات کان روڪي رکيو ته (دنيا توڙي آخرت ۾) ان لاءِ بهشت جاءِ ٽڪڻ جي آهي. يعني دنيا ۾ ئي سندس فائدو ڏسندو پوءِ جيئن آخرت ۾ جيڪو شخص پوک پوکيندو ته حديث شريف جي ارشاد موجب انهي ئي ڏينهن ۾ سندس ڦر حاصل ڪندو تهڙي طرح اسان کي به متابعت ۽ استقامت جي پوک مان دنيا ۾ ئي بهره وري حاصل ٿي آهي. يعني خلق الله جو ذڪر سان مشغول ٿيڻ ۽ سلسلي عاليه ۾ سندن داخل ٿيڻ.

**43-نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ نانڙي جي سفر تان پوئتي موٽيا هئا ۽ آئون به وات تي اچي قدمبوسي کان مشرف ٿيس، جڏهن درگاهه مبارڪ جي ويجهائي ۾ آيا تڏهن رات ٿي وئي هئي، پاڻ هڪ موچي شخص جي دعوت تي درياءَ کان پار ترسي پيا ۽ فرمايائون ته حديث شريف ۾ حڪم آيل آهي ته جيڪڏهن سفر ۾ ڪجھ ڏينهن لڳي وڃن ته پنهنجي وطن ۽ گهر ۾ صبح جي وقت اچڻ ڪپي، پوءِ پاڻ صبح جي وقت درگاهه مبارڪ ۾ تشريف فرماتيا.

**44- نقل:** عبدالله فقير ابڙي رهندڙ ديهه جڪيجي واقع پرڳڻي ڏڪ کان منقول آهي ته هيڪر پاڻ روزن جي مهيني ۾ ٽر وارن فقيرن جي دعوتن تي تشريف فرماتيا هئا. آءٌ ۽ فقير آئل ۽ ٻيا به پنج فقير انهيءَ سفر ۾ اٿڻ ويهڻ کائڻ پيئڻ منجهه پاڻ ۾ گڏ هئاسون، پوءِ هڪڙي ڏينهن مون کي ۽ آئل فقير کي گهرائي فرمايائون ته اصحابن سڳورن جي روش هوندي هئي ته اٿڻ ويهڻ کائڻ پيئڻ ۾

ڏهه ڏهه ڇٽا گڏجي رهنداهئا، توهان پاڻ ۾ ست ڇٽا آهيو ۽ اسين ۽ موليڏنو فقير ۽ محبت فقير ٽالپر اوهان سان گڏجي ڏهه ڇٽا ٿا ٿيون ۽ کائڻ پيئڻ رهڻ ۾ گڏ هونداسون، پيءِ بہ سموري جماعت کي حڪم فرمايائون تہ ڏهن ڏهن ڄڻن جون ٽوليون ٺاهي ڇڏين چوتہ اصحابن سڳورن جي اهائي روش هئي.

**45-نقل:** خليفي ميان غازي خان کان منقول آهي تہ هيڪر پاڻ درياءَ جي پار باگڙجي جي آس پاس تشريف فرمائيندا هئا، اتي هڪ شخص هڪڙو گدرو نذراني طور حضور ۾ پيش ڪيو، پاڻ حاجي اوباهيي کي فرمايائون تہ پيسا موجود هجن تہ وڃي ڪجهہ ڪارڪون وٺي آ، تہ فقيرن کي گڏي ورهائي ڏيون ۽ سنت ادا ڪيون ڇو تہ حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن کان اهڙي طرح روايت آيل آهي.

**46- نقل:** خليفي ميان لقمان عليہ الرحمة نقل ڪيو ۽ خليفي ميان محمود عليہ الرحمة کي بہ سندس بيان ڪرڻ ڪانهوءِ يادگيري آئي تہ هيڪر رمضان شريف جي مهيني ۾ فاقي جو تمام زور هو، جو اڪثر ڏينهن ۾ طعام ڪونہ ملندو هو ۽ بہ ٽي ڏينهن بک ۾ گذري ويندا هئا، جيئن تہ عيد جو ڏينهن بہ فاقي ۾ ئي گذريو، حضرت پيرسائين جن جو وجود مبارڪ بہ لاغرٿي پيو، جڏهن عيد نماز ادا ڪري آيا سون ۽ پاڻ مسجد شريف ۾ ڪبڙ جي هيٺان اچي ويٺا تڏهن خليفو لقمان عليہ الرحمة چوي ٿو تہ مون سندن خدمت ۾ عرض گذاريو تہ حضرتا! مون ڪنهن ڪتاب ۾ ڏٺو آهي تہ خواجہ محمد معصوم قدس سره جي وقتي ڪاڏي تي چاليهہ روپيہ خرچ ٿيندا هئا ۽ طعام کائڻ ڪانهوءِ خواجہ صاحب جن فرمائيندا هئا، تہ هن لطيف طعام جي کائڻ ڪري ڏاڍي ترقي حاصل ٿئي ٿي پاڻ جواب فرمايائون تہ توهين طعام لطيف ڇاکي چوندا آهيو؟ اسان چپ ٿي ويا سون، پاڻ فرمايائون تہ جي طعام لطيف پوڙ پلاءِ ۽ حلوو ڇنجي تہ پوءِ سهراب ٽالپر کي ڏاڍي ترقي حاصل ٿئي ها پر اهو طعام لطيف نہ آهي، بلڪ طعام لطيف ڇنبو آهي، بک کي، جنهن کي " طعام العاشقين" سڏيو ويو آهي ۽ آهي بہ مسنون ! پوءِ فرمايائون تہ اقتدا ڪرڻ سان جماعتي جي نماز امام جي پويان درست ٿيندي، پر جي امام جي اقتدا ۽ پيروي کان منهن موڙيندو تہ نماز درست ڪانہ ٿيندس. اسان کي بہ بهرحال پنهنجي امام يعني حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي متابعت ڪرڻ پسند پيل آهي.

**47- نقل:** خليفي ميان لقمان عليہ الرحمة کان نقل ٿيل آهي تہ ڪنهن شخص تاج ٽوپي بابت جو عام طرح عامي ماڻهن ۾ سندس رواج هو پڇا ڪئي تہ درست آهي يا نہ؟ پاڻ فرمايائون تہ جيڪي ماڻهو انهيءَ ٽوپي کي قادري ٽوپي سڏيندا آهن تن جي ڳالهہ غلط

آهي. انهيءَ ٽوپي جو اصل هن ريت آهي تہ فرعون کي مٿي ۾ سنگ جهڙي هڪ شئي پيدا ٿيل هئي، انهيءَ عيب جي لڪائڻ لاءِ اها ٽوپي ٺهرائي مٿي ۾ پاتي هئائين تہ سنگ نہ ظاهر ٿئي. ماڻهن کي کپي تہ فرعوني لباس نہ ڪن بلڪ مسنون پوشاڪ پهرن، پاڻ ڪريمن صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن دستار مبارڪ گنبذدار يعني گول قبي جهڙي ٻڌي اٿن ۽ ٽوپي ڏيپي ۽ ڪڏهن ايڏي وڏي ٽوپي بہ پاتي اٿن جو سنتري لاءِ بہ آڏو رکي اٿن ۽ مولهاٽو بہ ٻڌو اٿن ۽ قادري ٽوپي اڻ جي ٽوهي وانگر ٿيندي آهي.

**48- نقل:** خليفي ميان لقمان رحمة الله عليہ کان نقل ٿيل آهي تہ هيڪر پاڻ پار سفر تي هليا ۽ هي عاجز بہ سندن رڪاب فيض انتساب ۾ شامل هو ۽ پاڻ انهيءَ سفر ۾ سنت جي متابعت لاءِ بہ ڪجاوا حرمن سڳورن جا بہ ساڻ رکيا هئائون هڪڙي ڏينهن واٽ تي سج لٿو، پاڻ هڪڙي واهہ جي پرتي نماز سانجهيءَ جي ادا فرمايائون ۽ ايتري ۾ ڪجاوا جي پوئتي هٺاسي بہ آيا. پاڻ فقيرن کي فرمايائون تہ توهين واهہ لنگهي اڳتي هلو تہ اسين ڪجاوا لنگهايون، حڪم موجب جماعت اڳتي رواني ٿي پاڻ سومهياڻي جي وقت منزل تي اچي پهتا. ٻي ڏهاڙي واٽ هلندي صاحبزادي سڳوري ميان مهدي شاهہ کي اهڙي اڃ لڳي جو قريب المرگ ٿي پيا، پاڻي بلڪل ڪونہ هو جنهن ڪري سندن قلب مبارڪ تي گراني ٿي پئي، فيروز فقير نظاماڻي کي فرمايائون تہ اي فيروز! گهوڙو ڊوڙائي ڪاٿئون پاڻي آڻ؟ فقير گهوڙو ڊوڙائي پري پنڌ کان پاڻي آڻي صاحبزادي کي پياريو. تڏهن ڪين جمعيت ٿي، پاڻ فرمايائون تہ هي تڪليف ۽ اڃ جي سختي رڳو هنڪري پهتي جو سانجهي نماز ادا ڪندي تڪڙ ڪري هڪ مسنون نفل وسري ويو هوسون، هيءَ انهيءَ جي جزاءِ آهي.

**49- نقل:** خليفي ميان لقمان عليہ الرحمة کان نقل ٿيل آهي تہ هيڪر مون سندن حضور پر نور ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن ڪڏهن سٿڻ بہ ڪئي آهي يا نہ؟ پاڻ فرمايائون تہ هيڪر پاڻ بازار مان سٿڻ مبارڪ ٺهرائڻ لاءِ ڪپڙو خريد ڪيو هئائون. هڪڙي اصحابي عرض ڪيو تہ حضرتا! ڪپڙو مونکي ڏيو تہ کنيو هلان، پاڻ ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن کيس ڪپڙو نہ ڏنو ۽ پاڻ کڻي آيا، باقي هن ڳالهہ جي چٽائي نہ ٿيل آهي تہ پاڻ سٿڻ پاتي اٿن يا نہ؟ کي چون ٿا تہ پاتي ڪانہ اٿن مگر پسند رمائي اٿن.

فهرست واري صفحي تي هلو

## فصل ٻيون
## عزيمت يعني شرعي احڪامن ۾ احتياط پاران رخصت کي ڇڏڻ ۽ پرهيزگاري بابت

**1- نقل:** هيڪر پاڻ نقل فرمايائون تہ حضرت حاتم اصم قدس سره جي نياڻي پنهنجي گهر اڳيان ڏيو ٻاري ان جي روشنائيءَ ۾ سٽ وِيڻي ڪتيو تہ اتفاقا اتان شهر جو حاڪم اچي لنگهيو وٽس هڪ بتي تمام گهڻي روشن هئي جنهن جي روشنائيءَ تي بي بي صاحبہ بہ چار تندون تڪڙ ۾ ڪتي ورتيون، پر ٿن ڏينهن ڪانپوءِ سندس دل ۾ اچي خيال ۽ تردد پيدا ٿيو، اتان جي عالمن پرهيزگارن کان سوال پڇائي موڪليائين تہ ٻہ چار تندون حاڪم شهر جي بتيءَ جي روشنائيءَ ۾ ڪتيون اٿم ۽ اهي تندون ٻئي سٽ سان گڏجي ويون آهن هينئر انهيءَ سٽ بابت ڇا حڪم آهي؟ عالم سڳوري موڪليل ماڻهو کان پڇيو تہ هي مسئلہ ڪنهن پڇايو آهي؟ ان چيو تہ حاتم اصم جي نياڻي، عالم چيو تہ اٿين ڪيس اهو سٽ استعمال ڪرڻ درست نہ آهي.

**2- نقل:** هيڪر پاڻ حاجي ايوب قدس سره (جو چوٿين واسطي سان حضرت پيرسائين جن جي نقشبندي سلسلہ جي مرشدن مان آهي) جو نقل ٿي فرمايائون تہ ڪنائس سندن وڏي پٽ سوال پڇيو تہ اهل ظاهر جا فقہ جي ڪتابن ۾ لکن ٿا تہ ٽن ڏينهن جي فاقي کان پوءِ حرام کائڻ درست ٿي پوي ٿو سا ڳالهہ پوري آهي يا نہ؟ پاڻ جواب ڏنائون تہ درست نہ آهي. تڏهن نينگر وري پڇيو تہ علماءِ ظاهري متواتر يعني سڀئي اتفاق سان فتويٰ ڏين ٿا تہ درست آهي، پاڻ وري بہ جواب ۾ فرمايائون تہ درست نہ آهي. ٽي ڀيرا سوال جواب ٿيو چوٿين ڀيري ڪاوڙ سان فرمايائون تہ اي پٽ! معلوم ٿو ٿئي تہ تنهنجي حرام سان ڏاڍي دل آهي تنهن ڪري خدا تعاليٰ مون کي تنهنجي گهران شل پاڻي بہ نہ پيئاريندو. پاڻ انهيءَ پنهنجي واعدي تي اهڙا محڪم رهيا جو وري پنهنجي حياتيءَ ۾ ڪڏهن بہ سندس گهر مان هڪ پاڻيءَ جو ڍڪ بہ نہ پيتائون.

**3- نقل:** هيڪر پاڻ نقل فرمايائون پئي تہ هڪڙو شخص امام اعظم رضي الله تعاليٰ عنه جي خدمت ۾ آيو ۽ مسجد شريف جي ناهڻ لاءِ ڪجهہ خرچ جو سوال ڪيائين. پاڻ گهڙي ڪن سندس سوال کان اداس ۽ غمگين ٿي ويا. ٿوري دير کان پوءِ سوال جي اجابت لاءِ لاچار هڪڙو دينار ڪيس آڻي ڏنائون. ڪجهہ مدت گذرڻ بعد اهو شخص موٽي امام صاحب جي خدمت ۾ آيو ۽ اهو دينار جنسي موٽائي

آئي امام صاحب جي اڳيان رکيائين ۽ عرض ڪيائين ته حضرتا! اوهان جي دعا جي برڪت سان مسجد شريف جي تعمير لاءِ ٻي هنڌان گهڻو خرچ حاصل ٿي ويو ۽ سائين جن جو ڏنل دينار بچي پيو سو موٽائي آندو اٿم. امام صاحب وري خوشيءَ سان اهو دينار ان شخص کان وٺي کڻي رکيائون، ان شخص جي وڃڻ کانپوءِ حاضر ماڻهن امام صاحب جي خدمت ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! دينار ڏيڻ مهل اوهان جي طبيعت تي گراني پئي ڏٺي سون ۽ هينئر موٽي ملڻ تي اوهان جي طبع مبارڪ تي فرحت ۽ خوشي جو اثر پيو ظاهر ٿئي تنهنجو ڪهڙو سبب؟ امام صاحب جواب ۾ فرمايو ته منهنجو دينار حلال وجه مان حاصل ٿيل هو ان کي پاڻيءَ ۽ مٽي يعني اڏاوت جي ڪم ۾ خرچ ڪرڻ اسان کي سخت پئي لڳو. جڏهن موٽي آيو تڏهن شڪرانو ڪيوسون ته الله تعاليٰ اسان جي حلال وجه جي دينار کي پاڻيءَ ۽ مٽيءَ ۾ خرچ نه ڪرايو (حديث شريف ۾ آيل آهي ته اذالم يبارك العبد في ماله جعله في الماءِ والطين) يعني جنهن ٻانهي جي مال ۾ الله تعاليٰ برڪت نه وجهندو آهي ته ان جو مال پاڻي مٽيءَ ۾ خرچ ڪرائيندو آهي (رواه البيهقي).

**4- نقل:** پاڻ فرمايائون ته حضرت امام اعظم رضي الله تعاليٰ عنه جي روش هوندي هئي ته جيڪڏهن ڪنهن شخص جي ذمي سندن ڪجھ قرض هوندو هو ته سندس گهر جي ڇت يا سندس وڻ جي ڇانو ۾ نه آرام وٺندا هئا، نه وهندا ۽ نه ترسندا هئا.

**5- نقل:** سندن روش مبارڪ هوندي هئي ته حيدرآبادي حاڪمن جي دعوت تي تشريف فرمائيندا هئا ته سندن تيارڪيل طعام ڪونه کائيندا هئا بلڪ ٻيو ڪو فقير طعام تيارڪري آڻي ڏيندو هو ته اتان کائيندا هئا ۽ ڪن ٻين شاهوڪارن ماڻهن جي جاءِ تي به اهڙي روش سان هلندا هئا.

**6- نقل:** شادي فقير موچي وينل درگاهه مبارڪ جو نقل ڪري ٿو ته هيڪر سلطان شجاع الملڪ سنڌ ملڪ تي ڪاهه ڪري آيو هو. سنڌ جي حاڪمن حضرت مرشد ڪريم رضي الله تعاليٰ عنه کي ايلاز منٿون ڪري ميڙ طرح سلطان ڏي موڪليو هو ته جيئن سنڌ تي چڙهائي کان باز اچي ۽ لشڪر موٽائي وڃي. پاڻ جڏهن سلطان جي لشڪر ۾ تشريف فرمائيا تڏهن سڀني فقيرن کي حڪم فرمائي ڇڏيائون ته ڪوبه لشڪر جي بازار مان ڪابه شيءِ خريد ڪانه ڪري ۽ پاڻ جيترا به ڏينهن ٽي ترسيل هئا تيستائين اتان ان يا ٻي ڪا ڪاڏي پيتي جي شيءِ ڪانه استعمال فرمايائون بلڪ جيڪي ڪجھ درگاهه مبارڪ تان پاڻ سان آندو هئائون انهيءَ تي ڪفايت ڪري وقت گذاريائون.

**7- نقل:** محمد صلاح نقل ڪري ٿو تہ جڏهن پاڻ ٽالپرن جي طرفان سلطان شجاع الملڪ ڏي ميڙ طرح تشريف فرمائياهئا تڏهن مون کي سندن مڏيءَ جو هڪ اٺ خدمت لاءِ حوالي ٿيل هو. سندس گاهہ لاءِ ولي محمد لغاري جو هڪ سنڌ جو وڏو صوبو آهي تنهن جي ٻيليءَ سان ٻاهر نڪري وڃي گاهہ ڪري ايندو هوس هيڪر ٻئي ڇٽا گاهہ لاءِ وياسون وات تي ولي محمد جي ٻيليءَ پاڻ سان پلاءَ جو هڪ ٿالهءِ آندو هو سو ڪڏي کائڻ ويٺو ۽ مونکي صلاح ڪيائين تہ اچي کاءَ جڏهن تہ اسان کي حضرت پير سائين جن کان جهل ٿيل هئي تنهن ڪري سندس کاڌي کي ويجهو بہ نہ ويس. هن طعام ويٺي کاڌو تہ اينتري ۾ هڪڙو پنڌ گهوڙي سوار اتان اچي لنگهيو ۽ ولي محمد جي ٻيليءَ کي چيائين تہ تون طعام ويٺو کائين ۽ هن شخص کي ڇونہ ٿو کارائين؟ ان چيو تہ مان صلاحيو مانس پر پاڻ نٿو کائي. تڏهن انهيءَ پنڌ مون کي چيو تہ فقير اٿي وڃي کاءَ. مون چيو هرگز نہ کائيندس. تنهن تي چهبڪ ڪڍي چيائين تہ اشرافت سان کائين ٿو تہ واهہ نہ تہ چهبڪ سان سٺو ڪندو سانءِ مون گهٽو ئي گسايو پر هو اصلي چهبڪ هڻڻ لاءِ تيار ٿي بيٺو. پوءِ لاچار ٿي کاڌم ۽ هو پنڌ جيستائين کائي بس ڪيم تيستائين منهنجي مٿان بيٺو هو. جڏهن موٽي آياسون تڏهن سموري حقيقت سندن حضور مبارڪ ۾ عرض رکيم. پاڻ مرڪي فرمايائون تہ جڏهن الله جل شانہ کارائيندو آهي تہ اٿين کارائيندو آهي.

**8- نقل:** هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون تہ هڪڙو شخص حضرت سلطان العارفين بايزيد بسطامي قدس سره السامي جي وقت ۾ هوندو هو جنهن جي ساري رات بيقراري ۽ روج ۽ زاري بي اختياري ۾ گذرندي هئي ۽ سمجهندو هو تہ آءُ خدا تعاليٰ جي وڏن طالبن ڪاملن منجهان آهيان هيڪر حضرت شيخ بايزيد بسطامي قدس سره سندس تعريف ٻريو احوال ٻڌي منزلون ڪري پنڌ هئي ان جي ملاقات ۽ صحبت لاءِ وٽس آيو. ڏٺائين تہ ساري رات بي قراري ۽ دانهن ۾ ٿي گذريس. پر طعام جي کائڻ ۾ احتياط ۽ پرهيز ڪانہ هيس. جاٿون پيو هٿ لڳيس تاٿون وٺيو کايو ٿي وبو ۽ حلال حرام جي ڪابہ پڇا ڪانہ پي ڪيائين هڪڙي ڏينهن شيخ صاحب رحمة الله عليہ کيس دعوت ڪري پاڻ وٽ وٺي آيو ۽ رات جو کيس طعام پاڻ وٽ کارايائين هو شخص پنهنجي عادت موجب رات جا پهريان پهر پريشاني ۽ بي قراري ۾ گذاريائين. پر رات جي پوئين پهر ۾ ننڊ وٺي ويس، ٻي رات بہ طعام کائي اڌ رات تائين دانهون ڪيائين پوءِ ننڊ اچي ويس. ٽين رات جو طعام کائي سمهيو تہ ساري رات ننڊ ۾ گذري ويس. فجر جو

حضرت شيخ بايزيد قدس سره وٽ دانهون کندو آيو تہ تو منهنجو حال ڦري ورتو آهي. حضرت شيخ قدس سره جواب ڏنس تہ تو وٽ حال هو ڪٿي جو تو کان ڦري ويس؟ ڳالهہ هي آهي تہ توکي کاڌي پيتي ۾ پرهيز کانہ هئي جنهن ڪري شيطان تو ۾ حلول ڪري بي ويو ۽ دانهون پٽي ڪرايائين. هينئر جو هي ٿي راتيون سانده اسان توکي حلال وجه جو طعام کارايو آهي، تنهنجي تاثير کان شيطان تنهنجي بت مان نڪري ويو ۽ وري داخل ٿيڻ جي طاقت نہ ٿي ٿئيس، اهوئي سبب آهي جو تنهنجون شيطاني دانهون هينئر چپ ۾ اچي ويون آهن پيو مون توکان ڪجهہ بہ نہ ڦريو آهي.

اي عزيز سندن انهيءَ فرمودي مبارڪ مان معلوم ٿو ٿئي تہ طالب کي حلال طعام جيٰ حاصل ڪرڻ ۾ تمام گهڻي ڪوشش ۽ وڏو خيال وٺڻ گهرجي ۽ حرام مشتبهات کان پرهيز ۽ پاسو ڪرڻ ضروري سمجهڻ کپي ۽ عزيمت کان رخصت ڏي نہ اچڻ گهرجي. نہ تہ ماڻهو انهيءَ شخص وانگر شيطان جي حلول سان هلاڪ ٿي ويندو.

9- نقل: محراب فقير سنجراڻي نقل ڪري ٿو تہ هيڪر حضرت پيرسائين جن رضي الله تعاليٰ عنہ ميان صاحب قدس سره الاقدس جن کان بيان ٿي فرمايائون تہ جڏهن پاڻ اتر جي سفر کان حضرت مرشد مڪمل جي خدمت کان رخصت ياب ٿي هن طرف وارد ٿيا، تڏهن کين پيشاب ۾ گرميءَ جو اثر ٿي پيو. پوءِ هڪڙو شخص جو سندن خاص معتقدن ۽ مخلصن مان هو تنهن کين صلاح ڏني تہ جيڪڏهن شرعي حيلي سان ڪنهن عورت سان صحبت مجامعت فرمايو تہ جيڪر هي درد يڪدم دفع ٿي وڃي. پاڻ ان مهل انهيءَ ڳالهہ تي ڪجهہ ڀرائي ڏيکارئون. جنهن تي هو شخص وڃي هڪڙي عورت سان سائين جن جي طرفان شرعي حيلو ناهي ان عورت کي خدمت ۾ موڪلي ڏنائين. پاڻ گهڙي کن ماٺ ڪري خيال ۾ پئجي ويا ۽ پوءِ ان عورت کي فرمايائون تہ اي امان! اٿ ۽ پنهنجي گهر هلي وڃ. پوءِ فرمايائون تہ جيڪڏهن هينئر پنهنجي بت جي چڱيلائي لاءِ هي ڪم ڪيون ها پوءِ توڙي ڪٿي مباح آهي تہ بہ عام ماڻهن جي طعني ۽ انگشت نمائي جو سبب بڻجي ها. جو هن ڪم کي بڇڙو ڪم سمجهي اسانجي مرشد ڪريم ڏي گهٽتائي ۽ نقص جي نسبت ڪن ها ۽ پنهنجائي جهان چٽ ڪري وڃهن ها، تنهن ڪري پنهنجي بت جي صحت لاءِ جو هڪ فاني شيءِ آهي. اهڙو ڪم ڪرڻ تمام نہ نهندڙ ۽ نامناسب آهي. جنهن شخص کين اها صلاح ڏني هئي تنهن کان دوستي ۽ اخلاص جو رستو بلڪل ڇني ڇڏيائون ۽ وري ڪڏهن بہ ان ڏي التفات نہ ڪيائون ۽ فرمايائون تہ اهڙي سنگتيءَ کان ڇڱائي اصل کانہ پهچندي.

فهرست واري صفحي تي هلو

# فصل ٽيون
## وعظ ۽ نصيحت بابت

**1- نقل:** حافظ فقير ذات جو گنگرو نقل ڪري ٿو ته هيڪر آئون درگاهه مبارڪ تي حاضر هوس. هڪڙي ڏينهن پاڻ اڳين نماز جماعت سميت ادا ڪري فارغ ٿي ويٺا هئا ته ايتري ۾ حضرت صاحبزاده وڏا مسند نشين اول قدس سره جو ان وقت سندن صاحبزادگي جو زمانو هو نماز لاءِ مسجد شريف ۾ آيا ۽ هيڪل نماز ادا فرمايائون، پاڻ ڪين هيڪلو نماز پڙهندو ڏسي ڏاڍو جوش ۾ آيا ۽ فرمايائونس ته توهين سمجهو ٿا ته اسين پيرجا پٽ آهيون ۽ انهيءَ فخر تي گهوڙن تي چڙهياامير وانگر سٺا لباس پهريو شهر ۾ پيا ٿا ڦرو، اسان جي مرضي ۽ خواهش هئي ته الله تعاليٰ ڏي منهن ڪيو، پر توهان خلق سان مشغول ٿي ويؤ. تنهن ڪري اسين اوهان کان راضي ڪونه آهيون. ۽ پيو نه خليفن کي جو تلقين جو اجازو ڏنو هو سون سو هن لاءِ ته خلق کي الله تعاليٰ ڏي ڪوٺ ڪن ۽ سڏن پر هوبه ماڻهن کي پاڻ لاءِ حصا بخرا (پاڳا) ڪري ويهي رهيا آهن. انهن کان به راضي نه آهيون ۽ پيا وري فقيرآهن جي پاڻ کي تارڪ الدنيا ٿا سڏائين حالانڪ ترڪ ڪان اڳ سندن حال هي هو جو ڪائين جي پري ڪري وڪٽي انهيءَ مان ڪا پائي چوٿائي ڪن ان جي حاصل ڪري گذران ڪنداهئا ۽ ويلي تي دال به هزارن حيلن سان هٿ ايندي هين. هاڻي اهي ساڳا تارڪ ڪتولن تي ٿا سمهن ۽ ٿڌن پاڻين جا گهڙا پريون ڪتولن هيٺان ٿا رکن ۽ جي هڪ ويلو ماني نه ٿي ملين ته دل ۾ ٿا چون ته جيڪر سيني وقتن تي طعام پيو ملي ته هوند چڱي طرح کايون پيون ڊؤ ڪيون ويٺا هجون، انهن ماڻهن کان به اسين راضي ڪونه آهيون. ڇو ته هو نفس جي مخالفت ڪانه ٿا ڪن.۽ پيو هڪ ٽولو آهي جو ڇڙا ڇڙمل آهن ۽ دنيا وي اسباب وٽن ٿورو آهي، تنهن ڪري جلد اسان وٽ حاضر ٿين ٿا ۽ پيا مريد جيڪي دنياوي اسباب ۾ مقيد آهن تن کي چون ٿا ته اي دوستو اچو ته گڏجي حضرت مرشد ڪريم جي زيارت لاءِ درگاهه مبارڪ تي هلون. پوءِ اتي اهل اسباب وٽ خوب طرح ماڻيون ۽ڙ ڪائي اسان وٽ ايندا پوءِ جڏهن دنياوي ماڻهو پنجن ڇهن ڏينهن کانپوءِ موڪلائيندا ته هو فقير انهن کي وعظ ڪندا ۽ چوندا آهن ته جلدي نه موڪلايو پتي ڏينهن ترسو، پر هنن ويچارن کي دنياوي مشغوليون ڪٿي ڇڏينديون نيٺ موڪلائي ويندا اهي مجرد ڇڙا ڇڙ مل فقير به ٿي ڏينهن هتي ٽڪي وري انهن وٽ ايندا ۽ مٿن ملامت جو مينهن وسائيندا ته

توهان ترسيوئي ڪين يڪدم وئي پوئتي ڊوڙ پاتو ۽ پاڻ ڪي ٻه ٽي ڏينهن وڏيڪ تڪڻ ڪري فخر وارو پيا پائيندا. انهن ماڻهن کان ٻه اسين راضي ڪونه آهيون: پوءِ سموري جماعت، حاضر ماڻهن کي خطاب ڪري فرمايائون ته " توهان سيني الله تعاليٰ ڏي منهن نه ڪيو" ائين فرمائي جوش کان حاوبلي مبارڪ ڏي اسريا ۽ ٽيپهري نماز تي به جوش ۽ رنجش جي سببان مسجد شريف ۾ تشريف فرمانه ٿيا. جماعت ۾ ڏاڍو روڄ دانهون ۽ جوش خروش اچي پيو. پوءِ سانجهي نماز تي رحم فرمائي تشريف فرمايائون.

**2- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه نقل ڪري ٿو ته هيڪر لاڙ جي سفر ۾ حضرت پير سائين جن رضي الله تعاليٰ عنه مون فقير جي دعوت تي تشريف فرمائياهئا، ۽ مهرباني فرمائي زيارت ڪرائڻ لاءِ اندر جاءِ تي آيا. مون ڪجهه طعام تيار ڪرايو هو سو خدمت ۾ پيش ڪيم پاڻ صاحبزادن سڳورن سميت ان مان کاڌائون. ڪاڌي کائڻ کانپو اتان خواه آس پاس جون عورتون جي زيارت لاءِ اچي حاضر ٿيون هيون تن دعا لاءِ خدمت عاليه ۾ استدعاڪئي. پاڻ سيني جي حق ۾ دعا گهريائون . ۽ اٿيا ته انهيءَ وچ ۾ منهنجي پڦي خدمت شريف ۾ عرض ڪيو ته " حضرتا! توهان جي دامن ورتي اٿسي" حضرت مرشد مڪرم جن کي جوش اچي ويو جو مون سندن منهن مبارڪ ڏي ڏٺو ته ڳاڙهي ورن پيو ڏيکارجي ۽ پگهر مبارڪ جا قطرا ظاهر ٿيل هئا. فرمايائونس ته اي امان! دامن وٺڻ پري آهي. پڦي وري خدمت ۾ هي مصرعو عرض گذاريو ته " اڳلائي اوڏ ته پڻ لاڪي چام جا" پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته " اوڏ سيئي اوڏ جي لاڪي جي لوڏ" پوءِ مثال بيان فرمايائون ته سراين جي قوم جي ميان جا مريد هوندا هئا سي پنهنجي نفس جي خواهش تي ڪم ڪري پوءِ چوندا هئا ته " گهٽ ميان تي گهٽ ميان تي" انهيءَ غفلت ۽ ناداني جو اهو نتيجو نڪتو جونه رڳو سندن حڪومت برباد ٿي وئي. بلڪ پاڙئي صفا پٽجي وين. اي امان! جڏهن ماڻهو مري ٿو ۽ انهيءَ کي قبر ۾ آڻي ٿا رکن ۽ ملائڪ جواب سوال جي پڇا لاءِ وٽس اچن ٿا، تڏهن اهو مئل ويچارو وئي ٿو دانهون ۽ فريادون ڪري ۽ جن ماڻهن سان دنيا ۾ دوستي هوندي هيس تنکي سڏ ٿو ڪري ۽ مدد ۽ واهر لاءِ واڪا ٿو مچائي! پر دنيا وارن مان ڪوبه سندس احوال کان واقف ڪونه ٿو ٿئي ۽ نڪي سندس سڏ ٻڌي ٿو نه واهر لاءِ وجي ٿو سگهي. مگر انهيءَ وقت جيڪا الله ڪارڻ پنهنجي مرشد سان دوستي رکي هوندائين سا ڪم ايندس ۽ مرشد مڪمل ملائڪن جي هٿان ڪيس ڇڏائي آزاد ڪري ٿو ڇڏي، نه ته ٻيو ڪوبه انهيءَ اوکي مهل ۾ سندس مدد ڪونه ٿو ڪري.

**3- نقل:** سندن روش مبارڪ هوندي هئي ته نماز جمعي جي ادا ڪرڻ ڪانپوءِ ممبر تي ويهي وعظ فرمائيندا هئا. الله جي مخلوق جاڙهون تاڙهون تمام گهڻي تعداد ۾ جمعي جي نماز ادا ڪرڻ ۽ وعظ ٻڌڻ اچي گڏ ٿيندي هئي ۽ پاڻ وعظ ۾ قرآن، حديث ۽ شريعت طريقت جا نڪتا ۽ حقيقت معرفت جا اسرار، اڳين مشائخن جا قول ۽ پوين بزرگن جا گفتا، هر قسم ۽ هر زبان جا بيت نهايت عمدگيءَ سان ٻڌندڙن جي حال موجب بيان فرمائيندا هئا ۽ سندن وعظ ڪري ساري جماعت عام ۽ خاص ماڻهن تي اهڙو اثر پوندو هو جو ساري جماعت ۾ روح ۽ درد ۽ وجد جي حالت پيدا ٿي ويندي هئي ۽ روئندي روئندي ماڻهو بي هوش ٿي ويندا هئا پاڻ به وعظ ۾ گريو فرمائيندا هئا ۽ وعظ ۾ فرمائيندا هئا ته متان سڀاڻي قيامت جي ڏينهن حساب جي مهل ڪوئي حجت آڻي ته اسان کي ڪنهن ڪو نه ٻڌايو، تنهن ڪري پنهنجي خدا سان هجو. اسان جو هي قول توهان جي حجت کي سڀاڻي باطل ڪندو. جيئن ته ڪنهن بزرگ فرمايو آهي ته:

**تدبير خود امروز کن اي خواجه ڪ فردا**

**هر چند ڪ فرياد ڪني سود ندارد**

يعني اي سردار پنهنجي ڳڻ ڪا اڄ ئي اٽي ڪر. ڇو ته سڀاڻي گهڻيون ئي دانهون ڪندين پر فائدو ڪو نه ٿيندءِ.

**4- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون ته هن زماني ۾ اسان فقير اهڙا آهيون جو ڪو دنيا دار ماڻهو اسان کي هڪ پيسو ڏيئي ۽ چوي ته مون کي ٻه نفل بخش ته جهٽ ٻه نفل نماز جا هڪ پيسي تي ڪيش ڏئي ڇڏيون. پر جي ڪو پيسو اسان کان گهري ته اصلي ڪين ڏيونس.

**5- نقل:** غلام فقير ابڙو نقل ڪري ٿو ته هڪڙي رات سندن خدمت مبارڪ ۾ درگاهه مبارڪ واري مسجد ۾ حاضر هوس. پاڻ فرمايائون ته هن کان اڳ اسان اوهان کي چيو هو ته هڪٻئي سان صحبت ۽ سنگت ڪندا ڪيو پر هينئر اوهان کي چئون ٿا ته هيڪلو ويهي پنهنجي رب کي ياد ڪندا ڪيو. ڇو ته هينئر اهڙو وقت آيو آهي جو ٻه ڄڻا گڏجي ٿا ويهن ته گويا ڪ ٻه شيطان گڏ اچي ٿا ٿين. يعني خدا تعاليٰ جي يادگيري کان نه ٿا ڪن. بلڪ بيهودا ۽ اجايا گفتا ڪٿي ٿا ڇيڙن.

**6- نقل:** ناقل حافظ محمود ٽيپو وينل ڊاسوڙيءَ جو، جو اها نصرپور جي طرف هڪ ديهه آهي ته هيڪر درگاهه ثريا جاهه تي مسجد شريف منجهه سندن خدمت ۾ حاضر هوس. صاحبزادي والاتبار ميان محمد ياسين شاهه وٽانئن سبق پئي پڙهيو ته مير سهراب جو نوڪر جو انهيءَ ڏينهن خدمت شريف ۾ آيو هو، موڪلائڻ لاءِ لنگهي آيو ۽ جڏهن موڪلائي مسجد جي دروازي کان ٻاهر نڪتو ته

وري مسجد ۾ اندر اچي اشاري سان صاحبزادي صاحب کان موڪل گهريائين. صاحبزادي صاحب ڪيس اشاري سان فرمايو ته گهڙي ڪن ترس، سبق ڪان وانداٺيون ته پوءِ ملاقي ٿي موڪلائجانءِ. حضرت پيرسائين جن اهو حال ڏسي ورتو ۽ فرمايائون ته جيڪو دولتمند ماڻهن جي دوستي ۽ محبت ٿو رکي ان کي سندن دوستيءَ مان هرگز چڱائي حاصل ڪانه ٿيندي. بلڪ ضرور نقصان پهچندس. پر جي اوهان پائيندا ته اسانجو والد فقير آهي ته به خدا تعاليٰ جي دوستي ڪانسواءِ اوهان کي ڪوبه نه پڄندو. هڪڙو ريسگائي فقير حاضر هو تنهن عرض ڪيو ته حضرتا! تنهن جي دامن ورتي اٿسي تون اسان لاءِ محڪم ٽيڪ آهين. انهيءَ تي پاڻ جوش ۾ آيا، ۽ ان فقير کي فرمايائون ته تون اهڙيون حجتون تڏهن ٿو ڪرين جو خبرڪانه اٿئي. پوءِ مثال بيان فرمايائون ته هيڪر گدڙن گڏجي پاڻ ۾ صلاح ڪئي ته اچو ته گڏجي هلي شهر جي ڪتن کي شهر مان لوڏي، ڳوٺ پنهنجي تصرف ۽ قبضي ۾ آڻيون. اها صلاح پڪي ڪري، سڀئي گڏجي اٿي شهر ڏي هليا، جڏهن هڪڙي ڳوٺ وٽان ويجها آيا، ته اتي جي ڪتن کي جو خبر پئي، سي ڪين ڏسڻ شرط اچي ڪڍ پيا، سڀ گدڙ جهنگ ۾ پڄي ڪي ڪاڏي ويا، ڪي ڪاڏي، مگر انهن مان هڪڙو گدڙ پڄي نه سگهيو، لاچار هڪڙي واڻئي جي هٽ ۾ لڪو. جڏهن رات ٿي تڏهن اتان واڻئي جي ليکي جي بندي ڪٽي گدڙن کي اچي مليو ۽ ڊاڙون هڻڻ لڳو ته زورا ور توهان تڪڙ ڪري پڄي ويؤ. نه ته مان ڏس هي سند بادشاه کان لکرائي وٺي آيو آهيان، اچو ته هينئر موٽي هلون، گدڙن کي سندس چوڻ تي قوت ٿي ۽ انهيءَ سند تي تڪيو ڪري دلير ٿي شهر ڏي موٽيا، جڏهن شهرجي ويجهو آيا ته اڳئين وانگر وري به ڪتا اچي مٿن ڪڙڪيا ۽ ويچارن جهنگ ۾ پڄي پڄي مس جند ڇڏائي. وات تي پڄندي هڪڙي گدڙ چيو ته پيلي جيڪو بادشاه کان سند لکرائي آيوهو، اهو ڪاڏي ويو انهي کي سڏ ڪيو ته اها سند ڪتن کي ڏيکاري ته اسانجو پيڇو ڇڏن. اينتري ۾ ڏسن ته اهو گدڙ پڄندو سهڪندو ٿو اچي، پڇيائونس ته سند ڪاڏي ڪيئه؟ جواب ڏنائين ته اجا بادشاه گردي جو وقت آهي. يعني امن امان ڪونه ٿيوآهي پوءِ سند وري ڪيئن ڏيکاريون؟

**7- نقل:** خليفو غازي خان نقل ڪري ٿو ته حضرت مرشد معظم رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو ته ڪنهن مريد پنهنجي پير کان رخصت طلب ڪئي، ته جهان جي سير ڪرڻ جي اجازت ملي ته وڃي ڏنيا ۾ گهمان پيرپڇيس ته ڇالاءِ ٿو سير ڪرين؟ مريد عرض ڪيو ته خلق الله کي وعظ نصيحت ڪرڻ لاءِ، ته حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي امت بدڪمن کان گوشو ڪري ۽ شرعي

حڪمن تي استقامت وٺي ۽ انهيءَ پاران مون کي بہ درجو حاصل ٿيندو. پير ڪيس چيو تہ جيڪڏهن انهيءَ نيت سان وڃين ٿو تہ بلاشڪ جنهن طرف مرضي پوئي اوڏانهن توکي اجازت آهي. اهو مريد رخصت ياب ٿي، هڪڙي ڳوٺ ۾ وڃي ٽڪيو ۽ اتي وعظ شروع ڪيائين. ڪجھ مدت ڪانپوءِ اهو پير پنهنجي مريد جي احوال جي جاچا ۽ سندس وعظ جي فائدي ڏسڻ لاءِ انهيءَ ڳوٺ ۾ آيو. ڪيس ڏٺائين تہ ممبر تي ويٺو وعظ ڪري. هي بہ ڳجهي طرح وڃي مسجد جي ڪنڊ ۾ ويٺو. وعظ هلندي هڪڙي سائل اچي سوال ڪيو. انهيءَ مريد کي جيترو ٿي سگهيو، خيرات ڏنائين گهڙي ڪن ڪانپوءِ وري ٻيو سائل آيو، ان کي بہ پنهنجي هڙان خيرات ڏنائين، جڏهن پير سندس اها روش ڏٺي اٿي وڃي ممبر تان ڪيس هيٺ لاٿائين ۽ چپاٽ هڻي چيائينس تہ تون اسان کان حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي امت جي ثواب لاءِ موڪل وٺي آيو هوئين يا پنهنجي نفس جي ثواب لاءِ؟ هي تو رخصت جي برخلاف عمل ڪيو آهي. جيئن تہ سائل جو سوال مجمل هو جو سمورن جماعتين ۽ حاضر ماڻهن کي شامل هو نہ خاص تو لاءِ. پوءِ تو چونہ خيرات ڏيڻ ۾ دير ڪئي تہ من جماعت مان ڪو ٻيو سائل کي ڪجھہ ڏئي سندس حق واجب ادا ڪري، ۽ ثواب حاصل ڪري ها. هينئر تو سندس حق ادائيءَ ۾ تڪڙ ڪري ٻين کي ثواب کان محروم ڪري وڌو، جنهن مان معلوم ٿو ٿئي تہ تون پنهنجي ثواب لاءِ هت آيو آهين، نہ امت حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ثواب لاءِ، تنهن ڪري تون انهيءَ ڪم جو لائق نہ آهين.

**8- نقل:** ٻڌو فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو تہ حضرت پيرسائين جن رضي الله تعاليٰ عنہ صاحبزادي والاتبار ميان هدايت الله شاھ جي شادي لاءِ پنهنجي ننڍي ڀاءُ سيد ميان مرتضيٰ علي شاھ قدس سره الاقدس وٽ تشريف فرماٿيا هئا. سومهياڻيءَ جي وقت ڪٽ تي ويٺا هئا ۽ اتي هي نقل بيان فرمايائون تہ، هڪڙو سوداگر هو تنهن پنهنجي دوڪان جي حفاظت لاءِ هڪڙو پولڙو ڏاريو هو. پوءِ جڏهن اهو سوداگر ڪنهن ڪم ڪار تي ويندو هو تہ انهيءَ پولي کي دوڪان تي ويهاري ويندو هو، هڪڙي ڏينهن ڪو چور دڪان تي اچي پولڙي جي پرسان ويٺو ۽ ان سان مڪر فريب ڪري چوريءَ جو ارادو ڪيائين، پوءِ چا ڪيائين جو پولي اڳيان ٻانهون ٻڌائين، تہ انهيءَ پولي بہ ٻانهون ٻڌيون ۽ ڪڏهن سلام پئي ڪيائين تہ هن ٻي سلام ٻي ڪيو، ڪڏهن ڪلي پئي ڏيکاريائينس، تہ هو بہ ڪلڻ ٻي لڳو. مطلب تہ جيئن انهيءَ چور پئي ڪيو تيئن پولي بہ پئي ڪيو، نيٺ پڇاڙيءَ ۾ انهيءَ شخص اکين تي هٿ رکيا، تہ انهيءَ پولي بہ اکين تي هٿ رکيا. جڏهن پولي اکين تي هٿ رکيا، تڏهن اهو چور دڪان تان ڪي شيون چورائي کنيون هليو ويو،

پوءِ جڏهن دوڪان جو مالڪ آيو، تڏهن اچي ڏٺائين ته ڪي شيون چورائجي ويون آهن. تنهن تي پولي کي ڏاڍي مار ڪڍيائين ۽ وري پٺي ڏيڻهن انهيءَ پولي کي اڳئين دستور موجب دڪان تي وهاري ڪنهن ڪم ڪار سان ٻاهر نڪري ويو. ته اينتري ۾ اهو چور به وجهه وٺي موٽي آيو، ۽ اڳئين طرح فريب ۽ دغا شروع ڪيائين، پولو به سندس تابعداريءَ ۾ اٿين ڪرڻ لڳو جيئن چور پٺي ڪيو، پر جڏهن چور اکين تي هٿ رکيا، تڏهن پولي جو مار کاڌي هئي تنهن جي پو ڪان اکين تي هٿ نه رکيائين، بلڪ پنهي هٿن سان اکيون پٽي ڏسڻ لڳو ته ڪجهه ڪنيو ته نه ٿو وڃي، چور اهو حال ڏسي نااميد ٿي موٽي ويو.

اي عزيزا انهي نقل جو مطلب هي آهي ته پولي جهڙو ڪم عقل حيوان به رڳو هڪ ڀيري مار جهلڻ ڪري پنهنجي ڪم تي بلڪل هوشيار، خبردار ۽ محڪم ٿي ويو. پر عجب حال اسان غافلن نادانن جو آهي، جو جيتوڻيڪ هيترا وعظ ۽ نصيحتون نبين ولين ۽ مرشدن سڳورن جون پيا ٻڌون ته به اندر جي چور يعني نفس پليت جي چوري ۽ شرارت کان خبردار ٿي نٿا سگهون. بلڪ سندس مراد تي ڪم ڪري ان جي ٺڳيءَ ۾ ڦاٿا وڃون ٿا. حالانڪ اسان کي صاف طرح ٻڌايل آهي ته اعدیٰ عدوڪ الذي بين جنبيڪ يعني تنهنجي دشمنن مان وڏو دشمن تنهنجو نفس آهي جو پنهي پاسن جي وچ ۾ ويٺو اٿئي.

**9- نقل:** عبدالله فقير رهنڊڙ ڪور واهه جي طرف جو نقل ڪري ٿو ته هڪڙي رات درگاهه معليٰ پاڳاهه تي پاڻ جماعت سميت ذڪر جي مشغوليءَ ۾ هئا ۽ آئون سندن پرسان ويٺي ذڪر ڪيو. سانوڻ ۽ گرميءَ جا ڏينهن هئا تنهن ڪري ڪن فقيرن جي روش هوندي هئي ته پاڻي جا ڪونرا ڀري آڻي جماعت ۾ رکندا هئا پوءِ جنهن کي اڃ لڳندي هئي سو اتان پاڻي پي وٺندو هو، انهيءَ رات مون به ذڪر جي وچ ۾ پاڻي اٿي وڃي پيتو جو سندن نظر مبارڪ کان منهنجو اٿڻ گذريو. پوءِ ٻي ڏينهن جو اندر حاويلي مبارڪ ۾ گاري ڪٽڻ جي ڪم ۾ مشغول هئا سون مون غلام کي فرمايائون ته اي ڇوڪرا رات ذڪر ۾ پاڻي تواٿي پيتوهو؟ مون عرض ڪيو ته هائو سائين، پاڻ فرمايائون ته ٻيهر متان پيتو اٿئي ڇو ته ذڪر ۾ پاڻي پيئڻ قلب کي ڪارو ڪري ڇڏيندو آهي.

**10- نقل:** پاڻ فرمايائون ته جڏهن اصحاب سڳورا ڪافرن سان ملاقي ٿيندا هئا ته انهن جي ٻتن کي گاريون ڏيندا هئا تنهنجي جواب ۾ ڪافر وري مؤمنن جي خدا (جل جلاله) کي گاريون ڏيندا هئا، تڏهن الله تعاليٰ جل شانه هي آيت سڳوري موڪلي: ولا تسبوا الذين يدعون من دون الله فليسبوالله عدوا بغير علم" يعني جن کي ڪافرالله تعاليٰ جل شانه کانسواءِ پوڄيندا آهن (ٻت) تن کي

ڳاريون نه ڏيو (چوڻ انهيءَ ڪري) ڇوءِ اهي ڳاريون ٿا ڏين الله تعاليٰ جل شانه کي بنا ڄاڻ جي دشمنيءَ ڪري.

**11- نقل:** خليفو ميان لقمان رحمة الله عليه نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ ڏهاڪي ۾ ويٺل هئا. هڪڙي ڏينهن وچين نماز ادا ڪرڻ کانپوءِ دعا گهري مصلي مبارڪ تي ويهي فرمايائون ته اي دوستو! جيڪڏهن همت اٿو ته پنهنجي رب ڏي پڄو ڇو ته الله تبارڪ وتعاليٰ قرآن ڪريم ۾ حڪم فرمائي ٿو ته ففروالي الله، يعني پوءِ پڄو پنهنجي رب ڏي. حضرت رسول ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي متابعت کان مٿو اصل نه موڙيو ڇو ته الله تعاليٰ جل شانه ڏي انهيءَ واٽ کانسواءِ ٻي ڪا واٽ ڪانه آهي.اهو ڪلام فرمائي پاڻ وري اعتڪاف واري جاءِ ۾ اسريا پوءِ سانجهي نماز کانپوءِ آءُ مسجد جي اڱڻ ۾ ويٺو هوس، ته اينتري ۾ پاڻ اعتڪاف واري جاءِ کان نڪري مسجد شريف ۾ آيا. منهنجي نظر جڏهن مٿن پيئي تڏهن بي اختيار ڪمال خوشي ۽ فرحت کان پنهنجو هٿ ڏگهاڙي چيم ته اجهو مرشد منهنجو آيو آهي. هٿ ڏگهارڻ کانپوءِ ڏاڍو پشيمان ٿيس ته ائين چوڪيم. پاڻ اچي مصلي تي ويٺا. مون خدمت مباڪ ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! مرشد ڏي هٿ ڏيگهاڙڻ درست آهي يا نه؟ پاڻ فرمايائون ته اهو مسئلو ڪنهن ڪتاب ۾ ڪونه ڏٺو اٿسين. پوءِ فرمايائون ته اوري آءُ. جڏهن ويجهو ويس تڏهن مون کي ياڪر پائي فرمايائون ته ڪوڪرن جي ڳوٺ ويو هئين؟ عرض ڪيم ته، هائو سائين فرمايائون ته اتي ماڻهو ڪيئن آهن؟ عرض ڪيم ته چڱي طرح ذڪر ۾ مشغول آهن. پاڻ ڏاڍا خوش ٿيا. اينتري ۾ جماعت منجهه سيني کي سندن تشريف آوريءَ جي خبر پئجي وئي ۽ سيئي اچي گڏ ٿيا. خليفو سلطان فقير جو وحدت ۾ استغراق هوس تنهن عرض ڪيو ته حضرتا! توهان امر فرمايوآهي ته، حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي متابعت ڪيو، سو جيڪڏهن پوري متابعت يعني حقيقي متابعت حاصل ٿيندي ته واه ڀلائي نه ته ظاهري متابعت اسان کان به ڪانه ٿيندي. پاڻ انهيءَ ڳالهه تي ڪجهه شڪر رنجي ڏيکاريائون ۽ فرمايائون ته اسانکي ظاهري متابعت حاصل ٿي پوي ته به غنيمت آهي. پوءِ آية شريف تلاوت فرمايائون.

**قل ان كنتم تحبون الله فاتبعوني يحببكم الله**
**ويغفرلكم ذنوبكم والله غفور الرحيم.**

يعني اي پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم ماڻهن کي چئو ته جيڪڏهن الله تبارڪ وتعاليٰ کي دوست ٿا رکو ته پوءِ منهنجي متابعت ڪيو ته الله تعاليٰ اوهان کي دوست رکي ۽ توهان جا گناهه بخشي ۽ الله تعاليٰ بخشيندڙ ۽ رحم ڪندڙ آهي.

**12- نقل:** هيڪر ڪمال فقير ٽالپر ۽ ڪرم فقير ٽالپر پاڻ ۾ ويٺي ڳالهيون ڪيائون ته پهڻ فقيرن جي جماعت ڪي جذب ۽ حالت ٿئي ٿي. اسين لااله الاالله جو ذڪر به رات ڏينهن پيا ڪيون ته به ڪڏهن نه وجد منهن ڏنو نڪي حال ٿي حاصل ٿيو. سندن اها ڳالهه پاڻ ٻڌي ورتائون. فرمايائون ته اجا رات آهي جڏهن ڏينهن ڏنو ٿيندو تڏهن پاڻهي سڀ ڪنهن کي خبر پوندي ته ڪيترو سرمايو ۽ موڙي گڏ ڪري آيو آهيان. وري انهن کان پڇيائون ته توهان کي سڪندر بادشاهه جي غار واري احوال جي ڪاخبر آهي ته ڪيئن هو؟ عرض ڪيائون ته حضرتا! اسان کي ڪاخبر نه آهي. پاڻ فرمايائون ته جڏهن سڪندر ظلمات واري غار مان موٽيو هو تڏهن اوندهه ۾ گهوڙن جي پيرن هيٺان پٿريون پي لڳن. سڪندر پنهنجي لشڪر کي حڪم ڪيو ته سڀ ڪو ماڻهو اتان اهي پٿريون گڏ ڪري کنيون هلي. بادشاهه جي انهيءَ حڪم ڪري سڀ ڪنهن اتان پٿريون کنيون، پوءِ ڪن خرزينون ۽ توبرا ڀري پنهنجي گهوڙن تي وڌا. ڪن رڳيون خرزينون ڀريون. ڪن توبرن تي قناعت ڪئي. ڪي گهٽ ڪي وڌ، پنهنجي خيال موجب پٿريون کڻي آيا. پر ڪن بدنصيبن ڪجهه به ڪونه کنيو. خالي هٿين نڪري آيا. جڏهن غار جي اوندهه مان نڪري ٻاهر ٿيا تڏهن کڻي ڏسن ته اهي پٿريون سڀ هيرن جا ٽڪر چمڪي رهيا هئا، پوءِ جن شخصن گهٽا کنيا هئا تن کي به ارمان ٿيو ته جيڪر اهڙي خبر هجي ها ته هوند پلون ۾ به پريون ٻڌي اچون ها ۽ جن ٿورڙا کنيا تن کي اهو افسوس ٿيو ته جيڪر پهڻ جيترو کڻي اچون ها ته به ڏاڍو چڱو ٿئي ها. پر جن بد بختن اصل ڪجهه ڪونه آندو ۽ شقاوت ازلي جي ڪاران اهڙي مفت جي نعمت کان محروم رهجي ويا. تنکي به درد پيدا ٿي پيا. هڪ ته بادشاهه جي حڪم جي بي فرماني جو ڏک، ۽ ٻيو ته اهڙي بي نظيرمفت جي دولت کان بي نصيبيءَ جو سور، مطلب ته سيڪو شخص پنهنجي قدر آهر افسوس ۽ ارمان ۾ پئجي ويو. اهڙي طرح هي دنيا به اونداهي غار جي مثال آهي، پوءِ جيڪو هتي جيتري قدر صالح عمل ڪندو تيتري قدر آخرت ۾ ان جو عوض ملندو. ۽ جيڪو ڪجهه ڪونه ڪندو تنهن کي ڪو فائدو ۽ اجر ۽ ڪونه پوندو. پر ارمان ۽ افسوس سيني کي قدر آهر ٿيڻو آهي.

**13- نقل:** خليفو ميان لقمان رحمة الله عليه نقل ڪري ٿو ته هيڪر موٽيل فقير ڊڪڻ حاويلي مبارڪ جي تياريءَ لاءِ مسجد شريف جي پويان ڪانيون وڍي ناهيون، پاڻ به وٺس هڪ ڪانيءَ تي اچي ويٺا پيا فقير به حاضر ٿيا، ته ايتري ۾ هوت فقير رهنڊڙ درگاهه مبارڪ جو، جو اکين کان معذور هو سو اتي آيو ۽ ٿڪ ڏيئي ڪلي چيائين ته اي ملا موٽيل ويٺو آهين؟ موٽيل فقير ته ادب کان ڪجهه نه

ڪجهه جنهن مان هوت فقير کي معلوم ٿي ويو ته سائين جن وينل آهن. تڏهن يڪدم گوڏا پيچي ماٽ ڪري ويهي رهيو. پاڻ فرمايائونس ته اي حافظ الله تعاليٰ ياد اٿئي؟ چيائين ته هائو سائين، فرمايائون ته ائين نه چوڻ گهرجي، توکي الله تعاليٰ ياد هجي ته هوند ٽهڪ ڏيڻ کان ٽهڪ ڏيڻ کون ها. جو ته الله تعاليٰ جل شانه قرآن مجيد ۾ فرمايو آهي ته فليضحڪوا قليلا والبڪوا ڪثيرا. يعني (اي پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم فرمائين ته) ٿورو کلو ۽ گهڻو روئو ۽ ٻيو ته ٽهڪ ڏيڻ کلڻ سان دل مري وينهي آهي. سندن انهيءَ فرمودي مبارڪ ٻڌڻ سان حاضر ماڻهن ۾ روڄ پئجي ويو.

**گريه وزاري عجب سرمايه است تابشهر دل قوي ترپايه است**

يعني روڄ ۽ زاري نيزاري عجب سامان آهي. ۽ دل واري شهر لاءِ وڏو سهارو ۽ محڪم مرتبو آهي.

**14- نقل:** هيڪر پاڻ خليفن جي حق ۾ مثال بيان فرمايائون ته هڪڙو ٻلو ننڍڙين مڇين جي تسبيح ڳچيءَ ۾ وجهي ڪوئن کي دعوت ڪيائين ته مون هينئر پنهنجن گناهن کان توبه ڪئي آهي ۽ گناهن جي بخشش لاءِ حج وڃڻ لاءِ تيار آهيان. توهان به جيڪر هلو ته گڏجي حرمين شريفين جي زيارت کان مشرف ٿي اچون. ڪوئن مڇي جي تسبيح سندس ڳچيءَ ۾ ڏسي پڪ سمجهيائون ته ٻلي پنهنجي گناهن کان سچيءَ دل سان توبه ڪئي آهي ۽ حج جو پڪو ارادو اٿس. تنهن ڪري هڪڙي جماعت ڪوئن جي ساڻس رفيق ٿي حج لاءِ اٿي هلي! پوءِ جڏهن ٻلي کي واٽ تي ٻک لڳندي هئي تڏهن ڪوئن کي چوندو هو ته اي رفيقو اچو ته ٿوري وقت تائين راڳ ڪيون ۽ نچون ٽپون ته واٽ جو ٿڪ ۽ مسافريءَ جي ماندگائي هلڪي ٿئي ۽ تازا توانا ٿي وري اڳتي پنڌ پئون. پوءِ جاٽي وڏي ڏوڙ ۽ غبار ڏسندو هو اتي وڃي ڪوئن سميت نچڻ ٽپڻ ۽ خوشيون ڪرڻ لڳندو هو. جنهن ڪري وٺي اهڙي دز ۽ غبار اٿندو هو جو هڪ ٻئي کي ڏسي ڪونه سگهندا هئا، اهڙو وجهه وٺي ٻلو هڪ به ڪوئو جهلي پيٽ ۾ لنگهائي ڇڏيندو هو. ائين ڪندي به ٽي ڏينهن گذري وين. ڪوئن جو ڏٺو ته اسين روز بروز وجون گهٽبا. سو پاڻ ۾ هڪڙي ڏينهن ويچار ڪرڻ لڳا ته اسين ٻهريان جڏهن آيا سون، تڏهن ڪوڙ جٽا هئاسين هينئر وڃي ٿورڙا بچاآهيون، تنهن جو سبب ڇا آهي؟ هڪڙي ڪوئي چيو ته جيڪي خلل اٿو سو انهيءَ راڳ نچڻ ٽپڻ واري مجلس ۾. تنهن ڪري ان جي جاچا وٺڻ کپي. نيٺ هڪڙي ڪوئي کي انهيءَ مجلس مهل پاسي ڪري وهاريائون ته حال معلوم ڪري ۽ رفيقن کي ٻڌائي. جڏهن رئي ۽ دز اٿي تڏهن انهيءَ ڪوئي ڏٺو ته ٻلو هڪڙو ڪوئو واٽ ۾

جهليو ڪايو ٿو وڃي، تڏهن ڏوڙي اچي ٻلي کان پڇيائين ته حج تي ڪهڙي وات هلبي ٻلي ٻئي ڪلها مٿي ڪري ڪوئي کي ڳيت ڏيئي جواب ڏنائين ته " جدي ڪان".

**15- نقل:** خليفو ميان لقمان رحمة الله عليه نقل ڪري ٿو ته هيڪر درگاهه مبارڪ تي حاضر هئاسون، ته رات برات جو موقعو آيو. مون سان جيڪي فقير ساڻ هئا تن حضرت مرشد معظم رضي الله تعاليٰ عنه کي دعوت ڪئي ۽ چانور چاڙهيائون. اتفاق سان چانورن ۾ لوڻ زياده پئجي ويو. پاڻ پنهنجن صاحبزادن ۽ قاضي عبدالرحمان ۽ قاضي ميڏني سميت دعوت تي تشريف فرماٿيا. فقيرن طعام آڻي حاضر ڪيو. پاڻ جيتري قدر ڪين وٺيو اوترو طعام کاڌائون ۽ لوڻ بابت ڪوبه حرف زبان مبارڪ مان ڪونه ڪڍيائون ۽ ٻين به ادب ڪري ڪونه ڪڇيو باقي عارف ڪامل ميان قابل شاهه جو سائين جن جي عزيزن مان هو تنهن فرمايو ته لوڻ حد کان وڌيڪ آهي انهيءَ ڪانپوءِ ٻين به البت ان بابت گفتگو ڪيائون ۽ کائڻ کان هٿ ڪڍيائون. مگر پاڻ مرڪيا به پي ۽ طعام به پي کاڌائون. جڏهن فارغ ٿيا تڏهن هٿ مبارڪ ڌوئي اتان اٿيا ته اينتري ۾ حاجي آدم بروهي عرض ڪيو ته فقير جي دعوت آهي منهنجي گهر مهرباني فرمائي تشريف فرماٿيو. پاڻ صاحبزادن ۽ قاضي سميت سندس گهر آيا . جڏهن طعام آيو تڏهن پاڻ پڇيائون ته ڪهڙو طعام آهي. فقير چيو ته گوشت ۽ ماني، پاڻ فرمايائون ته اي خليفا برات رات ۾ گوشت کائڻ درست نه آهي. قاضي ميڏني چيو ته سائين اها راويت ضعيف آهي. پاڻ فرمايائون ته ضعيف حديثن ۾ به جن ڳالهين جي جهل هجي تنکي ڇڏي ڏجي. ۽ جن لاءِ عمل جو حڪم هجي ان تي عمل ڪرڻ کپي. سيئي حاضر مجلس ماڻهن گوشت مان هٿ ڪٽي ڪڍيا ۽ رکي ماني کائڻ وينا. پوءِ فرمايائون ته ماڻهن کي سڃاڻ ڪانهي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته ويطعمون الطعام عليٰ حبه مسڪينا ويتيما واسيرا. يعني (نيڪو ڪار مؤمن) الله تعاليٰ جي محبت ۾ مسڪينن چورڙن ٻارن ۽ قيدين بندين کي طعام کارائن ٿا" ۽ ماڻهو وري چون ٿا ته " ملان ۽ ڏنگ ۽ خير" يعني خير رکو ملن ۽ ڏنگن ۽ يعني مشهور ماڻهن کي ڏجي باقي مسڪين ويچارا ڇتا. خليفي حاجي آدم کي حال پئجي ويو ۽ ڏاڍو عجز ۽ زاري ڪيائين. پاڻ فرمايائونس ته اي ادا مسجد شريف ۾ ڪوڙ مسڪين بکيا ويناآهن. انهن کي نٿو کارائين باقي جيڪي اڳي کائي آيا آهن تن کي پيو کارائين. اوهان سمجهوٿا ته پير کي کارايون ته خوش ٿيندو. پر اسين پنهنجي کائڻ ۾ خوش ڪونه آهيون. بلڪ مسڪينن جي کارائڻ ۾ خوش ٿينداسون. پوءِ سيني کائڻ کان بس ڪئي ۽ خليفي آدم اهي مانيون جي بچيون انهن سان ٻيون مانيون به پچرائي شامل ڪري مسجد شريف ۾ آڻي فقيرن کي ورهائي ڏنائين.

**16- نقل:** پنهون فقير ماڇي وينل مانباڻ واقع ديهه چاچڪن جي پرڳڻي جو نقل ڪري ٿو ته حضرت پيرسائين رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو ته جيڪڏهن حياتيءَ مان رڳو هڪ ڏينهن باقي بچيل هجي ته انهيءَ ۾ به ڪو وڻ پوکڻ کپي. چو ته ان ۾ تمام وڏو اجر آهي. اي عزيز! وڻ پوکڻ مان سندن مراد، صالح عمل ڪرڻ آهي. جيئن ته قرآن مجيد ۾ ڪشجرة طيبة سان انهيءَ ڏي اشارو آيل آهي.

**17- نقل:** خليفو محمود رحمة الله عليه لکي ٿو ته هيڪر پاڻ مون کي ڳالهه ٻڌايائون ته ڪنهن وقت بودلو واه ورتيون پيو آياسون ته واٽ تي جهنگل ۾ واهه جي پڪ سان هڪ زال ۽ ڌارئي مرد کي ڏٺو سون ته پاڻ ۾ گڏيا ويٺاهئا، هينئر جڏهن به انهن کي ڏسنداآهيون ته حياءَ کان منهن ڪٽي هيٺ ڪنداآهيون. پوءِ پاڻ فرمايائون ته مومن جي عيب کي ڏسجي ته ڍڪي ڇڏجي ۽ سندس پرده دري نه ڪرڻ گهرجي ڪنهن دانا چيو آهي ته :

بپوش گربخطائي رسي وطعنه مزن

ڪه هيچ نفس بشرخالي از خطانبود

يعني ڪنهن شخص جي ڪا خطا ڏسين ته ان جو ستر ڪر ۽ طعنو نه هڻينس، چوته ڪوبه ماڻهو خطا کان خالي نٿو ٿي سگهي.

**18- نقل:** خليفو محمود رحمة الله عليه لکي ٿو ته حضرت مرشد معظم رضي الله تعاليٰ عنه هيڪر لاڙ جي سفر ۾ بهادر فقير نظاماڻي جي دعوت تي تشريف فرمائياهئا. غلام علي پٽ بهادر نظاماڻيءَ جو زيارت ڪرائڻ لاءِ ڪين پنهنجي حاويليءَ ڏي وٺي پيو هليو ۽ آءٌ به سندن خدمت بابرڪت ۾ ساڻ هوس ۽ مونکي هڪڙو ڪتاب ديوان ميرنالي ٿاهيل سيد جان شاهه عنايتي، جو روهڙيءَ جو وينل هو، سو ڪڇ ۾ هوم. اهو ڪتاب انهيءَ ڏينهن غلام علي فقير نظاماڻي کان مطالع لاءِ گهري ورتو هو. پاڻ جڏهن حاويلي مان ٻاهر نڪتا، تڏهن پاڻ فرمايائون ته هي ڪهڙو ڪتاب آهي؟ عرض ڪيم ته حضرتا " ديوان مير" جو نسخو آهي. مطالعي لاءِ غلام عليءَ کان ورتو اٿم. پاڻ فرمايائون ته انهيءَ نسخي جو مطالعو ڪرڻ درست نه آهي، چو ته ڪافر روح جو ٺهيل آهي. اي عزيز اهو سندن فرمودو هن لاءِ هو ته انهن عنايتين فقيرن جي طريقي ۾ مسلمانن ۽ ڪافرن جو ڪو سنڌو ڪونه آهي ۽ ڪائڻ پيئڻ ۽ ٻين ڪمن ڪارن ۾ ساڻن ڪجهه فرق نه ڪنداآهن. حالانڪ متقدمن خواه متاخرن مشائخن مان ڪنهن جوبه اهڙو طريقو ڪونه آهي جنهن ۾ ڪافرن کي فقيرن سان نسبت ٿي سگهي ۽ قرآن مجيد ۾ به ارشاد ٿيل آهي: لاتتخذواعدوي وعدو کم اولياء" يعني اي مؤمنو منهنجن ۽ پنهنجن دشمنن يعني ڪافرن کي دوست ڪري نه وٺو. جڏهن ته انهن عنايتين جي

انهيءَ حڪم جي برخلاف ڪافرن سان دوستي آهي تنهن ڪري سندن ڪفر قرآن شريف جي نص سان ثابت ٿي رهي ٿو.

**19- نقل:** هيڪر پاڻ شهدادپور جي پرڳڻي ديهه جلوحي ۾ تشريف فرما ٿيا، اتان جون زالون سيئي سنيون پوشاڪون پهري ڳهه ڳهٺا پاٽي هار سينگار ڪري زيارت لاءِ آيون هيون پاڻ انهن کي ڏسي ڪين فرمايائون ته اي عورتو! انهيءَ سينگار کان جيڪڏهن خدا تعاليٰ جي واٽ ۾ پنهنجو منهن ڪارو ڪري اچو ها ته ڏاڍو چڱو هو.

اي عزيز! سندن قول مبارڪ اڳين بزرگن جي مقولي موافق آهي جو فرمايو اٿن ته ظاهري سينگار سان اندر جي خرابي ٿيندي آهي ۽ نفس جي مطلبن پوري ڪرڻ سان روح جي خرابي ٿيندي آهي. نفس جي خرابي مان روح جي آبادي حاصل ٿيندي آهي. ڪنهن بزرگ فرمايو آهي ته:

**گرڪني يڪ آرزوئي خود تمام ازتوصد ابليس زايد والسلام.**

يعني جيڪڏهن پنهنجي نفس جي رڳي هڪڙي سڌ پوري ڪندين ته تو مان سو ابليس پيدا ٿي پوندا.

**20- نقل:** پاڻ فرمايائون ته هيڪر سياري جي موسم ۾ چلهه تي باهه ٻاريو ويٺا هئاسون ته اينتري ۾ حضرت ميان صاحب جن قدس الله تعاليٰ سره الاقدس اتي تشريف فرماٿيا. ۽ فرمايائون ته چلهه جي مٿان شيطان ويٺل آهي. اي عزيز! سندن فرمودي مان معلوم ٿو ٿئي ته جڏهن ته باهه تي وهندڙن ماڻهن کان گهڻو ڪري الله تعاليٰ جي ذڪر کان غفلت ٿي وڃي ٿي ۽ پاڻ ۾ ويهي بي فائدين ڳالهين ۾ مشغول ٿين ٿا، تنهن ڪري گوياڪ شيطان باهه تي ويٺوآهي، جو ماڻهن کي وڏي نقصان ۾ وجهي ٿو.

**21- نقل:** هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون ته هڪڙي چڙيمار شخص، ڪبوترن جي ڦاسائڻ لاءِ وڃي وڏي ڍبي جڏهن ڳچ ڪبوتر اتي اچي ڦاٿا تڏهن ڊوڙندو آيو ۽ هڪ هڪ ڪبوتر ڍبيءَ مان ڪڍندو سندس چنگهون ۽ کنڀ پڃندو اڇلائيندو پيو وڃي، اتفاق سان ان وقت سردي ڏاڍي هئي، ۽ اتر جي ٿڌي واءُ زور سان ٻي گهلي، جنهن ڪري سندس اکين مان ڳوڙها ڳڙڳڙ ڪيو پيو اڙها، هڪڙو ڪبوتر سندس منهن ڏي ڏسي چوڻ لڳو ته هن چڙيمار جو عجب انصاف آهي جو اسان ڦيا ٻن لاءِ ويچارو اهڙو ته رحم دل ۽ غمگين آهي جو اکين مان پاڻي جهل ئي نٿو ڏئي، تڏهن ان ڪبوتر کي هڪڙي ٻئي ڪبوتر چيو ته اڙي ڳهيلا! هن جي اکين ڏي نه ڏس. بلڪ هٿن ڏي ڏسينس ته ڪهڙي ڪم ۾ لڳل آهن.

اي عزيز! انهيءَ ماريءَ جي حال وانگر نفس جي تابعن جو رحم ۽ قياس به

سمجهڻ کپي جو پنهنجي نفس جي خواهش پوري ڪرڻ لاءِ ظلم کي رحم جي صورت ۾ پيا ظاهر ڪندا آهن.

**22- نقل:** هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون ته هڪ شخص پنهنجو ڪو ڏڳو پنهنجي گهر جي در وٽ ٻڌي بيهاريو هو. سياري جي موسم هئي ٿڌي واءُ ڏاڍي پئي لڳي، اتفاقا انهيءَ رات ڪو شينهن ٻاهران آيو جنهن سندس ڏڳو ماري کائي ڇڏيو ۽ پاڻ انهيءَ جي جاءِ تي ٻيهي رهيو، اسرجو ڏاندن جو مالڪ اکيون مهٽيندو ننڊ جي نشي ۾ اتان اچي لنگهيو، ۽ شينهن کي پنهنجو ڏڳو سمجهي پٺيءَ تي هٿ ڦيرائي چوڻ لڳس ته ڏاند پيارا! توکي ته رات ڏاڍو سيءُ ٿيو هوندو؟ شينهن زبان حال سان چيس ته هينئر اجا رات جي اونداهي آهي ۽ تنهنجون اکيون ننڊ جي نشي ۾ پريل آهن، تڏهن تو اهي ڳالهيون ڪرين، پر جي ڏينهن ڏٺو هجي ها ته منهنجي ڏسڻ سان هيانءُ ڦاٽي پوئي ها".

اي عزيز! دنيا جو مثال رات وانگر سمجهه، ننڊ آيل اکيون غافلن ماڻهن جي دل واريون اکيون آهن، جي حرص هواسان ڀريون پيون آهن ۽ شينهن جي مثال خدا تعاليٰ جل شانه جا اولياءَ سڳورا آهن ۽ ڏڳي جهڙا آهن عامي ماڻهو جن لاءِ ارشاد ٿيل آهي ته اولائڪ ڪالانعام يعني اهي ٻي سمجهه ماڻهو ڏڳن ڍورن جهڙا آهن. پوءِ غفلت وارا ماڻهو اولياءَ سڳورن کي عامين ماڻهو وانگر چاچو، مامون، ڀيءُ، پٽ ڪري سمجهندا آهن ۽ سندن درجي ۽ قرب جي حقيقت کي پنهنجي حرصُ ۽ هوا جي نشي پاران نه ڏسي سگهندا آهن جيئن ڪافر حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جي حق ۾ چوندا هئا ته "مالهذا الرسول يا ڪل الطعام ويمشي في الاسواق" يعني هن رسول کي ڇا ٿيو آهي جو طعام کائي ٿو ۽ گهٽين ۾ گهمي ٿو"

**اشقيارا ديده بينانہ بود نيک بدور چشم شان يکسان نمود**

يعني بدبختن کي ڏسڻ واريون اکيون ڪونہ هيون تنهن ڪري چڱو ٻڇڙو سندن نظر ۾ هڪ جهڙو ڏيکارجڻ لڳو.

**جملہ عالم زين سبب گمراه شد کم کسي زابدال حق آگاهہ شد**

سارو جهان انهيءَ ٻي خبريءَ ڪري گمراهہ ٿي ويو، ڪي ٿورا ماڻهو الله سائين جل شانه جي ولين کان واقف ٿي سگهيا.

**همسري باانبيا برداشتند اولياءِ را همچو خود پندا شتند**

انهيءَ ٻي خبريءَ ڪري نبين سان برابري ڪرڻ لڳا ۽ ولين سڳورن کي بہ پاڻ جهڙو ڪري سمجهيائون.

**گفت اينک مابشر ايشان بشر ماو ايشان بستئہ خوابيم خور**

چوڻ لڳا ته اجهو اهي نبي ۽ وليءَ سڳورا به ماڻهو آهن اسين به ماڻهو آهيون ۽ کائڻ ۽ پيئڻ سمهڻ وغيره ۾ هڪ جهڙا مقيد آهيون.

**اين ندستندا يشان از عميٰ          هست فرقي درميان بي انتهيٰ**

۾ پهنجي دل جي انڌائي ڪانهي نه سمجهي سگهيا ته ڪو انهيءَ خدا وند تعاليٰ جي خاص ٻانهن جي وچ ۾ تمام وڏو فرق آهي.

**هردوگون آهوگياه خوردند آب          زين يکي سر گين شدز آن مشک ناب**

ڏسو ته ٻن قسمن جا هرڻ هڪ جهڙو گاهه پاڻي کائن پيئن ٿا. ۾ هڪڙي مان رڳو ڦولڙيون ظاهر ٿين ۽ ٻئي مان مشڪ خالص.

**23- نقل:** پاڻ فرمايائون ته هي جهان عالم ڪثرت جو جيڪو ظاهر نظر ۾ ڏيکارجي ٿو سو ڪل وهم ۽ رڳو خيال آهي، تنهن سان دل ٻڌڻ نه کپي چو ته هي ڪل عدم محض آهي. جو حس بشري جي اک ۾ هست ٿو ڏيکارجي ۽ آهي حقيقت ۾ نيست جيئن ڪنهن بزرگ فرمايو آهي ته:

**تراهردم کشد پندار هستي          ازين هستي درين عالم نرستي**

يعني توکي هر وقت هستيءَ جو وهم ماريو وجهي، جنهن ڪري هن جهان موهوم مان آزاد ٿي نه سگهئين" پوءِ هن فاني جهان لاءِ هن باقي جهان کي وساري نه ڇڏڻ گهرجي، جيئن ڪنهن بزرگ چيو آهي:

**نمي گويم که از عالم جدا باش          بهرجائيک باشي با خدا باش**

يعني هي ضروري نه آهي ته جهان کان جدا ٿي وڃي گوشي ۾ ويهي رهه مگر مطلب هي آهي ته جتي به هجين اتي پنهنجي مولا پاڪ سان مشغول رهه، پوءِ فرمايائون ته مبتدي يعني طالب کي کپي ته هميشه پنهنجي پير جي صحبت ۾ رهي، ۽ هڪ گهڙي به ان جي صحبت کان پاسي نه ٿئي چو ته:

**يک زمانهٔ صحبت با اوليا          بهتر از صد سال طاعت بي ريا**

يعني اوليائن سڳورن سان جيڪڏهن هڪ گهڙي به ويهي صحبت ڪجي ته اها سون ورهن جي خالص عبادت کان وڌيڪ آهي" طالب کي ۽ عام ماڻهن ۽ عورتن جي صحبت کان تمام پرهيز ڪرڻ کپي! ۽ مرشد جو حضور لازم ڪري وٺي !. ۾ تقديرن پنهنجي مرشد جي صحبت کان جدا ٿي پوي ته ان وقت کپيس ته پنهنجي مرشد ڪامل جي مناقبن ۽ وعظ ۽ نصيحت جي ڳالهين ۾ مشغولي ڪري.

**24- نقل:** هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون ته هڪڙو بادشاهه پنهنجي لشڪر ۽ ٻٽ سميت ڪنهن واٽ سان اونداهي رات ۾ پي ويو اتفاقا شاهزادي جي منڊي جنهن تي قيمتي موتي جڙيل هو سا هٿ مان ڪري پئي ۽ پٿريلي زمين ۾ وڃائجي

وئي، گھٽيءَ ٻولا ڦولا ڪيائون پر هٿ ڪانہ آئي. بادشاھ چيو تہ اي پٽ هيئنر جنھن جاءِ تي منڊي ڪري آهي اتان سڀ پٿريون ٻهاري ڪٽي ڪٺاءِ. پوءِ صبح جو هلي ڏسجو تہ پاڻھئي منڊي لڀي پوندي. اهو نقل بيان ڪري پوءِ فرمايائون تہ هي جهان بہ مثال اونداهي رات جي آهي، جنھن ۾ چڱن ۽ بڇڙن جو فرق ڳڌيو پيو آهي. جيئن تہ حديث شريف ۾ وارد ٿيل آهي تہ : الناس نيام اذا ماتوا انتبهوا" يعني ظاهري حياتيءَ وارا ماڻهو ننڊ ۾ پيل آهن جڏهن مرندا تڏهن اکيون پٽيندا ۽ سڃاڻپ ٿيندا. تنھن ڪري ڪيي تہ:

**هربيشہ گمان مبر، کہ خالي ست    شايد کہ پلنگ خفتہ باشد**

(يعني سڀ ڪنھن جھنگ ۾ اهو خيال نہ ڪندو ڪر تہ خالي آهي، متان ڪو شينھن لڪو پيو هجي) سڀ ڪنھن ۾ چڱو گمان رکڻ گھرجي، ڇو تہ سياڻي پاڻ کي انهيءَ چڱيءَ گمان جو فائدو ملڻوئي آهي.

**خورش ده بہ کنجشک کبک وحما،    کہ يک روزت افتد هماء بدام**

يعني عام طرح معمولي پکين جھرڪين ڪبوترن ڊيلن وغيره کي ڪاڻو ڏيندو رھ تہ هڪڙي ڏينھن هماءَ بہ تو وٽ اچي ڦاسندو.

**نداني کہ چون راھ بردم بدوست    کہ هرکس کہ پيش آمدم گفتم اوست**

هي خبر اٿئي تہ مون دوست کي ڪيئن لڌي ورتو. مون هيءَ اٽڪل ڪئي جو جيڪو پيو مليم تنھن کي پنھنجو دوست سمجهي وڃي پيو هٿ وجهان پوءِ نيٺ اهڙي طرح مونکي دوست ملي ويو.

**25- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ هڪڙا بہ شخص سفر ۾ گڏجي نڪتا. هڪڙو گھوڙي تي سوار هو، ٻيو پيادو هو، جنھن کي هڪڙي ڪٽ بہ ساڻ هئي، جا مٿي تي کنيون ايندو هو. پوءِ جاتي اچي منزل ڪنداهئا، اتي گھوڙي وارو شخص پنھنجي گھوڙي جي خدمت ۽ مهٽ سهٽ ۾ مشغول ٿي ويندو هو ۽ ڪٽ وارو پيادو پنھنجي ڪٽ وڇائي خوب آرام ڪندو ۽ فرحت سان مٿس چڙهي وهندو هو ۽ آسودگيءَ سان منزل ڪري اڳتي هلندو هو. ٻاهران جيڪو ٻيو ماڻهو ايندو هو تہ اهو ائين ڄاڻندو هو تہ اهو گھوڙو هن ڪٽ واري شخص جو آهي ۽ هو گھوڙي وارو سندس سائيس آهي، جو گھوڙي جي خدمت لاءِ ساڻس گڏجي آيو آهي. تنھن ڪري سڀئي ماڻهو تعظيم تڪريم انهيءَ ڪٽ واري شخص جي اچي پيا ڪن، ۽ گھوڙي واري کي ڪوبہ ڪونہ پيو پڇي. پاڻ اهو مثال ڏئي فرمايائون تہ اهڙي طرح جيڪو شخص هن دنيا فاني ۾ ڪٽ واري شخص وانگر تڪليف ۽ بي ساماني ۾ گذاريندو، اهو آخرت ۾ قسمين قسمين انعامن اڪرامن ۽ عزت سان سرفراز ڪيو ويندو ۽ جيڪو گھوڙي واري شخص وانگر هن دنيا ۾ نفساني

غرضن ۾ محو ٿي سنئي گذران ۾ گذاربندو اهو قيامت جي ڏينهن سخت تڪليف ۽ بي عزتي ۾ گرفتار رهندو.

**26- نقل:** طيب فقير نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ درگاهه شريف واري مسجد ۾ وعظ ڪندي هي بيت سنڌي بيان فرمايائون:

**چاريءَ جو چيو ڪري وڳ نه واريائون**

**تڏهن ساريائون، جڏهن هين جو هل ٿيو**

پوءِ فرمايائون ته اي يارو! اسان به چاريءَ جي مثال آهيون ۽ توهان کي ڪولي ڪولي چتايون ٿا ته هن بي بقا دنيا ۽ اهل عيال ۽ ٻارن ٻچن ۽ مال دولت کان تعلق ڇني پنهنجي خدا تعاليٰ ڏي رجوع ڪيو. پوءِ جيڪو سڀاڻي قيامت ڏينهن حساب مهل عذر ڪندو ۽ حيلا هلائيندو ته مونکي ان بابت خبرڪانه هئي، تنهنجو عذر پڳل آهي ۽ حيلن هلائڻ مان ڪو فائدو نه پهچندس. جيئن ته ڪنهن بزرگ فرمايو آهي:

**تدبير خود امروز ڪن اي خواجه ڪ فردا**

**هرچندڪ فرياد ڪني سود ندارد**

يعني اي سردار پنهنجي ڳڻ ڪرڻي هجئي ته اڄ ئي ڪر، ڇو ته سڀاڻي ڏاڍيون دانهون ڪندين پر ورندءِ ڪجهه به نه!

**27- نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو ته پاڻ فرمايائون ته ماڻهن جا ٽي قسم آهن، هڪڙا پير ٻيا مير، ٽيان تير، پير اهي آهن جي پنهنجي موهوم هستيءَ تي مغرور ٿي ۽ نفس ۽ شيطان جي ڌوڪي ۾ اچي پاڻ کي پير سمجهي حقيقي پير جي صفتن کان خالي ٿي ويٺا آهن ۽ حق جو ڪلمو پڙهو اٺ پڙهو ڪري پنهنجي خيال جي پيروي ۾ مشغول ٿيا. رڳو انهيءَ خيال ۾ خوش آهن ته اسين پير آهيون ۽ ٻيا وري مير، سي اهي آهن جي پنهنجي ڪامل پير جي چوڻ تي پاڻ عمل نه ڪندا بلڪ ٻين کي ٻيا حڪم ڪندا ۽ ڏسيندا آهن ته هيئن ڪيو. هي آيت شريف به اهڙن بي عملن لاءِ وارد ٿيل آهي ته:

**اتا مرون الناس باالبر وتنسون، انفسکم**

يعني آيا ڪ ماڻهن کي ته نيڪيءَ جو حڪم ڪيو ٿا باقي پنهنجن نفسن کي وساري ٿا ڇڏيو؟ باقي جيڪي تير آهن، سي ڪامل جي فرمودي تي اهڙا تڪا ۽ سڌا ويندا جيئن تير نشان تي ۽ اهي ئي ماڻهو آهن جي جلد پنهنجي مقصود کي پهچي وڃن ٿا.

**28-نقل:** محمد رحيم لوهر ويٺل ٽنڊي بهادرخان نظاماڻيءَ جو نقل ڪري ٿو ته هيڪر سيد جان شاهه ويٺل ٽنڊي بهادر خان جو سنڌن حضور مبارڪ ۾ آيو

۽ عرض ڪيائين تہ حضرتا! اسين محرم مهيني ۾ امامن سڳورن جو ظهورو ۽ ماتم ۽ افسوس ڪنداآهيون پر توهانجا مريد نظاماڻي اسان کي انهيءَ ڪم ۾ روڪ ٽا ڪن تنهن ڪري سائين جن ڪين سمجهائي ڇڏن تہ اسان کي ماتم کان نہ روڪين، پاڻ فرمايائونس تہ امامن سڳورن توهانجو کهڙو گناهہ ڪيو آهي. جو مٿن ماتم ٿا ڪيو؟ توهان افسوس ۽ ماتم پنهنجي نصيب تي وجي ڪيو.

**29- نقل:** پاڻ فرمايائون تہ هيڪر ميان شاهہ صاحب (يعني ميان عبدالرسول شاهہ قدس الله سره جو سندن وڏو ڀاءُ هو) اسان وٽ آيو ۽ اچي چيائين تہ حضرتا هينئر اسانکي دنياوي اسبابن ڏاڍي هلاڪت ۾ وڌو آهي. تنهن ڪري دل ٿي چوي تہ سڀ شيءِ کي ترڪ ڏئي ڇڏيون. اسان ڪيس جواب ڏنو تہ صفا ترڪ نہ ڪجو ڪجهہ بچائڻ ڪپي. ڪين ترڪ بابت هن ڪري ڪوشش سان صلاح نہ ڏني سون، جو جنهن کي الله تعاليٰ جي محبت جي ذوق ۽ جذبي کان غير ترڪ تي ويندو آهي، ان کي ڪنهن کان بہ صلاح پڇڻ جو ضرور ڪونہ رهندو آهي. باقي جيڪو ٻي کان صلاح اچي پڇي ۽ ٻي جي صلاح ۽ چوڻ جو محتاج رهي تہ ان کي ترڪ لاءِ صلاح نہ ڏجي.

**30- نقل:** حضرت صاحبزاده مسند نشين قدس سره فرمايو آهي تہ هيڪر پاڻ مونکان پڇيائون تہ اي بابا! شعر ٺاهيندا آهيو؟ عرض ڪيم تہ هائو سائين. پوءِ ڪي شعر پنهنجا ٺاهيل ڪين ڏيکاريم پاڻ مطالعو ڪري تمام پسند فرمايائون ۽ چيائون تہ اي بابا! اسين بہ پهرين وقتن ۾ شعر ٺاهينداهئاسون، پوءِ هيڪر حضرت ميان صاحب جن قدس الله سره الاقدس فرمايو تہ اي بابا شعر ٺاهڻ جو شوق نہ رکو چو تہ الله تعاليٰ شاعرن جي حق ۾ فرمايو آهي تہ " الشعراءُ يتبعهم الغاوون" يعني شاعرن جا تابعدار گمراهہ ماڻهو ٿي ٿينداآهن. اگرچہ قرآن شريف ۾ اهل ايمان کي مستثنيٰ ڪيو ويو آهي، تہ بہ اڪثر عالمن شعر کي عيب سمجهيو آهي. جيئن امام شافعي رحمة الله تعاليٰ عليہ کان منقول آهي.

**31- نقل:** خليفو اميد علي نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ فرمايائون تہ جيڪو هميشہ ڏينهن جو سرمي پائڻ جي عادت ڪري ڇڏيندو اهو نيٺ هڪڙي ڏينهن انڌو ٿي پوندو. خليفو محمود رحمة الله عليہ لکي ٿو تہ سائين جن جي ڪلام مبارڪ جي سچائي جو اثر عجب طرح ڏٺو ويو جو هڪڙي شخص جي هميشہ عادت هوندي هئي جو ڏينهن جو سرمو گهٽو پائيندو هو. هيڪر مون ڪيس جهليو تہ ڏينهن جو سرمي پائڻ بابت مون جهل ٻڌي آهي. پر هو فقير نہ مڙيو ۽ نيٺ ٿورڙيئي مدت ۾ انڌو ٿي ويهي رهيو.

**32- نقل:** هيڪر پاڻ فقيرن کي نصيحت ڪندي فرمايائون تہ ڪي فقير ملن

جي پوئتان نماز نٿا پڙهن ۽ چون ٿا ته ملن جي پوئتان نماز درست نه ٿيندي تن جي حال کان اسانکي عجب ٿو لڳي ته هو پاڻ کي موحد به پيا سڏائن ۽ ڳالهيون به توحيد جون ڏگهيون ڏگهيون ڪن ته جيڪي آهي سو خدا تعاليٰ آهي ۽ غير کي وجود ئي ڪونهي، تڏهن به اينترو فرق ۽ تفريق وجهيو اچن.

**33- نقل:** هيڪر پاڻ وعظ ۾ فرمايو هئائون ته ڪوريئڙن جو ڄارو جيڪو گهرن ۾ ٿا هيندا آهن. اهو روز ڊاهي لاهي ڇڏجي ڇو ته انهيءَ ڪري ڏک ۽ غمگيني نازل ٿيندي آهي. ۽ گهر کي ڇيٽن سان ليپو به نه ڏجي ڇو ته ڇيٽن جي ڪري رحمت جا ملائڪ انهيءَ گهر ۾ داخل نه ٿيندا.

**34- نقل:** پاڻ وعظ ۾ فرمايائون ته ماڻهو جڏهن ڄمندو آهي تڏهن روئيندو ايندو آهي پوءِ مرڻ مهل به روئيندو وڃو ته ڄڻبو ماڻهو نه آهي حيوان آهي. بلڪ سمجهڻ کپي ته اهو شخص وڏي خطري هيٺ آهي. گهرجي ته اهڙي طرح حياتي گذارجي جيئن مرڻ مهل خوشي سان کلندو وڃي. ڪنهن شاعر ڪهڙو نه چڱو چيو آهي:

**ياد داري ڪ وقت زادن تو — همہ خندان بودندتو گريان**
**آنچنان زي ڪ وقت مردن تو — همہ گريان بوند تو خندان**

يعني ياد اٿئي ته جڏهن تون ڄائو هئين تڏهن ٻيو سڀڪو پيو کليو ۽ تون روئين پيي، هينئر دنيا ۾ اهڙي طرح جيءُ جو جڏهن هتان لڏڻ جو وقت ٿيئي ته تون کلندو وڃين ۽ ٻيا سڀ تولاءِ روئيندا رهن" انهيءَ موقعي تي خواجہ يحيٰ منيري قدس الله سره الاقدس جي مڪتوبات ۾ نقل آندو اٿس ته هڪڙي بزرگ کي جڏهن وفات جو وقت ويجهو آيو تڏهن ان کي ڏٺائون ته کلڻ لڳو! ماڻهن پڇا ڪيس ته توهان جو عجب جهڙو مرڻ آهي جو سڪرات جي وقت کلڻ شروع ڪيو اٿو، انهيءَ بزرگ سندن جواب ۾ هي بيت پڙهيو.

**خوبرويان چو پرده برگيرند — پيش شان عاشقان چنان ميرند**

يعني جڏهن محبوب پردو پاڻ تان پاسي ڪري پنهنجي تجلي کان سرفراز فرمائيندا آهن ته انهن جي اڳيان عاشق اهڙي طرح کلي ساهه ڏيندا آهن جيئن آءٌ ڏيان ٿو.

**35-نقل:** پاڻ فرمايائون ته اسانکي حضرت والد معظم ميان صاحب جن قدس الله تعاليٰ سره الاقدس فرمائيندا هئا ته اي بابا! توهان سان هي جيڪي ڪماليتن ۽ احوالات جا گفتا ڪياوڃن ٿا تنهن لاءِ جيڪڏهن اوهان کي الله تعاليٰ جل شانه پنهنجي فضل سان انهيءَ مقال جو حال نصيب ڪيو ته پاڻهي عجيب لذتون ۽ ذوق شوق ڏسندؤ ۽ قدر پوندو پر جيڪڏهن اهو حال ميسر نه ٿيو ته

اسانجون هي مڙئي ڳالهيون اوهان کي ٻڌاڪ ۽ ڏاڍ سمجهڻ ۾ اينديون.

**36-نقل:** هيڪر پاڻ وعظ ۾ فرمايائون ته ٽي شخص پنهنجن بد خصلتن ۾ هڪ جهڙا آهن. هڪ ڳلا خور چغل، ٻيو ڪوڙوار، ٽيون پنين جو ڪارائو، جيڪو شخص انهن ٽن ڪمن مان ڪنهن به ڪم تي ٽي سال ساندهه هميشگي ڪندو ته پڪ ڄاڻو ان کي ايمان ڪونهي.

**37- نقل:** پاڻ فرمايائون ته شيطان جو الله تبارڪ وتعاليٰ جي درگاهه مان تڙجي وڃو ۽ رحمت عام کان نااميد ۽ محروم رهجي وڃو تنهن جو سبب اهو هو جو الله تعاليٰ جي حڪم کان انڪار واريائين ۽ حڪم جي انڪاري هٺ ۽ حسد جي پاران ڪيائين ۽ حسد هن سبب ان ٿيس ته جڏهن خبر ٻڌائين ته الله تبارڪ وتعاليٰ زمين ۾ خليفو پيدا ڪندو. تڏهن دل ۾ پڪ سمجهي ويٺو ته جيئن آسمانن ۾ آئون خليفو ۽ ملائڪن جو استاد آهيان اهڙي طرح زمين جي خلافت جو ڇٽ به منهنجي مٿي تي رکيو ويندو. پر جڏهن سندس خيال جي برخلاف خلافت جي عزت حضرت آدم عليہ السلام کي مرحمت ٿي ته ابليس کي حسد جي باهه وٺي وئي ۽ سندس جان کي جلائي ڦٽو ڪيائين ۽ حضرت آدم عليہ السلام جي مٿان سندس وڏائي ۽ هٺ ڪرڻ جو بيان هن آيت شريف ۾ آهي ته: خلقتني من نار وخلقته من طين "يعني اي رب العالمين مونکي باهه مان (جوجوهر لطيف آهي) پيدا ڪيو اٿئي ۽ حضرت آدم عليہ السلام کي مٽيءَ مان (جو جسم ڪثيف آهي خلقيو اٿئي! بس انهن ٻن خصلتن تڪبر ۽ حسد جو نتيجو اهو نڪتو جو فرمايو ويو ته: ان عليڪ لعنتي الیٰ يوم الدين يعني قيامت تائين لعنت جو طوق ڳچيءَ ۾ پيل اٿئي، اي عزيز! انهن ٻنهي شيطاني خصلتن کان پاڻ کي بچائي رکجي.

**38- نقل:** ميڏنو فقير ذات جو پليجو نقل ڪري ٿو ته هيڪر درگاهه مبارڪ تي سندن حضور پرنور ۾ حاضرهوس ته ابراهيم فقير ويٺل قيصرنظامائيءَ جو، جو سائين جن جي سچن مريدن ۽ خاص معتقدن مان هو، ڳوٺ وڃڻ لاءِ موڪل گهرڻ آيو ۽ پنهنجي دنياوي اسبابن جي مشغولي بابت معذرت پي ڪيائين ۽ دعا لاءِ التجا عرض رکيائين پاڻ پنهنجي رحم دلي ۽ ڪرم طبعي سان ڪيس دلاسو ڏئي دلجوئي ٻي فرمايائون ۽ ارشاد ڪيائونس ته تنهنجو اهو اسباب جو نفساني غرضن کان خالي آهي سو الله تعاليٰ جل شانه جي درگاهه ۾ ترڪ جهڙو آهي.

اتي هڪڙو فقير حاضرهو، تنهن عرض ڪيو ته حضرتا! منهنجي دل ۾ گهڻا ڀيرا خيال اٿيو آهي ته جيڪر ان کائڻ ترڪ ڪجي. هينئر اهو خيال دل ۾ محڪم ٿي ويو آهي ته ان تي عمل ڪجي. پاڻ اها ڳالهه ٻڌي جوش ۾ آيا ۽ فرمايائون ته ادا

ڪاڏي جي ڦٽي ڪرڻ سان الله تعاليٰ حاصل ڪونہ ٿيندو. بلڪ پڻ تن ڏينهن ڪان پوءِ ڪاڏي جو اهڙو خيال لڳو لڳ دل ۾ وارد ٿيندو جو اهو خيال دل تي ان جي صورت ۾ چنجي رهندو ۽ الله تعاليٰ عزاسمہ اسان جي مريدن کي ڪانڻ پيئڻ ۽ هيڏي هوڏي اچڻ وڃڻ هوندي بہ مطلوب حقيقي سان پهچائي ٿو ڇڏي.

**39- نقل:** هيڪر پاڻ وعظ ۾ پي فرمايائون تہ اي دوستو! خيال ڪرڻ گهرجي تہ جڏهن ڪو هڪڙو ماڻهو هن دنيا بي بقا مان لڏي هلي ٿو تہ ٻيا سندس عزيز، دوست باوجوديڪ پاڻ ۾ آهن بہ گهڻا ۽ دنيا جي ڪشادين جاين ۾ رهن پيا، تہ بہ ان هڪڙي ڇٽي جي جدائي ۽ درد ۾ ڪيترو ڏک ۽ ارمان ڪن ٿا ۽ روئن پٽن ٿا. پر هو ويچارو جو هيڪلو پنهنجن يارن مٽن مائٽن ڪان ڇڇي جدائيءَ جي داغ ۾ سڙي پڇي هڪ اونداهي ۽ سوڙهي ڪڏ ۾ ٽوٽڪاٽو ڪري ۽ بنا ثمر جي اڻ ڏٺي سفر تي پنڌ ٿو پوي. ان جو ڪهڙو نہ پريشان حال هوندو؟ پوءِ ڪيپي تہ انهيءَ هيڪلائي جي وقت لاءِ هتان ڪا سنبهت ڪري هلجي.

**شب گور خواهي منور چو روز  ازينجا چراغ عمل بر فروز**

يعني تہ جي قبر جي اونداهي رات ڏينهن جهڙي روشن گهرجئي تہ اٿين هتان ئي ڪو عمل جو ڏيو ٻاري ڪٽي هل.

**40- نقل:** خليفو سيد نالي مٺو نقل ڪري ٿو تہ پاڻ فرمايائون تہ جيڪڏهن ڪنهن شخص کي ڪو " بي ايمان، سڏي تہ ان کي ويچار ڪرڻ گهرجي ۽ دل ۾ خيال ڪري ڏسي تہ آءُ واقعي مومن آهيان" جيڪڏهن مومن آهي تہ پوءِ مٺس رنج نہ ٿيڻ ڪيپي ڇو تہ ان جو چوڻ اجايو آهي ۽ سندس چوڻ سان بي ايمان نہ ٿي سگهندو بلڪ پاڻ چوندڙ گنهگار ٿيندو جنهن جي جزا ڪيس پهچڻي آهي. ۽ جيڪڏهن ڪوئي شخص ڪيس " ولي" ڪري سڏي تہ بہ دل ۾ ويچار وڻڻ ضروري آهي. جيڪڏهن وليءَ نہ هجي تہ خوش نہ ٿيڻ ڪيپيس.

اي عزيز! سندن انهيءَ فرمودي ۾ معنيٰ رکيل آهي. ڇو تہ سندس حق ۾ جو بي ايماني يا ولي جو لفظ ڪنهن بہ شخص ڳالهايو تہ اها بہ ڪليم جي صفت سمجهي. پوءِ نظر ڪري ڏسي ۽ پنهنجن افعالن کي انصاف جي تارازي ۾ توري، جيڪڏهن ٻڇڙا ڪم نظر اچنس تہ انهن ڪان توبهہ تائب ٿي خدا تعاليٰ ڏي رجوع ڪري، پر جي موچارا (چڱا) ڪم ڏسي تہ الله تعاليٰ جو حمد بجاءِ آڻي ۽ آئنده تقدير جي مخالفت ڪان خوف ۾ رهندو اچي ۽ مغروريءَ ۾ نہ پئجي وڃي:

**نيک باشي وبدت گويد خلق  بہ کہ بد باشي ونيکت بينند**

يعني جيڪڏهن چڱو هجين ۽ ماڻهو توکي ٻڇڙو سڏن تہ اهو چڱو اٿئي، جو هجين ٻڇڙو ۽ ماڻهو توکي چڱو ۽ نيڪو ڪار سمجهن.

**41- نقل:** طيب فقير راهو ڪرڙو رهندڙ ديهہ ڪنڌرن جو، اها روپاهہ جي پرڳڻي ۾ هڪڙي ديهہ آهي سو نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ درگاهہ مبارڪ جي مسجد شريف ۾ فقيرن سان ويٺا هئا، ۽ نصيحت چوندي فرمايائون تہ اي يارو! ماڻهو جيڪي هن جهان ۾ کاڌو پيتو يا لباس وغيره نعمتون واپرائي ۽ استعمال ۾ ٿو آڻي سي مڙئي سندس آخرت واري سرمائي مان ڪيس پهچن ٿيون، تنهن ڪري جيڪو هن جهان ۾ پنهنجي نفساني سڌن ۽ جسماني لذتن يعني کائڻ پيئڻ ۽ پوشاڪن ۾ زيادتي ڪندو، سو پنهنجي آخرت واري موڙي دنيا ۾ ئي لٽي ڇڏيندو ۽ قيامت ۾ سڄو ۽ مايوس محروم ٿي اٿندو ۽ جيڪو هن جهان ۾ جو مختصر گذران جي جاءِ آهي قناعت سان گهرج آهر دنياوي شيون پنهنجي ڪتب آڻيندو سو آخرت جون وڏيون نعمتون ۽ لذتون حاصل ڪندو ۽ اڳتي هلي پنهنجي سموري تڪليف جي ڪثراتي موجود ڏسندو.

**42- نقل:** بچو فقير منگريو نقل ڪري ٿو تہ پاڻ فرمايائون تہ هاڻوڪن موحدن جي حال جو اسانکي عجب ٿو لڳي جو ظاهري عبادت کان آرس ۽ ملولائي ۾ گرفتار پيا رهن ۽ عبادت جي ڪمن ۾ دل ڪانہ ٿا رکن. جيڪڏهن اهي ماڻهو واقعي موحد هجن ها تہ سندن اهڙو حال هرگز نہ هجي ها. ڇو تہ موحد کي ڪنهن بہ نيڪ ڪم ۾ دل جي گراني ۽ ملولائي ڪانہ ٿيندي آهي. پوءِ هي جو ظاهري عبادت کان تنگ ٿي پون ٿا تنکي ڇا چئجي شايد تہ موحد نہ بلڪ ملحد آهن.

**43- نقل:** ناقل ميڏنو فقير پليجو تہ هيڪر آئون درگاهہ مبارڪ تي حاضر هوس تہ يعقوب فقير کي (جو سائينجن جي خاص مريدن ۽ جذب ۽ حال وارن شخصن مان هو) سندس ڀيڻ جي وفات جي خبر ڳوٺان پهتي. جنهن جي ٻڌڻ ڪري ويچارو اهڙو تہ غمگين ۽ ڏڪارو ٿيو جو بي اختيار سندس اکين مان ڳوڙها وهي پيا. ٻين فقيرن هن جي اها حالت ڏسي مٿس طعن زني ڪرڻ لڳا تہ هونءَ مجذوبي ۽ حال جون وڏيون دعوائون ۽ توحيد جون ڳالهيون ڪندو آهين. هيئنر اهي حالتون ڪيڏانهن ويون جو ڀيڻ جي وفات جو احوال ٻڌي روئڻ لڳو آهين؟ پوءِ جڏهن پاڻ خيرسان مسجد شريف ۾ تشريف فرما ٿيا تڏهن يعقوب فقير پنهنجي همشيره جي وفات ۽ فقيرن جي طعنہ زني بابت جو بي اختياري روئڻ جي ڪري سندس حال تي ڪئي هئائون تنهن جي سموري حقيقت سائين جن جي آڏو عرض رکي. پاڻ اها ڳالهہ ٻڌي جوش سان فرمايائون تہ اهو کهڙو آهي جيڪو توتي انهيءَ روئڻ بابت عتاب رکي ٿو؟ انهيءَ کي مون وٽ تہ وٺي آءُ. هي قرب ذاتي آهي جيڪو اڻ مٽ آهي ۽ ٻيو قرب صفاتي ٿيندو آهي. صفاتي قرب اهو جو ڪنهن عارضي ڪري برطرف ٿي وڃي. پوءِ فرمايائون تہ پنهنجي دل جي مخفي

راز جي ڳالهہ پنهنجي مرشد ۽ پنهنجي والد کانسواءِ ٻي ڪنهن سان بہ نہ ڪرڻ گهرجي ڀوءِ توڙي ڪٿي سندس دلخواهہ دوست ۽ گهرو يارهجي تہ بہ دل جو راز ان کان مخفي رکڻ ضروري آهي.

**تاتواني راز دل با يار جاني هم مگو**

**يار راياري بود ازيار يار انديشہ ڪن**

يعني جيسـتائين سگهين پنهنجي دل جو راز پنهنجي سچي دوست کي بہ نہ ٻڌاءِ ڇو تہ ان کي وري ڪو ٻيو دوست هوندو. انهيءَ يار جي يار کان ڊپ رک.

**44- نقل:** هيڪر پاڻ نقل فرمايائون تہ حضرت سلطان العارفين شيخ بايزيد بسطامي قدس الله تعاليٰ سره الاقدس جي پاڙي ۾ هڪڙو يهودي شخص رهندو هو. سو ڪنهن ڏينهن هڪڙي مسلمان سان واٽ ۾ گڏيو ٻي وبو. مسلمان انهيءَ يهودي کي چيو تہ اي يهودي هيترا سارا ورهہ حضرت شيخ جي پاڙي ۾ گذاريا اٿئي تہ بہ اجا اسلام ۾ داخل نہ ٿيو آهين؟ ۽ يهودي ئي رهيوآهين؟ يهودي جواب ڏنو تہ جهڙي استقامت حضرت شيخ صاحب کي اسلام تي آهي، اهڙي مونکي حاصل ڪانہ ٿي سگهندي. جي اهڙي استقامت ٿي سگهي تہ جيڪر هينئر جو هينئر وڃي مريد ٿيان باقي جيڪو توهان جو اسلام آهي تنهن کان تہ اسان جو دين تمام چڱو ۽ بهتر آهي.

**45- نقل:** پاڻ فرمايائون تہ بيهودن ۽ اجاين گفتگن مان حسد ۽ هٺ ۽ پريشاني پيدا ٿيندي آهي ۽ هٺ ۽ حسد وري سيني گناهن جي ماءُ آهي جو سڀ بي فرمانيون اتان پيدا ٿيون ٿين. اي عزيز انهي سيني بدعادتن کي لاجي ترار هيٺ آڻي ڇڏجي ۽ بجاءِ ان جي الاالله کي اثبات ڪجي.

**46- نقل:** قائم فقير نظاماڻي وينل جهالار جو نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ ٽنڊي بهادر فقير نظاماڻي جي ۾ تشريف فرما ٿياهئا. ۽ نصيحت ۽ وعظ ڪندي فرمايائون تہ لاڙ جي ماڻهن کي گهٽوئي چيوسون پر اسانجي چوڻ مان حال کي قال ۽ قال کي حال سمجهي وينا ۽ هي بہ فرمايائون تہ طالب کي درياءَ وانگر ٿيڻ کپي ۽ ڍبو نہ ٿيڻ گهرجيس جو هڪڙو پتر پٺجي وڃيس تہ بہ ميرو ۽ مٽيل ٿي پوي.

**47- نقل:** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ مثال طرح بيان فرمايائون تہ جيڪڏهن ڪو حوض پليت پاڻي سان پريل هجي ۽ منجهس چار واهيون پليت پاڻيءَ جون چئني طرفن کان پيون وهن تہ ڀوءِ انهيءَ حوض جي پاڪائي لاءِ ڪٿي ڪيتري بہ ڪوشش ڪبي ۽ دلن سان پاڻي ڪڍبو تہ بہ نہ سندس پاڻي گهٽبو ۽ نڪي حوض ئي پاڪ ٿيندو. تنهن ڪري انهيءَ حوض جي

پاڪائي لاءِ هي مصلحت ٿي سگھندي جو پھريان ته اهي پليت پاڻيءَ جون واهيون جي منجھس پيون وهن سي بند ڪرڻ کپن. پوءِ جيڪو پاڻي پليت اندر هجيس سو ڪڍي صاف ڪري ڌوئي ڇڏجيس ته پاڪ ٿي پوندو. پوءِ وري چٽو ڪري ٻڌايائون ته انسان جي دل حوض جي مثال آهي ۽ سندس حواس ۽ رڳون جي غير مشروع ڪمن جي استعمال ۽ پراگنده خيالات سان ڀريل آهن. سي پليت پاڻيءَ جون واهيون آهن ۽ ذڪر فڪر جا جي شغل آهن سي دل جي حوض پاڪ ڪرڻ لاءِ دلي جي مثال آهن. پوءِ جيڪڏهن ڪو شخص پنھنجن اندروني بيروني حواسن کي غير مشروع ڪمن کان بند نه ڪندو ته انهي جي دل جي صفائيءَ لاءِ ذڪر فڪر مان ڪو فائدو ڪونه ٿيندو. تنهن ڪري ڪپي ته پھريان پنھنجا حواس ناجائز ڪمن کان بند ڪري پوءِ لاواري دلي سان اڳين پليتي کي نفي ڪري ڇڏي ته پوءِ دل وارو حوض صاف ۽ پاڪ ٿي پوندو. ڪنهن بزرگ کھڙو نه چڱو چيو آهي.

**لب به بندو چشم بندو گوش بند گرنه بيني سرحق برما بخند**

يعني غير مشروع ۽ جھليل ڪمن کان پنھنجا چپ ۽ اکيون ۽ ڪن بند ڪر پوءِ جي خدا تعاليٰ جا اسرار نه ڏسين ته اسانکي ميار ڏج.

**48- نقل:** خليفو ميان لقمان رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ نقل فرمايائون ته هڪڙو شخص الله تعاليٰ جو طالب مڪاشفي وارن مان هو تنهن جو پيءُ گذاري ويو پوءِ اهو شخص پنھنجي پيءُ جي قبر تي سندس احوال ۽ خبر معلوم ڪرڻ لاءِ مراقبي ۾ ويٺو مراقبي منجھ ڪيس ڏسڻ ۾ آيو ته قبر منجھ اندر هڪڙو ڪوئو وتي گھمندو ڦرندو. ٽي ڏينهن لڳو لڳ مراقبو ڪيائين ٽيئي ڏهاڙا اهو ڪوئو اندر گھمندو نظر آيس. ٽئين ڏينهن قبر تي ويٺو هو ته ان ڪوئي کانئس پڇيو ته هت ڇاتو ڏسين؟ جواب ڏنائين ته پنھنجي پيءُ کي ٿو نهاريان. ڪوئي چيس ته آءُ تنهنجو پيءُ آهيان. دنيا ۾ آءُ حريص هوندو هوس جنهن ڪري مون کي قبر ۾ ڪوئي جي شڪل ۾ بدلائي ڇڏيو اٿن. اهو بيان ٻڌائي پاڻ فرمايائون ته سڀ ڪنهن ماڻهو جي شڪل محمدي (صلي الله عليہ وآله وسلم ) صورت تي آهي ۽ انهيءَ صورت تي ڪوبه حساب ۽ گرفت جو قلم ڪونه آهي پر انهيءَ صورت جو قائم رهڻ تيستائين مشڪل آهي جيستائين ڪ تخلق باخلاق محمدي (صلي الله عليہ وآله وسلم) حاصل نه ڪيو وڃي يعني سندن متابعت ۾ قدم بقدم عمل ڪيو وڃي. پوءِ جنهن شخص کي محمدي اخلاق حاصل آهن ته ان کي صورت جي مٽجڻ جو ڪوبه خوف نه آهي ۽ حساب، عذاب کان به آزاد رهندو باقي بڇڙين عادتن ۽ بدڪمن ڪري ماڻهو جي صورت انهن ڪمن جي موافق ڪنهن نه ڪنهن حيوان سان مٽجي ويندي پوءِ جنهن کي حسد ۽ جھيڙي

جي عادت هوندي ۽ پئي کي پاڻ جهڙو نہ سمجهندو هوندو تہ ان کي ڪتي جي شڪل ۾ مٽايو ويندو. ۽ جنهن کي شهوت جو غلبو هوندو ۽ ناجائز شهوات راني ڪندو تہ مرڻ بعد ان جي شڪل گڏهہ جهڙي ٿي ويندي اهڙي طرح بيون بہ بدعادتون سمجهڻ گهرجن ۽ انهيءَ تي مثنوي شريف مان هي بيت شاهد آندائون:

**هرخيالي ڪو ڪند در دل وطن          روز محشر صورتي خواهد شدن**

يعني جيڪو بہ خيال انسان جي دل ۾ جاءِ ڪندو تہ اهو خيال قيامت جي ڏينهن صورت وٺي ظاهر ٿيندو.

**49- نقل:** خليفو ميان لقمان رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر سندن حضور پرنور ۾ هڪڙي شخص عرض ڪيو تہ حضرتا! سائين جن جون فرمايل ڳالهيون ۽ نصيحتون هوند ماڻهن کي ٻڌائجن تہ ڪين ڏاڍو فائدو حاصل ٿيندو. پاڻ فرمايائون تہ اي يار! نصيحت جي ڳالهين ٻڌڻ مان مطلب آهي تہ ان تي عمل ڪجي اهو غرض نہ آهي تہ ٻين کي ٻڌائجي ۽ پاڻ نلهو رهجي وڃجي. جيئن الله تعاليٰ جل شانه اهڙن ماڻهن جي حق ۾ فرمايوآهي تہ " اتامرون الناس بالبر وتنسون انفسڪم " يعني آياڪ ماڻهن کي نيڪي جو حڪم ڪريو ٿا باقي پنهنجن جندن کي وساري ٿا ڇڏيو؟

**50- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ طالب کي جيتري قدر بہ ڪماليت ۽ فيض حاصل ٿئي، ۽ حال نصيب ٿيس تہ انهيءَ کي الله تعاليٰ جل شانه ڏي سونپي، يعني ائين سمجهي تہ اوڏاهون جي مهرباني شامل حال ٿي آهي. پر جي انهيءَ مرتبي کي نہ ٿو پهچي سگهي تہ پوءِ پنهنجي مرشد کي سونپي تہ اهو بہ افضل اٿس. پر جيڪڏهن نفس جي حوالي ڪيائين يعني پنهنجن ڪوشش ۽ لياقت حقداري جو نتيجو ڄاتائين تہ پوءِ نفس تہ اصل کان خيانتي آهي. اهو سڀ فائدو برباد ڪري ڇڏيندس.

**51- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ حديث شريف ۾ آيل آهي تہ حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جن اصحابن سڳورن کي الله تعاليٰ جل شانه جي واٽ بابت مثال طرح هي دائرو ۽ ليڪا ڪڍي ڏيکاريائون ۽ فرمايائون تہ هدايت جو رستو هن طرح آهي جو ان جي چوڌاري نفس ۽ شيطان وينل آهن.



پوءِ پاڻ اهو بيان ڪري فرمايائون ته جڏهن طالب الله تعاليٰ جل شانه جي واٽ ۾
پير ٿو رکي ته نفس ۽ شيطان جيڪي واٽ تي ويٺا آهن سي ڪيس هيڏي يا هوڏي
اچلائي ٿا ڇڏن ۽ منزل جي آخر تائين سندن ڪوشش ۽ جهيڙو جاري رهي ٿو تان
ته طالب وڃي امن جي دائري ۾ داخل ٿئي. ته پوءِ نفس ۽ شيطان جي مڪرن کان
ڇٽي ٿو پوي ۽ آزاد رهي ٿو. باقي جيستائين واٽ ۾ آهي تيستائين نفس ۽
شيطان جي گمراهي واري ڪن ۾ پوڻ جو هميشه ڊپ اٿس. انهيءَ هنڌ خليفو
محمود رحمة الله عليہ لکي ٿو ته رستي مان مراد لااله واري منزل آهي ۽ دائري
امن جي مان مقصود الاالله جو مقام آهي. پوءِ جڏهن طالب لااله جي وادي کان
منزل هٽي الاالله جي منزل وٽ اچي پهچي ٿو ته پوءِ هو امن جي دائري ۾ پهچي
ويو. جيئن حديث شريف قدسي ۾ وارد ٿيل آهي ته: لااله الاالله حصني فمن دخل
حصني امن من عذابي" يعني الله تعاليٰ جل شانه فرمائي ٿو ته لااله الاالله
منهنجو ڪوٽ ۽ قلعو آهي. پوءِ جيڪو شخص منهنجي قلعي ۾ داخل ٿيو اهو
منهنجي عذاب کان ڇٽو. هيءَ ڳالهه به اهل معنيٰ وٽ پڌري آهي ته الله تعاليٰ جل
شانه ساري موجودات ۽ مخلوقات يعني خلقيل شين تي قادر آهي. مگر پنهنجي
ذات تي قادر نه آهي. پوءِ جيڪو شخص سندس ذات ۾ پاڻ کي گم ڪري ڇڏيندو
ته اهو سندس عذاب کان امن لهندو! وبچار ڪري ڏسو ته لوڻ جي کاڻ ۾
جيڪڏهن ڪا به شيءِ وڃي ڪري ڏسو ته اها پنهنجي حقيقت کان مٽجي لوڻ جي
صورت وٺي ويندي آهي. پوءِ الله تعاليٰ جل شانه جي ذات پاڪ ته لوڻ کان بي
حد گهڻي قادر ۽ قوي ۽ محيط الکل آهي. تنهن ڪري سندس ذات پاڪ ۾ محو
ٿيندڙ ڪيئن نه پنهنجي حقيقت کان مٽجي سندس صفتن سان متصف ٿي
سگهندا. جڏهن اهو کاڻ وارو مثال سمجهيو ويو ته ڪنت ڪنزا مخفيا" واري کاڻ
جو راز به معلوم ڪرڻ گهرجي! جو الله تعاليٰ جل شانه فرمائي ٿو ته آءُ هڪ
ڳجهي مخفي کاڻ هوس جو پوءِ ظهوري جي حب ۾ عالم شهود ۾ جلوو ڪيم.
انهيءَ مان معلوم ٿو ٿئي ته هي ساري موجودات ۽ اظلال ۽ اسم ۽ صفتون
وغيره سڀ انهيءَ خزاني ۾ موجود ۽ مخفي هئا. جو پوءِ خلقت الخلق جي اشاري
سان عالم شهود ۾ آيل آهن. ڇو ته هت خلقت بمعنيٰ اظهار جي آهي. پر
جيڪڏهن هي شيون انهيءَ خزاني ۾ موجود نه هجن ها ته پوءِ هن جهان جي
ميدان ۾ سندن ظهورو ڪهڙي طرح ٿي سگهي ها؟ ڇو ته عدم محض عدم ٿي
آهي. باقي جيڪي موجود هو تنهنجو وجود به موجود هو. انهيءَ مان معلوم ٿيو
ته هن وجود ۽ بود (هجڻ) جڏهن وري پنهنجي اصل ڏي رجوع ڪري کاڻ مخفي ۾
فناءَ اختيار ڪيائين ته "ڪنت ڪنزا مخفيا" سان ڳنڍجي ويندو ۽ اضافت وارو

پردو ساقط ٿي ويندو پوءِ امن حاصل ٿي پوندس. مثنوي شريف ۾ ڪهڙو نہ چڱو چيل آهي:

**چونکہ بيرنگي اسير رنگ شد        موسيٰ باموسيٰ درجنگ شد**

يعني جڏهن بيرنگي اچي رنگ جي قيد ۾ گرفتار ٿي تہ موسيٰ، موسيٰ سان مخالف ٿي پيو، يعني وحدت جو مظاهرن ۾ جلوو، متفق الحقيقت اشياءَ جو نماءَ مختلف ظاهر ڪري ٿو.

**چون بہ بي رنگي رسي ڪان داشتي        موسيٰ و فرعون دارند آشتي**

پر جڏهن انهيءَ بيرنگي کي پهچندين جا اصلي حقيقت هئي تہ پوءِ موسيٰ ۽ فرعون بہ پاڻ ۾ دوست نظر ايندءِ. يعني مختلف نماءَ جون شيون بہ هڪ حقيقت هيٺ نظر ايندءِ ۽ اختلاف نہ رهندو.

**52- نقل:** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ ظاهري سبق جي وٺڻ ۾ دير ڪرڻ سبب صاحبزادي والا تبار ميان محمد ياسين شاهہ قدس سره تي جوش فرمايو هئائون، ۽ فرمايائونس تہ اي بابا! توهانجا جيڪي اسان تي حق هئا سي اسان سڀ ادا ڪيا آهن هينئر اسانکي ڇڏيو ۽ پنهنجو پاڻ ڄاڻو. باقي اسانجا حق اوهان تي ايترا آهن جنهن جي حد ڪانہ آهي. پوءِ فرمايائون تہ اولاد جا پيءُ تي چار حق آهن. هڪ مٿس نالو چڱو رکي، ٻيو علم پڙهائيس، ٽيون طهر ڪرائيس، چوٿون پرڻائيس، اسان اهي چارئي حق ادا ڪري ڇڏيا آهن هينئر پاڻ ڄاڻو ۽ پنهنجو خيال وٺو.

**53- نقل:** ناقل حاجي فقير مِتو تہ هيڪر پاڻ درگاهہ شريف واري مسجد ۾ فقراءَ جي صحبت منجهہ ويٺل هئا ۽ حضرت صاحبزاده وڏا مسند نشين قدس سره پر پرو تمام ادب سان حاضر ويٺا هئا. پاڻ فرمايائون تہ اي بابا! اسان توهان لاءِ ويهہ روپيہ ماهوار ڏيئي معلم وهاري پڙهايو اٿسي، ۽ شادي جو حق بہ ادا ڪيو اٿسي. هينئر جيڪڏهن الله تعاليٰ جل شانہ جي طلب ۾ ڪوشش ڪندؤ ۽ طلبگار ٿيندؤ تہ چڱو نہ تہ جيڪو الله تعاليٰ جي طلب کان عاري هوندو پوءِ توڙي ڪٿي اهو اسان جو پاءُ يا پٽ هجي تہ بہ اسان کي ان سان ڪابہ نسبت نہ آهي. اهو نہ اسان جو پاءُ آهي نہ پٽ، پوءِ واحد ڏني فقير کي، جو بني جو ڪم ڪار سندس حوالي هو، تنهن کي صاحبزاده والاتبار ميان محمد حسن شاهہ قدس سره جي سڌڻ لاءِ موڪليائون جو تن وقتن ۾ ڪجهو راڙي جي عارضي ڪري البت مسجد شريف ۾ نماز جي ادا ڪرڻ منجهہ سستي فرمائيندا هئا. جڏهن صاحبزادو آيو تڏهن پاڻ تمام جوش سان فرمايونس تہ نماز جي ادا ڪرڻ ۾ ڇو ٿو سستي ڪرين؟ عرض ڪيائين تہ حضرتا آءٌ نماز پڙهندو آهيان. پاڻ فرمايائون تہ

توهين چوندا آهيو تہ اسين اوهان جا غلام آهيون پر اهي رڳو سڪٿيون ڳالهيون ۽ اجايون دعوائون آهن. اسين حضرت مرشد معظم والد مڪرم جي خدمت ۾ غلامن وانگرهوندا هئاسون. جو ڏينهن جو مزدورن سان گڏجي سارو ڏينهن ڪم ۾ مشغول هوندا هئاسون ۽ جڏهن موٽي ايندا هئاسون تہ جيڪي بہ اڌ يا ڪن مانيءَ جو پاروٿو ساروٿو رڳو سڪو ملندو هو ان تي قناعت ڪري وهنداهئاسون . ۽ ڪڏهن بہ ڪنهن ڪپڙي يا ٻي سندن ڪنهن شيءِ ۾ طمع ڪانہ رکي سون. پوءِ جڏهن پاڻ راضي ٿيا تڏهن دعا فرمايائون تہ الله تعاليٰ توکي غير جي محتاجي کان شال امن ۾ رکندو! ۽ توهان جو هي حال آهي جو رڳو ڪجھ راڙي نڪتي آهي تہ نماز جي ادا ڪرڻ ۾ سستي ٿا ڪريو. پوءِ سڪرات جي تلخي ۽ سختي ۽ قبرقيامت جي هولناڪين مهل اوهان ڪيئن ڪندؤ؟.

**54- نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو تہ هيڪر رمضان شريف جي مهيني ۾ قاضي محفوظ درگاهہ مبارڪ تي قرآن شريف جو ختمو پڙهندو هو. پاڻ پويان ٻڌنداهئا. پوءِ ختمي جي شروع ڪرڻ مهل قاضي کي امر فرمايائون تہ قرآن ڪريم جي قرات سر سان راڳ وانگر نہ ڪرڻ گهرجي بلڪ سرسري پڙهڻ گهرجي.

**55-نقل:** ناقل خوشحال فقير لغاري رهندڙ ٿوهي واقع پرڳڻي روپاهہ جو نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ درگاهہ مبارڪ واري مسجد شريف ۾ اڳين نماز ڪانپوءِ مثنوي معنوي هٿ ۾ ڪري هميشہ جي دستور موجب پڙهڻ جو ارادو ڪيائون تہ اينتري ۾ هڪڙي بروچ شخص واڪو ڪري چيائين تہ حضرتا! يزيد تي لعنت ڪرڻ گهرجي يا نہ؟ پاڻ ٿوري دير فڪر ڪري فرمايائونس تہ اي شخص جيڪڏهن يزيد تي لعنت خدا تعاليٰ جي طرفان آهي تہ تنهنجي چوڻ جو ڪو سود ڪونہ آهي ۽ جيڪڏهن الله تعاليٰ جي طرفان نہ اٿس تہ اها ساڳي لعنت موٽي توتي ٿي اچي پوي.

**56- نقل:** صاحبزادي والا تبار ميان محمد شاهہ عليہ الرحمة کان نقل ٿيل آهي تہ هيڪر پاڻ لاڙ جي سفر ۾ ديهہ راڃي نظاماڻي جي منجهہ تشريف فرمائيل هئا اتي گهڻا نوان مريد ذڪر سان مشغول ٿيا. هڪڙو شخص جو اصل کان اڳ جو مريد هو سو بہ وري مريد ٿيڻ جي ارادي سان ٻين نون مريدن سان گڏجي اچي حضور ۾ ويٺو. پاڻ فرمايائونس تہ اي يار تون اصل مريد آهين اٿ! هن عرض ڪيو تہ حضرتا مونکي وري نئون مريد ڪيو؟ پاڻ فرمايائونس تہ بزرگن جي اڳيان نامنظور ڪم نہ ڪرڻ گهرجي، ڇو تہ هو جنهن وقت نئين مريد ڪرڻ واسطي توجہ فرمائيندا آهن تہ اڳيون جيڪو فيض ان کي حاصل ٿيل هوندو سو ان کان کسجي ويندو آهي!

**57- نقل:** خليفو ميان لقمان رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ خليفو ميان قادرڏنو رهندڙ ٽرملڪ جو حضرت پيرسائين جن رضي الله تعاليٰ عنہ کي پريٽ رسول ڪري سڏيندو هو. تنهن تي ڪن تہ ملڪ جي ملن ان ۾ سائنس بحث تڪرار ڪيو. اها ڳالهہ ريگستاني فقيرن جي زباني حضرت پيرسائين جن رضي الله تعاليٰ عنہ کي بہ ڪن مبارڪ تي پهچي وئي. پوءِ جڏهن خليفو قادر ڏنو درگاهہ مبارڪ تي آيو ۽ سائين جن جي قدمبوسي کان مشرف ٿيو تہ پاڻ گڏجڻ شرط ڪيس فرمايائون تہ اي قادر ڏنا! مون پڌو آهي تہ تون ٿو چوين تہ اسانجو پير رسول آهي؟ خليفو ڪليو! پاڻ سندس ڪلڻ شرط جوش ۾ آيا ۽ فرمايائونس تہ عجب دين حاصل ڪيو اٿو. جو خلق کي هرو پرو پيا گمراهي ۾ وجهو ٿا تہ جيڪي مريد کي ارادو ۽ يقين نصيب حال ٿئي تہ اهو خلق کي پڌائڻو نہ آهي بلڪ دل ۾ رکڻو آهي، جيترو مريد مرشد کي ڀائيندو اوترو پاڻ ٿيندو، توهين خواه مخواه مشهوريءَ ۾ آڻي عام ماڻهن کي گمراهہ ٿا ڪيو! ائين نہ ڪرڻ گهرجي، پوءِ فرمايائونس تہ توبہ ڪر، هن توبہ ڪئي.

**58-نقل:** هڪڙي معتبر راوي کان منقول آهي تہ هيڪر پاڻ ٻهاري فقير بوهڙ جي دعوت تي سندس ديهہ ۾ تشريف فرماٿيا جو ولاسن جي ديهن مان اها بہ هڪ ديهہ آهي. پوءِ جڏهن زيارت ڪرائڻ لاءِ اندر گهر ڏانهن تشريف آندائون تڏهن عاقل ۽ جلال فقير بوهڙ بابت پڇا ڪيائون تہ ڪجهہ پڙهيو اٿن يا نہ؟ ٻهاري فقير عرض ڪيو تہ حضرتا! قرآن شريف پڙهيو هئائون، پر وساري ڇڏيو اٿن. پاڻ فرمايائون تہ هاويہ نالي هڪڙو دوزخ آهي جو سڀني دوزخن کان تمام زياده سخت آهي ۽ انهيءَ ۾ هڪڙو نانگ آهي جو اهو بہ تمام سخت آهي جو هاويہ دوزخ بہ پاڻ ان کان ڪنبدو ۽ ڏڄندو آهي. پوءِ جيڪو شخص قرآن شريف پڙهي ياد ڪري وساريندو اهو انهيءَ نانگ جي وات ۾ هوندو.

**59- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ قرآن شريف پڙهڻ چڱو آهي. پر ائين مٿاڇرو نہ پڙهجي، جيئن پاڻيءَ جو گهڙو پاڻيءَ سان پربل هجي جو پيو ڪجهہ وجهجيس تہ ان ۾ نہ ماپي سگهي. اي عزيز! گهڙي مان مراد آهي دل. پوءِ جيڪڏهن ماڻهو جي دل بي فائدن ۽ پريشان خيالن خطرن سان پربل هوندي تہ اتي قرآن شريف جو نور جاءِ نہ وٺندو جو تہ الله تعاليٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ : لايمسہ الاالمطهرون" يعني پاڪائي وارن کان سواءِ قرآن شريف کي پيا هٿ نہ لائن. پوءِ ضرور ٿيو تہ ظاهري پاڪائي کانسواءِ اندر جي پاڪائي يعني خطرن خيالن کان دل جي صفائي حاصل ڪري پوءِ قرآن شريف پڙهجي تہ سندس نور جي پرتوي سان اندر روشن ٿئي ۽ سندس معنائون دل تي تجلي فرمائن. پوءِ جڏهن

پڙهندڙ کي اها صفائي ۽ نور حاصل ٿيو ته سڀ شيون قرآن شريف ۾ جلوو کندڙ نظر ايندیس . جيئن ته الله تعاليٰ جلشانه فرمائي ٿو ته: ولارطب ولا يابس الافي کتاب مبين" يعني ڪا به آلي يا سڪي شيء ڪانه آهي، جو قرآن شريف ۾ سندس ذڪر نه ٿيل هجي.
پرجي دل جي حضور سان تلاوت نه ڪندو، ته هن وعيد هيٺ داخل ٿيندو جو حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن فرمايو آهي ته " رب تال القرآن، والقرآن يلعنه" يعني ڪيترائي قرآن شريف پڙهندڙ آهن. حالانڪ قرآن شريف ڪين لعنت پيو ڪري. اي دوست! جنهن زمين ۾ ٻيلو ۽ گهاٽو جهنگ هوندو ته جيستائين اهو جهنگ هٽي زمين صاف نه ڪبي ۽ هرن وغيره سان ٻني لائق آبادي جي نه ڪبي تيستائين ان ۾ ڪو به ٻج نٿو ڇٽي سگهجي ۽ نه وري ان مان سلي سائي ٿيڻ جي اميد رکي ٿي سگهجي. پاڻ هن هنڌ اينتري نڪتي بيان ڪرڻ تي اڪتفا فرمايائون چو ته " العلم نقطته ڪثرهاالجاهلون" يعني علم رڳو هڪ نقطو آهي. باقي جاهلن وٽي ان کي وڌايو آهي.

**60- نقل:** صاحبزاده والا تبار ميان حامد شاهه عليه الرحمة نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ ا ... سگورن کي فرمايائون ته جيڪڏهن پاڻ ۾ گڏتي ويهو ۽ ڳالهيون ويهي ڪيو ته پوءِ اوهان مان هڪڙي کي ڪپي ته ڳالهين هلندي ٻين کي چوي ته هينئر ڳالهيون گهٽيون ڪيون اٿئون. اچو ته هينئر الله تعاليٰ جلشانه جون ڳالهيون ڪيون ته جيئن سيئي لڄي ٿي وري خدا تعاليٰ جلشانه ڏي رجوع ڪن.

**61- نقل:** عبدالله فقير نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ مسجد شريف جي پٽ ڪان ويٺي وضو ساريائون. مون پنهنجي چادر ويهڻ لاءِ ڪين هينان وڇائي ڏني هٿي ته ان وقت هڪڙي فقيرياڻي کي فرمايائون ته وڃي ميان محمد ياسين شاهه ۽ محمد صادق شاهه کي سڏي اچ! جڏهن صاحبزادا حاضر ٿيا تڏهن پاڻ وعظ ۽ نصيحت جي طرح ڪين فرمايائون ته اي بابا! ڪجهه ڪري وٺو ته اسان ڪانپوءِ آسودا هجو ۽ ٻين مشائخن وانگر مريدن جي دروازن تي پنڻ متان وڃو. پوءِ هن لاءِ نه ته اسان ڪان پوءِ اسان جي سرفرازي ڪندؤ، بلڪ خاص توهانجي فائدي لاءِ هي ڪوشش ڪريون ٿا ۽ اسانکي هڪڙو مريد آهي جهن ڪان اسان جي دل تمام راضي ۽ برجاءِ آهي. پوءِ فرمايائون ته اسانجي وڏي نينگر (يعني مسند نشين اول قدس سره) اسان کي تمام راضي ڪيو آهي. پاڻ تي پيرا ائين فرمايائون ۽ چيائون ته البت دنيا ڏي ڪجهه مائل آهي. سو به گهٽي سياٽپ جي ڪري پر اهو ڏينهن به الله تعاليٰ جلشانه ڪندو جو دنيا کي پاٺي ڇڏي ڏيندو.

**62- نقل:** حضرت صاحبزادي وڏي مسند نشين قدس سره کان خليفو لقمان رحمة الله عليه نقل ڪري ٿو ته هيڪر رمضان شريف جي مهيني ۾ حضرت مرشد معظم رضي الله تعاليٰ عنه سان گڏ ڍاڪي ۾ وينل هئاسون ته اسانجي والده يعني حضرت پيرسائين رضي الله تعاليٰ عنه جا وڏا حرم محترم 22 تاريخ رمضان شريف جي وصال فرمايائون، پاڻ مونکي ۽ ميان محمد حسن شاهه کي فرمايائون ته توهان ٻئي اعتڪاف مان نڪري تڪفين تدفين جو سعيو پنهنجي سر وجي ڪيو، ڇو ته اوهين محرم آهيو. سندن حڪم موجب اسان ٻئي وڃي ڪفن دفن جي ضروري ڪم کان فارغ ٿياسون. آءُ موٽي اچي منجهند جو قيلولو يعني ٿوري ننڊ ڪئي ۽ جڏهن ته اهو جمعي جو ڏينهن هو تنهن ڪري آرام ڪرڻ ڪانپوءِ تڙ ڪري نوان ڪپڙا پائي نماز جي ادا ڪرڻ لاءِ حضور ۾ حاضر ٿياسون ۽ اسانجي ياءُ ميان محمد حسن شاهه کي ڪم ڪار جي تڪليف ڪري وقت تنگ ٿي ويو جو تڙ ڪرڻ ۽ ڪپڙن نون ڪرڻ جي فرصت ڪانه ملي سگهيس. جڏهن سندن حضور ۾ آيو تڏهن پاڻ فرمايائون ته اي بابا! ماتم ڪيو اٿئي ڇا؟ ميان محمد حسن شاهه عرض ڪيو ته حضرتا ماتم ڪونه ڪيو اٿم پر ڪم ڪار جي تڪليف ڪري ننڊ وٺي وئي ۽ نماز جي فوت ٿيڻ جي خوف کان تڙ ڪرڻ ۽ ڪپڙن مٽائڻ جي فرصت نه ملي سگهي. پاڻ ماٺ ڪيائون. تڏهن مون عرض ڪيو ته حضرتا! هن غلام تڙ به ڪيوآهي ۽ ڪپڙا به مٽاياآهن. پاڻ فرمايائون ته اسان توکي ڏٺو آهي تڏهن ته چيوسون.

فهرست واري صفحي تي هلو

# فصل چوٿون

## سچ جي پلائي ۽ ڪوڙ جي سٽ ۾

**1- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون ته هڪڙي شخص ڪنهن ماڻهوءَ کي خون ڪري اگهاڙي رت پريل ترار هٿ ۾ ڪٽي هڪڙي بزرگ جي حجري ۾ وڃي لڪو! مقتول جا وارث سندس ڪڍ ڊوڙندا پي آيا. تن بزرگ کان پڇيو ته هڪڙو مڙس خون ڪري اگهاڙي ترار سان هت آيو اهو ڪاڏي ويو؟ ان بزرگ چيو ته حجري ۾ لنگهي ويو. انهن ماڻهن اندر لنگهي وڃي ڳولهيائون پر هي هٿ ڪونه آيو. جڏهن ٻاهر نڪتا تڏهن ان بزرگ جي آڏو پيرن تي ڪري پيا ۽ عذر، آزي ڪري معافي گهريائون ته اسان کان بي ادبي ٿي آهي. مهرباني ڪري معاف ڪريو ۽ اسان انهيءَ شخص قاتل جو ڏوهه به بخشي ڇڏيو. پوءِ جڏهن اهي ماڻهو ويا تڏهن انهيءَ بزرگ انهيءَ شخص کي سڏ ڪيو، هو ٻاهر اچي چوڻ لڳو ته آءٌ تنهنجي سامر تي اچي حجري ۾ لڪو هوس. تون وري هنن کي پيو ڏس ڏين ته اندر حجري ۾ ويٺو اٿو؟ بزرگ چيو ته منهنجي سچ جي برڪت سان ته توکي الله تعاليٰ جلشانه دشمن کان ڇڏائي ڇڏيو. جيڪڏهن ڪوڙ هڻان ها ته توکي ماري وجن ها. چو ته الصدق ينجي والكذب يهلك (يعني سچ هميشه آزاد ڪندڙ آهي ۽ ڪوڙ نيٺ هلاڪ ڪندو).

**2- نقل:** پاڻ فرمايائون ته جڏهن ڪوئي ماڻهو ڪوڙ ٿو هڻي ته سندس ايمان پهرئين ئي ڪوڙ سان هليو ٿو وڃي. پوءِ ٻيا ڪوڙ هڻي ته پلي پيو هڻي. ايمان واري موڙي پهرئين ئي پيري سان وئي. اي عزيزا سندن انهيءَ فرمودي تي هي آيت شريف شاهد آهي: لعنة الله علي الكاذبين (يعني ڪوڙن تي الله تعاليٰ جل شانه جي لعنت آهي) ۽ ڪوڙ صفت ڪافرن جي ٻڌائي وئي آهي. پوءِ ڪفر واري صفت سان ايمان ڪاٿي رهي سگهندو؟ جيئن پاڻي ۽ باهه پاڻ ۾ نه گڏجي سگهندا. چو ته الضدان لايجتمعان، قانون مقرر ٿيل آهي يعني به ضد هڪ هنڌ گڏ نه ٿي سگهندا آهن.

**3- نقل:** ميڏنو فقير پليجو ويٺل نصرپور جي آس پاس جو نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ وعظ ۾ پي فرمايائون ته اسين ذات پاڪ جل جلاله جو قسم ٿا کڻون ته جيڪڏهن ڪو شخص هڪڙو ورهه سارو ڪوڙ نه ڳالهائي ۽ نه گلا ڪري، پنهنجي زبان کي انهن کان صفا رکي ته يقين آهي ته کيس ولايت جو درجو حاصل ٿيندو.

**4- نقل:** غلام فقير ابڙو رهندڙ ديه جڪيجي جو، جو اها ڏگهه جي پرڳڻي مان هڪ ديهه آهي ته هيڪر پاڻ ديهه ياٿي واقع پرڳڻي ڪير ڏهي جي ۾ سفر ڪندي

ڪجھ بي خوش ٿيا ھئا. حضرت صاحبزادي مسند نشين قدس الله سره الاقدس جن رستم فقير ابڙي کي بديڻ جي ڊبه ڏي ڪنھن دوائن جي گھرائڻ لاءِ گھوڙي تي سوار ڪري موڪليائون جڏھن فقير دوائون وٺي موٽي آيو تڏھن حضرت صاحبزادي فرمايس ته اي رستم گھوڙي توکي ڏاڍي تڪليف ڏني ھوندي؟ ان فقير عرض ڪيو ته حضرتا! ھن ضعيف جا لنگ اڪوڙي وڌا اٿس. پاڻ انھيءَ ڳالھ ٻڌڻ سان رستم فقير کي جوش سان فرمايائون ته توبه ڪر. ھن توبه ڪئي. وري ٻيھر ٽيھر به توبه ڪرايائونس. پوءِ فرمايائون ته اھڙو ڪوڙ نه ڳالھائجي ته گھوڙي منھنجا لنگ اڪوڙي وڌا آھن حالانڪ تنھنجا لنگ صحيح سلامت آھن.

**5- نقل:** ھيڪر پاڻ جمعه جي ڏينھن درگاھ مبارڪ واري مسجد شريف ۾ ڪرسيءَ تي ويھي وعظ فرمايائون ته ڪو اھڙو شخص آھي جو ھيترين ساري جماعت مان پنھنجو عيب ظاھر ڪري؟ ھڪڙي شخص جماعت مان اٿي چيو ته حضرتا! آءٌ عيبدار آھيان. منھنجي عيبن مان ھڪ ھي به آھي ته ھيڪر اسانجي ڳوٺ ڪي باھ لڳي سيڪو ماڻھو پنھنجي شين ڪڍڻ ۾ لڳي ويو مان ھڪ ڪوري جي گھران تاڃي ھڪڙي چورائي وڪڻي ڪم آندي ھيم. پاڻ انھيءَ شخص تي ڏاڍو خوش ٿيا ۽ فرمايائون ته تو جو پنھنجو عيب ظاھر ڪيو ۽ پاڻ کي گنھگار سمجھو اٿئي سو تنھنجي انھيءَ گناھ جو بدلو بخشيش آھي.

فهرست واري صفحي تي هلو

# فصل پنجون

## عبادت ۽ سخاوت ۾ رياءَ ڪرڻ جي ست ۾

**1- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون ته جيڪو شخص پنهنجي عمر رياءَ ۽ دنيا جي حاصل ڪرڻ لاءِ عبادت ۽ رياضت ۾ ٿو گذاري ۽ الله تبارڪ وتعاليٰ جي واسطي ڪوبہ خالص عمل ڪونہ ٿو ڪري بلڪ بيهودي دنيا لاءِ پنهنجو سرمايو گم ڪري ڇڏي ٿو! تنهنجو مثال انهيءَ ڪوريءَ وانگر آهي جنهن ڪي تاڃي ڪيندو سڀ ڪنهن ماڻهوءَ دڪان تي ڏنو پر سندس آڏاڻي جي تر (1) ڪپڙو ڏنو ئي ڪونہ.

**2- نقل:** هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون تہ ڪنهن ڪوري جي هڪڙي ميهار شخص سان ياراني هئي انهيءَ ميهار هڪڙي منيءَ جي ڪاٽي جنهن سان تاڃي جو رسو ٻڌندا آهن جهنگ مان وڍي انهيءَ ڪوريءَ کي آڻي ڏني هئي، اتفاقا انهن ڏينهن ۾ ڏڪر اچي پيو جنهن ڪري ميهار جون سڀ مينهون بک ۽ تڪليف سبب وهڪجي ويون، لاچار ٿي بک ۽ فاقن جي پاران لچ لاهي روز انهيءَ ڪوريءَ جي گهر ماني جي آسري تي ايندو هو. ڪوري ويچارو پاڻ پيو ڏڪرجي تڪليف ۾ گذاري ۽ سندس اهل عيال تنگ حالت ۾ هئا. تنهن هوندي بہ جيڪو ٿورو گهڻو پيٽ چاڙهيندا هئا اتان ڪجهہ نہ ڪجهہ بڪئي ميهار کي بہ ڏيندا هئا. ميهار پيٽ ڪاٽي انهيءَ منيءَ کي ٽيڪ ڏئي چوندو هو تہ آءُ هيءَ مني اهڙي ٻيلي مان وڍي آيو هوس جنهن ۾ ڏاڍا مست شينهن رهندا آهن. ويچارو ڪوري ماٺ ڪيو پيو ٻڌندو هو ۽ سهندو هو ۽ انهيءَ ٿورڙي قوت تي لاچار ساچار صبر ۾ رهندو هو. نيٺ انهيءَ ميهار جي روز بروز اچڻ ڪري ڪڪ ٿيو ۽ هڪڙي ڏينهن جيئن هن منيءَ جي لاءِ پنهنجي ساراهہ پي ڪئي تيئن اها مني پٽي اچلائي چيائينس "ڪڻ پنهنجي مني ڇڏ اسان جي جند" اي عزيز ! انهيءَ نقل مان معلوم ٿيو تہ دنياوي مطلب وارن جي دوستي ڪي ايترو بقا آهي جيترو انهيءَ ڪوري ۽ ميهار جي دوستي کي ٿيو.

**3- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ دنيا وارن ماڻهن جي خيرات پيشاب ڪرڻ جي مثال آهي، يعني جيئن پيشاب جڏهن لاچار جهلڻ ڏکيو لڳندو تڏهن ضرورت ڪري ڪيو ويندو آهي. تهڙي طرح دنيا دار بہ ڪاشيءَ فقيرن کي تڏهن ڏيندا جڏهن انهيءَ جي جهلڻ مان ڪو نقصان ڏسندا پوءِ پنهنجي ضرورت جي وڃائڻ لاءِ پنهنجي نفس جي خواهش تي ڏيندا پر بهانو خدا ڪارڻ جو ڪري ڏيندا:

نفس خودراکش تو دل را زنده کن　　　خواجه راکشته است اورا بند کن



(ا) اها چورس ڪاٺي، جنهن تي ڪپڙو ويڙهبو آهي!

يعني نفس کي ماري، دل جيئري ڪر. انهي نفس تنهنجي سردار يعني دل کي ماريو آهي، تنهن ڪري ڪيس قيد ۾ رک.

**نفس مڪار ست مڪري زايدت گرنماز وروزه فرمايدت**

نفس وڏو مڪار اٿئي، جيڪڏهن روزي نماز ۾ چڱاين جي صلاح ڏيئي ته به سمجهه جانءِ ته ڪو اتي به مڪر رٿيو هوندائين.

**4- نقل:** هيڪر پاڻ ڳالهه فرمايائون ته جن ڏينهن ۾ مسجد شريف جي اڏاوت پي ٿي تڏهن مسجد شريف جي ٿنين لاءِ پٿر جون ڪرسيون ڪپنديون هيون تنهن لاءِ خليفي عبدالرحمان وينل ڪونهيڙن، واقع پرڳڻي شهدادپور جي کي خط ۾ پيسا ڏئي، سونديءِ ۾ سيد قبول محمد ۽ محمد صديق ڏي ڪرسين جي خريد ڪرڻ لاءِ موڪليو سون. وات تي ڪيس قيصر فقير نظاماڻي ملاقي ٿيو ۽ ويهه روپيه خليفي کي ڪرسين جي خرچ بابت ڏنائين ۽ اهو احوال خط ۾ لکي اسان ڏي ڏياري موڪليائين سندس خط لکڻ مان معلوم ٿيو ته اهل دنيا جي انهيءَ لکڻ مان مطلب آهي ته پنهنجي ڏنل خيرات بابت ڳالهه ٻڌائن. جو هڪڙي قسم جو احسان رکڻ جو نمونو آهي. جيڪڏهن نه ته الله تعالىٰ جل شانه ته اوهين عالم الغيب ۽ عليم بذات الصدور آهي. سندس حضور ۾ پنهنجن ڪمن جي خبر ڏيڻ جو ڪهڙو ضرور.

**5- نقل:** گل فقير مونگيو رهنڊڙ چاڪر هالي جي طرف جو نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ حديث شريف ڪان بيان فرمايائون ته جيڪڏهن ڪو شخص رياءَ لاءِ هڪڙو نفل ٿو پڙهي ته سندس ستر ورهن جي قبول پيل عبادت ضايع ٿي وڃي ٿي. شيخ سعدي رحمة الله عليه فرمايو آهي:

**بسانام نيڪوي پنجاهه سال ڪه يڪ نام زشتش ڪند پائمال**

يعني گهڻائي پنجاهه ورهن جا چڱا نالا جو هڪڙو بڇڙو نالو انهن کي خراب ڪري وجهي ٿو.

**6-نقل:** هيڪر پاڻ ڪنزالعباد حديث شريف جي ڪتاب مان بيان فرمايائون ته جڏهن قيامت جو ڏينهن ٿيندو الله تعالىٰ جلشانه قرآن شريف جي حافظن ڪان پڇندو ته توهان دنيا ۾ ڪهڙا عمل ڪيا هئا؟ عرض ڪندا ته خدايا! تنهنجي واسطي قرآن شريف ياد ڪيو هوسون. الله تعالىٰ جل شانه فرمائيندن ته " ڪذبتم " يعني ڪوڙ ڳالهايوٿا. توهان رڳو هيٺري لاءِ قرآن شريف ياد ڪيو هو ته اسانکي ماڻهو حافظ صاحب سڏن. سو مقصود توهان جو دنيا ۾ حاصل ٿيو جو توهان کي ماڻهن حافظ صاحب سڏيو هو. پوءِ ملائڪن کي حڪم ٿيندو ته هنن کي وٺي وڃي دوزخ ۾ وجهو. پوءِ وري عالمن کي حاضر ڪيو ويندو. الله تعالىٰ جل شانه

فرمائيندن ته دنيا ۾ ڇا ڪيو هيو؟ عرض ڪندا ته تنهنجي لاءِ علم پڙهيو سون ۽ ٻين شائقن طالب علمن کي تنهنجي علم مان بهره ياب پڻ ڪيو سون. الله تبارڪ وتعاليٰ ته ظاهر ڳجهه سڀ ڄاڻيندڙآهي. فرمائيندن ته " ڪذبتم" يعني ڪوڙ ڳالهايو ٿا. توهان مون لاءِ علم نه پڙهيو هو. بلڪ هن لاءِ ته ماڻهو اسان کي عالم ۽ مولوي سڏن. سو توهان کي دنيا ۾ سڏيو ويو. ۽ مقصود اوهان جو پورو ٿيو. هينئر هلو دوزخ ۾.

وري زاهدن جو وارو ايندو. الله تعاليٰ پڇندن ته دنيا ۾ توهان ڪهڙي ڪم ۾ مشغول هيؤ؟ ظاهر ڪندا ته تولاءِ دنيا ۾ زهد ڪيوسون. دنيا کان منهن موڙي نفس جي رياضت سان مشغول رهياسون. الله تعاليٰ جل وعليٰ شانه فرمائيندن ته " ڪذبتم" يعني ڪوڙ ڳالهايو ٿا. توهان رڳو زاهد سڏائڻ جي شوق ۾ اهي تڪليفون ورتيون نه منهن جي لاءِ سو توهان کي زاهد سڏيو ويو. ملائڪن کي حڪم ٿيندو جو هي به دوزخ ۾ اڇلايا ويندا.

وري ايندا عابد پڇا ٿيندن ته دنيا ۾ اوهان ڇاڇا ڪيو؟ عرض ڪندا ته تنهنجي رضا لاءِ عبادت پٺي ڪئي سون الله تعاليٰ جل شانه فرمائيندن ته " ڪذبتم" ڪوڙ ڳالهايو ٿا، توهان عبادت مون لاءِ ڪانه ڪئي بلڪ ماڻهن ۾ پاڻ کي عابد چوائڻ لاءِ عبادت ڪندا هيؤ. سو دنيا ۾ توهان کي عابد چيو ويو. هينئر هلو دوزخ ۾ پوءِ مؤڪلن کي حڪم ٿيندو ته وجي دوزخ ۾ داخل ڪيون. اهڙي طرح ٻين جماعتن رياڪارن کان به پڇا ڪئي ويندي ۽ سندن عمل ناقبول ڪري جهنم ۾ داخل ڪيا ويندا. (استعيذ بالله السميع العليم)

فهرست واري صفحي تي هلو

# باب ٽيون
## هن باب ۾ ڇهه فصل آهن.
## فصل پهريون
## صفت جلال ۽ جمال بابت نقلن ۾

**1- نقل:** پاڻ حضرت ميان صاحب جن قدس سره الاقدس کان نقل فرمايائون ته هيڪر حضرت مخدوم صاحب قدس سره العزيز جي شادي جو موقعو ٿيو، جنهن ۾ عارف ڪامل خليفو ميان علي اصغر خان پٺاڻ ۽ ٻين فقيرن جي جماعت به گڏجي هليا هئا. پوءِ جڏهن حضرت مخدوم صاحب شادي ڪري ڳوٺ موٽيا تڏهن مڙئي سامان اسباب ٻيا فقير ڪٺي هليا باقي هڪ ٽڏو سو خليفي علي اصغر خان پٺاڻ کي هٿ آيو، سو هن کنيو. ته ايتري ۾ ٻئي هڪڙي فقير به اچي انهيءَ ٽڏي کي ڪٺڻ لاءِ هٿ وڌا. جنهن تي ٻنهي ڄڻن پاڻ ۾ سوال جواب ڪيا، علي اصغر خان فقير کي چيو ته يا تون مونکي ڪوهه قاف ۾ اڇلاءِ يا آءٌ توکي اڇلايان. ائين ٻنهي ڄڻن ۾ گفتگو پي هليو ته حضرت ميان صاحب جن قدس سره به اتي اچي سهڙيا ۽ انهيءَ فقير کي سمجهايائون ته ٽڏي جي پچر ڇڏ نه ته توکي اهڙي هنڌ اڇلائي ڇڏيندو جو وري پيدا ئي ڪونه ٿيندين. پوءِ ٽڏو ان فقير کان وٺي علي اصغر خان کي ڏنائون ، ۽ سندس جوش ڍري ڪرڻ لاءِ سينه مالي فرمايائونس ۽ انهي فقير کان به معافي گهرايائون ۽ نيزاري ڪرايائون. علي اصغر خان راضي ٿيو ۽ ٽڏو ويڙهي ٽوپلي وانگر ڪري ڪٽي مٿي ۾ وڌائين ۽ اڳتي روانو ٿيو. واٽ تي هڪڙي ڳوٺ وٽان اچي لنگهيو ته هڪ ڪتي جو سندس مٿي تي ٽڏو ڏٺو تنهن مٿس ڀونڪڻ شروع ڪيو خليفي علي اصغر خان ڪتي کي ڏک هنيو. جنهن تي ڪتي جو مالڪ جو هڪ ڪوري شخص هو تنهن مڙئي علي اصغر خان کي ڪجهه بدشد ڳالهايو. ميان علي اصغر خان کي ته اهئين جوش هو سو ان ڪوريءَ کي ڪٽي ٽڙيءَ مان ورتائين ته پوئتان حضرت ميان صاحب جن قدس الله تعاليٰ سره الاقدس اچي پهتا ۽ ڪوريءَ کي سندس هٿان اچي ڇڏايائون.

**2- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله تعاليٰ لکي ٿو ته هيڪر ڪڇ ملڪ ۾ حضرت مرشد مربي رضي الله تعاليٰ عنه جي خدمت ۾ ويٺا هئاسون ته ايتري ۾ سندن منهن مبارڪ تي جلاليت جي حالت ظاهر ٿي. انهيءَ وقت هي بيت ڇيل مخدوم ميان عبدالرحيم گروهڙي رحمة الله عليه جو زبان مبارڪ سان پي فرمايائون.

**گھوريان ھي جھان — ھو پڻ گھوريو گھوريان**
**ھڪ پلڪ پريان ساڻ — جي مون سري سرتيون**

**3- نقل:** خليفو ميان لقمان رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ ھيڪر درگاھ مبارڪ واري مسجد شريف ۾ ويٺو ھوس تہ حضرت مرشد معظم رضي الله تعاليٰ عنہ ھن ڪمترين کي ماڻھو موڪلي باغ ۾ گھرايائون جنھن تي عاجز سندن خدمت اقدس ۾ وڃي حاضر ٿيو. پاڻ باغ جي چمن ۾ ويٺا ھئا ۽ سلوڪ جا نڪتا ۽ اسرار ويٺي بيان فرمايائون مون عرض ڪيو تہ حضرتا! فنا کان پوءِ بہ خطرا اچن ٿا يا نہ؟ پاڻ فرمايائون تہ خطرا پون ٿا. پر انھن کي خواطر رسول الله ڪري سڏيندا آھن. انھن خطرن جا قسم آھن. ھڪڙا جلالي ٻيا جمالي، جمالي اھي آھن جيڪي چڱن ڪمن بابت دل ۾ خيال پون جيئن تہ نماز روزو، محبت ۽ صحبت الھيٰ ۽ ٻيا عبادت ۽ سخاوت ۽ ترڪ وغيره جا ڪم. ۽ جلالي انھن کي چئبو آھي تہ جي گذران جي ڪمن ۾ مباح شين بابت خيال پون. جيئن تہ شادي ڪرڻ يا چڱو کاڌو کائڻ ۽ عمدا شربت پيئڻ ۽ مشروع ڪپڙا ڍڪڻ وغيره. پوءِ طالب کي کپي تہ جمالي خطرن ۾ ڪوشش ۽ عمل جو سعيو ڪري ۽ جلالي ۾ اعراض ڪري يعني انھيءَ خيال کان منھن موڙي ڇڏي.

تڏھن مون وري عرض ڪيو تہ حضرتا! جلاليءَ کي وڏي قوت آھي. انھيءَ کي ڪھڙي طرح نفي ڪري سگھبو؟ پاڻ منھنجي ران تي ھٿ ھڻي فرمايائون تہ ھائو. جيئن تو چيو واقعي ائين آھي پر اسين فرق ڪندا آھيون جو جماليءَ ۾ ڪوشش ڪندا آھيون ۽ جلالي ۾ الله تعاليٰ جل شانہ جي حوالي ڪري ڇڏيندا آھيون. پوءِ انھيءَ تي مثال طرح فرمايائون تہ جنھن وقت اسان کي ھڪ حرم شادي ڪيل ھو تنھن ڪانپوءِ ھڪڙي وقت دل ۾ خيال پيو تہ جيڪر ٻي شادي ڪجي ۽ ميان متڻ فقير ڪلھوڙي جي نينگري ڏي نسبت جو خيال ٿيو جو حضرت ميان صاحب جن قدس الله سره الاقدس جي مريدن مان ھو. پوءِ دل ۾ چيو سون تہ اھو خيال جلالي آھي تنھن ڪري ان ۾ ڪوشش نہ ڪرڻ کپي جيڪڏھن خواطر رسول الله مان ھوندو تہ ان کي قوت ۽ طاقت حاصل ٿيل آھي پاڻھئي قول مان فعل تي پھچي ويندو. انھيءَ خيال ڪري ماٺ ۾ رھياسون ۽ ڪنھن سان بہ اھا ڳالھہ ڪانہ ڪئي سون. ٻن ٽن ڏينھن ڪانپوءِ ٻئي ڪلھوڙا ميان متڻ فقير جي عزيزن مان اسان وٽ آيا ۽ چيائون تہ ميان متڻ فقير جي گھر سندس نياڻي ويني آھي. اسان ساڻس مٽي ڪرڻ ٿا گھرون پر ھو قبول نٿو ڪري تنھن ڪري خدا لڳ اسان سان ميڙ تي وڃس قدم رنج ٿيندا تہ اسان سان سڱا بندي ڪري. اسان خيال ڪيو تہ جيڪڏھن ھن سان نٿا وڃون تہ نفس جو خيال دامنگير ٿيندو. تنھن

ڪري هٿن سان ميڙ طرح ڳڌجي ڪلهوڙي مٿئين وٽ وياسون ۽ گهٽوئي ڪيس چيو آڪيوسين پر هن صفا جواب ڏنو ته آئون انهن سان متي ڪونه ڪندس. اسين موٽي آياسون ۽ دل ۾ ويچار ڪيوسون ته اسان جو اڳيون خيال شايد نفساني هو ڇو ته اهڙن ماڻهن سان نسبت جو ارادو هو جن جي سچائي ۽ عقيدت جو هي حال آهي جو سندن مائٽن لاءِ ميڙ تي وياسون ته به نه ڏنائون سي اسان کي وري ڪيئن ڏيندا ؟ انهيءَ هوندي به انهيءَ خيال جي نفي نه پئي ٿئي. اسان جي موٽي اچڻ ڪانپوءِ پين ماڻهن مٿئين ڪلهوڙي کي تنبيهه ڪئي ته ڪهڙو نه بڇڙو ڪم ڪيو اٿئي جو مرشد جي اولاد کي موٽايو اٿئي. هن جواب ڏنو ته مونکي به ڏاڍي ڏکي ڳالهه لڳي پر ڇا ڪريان جو انهن ماڻهن سان مان کي سڱا بندي ڪرڻي اصل ڪانه آهي. انهي ڳالهه ڪري البت سندس دل تي بار ٿي پيو. ۽ اسان ڏي پريٽ رضامندي لاءِ نياپو چوائي موڪليائين. اسان به ڪيس جواب موڪليو ته اسين اوهان ڪان رنج ڪونه آهيون بلڪ بلڪل راضي ۽ رضامند آهيون. پوءِ هڪڙي ڏينهن اسان کي دعوت ڪري پنهنجي گهر زيارت ڪرائڻ لاءِ وٺي آيو ۽ اها سندس نياڻي به اتي ويٺي هئي، جنهن لاءِ اسان کي رغبت هئي اتي ميان مٿن ميڙ نه مڃڻ ڪري ڏاڍيون نيزاريون ڪيون ۽ معافي گهريائين. اسان چيس ته اي ادا اسين ۽ تون پاڻ ۾ مرشد پائي آهيون تنهن ڪري انهيءَ ڳالهه ڪان اسان جي دل کي ڪو خيال ڪونهي ۽ اوهان ڪان بلڪل راضي آهيون. هن چيو ته مونکي سائين جن جي رضامندي جي فرحت ۽ جمعيت تڏهن ٿيندي جڏهن منهنجي هڪڙي ڳالهه قبول فرمائيندؤ اسان ڪيس انهيءَ ڳالهه جي ظاهر ڪرڻ لاءِ چيو. جواب ڏنائين ته جنهن ڏينهن ڪان سائين جن اسان جي گهر ڪان موٽيا هئاانهيءَ وقت ڪان وٺي ڪري آءٌ پنهنجي نياڻيءَ تان دستبردار ٿي چڪوآهيان ۽ سندس وارثي اوهان جي هٿن مبارڪن ۾ ڏئي ڇڏي اٿم. جتي به حضرت جن کي وڻي ته پلي ڏين پر انهي ڪلهوڙن کي ڏيڻ ۾ اسان جي مرضي ڪانهي. اسان چيس ته جتي اوهان کي ڏيڻ جي مرضي پوي ته اسين به اتي راضي آهيون. هن چيو ته اسان جي مرضي آهي ته سائين جن جي جناب فيض مآب ۾ قبول پوي ! پر اسان انهيءَ جي لائق نه آهيون. اسان حياءَ ڪان ڪونه ڪچيو ۽ سندس رضامندي تي موقوف رکي اتان اٿياسون پوءِ هن پاڻان وجي شاديءَ جو سعيو ڪيو ۽ ٿوري وقت ۾ شاديءَ جو ڪم سرانجام ٿي ويو.

**4- نقل:** فتح فقير ناهيو نقل ڪري ٿو ته ڏاتي فقير نالي، مرشد معظم رضي الله تعاليٰ عنه جي مريدن مان، هيڪر پنهنجون مينهون پئي چاريائين. هڪ مينهن تي ڪنهن سبب سان ڪاوڙيو، جنهن ڪري ڪيس سوٽين سان ڏاڍي مار ڪديائين، ٽئين ڏينهن ڪيس اچي الله تعاليٰ جل شانه جو ڊپ دل ۾ ويٺو ته ويچاري مينهن جا مون وانگر الله تعاليٰ جو ساهدار جانور ۽ مسڪين بي زبان آهي تنهن کي هرو ڀرو ڇو لٺين سان مار ڏنم. آخر انهيءَ ڊپ سندس دل ۾ اهڙو اثر ڪيو جو اتان وٺي ڀڄو ۽ سائين جن رضي الله تعاليٰ عنه جي حضور ۾ منهن مٿو پٽيندو دانهون ڪندو روئندو اچي پيرن تي ڪريو. پاڻ گهڻو ئي انهيءَ بيقراريءَ جو سبب پڇيائونس پر هو روج جي زيادتي ڪان احوال ظاهر نه پيو ڪري سگهي. نيٺ گهڻي پڇا ڪان پوءِ سمورو احوال بيان ڪيائين. پاڻ چيائونس ته اي ادا! مون ڪي ته ڪونه رنجايو اٿئي جو مون وٽ روئڻ آيو آهين. وڃ انهيءَ مينهن ڪي وڃي راضي ڪر جنهن ڪي لٺيون هنيو اٿئي، فقير عرض ڪيو ته حضرتا! مينهن ڪي ڪيئن راضي ڪيان؟ فرمايائون ته وڃي انهيءَ مينهن جي خدمت ڪر ۽ ڪٽڪ جو ڏارو ڪا ائينس ته پوءِ جڏهن مينهن تنهنجي سڏ تي ڊڪ ڪري اچي مڙي تڏهن سمجهجانءِ ته هينئر مينهن راضي ٿي آهي. فقير حڪم موجب سائين جن ڪان موڪلائي اچي مينهن جي خدمت ۾ مشغول ٿيو ۽ ڏارو ڪٽڪ جو ڏيڻ لڳس. نيٺ سٺن اٺن ڏينهن ڪانپوءِ مينهن سندس سڏ تي اچي ڪير ڏهايو. هو اهو احوال سائين جن جي خدمت ۾ عرض گذارڻ آيو، پاڻ فرمايائونس ته مينهن ڪي راضي ڪيءِ، هينئر مينهن جي خالق ڪي راضي ڪر. يعني الله تعاليٰ جلشانه جي درگاهه ۾ پنهنجي تقصير جي عذر خواهي ڪر. هو ويچارو وري ساڳيو اڳئين وانگر روج بيقراريءَ ۾ اچي پيو. پر پاڻ ڪجهه به نه فرمايائونس تان ته انهيءَ حالت ۾ ڪيس ٽي ڏينهن گذري ويا. ٽئين ڏينهن پاڻ شفقت فرمائي انهي فقير بي حال ڪي فرمايائون ته الله تعاليٰ جل شانه جي راضي ڪرڻ جي هي واٽ آهي ته اڄ رات جو اٺي هيڪلائي ۽ خلوت ۾ ويهي وضو ڪري ٻه رڪعتون نفل ادا ڪري. پوءِ دعا لاءِ قادر ڪريم غفور رحيم جي جناب مغفرت مآب ۾ هٿ ڪڻجن ۽ پنهنجي گناهن ۽ قصورن جي وڏي عجز ۽ نياز زاريءَ سان معافي گهرجي ۽ توبهه تائب ٿجي. پوءِ جڏهن اکين مان پاڻي اچي ۽ روج پيدا ٿئي تڏهن سمجهڻ کپي ته اهي ڳوڙها صرف منهنجي گناهن جي ڌوئڻ لاءِ آيا آهن. ۽ يقينا گناهه معاف ٿي ويو. اسان به توکي معاف ڪيو هن فقير سائين جن جي فرمودي موجب وڃي عمل ڪيو ۽ بالڪل فرحت ۽ جمعيت حاصل ٿيس.

**5- نقل:** مير فتح علي ٽالپر جي مماتي وارن ڏينهن ۾ پاڻ لاڙ جي سفر جي

ارادي سان لاڙڪاڻي ۾ تشريف فرما ٿياهئا، جامع ملفوظات چوي ٿو تہ مون سندن حضور پر نور ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! عجب آهي جو فقيرن جي جماعت ۾ پهريان پهريان تہ محبت ۽ جذبي جو اهڙو جوش ٿو ڏيکارجي جو چڻ سندن اندر ۾ باهہ جا شعلا بلند ٿي رهياآهن. پرپوءِ ٿوري مدت ڪانپوءِ سندن اهو جذبو ۽ شوق سرد پئجي ٿو وڃي ۽ ڪن ٿورن ڪانسواءِ ٻين ڪي اها محبت ڪانہ ٿي رهي. حضور جن پورو توجہ سمورن مريدن ڏانهن فرمائن تہ دائمي فيض ڪين نصيب ٿي پوي. پاڻ جواب ۾ نقل بيان فرمايائون تہ ڪن ٻن شهرن جي وچ ۾ هڪڙو شينهن اچي رهڻ لڳو. پوءِ جيڪو شخص واتهڙو اتان لنگهندو هو ان کي ماري کائي ڇڏيندو هو. هڪڙي شخص ماڻهن کي چيو تہ جيڪڏهن هڪ هڪ ماڻهو مونکي هڪ هڪ پيسو ڏيندو وڃي تہ آئون سيني کي شينهن جي ايذاءَ ۽ خوف کان صحيح سلامت امن امان سان لنگهائي ڇڏيان. جڏهن اٽڪل سؤ اسي ماڻهو گڏ ٿيا تڏهن ڇا ڪيائين جو انهن سيني جي وچ ۾ ٿي جماعت کي ساڻ ڪري وٺي هليو. وات تي جڏهن شينهن آيو ۽ حملو ڪري ڪو ماڻهو ڪنيو پيو وڃي تڏهن ماڻهو دانهون پيا ڪن تہ هو شينهن ماڻهو ڪڻي ويو. تڏهن اهو رهنما شخص چوي پيو تہ پرواهہ ناهي هڪ پيسو گهٽ ڪري ڏجو.

اي عزيز! سندن اهو نقل بيان فرمائڻ دلالت ٿو ڪري تہ پاڻ انوقت خلق جي حالت کان بي پرواهہ ۽ لاابالي هئا حالانڪ سندن رحم ۽ احسان ايڏي حد کي پهتل هو جو پاڻان ڪچ ۽ قلات ۽ دائود پوٽي جهڙن دور دراز پر انهن سفرن تي تڪليفون وٺي ماڻهن کي پنهنجي زيارت کان مشرف ڪندا هئا. ۽ خلق کي الله تبارڪ وتعاليٰ ڏي ڪوٺ ڪنداهئا، پوءِ اهڙي بي پرواهيءَ جو ڇا سبب؟ معلوم ٿو ٿئي تہ انهيءَ جواب فرمائڻ وقت سندن وجود مسعود تي عظمت ۽ ڪبريائي ۽ جلاليت جي صفت جو نزول هو! جنهن ڪري اهڙي بي پرواهي جو مثال بيان فرمايائون.

**6-نقل:** هيڪر سفر ۾ هڪڙو هندو عامل سندن حضور پرنور ۾ آيو جنهن کي وڏو پٽڪو مٿي سان ٻڌل هو ۽ بت جو ٿلهو ۽ مضبوط هو. وڏي تڪبرسان ميجون وڪوڙي مٿي ڪري اره ڪدي جلاليت سان ٿي وينو ۽ مجلس ۾ هر طرف وينی نظر ڪيائين. حضرت پيرسائين جن رضي الله تعاليٰ عنہ کي جلاليت جي صفت ڏسڻ ڪري حال اچي ويو ۽ طبيعت مبارڪ تي روح ۽ عاجزائي جو غلبو ٿي ويو. جنهن جي اثر کان سيئي حاضر مجلس فقيرن ۾ روج ۽ جوش پئجي ويو. مجلس برخواست ٿيڻ ڪانپوءِ پاڻ هن فقير (يعني جامع ملفوظات) کي فرمايائون تہ اسانجي روج جو سبب ڪهڙو هو؟ عرض ڪيم تہ حضرتا! سمجهايو. فرمايائون

ته انهيءَ هندو جي ڏسڻ سان الله تبارڪ وتعاليٰ جي عظمت ۽ وڏائي جي صفت ظاهر آئي سون تنهن ڪري طبيعت تي روح ۽ عجز غالب ٿي ويو. سچ آهي:

**مرد آن باشد ڪه باشدش شناس    تاشناسد شاه رادر هر لباس**

يعني مرد اهو آهي جو ڪيس بادشاه جي اهڙي سڃاڻپ هجي جو بادشاه کي سڀ ڪنهن لباس ۾ سڃاڻي وٺي.

**7- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون ته خليفي ميان الھ رکيي رحمة الله عليه فرمايو پي ته هالاڻي جنگ ۾ جامير فتح علي ٽالپر ۽ عبدالنبي ڪلهوڙي جي وچ ۾ لڳي هئي. اسين وچ ۾ حاضرهئاسون. جو ٻنهي طرفن ڪان هڪٻئي ڪي بندوقون پي هنيائون ته گوليون اسان ڪان اچي پي لنگهيون پر اسين امن امان سان وچ ۾ وينا هئاسون. اي عزيز هالاڻي جنگ مان سندن مراد جذبة الله ۽ گولين مان مراد جلالي ۽ جمالي خيالات ورتل آهي.

**8- نقل:** جامع ملفوظآت رحمت الله عليه چوي ٿو ته جڏهن پهريان آئون حضرت مرشد معظم ڪان تلقين جي شرف ڪان مشرف ٿيو هوس تڏهن اهڙو جوش ۽ شوق جو غلبو هوندو هو جو ٻين طرفن ڪان دل ڪجي وئي ۽ سندن حضور پرنور ۾ حاضر رهڻ ڪانسواءِ فرحت نه پئي آئي ۽ منهنجي والده ماجده محبت ۽ مادري شفقت جي ڪري منهنجي جدائي ۾ فراق جي تڪليف ۾ هوندي هئي. پوءِ جڏهن هن فقير ڪي تلقين جي اجازت جو شرف، حضور لامع نور، ڪان عطا ٿيو ته تڏهن ڪيترائي ماڻهو ننڍا وڏا، جوان، پوڙها، زالين مڙسين، هن فقير جي صحبت ۾ محبت جي جوش پاران مٿي پرين اگهاڙا مدهوش هوندا هئا. تڏهن والده ماجده چوندي هئي ته اڳي آئون پنهنجي هڪ پٽ لاءِ حيران پريشان هوندي هيس هينئر هن سيني جون مائرون ويچاريون مون وانگر سندن جدائيءَ ۾ گرفتار ۽ تڪليف ۾ ورتل هونديون. ۽ انهن سيني جون پٽون پاراڻا اسان جي ڳچيءَ ۾ پوندا. مون سندس خدمت ۾ عرض ڪيو ته اها پٽ اسانکي نه لڳندي بلڪ اها پٽ حضرت مرشد معظم رضي الله تعاليٰ عنه جي مٿان آهي جو ته:

**نيا وردم از خانه چيزي نخست    تودادي همه چيز من چيز تست**

يعني مان پنهنجي گهران پهريان ڪجهه به ڪونه ڪٽي آيو هوس سڀ ڪجهه تو ڏنو ۽ منهنجي شيءِ سڀ تنهنجي آهي. پوءِ جڏهن پاڻ لاڙ جي سفر ۾ هن فقير جي دعوت تي تشريف فرما ٿيا تڏهن مٿيون گفتگو ۽ سمورو احوال سندن حضور ۾ بيان ڪيم پاڻ ٻڌي مرڪيا.

**9-نقل:** خليفو ميان لقمان عليه الرحمة نقل ڪري ٿو ته هيڪر درگاه مبارڪ تي مسجد شريف ۾ سندن حضور پرنور ۾ حاضر هوس ته هڪڙي فقير ڪي جو

خليفي ميان محمد حسين رهندڙ ڳوٺ ڏڏرجي، هم صحبتن مان هو جلاليت جي حالت کان وجد پئجي ويو. ڪپڙا پٽي پري اڇلائي اگهاڙو ٿي بيٺو. پاڻ فقيرن کي حڪم فرمايائون ته سندس ستر عورت ڪن ۽ خليفي ميان محمد حسين کي جو روبرو موجود هو. فرمايائون ته اي يار! توهانجي مريدن کان اهڙا غير مشروع ڪم صادر ٿا ٿين، قيامت جي ڏينهن انهيءَ بابت اوهان کان باز پرس ٿيڻي آهي. خليفي عرض ڪيو ته حضرتا! اسان تي ڪاجزا سزا ڪانهي انهيءَ جوبار مڙئي حضور جن جي ذات عالي صفات تي آهي. پاڻ هِڏي مرڪيا ۽ خليفي کي وري بيو جواب ڪونه ڏنائون.

**10-نقل:** هيڪر پاڻ سفر ۾ سانگهڙ واقع ڪاري ناري جي يڪ سان مراد علي نظاماڻي جي ٽنڊي ۾ تشريف فرما ٿياهئا. لاڙ وارا مريد ٿري، سيد پور ۽ ماباڻ جي طرف جا گڏ ٿي حضور جن کي دعوتن ڪرڻ لاءِ پاڻ ۾ صلاح ڪرڻ لڳا ته اڳئين نماز کان پوءِ سندن خدمت ۾ عرض ڪنداسون ۽ جيئن تيئن به لاڙ وٺي هلنداسون. جامع ملفوظات رحمت الله عليه چوي ٿو ته هن فقير کي انهيءَ ڏينهن ويهڻ اٿڻ ۾ دل منجهه خيال ۰ڏيڪارجي پيو ته چڻ پاڻ مونکي حڪم ڪن ٿا ته تون لاڙ ملڪ ۾ وڃي اتان جي فقيرن کي ذڪر جي تلاوت جي ڪوشش ڪر. ۽ گويا مان عرض ڪيان ٿو ته حضرتا! ماٺهو منهنجي چوڻ جي متابعت نه ڪندا. وري پاڻ فرمائن ٿا ته اسين توکي پنهنجي مهر سان خط لکي ڏينداسون اها حالت جا ڏسڻ ۾ آيم. هن فقيرن جي دعوت ڏيڻ کان اڳ مون سندن حضور مبارڪ ۾ بيان ڪئي. پاڻ فرمايائون ته ماڻهو ذڪر جي تلاوت نٿا ڪن تنهن ڪري هينئر دعوت انهن ماڻهن جي وٺنداسون جيڪي ذڪر تي هميشگي ڪن ٿا. باقي ٻين جي دعوت تي ڪونه وينداسون . مون عرض ڪيو حضرتا! لاڙ جا فقير دعوت جي قبوليت جي اميد لاءِ وينا آهن، ۽ چون ٿا ته حضور جن کي ضرور لاڙ وٺي وينداسون. پاڻ فرمايائون ته انهن سان اصل ڪونه وينداسون. تڏهن مون سندن ٻانهه مبارڪ مان وٺي عرض ڪيو ته آئون اصل نه ڇڏيندس سائين جن جو اختيار ڪهڙو آهي جونه هلندا. اي عزيز! جيتوڻيڪ اهڙي گستاخي تنگ ظرف اهل معاش جي نظرن ۾ بي ادبي ڏيکاربي پر عشق جي مذهب ۾ عين ادب آهي جيئن ته مثنوي ۾ فرمايل آهي.

**گفتگوئي عاشقان در ڪار رب — جو شش عشق ست نے ترڪ ادب.**

يعني الله تعاليٰ جي ڪم ۾ عاشقن جو گفتگو ڪل عشق جي جوش کان هوندو آهي نه بي ادبي لاءِ.

**هرڪ ڪرداز جام حق يڪجرعہ نوش — ني ادب مانددروني عقل هوش**

جنهن شخص الله تعاليٰ جي محبت واري پيالي مان سڪ جي سرڪي پري ته ان ڪي عقل ۽ هوش به ڪونه رهندو ۽ ادب جي پرواهه به ڪانه رکندو. پاڻ منهنجي انهيءَ گستاخي تي مرڪي فرمايائون ته توهين دعوتن جي قبوليت لاءِ ڪجهه به نه چئو، باقي هتي سان جيڪي ڪنداسون سو پاڻهين ڏسندين. پوءِ پيشين جو جمعه نماز کان بعد اهڙو ته وعظ ۽ نصيحت فرمايائون جو سموري جماعت ڪي روح ۽ وجد وٺي ويو ۽ ننڍي توڙي وڏي مرد خواه عورتن مان ڪوبه پنهنجي هوش ۾ ڪونه هو. وچينءَ نماز ڪانپوءِ مس هوش ۾ آيا. صبح تي موٽي درگاهه تي روانا ٿيا ۽ ڪنهن کي به طاقت ڪانه ٿي جو دعوت لاءِ خدمت سڳوريءَ ۾ عرض معروض ڪري سگهي.

**11- نقل :** جامع ملفوظات خليفو محمود رحمة الله عليه چوي ٿو ته پهرين وقتن ۾ جڏهن پاڻ هن فقير کي تلقين جي اجازت عطا فرمايائون تڏهن اهڙي حالت هئي جو جيڪو به عاجز جي صورت ۾ تصور ڪندو هو يا ذڪرونندو هو ته انهيءَ وقت ڪيس حال ۽ وجد پئجي ويندو هو. جو ڪن کي سڪر ۽ بي خودي ۽ استغراق وٺي ويندو هو. ۽ ڪن کي جلاليت ۽ جوش اچي ويندو هو جو روئيندا دانهون ڪندا متي پيرين اگهاڙا بي قرار ٿي نڪرنداهئا ۽ ڪن کي توحيد جي حالت پيدا ٿي ويندي هئي ۽ شطحيات قول ڳالهائڻ لڳنداهئا. يعني انا الحق جهڙا الفاظ چونداهئا ۽ پنهنجي موهوم هستي کي وساري ڇڏينداهئا مون حضرت مرشد معظم رضي الله تعاليٰ عنه جي خدمت ۾ اهو حال عرض رکيو ته ملڪ ۾ هي حالتون آهن پاڻ فرمايائون ته جيڪو بيت ماموئيءَ جو اڳي چيو ويو هو شايد اهو وقت هينئر آيو هجي پوءِ پاڻ هي الفاظ زبان مبارڪ سان فرمايائون.

لڳندي لاڙان ! سونچو ٿيو سري ۾

**12- نقل :** جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته هيڪر مون سندن خدمت مبارڪ ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! جنهن کي تلقين ڪجي ٿي تنهن کي انهيءَ وقت جذب ۽ سڪر جي حالت وٺي وڃي ٿي پر انهيءَ حالت تي استقامت ڪن ٿورن کي ٿئي ٿي نه ته گهڻن کي ڪانه ٿي رهي پاڻ فرمايائون ته ابتدا ۾ اسانجي حالت به اهڙي طرح هئي.

**13- نقل :** پاڻ نقل بيان فرمايائون ته هڪڙي بزرگ مريد کي چيوته اٿي اسان سان گڏجي هل ته حضرت سلطان العارفين شيخ بايزيد بسطامي قدس سره السامي جي زيارت کان مشرف ٿي اچون. مريد چيو ته شيخ صاحب به الله تعاليٰ جل شانه کي ڏسي ٿو. اسين به خدا تعاليٰ کي ڏسو ٿا. پوءِ حضرت شيخ جي خدمت ۾ وڃڻ جو ڪهڙو ضرور؟ نيٺ ڪن ڏينهن ڪانپوءِ اهو بزرگ انهيءَ مريد

سان گڏجي حضرت شيخ قدس سره جي زيارت لاءِ آيو. اتفاقا شيخ صاحب قدس سره پنهنجي والده ماجده لاءِ پاٽيءَ جو گهڙو ڀريون، گهر ڏي پي آيو واٽ تي ٻئي ڄڻا ساڻس ملاقي ٿيا. جڏهن حضرت شيخ قدس سره جي نظر مبارڪ انهيءَ مريد تي پئي ته ڏسڻ شرط سندس وجود کي باهه وٺي وئي ۽ هڪدم سڙي خاڪ ٿي پيو. انهيءَ واقعي ڏسڻ کانپوءِ انهيءَ بزرگ حضرت شيخ قدس سره جي خدمت ۾ عرض ڪيو ته منهنجو هي مريد دعويٰ ڪندو هو ته آئون الله تعالىٰ جلشانه کي ڏسندو آهيان. جناب سلطان العارفين قدس سره فرمايو ته سچ پئي چيائين. پر هو الله تعالىٰ جلشانه کي جمالي تجلي ۾ ڏسندو هو ۽ اسان تي هن وقت جلالي تجلي جو غلبو آهي. انهيءَ تجليءَ جو تاب نه جهلي سگهيو تنهن ڪري سڙي خاڪ ٿي ويو.

**14- نقل :** هيڪر پاڻ لاڙڪاڻي جي سفر ۾ شيخن جي ديهه مان چڙهيا پئي آيا. ڏينهن ڏاڍو گرم هو ۽ هوا بلڪل بند ٿي وئي، تنهن تي وڏيڪ وري جهنگ جو رستو، ٽي چار گرميون اچي گڏ ٿيون. هڪڙي فقير جو سائين جن جي گهوڙي اڳيان ڊوڙندو پئي هليو تنهن عرض ڪيو ته ڏينهن ڏاڍو گرم ٿيو آهي. پاڻ مرڪي فرمايائون ته ڏينهن گرم ٿيو آهي ته اسين به گرم ٿيندا سون.

**15- نقل :** خليفو ميان لقمان عليه الرحمة نقل ڪري ٿو ته پاڻ فرمايائون ته هيڪر ڪنهن واٽ کان سوار ٿيا پئي آياسون ته هڪڙو سهڻو شخص رستي ۾ ڏٺوسون جو عمدو لباس پهريون. يلي گهوڙي تي چڙهيو ڇاتي ڪڍيون وڏي فخر ۽ مغروري سان پئي آيو. سندس اهو حال ڏسي دل ۾ چيوسون ته سبحان الله هينئر ڪيتري نه ڪبريائي ۽ بي پرواهي پئي ڏيکارجي. ائين چوندي به ٿي ڳوڙها سندن اکين مبارڪن مان وهي پيا.

فهرست واري صفحي تي هلو

# فصل ٻيون
# ملامت وارن جي بيان ۾

**1- نقل :** سندن روش مبارڪ هوندي هئي ته بدعتين ماڻهن ۽ فاسقن کي خيرات طرح ڪجهه به نه ڏياريندا هئا پر هڪڙي ڏينهن هڪڙو لانگوٽ بند شخص حضور ۾ حاضر ٿيو ۽ اهڙي طرح ڪٿي عاجزي ۽ نياز ۽ پنهنجي نفس جي انڪساري جي تمهيد وچايائين جو بيان ڪان ٻاهر. پاڻ مٿس رحم فرمائي بوچڻ جو ڪپڙو جو سندن ڪلهن مبارڪن تي هو سولاهي ڪيس مرحمت فرمايائون. اي عزيز! سندن انهيءَ روش مان معلوم ٿو ٿئي ته اهو لانگوٽ بند شخص حقيقت ۾ ڪوڪامل مڙس ولي الله هو جو پاڻ کي ملامت جي لباس ۾ ڍڪي خدمت ۾ آيو هو. ڇو ته پاڻ بدعتين ماڻهن کي هڪ پيسو به نه ڏيندا هئا.

**اندرون شو آشناؤ از برون بيگانہ باش**
**اينچين زيبا روش ڪمتر بود اندر جهان**

يعني اندر ۾ دوست ٿي رهه ۽ ظاهر ۾ ڌارين وانگر گذار. اهڙي سهڻي روش وارا ماڻهو جهان ۾ ڪي ٿورا ليندا.

**2- نقل :** هيڪر پاڻ بيان فرمايائون ته دهلي جي شهر ۾ هڪڙو شخص ڪنهن وڏي بزرگ صاحب ڪمال جو مريد هو. پوءِ جڏهن مرشد ڪان معرفت جا راز ۽ حقيقتون حاصل ڪري ڪماليت جي درجي کي پهچي چڪو تڏهن پنهنجي مرشد ڪان دهلي شهر گهمڻ لاءِ موڪل گهريائين. بزرگ فرمايو ته توکي شهر جي ٽن پاسن ڏي گهمڻ جي اجازت آهي باقي هڪ طرف مقرر ڪري ڏنائينس ته انهيءَ طرف گهمڻ نه وڃجانءِ. انهيءَ مريد اها ڳالهه قبول ڪري سير لاءِ اٿي هليو ۽ پهرئين ڏينهن اهي ٽيئي پاسا گهمي موٽي آيو جن جي اجازت هيس. ٻئي ڏينهن خيال ٿيس ته جيڪر چوٿين پاسي جو به سير ڪجي سو بنا اجازت جي انهيءَ طرف اٿي نڪتو. اڳ پرو ويو (ته هن امتحان هيٺ آيل بظاهر) ڏنائين ته هڪڙو مشبهه سفيد ريش شخص جنهن جي ڏسڻ سان دل کي هيبت پئي لڳي. سو هڪ غير مشروع ڪم ويٺو ڪري، اهو حال ڏسي ڪيس دل ۾ واهمو آيو ته هي شخص ڪهڙي نه چڱي شڪل سان ٿي ڪري اهڙو بڇڙو ڪم ويٺو ڪري انهيءَ وهم ايندي انهيءَ پير مرد هندستاني ٻوليءَ ۾ چيو ته "يلاوي بودا" ٻي ڏهاڙي به اهو مريد ساڳي طرف ويو ۽ انهيءَ پير مرد کي ساڳي ڪم ۾ مشغول ڏٺائين. سندس دل ۾ وهم پيدا ٿيو جنهن جي جواب ۾ پير مرد وري ساڳا لفظ چيا ته

"پلاوي بودا" اهو شخص جڏهن پنهنجي مرشد وٽ آيو تڏهن سموري حقيقت انهيءَ پير مرد واري سندس آڏو بيان ڪيائين مرشد چيس ته منهنجي چوڻ جي برخلاف هليو آهين. اهو پير مرد جيڪو غير مشروع ڪم ڪندو ڏٺئي سو هڪ وڏو ڪامل مڪمل شخص آهي جنهن نامحرمن ڪان پاڻ کي ملامت جي لباس ۾ ڍڪي ڇڏيو آهي. ۽ توکي جو چيائين ته پلاوي بودا سو اهو لفظ مونکي چيو اٿس ته اهڙي اعتراض ڪندڙ شخص کي چومريد ڪيو اٿئي؟ ۽ تنهنجي پٺيءَ مان ٻه قطب پيدا ٿيڻا هئا سي ٻئي تقدير جي دفتر تان محو ڪري ڇڏيائين. باقي تون سلامت بچي آيو آهين:

**هر بيشه گمان مبرکه خالي ست شايد که پلنگ خفته باشد**

يعني سڀ ڪنهن جهنگ ۾ اهو گمان نه ڪجي ته خالي هوندو. متان ڪو شينهن لڪو پيو هجي. اهو پير مرد جنهن غير مشروع ڪم پئي ڪيو سو انهيءَ بزرگ جو مرشد هو جنهن جو مريد سير تي نڪتو هو ۽ ان پير مرد تي اعتراض ڪيو هئائين. ان ڪري ئي انهيءَ مريد ڪان معنيٰ ڪسجي وئي ۽ ٻه قطب جي سندس پٺيءَ مان پيدا ٿيڻا هئا سي گم ڪري ڇڏيائين.

**3- نقل :** فيروز فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ نقل فرمايائون ته هڪڙي بادشاهه کي ڪا مشڪل درپيش آئي. جنهن لاءِ نذر ڪيائين ته جيڪڏهن هي ڪم منهنجي مطلب تي پورو ٿيو ته پنهنجي سواريءَ جي گهوڙن مان جيڪو زور پلو گهوڙو هوندو سو بهلول (رحمة الله عليه ) کي ڏيندس. پوءِ جڏهن اهو ڪم سندس خواهش موجب پورو ٿي ويو تڏهن شيخ بهلول کي گهرائي پنهنجي سواري جو خاص گهوڙو سندس خدمت ۾ حاضر ڪيائين. بهلول انهيءَ گهوڙي تي چڙهي ٻاهر هليو ويو. جڏهن وزير بادشاهه جي درٻار ۾ حاضر ٿيو ۽ شيخ بهلول کي گهوڙي ڏيڻ جي خبر پڌائين تڏهن بادشاهه کي عرض ڪيائين ته سائين اهڙو ناياب گهوڙو اهڙي مجذوب ۽ چريي شخص کي ڏيڻ نامناسب هو. گهوڙي جي قيمت ڪيس ڏئي ڇڏڻ گهربي هئي. بادشاهه چيو ته اي وزير هينئر توکي اجازت آهي ته وڃي جيتري قيمت تي وٺئي اوتري تي وٽانس گهوڙو خريد ڪري موٽائي اچ. بهلول ته گهوڙو اڳئي ڪنهن شخص کي ڏئي ڇڏيو هو. هوڏانهن وزير به پنهنجي گهوڙي تي چڙهيو بهلول جي پچا ڪندو آيو ۽ ڏٺائين ته بهلول هڪڙي هنڌ بيٺو آهي. وزير ويجهو آيو ۽ بهلول کان آسمان جي حقيقت بابت ڪو سوال پڇيائين. بهلول چيس ته تون گهوڙي تي چڙهيو وٺو آهين ۽ آئون پيادو آهيان مونکان آسمان کي ته تون ويجهو آهين. توکي آسمان جي مونکان وڌيڪ خبر هوندي. پر جي گهوڙو مون کي ڏين ته مان مٿس چڙهي پوءِ توکي آسمان جي خبر ڏيان. وزير گهوڙي تان هيٺ لٿو. ۽ بهلول گهوڙي تي چڙهي وزير کي چيائين ته آسمان جا ڪم ته اجهي اهي اٿئي جو سوار کي پيادو ۽ پيادي کي سوار پيو ڪري. ائين چئي

وٺي گهوڙي کي تکو هڪليائين وزير ويچارو هڪو ٻڪو اتي ئي رهجي ويو.

**4- نقل :** پاڻ نقل بيان فرمايائون ته هيڪر شيخ حسن بصري رضي الله تعالىٰ عنه درياءَ جي ڪناري تي ويٺا هئا جو ڏٺائون ته ٻئي پاسي هڪ شيخ حبشي شخص بيٺو آهي جنهن جي هٿ ۾ شيشو آهي ۽ هڪ عورت به ساڻس گڏ ويٺي آهي. اهي ٻئي شراب پي رهيا هئا. اهو حال ڏسي شيخ جي دل ۾ خيال گذريو ته هي کهڙو نه نادان شخص آهي جو اهڙو بڇڙو ڪم ظاهر ظهور ويٺو ڪري! اتفاقا انهيءَ مهل هڪڙي ٻيڙي درياءَ مان ظاهر ٿي جا شيخ رحمة الله عليه ۽ انهيءَ حبشيءَ جي سامهون اچي ٻڏي جنهن ۾ پنج ماڻهو ويٺل هئا سي ٻڏڻ لڳا تڏهن اهو حبشي يڪدم درياءَ ۾ ڪاهي آيو ۽ ٻن ڄڻن کي هڪڙي هٿ ۾ ٻن ڄڻن کي ٻي هٿ ۾ وٺي ٻاهر ڪڍي آڻي پڪ تي چڙهايائين ۽ شيخ کي سڏ ڪري چيائين ته تو دل ۾ خراب خيال آندو هو هاڻي اهو پنجون شخص تو لاءِ درياءَ ۾ ڇڏي آيو آهيان جي ڪا همت اٿئي ته وڃي ان کي درياءَ مان ڪڍ. نيٺ اهو شخص ٻڏي ويو، شيخ عليه الرحمة کيس چيو ته اي عزيز اهڙي همت هوندي توهانجو اهو ظاهري حال ۽ معاملو کهڙو ٿو ڏسان؟ ان جواب ڏنو ته هيءَ عورت منهنجي ماءُ آهي ۽ شيشي ۾ رکو پاڻي پيل آهي جهان جي خلق کان نفرت لاءِ هي ذليل ۽ خوار انداز اختيار ڪيو اٿئون.

**5- نقل :** پاڻ نقل بيان فرمايائون ته هڪڙي ڏينهن بهلول قدس سره ٻارن وانگر هڪڙي رستي تي آليءَ مٽيءَ جا گهرڙا ويٺو ناهيا ته اتفاقا هڪڙو بادشاهه اتان اچي لنگهيو ۽ چيائينس ته اي بهلول ڇاٿو ڪرين؟ بهلول جواب ڏنو ته گهر ٿو اڏيون. بادشاهه چيس ته وڪڻندين؟ چيائين ته هائو. بادشاهه چيس ته ڪيتري ڏيندين؟ بهلول چيو ته هڪ گهر پنجين رپئين! بادشاهه پنج روپيه کيس ڏياريا ۽ هڪ گهر خريد ڪيون هليو ويو، جڏهن رات ٿي تڏهن خواب ڏٺائين ۽ ڇاٿو ڏسي ته بهشت ۾ پهتو آهيان ۽ اتي هڪڙي ماڙي نوراني خوبصورت اهڙي پئي چمڪي جو گويا ڪ سج پيو چلڪات ڪري. پڇيائين ته هي ماڙي ڪنهن جي آهي" جواب ڏنائونس ته هي ماڙي تنهنجي آهي بادشاهه چيو ته مون کان ته اهڙو موچارو (چڱو) ڪم ٿيوئي ڪونهي جو اهڙي ماڙيءَ جي لائق ٿي سگهان. چيائونس ته اها ماڙي اها آهي جيڪا ڪالهه بهلول کان پنجن روپين تي خريد ڪئي اٿئي. بادشاهه حيرت ۾ پئجي ويو. ٻي ڀيري به بادشاهه انهيءَ رستي تان اچي لنگهيو ڏسي ته بهلول ساڳو اڳئين وانگر مٽيءَ سان ويٺو گهر ناهي بادشاهه چيس ته گهر وڪڻندين؟ چيائين ته هائو! چيائين ته ڪيتري وڪڻندين؟ بهلول چيو ته پنجن لکن روپين ۾. بادشاهه چيو ته ڪالهه پنجن رپين تي وڪيءَ اڄ وري پنج لک ٿو گهرين؟ بهلول چيو ته تڏهن تو سندس حال ڪونه ڏٺو هو. هاڻي جو ڏسي آيو آهين تنهن ڪري پنج لک قيمت ٻڌي سون.

فهرست واري صفحي تي هلو

# فصل ٽيون
## اعتراض ۽ شڪايت ڪرڻ بابت نقلن ۾

**1- نقل :** پاڻ فرمايائون ته ڪنهن مريد ڪي پنهنجي پير جي طرفان بدوهم دل ۾ اچي پيو جنهن ڪري سندس مرشد ڪيس ٻي هڪڙي بزرگ جي خدمت ۾ ڏياري موڪليو. جڏهن ان وٽ پهتو ته وري ان ڪان به سندس دل ۾ بدگماني پيدا ٿي پئي. تنهن تي ان بزرگ به ڪيس وري شيخ نجم الدين قدس سره جي خدمت ۾ موڪلي ڇڏيو جڏهن شيخ نجم الدين جي زيارت ڪان مشرف ٿيو تڏهن ياڪر پائي ملڻ وقت حضرت شيخ قدس سره جي طرفان به سندس دل ۾ بد خطرو پوڻ لڳو. خطري اچڻ شرط حضرت شيخ جن پر ڪري هڪ مڪ سندس ڪنڌ تي هنيائون جنهن سان ان جي دل جو پردو ڦاٽي پيو ۽ واصل بالله ٿي ويو. پوءِ ڪيس موڪل ڏئي فرمايائون ته جنهن بزرگ توکي اسان ڏانهن موڪليو آهي ان کي ۽ پنهنجي پير کي منهنجي طرفان سلام چئجانءِ.

**2- نقل :** ڪاڄهڙٽي فقير نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ لاڙ جي سفر ۾ حيدر فقير پرڳڙيءَ جي دعوت تي جو حيدرآباد جي آس پاس سندس ديهه آهي تشريف فرما ٿيا هئا. جڏهن فقيرن جي جماعت طعام کائڻ لاءِ ويا تڏهن حيدر فقير عرض ڪيو ته حضرتا! ماڻهو هن جماعت جي ڏاڍي گلا تا ڪن. پاڻ حيدر فقير جي جواب ۾ مثال طرح فرمايائون ته سامي فقيرن جي هڪڙي جماعت شهر ڪان اچي لنگهي. تنهن تي هڪڙو ڪتو مٿن ڀونڪڻ لڳو. ۽ اهڙو ته ڀونڪيو جو مقعد مان سفر و ٻاهر نڪري پيس پر اها فقيرن جي جماعت سلامتيءَ سان چپ چاپ ڪيون هليا پي ويا. ۽ ٻيون مثال بيان فرمايائون ته اونداهي رات ۾ جڏهن چنڊ ايرندو آهي ۽ اوچتي ڪتن تي روشني پوندي آهي تڏهن ڪتا وٺي ڀونڪڻ شروع ڪندا آهن ۽ ڀونڪي ڀونڪي ساڻا ٿي پوندا آهن پر چنڊ کي انهن جي ڀونڪڻ جي ڪهڙي پرواهه؟ هو اجايو وات ٿا هڻن ۽ رڙيون پيا ڪن.

**ماه برآسمان چوگيرد ضو  برزمين ميڪنند سگان عوعو**

يعني آسمان تي جڏهن چنڊ روشني وٺندو آهي ته زمين تي ڪتا ڀونڪڻ لڳندا آهن. ٽيون به مثال بيان فرمايائون ته چڪور نالي هڪڙو پکي چنڊ تي عاشق هوندو آهي، جڏهن چنڊ ايرندو آهي تڏهن ان ڏانهن منهن ڪري ويهي ڏسندو آهي تا، ته چنڊ آسمان جي وچ ۾ ايندو آهي ته چڪور به ڪيس ڏسندو پنيءَ پر اچي ڪرندو آهي. تنهن وقت ماڻهو پاٽيءَ جي ٿالهي ڀري آڻي پرسان

رڪندا اٿس. ته ان ۾ چنڊ جو اوليڙو پيدا ٿيندو آهي ۽ چڪور انهيءَ اوليڙي کي چنڊ سمجهي نظر ڄمائي ڏسندو آهي ماڻهو سمجهنداآهن ته هي پکي انهيءَ پاڻيءَ تي عاشق آهي پر حقيقت ۾ هو پنهنجي محبوب جي اوليڙي تي عاشق هوندو آهي نه پاڻيءَ تي.

اي عزيز! سندن انهيءَ تمثيل مان پيو به خداتعاليٰ جي رازن مان هڪ راز ظاهر ٿئي ٿو ته جڏهن عارف ڪثرت موهوميءَ کان لنگهي حقيقت ڏي روان ٿئي ٿو ۽ انهيءَ مقام ۾ پورو عروج ٿو ڪري تڏهن کيس فناءِ الفنا حاصل ٿئي ٿو ۽ علم حصولي توڙي حضوري بئي زائل ٿي وڃنس ٿا ۽ پوءِ سالڪ کي سير جي اهڙي جلدائي پيدا ٿئي ٿي جو خمسين الف سنة، واري سير کان به برتر آهي ڇو ته خمسين الف سنة ملائڪن جو سير آهي ۽ هي سالڪ ته انهن جو مسجود آهي ۽ الله تعاليٰ جو خليفو برحق. تنهن ڪري سندس سير به وراءُ الورا يعني اعليٰ کان به اعليٰ آهي.

**ثانيا مدجان آدم آشکار رهہ ندانستنند سوي کرد گار**

يعني جيستائين ماڻهوءَ جي خلقت ڪانه ٿي هئي، تيستائين الله تعاليٰ جلشانه ذاتهن واٽ ڪنهن نه ٿي لهي سگهي.

**ره پديد آمد چون آدم شد پديد قفل دردت راکليد آمد پديد**

جڏهن ماڻهو پيدا ٿيو تڏهن واٽ به ظاهر ٿي رهي ۽ تنهنجي درد جي ڪلف لاءِ ڪنجي پيدا ٿي پئي. پوءِ انهيءَ سلوڪ ۽ سير جي هميشه هجڻ لاءِ ڪا حد ڪانهي انهيءَ ئي مقام ڏي مخدوم ميان عبدالرحيم گروهڙي قدس سره پنهنجي بيت ۾ پتو ڏنو آهي ته:

**مسافرمسجود ٿيو مڙني مقيمن لاءِ**
**ملڪ مدامي ماڳ ۾ سالڪ ۾ سفرا**

اتي مسافر مان مراد ماڻهو ۽ مقيمن مان ملائڪ ۽ سفر، انهيءَ سير ۽ سلوڪ ڏانهن اشارو ٿيل آهي. اهڙي سالڪ جي نظر هن ڪثرت واري پاڻيءَ ۾ به وحدت واري سج جي مثال آهي. انهيءَ چڪور پکيءَ وانگر جو جڏهن چنڊ ايرندو آهي تڏهن انهيءَ ۾ نظر ڄمائي ڇڏيندو آهي. اهو سالڪ جي عروج جو حال آهي ۽ چنڊ جو سندس مٿي سامهون اچڻ وارو وقت ۽ سندس نظر ڪرڻ ڪمال عروج سالڪ جو مثال آهي ۽ چڪور جو زمين تي ڪرڻ سالڪ جو عروج مان نزول آهي ۽ ڪرڻ وقت پکي جو پاڻيءَ جي ٿالهي ۾ نظر ڪرڻ ۽ انهيءَ ۾ چنڊ کي ڏسڻ سو سالڪ جي انهيءَ مشاهدي جي مثال آهي جنهن سان عالم ڪثرت ۾ وحدت نظر اچيس ٿي. جيئن ته شيخ عبدالجليل قدس سره پنهنجي مڪتوبات ۾ شيخ ابو

الحسن خرقاني قدس سره کان عبارت نقل ڪئي آهي ته ماڻهن کي هن ڳالهه ۾ اختلاف آهي ته عارف کي الله تعاليٰ جل شانه جو پسڻ ٿئي ٿو يا نه؟ ۽ ابو الحسن قدس سره ايترو چوي ٿو ته :

**هرکرا آن آفتاب اين جا بتافت، آنچہ آنجا وعده بود اين جا بيافت ا**

يعني جنهن کي وحدت وارو سج هتي دنيا ۾ چمڪيو ته جيڪي سڀاڻي وارو واعدو آهي سو هتي ئي حاصل ڪيائين. ٻي ڪنهن بزرگ چيو آهي ته:

**امروز چون جمال تو بي پرده ظاهر ست**

**درحيرتم ڪہ وعده فردا برائے چيست؟**

يعني جڏهن اڄ ئي تنهنجو جمال باڪمال بنا پردي ظاهر آهي تڏهن حيرت آهي ته سڀاڻي جو واعدو ڇالاءِ آهي؟

**3- نقل :** ڪنهن وقت هڪڙو فقير سندن خدمت شريف ۾ آيو ۽ ظاهر ڪيائين ته حضرتا! فلاڻو شخص ذڪر ڪندڙن جي جماعت جي گلا ۽ شڪايت پيو ڪري. پاڻ فرمايائون ته اها شڪايت هن وقت توڪئي انهيءَ شخص ڪان ڪئي .

**4- نقل :** هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون ته هڪڙو شخص مرشد جي طلب ۾ هو. پوءِ جنهن به ڪامل جي حضور حاضر ٿيندو هو اتي استخاره ڪري ڏسندو هو. جنهن جي جواب ۾ خواب منجهه ڪيس خنزير يعني مرون جي شڪل نظر ايندي هئي. جنهن ڪري نااميد ٿي اتان ٻئي پاسي هليو ويندو هو. هيڪر اهو شخص ڪنهن بزرگ ڪامل جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ پنهنجي عادت موجب استخاره ڪيائين. اڳي وانگر خواب ۾ مرون جي شڪل ڏسي اتان موٽڻ لڳو. موڪلائڻ مهل بزرگ چيس ته اي فقير تنهنجي اچڻ جو ڪهڙو ڪارڻ هو؟ ۽ وري موٽين ڇو ٿو؟ تنهن تي اهو شخص پنهنجو سمورو احوال بزرگ سان بيان ڪري ويو. بزرگ چيس ته اڄ رات به اسان وٽ رهه ۽ پنهنجي عادت موجب استخاره ڪري ڏس. پوءِ جڏهن توکي انهيءَ مرون جي شڪل جا توکي ڏيکاربي آهي نظر اچي تڏهن يڪدم سندس ڪن ۾ پنهنجا ٻئي هٿ ڪٽي وجهجانءِ ته توکي خواب جو تعبير ۽ راز جي سموري حقيقت معلوم ٿي رهندي. اهو شخص ترسي پيو ۽ انهيءَ ڪامل جي فرمودي موجب استخاره ڪري سمهيو. جڏهن اها صورت نظر آيس تڏهن يڪدم ڪٽي ڪنن ۾ هٿ وڌائينس. هٿ وجهڻ شرط سجاڳي ٿي وبس اجان ڪٽي ڏسي ته ٻئي هٿ مرون جي بدران پنهنجن ڪنن ۾ پيا آهن. اتي ڪيس معلوم ٿي ويو ته رات جو جيڪا مرون جي صورت ڏسندو هوس سا منهنجي ئي شڪل هئي.

**5- نقل :** هيڪر پاڻ فرمايائون ته هڪڙي ڏينهن سيد ميان ابراهيم شاهه عليه

الرحمة رهندڙ دونهين (ٻيرلوءِ) جو حضرت مخدوم صاحب جن قدس الله تعاليٰ سره الاقدس سان ملاقي ٿيو. ۽ چيائين ته حضرتا! هي ڪهڙو سبب آهي جو جيڪڏهن ڪو طالب اسان جي حضور ۾ اچي ٿو ته حياتيءَ تائين اسان جي خدمت ڪان پري نٿو وڃي ۽ توهان وٽ جيڪو به طالب ٿو اچي سو جتاءُ نٿو ڪري. رڳو چار پنج مهينا رهي موڪلايون هليو ٿو وڃي.؟ حضرت مخدوم صاحب جن فرمايس ته انهيءَ جو هي سبب آهي ته جيڪو به اکين جو سڄو ۽ نور وارو شخص اوهان وٽ اچي ٿو ته انڌو ٿي پوي ٿو ۽ نابينائيءَ ڀاران خدمت مان وڃڻ جي طاقت ئي ڪانه ٿي رهيس ۽ اسان وٽ جيڪڏهن ڪو انڌو ٿو اچي ته سڄو ٿي ٿو پوي جنهن ڪري مطلب حاصل ڪرڻ بعد موڪلائي هليو ٿو وڃي.

**6- نقل :** پاڻ فرمايائون ته جڏهن آيت سڳوري ”ولا رطب ولا يابس الا في كتاب مبين“ نازل ٿي جنهن جي معنيٰ آهي ته ڪا به آلي سڪي شيءِ ڪانهي جنهن جو ذڪر قرآن شريف ۾ ٿيل نه هجي. تڏهن اها آيت شريف ابوجهل ٻڌي حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جي حضور ۾ آيو ۽ چوڻ لڳو ته تون جو چوين ٿو ته ڪا به آلي يا سڪي شيءِ اهڙي ڪانهي جنهن جو ذڪر قرآن شريف ۾ موجود نه هجي پوءِ مونکي ڏيکار ته منهنجي ٻڇي ڏاڙهيءَ جو ذڪر قرآن شريف ۾ ڪٿي آيل آهي؟ پاڻ فرمايائونس ته تنهنجي ڏاڙهي جو ذڪر قرآن شريف ۾ آهي ۽ هي آيت شريف پڙهيائون ”والذي خبث لايخرج الا نكدا“ يعني جيڪا پليت ۽ ڪلراٺي زمين آهي سانئي اوپڙائي ڪو گاهه مگر تورڙو ۽ بي فائدو جنهن مان ڪو نفعو نه ملي سگهي. پاڻ انهيءَ مان ابو جهل جي ڏاڙهيءَ جو نشان ڏنائون.

**7- نقل :** احمد فقير ناهيو نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ حجم ڪان سيرب پي ٺهرايائون ته هڪڙي شخص گلا جهڙي ڳالهه شروع ڪئي پاڻ فرمايائونس ته ” ڪن اصل نه ٿجي پر اک به نه ٿيڻ گهرجي. يعني گلا جهڙي ڳالهه ڪنين ٻڌل ته نه ڪجي پر اکين ڏٺل به نه ڪرڻ کپي.

**8- نقل :** هيڪر پاڻ ڪن سوالين جي چڏائڻ لاءِ مير غلام علي ٽالپر سنڌ جي حاڪم وٽ تشريف فرمائيا. ميرمذڪور گفتگو هلندي اعتراض طرح ڳالهايو ته حضرتا! پوڪ ڏاڍي آباد ڪيو. پر سيئي سقيم ٿي پئي يعني مارجي پئي. پاڻ جواب باصواب فرمايونس ته سقيم ٿي پئي ته به حاڪمن جي ڊل ڪان بي حساب رهندي. ٻئي هنڌ هڪڙي معترض عرض گذاريو ته حضرتا اوهانجا فقير پٽ ڏاڍو ٿا ڪائن. پاڻ فرمايائونس ته جيڪي ماڻهو بيمار هوندا آهن ته انهن کي گهٽو ڪائڻ مشڪل لڳندو. باقي جيڪي چڱا ڀلا تندرست توانا هوندا اهي ڊهه ڪري ڪائيندا ۽ انهيءَ ڪري ڪين ڪا به تڪليف ڪانه پهچندي.

ٽين هنڌ به هڪڙي شخص پنهنجي اندروني بغض ڪان اعتراض ڪيو هو ته حضرتا! اوهانجا

مريد تيل سرمي جا ڏاڍا ڪوڏيا آهن. پاڻ فرمايائونس ته جيڪا عورت خوش خلق، سلڇڻي سگهڙ هوندي آهي ته انهيءَ جي اولاد به صاف ۽ سينگاريل هوندي آهي ۽ جيڪا عورت پاڻ بد خصلت، گندگي ۽ پليتيءَ ۾ ٿپيل هوندي ته ان جي اولاد به اهڙيئي گدلي نظر ايندي.

**9- نقل :** ناقل ڳل فقير مونگيو رهندڙ ڏوري هنگوري جي طرف جو، جو اها هڪ ڏيهه آهي پر ڳڻتي چاڪر هالي جي ديهن مان ته هيڪر پاڻ حديث شريف ڪان بيان فرمايائون ته جيڪو شخص گلا ڪندڙ هوندو ته قبر منجهه انهيءَ جي وات ڪان پيٽ ۾ رت جو واهه وهائيندا ۽ مٿس ملائڪ مقرر ڪياويندا ته رت هيڏي هوڏي ٿئي ته هٿ سان وري اندر وجهندس.

**10- نقل :** هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون ته هڪڙو بزرگ پنهنجي پٽ کي گهوڙي تي سوار ڪري پاڻ پيادو هڪڙي رستي سان پئي ويو، واٽ تي هلندي هڪڙي ماڻهن جي جماعت ملاقي ٿين. بزرگ کان پڇيائون ته هي نينگر ڪير آهي؟ چيائين ته منهنجو پٽ آهي تنهن تي ماڻهن ڪيس جهڙڪيو ته عجب بي ادبي جي هلت هليا آهيو جو تون پيءُ ٿي ڪري پيادو پنڌ ڪندو وڃين ۽ تنهنجو پٽ گهوڙي تي چڙهيو اچي. بزرگ سندن ڳالهه ٻڌي پٽ کي گهوڙي تان لاهي پيادو اڳ ۾ ڪيائين. ۽ پاڻ گهوڙي تي چڙهي روانو ٿيو ڪجهه پنڌ ڪيائون ته وري ڪي ٻيا ماڻهو ملين ۽ پڇيائون ته هي ڇوڪرو ڇاٽيئي؟ چيائين ته پٽ ٿئيم، چيائونس ته تون وڏو ڪو بي حياءُ ۽ بي قياس ماڻهو آهين جو پنهنجي ننڍڙي پٽ کي ڪٽي پيادو ڪيو اٿئي. ۽ پاڻ گهوڙي تي چڙهيو وڃين. انهيءَ ڳالهه ٻڌڻ سان بزرگ ڇاڪيو جو پنهنجي پٽ کي پيلهه پاڻ سان گڏ گهوڙي تي وهاري اڳتي وڌيو ته ٽين جماعت مليس تنهن ڪين گهوڙي تي گڏ چڙهيل ڏسي چوڻ لڳا ته توهان ته ڏاڍا ڪي بي انصاف ۽ ظالم ماڻهو ٿا ڏسجو، خدا جو خوف به ڪونه اٿو جو ويچاري مسڪين ضعيف گهوڙي تي ٻئي ڄڻا چڙهيا آهيو. تڏهن سندن اعتراض ڪري بزرگ پٽ سميت گهوڙي تان لهي پيو. پاڻ گهوڙي جي واڳ وٺي اڳ ۾ هليو ۽ سندس پٽ گهوڙي جي پوئتان پيادو هڪليندو پيو اچي. اڳيرو وڌيا ته چوٿين جماعت ملين ڏنائون ته گهوڙو خالي پيو اچي ۽ هي ٻئي ڄڻا پنڌ ڪندا اچن سو اهو حال ڏسي وٺي کليا ۽ چيائون ته توهين ته وڏا ڪي مورک ۽ بي وقوف ماڻهو پيا ڏيکارجو، جو خالي گهوڙو ڪاهيون پاڻ پنڌ ۾ پيادل پيا وڃو. اتي انهيءَ بزرگ پنهنجي پٽ کي سمجهاڻي ڏني ته اي بابا! مان توکي پاڻ سان گڏ وٺي آيو آهيان سو رڳو هن لاءِ ته خلق جي اختلاف جو امتحان توکي ڏيکاريان. سو ڏسندو وڃ ۽ هوش سان رهجانءِ ته هن صورت پرستن جو حال اهو اٿئي جو ڪنهن به طرح جند منجهائن خلاص نه ٿي سگهندي جيئن ڪنهن بزرگ فرمايو آهي ته :

**قيل ان الله ذو ولدا قيل ان الرسول قد کهنا**
**مانجي الله والرسول معا من لسان الوريٰ فکيف انا**

يعني نالائق ماڻهن الله تعاليٰ تي بهتان ٻڌي ڇڏيو ته معاذ الله ڪيس پٽ آهي جيئن عيسائي ۽ يهودي حضرت عيسيٰ ۽ حضرت عزير علي نبينا وعليهما السلام بابت چوندا آهن ۽ ڪن بدبختن حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم تي ڪاهن هجڻ جو بهتان رکيو هو. پوءِ جڏهن الله تبارڪ وتعاليٰ ۽ سندس رسول مقبول صلي الله عليه وآله وسلم به خلق جي زبان کان ڇٽا آهن آءُ وري ڪيئن سلامت رهندس؟

اي عزيز! طالب کي کپي ته ماڻهن جي چئي آکئي تي ڪن نه ڏئي نه ته خلق جي اختلافن ۾ سرگردان ٿي هلاڪت جي ڪن ۾ ڪري پوندو. تنهن ڪري سندن چوڻ ۽ ٻڌڻ کان گونگو ٻوڙو ٿي گذارجي.

**11- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون ته هڪڙو اصحابي سگهورو رضي الله تعاليٰ عنه حضرت سرور ڪائنات صلي الله عليه وآله وسلم جي حضور ۾ ڪين ويجهو اچي ويٺو. پاڻ ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن فرمايس ته اي ادا! اسان کان پرو ٿي ويهه جو تنهنجي وات مان اسان کي ماڻهو جي گوشت جي بوءِ ٿي اچي. ! اصحابي سگهوري عرض ڪيو ته حضرتا اهو ڪيئن؟ پاڻ فرمايائونس ته تو پنهنجي ڪنهن مومن ڀاءُ جي گلا ڪئي آهي. جو اها گلا اهڙي آهي جو جهڙو پنهنجي ڀاءُ جو گوشت کائڻ جيئن ته الله تعاليٰ جل شانه قرآن مجيد ۾ فرمايو آهي " ولا تغتب بعضکم بعضا ايحب احمدکم ان ياکل لحم اخيه ميتا فکرهتموه" يعني هڪ ٻي جي گلا اوهان مان ڪوبه نه ڪري. آياڪ وڻندو اوهان مان ڪنهن شخص کي جو پنهنجي مئل ڀاءُ جو گوشت کائي؟ پوءِ ان کي جيڪر برو ڀانيو.

**12-نقل:** سيد خليفو نالي منو نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ وعظ ۾ فرمايائون ته ڪنهن به شخص جي گلا نه ڪجي ڇو جي هرو ڀرو ڪو شخص نه مڙي ته پوءِ پنهنجي پيءُ ماءُ جي گلا ڪري ته وري به عملن جو خزانو بيگانن جي هٿ نه هليو وڃي. بلڪ سندس پيءُ ماءُ جي حوالي ٿيو ته به ضايع ٿيڻ کان بچو. ڇو ته قيامت جي ڏينهن گلا ڪندڙ جا چڱا عمل ڪسي جنهن جي گلا ڪئي هوندائين ان کي ڏياري ڇڏيندا.

**13- نقل:** خليفو ميان لقمان عليه الرحمة نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ فرمايائون ته لوءِ جي ساداتن بزرگن اسان ڏي پيغام چوائي موڪليو ته توکي هڪڙي ڪونجي هٿ آئي آهي ته انهيءَ تي وٺي هيڏا جوش ۽ شورش دنيا ۾ ڪڙا ڪيا اٿئي؟ ۽ اسان وٽ مٽ ڀريا رکياآهن ته به ڪو غوغاءِ ڪونهي. پاڻ فرمايائون ته اسان جواب موڪليون ته اسان کي جيڪا ننڍڙي ڪونجي ڏني اٿن سا حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي امت کان لڪائي ڪونه رکنداسون بلڪ خدا جي خلق تي ايثار يعني بخشيش پيا ڪيون باقي مٽ جي ڀريا ڪنڊ ۾ رکيا هوندا ۽ ڪنهن کي اتان نفعو نه پهتو ته اهڙا بي سود مٽ جهڙا آهن تهڙا نه !

**14- نقل:** هڪ معتبر راوي کان نقل ٿيل آهي ته پاڻ فرمايائون ته عورتون توڙي ڪٿي حال واريون هونديون ته به سندن مثال ڪول وانگر آهي جو ماڻهو جي عضون تي گهمنديون ته ضرور چڪ پائينديون "اهڙي طرح هي رهيون" آهن. يعني عورتون توڙي صاحب حال جون هونديون ته به گلا ڪرڻ کان نه مڙنديون.

فهرست واري صفحي تي هلو

## فصل چوٿون

# بي ادبي جي تنبيه بابت نقلن ۾

**1- نقل:** پاڻ فرمايائون ته هڪڙا ٻه بزرگ روهڙيءَ جي آس پاس جا رهاڪو، حضرت مخدوم صاحب ميان سعد الله لاهوري قدس الله سره الاقدس جي خدمت ۾ خدا تعاليٰ جي طلب لاءِ حاضر ٿيا مخدوم صاحب انهن کان پڇيو ته ڪٿان آيا آهيو؟ عرض ڪيائون ته رام تڙ جي ديهه کان! انهيءَ ديهه ۾ ڏنڊڻ تمام سٺا ٿيندا هئا. مخدوم صاحب جن فرمايو ته انهيءَ ديهه جا ڪي ڏنڊڻ اوهان وٽ آهن؟ عرض ڪيائون ته نه، رات اتي گذاري صبح جو سوير مخدوم صاحب کان موڪلايائون ٻه ڪونه سڌا پنهنجي ديهه ۾ آيا ۽ اتان ڏنڊڻ سٺا سوڪڙيءَ جهڙا ڪدي پري ٻڌي هڪڙي ڏگهي ڪاٺي ۾ ٻڌي ٻنهي پاسن کان ڪٺي ڪلهن تي رکيائون ۽ ڪٺي اچي مخدوم صاحب جي خدمت ۾ مشرف ٿيا ۽ اهي ڏنڊڻ نذرانو رکيائون ۽ مريد ٿيا. ٿورڙيئي وقت ۾ فيض کي پهچي ويا. انهن ٻنهي بزرگن مان هڪڙي جي اولاد ڏاڍي نيڪ ۽ صالح، علم واري ٿي باقي ٻي جي اولاد نااهل ۽ بدعتي ٿي پئي پاڻ فرمائيندا هئا ته جنهن بزرگ جي اولاد بدعتي ٿي پئي تنهن جو هي سبب هو ته ان کان پنهنجي پير جي خدمت ۾ ڪا بي ادبي صادر ٿي هئي.

**2- نقل:** ٻيو فقير نظاماڻي رهندڙ ٽنڊي بهادر خان نظاماڻي نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ لاڙ جي سفر ۾ هئا احمد خان فقير نظاماڻي نصير فقير لغاري کي ذڪر پڇڻ لاءِ آڏو آڻي خدمت ۾ وهاريو. جڏهن پاڻ ڪيس تلقين ڪري چڪا تڏهن اهو فقير انهيءَ مهل ئي موڪلائي هليو ويو! پاڻ مرڪي احمد خان کي فرمايائون ته احمد خان! جڻ ته هي ٿيو گهوڙيءَ کي ٻناوڙ جي گهوڙو ميڙائڻ؟ سندن انهيءَ فرمودي مان معلوم ٿيو ته لغاري فقير مٿيون پنهنجي ارادي ۽ خوشيءَ سان نه آيو هو بلڪ زورين مسين احمد خان فقير جي چوڻ سان ذڪر پڇڻ آيو هو.

**3- نقل:** هيڪر پاڻ حضرت ميان صاحب جن قدس الله سره الاقدس کان بيان فرمايائون ته هيڪر حضرت شاهه عبدالقادر حسيني قدس الله تعاليٰ سره الاقدس جي خدمت ۾ سندن ڳوٺ سوڍاڻي ۾ (جو چناه جي پرڳڻي مان هڪ ديهه آهي) هڪڙي بي فقير سان گڏجي قدم بوسيءَ لاءِ وياسون. پوءِ جڏهن زيارت کان مشرف ٿياسون تڏهن اهو فقير جيڪو اسان سان ساڻ هليو هو تنهن اسانکي

چيو ته جيڪر ڪا خدمت پنهنجي پيرجي اختيار ڪريان اسانُ چيس ته پير جي خدمت ڪرڻ مشڪل آهي اسان ڪان بجاءِ نه ٿي سگھندي. پر هو فقيراسان جي صلاح ڪانسواءِ ٿي بورچي خاني جي خدمت ۾ وڃي لڳو. اتفاقا هڪڙي ڏينهن ڪٽڪ جي اٽي جا اقراتا پچرائي انهن تي گھچ سارو گيهه وجهي خدمت ۾ ڪٺي آيو، جڏهن ته گھڻو گهه سندن طبيعت مبارڪ کي اصلي ناپسندهو. تنهن ڪري اهڙي ماني ڏسڻ شرط پاڻ جوش ۾ اچي وياءِ گھڻي غصي جو اظهار ڪيائون اهو حال ڏسي سموري جماعت لرزي ۾ اچي وئي.

**نسبت پاڪان درست ڪن يا پٽي ايشان مرو**

**غرق شد فرعون در دريا و موسيٰ پيشرو**

يعني پاڪن جي نسبت پوري ڪريا انهن جي ڪڍ نه وڃ ڏسئي ته فرعون باوجوديڪ حضرت موسيٰ عليه السلام جي ڪڍ پي ويو ته به غرق ٿي ويو. چو ته سندس نسبت ساڻن درست نه هئي.

**4- نقل:** هيڪر پاڻ حضرت روهڙي مان ٿيا پريان لوءِ شريف ٿي آيا واٽ ۾ هڪڙي فقير عرض ڪيو ته سائين جن جي مريدن مان فلاڻو بزرگ به ارشاد ڪري ٿو. پاڻ جواب ڪونه ڏنائون. تڏهن جامع ملفوظات رحمة الله تعاليٰ عليه چوي ٿو ته مون عرض ڪيو ته حضرتا انهيءَ بزرگ کي ارشاد جي اجازت آهي چا؟ پاڻ فرمايائون ته نه، بي هڪڙي حاضر خدمت عرض ڪيو ته حضرتا منع ڪرڻ گھرجي. پاڻ فرمايائون ته جيڪو ڪو نيڪيءَ جو ڪم ڪندو ته ان کي فقير مانع نه ٿيندو. پوءِ فرمايائون ته جيڪو شخص چوي ته منهنجي پوئتان اچ ته ان جي پوئتان نه وڃجي. جيڪو چوي ته منهنجي پويان نه اچ ته ان جي ڪڍ ضرور وڃڻ کپي چو ته ان جي پويان وڃڻ ۾ ضرور فائدو هوندو.

**5-نقل:** پاڻ فرمايائون ته هڪڙو فقير، خيرپور مير سهراب واري جو رهندڙ موريز ۾ ويو. پوءِ جڏهن اتي وڃي وينو ته مٿس هڪ عجيب حالت وارد ٿي وئي. پوءِ جڏهن موريز مان نڪتو ته پوءِ به ڪيترا ڏينهن اها حالت ان سان قائم هئي ۽ مخلوقات جي ان ڏي اچي رجوعات ٿي فقير جو به خلق ڏي لاڙو ٿي پيو. جنهن ڪري اها حالت ان کان هلي وئي. ويچارو ان جي گھٽ ٿيڻ ڪان روئڻ ۽ دانهون ڪري چوڻ لڳو ته موريز ۾ ڏنئي ۽ ڪل ۾ ڪسي ورتئي.

اي عزيز! اها نعمت جنهن کي بخشيش ڪندا آهن ته ڦريندا نه آهن پر بي ادبي جي ڪري ڦرجي ويندي آهي.

**ازخدا خواهيم توفيق ادب بي ادب محروم مانداز لطف رب**

الله تعاليٰ جلشانه کان ادب جي توفيق گھرون ٿا، چو ته بي ادب الله تعاليٰ جي

مهرباني کان محروم رهجي ٿو وڃي:

**بي ادب تنها نہ خودرا داشت بد     بلکہ آتش درهمہ آفاق زد**

بي ادب نہ رڳو پاڻ کي بڇڙو ڪيائين بلڪ پنهنجي گناهہ جي باهہ سان سارو جهان ساڙي وڌائين.

**6- نقل:** پاڻ اڪثر فرمائيندا هئا تہ اسانجي دل ۾ الله تعاليٰ جي طرفان وارد ٿيو آهي تہ اسان جي جماعت ۾ جو مجذوبن مان ڪن کي فيض استقامت نٿو وٺي تنهنجا ٽي سبب آهن. هڪ تہ خدا تعاليٰ جي طالبن کي ايذاءَ ڏين ٿا ۽ پاڻ کي پلو سمجهن ٿا ۽ ٻين کي گهٽ ڪري پائين ٿا. ٻيو تہ اها وڏي نعمت آهي جو ڪين الله تعاليٰ جلشانہ جي طرفان عطا ٿئي ٿي. تنهنجو شڪرانو بجاءِ نٿا آڻين. انهيءَ هنڌ پاڻ فرمائيندا هئا تہ " سستو ورتائون ۽ سستو ڏنائون" ٽيون تہ محبت ۽ شوق جي غلبي پاران دولتمند ماڻهو هنن سان اچي لهہ وچڙ رکن ٿا. ۽ انهيءَ لهہ وچڙ ڪري مجذوبن جي بہ انهن دنياوي ماڻهن سان رغبت ٿي پوي ٿي اهو بہ انهيءَ نعمت جي وڃڻ جو وڏو سبب آهي.

**7- نقل:** ميان سلطان فقير نظاماڻي ويٺل ٽنڊي بهادر فقير نظاماڻيءَ جو (اها چاڪر هالي جي پرڳڻي مان هڪ ديهہ آهي) نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ مسجد شريف جي پٽ کان ٻي آيا ۽ هڪڙي هندو بيمار ڪان پڇڻ ٻي ويا؟ جو هن اهڙو عرض چوائي موڪليو هو. سلطان فقير چوي ٿو تہ آءٌ بہ وٽجي خدمت ۾ حاضر ٿيس. ٻيا بہ ڪيترائي فقير اچي ساڻ ٿيا هئا. اتان ٿي موٽي مسجد شريف ڏي ٻي آيا تہ واٽ تي هڪڙي شخص مريدن مان عرض ڪيو تہ حضرتا بہ ٽي عورتون سنتر واريون آهن تنکي دل ۾ اچي خيال پيو آهي تہ جيڪر هن پانهي کان مريد ٿين ۽ بہ ٽي پيرا هن غلام ڏي چوايو اٿن تنهن ڪري سائين جن مهرباني فرمائي پانهي کي اجازت ڏين تہ انهن کي تلقين ڪيان. پاڻ ان کي ڪو جواب ڪونہ ڏنائون انهيءَ شخص ٻيهر ۽ وري ٽيهر بہ ساڳيو عرض ڪيو. تڏهن پاڻ فرمايائونس تہ اي ادا! جيڪڏهن اهو ڪم منهنجي هٿ ۾ هجي ها تہ آئون جيڪر اڳ ۾ پنهنجن پٽن کي ارشاد جو حڪم ڪيان ها. پر اهو ڪم الله تبارڪ وتعاليٰ جلشانہ جي هٿ ۾ آهي.

**8-نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر آئون درگاهہ مبارڪ تي خدمت ۾ حاضر هوس تہ مجلس ۾ عارف بالله عالم علم عليم ميان محمد سليم قدس الله تعاليٰ سره الاقدس جو سائين جن جو وڏو پاءُ هو، سو بہ ويٺو هو. فقيرن جي جماعت سائين جن جي جذب محبت کان بي اختيار ٿيو سائين جي پاءُ ڏانهن پنيرا ٿي ٻي ويٺا. پاڻ فرمايائون تہ اي يار! جيڪڏهن

اوهان کي اسانجي ياڻپي جو ادب مد نظر ناهي ته به پنهنجي خدا کان شرم ڪري حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جي نسبت ۽ سيادت جو ادب ته هٿان نه ڇڏيو.

**9-نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو ته هيڪر حضرت مرشد مربي رضي الله تعاليٰ عنہ جي حضور مبارڪ ۾ حاضر هوس ته هڪڙو هندستاني سيلاني شخص خدمت ۾ آيو ۽ عرض ڪيائين ته حضرتا! ڪيترين جاين تي مطلوب حقيقي جي طلب لاءِ ويو آهيان. پر ڪٿهين چيائون ته اٺو پيسي پيو ترس ته توکي ڪارائينداسون، اتي به نه ترسيس، ٻي هنڌ چيائون ته اٺو ڳوهجي پيو، ڪن چيو ته هڪ پاسو ماني جو پڪو باقي پيو پاسو پچي، ترس! مگر آءٌ ڪٿي به نه ترسي، سائين جن جي حضور ۾ حاضر ٿيو آهيان ته پنهنجي ڪريمي جي ڪکر ۽ رحمت جي درياءَ مان هن اجايل تي يڪدم توجہ عميم جي عنايت ٿئي. پاڻ اهو ٻڌي جوش ۾ آيا ۽ فرمايائونس ته اي يار! اينتري حجت خداوند ذوالجلال جي درگاهہ ۾ ڪنهن کي بہ ڪاڻ آهي ۽ نه ڪرڻ ڪپي. بلڪ اها روش بي نصيبيءَ جو نشانو آهي. الله تبارڪ وتعاليٰ جي در تي تضرع ۽ زاري گهرجي چو ته هت عاجزي ٿا قبولن. چالاڪي ۽ بوالفضولي کي هت ڪو دخل ڪونهي. پوءِ هي مصرعہ زبان وحي ترجمان سان فرمايائون (جز عجز و بيچارگي،نقدي ندارد خواجگي) يعني سرداري لاءِ عاجزائي ۽ ويچارائي ڪانسواءِ ٻي ڪا روڪڙ نه آهي!

**10-نقل:** هيڪر پاڻ بيان فرمايائون ته هڪڙو بزرگ جمعي نماز ادا ڪرڻ لاءِ اچي مصلي تي بيٺو ته اتفاقا سندس هڪڙو مريد اتي آيو. بزرگ فرمايس ته اوري اچ ۽ مون سان مصلي تي گڏجي بيهہ؟ مريد عرض ڪيو ته حضرتا! سائين جن سان گڏجي مصلي تي پير ڏيڻ بي ادبي آهي. بزرگ فرمايس ته جيڪڏهن مصلي تي پير رکڻ بي ادبي آهي ته منهنجي زبان تي پير رکڻ وري ڪهڙو ادب آهي، جو منهنجي حڪم کان تجاوز ٿو ڪرين؟

اي عزيزا! مرشد جي حڪم جي مخالفت ڇڻ ته سندس زبان تي پير ڏيڻ آهي. تڏهن فرمايو اٿن ته "الامر فوق الادب" يعني ادب کان حڪم جي بجا آوري مٿي آهي.

**11- نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ لاڙ جي سفر ۾ ٽنڊي بهادر فقير نظاماڻيءَ جي ۾ وضو پئي ساريائون. ۽ سندن روش مبارڪ هوندي هئي ته وضو سارڻ وقت ڪنهن سان به ڪونہ ڳالهائيندا هئا. اينتري ۾ سنارڌنو ڪوري ٽنڊي مٺين جو ويٺل اتي آيو ۽ عرض ڪيائين ته حضرتا! ماڻهو ٿا چون ته ڪوري دوزخ ۾ ويندا، اهو سندن چوڻ ڪيئن آهي؟ پاڻ وضو ويني

ساريائون ۽ ڪوري ڪي ڪو جواب ڪونہ ڏنائون تہ هن وري بيهر پڇو تہ پاڻ وري بہ جواب ڪونہ ڏنائونس تہ وري ٽيهر پڇيائين، ايتري ۾ پاڻ وضو ڪان فارغ ٿيا ۽ جواب ڏنائونس تہ " اهڙي تڪڙ سان شڪ نہ آهي تہ دوزخ ۾ ويندا"

**12-نقل:** خليفو جامع ملفوظات رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر آءُ سندن سواريءَ جي رڪيب سان گڏ هوس. هڪڙو مجذوب فقير مٿي ۽ پيرين اگهاڙو سائين جن جي مريدن مان سندن رڪيب جي دوال ڪي ورتيون ڊوڙندو پئي ويو تہ اتفاقا واٽ تي هڪڙي زالن جي جماعت حضور جن جي زيارت لاءِ پئي آئي. انهن زالن کي ڏسنديئي انهيءَ مجذوب ڪافي شروع ڪئي. پاڻ ان کي مٿي تي چپاٽ هڻي فرمايائونس تہ هن ڪان اڳ ماڻ ڪيون پئي آئين. هينئر زالن کي ڏسي ٿو ڪافي چوين؟

**13- نقل:** خليفو ميان لقمان رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر ڳوٺ راڻي پور ۾ هڪڙي شخص ڏونري جي هڪ دڪي پري سائين جن جي خدمت ۾ حاضر ڪئي. هڪڙي فقير کي وجد آيو ۽ هٿ هڻي دڪي پڇي وڌائين پاڻ جوش ۾ آيا ۽ فرمايائون تہ هي وجد رحماني ناهي بلڪ شيطاني وجد آهي.

**14- نقل:** هڪڙي معتبر راوي ڪان نقل ٿيل آهي تہ هيڪر پاڻ ڪنهن رستي سان پئي لنگهيا ۽ سندن پوٽنان ڪاشف اسرار غيبي خليفو ميان الهرکيو رحمة الله عليہ بي آيو ۽ ادب پاران تہ متان سندن پير مبارڪ جو نيشان لتاڙجي پوي واٽ جو پاسو ورتيون پئي آيو. پاڻ خليفي ڪان گس ڪان پاسي اچڻ جو سبب پڇيائون . خليفي صاحب عرض ڪيو تہ حضرتا! هن خوف ڪان تہ متان حضور جن جي پيرن سڳورن جو نقش لتاڙجي پوي ان ڪري رستي جو ڪنارو ورتو اٿم. پاڻ فرمايائون تہ توهين اسان جي پيري جو ادب ٿا ڪيو پر اهڙا ماڻهو بہ ٿيندا جي اسانجي زبان تي پير رکندا.

**15-نقل:** هيڪر پاڻ بيان فرمايائون تہ ڪو بزرگ صاحب ڪماليت جو هو، تنهنجي روش هوندي هئي تہ جيڪو شخص وٽانس مريد ٿيندو هو، ان کي چاليهہ ڏينهن پاڻ وٽ ٽڪائي خدمت سان مشغول رکندو هو ۽ انهن چاليهن ڏينهن ۾ ڪيس ڪمال حاصل ڪرائي ڇڏيندو هو. جو انهيءَ مدت ڪانپوءِ هو مقصود حاصل ڪري هليو ويندو هو. هڪڙو شخص انهيءَ بزرگ جو هن بدنيت سان اچي مريد ٿيو تہ وڃي سندس ولايت گم ڪري اچان. پوءِ جڏهن انهيءَ خبيث باطن مريد جي خدمت جو وارو آيو تڏهن هن پنهنجي بد ڪرداري ڪان بزرگ جي ڪاڏي پيتي جي شين ۾ پليتي ملائي بزرگ کي ڏيڻ لڳو ۽ بيو بہ طرحين طرحين بي ادبيون پرپٺ ڪندو هو جڏهن چاليهہ ڏينهن اچي پورا ٿيا تڏهن قانون موجب مرشد جي

گهوڙي کي مرشد سان گڏجي درياءَ تان پاڻي پيارڻ ويو. ڇو تہ سيني مريدن جو اهو دستور هو تہ پچاڙيءَ ۾ مرشد سان گڏجي درياءَ تي گهوڙي کي پاڻي پياري پوءِ موڪلائيندا هئا. پوءِ جڏهن درياءَ تي پهتا تڏهن بزرگ گهوڙي تان لٿو ۽ بي ادب مريد کي حڪم ڪيائين تہ هن کي پاڻي پيار. هو گهوڙي کي پاڻيءَ تي وٺي ويو تہ اتفاقا گهوڙو درياءَ ۾ مٽڻ لڳو. شيخ چيس تہ فقير گهوڙي کي پري ڪج تہ درياءَ پليت ڪري وجهي؟ مريد عرض ڪيو تہ حضرتا! گهوڙي جي پيشاب سان درياءَ ڪيئن پليت ٿيندو؟ تڏهن بزرگ فرمايس تہ جي گهوڙي جي پيشاب سان درياءَ پليت نہ ٿيندو تہ تنهنجي ڏنل پليتي سان اسان جو بدن وري ڪيئن پليت ٿيندو؟ تنهنجين انهن بي ادبين ڪري اسان کي ڪهڙو نقصان ڪونہ آهي!

**16- نقل:** رمضان فقير سهتو نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ سفر ڪندي ڳوٹ سيد پور ۾ لٿل هئا. اتي هڪڙو ڪوهستاني فقير آيو ۽ پري ٿي ويهي رهيو. سندس دل ۾ خيال گذريو تہ ڏسان تہ ڇا حال آهي ڪوهہ ۾ پاڻي آهي يا ڪونهي! پاڻ سندس دل جو خيال معلوم ڪري فرمايائونس تہ اي فقير! بدگمان نہ ٿجي تہ هن ڪوهہ ۾ پاڻي آهي الائي ڪونهي. پهريان پنهنجو دلو ويساهہ جي رسي سان ٻڌي ڪوهہ ۾ وجهي ڏسجي پوءِ جيڪڏهن پاڻيءَ سان ڀرجي اچي تہ منهن نہ موڙجي ۽ جيڪڏهن خالي نڪري اچي تہ پوءِ جيڪي چوُسو ٺهي.

اي عزيز! انهيءَ فقير جي انهيءَ خيال جو مطلب هي هو تہ حضور جن صاحب ولايت جا آهن يا نہ؟ پاڻ سندس انهيءَ خيال کي ضمير خورشيد نظيرجي لطافت سان معلوم فرمائي جواب ڏنائونس تہ اي فقير! روشن ضميرن جي اڳيان اهڙا فاسد خيال دل ۾ نہ آڻڻ گهرجن ڇو تہ حديث شريف ۾ وارد ٿيل آهي تہ " ظنوا بالمؤمنين خيرا" يعني مومنن ۾ چڱو گمان ڪريو.

مولانا شيخ سعدي رحمة الله عليہ ڪهڙو نہ سهڻو فرمايو آهي:

**هر بيشہ گمان مبرکہ خالي ست          شايد کہ پلنگ خفتہ باشد**

يعني سڀ ڪنهن جهنگ ۾ گمان نہ ڪجي تہ خالي هوندو متان ڪو شينهن سمهيو پيو هجي.

**17- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي قوم هن ڪري گمراهي ۽ ڪفر ۾ وڃي پئي جو پنهنجي نبيءَ کي الله سڏيائون يعني خدا تعاليٰ جي پٽ هجڻ جي ڏانهس نسبت ڪيائون پوءِ توڙي پنهنجي سمجهہ ۾ انهيءَ نسبت مان سندن مقـصـود ۽ ارادو ادب جو هو پر جڏهن تہ اهو ادب پنهنجي نفس جي راءِ تي ڪيائون، نہ الله تعاليٰ جل جلالہ ۽ پنهنجي رسول عليٰ نبينا وعليہ السلام جي حڪم ۽ رضا موجب! تنهن ڪري سندن ادب عين بي ادبي ٿي

پيو.
**18- نقل:** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ فرمايائون تہ مريد کي پنهنجي مرشد ڏي ويساھ ۽ ارادو شريعت موافق رکڻ کپي. نصارن وانگر زيادتي نہ ڪرڻ گهرجي جو پنهنجي نبي کي ابن الله چئي، نيٺ وڃي گمراهي جو نتيجو حاصل ڪيائون.
**19-نقل:** خليفو ميان لقمان رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ حقائق آگاھ خليفو ميان علي محمد رهنڊ سرنواري جو (جو سائين جن جي ڪاملن خليفن مان هو) هيڪر ڪنهن هنڌان سوار ٿيو پي آيو. جڏهن هڪڙي شهر کي ويجها آيا تڏهن سندس جماعت مان هڪڙي فقير ڪافي چوڻ شروع ڪئي. تڏهن خليفہ صاحب جن فرمايس تہ اي ادا! ماٺ ڪر، چو تہ اها صفت گڏهن جي آهي جو گڏھ جڏهن ڪنهن ڳوٺ کي ويجهو ايندو آهي تہ هينگ ڪندو آهي ۽ اها سندس اصلي عادت آهي.
**20- نقل:** هيڪر سندن حضور فيض گنجور ۾ هڪڙي شخص پنهنجي پٽ جي بي ادبي جي شڪايت ڪئي تہ حضرتا! هي منهنجو پٽ مونکي ڏاڙهي مان وٺي مارنيدو ڪٽيندو آهي. پاڻ فرمايائون تہ تو پنهنجي پٽ کي ننڍي هوندي ڪجھ علم ۽ ادب جي تعليم ڏياري هئي؟ چيائين تہ سائين ننڍي هوندي ڍور چاريندو هو. علم ڪجھ ڪونہ پڙهيو اٿس. پاڻ فرمايائونس تہ تڏهن هينئر سندس بي ادبي تو سان بجاء حق آهي جو تو پاڻ ان کي ننڍي هوندي علم ۽ ادب سيکاريو ئي ڪونہ آهي.
**21- نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو تہ هڪڙو ٺرجو رهاڪ شخص سائين جن جي حضور مبارڪ ۾ آيو ۽ عرض ڪيائين حضرتا! هينئر مجاز ۾ ڪمال حاصل ڪري ويو آهيان اڳتي سائين جن جو توجھ گهرجي. پاڻ انهيء ڳالھ ٻڌڻ سان ڏاڍو جوش ۾ آيا ۽ ڪيس جهٽڪ ۽ تنبيھ مان فرمايائون تہ اها هدايت ڪنهن کان سکي ۽ حاصل ڪئي اٿيئي؟ انهيء ڳالھ تي پاڻ ڏاڍا رنج رهيا.
**22-نقل:** هيڪرپاڻ فرمايائون تہ انهن شخصن جي حال کان عجب ٿو لڳي تہ جن الله تعاليٰ جل شانہ جي طلب ۾ پنهنجي موهوم هستي کان اڳتي لنگهي بہ ويا هئا سي وري ڪيئن انهيء ساڳي هستي جي هينان پستي ۾ اچي ويا گهڙي ڪن ماٺ ڪري پوء فرمايائون تہ انهيء جو سبب بي ادبي آهي.
**23- تل:** ناقل غلام محمد فقير نظاماڻي وينل ٺنڊي سومري نظاماڻيء جو (جو اها روپاھ جي ديهن مان هڪ ديھ آهي) تہ پاڻ هيڪر لاڙ جي سفر ۾ ديھ الله بخش ٽالپر خاناڻيء ۾ گوني واھ جي ڪناري تي لتل هئا ۽ مثنوي شريف

جي تلاوت جي شغل ۾ مشغول هئا ته شغل هلندي خليفي سعيد خان عليہ الرحمة زيارت ڪرائڻ يا ڪنهن بي ڪم لاءِ عرض ڪيو جو مجلس مان اٿڻ جو باعث بڻي ٿيو. پاڻ جوش ۾ آيا ۽ فرمايائون ته جيڪڏهن ڪنهن کي قضا حاجت جو احتياج هجي ته اسان وٽ نہ ويهي جو بيڻ طالبن جي نفرت ۽ بي جمعتي جو سبب نہ ٿئي.

**24- نقل:** قاضي محمد شفيع نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ فرمايائون ته مثلا جيڪڏهن ڪو شخص دل ۾ ارادو وهاري ته دين ڪان قريس ۽ وري انهيءَ فعل ڪان توبہ تائب ۽ پشيمان ٿئي ته الله تعاليٰ جل شانہ ڪيس گناهہ معاف ڪري ڇڏيندو. پر جيڪڏهن دل ۾ آڻي ته پنهنجي مرشد ڪان قربس ته پوءِ توڙي ان ڪان پوءِ هزار ڀيرا توبہ ڪري ته بہ هرگز قبول نہ پوندي ۽ اهو شخص مثال ڪني آني جي آهي جو توڙي سؤ ڪڪڙين هيٺ رکجيس ته بہ هرگز ان مان ٻچو پيدا نہ ٿيندو ۽ نہ ڪنهن جي ڪم اچي سگهندو.

**محمد بہ بخشد گنهگار حق را ولي حق نہ بخشد خطائي محمد**

يعني حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم الله تعاليٰ جي گنهگار کي معاف ڪرائي ٿو. پر الله تعاليٰ جلشانه پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جي بي ادب کي نہ بخشيندو.

**25- نقل:** ڪنگهار فقير نهڙيو وينل تڙ ڪلياڻ واقع ٿر جو نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ تندي لقمان ٽالپر ۾ لٿل هئا اتفاقا ٽيهري جي وقت ڪن واٿهڙن ٻروچن جي جماعت گهوڙي سوار ٿي اتان اچي لنگهيا ۽ زيارت جي لاءِ حضور مبارڪ ۾ لڙي آيا ۽ مون حضور جن جي ڪلهي مبارڪ کي زور پئي ڏنا. انهن ٻروچن مان هڪڙي عرض ڪيو ته حضرتا! سائين جن جا فقير لواري وارن بزرگن صاحبن جي شڪايت ڪن ٿا. پاڻ فرمايائون ته جيڪو شخص ڪنهن بہ بزرگن جي خاندان جي شڪايت ڪندو ته انهيءَ گويا پنهنجي مرشد جي شڪايت ڪئي. سندن انهيءَ ڪلام مبارڪ ٻڌڻ شرط انهيءَ ٻروچن جي جماعت جي ٻرئي مڙس کي جو سوني ترار ٻڌيون وينو هو وجد ۾ پئجي ويو هتيار ۽ ڪپڙا لاهي ڪٽي اڇلايائين. گهوڙو سنجن سميت حضور ۾ نذر رکيائين ۽ پاڻ اسباب جو تارڪ فقير ٿي خدمت ۾ ويهي رهيو.

اي عزيز! سندن انهيءَ فرمودي جي معنيٰ هن طرح آهي ته حضرات انبيائن سڀني عليهم السلام جو وجود مسعود حقيقت ۾ هڪ آهي رڳو صورتن جو اختلاف آهي. جيئن ته قرآن شريف ۾ بہ ان ڏي اشارو آهي ته " لانفرق بين احد من رسله" يعني اسين الله پاڪ جي رسولن ۾ ڪا تفريق نٿا ڪيون ۽ اوليائن سڀني

جو وجود به اهڙي طرح متحد سمجهڻ گهرجي جو حقيقت ۾ هڪ ۽ ظاهري صورتن ۾ مختلف آهي. جو ته هي سڀئي به انبيائن ڪرامن جا قدم بقدم پيروو آهن:

**متحد جانها ست شيران خدا جان گرگان وسگان هريک جدا**

يعني الله تعاليٰ جي شينهن (يعني مقربن) جا ساهه مڙئي متحد ۽ هڪ آهن باقي بگهڙن ۽ ڪتن جا ساهه جدا جدا آهن.

**26-نقل:** خليفو صاحب جامع ملفوظات رحمة الله عليه نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ مونکي فرمايائون ته اسين خدا تعاليٰ جي خلق سان پيا خيرخواهي ڪيون ۽ هو وري اسانجي انهيءَ خير طلبي جي عوض اسان سان بد خواهي ۽ شرارت ٿا ڪن اسين ساڻن خير خواهي ٿا ڪيون جو ڪين الله تعاليٰ جلشانه ڏي ٿا سڏيون ۽ پنهنجي صحبت جي ڪوشش ۽ بيفائدن ۽ نقصان جهڙن ڪمن ڪان روڪ ٿا ڪيون ۽ هو وري انهيءَ جي برخلاف اسان جي صحبت ڪي ڇڏي وڃي ٿا صاحبزادن سان سنگتون رکن. جنهن ڪري صاحبزادا ماڻهن جي صحبت ۾ خوش ٿي الله تعاليٰ جي طلب ۽ ظاهري علم پڑهڻ ڪان روڪجي ٿا پون. پوءِ پاڻ بي نصيب ٿا ٿين ۽ صاحبزادا به گهڻو ڪري علم ظاهري جي نعمت ۽ حقيقي طلب جي نعمت ڪان معطل ٿا گذارن.

**27-نقل:** صاحبزادو والا تباع ميان محمد شاهه قدس الله تعاليٰ سره الاقدس نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ درگاهه مبارڪ واري مسجد شريف ۾ ڪبڙ جي هينان اسان ڪي شمائل نبوي ڪتاب جو سبق پي پڙاهيائون ته هڪڙو ٻاهريون سيد شخص، جو ظاهري علم ۾ عالم هو تنهن عرض ڪيو ته حضرتا جيڪڏهن مونکي اجازت ملي ته هوند ڪجهه وعظ قال الله تعاليٰ وقال رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم مان بيان ڪريان. پاڻ جواب ڏنائونس ته هي مڙئي جيڪي تعليم وينا ڏيون، سو قال الله تعاليٰ وقال رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم آهي پوءِ جڏهن سبق کان فارغ ٿيا ته اندر حاويلي مبارڪ ڏانهن اسريا ۽ وري اڳين نماز تي تشريف فرما ٿيا، نماز ادا ڪرڻ ڪانپوءِ انهيءَ سيد طالب علم جي دلجوئي لاءِ ڪيس وعظ ڪرڻ جو حڪم فرمايائون، اجازت موجب هن ڪرسي تي چڙهي وعظ شروع ڪيو ته ايتري ۾ فقيرن جي جماعت ۾، جو حضرت مرشد معظم جي محبت جي درياءَ ۾ غرق ٿيل هئا. شورش ۽ وڏو جوش پئجي ويو تنهن تي قاضي محفوظ - سائين جن جو مريد هو تنهن اٿي سيد کي سڏ ڪري چيو ته اي بزرگ هي ساري جماعت وعظ ۽ نصيحت جي ٻڌڻ لاءِ سڪا وينا آهن . پر هن مهدي الزمان جي زبان مبارڪ مان (۽ هٿ سان اشارو حضرت مرشد معظم ڏي ڪيائين)

توکي کپي تہ کرسي تان هيٺ لهي اچ تڏهن هو ماٺ ڪري هيٺ لهي پيو.

**28-نقل:** هيڪر پاڻ ڪلهوڙن جي ديهہ ۾ تشريف فرما ٿيا هئا. رات جو البت بدن شريف تي تپ جو اثر لاحق ٿي پيو هون. جنهن ڪري صبح جو ٻئي طرف رواني ٿيڻ جي تياري ۾ دير ٿي وئي. پاڻ انهيءَ حال ۾ آرام منجهہ سمهيل هئا تہ ميان محمد علي شاهہ ولد ميان مرتضيٰ علي شاهہ قدس الله سره الاقدس! جو سائين جن جو پائنيو هو اتي آيو ۽ ڪٽ جي پيراندي کان سيني فقيرن جي پوئتان اچي ويهي رهيو. پاڻ فقيرن کي فرمايائون تہ اي يارو! ميان محمد علي شاهہ توهان جي پويان وينو آهي انهيءَ کي جاءِ ڏيو تہ اڳتي اچي ويهي ۽ حد ادب سيادت ۽ اولاد حضرت ميان صاحب جن قدس الله تعاليٰ سره الاقدس جي مد نظر رکو. جڏهن تہ مرشد ۽ مرشد جي اولاد جي بي ادبي فيض باطني جي بند ٿي وڃڻ جو سبب آهي تنهن ڪري اسان الله تعاليٰ جي درگاهہ مان ٻہ رکعتون نفل خاص انهيءَ بي ادبي جي عفو لاءِ پڙهي دعا گهري اٿسي ۽ پنهنجو ۽ پنهنجي اولاد جو ادب مريدن کي بخشي ڇڏيو سون. تنهن ڪري اسان جي اولاد مان ڪوبہ جيڪڏهن فقيرن جي پوئتان اچي وهندو آهي تہ ڪجهہ بہ نہ چوندا آهيون. پر ٻين ساداتن ۽ حضرت ميان صاحب قدس الله تعاليٰ سره الاقدس جي اولاد جي ادب لاءِ اوهان کي ڪوشش ڪئي وڃي ٿي. تنهن ڪري اوهان ادب جي حد کان تجاوزو نہ ڪيو. ڇو تہ ادب باطني فيض جو دروازو کولي ٿو. ۽ بي ادبي بي نصيبيءَ جو نشان آهي.

اي عزيز! اگرچہ سندن مهرباني ۽ بخشيش تمام وڏي آهي. پر انهيءَ سندن فرمودي مان حجت وٺي سندن ۽ سندن اولاد جي بي ادبي کي هلڪڙو نہ سمجهڻ گهرجي ۽ شيطان جي گمراهہ ڪرڻ پاران ڏوکي ۾ اچي پاڻ کي لعنت جي کن ۾ غرق ڪرڻ نہ گهرجي. ڇو تہ انهيءَ شيطان پاڻ بہ بي ادبيءَ پاران ئي لعنت جو طوق حاصل ڪيو آهي. جيئن تہ حديث شريفن ۾ انهيءَ تي هي نقل شاهد آهي تہ ابي نالي هڪڙو منافق بدڪردار هوندو هو مگر سندس پٽ سچو مؤمن ۽ اصحابي سڳورو هو. جو هميشہ حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي خدمت مبارڪ ۾ حاضر هوندو هو ۽ سفر خواه حضر ۾ حضور جن کان پري نہ ويندو هو. پوءِ پاڻ سندس رعايت ڪري ان جي پيءُ منافق سان تمام گهڻي مهرباني ۽ رعايت رکندا هئا. تان تہ اهو ابي منافق مري ويو تڏهن بہ پاڻ سندس پٽ مؤمن جي رعايت ڪري ان جي جنازي تي تشريف فرما ٿيا. ۽ سندس پٽ جي عرض ڪرڻ موجب پنهنجو پهراڻ مبارڪ جو پگهر معطر مبارڪ سان آلو ٿيل هو ڪيس عطا فرمايائون ۽ مغفرت جي دعا ڪيائون تہ الله تعاليٰ جي طرفان آيت

سڳوري نازل ٿي: وان تستغفر لهم سبعين مرة فلن يغفرالله لهم" يعني جيڪڏهن انهن (منافقن) لاءِ ستر دفعه به بخشيش گهرندو ته به الله تعاليٰ ڪين ڪونه بخشيندو" اي دوست ! مرشد ۽ سندس اولاد جي بي ادبي به اهڙي طرح سمجهڻ گهرجي جو توڙي ڪٿي پاڻ معاف فرمائن ته به الله تبارڪ وتعاليٰ جي درگاهه مان اها بي ادبي هرگز معاف نه ٿيندي ! بي ادبي بي نصيبيءَ جو وڏو دليل آهي.

**29- نقل:** صالح فقير اهڙو نقل ڪري ٿو ته هيڪر آءُ درگاهه مبارڪ تي حاضر هوس. مولوي محمد اسماعيل ڪين دعوت عرس جي ڏيئي پنهنجي گهر وٺي آيو. پوءِ ڳالهين هلندي سائين جن سان ڳالهه ڪيائين ته حضرتا! پاڇڙ وارن وقتن ۾ سنڌ مان لڏي پوڪرن ۾ ويو هوس. اتي هڪڙو صراف ڏٺو سون جو پيسن جي ڪرائي ڪوتائي سجاڻڻ ۾ بينظير شخص هو. هو اهڙو ته داناءُ هو جو ڪابه شيءِ هٿن ۾ ڪٽي سندس تور اهڙي ته پوري پڌائي ويندو هو جو هڪ رتي فرق به نه چڙهندو هو. پاڻ انهيءَ تي هڪ نقل پڌايائونس ته هڪڙو ڪتابي ڪنهن مدرسي ۾ پڙهندو هو سو اتفاقا اتي هڪڙي سوناري جي زال تي عاشق ٿي پيو. جڏهن پيا ڪتابي شهر مان ماني پني آڻي گڏ ڪنداهئا تڏهن اهو ڪتابي ڪين چوندو هو ته جيڪو ٽڪر فلاڻي گهر مان آندو هجيو سو مونکي ڏيو. بي ماني سيئي اوهين وجي ڪائو. ڪتابين چيو ته اهو ٽڪر مانين ۾ گڏيل آهي اسين ته ڪونه ٿا سڃاڻون، تڏهن هو عاشق انهن مانين مان اهو ٽڪر سڃاڻي ڪڍي وٺي کائيندو هو. هڪڙي ڏينهن اهو ڪتابي ڪنهن رستي تان پي آيو ۽ انهيءَ رستي سان زالون پاڻيءَ جا دلا پريون ڪنيو پي آيون. واٽ تي تانسين مشهور راڳيندڙ راڳ پئي ڪيو. انهيءَ راڳ ٻڌڻ شرط اهي سڀ زالون بيخود ٿي ويون. ۽ گهڙا ڌڙا پيچي وڌائون. تڏهن اتي انهيءَ ڪتابيءَ به سر آلاپيو ۽ اهڙو راڳ ڪيائين جو ان جي ٻڌڻ سان انهن پڳلن گهڙن جون ٺڪريون به نچڻ ٽپڻ لڳيون.

اها ڳالهه وڃي بادشاهه کي پهتي. جنهن ڪيس گهرائي التجا ڪئي ته اسان وٽ ٽڪ. پر هن قبول نه ڪيو. بادشاهه انهيءَ انڪار جو سبب پڇيس. هن وراڻي ۾ پنهنجي گرفتاري ۽ لاچاريءَ جو احوال عرض ڪيو. بادشاهه چيس ته تون اسان وٽ ٽڪ ته انهيءَ سوناري کي لڏائي پنهنجي ڳوٺ ٿا آڻيون ۽ گهر ناهڻ لاءِ ڪيس ٿا ڏيون. توکي به سامهون اوطاق ٺهرائي ڏينداسون ته اتان پنهنجي دلدار جو ديدار پيو ڪجانءِ ڪتابي چيو ته اهو ظلم آهي ۽ آئون پنهنجي محبوب تي ظلم نه ڪندس.

اي عزيز ! جڏهن ته انهيءَ بزرگ هڪڙي دنياوي ماڻهو صراف جي فضيلت سندن آڏو بيان ڪئي، حالانڪ اهل الله جي آڏو ادب سان رهڻ ۽ اهڙين بيهودين ڳالهين ڪرڻ کان پاسو وٺڻ ضروري آهي. تنهن ڪري پاڻ به وري سندس گهٽ سمجهه موجب ڪيس ڪتابي عاشق

جي ڳالهہ سان الزام ڏنائون. نہ تہ پاڻ تہ معنيٰ جا درياءَ هئا ۽ انهيءَ بزرگ جي سمجهہ جو استعداد، جو رڳو عقل معاش تي موقوف هو هڪ ڪونري جي مثال هو پوءِ ڪونرو درياءَ مان ڇا حاصل ڪري سگهندو؟

**30-نقل:** خليفو لقمان رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ پاڻ فرمايائون تہ بعضي بي ادب ۽ نالائق ماڻهو اسان وٽ ايندا آهن ۽ اسان کين ڪجهہ بہ ڪونہ چوندا آهيون. بلڪ ظاهري ڪل خوشيءَ سان ساڻن ڳالهايون ٿا. پوءِ اهي جڏهن ٻاهر نڪرندا آهن تہ فخر ڪرڻ لڳندا آهن تہ پير اسان سان راضي ۽ خوش آهي جو اسان سان کلي ڳالهائين. پر اهي احمق ايترو نٿا ڄاڻن تہ پير انهن سان نٿو کلي بلڪ سندن نالائقي ۽ احمقائي تي ٿو کلي.

**31- نقل:** خليفو لقمان رحمَة الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ درگاهہ مبارڪ واري مسجد شريف ۾ وعظ نصيحت ويٺي فرمايائون تہ اي يارو! فقيرن کي ادب درڪار آهي. ڪٿي تہ پنهنجي طريقي ڪانسواءِ جيڪي ٻيا طريقا آهن تن جو بہ بي ادب نہ ٿجي. ڇو تہ يهودي ۽ نصارا پنهنجي نبين جي دين تي هئا پر حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي دين متين کان انڪار ڪرڻ ڪري الله سبحانہ وتعاليٰ کين گمراهہ ڪري ڇڏيو. اهڙي طرح جيڪو شخص فقيرن جي ٻين طريقن جو عيب ڪڍندو تہ اهو يهودين ۽ نصارن جهڙو ٿيندو. پر سڀني کي پنهنجي مرشد جهڙو نہ سمجهبو مرشد کي مرشد ڪري ڏسجي ۽ ٻين ڏي بہ ارادتمند رهڻ گهرجي سندن انڪار نہ ڪجي. پر جي ڪو نالائق انڪار ڪندو تہ اهو يهودي يا نصارو ٿيندو.

**32- نقل:** ميان غازي خان ٽالپر نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ ڪڇ جي سفر تان موٽندي اڪلري ديہ ۾ نزول ميمنت شمول فرمايائون. اتي ڪن فقيرن هندستان جي سير ڪرڻ لاءِ ڪانئن اجازت گهري ۽ ايمان لاءِ دعا طلب ڪيائون. پاڻ فرمايائون تہ جيڪو ايڏانهن ويندو تنهن کان اسين بيزار آهيون. اهو پاڻ ڄاڻي اسين سندس ايمان جا ضامن ڪونہ آهيون.

فهرست واري صفحي تي هلو

# فصل پنجون

## نااهلن جي صحبت کان پرهيز ڪرڻ بابت نقلن ۾

**1- نقل:** پاڻ نقل بيان فرمايائون ته هيڪر حضرت موسيٰ عليٰ نبينا وعليہ السلام ڪنهن طرف سير تي نڪتا هئا وات تي هڪڙو وڏو شهر ڏاڍو آباد ۽ رونق سان نظر آين. اتان جا ماڻهو سڀ صالح ۽ نيڪ بخت زاهد ۽ پرهيز گار هئا. گهڻا ماڻهو اهڙا هئا جي تقويٰ ۽ زهد ۽ پرهيز ۽ رياضت ۽ اخلاق ۾ پيغمبرن جهڙا هئا. حضرت موسيٰ عليہ السلام اتان خوش ٿي هليا ويا. ڪيتري مدت کان پوءِ وري انهيءَ شهر کان لنگهڻ جو اتفاق ٿين ڏٺائون ته اهو سارو شهر غرق ٿي ويو آهي حيرت ۾ اچي الله تعاليٰ کان سبب معلوم ڪرڻ لاءِ دعا گهريائون. حڪم ٿيو ته اي موسيٰ (عليہ السلام) انهيءَ شهر ۾ هڪ نهر وهندي هئي تنهن مان هڪڙي ڏينهن هڪ بي نمازي شخص بوٽ وجهي پاڻي پيتو. انهيءَ جي شامت ۽ بدبختي کان هي ڳوٺ غرق ڪيو ويو. انهيءَ هنڌ پاڻ فرمايائون ته ڏسو ته الله تبارڪ وتعاليٰ رڳو هڪڙي بي نمازي جي بدبختي سان انهيءَ ڳوٺ کي غرق ڪري ڇڏيو. تڏهن انهن ماڻهن جو ڪهڙو حال ٿيندو جن جي هميشہ بي نمازن ۽ بي دينن سان صحبت رهي ٿي. طالب کي گهرجي ته بي نمازن، بي دينن ۽ ناپرهيزگار ماڻهن سان هرگز صحبت ۽ سنگت نہ رکي:

ترا اژدها گربود يار غار      ازان بہ کہ جاهل بود غمگسار

يعني جيڪڏهن ڪنهن نانگ سان دوستي رکين تہ اهو چڱو ٿي جو جاهل کي وجهي دوست ڪرين.

اگر خصم جان تو عاقل بود      بہ ازدوستداري کہ جاهل بود

تنهنجي ساهہ جو ويري جو داناء هجي تہ اهو انهيءَ دوست کان چڱو آهي جيڪو جاهل بي دين هجي.

زجاهل نيايد جز افعال بد      وزو نشنود کس جز اقوال بد

جاهل کان بد ڪمن کانسواءِ ٻيو ڪجهہ نہ ٿيندو ۽ ڪنائس گار گند کانسواءِ ٻي ڪا چڱي ڳالهہ ڪانہ ٻڌبي.

زجاهل گريزنده چون تير باش      نيا ميخته چون شکر شيرباش

جاهل کان ائين ڀڄ جيئن ڪان ڪمان مان نڪري ، باقي کير کنڊ وانگي ان سان مليو وڃين سو نہ ڪج.

**2- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ پاڻ هيڪر لاڙڪاڻي تعلقہ ۾ لٽل هئا ۽ اسين سندن حضور مبارڪ ۾ حاضر هئاسون. ان وقت پاڻ حقيقت

۽ معرفت جا اهڃا ته غيبي اسرار پنهنجي زبان درفشان مان پڌرا پي ڪيائون جو لکڻ ٻڌائڻ جي حد کان ٻاهر هئا. گفتگو هلندي اوچتي سندن زبان مبارڪ تي ماٺ اچي وئي ۽ انهيءَ مهل چوڌاري نظر ڦيرايائون ته هڪڙي شخص ڏانهن ڪري چيو ته سائين منهنجون ميڻهون فلاڻو شخص ڦري ويو آهي خدا لڳ موٽرائي ڏيوم. انهيءَ ساعت پاڻ فرمايائون ته اسانجي زبان تي ماٺ جو اثر انهيءَ پاران هو ڪنهن بزرگ ڪهڙو نه چڱو فرمايو آهي:

**گرهزاران طالبندويک ملول از رسالت بازمي ماند رسول**

يعني جيڪڏهن هزار هجن طالب ۽ هڪڙو هجي ملول ته رسول سڳورو پنهنجي رسالت کان روڪجي ٿو پوي.

(بحر العلوم ۾ فرمائي ٿو ته هت " رسول" مان مراد نائب رسول يعني عارف ڪامل ۽ رسالت مان مراد " اسرار رباني" آهن هزارن استعداد وارن جي وچ ۾ هڪ غير محرم ۽ نااهل ماڻهو هوندو ته به عارف ڪامل اسرارن کي ظاهر نه فرمائيندو. (مترجم عفيے عنہ).

**3- نقل:** پاڻ مخدوم ايوڙي قدس سره کان نقل بيان فرمايائون ته هيڪر مخدوم صاحب جا اهليہ مخدوم صاحب تي ڪاوڙيا ۽ چيائون ته ڏالوءَ کي گهرائي پنهنجو حق خرچ اوهان کان زور سان وٺون ٿا. ڏالو انهيءَ ملڪ ۾ سرڪاري چوڪيدار کي سڏيندا هئا. مخدوم صاحب اها ڳالهه ٻڌي ڏڄي ويو ۽ هڪڙي دوست وٽ جو هڪڙي ديهه ۾ رهندو هو ڀڄي آيو ۽ انهيءَ دوست کي چيائين ته مونکي ڪنهن جاءِ ۾ لڪاءِ چو ته منهنجا اهليہ مون تي ڪاوڙيا آهن ۽ چون ٿا ته ڏالوءَ کي گهرائي زور سان خرچ پرائي وٺنداسون ۽ هي منهنجي لکڻ جي ڳالهه به ڪنهن سان نه ڪجانءِ. هن ويچاري گهڻيون دلداريون ۽ تسليون ڏنيون پر مخدوم صاحب اصل نه مڃيو. نيٺ مخدوم کي هڪ ٻهه جي پلي ۾ ڪٽي لڪايائين ۽ ڪاڏي ويل پاڻ وڃي ڪاڏو ڏهاڙي ڏئي ايندو هوس. هڪڙي ڏينهن پنهنجي پٽ کي ماني ڏنائين ته وڃي مخدوم صاحب کي کاراءِ. هو ماني ڪٺي مخدوم صاحب وٽ آيو. مخدوم صاحب چيس ته تون وڃ ۽ وڃي پيءُ کي هيڏي موڪل. جڏهن هو آيو تڏهن ڪيس ڏوراپو شروع ڪيائين ته مون جو توکي چيو هو ته مونکي لڪاءِ پر ڳالهه ڪنهن سان نه ڪجانءِ ته متان مونکي ڪوئي ڏسي وٺي. هينئر تنهنجو پٽ مونکي ڏسي ويو تنهن ڪري مونکي ڪنهن ٻي جاءِ ۾ لڪاءِ ته متان ڏالو اچي نڪري، هن ويچاري گهڻا ئي ايلاز ۽ دلداري جون ڳالهيون ڪيون پر مخدوم صاحب هڪ به نه ٻڌي. نيٺ چيائينس ته حضرتا هڪڙو ٻيلو آهي جنهن ۾ شينهن ڪانسواءِ ماڻهو ڪو ڪونه رهندو آهي. اتي هلي لڪو

ته اوهان جي مرضي نه ته بي اهڙي جاءِ ڪانهي. مخدوم صاحب چيس ته شينهن ۽ وحشين جانورن جو ڪو ڀؤ ڪونهي هل ته هلون.
اي عزيز! عجب حال ڪاملن جو آهي جو چوپاين ۽ ڦاڙيندڙ جانورن کان نٿا ڊڄن، باقي نالائق ۽ جاهل ۽ ظالم ماڻهو کان پيا ٿا لرزن، جي جانورن کان به بدتر آهن. ڇو ته انهن حيوانن کي ته عارفن ڪاملن جي شناس آهي پر نالائقن جاهلن کي ڪا شناس ڪانه آهي:

**زجاهل گريزنده چون تير باش  نيا ميخته چون شکر شيرباش**
**اگرخصم جان تو عاقل بود  به آزدوستداري که جاهل بود**

(نوٽ: بيتن جو ترجمو اڳين نقل ۾ ٿي چڪو آهي:)

**4- نقل:** خليفو اميد علي نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ فرمايائون ته چئن شخصن سان صحبت سنگت نه ڪرڻ گهرجي. هڪ مجذوب چريو، ٻي زال، ٽيون يار، چوٿون جٽ مجهول ماڻهو.

**5- نقل:** خليفو سارنگ فقير ڪلهوڙو نقل ڪري ٿو پاڻ فرمايائون ته طريقت جي طالبن کان معنوي امانت ٻيو ڪو به ڦورو ڦري نه سگهندو. باقي هڪ ٽڪي جي زال ڦري چٽ ڪري ڇڏيندس.
اي عزيز! سندن انهيءَ فرمودي مبارڪ تي هي حديث شريف شاهد آهي جو فرمايل آهي ته: النساء حبائل الشيطان يعني عورتون شيطان جون رسيون آهن. يعني جيئن ٻيون مڙئي شيون رسيءَ سان ٻڌي سوگهيون ڪبيون آهن تيئن ابليس ملعون به مبتدي طالبن کي عورتن واري رسي سان ٻڌي سوگهو ڪندو آهي. يعني الله سبحانه وتعاليٰ جي طلب کان روڪي ڇڏيندو آهي.

**6- نقل:** خليفو ميان لقمان رحمة الله عليه نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ سيد ميان بچل شاهه کي فرمايائون ته اسين اڄ هڪڙي هنڌان آياسون ته توهان جي نينگر سيد سوڍل شاهه کي ڏٺوسون ته هڪڙي واڻئي سان پٺي ڳالهايائين سو ڪيس جهل ڪجو ته متان ڪا هندن سان دوستيءَ جي ڪا نسبت رکندو هجي پوءِ انهيءَ تي هيءَ آيت شريف تلاوت فرمايائون: ياايهاالذين آمنوا لاتتخذوا عدوي وعدوکم اولياء يعني اي مؤمنو! منهنجن ۽ پنهنجن دشمنن (يعني ڪافرن مشرڪن) کي دوست ڪري نه وٺجو.

فهرست واري صفحي تي هلو

# فصل ڇهون

## امید ۽ خوف جي بيان ۾

**1- نقل:** صاحبزادو والا تبار ميان ابراهيم شاهه قدس سره نقل ٿو فرمائي ته ننڍڙائي واري زماني ۾ اندر حاويلي ۾ ويٺو هوس ۽ صاحبڻ سڳورن جي حضور ۾ قيامت جو ذڪر پئي هليو جنهن جي ٻڌڻ ڪري منهنجي دل تي خوف ۽ هيبت اچي ويئي ۽ روج جو غلبو ٿيو. پوءِ جڏهن پاڻ اڳين نماز ادا ڪري حرم سراءِ ۾ تشريف فرما ٿيا تڏهن خدمت ۾ عرض ڪيم ته حضرتا! اسان کي ڪاري قيامت کان امن ڏيارجو پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته ڪاري قيامت ڪافرن لاءِ آهي اسان لاءِ ڳاڙهي آهي.

**2-نقل:** پاڻ بيان فرمايائون ته امام احمد بن جنبل رضي الله تعاليٰ عنه کي جڏهن سڪرات جو وقت آيو تڏهن غشي جي حالت ۾ لا، لا، يعني اجا نه اجا نه جو لفظ ڪيترا ڀيرا موٽائي موٽائي پيو چيائون حاضرين مجلس کي اچي پئو ورتو متان انهيءَ نفيءَ جي لفظ مان وحدانيت جي نفي مقصود هجيس. ڪجهه مدت ڪانپوءِ جڏهن ڪين افاقو ٿيو. تڏهن ويٺل ماڻهن ڪنائن پڇيو ته انهيءَ نفيءَ جي لفظ جي هر هر چوڻ جو ڪهڙو سبب هو؟ جواب ۾ فرمايائون ته انهيءَ غشيءَ جي حالت ۾ ابليس کي ڏٺم ته ڏوڙ مٽي ۾ وجهيو منهن مٿو پيو پٽي ته هتان ايمان جي سلامتيءَ سان پيو وڃي تنهن ڪري لا،لا، پئي چيوسون، يعني اجا ساهه نه نڪتو آهي پويون ساهه آهي. تنهن ڪري ايمان کسجڻ جو خوف اجا صفا ڪونه ويو آهي.

# باب چوٿون

## هن باب ۾ نو فصل آهن.

# فصلپهريون

## توبهہ ۽ استغفار بابت نقلن ۾.

**1- نقل:** پاڻ فرمايائون تہ جنهن شخص گناهہ ڪيو ۽ وري انهيءَ گناهہ کان نہ پشيمان ٿيو، نڪي توبہ ڪيائين ۽ نڪي انهيءَ گناهہ ڪري کو دل ۾ ڏک ۽ غم ٿيس تہ اهو گناهہ سندس ذمي رهجي وڃي ٿو ۽ جنهن شخص گناهہ کان توبہ ڪئي ۽ تمام گهڻو ڏک ۽ پشيماني ڪيائين تہ الله تعالىٰ جل شانه سندس گناهہ معاف ڪري ڇڏي ٿو، جيئن تہ حديث شريف ۾ آهي تہ : التائب من الذنب كمن لا ذنب له يعني گناهہ کان توبہ ڪندڙ شخص اهڙو آهي، جو ڄڻ تہ گناهہ ڪيوئي ڪونہ هئائين:

**دمي بي حق زدن محض گناه ست بخود مشغول بودن كفر راهہ ست**

يعني هڪ ساعت بہ الله تعالىٰ جي يادگيري کانسواءِ گذارڻ وڏو گناهہ آهي ۽ نفس سان مشغول رهڻ فقيري جي واٽ ۾ ڪفر آهي.

**تراهم دم كشد پندار هستي سوي ظلمت سراي خود پرستي**

يعني توکي تنهنجي هستي جو خيال هر وقت ڇڪيو نفس پرستي جي اونداهہ ۾ پيو اڇلائي (تنهن کان پاڻ کي بچاءِ).

**2- نقل:** پاڻ فرمايائون تہ ڪوبہ ماڻهو گناهہ کان خالي ڪونہ هوندو، پوءِ جڏهن ڪنهن ماڻهو کان گناهہ صادر ٿي وڃي پوءِ کپيس تہ انهيءَ مهل ئي وضو ڪري ۽ بہ رڪعتون نماز ادا ڪري الله تعالىٰ جل شانه جي درگاهہ ۾ تمام وڏي عاجزي ۽ نياز سان عرض ڪري تہ ڏٺي منهنجا آءُ وري پيهر انهيءَ گناهہ جي ويجهو نہ ويندس. جيئن ڏڌل کير وري ٿڻ ۾ نہ ويندو آهي، تيئن آءُ بہ يا عمر انهيءَ گناهہ ڏي نہ موٽندس. پوءِ جيڪڏهن ٻانهو ساري ڄمار پيو گناهہ ڪري ۽ اهڙي توبہ سچائي سان پيو ڪري تہ الله تعالىٰ جل شانه فرمائي ٿو تہ جيڪڏهن ٻانهو اهڙي عاجزي ۽ نياز کان نٿو ٿڪجي تہ آءُ بہ بخشيش کان نٿو ٿڪجان.

**رحمتش راتشنہ ديدم برگناه**

**آب ديده خويش راكر دم پناه**

سندس رحمت کي گناهہ تي اڃايل ڏٺم پوءِ پنهنجن ڳوڙهن جي پاڻي جو اجهو وڃي ورتم.

**بود عين عفو تو عاصي طلب**
**عرصۂ عصيان گرفتم زين سبب**

اي رب العالمين تنهنجي رحمت ۽ عفو جو سڄ گنهگار طلبيندڙ هو. انهيءَ لاءِ مون گناهن جو ميدان وجي ورتم

**چونکہ ستاري تو ديدم کار ساز**
**هم بدست خود دريدم پرده باز**

جڏهن مون تنهنجي ستاري کي ڪم ٻڌائيندڙ ڏٺو. تڏهن پنهنجي هٿ سان ئي پنهنجو پردو ڦاڙي ڇڏيم

**قطره چنداز گناه گرشد پديد**
**درچينن دريا کجا آيد پديد**

منهنجي گناهہ جا جيڪڏهن ڪي ٿي قطرا ظاهر ٿي پيا. تہ تنهنجي اهڙي ڪشادي درياءَ رحمت جي ڪٿ ظاهر ٿي سگهندا.

**3- نقل:** پاڻ فرمايائون تہ الله تعاليٰ جل شانه توبہ ڪندڙ ۽ پشيمان ٿيندڙ ٻانهي تي ڏاڍو راضي ٿو ٿئي ۽ سندس موٽڻ ۽ اطاعت ڪري باري تعاليٰ مٿس اهڙو خوش ٿئي ٿو، جيئن ڪو شخص اٺ تي پنهنجي ڪاڏي پيتي وغيره جو سامان رکيو پيو وڃي ۽ ڪنهن رڻ پٽ ۾ سندس اٺ سامان سوڌو گم ٿي وڃي ۽ هي اٺ تان آسرو لاهي پنهنجي حياتي تان هٿ ڌوئي ويهي ۽ عين اهڙي مايوسي جي وقت ۾ اهو وڃايل اٺ اوچتي ليپي پوي تہ جهڙي طرح اهو شخص فرحت ۽ خوشي انهيءَ مهل حاصل ٿو ڪري. الله تعاليٰ جل شانه بہ اهڙوئي انهيءَ ٻانهي توبہ ڪندڙ کان راضي ۽ خوش ٿئي ٿو.

# فصل ٻيون

## مرشد جي صحبت ۽ الله تعاليٰ جي طالبن متعلق نقلن ۾

1- نقل: هيڪر پاڻ پنهنجي والد شريف يعني حضرت ميان صاحب جن قدس الله تعاليٰ سره الاقدس کان نقل فرمايائون ته حضرت مخدوم صاحب جن قدس الله تعاليٰ سره الاقدس جن جي وصال ڪرڻ کانپوءِ دل ۾ خيال آيو ته ڪنهن ڪامل جي صحبت ۾ وڃي مستفيد ٿيون. اهو خيال ڪري درازن ۾ حقائق آگاهه ميان صاحبڏني فاروقي عليہ الرحمة وٽ اچي ملاقي ٿياسون، گهڙي ڪن ويهڻ بعد ڪنان پڇوسون ته جيڪڏهن ڪو طالب خدا تعاليٰ جي طالب وٽ اچي ته ڇا ڪرڻ گهرجيس؟ هن بزرگ جواب ڏنو ته دل حاضر ڪري. اسان وري پڇو ته جي ڪنهن کي دل ئي نه هجي ته پوءِ ڇا ڪري؟ انهيءَ جو ڪو جواب ڪونه ڏنائون. پوءِ اتان موڪلائي ڪوٽڙي ۾ وياسون، اتي هڪڙي عورت ڪامل مگر مجذوبہ هئي، ڪيترا ٻار سندس ڪڍ پٿر هڻندا ڊوڙندا پيا ويا ۽ ان عورت کين گاريون پي ڏنيون. اسين سندس چوڻ آکڻ مان فال وٺڻ لاءِ منتظر ٿي ويهي رهياسون، تان ته سج گهٽو چڙهي آيو. جڏهن ڇوڪرا پنهنجن خيالن سان ويا هليا، تڏهن انهي مجذوبہ اسان ڏانهن نهاري هڪ پٿر ڪٽي اسان کي هنيو ۽ چيائين ته:

**اي پهاج ! رڃ پيتو ائي اڃا ٿي اتي ڪڙي ڇنديں.**

انهيءَ ٻڌڻ سان اسان جي دل کي تسڪين ۽ آرام حاصل ٿي ويو ۽ ان کانپوءِ ڪنهن بہ مشائخ جي صحبت ڪانہ ڪئي سون ۽ هيڏي هوڏي وڃڻ جي سڌ اسان جي دل مان نڪري وئي.

2- نقل: هيڪر پاڻ حضرت ميان صاحب جن قدس الله سره الاقدس کان نقل بيان فرمايائون ته هڪڙو نانڪ شاهي هندو فقير حضرت مخدوم صاحب جن قدس الله تعاليٰ سره جي خدمت ۾ ڪڏهن ڪڏهن ايندو هو پوءِ جڏهن حضرت مخدوم صاحب جن هن دنيا فاني مان جاوداني جهان ڏي انتقال فرمائي ويا تڏهن ڳچ مدت کانپوءِ هڪڙي ڏينهن انهيءَ هندو فقير جي صحبت لاءِ وٽس وياسون. اسان سان ٻيو هڪ فقير بہ ساڻ هو. جڏهن سندس جاءِ تي پهتاسون ڏٺو سون ته انهيءَ فقير جو هڪڙو مريد لئي جون ٽوڪريون وينو ناهي اسان جي فقير همراهي کيس چيو ته واهه جون سٺيون ۽ عمديون ٽوڪريون پيو جوڙين ! تڏهن انهيءَ فقير جواب ڏنو " هي کيل (مهتي) ٻڌرجو آهي" يعني پنهنجي گروءَ ڏي اشارو ڪيائين ته هي بہ اتان آهي. اسان چيو ته ديگ مان هڪ داڻو چکيوسون ۽

ديگ جي سموري ماهيت سمجهي ۽ وياسون معلوم ٿيو تہ انهيءَ نانڪشاهي فقير جو مريد فنافي الشيخ ۾ آهي. پوءِ جڏهن انهيءَ فقير نانڪشاهي وٽ پهتاسون تہ اسان کان ڊڄڻ لڳو اسان چيس تہ اي يار اسان کان ڊڄ نہ، نڪي ڀڄ، اسان تنهنجي صحبت لاءِ آيا آهيون نہ ٻئي ڪنهن ڪم لاءِ چو تہ اسان اوهان ڪي حضرت مخدوم صاحب جن قدس سره جي خدمت ۾ ڪڏهن ڪڏهن ڏسندا هئاسون، انهيءَ ڪري تنهنجي صحبت لاءِ آياسون. تڏهن چيائين تہ ڀلا هن فقير کي ڇنو تہ ٻاهر وڃي. جڏهن ويو تڏهن اسان کي انهيءَ جاءِ جي هڪ ڪنڊ ۾ وٺي ويو. جتي نماز جي جاءِ تيار ڪيل هئي پوءِ اتي مصلو وجهي الله تعاليٰ جل شانه جون ڳالهيون ڪيون سون. ۽ سندس سمورو گفتگو قرآن شريف کانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ اسانجي ڪن تي ڪونہ پهتو. جيڪي بہ ٻي ڳالهايائين سو سڀ نص قرآن شريف ۽ حديث پاڪ مان هو.

3-نقل: هيڪر پاڻ فرمايائون تہ جيڪو طالب پنهنجي مرشد جي صحبت ۽ حضور ۾ حاضر ٿو رهي تہ روز بروز هڪ تر جيتري صفائي سندس دل ۾ حاضر ٿيندي ويندي ۽ تر جيتري ڪارنهن سندس دل تان لهندي ويندي. تنهن ڪري سندس صحبت کان جدائي اصل نہ گهرجي. ۽ جي صحبت ميسر نہ هجي تہ پوءِ ڏهاڙي اڍائي ايمن جيتري پنهنجي مرشد جي ملفوظات مان پڙهي يا ٻڌي تہ پوءِ پڙهندڙ خواهہ ٻڌندڙ جي دل تي ترجيتري ڪارنهن جاءِ نہ وٺندي پر تر جيتري صفائي جو حاصل ٿيڻ مرشد جي صحبت کانسواءِ محال آهي.

**يک زمانه صحبتي با اوليا بهتراز صد سال طاعت بي ريا**

يعني اوليائن سڳورن سان رڳو هڪ گهڙي ويهي صحبت ڪرڻ سون ورهن جي بي ريا عبادت کان بہ وڌيڪ فائدي واري آهي.

4- نقل: هيڪر پاڻ طالبن جي پاڻ ۾ صحبت ڪرڻ بابت مثال بيان فرمايائون تہ جيڪڏهن ڪاني باهہ ۾ ٻاربي تہ سڙي ٽانڊو ٿي پوندي ۽ اهو ٽانڊو ٿوري دير ڪانپوءِ ڪيري يعني ڦلهار ٿي رهندو. ۽ جي انهيءَ ٽانڊي سان ٻيون سڪيون آليون ڪانيون ۽ ڪک ڪهجر ملائي ٻاربس تہ سيني کي باهہ وٺي ويندي ۽ الا اتي پوندا جنهن سان عام توڙي خاص کي نفعو پهچي سگهندو اهڙي طرح جيڪڏهن طالب هيڪلو بنا صحبت جي رهندو تہ انهي اڪيلي ٽانڊي وانگر وسامي ويندو ۽ جيڪڏهن گهڻن طالبن ۽ دوستن سان گڏجي صحبت ڪندو تہ الله تعاليٰ جي محبت واري باهہ دل جي چلهي ۾ الا اٿاري ڇڏيندي.

**آتش عشق ارنسوزد نيستان، وهم غير در زمين، دل نرويد سبزه گلزار يار**

يعني جيڪڏهن عشق جي باهہ سان غير جي وهم وارا پوڙا ساڙي نہ ڇڏبا تہ پو

دل واري ٻنيءَ ۾ دوست جي باغ واري ساول ڪٿي پيدا ٿي سگھندي؟

**5- نقل:** جامع ملفوظات قدس سره نقل ڪري ٿو ته جڏهن آءُ سندن خدمت بابرڪت ۾ درگاهه مبارڪ تي رهندو هوس تڏهن ڏسندو هوم ته جڏهن فقيرن جون جماعتون ڪيترن طرفن کان خدمت شريف ۾ مشرف ٿينديون هيون تڏهن انهن جي ڏسڻ سان ڏاڍو مٺي شوق ۽ ذوق غالب ٿيندو هو ۽ منهن مبارڪ ڳاڙهو رتي ورن ٿي ويندو هون ۽ فقيرن تي وجد ۽ جوش ۽ روح پنهنجي ويندو هو پاڻ انهيءَ وقت هي بيت سنڌي فرمائيندا هئا:

**يلي ڪئي پونرن جي واس وٺڻ آئيا**
**تني ڪي ڪونئرن (1) ڏنا هنڌ هيانو ۾**

---

**صحبت ايشيان خاک را اکسير کرد**
**لطف شان بر هردلي تاثير کرد**

يعني سندن صحبت مٽي کي سون ڪري ڇڏيو ۽ سندن مهرباني سڀني دلين تي اثر ڪري وئي.

**6- نقل:** پاڻ فرمائيندا هئا ته طالب کي پنهنجي مرشد جي صحبت لازم ڪري وٺڻ گهرجي، بنا ضرورت جي هڪ گهڙي به ان کان جدا نه ٿئي ۽ آمرد (ڇوڪرن) ۽ زالن ۽ نااهلن جي صحبت کان ائين بچي جيئن شيطان کان ۽ نفس پليت کان، جيڪو انسان جو وڏو گهر جو ويري آهي. پڻ فرمائيندا هئا ته زالن جي گهڻي صحبت ڪرڻ سان دل ڪاري ٿي ويندي آهي:

**صحبت صالح ترا صالح کند صحبت طالح ترا طالح کند**

**7-نقل:** پاڻ فرمايائون ته اهل الله جي صحبت وقتي نقد يعني يڪدم فائدو پهچائيندڙ آهي ۽ اهل ظاهر جي صحبت رڪت جي مثال آهي. مطلب ته ڪاملن جي صحبت مان هن جهان ۾ ئي ذوق شوق ۽ ساهه جي فرحت حاصل ٿئي ٿي، جيئن ته حديث شريف ۾ انهيءَ ڏانهن اشارو آيل آهي **"لايشقيٰ جليسهم"** يعني سندن صحبتي بدبخت ۽ بي نصيب نه رهندو۽ اهل ظاهر جي صحبت رڪت جي مثال هن طرح آهي جو جيڪو سندن صحبت ۾ داخل ٿيندو تنهن کي رڳو وعظ نصيحت ۽ وعدا وعيد آخرت جا ٻڌائيندا باقي ذوشوق ۽ دل جو اطمينان پاڻ وٽ ئي ڪونه هوندن ته ٻئي کي ڪٿان ڏيندا؟ انهيءَ جاءِ تي شهيد عشق مخدوم ميان عبدالرحيم فقير مگرئي قدس سره کهڙو نه چڱو چيو آهي:

**هي روادار رکت جا هو هتان هٿ گهرن**



(1) گلن

مولانا رومي قدس سره فرمايو آهي ته:

**هرکہ خواهد همنشيني باخدا گو نشيند در حضور اوليا**
**هرکہ شد دور از حضور اولياء، در حقيقت گشت او دور از خدا**

يعني جيڪو شخص چوي ته الله تعاليٰ جل شانه جي حضور ۾ ويهان ته انکي اوليائن سڳورن جي حضور ۾ ويهڻ گهرجي پر جيڪو شخص اوليائن ڪرامن جي حضور کان پري ٿيو ته اهو حقيقت ۾ پنهنجي رب پاڪ جي حضور کان پري ٿيو.

**8- نقل:** عبدالله فقير ڪور واهي (ڪور واهہ ڪالهي جي ڏيهن مان هڪ ڏيهہ آهي) نقل ڪري ٿو ته هيڪر فقيرن مان ڪنهن شخص حضور جن جي خدمت ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! مخدوم ميان بهاءُ الدين قدس الله تعاليٰ سره الاقدس جا مريد جڏهن پنهنجي مرشد جي زيارت لاءِ ويندا آهن تڏهن پنهنجي پير جي حضور ۾ رڳو ٽي ڏينهن ترسي پوئتي موٽندا آهن ته مرشد جي حضور ۾ زياده ٽڪڻ بي ادبي آهي. پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته ادا حضور جي بي ادبي پر پنائي جي ادب کان وڏيڪ چڱي آهي. ڇو ته مرشد جي حضور جي برڪت سان انهيءَ بي ادب مريد کي الله تعاليٰ جل شانه نيٺ پورو ادب نصيب ڪري ڇڏيندو:

**حلقہ در گر کج بود بهتر بود راست در بي حلقہ هم کهتر بود**

يعني در جو ڪڙو توڙي ڏنگو هوندو آهي ته بہ چڱو آهي دروازو توڙي سڌو آهي ته بہ ڏنگي ڪڙي کانسواءِ ڪجهہ بہ فائدو نہ ڏيندو.

**9- نقل:** هيڪر پاڻ بيان فرمايائون ته بي بي رابعہ بصري رحمة الله عليها کان انوقت جي بزرگن هيڪر، پڇو ته توهين الله تعاليٰ جل شانه جو رضامندو ۽ ناراضپو ڪهڙي طرح سمجهندا آهيو؟ بي بي صاحبہ جواب ڏنو ته جڏهن الله تبارڪ وتعاليٰ جا ڪي دوست بنا سڏ جي منهنجي گهر ۾ ايندا آهن تڏهن سمجهندي آهيان ته الله تعاليٰ جل شانہ اسان تي راضي ٿيو آهي ۽ جڏهن پاسو ڪري ويندا آهن ۽ سلام موڪليندا آهن تڏهن سمجهندي آهيان ته اڄ الله تعاليٰ جلشانه مون تي راضي نہ آهي.

**10- نقل:** ناقل جامع ملفوظات رحمة الله عليہ ته هيڪر پاڻ شڪارپور ۾ تشريف فرمائي هئائون. اتفاق سان اتي شڪارپور ۾ پٽ جا بزرگ صاحب بہ ڪن سائلن جي ڪم ڪار سان شڪارپور جي حاڪم وٽ لٿل هئا. پاڻ فرمايائون ته اسانکي حضرت ميان صاحب جن قدس الله تعاليٰ سره الاقدس جي وصيت فرمايل آهي. ته بزرگن سان صحبت ڪندا ڪيو ۽ انهن کان دعا گهرندا رهجو، انهيءَ ڪري هن کان اڳ بہ اسين ٻتي ڀيرا انهن بزرگن جي ملاقات لاءِ پٽ ۾ ويا آهيون. هينئر بہ سندن ملاقات ڪندا سون. اهو خيال ڪرڻ سان پاڻ بزرگ

سان اچي ملاقي ٿيا ۽ پنهنجي ذات شريف ۽ اولاد مبارڪ ۽ جماعت فقراء جي لاءِ ڪنان دعا طلبيائون، جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ مون پنهنجي لاءِ حضرت مرشد ڪريم جي وسيلي سان بزرگ صاحب کان دعا گهرائي بزرگ صاحب سيني لاءِ دعا فرمائي. انهيءَ بزرگ جي تصرفات مان هڪڙو هي بہ هو تہ بزرگ صاحب کي چيلهہ جو سور اهڙو هوندو هو جو ٻي ماڻهو جي ٽيڪ کانسواءِ اٿي نہ سگهندا هئا. مگر نماز پڙهڻ وقت رڳو پهرين رڪعت ۾، سو ماڻهو اٿاري بيهاريندو هون. باقي ٻي سموري نماز ۾ اٿڻ بيهڻ لاءِ ٻي ڪنهن جو احتياج نہ رهندو هون. پاڻهي اٿندا ۽ نماز ادا ڪندا هئا.

**11- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ هڪڙي شخص ڪبوترن ڦاسائڻ لاءِ ڪنهن هنڌ ڄبي اڇي اڏي پوءِ جڏهن ڪبوتر گهڻا اچي گڏ ٿيا ۽ خيال ڪيائون تہ ڄبي واري جاءِ تان داڻا چڳيون تڏهن انهن مان هڪڙو سياڻو ڪبوتر هو تنهن ٻين ڪبوترن کي جهليو تہ ادا! اتان داڻا نہ چڳجو! ڇو تہ انهن داڻن ۾ مون کي خلل ٿو نظر اچي، پر هنن ڪبوترن سندس چيو نہ مڃيو. ۽ وڃي اتي چڳڻ ويٺا. انهيءَ ڪبوتر جڏهن ڏٺو تہ منهنجو چيو نہ ورتائون تڏهن پاڻ بہ لاچار انهن سان موافقت ڪيائين. اجا ٿوري دير نہ گذري تہ ڄبي مٿان وري وين ۽ سيئي ڪبوتر ڦٿڪڻ ۽ هر طرف ڪنيڙا تيون هڻڻ لڳا پر ڪوبہ فائدو ڪونہ ٿين. تڏهن انهيءَ سياڻي ڪبوتر ٻين کي چيو تہ مون اوهان کي اڳ بہ داڻن چڳڻ کان جهليو هو پر نہ مڙيؤ، هينئر تہ منهنجي صلاح وٺو تہ وري بہ هتان ڇوٽڪارو حاصل ڪري وڃهون. اچو تہ سيئي مڙئي هن ڄبي جي هڪڙي پاسي کان ڪنپ هڻون تہ اميد آهي تہ ڄبي کي مٿي اچلائي وڃهنداسون ۽ هن قيد کان ڇٽي پونداسون جي نہ تہ ائين هڪ ٻئي پيا ڦٿڪنداسون تہ ڪوبہ فائدو نہ ٿيندو، اها صلاح ڪبوترن کي پسند آئي ۽ سيني گڏجي وٺي هڪ پاسي ڪنپ اڇليا تہ ڄبي ڪڇي وٺي ۽ سيئي ڪبوتر صحيح سلامت نڪري ويا، اهو بيان ٻڌائي پاڻ فرمايائون تہ طالبن کي بہ انهن ڪبوترن وانگر پاڻ ۾ متفق ۽ يڪدل ٿي الله تعاليٰ جلشانہ سان مشغول ٿيڻ گهرجي تہ دنيا ۽ سندس خيالن جي ڄبي کان آزادي حاصل ٿي وينڌن. جيئن ڪنهن بزرگ فرمايو آهي تہ: **دودل يڪ شوند بشڪنند ڪوه را** يعني بہ دليون اتفاق ڪري هڪ ٿين تہ جبل کي بہ ٽوڙي ڦٽي ڪن.

**12-نقل:** پاڻ نقل بيان فرمايائون تہ جڏهن نانگ هڪ ٻي سان ملاقي ٿيندا آهن تڏهن پنهنجون زبانون واتن کان ٻاهر ڪڍي ڦيرائيندا آهن.

اي عزيز! نانگن مان حضرت مرشد مربي جي مراد، الله تعاليٰ جل شانہ جا طالب آهن جي دنيا وما فيها کي ترڪ ڪري نانگ وانگر خالي هٿين وتن

گهمندا، پوءِ جڏهن پاڻ ۾ هڪ ٻي سان ملاقي ٿيندا ته پنهنجون زبانون قال الله تعاليٰ ۽ قال الرسول صلي الله عليه وآله وسلم سان چوريندا، يعني الله سبحانه وتعاليٰ جون ڳالهيون ڪندا آهن انهيءَ مثال تي پاڻ نقل فرمائيندا هئا ته ڪو بزرگ ٻئي ڪنهن بزرگ وٽ ملاقات واسطي ويو ۽ انهيءَ صاحب دعوت بزرگ ويچاري وٽ هڙ ۾ رڳو هڪ پيسو هو پيو خير! اهو پيسو مهمان وٽ ڪٿي آيو ۽ چيائين ته هن پيسي مان جيڪي فرمايو ته وٺي اچان. مهمان بزرگ چيس ته انهيءَ هڪ پيسي مان ڇا اٿيندين؟ پيو ڪجهه نه آڻ باقي ڪوڙو تيل وٺي آءُ ته رات ڏيئو ٻاري پاڻ ۾ ويهي صحبت ڪريون ۽ بزرگن جي ڳالهين ۾ رات گذاريون پوءِ اهڙي طرح ڪري رات گذاريائون.

**13- نقل:** هيڪر پاڻ قلات جي سفر تي تيار ٿي اسريا ته انهيءَ وچ ۾ ميان بهادر فقير ڪوڪر، خليفي محمد ناهيي ۽ سهراب فقير وساڻ ڪي دعوت جي لاءِ سائين جن ڏانهن موڪليو ۽ هڪ خط به ڪين هن مضمون جو لکي ڏنو هئائين ته " جيڪڏهن حضور جن تشريف نه فرمائيندا ۽ هن ٻانهي ڪي طريقه عاليه ۾ داخل نه ڪندا ۽ تقدير ٻانهو فوت ٿي ويو ته پوءِ هن نياز مند جو حق سائين جن جي ذمي رهندو"

مٿيان ٻئي خليفا حضرت مرشد مربي جن ڪي شڪارپور ۾ اچي مليا ۽ دعوت ڪري سمورا احوال عرض ڪيائون. پاڻ انهي سبب ڪري قلات جي روانگي جو ارادو موقوف ڪري موٽي لاڙ ڏانهن متوجه ٿيا. پوءِ جڏهن مير الهيار ٽالپر جي ٽنڊي ۾ تشريف فرماٿيا، تڏهن جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته آئون به قدمبوسي ڪان مشرف ٿيس، ميان احمد خان خليفه ميان سلطان فقير جو ننڍو ڀاءُ ۽ حضور جن وٽ تمام معزز ۽ اهڙو مقرب هو جو ٻيو ڪوبه سندن قرب ۾ ان جي مٽ ڪونه هو. جڏهن اسين ٻئي سندن خدمت ۾ حاضر ٿياسون تڏهن پاڻ کو ڪتاب ويٺي پڙهيائون پوءِ پاڻ فقير احمد خان ڪي خطاب ڪري زبان فيض ترجمان سان فرمايائون ته جيڪڏهن هڪڙي طرف ٻارهن هزارن جو نفعو هجي ۽ ٻي طرف ڪنهن ڪامل جي صحبت جي هڪڙي ساعت هجي ته انهن ٻارهن هزارن ڪان اها هڪ گهڙي گهڻو افضل ۽ اعليٰ آهي:

**يک زمانه صحبت با اوليا بهتر از صد سال بودن در تقا**

هڪڙي گهڙي اوليا ڪرام جي صحبت ۾ رهڻ سو سال پرهيزگاري ۾ رهڻ ڪان وڏيڪ مفيد آهي.

**هرکه خواهد همنشيني باخدا گونشيند در حضور اوليا**

جي ڪنهن ڪي الله تعاليٰ جلشانه جي حضور ۾ ويهڻ جي خواهش هجي ته ولين جي حضور ۾ ويهڻ ڪپيس.

**جامہ شوئي گر بخواهي اي فلان رومگردان ازدکان گاذران**

اي فلاڻا جي ڪپڙن جي ڌوپ گهرجئي ته ڌوٻين جي دوڪانن کان منهن نه موڙ.

**14- نقل:** پاڻ فرمايائون ته حضرت ناصرالدين خواجہ عبيدالله احرار قدس الله تعاليٰ سره فرمايو آهي ته نماز جي وقت جي قضا آهي باقي صحبت جي وقت لاءِ قضا ڪانه آهي. ساڳي بزرگ قدس سره هيڪر پنهنجن مريدن کي فرمايو ته

يارو! جمعي جي ڏينهن ۾ هڪڙي قبوليت جي ساعت آهي جو ان ۾ جيڪا دعا گهربي سا قبول پوندي پوءِ جيڪڏهن توهان مان ڪنهن کي اها ساعت هٿ اچي ته جيڪر الله تبارڪ وتعاليٰ کان ڇا گهرو؟ سيڪو شخص پنهنجي دل جي خواهش ٻڌائي ويو. خواجہ صاحب قدس سره فرمايو ته جي اها ساعت اسانکي الله تعاليٰ جل شانه، ميسر ڪري ته اسين هوند هي دعا گهرون ته اي خداوند ڪريم! اسان کي جمعيت وارن جي صحبت حاصل ڪراءِ.

**15- نقل:** محمد ذاڪر فقير رهندڙ ٽنڊي قيصر فقير نظاماڻي جو نقل ڪري ٿو ته ترڪ واري حالت جي ابتدائي وقت ۾ فقيرن کي پاڻ ۾ اهڙي محبت ۽ دوستي هئي جو هيڪر حقائق آگاهہ خليفي ميان الهرڪيي قدس سره کي دعوت ڪئي هئي سون. ساڻن جماعت بہ تمام گهڻي همراهہ هئي، پوءِ جڏهن رات ٿي تڏهن هڪڙي سوڙهي حجري ۾ اچي سمهيا، پر جماعت جي زيادتي ڪري اڌ فقراءَ اڌ رات تائين ٻين فقيرن جي پيرن تي مٿو رکي سمهيا ۽ اڌ رات کان پوءِ ٻوبن فقيرن پهرين فقيرن جي مٿن تي لتون رکي رات گذاري.

اي عزيز! طالبن کي مٿين فقيرن وانگر هميشہ پاڻ ۾ پريت ۽ دوستي سان رهڻ گهرجي، ڇو ته الله تعاليٰ جل شانه اصحابن سڳورن کي بہ اهوئي حڪم فرمايو آهي جو سندن وصف آهي ته "اشداءُ علي الڪفار رحماءُ بينهم" يعني ڪافرن جي مٿان نهايت سخت ۽ درشت ۽ پاڻ ۾ نهايت رحم ۽ پريت وارا آهن تنهن ڪري طالبن کي پاڻ ۾ ضرور محبت ۽ دوستي سان صحبت ڪرڻ گهرجي ڇو ته هيڪلي ذڪر فڪر کان، صحبت سان تمام زياده ترقي حاصل ٿيندي آهي. مولانا جامي فرمايو آهي ته:

**نہ تنها عشق ازديدار خيزد بساڪين دولت از گفتار خيزد**

يعني عشق نہ رڳو ڏسڻ مان ٿيندو آهي بلڪ اها دولت گهڻو ڪري ڳالهائڻ ۽ ٻولهائڻ مان بہ حاصل ٿيندي.

16-نقل: پاڻ فرمايائون ته حضرت سرور ڪائنات سيد المرسلين صلي الله عليہ وآله وسلم جي زماني مبارڪ ۽ اصحابن سڳورن جي وقت شريف ۾ رڳي صحبت هوندي هئي ۽ صحبت کان سواءِ بيو ذڪر فڪر (موجوده صورت سان) ڪونہ هو. پاڻ

فرمايائون ته اسان جي طريقي ۾ به صحبت آهي:

**صحبت صالح ترا صالح کند صحبت طالح ترا طالح کند**

يعني صالحن جي صحبت توکي صالح ڪندي ۽ بدبختن جي صحبت توکي بدبخت ڪندي.

**صحبت ايشان خاک را اکسير کرد**
**لطف شان برهر دلي تاثير کرد**

ولين سڳورن جي صحبت مٽيءَ کي به سون ڪري ڇڏيو ۽ سندن مهرباني سڀ ڪنهن دل تي اثر ڪري ويئي.

**17- نقل:** پاڻ فرمايائون ته هيڪر ڳوٺ احمد پور ۾ ڪنهن سانگي سان وياسون، اتي هڪڙو بزرگ هو، سو تنهن سان ملاقات جو اتفاق ٿيو. انهيءَ بزرگ توحيد جون تمام گهڻيون ڳالهيون بيان ڪري ٻڌايون جن جي ٻڌڻ ڪري اهڙو شوق ذوق حاصل ٿيو جو ڪجهه وقت اتي لڳي ويو سون، پوءِ جڏهن اتان موٽي حضرت ميان صاحب جن قدس سره جي حضور پر نور ۾ آياسون تڏهن پاڻ پڇيا ڪيائون ته اي بابا ايتري دير ڪٿي وڃي لاتو؟ عرض ڪيم ته حضرت فلاڻي بزرگ سان صحبت جو اتفاق ٿي ويو جنهن توحيد بابت ڏاڍيون ڳالهيون ٻڌايون جن جي ٻڌڻ سان دل کي ذوق شوق پئي حاصل ٿيو تنهن ڪري اتي دير لڳي وئي، پاڻ گهڙي کن ماٺ ڪري پوءِ فرمايائون ته اي بابا! بزرگ چڱو آهي پر انهن کي رڳو قال آهي حال کان خالي آهن. صحبت ڪنهن صاحبدل سان ڪرڻ گهرجي.

**18- نقل:** خليفو ميان لقمان رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ درياءَ جي پار ديهه خجڪ جي سفر تان ٿي درگاهه مبارڪ ڏانهن موٽيا هئا. آئون به سندن خدمت ۾ آڏو وڃي سندن زيارت کان مشرف ٿيس، ۽ ساڻن گڏجي موٽياسون، منهنجي هميشه کان عادت هوندي هئي ته رات جو سندن خدمت بابرڪت ۾ اچي ويهندو ۽ رهندو هوس. پر انهيءَ ڏينهن فقيرن جي جماعت تمام گهڻي گڏ ٿيل هئي ۽ جاءِ به ذرا سوڙهي هئي. جنهن ڪري جاءِ رهڻ لاءِ ميسر نه ٿي سگهي ۽ خليفي ميان اميد علي جي چوڻ موجب هڪڙي علاحدي جاءِ ۾ وڃي اوطاقي ٿيس. پر جڏهن ته هن مسڪين جي طبيعت انهي محبوب ڪريم مرشد مربي جي مهربانين جي هريل هئي. تنهن ڪري سندن صحبت کان جدا پوڻ ڪري جيئن مڇي ڪوسي واريءَ تي ڦٿڪندي ۽ ڪٽڪ ديڳ ۾ ٽچڪندي آهي تيئن منهن جي طبيعت کي به پريشاني ۽ بيقراري وني وئي. نيٺ انهيءَ جوش کان اٿي، حضور جن جي مجلس ۾ آيس، ڏٺم ته ساري مجلس ماٿهن سان پري پئي آهي ۽ سندن منهن مبارڪ ڏسڻ لاءِ کي ماٿو هڪ ٻي تي ويٺا آهن، ۽ ڪي اپي پيرين

بيٺا آهن، لنگھڻ جي جاءِ بلڪل ڪانہ آهي. پر پوءِ جيئن تيئن ڪري ماڻهن جي وچان ڪرندو اٿندو اڳتي لنگهي صاحبزادي ميان محمد عطا جي پوئتان گوڏو هڻي اچي ويٺس انهيءَ مهل فقيرن مولود پڙهڻ چيا. پاڻ مونکي سامهون ڏسي فرمايائون تہ هي مولودي توهان جي جماعت مان آهن؟ مون عرض ڪيو تہ حضرتا آءٌ ڪير آهيان. هن سموري موجودات جي ذرڙن ڪي سائين جن جي حقيقت واري سج جي شعاع وجود ۾ آندو آهي ۽ پنهنجي عشق ۽ محبت ۾ نچندڙ ڪري ڇڏيا آهن. هي عاجز بہ درگاهہ جو هڪ گولو آهي. پاڻ مرڪي فرمايائون تہ تنهنجي ۽ اسانجي وچ ۾ ڪو فرق ڪونهي. مڙئي احديت جو اتحاد آهي. مون جڏهن حضور جن کي خوش ۽ فرحت وارو ڏٺو تڏهن پنهنجو احوال عرض ڪيم تہ حضرتا ماڻهو اسانکي طعنو ٿا هڻن ۽ چون ٿا تہ ظاهري نہ ڏسڻ ڪان جا توهان کي بيقراري ٿئي ٿي سا بہ توهانجي گهٽتائي ۽ نقصان جي نشاني آهي. ڇو تہ ان مان ثابت ٿئي ٿو تہ اوهان صورتن جا مقيد آهيو ۽ معنيٰ تائين پهتل نہ آهيو. انهيءَ ڳالهہ تي دليل هي ٿا ڏين ڏسو تہ حضرت اويس قرني رضي الله تعاليٰ عنہ حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ظاهري رويت ڪان مشرف نہ ٿيو، تہ بہ ڪماليت کي پهتل هو. اهو ٻڌي پاڻ فرمايائون تہ حضرت اويس قرني رضي الله تعاليٰ عنہ پنهنجي والده جي حقن ادا ڪرڻ ۾ پابند هو. پر ڏسو تہ حضرت اويس قرني رضي الله تعاليٰ عنہ ڪڏهن بہ حضرت ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي صحبت ۾ ڪونہ آيو هو ۽ حضرت ابابڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنہ وري ڪڏهن بہ سندن صحبت ڪان پري نہ ٿيو هو پوءِ انهن ٻنهي مان اوهان ڪنهن جو وڏو مرتبو ۽ ڪمال عالي ٿا سمجهو؟ عرض ڪيم تہ حضرتا! ابوبڪر صديق رضي الله عنہ کي حضرت اويس قرنيءَ تي وڏي فضيلت آهي. پاڻ فرمايائون تہ انهي فضيلت جو سبب اها صحبت شريف تہ آهي.

**19- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ حديث شريف ۾ آيل آهي تہ مؤمن دوزخ جي مٿان پلصراط تان قيامت جي ڏينهن اچي لنگهندا تڏهن دوزخ فرياد ڪندو تہ رح رح يا مؤمن ! ان نورڪ ليطفي ناري ! يعني اي مؤمن جلد لنگهي وڃ، ڇو تہ تنهنجو نور منهنجي باهہ اجهايو ٿو وجهي! پوءِ پاڻ فرمايائون تہ دنيا وارن جا خيالات بہ دوزخ جي مثال آهن. پوءِ جڏهن ڪنهن اهل ڪمال جي صحبت ۾ ٿا اچن، تڏهن سندن واهيات خيالن وارو دوزخ ڪمال وارن جي صحبت واري نور سان اجهامي ٿو وڃي. جيئن تہ اهڙن ڪماليت وارن جي لاءِ حديث شريف ۾ فضيلت بيان ٿيل آهي تہ: اذا رؤواذڪر الله" يعني سندن ڏسڻ سان الله تعاليٰ جلشانہ ياد ايندو آهي.

**20- نقل:** ناقل جامع ملفوظات رحمة الله عليہ تہ هيڪر پاڻ لاڙ جو سفر ڪندي پرڳڻي ولاسي ديہ جهان خان تالپر ۾ تشريف فرمائيا هئا ۽ هي عاجز بہ خدمت بابرڪت ۾ حاضر هو تہ هڪڙو هندو فقير ڏرمر داس نالي جو انهيءَ ديہ جو رهاڪو هو، سائين جن جي قدمبوسي لاءِ حضور ۾ آيو. پاڻ ڪجھ وقت تائين ساڻس ڳالهيون ٻولهيون ڪيائون فقير ڪي بيت هندي ٻولي ۾ تصوف جي باري ۾ چيا. سي پاڻ پسند ڪري ان ڪان لکرائي ورتائون. پوءِ ان فقير چيو تہ سائين هڪڙو وڻ دجلي درياءَ جي يڪ سان آهي. انهيءَ وڻ ۾ گل آهن ۽ اهو وڻ درياءَ جي پاڻي سان ڏاڍو تازو ۽ سيراب آهي. تہ وري سندس گل بہ اهڙائي تازا ۽ خوشنما آهن. پوءِ جيڪڏهن انهيءَ وڻ مان ڪو گل ميوي ٿيڻ ڪان اڳ درياءَ دجلي ۾ ڪري ٿو پوي تہ اهو گل گندو ٿي پوي ٿو ۽ بدبوءِ ٿو پيدا ڪري. پوءِ چيائين تہ وڻ مان مراد آهي مرشد ۽ گل مان مراد آهي مريد! جيڪو مرشد جي رابطي سان ڳنڍيل آهي ۽ انهيءَ وڻ جي هيٺان ذات پاڪ جي احديت جو درياءَ پيو وهي. ۽ پوءِ جيڪڏهن طالب ڪماليت ۽ پڪائي ڪان اڳ مرشد جو رابطو ڇني اڳتي پير رکندو تہ انهيءَ گل وانگر ڪنو ٿي پوندو.

**21- نقل:** صاحبزادو ميان جمال شاهہ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ فرمايائون تہ مرشد مڪرم حضرت ميان صاحب جن قدس الله تعاليٰ سره الاقدس ديهہ مزار جي جي ۾ تشريف فرما ٿيا هئا. حقائق آگاهہ بزرگ ميان عبدالرحمان ڏاڪي ۾ ويٺل هو. تنهن جو سندن اچڻ جي خبر ٻڌي سو اعتڪاف ڪي ڀيڄي اچي حضور ۾ مشرف ٿيو. بزرگ جي خطابين بزرگ ڪان پڇيو تہ سائين زيارت جي لاءِ اعتڪاف ڪي ڀيڄي ٻاهر نڪرڻ جو ڪهڙو سبب آهي؟ جواب ۾ فرمايائون تہ اعتڪاف جي لاءِ قضا آهي پر صحبت جو وقت قضا ٿي نہ سگهندو ڇو تہ اهو وقت ويو تہ وري هٿ نہ اچڻو آهي. پوءِ هي بيت پڙهيائون:

**صحبت سهرين جي هي پڻ وڏي هاج    قضا ٿئي نماز، وقت وڃائڻ سڙوا**

خواجہ ناصرالدين عبيدالله احرار قدس الله تعاليٰ سره الاقدس پنهنجي مريدن جي جماعت کي فرمائيندا هئا تہ نماز جي وقت جي قضا اٿو پر صحبت جي وقت جي قضا ڪانہ آهي.

**صحبت ايشان خاڪ را اڪسير ڪرد    لطف شان در هردلي تاثير ڪرد**

يعني سندن صحبت مٽيءَ کي سون بڻائي ڇڏيو ۽ سندن مهرباني سڀ ڪنهن جي دل ۾ اثر ڪري وئي.

**22- نقل:** صاحبزادو والا تبار ميان محمد شاهہ قدس الله تعاليٰ سره الاقدس نقل ڪري ٿو تہ هيڪر اڳين نماز ڪانپوءِ درگاهہ شريف واريءَ مسجد ۾ سندن حضور منجهہ حاضر هوس، ٻيا بہ گهڻا فقير صحبت ۾ حاضر هئا، تہ اينتري ۾

مٿان مکڙن جو انبوه اچي لنگهيو ۽ ڦولڙيون لاهيندا اگتي پئي ويا. فقيرن ڦولڙين کرڻ جي کري مٿي نهاريائون. انهن جو مٿي نهارڻ ! سندن طبيعت مبارڪ تي گران لڳو ۽ پاڻ ان تي ناخوش ٿي فرمايائون ته طالب کي مرشد جي حضور ۾ اهڙو ٿي ويهڻ گهرجي جو جيڪڏهن مٿان آسمان اچي ڪڙڪيس ته به اک نه ڦيرائي ۽ هيڏي هوڏي نه نهاري.

**23- نقل:** محراب فقير سنجراڻي نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ سفر ۾ عمرڪوٽ جي ويجهڙائي ۾ تشريف فرماٿياهئا. خلق جو سندن زيارت لاءِ وڏو انبوهه گڏ ٿيل هو ته هڪڙي شخص مونکي اچي چيو ته هي ڪيتريون عورتون مشغوليءَ لاءِ منتظر ويٺيون آهن سائين جن کي ان بابت خبر ڏيو، مون سندن خدمت ۾ اهو عرض گذاريو پاڻ مونکي فرمايائون ته تون وڃي انهن عورتن کي هڪڙي هنڌ وهاري اچ ته اسين هلي ڪين ذڪر جي تلقين ڪيون ٿا. مون حڪم بجاءِ آندو ۽ پاڻ تشريف فرمائي انهن کي ذڪر ڏسيائون. مونکي ڪنهن عرض ڪرڻ جو خيال دل ۾ هو خيال معلوم ڪري فرمايائون ته پاڻ ٻئي جهنگ ڏانهن نڪري هلون. عرض ڪيم ته حضرتا! ڪونرو ڪٿي اچان؟ پاڻ فرمايائون ته ڪونري جو ضرور نه آهي پر جي ٿيو ته ٻيلي ۾ مينهن جو پاڻي گهڻو بيٺو آهي اتان وضو ساريندا سون، پوءِ جڏهن هيڪلا ٿياسون تڏهن مون عرض ڪيو ته حضرتا ڪهڙو سبب آهي جو ڪي فقير ذڪر جي تلاوت به گهڻي پيا ڪن ۽ حضور مبارڪ ۾ اچ وڃ به سندن گهڻي پر منجهن فيض باطني جو ڪو اهڙو اثر ڪونه پيو ڏيکارجي. پاڻ فرمايائون ته اي يار! رڳو ذڪر نه ملان به گهڻو ٿا ڪن ۽ اچ وڃ ۽ پنڌ ۾ قاصد به رات ڏينهن مشغول ٿا رهن. پر خدا تعاليٰ سان واصل ٿيڻ لاءِ نفساني سڌن جو ڪپجڻ ضروري آهي. سو ماڻهن کان نفساني حرص هوا ۽ سڌون رکجن ئي ڪونه ٿيون تن ڪين مقصد کان روڪي ڇڏيو آهي. مون عرض ڪيو ته حضرتا نفساني سڌن جي ڪپجي وڃڻ جو ڪهڙو رستو آهي؟ پاڻ فرمايائون ته مرشد جي صورت کي هر وقت ڌيان ۾ رکڻ، وري عرض ڪيم ته مرشد جي صورت هر وقت ڌيان ۾ رهڻ ڪهڙي طرح حاصل ٿي سگهندي؟ پاڻ فرمايائون ته مرشد جي گهڻي صحبت ڪرڻ سان، جا ڪبريت احمر ۽ اڪسير بينظير آهي.

## فصل ٽيون

# ادب بابت نقلن ۾

**1- نقل:** هيڪر پاڻ پنهنجن مريدن جي حق ۾ فرمايائون ته جهڙي بہ بي ادبي ڪندا سا معاف اٿن. مگر هيترو ڪن جو دل حاضري ڪري ويهن.

**2- نقل:** پاڻ فرمايائون ته خليفو ميان الهرکيو عليه الرحمه فرمائيندو هو ته اسين اشراف ماڻهو آهيون ڌاريي شخص ڪي پنهنجي گهر اچڻ نہ ڏيندا آهيون پوءِ فرمايائون ته گهر مان مراد طالب جي دل ۽ ماسوي الله جا خيال ڌارين جي مثال آهن ۽ اشراف ماڻهو مان مقصود سالڪ آهي. تڏهن سالڪ کي کپي ته غير حق جو جيڪو خيال دل ۾ اچي ته ان کي اندر اچڻ نہ ڏي ۽ جيئن تيئن ڪيس دفع ڪري پنهنجي دل مان ٻاهر ڪڍي اجلاتي ڇڏي.

**هرخيالي غير حق رادزد دان    اين رياضت سالکان رافرض دان**

يعني الله تبارڪ وتعاليٰ ڪان سواءِ ٻين جا خيال گهر ۾ چور ڪري ڄاڻ اها رياضت وٽڻ سالڪن لاءِ فرض سمجهہ.

**3- نقل:** پاڻ فرمايائون ته هيڪر حضرت امام حسن رضي الله تعاليٰ عنه ۽ حضرت امام حسين رضي الله تعاليٰ عنه جن پاڻ ۾ اهڙي طرح ڳالهايو ٻولهايو جو ان سان طرفين ۾ دل گراني ٿي پئي، ٿوريئي ديرڪانپوءِ ٻنهي سڳورن پنهنجي ليکي هڪ ٻي جي راضي ڪرڻ جي ڪوشش فرمائي. پر حضرت امام حسن رضي الله تعاليٰ عنه اڳرائي ڪري حضرت امام حسين رضي الله تعاليٰ عنه وٽ تشريف فرماٿيا ۽ عذر خواهي پيش ڪيائون. حضرت امام حسين رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو ته حق اچڻ جو خدمت عالي ۾ مون تي لازم هو. پر رڳو ادب ۽ ٻين تن سببن جي ڪري اڳرائي نہ ڪري سگهيس. اهي هي آهن ته جڏهن ٻن ڄڻن جي وچ ۾ اهڙو گفتگو ٿي وڃي جنهن ڪري هڪ ٻي تي رنجش ٿي پوين ته پوءِ جيڪو انهن ٻنهي مان اڳ ۾ وڃي عذر خواهي بجاءِ آڻيندو ته اهو قيامت جي ڏينهن خلق جو پيشوا ٿي اٿندو ۽ ٻيو ته هڪ هڪ وک جي مقابلي ستر نيڪيون الله تعاليٰ جلشانه ڪيس عطا فرمائيندو. ٽيون ته راضي ڪرڻ جو ثواب بہ ڪيس حاصل ٿيندو. پوءِ جيڪڏهن آءٌ اڳرائي ڪري اچان ها ته جيڪر اهي ٽئي درجا مونکي حاصل ٿي وڃن ها ته بي ادبي ٿي پوي ها تنهن ڪري اچڻ ۾ اڳرائي نہ ڪيم ته اهو مڙئي ثواب اوهان کي حاصل ٿئي ۽ آءٌ بي ادبي ڪان بچي وڃان!

**4- نقل:** پاڻ فرمائيندا هئا ته خواجه بهاءُ الدين نقشبندي قدس الله تعاليٰ سره

الاقدس کي خواجه بابا سماسي قدس الله تعاليٰ سره العزيز پنهنجو پٽ ڪري سڏيو هو، پر ظاهر ڪري طريقت ۾ دست بيعت سيد مير گلال قدس الله سره الاقدس کان ٿيا هئا اهو بزرگ گلال هڻ ڪري سڏبو آهي ، جو پاڻ ڪنيار ڪو ڪم ڪنداهئا. گلال فارسي ۾ ڪنيار کي چئبو آهي پوءِ پاڻ جڏهن ٿانو ٺاهي تيارڪنداهئا تڏهن مريد واري واري سان انهن ٿانون کي پچائيندا هئا. پوءِ جڏهن حضرت خواجه بهاءُ الدين نقشبندي جو وارو آيو تڏهن پنهنجي دل ۾ ويچار ڪيائين ۽ پڪو ارادو ڪيائين ته مرشد جا ٿانو ڪڪن ڪهجرن تي نه پچائڻ گهرجن. پوءِ ڇا ڪيائين جو پهريائين هڪڙو پيير ڪٽي آويءَ جي باهه ۾ وڌائين وري ٻيو وڌائين ائين ڪندي نيٺ سارو جسم باهه ۾ ڪٽي اڇلايائين ته ائين باهه مان آواز آيو ته ” بس يا نقشبند“ پاڻ فرمائيندا هئا ته خواجه صاحب کي جو نقشبند جو نالو مليو، سو انهيءَ ٿي سبب ڪري.

**5-نقل:** پاڻ فرمايائون ته جڏهن حضرت سلطان العارفين شيخ بايزيد بسطامي قدس سره السامي جي والده شريفه رضا ڪئي تڏهن الله تبارڪ وتعاليٰ کين خبردار ڪري فرمايو ته اي بايزيد! هيننئر منهنجي وات ۾ خبردار ۽ هوشيار ٿي هلجانءِ. ڇو ته جڏهن تنهنجي ٻيڙي ضعيف والده حيات هئي ته جيڪا بي ادبي تو کان صادر پئي ٿي ته انهيءَ ٻيڙي مسڪين جي پاسخاطر ڪري توکي معاف ڪئي ويندي هئي، هيننئر تو کان ڪجهه به بي ادبي ظاهر ٿيندي ته انهيءَ جي پاران حساب ورتو ويندو.

**6- نقل:** پاڻ فرمايائون ته مخدوم صاحب ميان جمال الله قدس سره علم ظاهري پڙهڻ وارن ڏينهن ۾ پنهنجي استاد کان ڪو ڪتاب عاريتي مطالعي لاءِ ورتو هئائون سندن روش هوندي هئي ته آستاد جي ادب پاران پنهنجو ڪتاب هيٺان ۽ استاد جو ڪتاب مٿان ڪري رکنداهئا. پر جي ڪنهن وقت برسات جو خوف هوندو هو ته پوءِ پنهنجو ڪتاب مٿان ۽ استاد جو هيٺ ڪري رکنداهئا ته مٿان مينهن ۾ پسي پوي. هيڪر پاڻ ٻيلي ۾ هئا ۽ اهي ٻئي ڪتاب ساڻ هين. اتي کين وضوءَ جي حاجت ٿي. تنهن ڪري هڪڙي ڪانهن جي ٻوڙي تي پنهنجو ڪتاب هيٺان ۽ آستاد جو مٿان رکي وضو سارڻ ويا. اها زمين درياءَ جي پڪ سان هئي تنهن ڪري سيلا بي ڪري گپ ٿيل هئي، اتفاقا سندن پويان هڪڙو گدڙ آيو تنهن سندن استاد جو ڪتاب جو مٿان رکيو هو ڪٽي هلبو ويو. مخدوم صاحب جڏهن وضو ساري آيا ۽ ڪتاب ڪونه ڏٺائون تڏهن جاچا ڪرڻ ڪانپوءِ گدڙ جو پيرو نظر آين. پڪ سمجهايائون ته ڪتاب گدڙ ڪٽي ويو آهي. جڏهن ته ڪتاب سندن استاد جو هو تنهن ڪري لاچار ٿي گدڙ جي پيري تي اڏ ڪان هڪ

ليکو ڪديائون ۽ وري پيو ليکو انهي ليکي جي اڏ تي لفظ مبارڪ "ياسين" چئي ڪٽي ڇڪيائون. اجا اڳتي ٻہ ٽي وکون وجي ڏسن تہ گدڙ ٻہ اڌ ٿيو پيو آهي ۽ ڪتاب سندس آڏو ڪريو پيو آهي. پوءِ مخدوم صاحب کي انهيءَ گدڙ جي مارجڻ ڪري هميشہ طبيعت مبارڪ ۾ افسوس رهندو هو. پر رڳو استاد جي ڪتاب جي ادب پاران لاچار ٿي اهڙي طرح ڪيوهئائون. پاڻ فرمايائون تہ اسان کي حضرت ميان صاحب جن قدس الله تعاليٰ سره الاقدس ياسين شريف جي زڪوات! لک پيري ڪڍڻ لاءِ ڪوشش فرمائي هئائون پر اسان کي ميسر نہ ٿي سگهي،

**7- نقل:** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو تہ پاڻ فرمايائون تہ مخدوم جمال الله قدس سره الاقدس پنهنجي استاد مخدوم ايوڙي عليہ الرحمة کان ڪو ڪتاب سبق پڙهڻ لاءِ ورتائون ۽ استاد جي ادب ڪري پنهنجو ڪتاب هيٺان ۽ استاد جو ڪتاب مٿان ڪري رکنداهئا، هيڪر آسمان تي جهڙ هو تنهن ڪري جڏهن سبق وٺڻ آيا تڏهن مينهن جي قطرن پوڻ سبب پنهنجو ڪتاب مٿان ۽ استاد جو هيٺان رکيو هئائون. سندن استاد ڏسي فرمايئن تہ اسان جو ڪتاب هيٺان رکيو اٿي؟ مخدوم صاحب استاد جي عتاب يعني ڏورابي کان بي خبر ٿي زمين تي ڪري پيا. ٿوري دير ڪانپوءِ اٿي عرض ڪيائون تہ حضرتا! برسات جي سبب سائينجن جو ڪتاب هيٺان رکيو اٿم تہ مٿان مينهن جا ڦڙا آنجناب جي ڪتاب تي پئجي وڃن، پوءِ سندن استاد خوش خورم ۽ راضي رضامند ٿيا.

**8- نقل:** پاڻ فرمايائون تہ هيڪر اسين پنهنجي استاد حافظ صاحب عليہ الرحمة جن جي خدمت ۾ هڪڙي سفر منجهہ ساڻ هئاسون ڪنهن آيت شريف جا فائدا بيان ٿي رهياهئا. اسان ڪانئن پڇو تہ اها آيت شريف ڪهڙي سورت ۾ آهي؟ تہ ماٺ ڪري ويا ۽ جواب ۾ ڪجهہ بہ نہ فرمايائون. اسان کي پنهنجي انهيءَ پڇا کان طبيعت تي بار ٿي پيو تہ متان استاد صاحب کي خاطر گراني ٿي هجي. جڏهن بي هڪڙي ڏيهہ ۾ وڃي لٿاسون تڏهن اتي وضو ساري فرمايائون تہ بابا! تواسان کان پڇو هو تہ اها آيت ڪهڙي سورت ۾ آهي. ان وقت اسان کي وضو ڪونہ هو. ادب جي ڪري سورت جو نالو نہ ورتو سون. هينئر وضو ساريو اٿئون ۽ ٻڌايون ٿا تہ فلاڻي سورت شريف ۾ اها آيت ڪريم آهي.

**9- نقل:** پاڻ فرمايائون تہ هيڪر اسان جا استاد حافظ صاحب عليہ الرحمة درگاهہ شريف ۾ حضرت ميان صاحب قدس الله تعاليٰ سره الاقدس جي خدمت ۾ آياهئا. پاڻ سندن ماني آندائون. حافظ صاحب جن ماني کاڌي ۽ رات اتي مسجد ۾ رهي پيا، سومهياڻي نماز ڪانپوءِ حضرت ميان صاحب جن قدس سره اسانکي

۽ اسانجي پاءُ ميان مرتضيٰ علي شاهہ کي امر فرمايائون تہ توهين رات حافظ صاحب جن جي خدمت ۾ رهجو ڇو تہ منتان رات جو حافظ صاحب جن کي هيڪلائي ٿيندي هجي سندن حڪم ڪري اسين رات جو حافظ صاحب جن جي خدمت ۾ حاضر ٿياسون. ٿوري دير ڪانپوءِ اسانتي ننڊ غلبو ڪيو ۽ ٻئي ڄڻا حافظ صاحب جن جي پاسي کان هڪڙو سڄي طرف کان ٻيو کٻي پاسي کان سمهي رهياسون. حافظ صاحب جن ميان مرتضيٰ علي شاهہ کي چيو، تہ بابا! تون پنهنجي پاءُ جي پاسي کان سمهي پؤ. پر هن چيو تہ مان اتي سمهيو پيو آهيان، انهيءَ رات استاد صاحب ساري رات ننڊ نہ ڪئي ۽ اسان ٻنهي ڄڻن جي وچ ۾ ويٺا رهيا! جو آئون ننڊ مان ڪنهن مهل اک کولي ٻي ڏٺو تہ پاڻ ويٺا هئا. انهيءَ وقت تہ سندن سجاڳي جو سبب معلوم نہ ٿي سگهيو هو، پر هينئر معلوم ٿيو آهي تہ اسان ٻنهي پائرن جي لحاظ ۽ ادب ڪري نہ سمهياهئا تہ متان مرشد جي اولاد ڏي پٺي ٿي پوي!

**10- نقل:** پاڻ فرمايائون تہ حضرت ميان صاحب جن قدس الله تعاليٰ سره جن ڳالهہ ڪئي تہ هيڪر اسين حضرت مخدوم صاحب قدس سره جن جي خدمت ۾ پريالوءِ ويا هئاسون. ہ ٽي ڏينهن اتي ٽڪي جڏهن ڳوٺ ڏي موڪلائي موٽڻ لڳاسون تڏهن مخدوم صاحب جن فرمايو تہ "اي شاهہ صاحب! هن ڀيري توهانجو اچڻ اسان لاءِ نہ هو" اها ڳالهہ ٻڌي اسين ڏاڍو فڪر ۾ پئجي وياسون ۽ گهڻو ئي ويچار ورتون سون، پر سندن فرمودي جو مطلب معلوم ٿي نہ سگهيو. نيٺ پنهنجي فقير کان جو ساڻ هو پڇا ڪئي سين، تنهن چيو تہ مون ڪپڙي سبڻ لاءِ پريالوءِ ڳوٺ مان هڪڙي سٽي خريد ڪئي آهي. وڏيڪ خبر نہ آهي اسان چيس تہ تنهنجي انهيءَ سٽيءَ ڳنهڻ ڪري هن ڀيري اسان جو اچڻ ئي بيسود ٿي ويو. فائدو تہ نهيو، پر رهندو نقصان ڪيئي.

**11- نقل:** پاڻ فرمايائون تہ هيڪر حضرت ميان صاحب جن قدس الله تعاليٰ سره الاقدس سان ڪنهن رستي ۾ گڏيا پي وياسون، پر ادب جي ڪري رستي جي پاسي سان ٻي وياسون تہ متان اسان جو پير سائين جن جي پير مبارڪ تي اچي وڃي، پاڻ فرمايائون تہ رستو نہ ڇڏيو، پر پير ڏيڻ مهل خيال سان پيري کان پري پير رکندا اچو. سندن فرمودي موجب ہ ٿي وکون ڪڍ هليس تہ وري خيال آيو تہ پير اورانگڻ ہ تہ بي ادبي آهي. تنهن ڪري وري رستو ڇڏي پرسان هلڻ لڳاسون. پاڻ فرمايائون تہ ڇو وات ڇڏيئي؟ عرض ڪيم تہ حضرتا! پير مبارڪ اورانگڻ ۽ پير اڳتي رکڻ بي ادبي آهي تنهن ڪري رستو ڇڏيم، انهيءَ تي پاڻ زبان فيض ترجمان سان نقل بيان فرمايائون تہ ڪنهن شخص رستي کان پڇيو هو

تہ تنهنجي پٺ ماڻهن جي اچ وڃ کان ڪڏهن خالي ٿئي ٿي يا نہ؟ رستي زبان حال سان جواب ڏنو تہ جنهن وقت ڪي بہ سچا يار وفادار مون تان لنگهندا آهن تہ انهيءَ وقت منهنجي پٺ خالي ٿيندي آهي، جو تہ هو پئي هڪ ٻي جي ادب کان مون کي ڇڏي منهنجي ٻنهي پاسن کان پنڌ ڪندا ويندا آهن.

**12-نقل:** جامع ملفوظات رحمۃ الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ حضرت ميان صاحب جن قدس الله تعاليٰ سره الاقدس جي مزار مبارڪ جي زيارت لاءِ آيا هئا اتي حافظ ڳهٽي فقير جو گهر هو، جو حضرت ميان صاحب قدس سره جي مريدن مان هو. شيخ طيب عليہ الرحمۃ جي مقبره شريف جو مجاور ٿي رهندو هو، انهيءَ رات پاڻ حافظ مٿين جي دعوت تي وٽس طعام ڪاڌائون پوءِ جڏهن فقير سمهي رهيا، تڏهن پاڻ حضرت ميان صاحب جن قدس سره جي زيارت لاءِ ويا ۽ ساري رات اتي ترسيا! صبح جي نماز تي وري مسجد شريف ۾ آيا ۽ جماعت سان نماز ادا فرمايائون جڏهن اشراق جي نفلن کان فارغ ٿيا. تڏهن وري زيارت لاءِ تشريف فرما ٿيا ۽ آءُ بہ ساڻن گڏ ويس. پاڻ اهڙي تہ ادب ۽ آهستگي ۽ نرمي سان دم بند ڪيون ويا جو بيان کان ٻاهر آهي. آءُ بہ هٿ ٻڌيون سندن ڪڍ پئي ويس. جڏهن زيارت ڪري ختمو ڏيئي اٿيا، تڏهن جتي بيٺا پئي اتي فرمايائون پئي تہ هي قبر اسان جي فلاڻي قريب جي آهي، ۽ فلاڻي جي آهي، اهڙي طرح سيني قبرن جا نالا وٺندا ڪين ختمو ڏيندا آيا. پوءِ ڪٿهين ويهي فاتحہ پئي پڙهيائون ۽ ڪٿهين بيٺي ئي ختمو پئي ڏنائون جڏهن زيارت کان فارغ ٿيا، تڏهن موٽي مسجد شريف ۾ تشريف فرما ٿيا. اتي حافظ ڳهٽو ماني کڻي آيو. اتفاقا آءُ بہ سائين جن جي پير سان پڻ فقيرن سان هڪڙي ٿانو ۾ ويٺي طعام ڪاڌو، اسانجو ٿانوَ ڪپي ويو تڏهن سائين جن جي ٿانو جو طعام اجا تائين پيو هو تنهن لاءِ هٿ وڌم پاڻ منهنجو هٿ پنهنجي هٿ مبارڪ سان جهلي فرمايائون تہ ڍُو تہ ناهي؟ مون خوش طبعي سان عرض ڪيو تہ حضرتا! پوبون هٿ ڍُرجي! پاڻ فرمايائون تہ ڇا ٿو چوين" عرض ڪيم تہ ننڍڙائي وقت راند ڪندا هئاسون. پوءِ جنهن ڇوڪري کي ماني جو ٽڪر بچي پوندو هو ۽ ٻيا کائي ويندا هئا تڏهن ٻيا ڇوڪرا اهو لفظ چئي ٽڪر ان کان ڦري ويندا هئا، پوءِ عرض ڪيم تہ حضرتا! منهنجي گهر واري اولاد لاءِ خدمت سڳوريءَ ۾ عرض گذارڻ واسطي مونکي چيو هو پر مون هن وقت تائين عرض نہ ڪيو آهي. جڏهن نياپو پهچائڻ حق آهي تنهن ڪري سندس طرفان خدمت سڳوري ۾ عرض ڪيان ٿو پاڻ فرمايائون تہ تنهنجي اولاد شال اسان جي اولاد وانگر ٿيندي جو هڪڙي پڪ کي پاڻي پيارين ٿا تہ بي سڪي ٿي وڃي مون عرض ڪيو تہ حضرتا! توهان ساري جهان جي پوک آباد

تا ڪيو توهان جي پوک اصل نہ سگھندي.

**13- نقل:** پاڻ فرمايائون تہ هيڪر اميرالمؤمنين حضرت علي ڪرم ا لله وجهہ ڪنهن ڪوٺي جي ڇت تي چڙهيا ٻيٺا هئا ۽ هڪ يهودي سان توحيد بابت گفتگو ڪندي فرمايائون تہ الله تبارڪ وتعاليٰ اسان جو سيني ڪمن ۾ نگهبان آهي. يهودي چيو تہ جيڪڏهن اوهان جي ڳالهہ سچي آهي تہ انهيءَ ڪوٺي تان هيٺ ٽپو ڏي، پوءِ ڏسون تہ تنهنجو خدا تعاليٰ توکي نگاهہ رکي ٿو يا نہ؟ حضرت اميرالمؤمنين ڪرم الله وجهه فرمايس تہ جيڪڏهن بادشاهہ ٻانهي کي آزمائي تہ اها ڳالهہ ٺهي ٿي پر ٻانهو بادشاهہ کي آزمائي سا ڳالهہ بلڪل نہ ٺهندڙ آهي. جي آءٌ الله تعاليٰ جل شانه کي آزمايان سا ڪمال بي ادبي ٿي پوندي. نعوذ بالله تعاليٰ منها. يهودي اها ڳالهہ ٻڌي لاجواب ۽ شرمندو ٿي پيو ۽ وڌيڪ ڪجھ ڪان چپ ٿي ويو.

**14- نقل:** پاڻ فرمايائون تہ ڪو وزير پنهنجي بادشاهہ جي حضور ۾ قديمي دستور موجب اڀو بيٺو هو. اتفاقا سندس ڪوٽ جي ٻيڙي نڪري پئي، وزير ان ٻيڙي ۾ مشغول ٿيو تہ اينتري ۾ بادشاهہ ڌانهنس نهاريو ۽ چيائينس تہ ”اي بي ادب اسانجي حضور ۾ ٻيڙي وجهڻ ۾ رڌو پيو آهين؟ آهين تہ لائق قتل جو! پر خدا لڳ معاف ٿا ڪيون“ انهيءَ تي پاڻ فرمايائون تہ اهڙيءَ طرح طالب کي بہ اک ڇنڀ جيترو بہ الله تعاليٰ جل شانه جي يادگيري، کان غفلت نہ ڪرڻ گهرجي، جيڪڏهن نہ تہ انهيءَ وزير وانگر بادشاهہ حقيقيءَ جي عتاب عذاب جي لائق ٿيندو:

**يک چشم زدن غافل زان شاهہ نباشم**
**ترسم کہ نگاهے کند آگاهہ نباشم**

يعني هڪ اک جهپڪڻ جيترو بہ پنهنجي بادشاهہ حقيقي کان غافل نہ ٿيندس، ڊڄان ٿو تہ متان اوچتي نگاهہ ڪري ۽ مون کي خبر ئي نہ پوي.

**15- نقل:** عبدالله فقير ابڙو نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ فتوح الغيب کان نقل ٻي فرمايائون تہ اي سالڪ جيڪڏهن توکي دروازي تي ڪٽي بيهارن، تہ چائٺ کان اندر پير وجهڻ جو خيال بہ نہ ڪر ۽ جيڪڏهن اندر وڃي وڃن تہ اتي مرتبن جي طلب بلڪل ڇڏي ڏي.

**16- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ ڪنهن وقت شينهن ۽ بگهڙ ۽ لومڙ گڏجي شڪار تي نڪتا، هڪ ڇانگو ۽ ٻيو ڦاڙهو ۽ ٽيون سهو شڪار ڪيائون، شينهن ڏٺو تہ بگهڙ کي البت پاڻ پانئڻ ۽ هٿ پيو ڏيکارجي. سو ڪلي چيائينس تہ اي بگهڙ! هي شڪار ورهاءِ بگهڙ پنهنجي ناسمجهي کان شينهن جي ڪل کي غضب

نہ سمجھيو بلڪ صلح ۽ صفائي سمجھي ورھائڻ لڳو. شڪار جا ٽي حصا ڪيائين شينھن چيس تہ شڪار ڪيئن وراھيئي؟ بگھڙ ورندي ڏني تہ تون اسان مان وڏو آھين تنھن ڪري تنھنجي لاءِ شڪار بہ وڏو رکيو اٿم يعني ڄانگو ۽ آءُ وچٿرو آھيان تہ ڦاڙھو بہ وچٿرو آھي سو منھنجي لاءِ. باقي لومڙ بہ ننڍو آھي تہ سھو بہ ننڍڙو سو کيس ڏنم. شينھن ڳالھہ ٻڌنديئي ڪاوڙجي ويو ۽ گروڙ ڪري ھڪ چنبو جو ھنيائينس تہ ساھہ مٿي ٿي ھليو ويس ۽ چيائينس تہ اڙي تون آھين ڪير؟ جو اسان جي حضور ۾ شراڪت جو دم ھڻي ۽ شڪار ورھائيندين.

وري لومڙ ڏي منھن ڪري چائينس تہ شڪار ورھاءِ لومڙ حڪم موجب شڪار ورھائيو شينھن پڇيس تہ ڪيئن ورھائي؟ چيائين تہ سائين ڄانگو اوھان جي نيرن لاءِ رکيو اٿم ۽ سھو منجھند جي لاءِ غذا فرمائيندؤ ۽ ڦاڙھو توھانجي رات جي ڪاڏي لاءِ رکيو رھندو. شينھن چيس تہ باقي تنھنجو حصو ڪٿي؟ لومڙ عرض ڪيس تہ مون کي توھان جي محبت ئي ڪوڙ آھي. شينھن چيس تہ اھڙو ادب ڪنھن کان سکيئي؟ چيائين تہ توڪان ۽ بگھڙ جي ورھائڻ کان سکيم. اتي پاڻ فرمايايائون اڳين نبين سڳورن جون گذريل امتون بگھڙ جي مثال آھن جن کي سندن ھٺ ۽ بي ادبي جي سزا الله تبارڪ وتعاليٰ ڏني آھي ۽ انھن جا احوال ھن امت لاءِ جالومڙ وانگر عاجز ۽ ضعيف آھي ظاھر فرماياائس تہ انھن جي تنبيھہ مان پل تہ ھيءَ امت ادب جي تعليم حاصل ڪري وٺي.

**17-نقل:** خليفو ميان غازي خان ٽالپر نقل ڪري ٿو ھيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون تہ ڪو شخص ظاھري علم پڙھڻ لاءِ ڪنھن معلم وٽ ويو. جڏھن سندس خدمت ۾ مشرف ٿيو تڏھن اتي جي ماڻھن کان معلوم ڪيائين تہ ان بزرگ جي اولاد ۽ ٻيا مائٽ مٽ اقربا تمام گھٽا آھن. ھن دل ۾ خيال ڪيو تہ ايترن شخصن جي ادب جا حق ۽ استادي جا نياز مٿان مون کان پورا ٿي نہ سگھن تنھن ڪري وٽس سبق ڪونہ پڙھيائين ۽ اتان ڦري ٻئي ڪنھن بزرگ وٽ ظاھري علم وڃي حاصل ڪيائين ۽ تحصيل ڪري ڪاميابي سان موٽي ڳوٺ آيو اتفاقا سندس ڳوٺ جي ھڪڙي ڪوري جنھن ڳوٺ ۾ ھي عالم ٻھريان پڙھڻ جو ارادو ڪري ويو ھو. انھي ڳوٺ مان پنھنجي پٽ لاءِ سڱ ورتو. اھا ڳالھہ انھي عالم ٻڌي تڏھن پنھنجي اھلين کي چيائين تہ جڏھن فلاڻو ڪوري جنھن فلاڻي ڳوٺ ۾ پنھنجي پٽ جي نسبت ڪئي آھي اتان شادي ڪرائي موٽي تڏھن مونکي خبر ٻڌائجو. پوءِ جڏھن ڪوري جو پٽ شادي ڪري آيو تڏھن بزرگ کي سندس اھلين ڳالھہ ڪئي. بزرگ چيو تہ منھنجي ڪٽ جي پيراندي انھيءَ ڪوري جي گھر کان ڦيرائي ٻي طرف ڪيو تہ انھيءَ طرف منھنجا پير نہ ٿين. سندس اھلين چيو تہ

اهو ڪوري ته اوهان جي شاگردن مان آهي تنهن جو ايڏو ادب ڇوٿا رکو؟ بزرگ چيو ته اهو ادب ڪوري لاءِ ڪونه ٿو ڪيان بلڪ اهو ادب سندس پٽ جي گهر واري لاءِ آهي ڇو ته هي انهيءَ ڳوٺ جي وينل آهي جنهن ۾ منهنجي ارادي جو استاد رهي ٿو...!

اتي پاڻ فرمايائون ته اصل مقصد ظاهر توڙي باطن ادب ڪانسواءِ هرگز نه حاصل ٿي سگهندو. انهيءَ تي مثنوي مان هي بيت شاهد آندائون:

**ازخدا خواهيم توفيق ادب، بي ادب محروم ماند از لطف رب**

يعني الله تعاليٰ جل شانه کان ادب جي توفيق گهرون ٿا. ڇو ته بي ادب ماڻهو خدا تعاليٰ جي لطف کان بي نصيب ٿي وڃي ٿو.

**بي ادب تنها نه خود راداشت بد بلکہ آتش در همہ آفاق زد**

بي ادب نه رڳو پاڻ کي بڇڙو ڪري ڇڏيو بلڪ ساري جهان ۾ پنهنجي شامت جي باهه هڻي ڇڏيائين.

**18- نقل:** پاڻ فرمايائون ته مريد کي پنهنجي پير جي ڪمن ۾ چون چرا نه ڪرڻ گهرجي بلڪ جيڪي سندس مرشد ڪري تنهن کي حق ڄاڻي ۽ حق ڏسي ۽ ويساهه رکي پر جيڪي پنهنجي سمجهه ۾ نه اچيس ته مرشد تي اعتراض نه ڪري بلڪ پنهنجي سمجهه جو قصور ڄاڻي ۽ مرشد کي پاڪ سمجهي انهي ڪم کي خدا تعاليٰ جي حوالي ڪري ڇڏي.

اي عزيز! انهي هنڌ خواجه يحيٰ منيري قدس سره کهڙو نه سهڻو فرمايو آهي ته جيڪڏهن ڪنهن ڪامل جو قول يا فعل شريعت جي موافق نه ڏسين ته مٿس اعتراض بلڪل نه ڪج. ڇو ته انهيءَ ڪامل ضرور قرآن شريف جي آيتن مان ڪنهن آيت تي عمل ڪيوهوندو. يا حضرت پيغمبر صلي الله عليه وآله وسلم جي حديثن مان ڪا حديث انهيءَ بابت ڏٺي هوندائين. پر جي توکي قرآن شريف جي سمورين آيتن ۽ حديثن سڳورين جو سمورو علم به ڪٿي حاصل هجي ۽ انهن ۾ توکي انهي ڪم لاءِ ثابتي نه ملي ته اعتراض نه ڪر ڇو ته ٿي سگهي ٿو انهي ڪامل قرآن شريف جي اندرين معنائن مان ڪنهن معنيٰ تي عمل ڪيو هجي. جنهن کي " بطن القرآن" چئبو آهي ۽ بطون القرآن ڪاملن وٽ ستن کان وٺي نون تائين آهن پر جي توکي بطون القرآن يعني قرآن شريف جي سيني ڳجهين معنائن جي پروڙ به ڪٿي نصيب هجي ته به توکي اعتراض جو حق نه آهي ڇو ته هڪ هڪ آيت لاءِ چار فهم ٿيندا آهن. شايد ان بزرگ آيتن جي فهمن مان ڪنهن فهم تي عمل ڪيو هجي. تون بهرحال معترض نه ٿيءُ بلڪ پنهنجي اعتراض کان پشيمان ۽ توبه تائب ٿيءُ.

**19- نقل:** پاڻ فرمايائون ته هڪڙي ڏينهن حضرت موسيٰ عليٰ نبينا وعليہ الصلوات والسلام جي دل ۾ خيال آيو ته دنيا ۾ هن وقت مون جهڙو ڪوبہ عالم ڪونہ هوندو. انهيءَ خيال اچڻ شرط هڪڙو الله تعاليٰ جل شانه کان حڪم ٿيس ته اي موسيٰ بحرين درياءَ جي پڪ سان وچ ۾ اتي منهنجي ٻانهن مان هڪڙو ٻانهو اٿئي انهي کان وڃي علم سک، حضرت موسيٰ عليہ السلام عرض ڪيو ته اي پروردگار! آءُ ساڻس ڪٿي ۽ ڪهڙي طرح ملاقاتي ٿي سگهندس مٿان حڪم آيو ته هڪڙي مڇي پڪل پاڻ سان کڻي انهيءَ طرف روانو ٿيءُ پوءِ جتي اها مڇي جيئري ٿي پوي اتي منهنجو اهو ٻانهو ملندءِ حضرت موسيٰ عليہ السلام الله جل وعلا شانه جي حڪم موجب انهيءَ مهل مڇي پڪل ساڻ کڻي اوڏانهن روانو ٿيو. تان ته هڪڙي هنڌ اها مڇي خدا تعاليٰ جي قدرت سان جيئري ٿي پئي. حضرت موسيٰ عليہ السلام ٿورو اڳيرو وڃي موٽيو ته حضرت خضر عليہ السلام کي ڏٺائين، ۽ اچي ساڻس ملاقاتي ٿيو ۽ چيائينس ته مونکي الله تبارڪ وتعاليٰ تو ڏانهن موڪليو آهي ته تو کان علم سکان حضرت خضر عليہ السلام فرمايو ته اي موسيٰ تون منهنجي ڪئي تي صبر ئي نہ ڪري سگهندين پوءِ علم وري مونکان ڪيئن سکي سگهندين؟ حضرت موسيٰ عليہ السلام جواب ڏنو ته انشاءَ الله تعاليٰ جيڪي اوهين ڪندا تنهن تي آءُ صبر ڪندس، نيٺ اتان ٻئي روانا ٿيا تان ته اچي درياءَ جي پتڻ تي پهتا ۽ اتان ٻيڙي تي چڙهي درياءَ پار لنگهيا، حضرت خضر عليہ السلام پتڻ لنگهڻ وقت ٻيڙي کي سوراخ ڪري وڌو حضرت موسيٰ عليہ السلام فرمايو ته اي خضر! هي ٻيڙي ناحق ڇو ڇڃي وڌءِ؟ حضرت خضر عليہ السلام فرمايو ته مون ڪي نہ چيو هو ته تون منهنجن ڪمن تي صبر نہ ڪري سگهندين. حضرت موسيٰ عليہ السلام عذر ڪيو ۽ معافي گهريائين ته ٻيهر نہ ڪڇندس، وري اتان روانا ٿيا ته اچي هڪڙي ديهہ ۾ پهتا. اتي ڪن ڇوڪرن ٻيٺي راند ڪئي، حضرت خضر عليہ السلام انهن ڇوڪرن مان هڪڙي کي پاسي تي سڏي کهي وڌو. حضرت موسيٰ عليہ السلام فرمايو ته اي خضر! هن ويچاري بي گناهہ ڇوڪري کي ناحق خون ڪري وڌءِ؟ حضرت خضر عليہ السلام فرمايس ته مون توکي نہ چيو هو ته تون منهنجي ڪئي تي صبر نہ ڪري سگهندين؟ حضرت موسيٰ عليہ السلام وري معافي گهري ۽ چيائين ته هي ويسر معاف ڪر، باقي اڳتي ڪڇان ته پوءِ مونکي سنگت ۾ نہ ڪڍجانءِ، وري اڳتي روانا ٿيا ۽ هلندي هڪڙي ڳوٺ ۾ اچي رات پين، ڳوٺ وارن ڪان کاڌو گهريائون پر ڪنهن بہ ڪونہ ڏنن، اها رات اتي بکيا سمهي پيا، صبح جو حضرت خضر عليہ السلام اتي هڪڙي پراڻي ايامن جي ڪا پٽ هئي تنهن کي ڊاهي وري

نئين سر ساڳي بنياد تي ٺاهي راس ڪري محڪم ڪري ٻيهاريو! حضرت موسيٰ عليہ السلام فرمايو تہ اي خضر! هن ڳوٺ وارن ماڻهن اسان کي ماني بہ نہ ڪارائي ۽ تون وري سندن ايڏو سارو ڪم بنا مزوري جي پورو ڪيو آهي. جي انهيءَ جي مزوري وٺين ها تہ بہ هوند ماني تہ وٺي ڪائون ها. حضرت خضر عليہ السلام فرمايو تہ : هذا فراق بيني وبينک" يعني هي تنهنجي ۽ اسانجي وچ ۾ فراق ۽ سنڌو پئجي ويو.
پاڻ انهيءَ هنڌ فرمايائون تہ اهو مثال پير ۽ مريد تي آهي مريد کي کپي تہ سندس مرشد جيڪي بہ ڪري تنهن تي اعتراض نہ وٺي بلڪ ان کي حق ڄاڻي ۽ سچو ارادو ۽ ويساهہ نہ مٽائي جي نہ تہ " هذا فراق بيني وبينک" جو خطاب ٻڌڻو پوندس.

**بمي سجاده رنگين کن گرت پير مغان گويد**
**کہ سالک بي خبر نبود زراه ورسم منزلها**

يعني جيڪڏهن مرشد جو امر شراب جي جواز ۾ صادر ٿي پوي تہ پوءِ مصلو شراب سان ڳاڙهو ڪري ڇڏ ڇو تہ سالڪ منزلن جي رستن ۽ رسمن کان اڻ واقف نہ هوندو. ان جو حڪم ضرور درست هوندو. مثنوي ۾ ٿو آئي تہ:

**چون خضر در بحر کشتي راشکست**
**صد درستي در شکستن خضر هست**

يعني جيڪڏهن درياءَ ۾ حضرت خضر عليہ السلام ٻيڙي ڀڳي تہ سندس انهيءَ ڀڄڻ ۾ سو درستيون هونديون ٻي بزرگ فرمايو آهي:

**هرچہ اوکرد کرده حق دان          هرچہ او گفت راز مطلق دان.**

جو ڪجهہ مرشد ڪري تہ سندس ڪئي کي خدا تعاليٰ جو ڪيو سمجهہ جيڪي هو چوي سو الله تعاليٰ جو راز سمجهہ.

**20- نقل:** هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون تہ ڪو شخص وڏي طاقت وارو هوندو هو، سو ماڻهن جو مال زور ۽ ظلم سان ڦري ڪاهي ويندو هو ۽ ڪوبہ مالڪن مان سندس پوئتان ڪونہ ايندو هو. هڪڙي پيري اصلي دستور موجب ماڻهن جو مال هٽي ڪاهي روانو ٿيو انهيءَ پيري سندس ننڍڙو پٽ بہ ساڻ هوس، جڏهن ڳچ پنڌ ڪري آيا تڏهن سندس پٽ پوئتي نهاري چيو تہ بابا! هن مال جا مالڪ پويان اچن ٿا پٽس چيو تہ بابا ماڻ ڪيون بي خوف ٿيو هليو اچ، مال جا مالڪ هن کان اڳ ڪڏهن نہ آيا آهن. سو هينئر ڪٿان ايندا؟ اڃا اڳتي وڌيا، ڳچ پنڌ کان پوءِ وري ڇوڪري پوئتي نهاري چيو تہ بابا! مال جا مالڪ اچن ٿا، پٽس چيو تہ ابا! ڪوبہ وسوسو دل ۾ نہ آڻ اسان جي پويان ڪوبہ نہ ايندو.

ائين چئي اڳتي پنڌ پيا. ڳچ پنڌ ڪانپوءِ وري بہ چوڪر پيءُ کي چتايو تہ مالڪ اچن ٿا، پٺس چيو تہ اي پٽ ! جيڪڏهن تنهنجي ماءُ انهن سان گڏ اچي ٿي تہ پوءِ ايندا هوندا چو تہ ان مونکي اگهاڙو ڏٺو آهي نہ تہ ٻيو ڪوبہ نہ ايندو ماڻ ڪيون هل !

اي عزيز! سندن انهيءَ فرمودي جو مطلب آهي تہ جن شخصن انهيءَ شخص جي زال وانگر ڪاملن کي ڪماليت وارن وصفن ڪانسواءِ ڏٺو اٿن، يعني رڳو بشري ظاهري وصفن ۾ ڪين عام ماڻهن جهڙو ڪري ڏسن ٿا تہ انهن ڪان ٿي بي ادبيون ظاهر ٿين ٿيون. جيئن تہ ڪافر ۽ منافق حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي حق ۾ چوندا هئا **مالهذا الرسول يا كل الطعام ويمشي في الاسواق** يعني ڪافرن چيو تہ هن رسول کي ڇا ٿيو آهي جو طعام ٿو کائي ۽ گهٽين ۽ بازارين ۾ ٿو گهمي. باقي جن شخصن اهڙن ڪاملن کي ڏٺي پاڪ عز اسمہ جي پلاٽي سان هن ظاهري صورت ڪان اڳتي سندن حقيقت کي ڏسي ورتو آهي تہ اهي سندن حڪم جا دل ۽ جان سان فرمانبردار ۽ تابع ٿي رهن ٿا :

**ڪافران ديدند احمد رابشر مي نديدند ازوي آن شق القمر**

ڪافرن حضرت پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي عام ماڻهن وانگر بشر ڪري پئي ڏٺو، پر سندن اشاري تي جو چنڊ چيرجي آيو، سو ڪونہ پئي ڏٺائون:

**زانڪہ او ڪف ديد دريا راند يد زانڪہ حالي ديد فردارا نہ ديد**

چو تہ سندن مثال اهڙو آهي، جو جيئن ڪو بيوقوف درياءَ جي قيئ تہ ڏسي پيو، باقي درياءَ نہ ڏسي سگهي، يا اڄ کي جاچي ڏسي ۽ سڀاڻي جو پتو نہ پويس.

**21- نقل :** علي خان ٽالپر رهندڙ پرڳڻي چاچڪن ديهہ گوني واهہ جي ڪناري جو نقل ڪري ٿو تہ پاڻ فرمايائون، تہ جيڪڏهن ڪنهن ولي ڪامل جي اولاد پنهنجي والد جي پيرويءَ تي نہ هجي تہ بہ ماڻهن کي سندس والد مڪمل جي نظر ڪري ان جي خدمت ۽ ادب بجا آڻڻ گهرجي ۽ سندس افعالن ۽ اعمالن ڏي نہ نهارڻ کپي، جيئن تہ پاڻ ڪريمن صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن فرمايو آهي تہ : الصالحون لله والطالحون لي، يعني منهنجي اولاد مان صالحن کي الله لڳ عزت ڏيو ۽ بدڪارن کي منهنجي ڪري.

**22- نقل :** پاڻ فرمايائون تہ جنهن ٿانو مان کائجي ۽ پيئجي انهيءَ ٿانو ۾ هٿ نہ ڌوئجن، مطلب تہ جنهن بہ مرشد ڪريم جي صورت شريف واري پيالي مان معرفت ۽ حقيقت جو صاف ۽ دل وٺندڙ شراب پيتو وڃي ۽ جنهن بہ شيخ با ڪمال جي جمال بي مثال واري خونچي مان وحدت جي معرفت ۽ حقيقت وارو طعام کاڌو وڃي تہ ان ۾ هٿ نہ ڌوئجن. يعني جڏهن بيرنگي جي درياءَ ۾ طالب غرق ٿي رهي تہ ان گهڙي جي اشتياق کي جنهن مان مراد مرشد جي صورت آهي وساري

نہ ويهي، بلڪ اعتقاد ۽ فرمانبرداري جو ڏاڳو پنهنجي ساھ واري ڪنڌ تي محڪم ٻڌل رکجي.

**23- نقل :** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ جيڪو شخص ڪعبت الله شريف ۾ داخل ٿئي تہ ان کي جاڏي وڻيس تاڏي منهن ڪري نماز پڙهڻ درست آهي پر شرط آهي تہ امام کي پٺي نہ ڏي نہ تہ نماز درست نہ ٿينديس. اهڙيءَ طرح سالڪ بہ، جو حقيقت جي ڪعبي جو حاجي ۽ معرفت جي حرم جو طواف ڪندڙ آهي سو جڏهن وحدت ۽ بيرنگي جي ڪعبي ۾ داخل ٿئي جنهن لاءِ "اينما تولوا فثم وجه الله" آيل آهي (يعني جاڏي منهن ڦيرائيندؤ اوڏانهن ئي الله سائين جي ذات پاڪ اوهانکي سامهون آهي) تڏهن ڪپيس تہ پنهنجي امام يعني مرشد مڪمل کي جو سندس معرفت جي نامتناهي رستن جو رهبر آهي پٺي نہ ڏي يعني سندس حڪم کان بي فرماني ۽ رابطي مناسبت کان انحراف نہ ڪري ۽ پري نہ وڃي.

**24- نقل :** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر مون هيٺين فارسي بيت جي مطلب پڇڻ لاءِ سند ن خدمت ۾ عرض ڪيم تہ :

**هزار بار بشويم دهن بمشڪ وگلاب**

**هنوز نام توگفتن ڪمال بي ادبي ست**

ظاهري معنيٰ اٿس تہ جيڪڏهن آءٌ هزار ڀيرا بہ ڪٿي پنهنجو وات مشڪ ۽ گلاب سان ڌوئان تہ بہ اڃا تنهنجو نالو مبارڪ وٺڻ بي ادبي ٿيندي ! پاڻ جواب ۾ فرمايائون تہ جيڪڏهن ڪو شخص هزار ڀيرا بہ ڪٿي مشڪ ۽ گلاب سان وات صفا ڪري الله تعاليٰ جو اسم شريف زبان تي آڻي پر پنهنجي موهوم هستي سان نالو مبارڪ وٺي تہ اها ڪمال بي ادبي آهي. پر جي پنهنجي موهوم هستيءَ کي مٽائي بيخود ٿي الله تبارڪ وتعاليٰ جو نالو وٺي تہ هزار ڀيرن مشڪ گلاب سان وات ڌوئڻ کان گهڻو بهتر ۽ ڪمال ادب تي پوندو. جيئن تہ ڪنهن بزرگ انهيءَ بابت فرمايو آهي تہ:

**باخودي ڪفر بي خودي دين ست — هرچہ گفتيم مغز او اين ست**

يعني پنهنجي خودي ۽ هستي سان هجڻ ڪفر آهي ۽ پنهنجي هستي مٽائي بيخود ٿيڻ دين آهي، جيڪي بہ اسان گفتگو ڪيو تنهنجو مغز ۽ مول مٿو رڳي اهائي ڳالهہ آهي.

**25- نقل :** هيڪر حقائق آگاھ خليفو ميان بخشعلي رحمة الله عليہ درگاھ عرش اشتباہ تي آيو ۽ حضور مبارڪ ۾ عرض ڪيائين تہ حضرتا مونکي منهنجو پيءُ ڏاڍو جهڙڪي ٿو ۽ چوي ٿو تہ توهان خدا تعاليٰ جي وات ۽ دين مٿين کان ڦريل آهيو. مون چيو مانس تہ اسين حق تي آهيون توڙي ناحق تي، تنهن ۾ توهان

جو ڇا وڃي، اسان انهيءَ رستي کان نہ ڦرنداسون. پاڻ فرمايائون تہ اي خليفا حق کي ناحق نہ چئو.

**26- نقل :** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ جيڪڏهن مريد مرشد جي ظاهري مال ۾ طمع رکندو يا بنا موڪل تصرف ۾ آڻيندو تہ ڪيس مباح آهي حرام نہ ٿيندو پر اهو شخص باطني علم ۽ معنيٰ کان محروم ۽ بي نصيب رهجي ويندو. (نعوذ بالله منها.)

**27- نقل :** فيروز فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو هيڪر مراد علي فقير ۽ شيرخان فقير نظاماڻي رهندڙ سانگهڙ جا، جو اها ناري جي ديهہ مان هڪ ديهہ آهي ٻين نظاماڻين فقيرن جي ريس تي جي عنايت فقيرن جا مريد هئا خليفي صديق فقير عنايتي کي دعوت ڪئي هئائون، پوءِ جڏهن پاڻ لاڙ تشريف فرما ٿيا، تڏهن مراد علي فقير حضور مبارڪ ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! مون سائين جن جي دامن ورتي آهي. پاڻ فرمايائونس تہ تون اسانجو مريد نہ آهين! نڪي اسين تنهنجا مرشد آهيون. تون عنايت جو مريد آهين، جي ڪافرن جي قوم مان آهن . توکي اسان سان ڪابہ مناسبت ڪانهي. هن ڏاڍيون زاريون نيزاريون ڪيون ۽ رنو پر بيسود ۽ اهڙي طرح سفر ۾ خدمت ۾ حاضر بي وتيو، نيٺ جڏهن پاڻ سفر تان درگاهہ مبارڪ تي موٽيا، ۽ ديهہ چانري واقع پرڳڻي شهدادپور ۾ تشريف فرما ٿيا تڏهن اتي مراد علي فقير ڏاڍي عاجزي ۽ گريو ڪيو پوءِ پاڻ دلاسو ڏنائونس ۽ فرمايائونس **"لولا العتاب لهلک الموده"** يعني ڏوراپو ۽ عتاب نہ هجي تہ هوند دوستي گم ٿي وڃي.

**28- نقل :** هيڪر پاڻ روهڙي شريف مان ٿي موٽيا هئا ۽ حضرت مخدوم صاحب محمد اسماعيل قدس سره جي زيارت لاءِ پربالوءِ شريف تشريف فرماٿيا. پاڻ جيستائين حضرت مخدوم صاحب قدس سره جي روضي منور ۾ آيا تيستائين ٻيا فقير اڳي اچي روضي مطهر ۾ زيارت لاءِ ڪڏ ٿي ويا. پاڻ جڏهن روضي ۾ اندر لنگهيا تہ اندر اچڻ شرط وڏي ادب ۽ نياز سان جيئن کو پاڻکي بي اختيار ڪٽي زمين تي اڇلائي اهڙي طرح تمام رعب ۽ ادب سان مزار شريف جي پيراندي کان اچي ويٺا. جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ آءٌ بہ سنڌ ۾ پويان اچي ويٺس. پاڻ ختمي لاءِ ڪجهہ بہ نہ پڙهيائون ۽ ٿورڙي مدت صورت بي روح وانگر متوجہ ويهي اتان اٿيا ۽ پوئين پير ٻاهر نڪري آيا.

**29- نقل :** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ مريد کي مرشد جي قول ۽ فعل جي تقليد نہ ڪرڻ گهرجي بلڪ جنهن ڳالهہ بابت مرشد حڪم ڪري انهيءَ تي محڪم ٿيڻ کپي. نڪي پنهنجي خيال تي شيخ کان ذڪر فڪر لاءِ سوال ڪري تہ فلاڻو

ذڪريا فلاڻو فڪر مون کي ڏسيو، انهيءَ تي پاڻ هي لفظ فرمايائون ته جيڪي ملاڪن سو نه ڪجي. باقي جيڪي چون تنهن تي محڪم ٿيڻ لازم آهي.

**30- نقل :** هيڪر پاڻ حقائق آگاهه خليفي ميان الهرڪئي رحمة الله عليه کي دعوت جو سڏ موڪليو هنائون. خليفو صاحب دعوت جي سڏ موجب پنهنجي ديهه مان هڪ ڏينهن جو پنڌ ڪري هڪڙي ٻيلي وٽ اچي ترسيو ۽ حضور جن جي خدمت ۾ هڪڙو فقير موڪليائين ته وڃي عرض ڪر ته حضرتا! دعوت عظامي جي سڏ موجب ظاهري تعلقات ۽ حواس جون خواهشون بلڪل قطع ڪري هتي اچي ويٺو آهيان. جيڪڏهن اينتري ۾ دعوت جي اجابت ٿي وڃي ته فبها. جي نه ته جيڪي حڪم ٿئي انهيءَ موجب عمل ڪيو وڃي.

**31- نقل :** هيڪر پاڻ حديث شريف کان بيان فرمايائون ته جيڪو شخص الله تبارڪ وتعاليٰ کان ڊڄندو ته ان کان ساري مخلوقات ڊڄندي ۽ جيڪو الله تبارڪ وتعاليٰ جو ادب نگاهه رکندو ته ڪل مخلوقات سندس ادب ۾ هوندا. ۽ جيڪو الله سائين ذوالجلال والاڪرام کي دوست رکندو ته سڀ مخلوقات ان کي دوست رکندي.

اي عزيز! طالب کي گهرجي ته انهن سڀني ادب جي حدن کي نگاهه ۾ رکي ته ڪيس مڙئي ڪماليتون نصيب ٿين ۽ ظاهري ۽ باطني آفتن کان امن ۽ حفظ ۾ رهي:

**از خدا خوا هيم توفيق ادب بي ادب محروم مانداز لطف رب**

يعني الله تعاليٰ جلشانه کان ادب جي توفيق ٿا گهرون ڇو ته بي ادب الله تعاليٰ جلشانه جي مهرباني کان محروم ٿي وڃي ٿو.

**بي ادب تنها نه خود راداشت بد بلڪه آتش درهمه آفاق زد**

بي ادب نه رڳو پاڻ کي بڇڙو ڪيو بلڪ پنهنجي شامت جي باهه ساري جهان ۾ هٽي ڇڏيائين.

**32- نقل :** هيڪر حقائق آگاهه سيد ميان قابل شاهه عليه الرحمة بيان فرمايو ته پاڇڙ وارن ڏينهن ۾ آئون جوان هوس، ڏاڙهي لهي سئين تي هئي، ۽ حضرت مرشد معظم رضي الله تعاليٰ عنه جي بيعت ارادت کان مشرف نه ٿيو هوس، پوءِ انهيءَ وقت پاڇڙ جي خوف کان درياءَ جي هن پر کان لڏيا پار پئي وياسون. ڪي مينهون به ساڻ ڪاهيون هيونسين، اهي منهنجي حوالي هيون، اتفاقا انهن مينهن مان هڪڙي مينهن نڪرجي جهنگل ڏي وڃڻ لڳي جنهن ڪري ڪاوڙ مان منهنجي واتان گار جو لفظ نڪري ويو ۽ سوٽيءَ جو ڌڪ به مينهن کي وڃي هنيم، حضرت ميان صاحب جن قدس الله تعاليٰ سره الاقدس جو انهيءَ لڏ

۾ موجود هئا، تن گار ٻڌڻ شرط اهڙي خوفناڪ هڪل، گار ڪان جهلڻ لاءِ ڏنائون جو لڳ ڏکي ويا انهيءَ ڪانپوءِ وري سموري عمر ۾ انهيءَ هڪل جي پڄ ڪان گار جهڙو حرف منهنجي زبان ڪان ڪونه نڪتو آهي،

**33- نقل :** هيڪر پاڻ سفر ۾ هڪڙي هنڌ ڪتولي تي ويٺا هئا ۽ جماعت بہ حاضر ويٺي هئي ايتري ۾ هڪڙو شخص پيرين اگهاڙو پراڻن ڦاٽلن ڪپڙن ۽ مٽي هاڻن عضون سان حضور ۾ آيو. پاڻ انهيءَ شخص جي ڏسڻ شرط اٿي ڪڙا ٿيا ۽ ياڪر پائي ساڻس ملاقي ٿيا ۽ ڪيس پاڻ سان گڏ ڪٽ تي ويهاريائون ڪنانس ڏاڍي پيچا ڳاڇا ۽ دل جوئي فرمايائون. فقيرن ڪي ان شخص جو سائين جن سان گڏجي ويهڻ ڏاڍوناپسند پيو پر هرڪوئي ادب جي ڪري ماٺ هو. جڏهن اهو شخص خدمت مان موڪلائي ويو تڏهن پاڻ فرمايائون تہ هي شخص حضرت ميان صاحب جن قدس سره جي مريدن مان هو. انهيءَ ڪري ئي اسان ڪيس ايتري تعظيم تڪريم ڪئي.

**34- نقل :** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جي حضور ۾ اعرابين جي هڪڙي جماعت آئي، تن سيني ڪي سنڌن قدم بوسيءَ جي شوق جي غلبي ڪان جذب ۽ وجد ۽ روج اچي ورتو. مگر انهن مان هڪڙو شخص جو انهيءَ جماعت جو سردار هو، تنهن پهريان ٻہ رڪعتون نفل پڙهي دعا گهري پوءِ اچي قدمبوسي جي شرف ڪان مشرف ٿيو. پاڻ فرمايائون تہ " خيارڪم في الجاهلية خيارڪم في الاسلام" يعني جيڪي اسلام ڪان اڳ جاهليت ۾ اوهان جا چڱا ۽ پريا مڙس هئا. اسلام ۾ بہ اهي اوهان ڪان وڌيڪ چڱا آهن.

**35- نقل :** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر محراب جي ڳوٺ جو هڪڙو قاضي مون سان ملاقي ٿيو اهو قاضي حضرت مخدوم صاحب قدس سره جي مخلص مريدن ۽ ڪتابين مان هو. تنهن بيان ڪيو تہ حضرت مخدوم صاحب جن جي جماعت مان مريد هجي خواه ڪتابي ڪنهن ڪي بہ سنڌن حضور ۾ هيبت ڪري ڏاڍيان ڳالهائڻ جي طاقت ڪانہ هوندي هئي. جنهن هنڌ پاڻ سفر ۾ تشريف فرما ٿيندا هئا، تہ باوجود يڪ جماعت تمام گهڻي هوندي هئي تہ ائين ياڻئبوهو تہ گويا هتي ماڻهوئي ڪونهي سنڌن هيبت ۽ ادب ڪان سڀ ماٺ ميٺ ۾ رهندا هئا.

**36- نقل :** صاحبزادو والا تبار ميان هدايت الله شاهہ رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ امين فقير جي جنازه سان جو سنڌن مريدن مان هو، گڏجي شيخ طيب عليہ الرحمة جي مقبره ڏانهن اسريا. واٽ سان اتفاقا هڪ هندو نظر

آين. جو انهيءَ واٽ سان پٽي آيو. پاڻ ان هندوءَ کي ڏسڻ شرط گهوڙي تان لهي پيا، ۽ هڪ وڻ جي پاڇي ۾ سيني ماڻهن کان گوشو ڪري ۽ ان سان صحبت فرمايائون صاحبزادو فرمائي ٿو ته هي فقير سندن پرسان ويٺو هو، پاڻ مون سان ڳالهه فرمايائون ته اي بابا! هي هندو حضرت ميان صاحب جن قدس سره جي صحبتين مان آهي ۽ اهڙو اديب آهي جو جنهن رستي سان حضرت ميان صاحب جن قدس سره هڪڙو پيرو به ڪٽي لنگهيا آهن ته هي اتان نه ايندو آهي. پر جي اتان لنگهندو ته به رستي جو پاسو وٺي ويندو نه وچ، هن ڪري ته متان سندن پير مبارڪ جو نشان اورانگهجي پوي.

**37- نقل :** پاڻ فرمايائون ته استاد هڪڙو وڻ گهرجي جو ته استاد جي ادب جا تمام وڏا ۽ گهڻا حق آهن، جي گهڻا استاد ڪبا ته سيني جو ادب بجاءِ آڻڻ مشڪل ٿي پوندو ۽ بي ادبي جو نتيجو بي نصيبي آهي. انهيءَ ئي پاران جيتوڻيڪ حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم لاءِ " اينما تو لوافثم وجه الله " جو حڪم به آيل هو جنهن جو مطلب آهي ته جيڏانهن منهن ڪندؤ ته اوڏانهن ئي الله تعاليٰ جلشانه جي ذات پاڪ اوهانکي سامهون آهي. تڏهن به سجدي ڏيڻ لاءِ بيت الله شريف جو پاسو مقرر ۽ معين فرمايو ويو. انهيءَ جو سبب به اهوئي آهي ته جيڪڏهن سيئي پاسا سجدي ڏيڻ لاءِ مقرر هجن ها ته پوءِ سيني طرفن جي ادب جا حق ڪنهن کان به پورا نه پنجي سگهن ها. باقي هڪڙي طرف جو ادب سولائيءَ سان ادا ڪري سگهجي ٿو، تنهن ڪري هڪڙوئي طرف مقرر ٿيو.

**38- نقل :** پاڻ فرمايائون ته جيڪڏهن ڪو مريد چوي ته آءٌ پنهنجي مرشد جي سيني وردن خواه قولن فعلن، اٿڻ ويهڻ ۽ ٻين سيني عام خاص ڪمن ۾ متابعت ڪيان ته اهو سيئي ڪنانئس يڪدم نه ٿي سگهندو، تنهن ڪري ڪيپس ته پنهنجي مرشد جي هڪڙي فعل تي پوري استقامت سان عمل ڪري ته انهيءَ جي برڪت سان ڪيس پورو فيض حاصل ٿي ويندو ۽ ٻين ڪمن ۾ متابعت حاصل ٿي پوندس.

**39- نقل:** پاڻ فرمائيندا هئا ته هيڪر محمود بادشاهه غزنوي تي ڪن ماڻهن اياز جي عشق بابت اعتراض ورتو، ته اياز کي ظاهري خوبصورتي ڪجهه به ڪانهي تنهن ڪري بادشاهه جو مٿس عاشق ٿيڻ بي جاءِ آهي. بادشاهه اها ڳالهه ٻڌي فرمايو ته منهنجو عشق اياز جي خوب سيرتيءَ تي آهي نه خوبصورتي تي. انهي ڳالهه جي سچائي ڏيکارڻ ۽ امتحان لاءِ بادشاهه انهن اعتراض ڪندڙ اميرن ۽ اياز سميت هڪڙي ڏينهن ڪنهن ڪوهه تي آيو ۽ سيني کي سامهون ٿي

فرمايائين تہ اچ آءَ اوهان کي کوهہ ۾ وجهرائيندس. پر جيئن پنهنجا ڪپڙا آلا نہ ڪيو. سيني چيو تہ جيئن بادشاهہ جي مرضي. بادشاهہ هڪ هڪ جا جدا جدا هٿ پير ٻڌرائي کوهہ ۾ وجهرائي وري ڇڪي ٻاهر ڪيرايو. جڏهن کوهہ مان ٻيا نڪرن تہ ڪپڙا سندن آلا ٿي پيا هئا. بادشاهہ چيبن تہ مون توهان کي چيو هو تہ ڪپڙا نہ پسائجو، هي منهنجي حڪم جي برخلافي ڇو ڪيو؟ هنن جواب ڏنو تہ سائين توهان ٿي اسان جا هٿ پير ٻڌرائي کوهہ ۾ وجهرايو! پوءِ اسان جو باقي ڪهڙو اختيار هو جو ڪپڙا پسڻ کان بچائي اچون.

ان ڪانپوءِ وري اياز کي سڏ ڪيائين ۽ کيس مٿين سمجهاڻي ڏيئي ٻين وانگر کوهہ ۾ وجهرايائين. جڏهن اندرڻن غوطا کائي نڪتو تڏهن بادشاهہ کيس ٻين کان بہ زياده ڪپڙن آلن ڪرڻ بابت عتاب فرمايو ۽ سختي ڏيکاري. اياز ويچاري ڏاڍو عذر معذور ڪيو ۽ پنهنجو گناهہ مڃي چيائين تہ حضرتا! مون ناقص ٻانهي کان تقصير ٿي وئي، جنهن لاءِ توهان جي مهربانيءَ ۾ عفو ۽ معافيءَ جي اميد اٿم.

**هرچہ شہ گفت حق آن عين ست**

**ليک تقصير بنده بي غين ست**

جيڪي بادشاهہ فرمايو سو سڀ عين حق آهي پر مون ٻانهي جي ڪوتاهي بنا شڪ جي آهي.

**گناهہ گرچہ نبود اختيار ما حافظ**

**تودر طريق ادب باش گو گناه من است**

يعني گناهہ توڙي ڪٿي اي حافظ! اسانجي اختيار جي ڳالهہ نہ آهي تہ بہ تون ادب جو رستو هٿان نہ ڇڏ ۽ چؤ تہ گناهہ منهنجو آهي. اي عزيز! سندن انهيءَ مقولي مبارڪ مان مقصود آهي تہ پيري ۽ مريديءَ جا آداب پوري طرح بجا آڻڻ کپن. پير کي گهرجي تہ محمود بادشاهہ وانگر ٿي پوي، ۽ مريد کي کپي تہ اياز ٿي رهي، جيئن تہ هو آزمائش جي ڪسوٽيءَ تي خالص ۽ کرو نڪتو ۽ ٻيا کوٽا ٿي پيا. اهڙيءَ طرح مريد کي بہ پنهنجي مرشد جي ادب واري ڪسوٽي تي کرو ٿيڻ گهرجي.

**40- نقل:** خليفہ ميان لقمان رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر حضور سراسر نور ۾ هڪڙي طرف کان زالون زيارت لاءِ حاضر اچي ويٺيون هيون، ٻي طرف کان فقيرن جي جماعت ويٺل هئي، پوءِ ڪنهن شخص خدمت اقدس ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! هيڏانهن (زالن ڏانهن) مهربانيءَ جي نظر سان نهاريو، تہ زيارت کان مشرف ٿين. پاڻ جواب ڏنائون تہ انهن کي چؤ تہ مونڏانهن نهارن ۽ آءُ الله تعاليٰ جل شانه ڏانهن نهاريان ٿو.

اي عايزا سندن انهي فرمودي تي بزرگ زمانہ، عارف يگانہ، شيخ برکيي عليہ الرحمة جو مقولو بہ شاهد آهي، جو روايت آهي تہ هيڪر شيخ صاحب جن عليہ الرحمة هڪڙي درياءَ تان لنگهيا پي ويا ۽ هڪڙو مريد سندن پوٺتان پئي آيو. جڏهن درياءَ ۾ گهڙيا تڏهن مريد کي فرمايائون تہ منهنجي پوٺتان برکيہ برکيہ چوندو اچ! پاڻ بزرگ الله الله جل شانہ چوندو هليو پئي ويو. جڏهن درياءَ جي سير ۾ پهتا، تڏهن مريد کي دل ۾ وهم آيو تہ منهنجو مرشد الله الله جلشانہ چوندو ٿو وڃي. ڇو نہ جيڪر آءُ بہ الله الله جل شانہ چوندوهلان. اهو خيال ڪري اجان اسم شريف الله چيائين تہ ٻڏڻ لڳو، شيخ ڪيس پاڻيءَ مان ٻاهر ڪڍي فرمايو تہ اجان برکئي کي بہ ڪونہ پهتو آهين! پوءِ اڳهين الله پاڪ جو نالو ڪڄاڙو ٿو وٺين؟

**41- نقل:** حضرت پيرسائين پڳ ڌڻي رحمة الله عليہ پنهنجي والد معظم حضرت مسند نشين اول کان روايت فرمايون تہ هيڪر اسانجي حاويلي ۾ اندر ڪجهہ ناچاڪائي هئي، تنهن ڪري پاڻ پيڇڻ جي لاءِ اندر تشريف فرماٿيا. ۽ ات گهڙي ڪن ويهي اٿيا تڏهن اسان سندن جتي مبارڪ ڇنڊي پيرن مبارڪن اڳيان اچي حاضر ڪئي. پاڻ فرمايائون تہ اي بابا! تون اسان جي جتي نہ ٺاهہ! مون عرض ڪيو تہ حضرتا! سائين جن منهنجا مرشد مڪرم ۽ والد معظم آهن. اوهان جي جتي ٺاهڻ مون لاءِ پنهي جهانن جي سعادت آهي. پوءِ ڇو نہ آءُ جتي ٺاهيان؟ پاڻ فرمايائون تہ اها ڳالهہ تحقيق حق آهي. پر اسان کي بہ تہ ادب ڪرڻو آهي. ڇو تہ اوهان حضرت ميان صاحب جن قدس سره الاقدس جي اولاد مان آهيو، جي وري اسان جا والد ۽ مرشد معظم آهن.

**42-نقل:** محمد ذاڪر رهنڊڙ ٽنڊو قيصرنظاماڻي جو نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ رمضان شريف جي پوئين ڏهي ۾ اعتڪاف ۾ ويٺا هئا ۽ سائين جن جي لنگهہ تي خليفو ميان حسن شاهہ بہ ڏهاڪي ۾ ويٺل هو ۽ هڪڙو وڏو ڏگهو ڪانو ڪبوترن جي ٽڙڻ لاءِ جن جو اتي آکيرو هو، پاڻ وٽ رکي ڇڏيو هئائين. پاڻ اتان اچي لنگهيا ۽ خليفي کان پڇيائون تہ هي ڪانو ڇالاءِ رکيو اٿئي؟ ظاهر ڪيائين تہ ڪبوترن جي ٽڙڻ لاءِ پاڻ جوش سان فرمايائونس تہ هي ڪبوتر توکان اڳ ويٺا آهن ڪ تون اڳ اچي ويٺو آهين؟ هوش رک! ائين نہ ڪر! اهو خطاب ٻڌي خليفي ڪاني کي ڀڃي ڦٽو ڪيو.

**43- نقل:** پاڻ بيان فرمايائون تہ حضرت اميرالمؤمنين علي ڪرم الله وجہ جن پنهنجي والده معظمہ جي وفات مهل ڏاڍو روئڻ لڳا. تڏهن اصحابن سڳورن رضي الله تعاليٰ عنهم چيس تہ حضرتا! توهان کي الله تبارڪ وتعاليٰ اهڙي تہ قوت ۽

شجاعت عطا فرمائي آهي جو جيڪر هڪ نعري هيبتي سان ڪفارن جا ڪوٽ پاڙون پٽي اڇلايو. پوءِ اهڙي طاقت هوندي اڄ اوهان کي ڇاٽيو آهي. جو ايترو گريو ٿا ڪيو؟ جواب ڏنائون ته والده جي حياتي هڪ اهڙي وڏي نعمت ۽ بي مثل عطاءِ الاهي هئي جنهن جهڙي نعمت ساري زمين تي بي ڪابه نه ٿي سگهندي. جيئن ته سندن قبول پيل دعا ۽ سندن بي ڪنار شفقت مادريءَ جو درياءُ ۽ سندن حضور جي حاضري جا گوهر بي بها مفت ۾ حاصل هيم. جن جو پورو قدر ٿي نه بي ڪري سگهياسون. هينئر اهي نعمتون هٿان ويون انهي ڪري گريو ٿا ڪيون.

**44- نقل:** بچو فقير درگاهي نقل ڪري ٿو ته فقير واحد ڏنو جنهن جي حوالي ۾ بٺي جو ڪم ڪار رهندو هو. جڏهن وفات ڪري ويو تڏهن پاڻ بٺي جي ڪم ڪار جي خدمت هن ٻانهي تي رکيائون. مون اها ڳالهه حضرت پير سائين مسند نشين اول قدس سره جي خدمت ۾ عرض ڪئي ته حضرتا! جناب مرشد ڪريم جن مونکي هن ڪم تي مقرر ٿا ڪن ۽ مون کي نڪو علم نڪو حوصلو. پوءِ انهي خدمت جي بجا آوري مون کان ڪهڙي طرح ٿي سگهندي؟ جواب ۾ فرمايائون ته مرشد ڪان مريد کي جنهن به خدمت جي مقرري ٿي ملي پوءِ اها خدمت ظاهري هجي توڙي باطني هجي ته ضرور اها خدمت سندس حق ۾ ظاهري ۽ باطني فيوضات جو سرچشمو ثابت ٿيندي.

**45-نقل:** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو ته حضرت پيرسائين مسند نشين اول قدس سره فرمايو ته اسان جي سوٽ ميان محمد امام شاهه تي سرڪاري محصول جا ڪي پئسا رهيل هئا جنهن جي ادا ڪرڻ لاءِ نواب ولي محمد لغاري ميان محمد امام شاهه کي پاڻ وٽ جهلي ڇڏيو هو. جڏهن اسان کي اها خبر پئي تڏهن سندس ڇڏائڻ لاءِ نواب وٽ چڙهي وياسون. پر نواب جواب ڏنو ته سائين جن جي پاس خاطري ڪري اڳي به ائين ڪيترا سرڪاري پئسا غير وصول رهيا آهن. تنهن ڪري هينئر پئسن وصول ڪرڻ کانسواءِ بلڪل نه ڇڏيندس. اسان گهڻو ئي انهيءَ بابت ساڻس گفتگو ڪيو پر هن نه مڃو. نيٺ انهن پئسن جي ضمانت پاڻ تي ڪئي سين ۽ پئسن بابت دستاويز لکي ڏيئي ميان محمد امام شاهه کي ڇڏائي آياسون. ۽ اها سموري ڳالهه مرشدن ڪريمن جي خدمت اقدس ۾ اچي عرض ڪيم. پاڻ اسان جي ضامن گيري کان البت گران خاطرٿيا ۽ فرمايائون ته نواب زوراور ماڻهو آهي. پئسا ضرور وصول ڪندو. پوءِ اوهين ڪٿان ڀري ڏيندؤ سندن جواب ۾ عاجزائي ۽ نياز سان عرض ڪيو سون ته حضرتا! توڙي اهي پئسا بلڪل گهٽا آهن ۽ انهن جو ادا ڪرڻ اسان کان محال آهي. پر تڏهن به منهنجي دل نه گهريو ته حضرت ميان صاحب قدس سره جي

اولاد پٽسن جي لاءِ حاڪمن جي قيد ۾ پئي هجي. انهي دل جي گراني ڪري اسان ضامن پئجي آيا آهيون، پاڻ انهي ڳالهه بڌڻ شرط ڏاڍو خوش وقت ۽ فرحتناڪ ٿي اسانجي حق ۾ خير جي دعا فرمايائون ته انشاءَ الله مالڪ سائين عزاسمه پاڻهي اهي پٽسا اوهانجا ادا ڪرائي ڇڏيندو.

**46-نقل:** هيڪرپاڻ ادب بابت تفسير حسيني ڪان نقل فرمايائون ته هيڪر حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن جمع جي ڏينهن خطبو پي پڙهيائون ته ايتري ۾ دحيه ڪلبي رضي الله تعاليٰ عنه جو قافلو شام ملڪ ۾ سوداگري لاءِ ويل هو. جو ان وغيره جو وڏو وٽج ڪري خير سان موٽي اچي نڪتو. قافلي وارن جو اڳ دستور هوندو هو ته جڏهن قافلو خير سلامتيءَ سان موٽي ايندو هو، تڏهن خوشيءَ جي نوبت ڪڙي ڪنداهئا. مديني شريف ۾ ان وقت ڏڪر ۽ طعام جي تنگي هئي، تنهن ڪري جيئن دحيه ڪلبي رضي الله تعاليٰ عنه جي قافلي وارن نوبت وڄائي ته سڀ ماڻهو وٺي قافلي ڏانهن پڳا، ۽ حضرت سيد المرسلين صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جو حضور ڦٽو ڪري طعام وغيره وٺڻ لاءِ قافلي ڏانهن هليا ويا. ساري جماعت مان باقي چوڏهن ڄڻا حضور مبارڪ ۾ حاضر رهيا جن مان چار خلفاءِ راشدين رضي الله تعاليٰ عنهم به هئا. حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم فرمايو ته جي سڀ ماڻهو هڪبئي پٺيان هليا وڃن ها ۽ هنڌي مسجد شريف ۾ هڪ ماڻهو به ڪونه رهي ها ته جيڪر انهن ماڻهن ڏي هن واديءَ مان باهه نڪري اٿي هلي ها ! انهي تي هي آيت شريف الله تعاليٰ جل وعلا شانه جي طرفان نازل ٿي. ته " **اذا راواتجاره**" جڏهن ڏسن ٿا سوداگريءَ کي يعني سوداگري جي قافلي کي " **اولهوا**" يا ٻڌن ٿا آواز نوبت جو، جو قافلي جي پهچڻ تي وڄائيندا آهن " **انفضوا**" ته ڪندي وڃن ٿا مجلس ڪان ۽ وڃن ٿا " **اليها**" انهيءَ سوداگريءَ ڏي ته هڪ ٻئي ڪان طعام وٺڻ ۾ اڳرائي ڪن. " **وترکوک قائما**" ۽ توکي منبر تي بيٺو ڇڏي وڃن ٿا. " **قل ما عندالله**" فرماءِ اي پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم ته جيڪي الله تعاليٰ وٽ آهي (نماز جي ثواب ۽ حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي مجلس ۽ خطبي ٻڌڻ مان) " **خير من اللهو**" سو ڀلو زور ۽ وڏي فائدي وارو آهي. لهو جي ٻڌڻ ڪان " **ومن التجاره**" ۽ سوداگريءَ جي نفع ڪان ڇو ته ثوابن جو فائدو يقيني آهي ۽ معاملاتي ڪمن جو فائدو وهمي آهي ٿئي يا نه ٿي! " **والله خيرالرازقين**" ۽ الله تعاليٰ جل وعلاشانه ڀلو روزي پهچائيندڙ آهي.

**47- نقل:** مريد فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو ته هيڪر آءُ درگاهه مبارڪ تي ويو هوس. پاڻ مونکي ڏسي فرمايائون، ته اي ادا! شينهن آهي حيوان، پر جڏهن

ڪنهن اوليـاء الله تعــاليٰ جي زيارت لاءِ ايندو آهي ته واٽ ۾ ڪنهن کي نه ايذائيندو نه ستـائيندو آهي، پوءِ جڏهن زيارت ڪري مـوٽي ويندو آهي، تڏهن جيڪي وڻندو اٿس سو ڪندو آهي، توهان مريدن کي به کپي ته انهيءَ شينهن وانگر ادب ۾ هجو ڪنهن به جاندار کي نه ايذايو ۽ جيتري مدت به حضور ۾ رهو ته ادب سان رهو ۽ ڪنهن کي به نه ستايو.

**48- نقل:** خليفو ميان اميد علي، محمد خان فقير نظاماڻي کان نقل ڪيو ته هيڪر سندن پيرن مبارڪن ۾ سور هو. پاڻ فقيرن جي جماعت کي فرمايائون ته توهان مان هڪڙو ڄڻو اٿي اسان جي پيرن تي لتون ڏئي، پر ڪنهن به فقير ادب جي لحاظ کان حڪم بجا نه آندو. محمد خان فقير چيو ته مون " الامرفوق الادب" تي عمل ڪري اٿي پيرن مبارڪن تي لتون ڏنيون انهيءَ تي فقيرن مونتي ڪاوڙيون سٽيون ۽ جوش ڪيائون. پاڻ انهيءَ ڳالهه کان واقف ٿيا ۽ فرمايائون ته " فقيرن جي سمجهه تي ڏاڍو عجب ٿو لڳي! جو اسانجي زبان تي لتون ڏيڻ ته ڪين وڻن ٿيون، جنهن جو مقصد آهي حڪم جي مخالفت، باقي ضرورت جي وقت اسان جي پيرن تي لتون ڏيڻ ڪين نه ٿو وڻي جنهن اسان جي حڪم موجب لتون ڏنيون آهن، تنهن عين ادب جي بجا آوري ڪئي. هي بي سمجهه وري انهيءَ کي ٿا چون ته تو بي ادبي ڪئي؟

**49- نقل:** خليفو ميـان اميد علي ٿو نقل ڪري ته هيڪر جهان خان ٽالپر رهندڙ ولاسن جو مثنوي شريف جو نئون نسخو خريد ڪري آيو هو ۽ برڪت لاءِ سندن حضور ۾ سبق وٺڻ لاءِ عرض ڪيائين. پاڻ ڪيس فرمايائون ته جيڪو شخص دل جي حضـور ۽ ظاهري پاڪائي سان مثنوي شريف جو مطالع ڪندو ته الله تبارڪ وتعاليٰ ان کي حقيقت وارين رمزن جي کاڻ مان بي بهره نه ڇڏيندو.

**50- نقل:** جامع ملفوظات شريف رحمة الله عليه لکي ٿو ته سجدي تلاوت القرآن جي آداب بابت سندن هي طريقو هوندو هو ته قرآن شريف پڙهندي سجدي جي آيت شريف ايندي هئي ته پاڻ قران شريف نيبي ٻيهي پوءِ سجدي ۾ ويندا هئا ۽ سجدي کانپوءِ به وري اٿي ٻيهندا هئا پوءِ ويهي تلاوت ۾ مشغول ٿيندا هئا. اي عزيز! سندن پهريون اٿڻ اداءِ سجدي لاءِ هوندو هو، ۽ پويون اٿڻ قرآن مجيد جي ادب لاءِ.

**51- نقل:** قاضي محمد شفيع نقل ڪري ٿو ته هيڪر درگاهه مبارڪ تي حاويلي مبارڪ ۾ ٻين فقيرن سان گڏ مٽيءَ جي ڪم ڪار ۾ مشغول هوس. سموري جماعت حاويلي مبارڪ جي ادب کان پيرين اگهاڙي ڪم پي ڪيائون. ڪم ڪندي عبدالله فقير رند ٺاڪرو ٻڪري جي ڇيلڙي کي جواتي ٻي گهمبو وٺي چمي ڏني. پاڻ ڏسڻ شرط فرمايائونس ته اسانجي موڪل کانسواءِ هن کي ڇو

چمي ڏنئي؟ هن عرض ڪيو ته حضرتا! هي ڇيلڙو سائين جن جي ملڪيت هو، تنهن ڪري دل جي قرب ڪري ڪيس چمي ڏنم. پاڻ فرمايائون ته اهو ڪم تو بنا موڪل ڪيو آهي، هينئر اهو ڇيلو پاڻهي تو کان حساب وٺي ڇڏيندو پوءِ پاڻ سمجهاڻي ۽ نصيحت جي وات سان فرمايائون ته پنهنجي پٽ کي ڳلن تي چمي ڏيڻ گهرجي ۽ پنهنجي زال کي چپن تي، عبدالله فقير عرض ڪيو ته حضرتا چپن کان ڳل وڌيڪ آهن. پاڻ سندن چوڻ تي مرڪيا ته اينتري ۾ اهو ڇيلڙو جيئن عبدالله فقير پير اگهاڙو ڪيو بيٺو هو تيئن اچي پير جي مٿان لت ڏنائينس، جنهن ڪري پير چيرجي پيس ۽ اتان رت وهڻ لڳس، پاڻ فرمايائون ته اهو چمي ڏيڻ جو وير، توکان ڏس ته پاڻهي وٺي ڇڏيائين نه!

اي عزيز حضور جن رضي الله تعاليٰ عنه جو فقير کي خوش طبعي طرح فرمايائون ته اهو ڇيلو تو کان وير وٺي ڇڏيندو سا خوش طبعي نه هئي، بلڪ اهو واقعو سندن روشن دل جي مٿان ظاهر ٿيل هو. تنهن کي خوش طبعيءَ جي نموني سان بيان فرمايائون.

**52- نقل:** پاڻ فرمايائون ته جيڪڏهن ڪنهن ماڻهو کان ماءُ پيءُ جا حق ادا نه ٿي سگهيا هجن ۽ سندس والدين وفات ڪري ويا هجن ته ڪيس ته ڏهاڙي سندن مقبري تي وڃي زيارت ڪري ۽ ڪين ختمو ڏي ته الله تعاليٰ جلشانه ان جي ماءُ پيءُ کان سندن سيئي حق بخشرائي ڏيندس.

**53- نقل:** صديق فقير نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون ته ڪو شخص ڪنهن بزرگ جو مريد هو هيڪر شينهن منهن پئجي ويس تنهن مٿس حملو ڪيو ته ڪانوانس فقير ويچاري دانهن ڪري چيس ته اي شينهن هينئر مونکي ڇڏ ته آءُ پنهنجي مرشد جي زيارت لاءِ وڃي رهيو آهيان. جڏهن اوڏانهن زيارت ڪري موٽندس تڏهن وري ساڳيو هن وات سان تو-وٽ ايندس. پوءِ جيڪا تنهنجي مرضي هجي سا ڪجانءِ انهيءَ ڳالهه بڌڻ شرط شينهن وات ڇڏي پاسي ٿي ويو ۽ اهو فقير وڃي پنهنجي مرشد جي زيارت کان مشرف ٿيو. جڏهن پنهنجي پير کان موڪلائي موٽڻ لڳو تڏهن دل ۾ خيال آيس ته هي مرشد کان پوئين موڪلائي آهي. وري زيارت کان مشرف نه ٿي سگهندس. اهو خيال سندس مرشد کي مڪاشفي سان معلوم ٿي ويو ۽ فرمايائينس ته انشاء الله تعاليٰ تون جلد اسان سان ملاقي ٿيندين. پوءِ اهو مريد اتان روانو ٿيو ۽ سڌو انهيءَ شينهن واري جاءِ تي آيو ۽ سندس آڏو بيهي چيائينس ته اي شينهن! هينئر مون کي کائيتو هجيئي ته اچي کاءُ چو ته آءُ توسان واعدو ڪري ويو هوس. شينهن چيس ته اي فقير! انجام پاڙڻ جي اهڙي دليري پاڻون ٿو ڪرين. ڪ پنهنجي مرشد کان سکي اٿئي؟ فقير چيو ته مرشد کان سکي اٿم شينهن چيس ته مون کي به پلا پنهنجي مرشد جي زيارت کان

مشرف ڪر. چيائين ته هائو. ائين چئي ٻئي ڄڻا بزرگ جي ڳوٺ ڏانهن روانا ٿيا ٻ تي وڪون اڳتي هلي شينهن چيس ته اي فقير منهنجي هٿ ۾ ڪوئي ڏاڪو وجهي وٺي هل! هن فقير پنهنجي رليءَ مان ڏاڪو ڪڍي سندس هٿ ۾ ٻڌو ۽ اڳتي وٺي هليس جڏهن شهر جي ويجهو آيا تڏهن شينهن چيس ته مون کي هتي ڇڏ ۽ تون پنهنجي مرشد جي خدمت ۾ وڃ. ۽ ڪيس منهنجو احوال وڃي ڏي. چو ته جيڪڏهن آئون تو سان گڏجي شهر ۾ هلندس ته ڳوٺ جا ماڻهو منهنجي ڏسڻ سان وٺي شور مچائيندا ۽ ساري شهر ۾ ٿرٿلو مچي ويندو. سا بي ادبي ٿي پوندي. فقير اها ڳالهه ٻڌي شينهن کي اتي ڇڏي اچي پنهنجي مرشد مڪمل جي خدمت ۾ سهڙيو ۽ شينهن جو سمورو احوال عرض ڪيائين. پير ڪيس چيو ته وڃي ان شينهن کي هتي وٺي اچ. فقير موٽي شينهن وٽ آيو ۽ اچي ڏسي ته شهر جا ڪتا شينهن کي چوڌاري وڪوڙي ويا آهن ۽ ڪيس بيٺا پونڪن بلڪ ڪن ڪتن ته ڪيس چڪ ٻ پاتا هئا جنهن ڪري رت پئي اڙهس. فقير جڏهن ڪيس اهڙي حالت ۾ ڪتن جي هٿ گرفتار ڏٺائين تڏهن چيائينس ته اي شينهن! تنهن جي هيڏي ساري پهلواني ۽ طاقت ڪي ڇا ٿي ويو؟ جو هي بي همت ڪتا توکي پيا ٿا پٽن ڪائن. رڳو پنهنجي ٻت کي ڪٽي ڇنڊين ته ٻ هوند هي ڪتا يڪدم ڀڄي وڃن ۽ تنهن جي ويجهو هڪ ٻ ڪونه وڃي. شينهن چيس ته تنهنجي ڳالهه سچي آهي. پر اهڙي بي ادبي مون کان ڪانه پڇندي جو تنهنجو ڏاڪو منهنجي ٻانهن ۾ پيو هجي ۽ آءٌ تنهنجي مرشد جي ڳوٺ جي ڪتن جي بي ادبي ڪيان!

**54- نقل:** هيڪر پاڻ سانجهي نماز کانپوءِ ذڪر جي شغل مهل فقيرن کي فرمايائون ته اي يارو! الله تعاليٰ جل شانه جو ذڪر دل جي حضور ۽ ادب سان ڪرڻ گهرجي. ڏسو ته جيڪڏهن ڪو مير سهراب يا مير غلام علي جي متوسلن مان ڪين ڳالهه ٻولهه ۾ ياد ڪندو آهي ته ٻ ادب کان ڇتو نالو نه وٺندو آهي. بلڪ مير صاحب ڪري چوندو آهي. حالانڪ هو اهل دنيا جا آهن ته ٻ ادب سان نالو ٿا وٺن. پوءِ توهان پنهنجي خالق مالڪ عزا سمہ سان مشغول آهيو، گهرجي ته ادب جي واٽ نگاهه ۾ رکو ۽ قلب جي حضور سان ذڪر ۾ مشغول ٿيو. جيئن ڪنهن بزرگ فرمايو آهي ته:

**برزبان تسبيح در دل گاؤ خر  اين چنين تسبيح کي دارد اثر**

يعني زبان سان پئي تسبيح پڙهجي ۽ دل ۾ ڏاندن گڏهن جا خيال هجن ته پوءِ اهڙي تسبيح ڪتي اثر ڪندي؟

**55- نقل:** حضرت پيرسائين مسند نشين اول قدس سره نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ رات جو حضرت ميان صاحب قدس سره جي ڪڍ حاويلي مبارڪ ۾ اندر تشريف فرما، پي ٿيا، جڏهن دروازي وٽ آيا تڏهن حضرت ميان صاحب جن قدس سره فرمائين ته اي ابا: توهين

اتي بيهو! ايئن چئي اندر حاويلي ۾ اسريا ۽ پاڻ مرشد جي امر جي ادب کان سياري جي ساري رات، هن خيال سان اتي درتي بيٺا رهيا تہ جيڪڏهن وڃون، يا پوئتي موٽي وڃون، يا اتي ويهون تہ بهرحال نافرماني ٿي پوندي. تنهن ڪري ساري رات سرديءَ ۾ اتي ئي بيٺي گذاري ڇڏيائون ! صبح جي وقت جڏهن حضرت ميان صاحب جن قدس سره ٻاهر تشريف فرما ٿيا تڏهن ڪين اتي بيٺل ڏسي حال پڇيائون، پاڻ جواب ڏنائون تہ حضرتا راتاڪون ادب کان اتي بيٺو آهيان تہ متان حڪم عالي جي بي فرماني ٿي پوي! حضرت ميان صاحب جن قدس سره انهيءَ ڪري ڏاڍا خوش ۽ رضامند ٿيا ۽ ڪين ٻاڪر پائي انعام اڪرام باطني مرحمت فرمايائون. پاڻ انهيءَ وقت ڪمال ذوق شوق کان فرمائيندا هئا تہ جيڪي انهيءَ رات فقير کي مرحمت ۽ عطا فرمايائون، سا ساري عمر لاءِ غنيمت هئي بلڪ اهڙي عطا نہ اڪين ڏني نہ ڪن ٻڌي.

**56-نقل:** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو تہ پاڻ فرمايائون تہ هيڪر هڪڙو شخص حضرت ميان صاحب جن قدس سره جي حضور ۾ آيو ۽ عرض ڪيائين تہ حضرتا! جيڪڏهن محبوب پيو نچي تہ پوءِ ان جي ڏسڻ سان لذتون ۽ حظ حاصل ڪرڻ درست آهن يا نہ؟ پاڻ ٿوري دير ماٺ ڪري پوءِ اهڙو تہ جواب شافي ۽ ڪلام ڪافي فرمايائون جنهن سان نہ وحدانيت جي حد ڀڳي ۽ نڪي شريعت جي حڪم کان ٻاهر نڪرڻو پيو. فرمايائونس تہ عاشق کي لازم آهي تہ هرحال ۾ پنهنجي محبوب جو رضا طلب رهي. پوءِ جيڪڏهن نچڻ واري حالت ۾ محبوب کان ڏسڻ جي موڪل نہ ملي تہ ڏسندڙ محبوب جو بي فرمان ۽ عاصي ٿي پوندو. اهو جواب ٻڌي سائل ليزم ۽ لاجواب ٿي ويو. پاڻ فرمايائون تہ جيڪڏهن سائل کي ڏسڻ جي موڪل ڏين ها تہ شريعت جو حڪم ڀڄي پوي ها ۽ جيڪڏهن جهل ڪن ها تہ وحدانيت ۾ نقصان ٿي پوي ها. تنهن ڪري محبوب جي اجازت تي موقوف ڪيائون تہ سيئي اعتراض لهي ويا.

**57- نقل:** خليفو ميان لقمان رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ پاڻ فرمايائون تہ لقمان حڪيم کان پڇيائون تہ تون ادب ڪنهن کان سکيو؟ لقمان سڀوري جواب ڏنو بي ادبن کان. سو ڪيئن تہ جيڪي سندن ڪم منهنجي نظر ۾ خراب لڳندا هئا سي سمجهندو هوس تہ سيئي ڪي نہ ٿا وڻن ۽ پوءِ انهن ڪمن کان اعراض (پاسو) ڪندو ويس تہ ادب وارو ٿي ويس.

**58- نقل:** صاحبزادو والا تبار ميان احمد شاهہ عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو تہ ننڍڙائي واري وقت ۾ سيئي صاحبزادا حضرت مرشد مربي قدس سره کي پيرسائين ڪري سڏيندا هئا ۽ آئون بابا ڪري سڏيندو هوس. پوءِ هيڪر پاڻ حاويلي شريف ۾ هئا ۽ آئون ٻاهر در تي اچي بيٺس، ۽ سڏ ڪيم تہ بابا! در کوليو تنهن تي صاحبن سڳورن فرمايو تہ پٽ ادب ڪر.

حضرت پير سائين جن کي بابا نہ چئو! پيرسائين کري سڏيندو ڪر. پاڻ فرمايائون تہ صاحبزادي کي نہ جهليو. ڇو تہ مون کي پڻ مان ئي ڪنهن بہ بابا ڪري نہ سڏيو آهي ۽ اسانکي انهيءَ لفظ جي سڪ هئي.

**59- نقل:** پاڻ فرمايائون تہ حديث شريف ۾ آهي تہ حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي زماني ۾ منافق جي سڃاڻڻ جي هيءَ وڏي نشاني هوندي هئي تہ سندن حضور پرنور ۾ جيڪو ڏاڍيان گهٽيون ڳالهيون ۽ بيهودا گفتا، بي سود بڪواسون ڪندو هو، اهو منافق ليکيو ويندو هو پوءِ پاڻ ميرڻ فقير ٽالپر جي تعريف توصيف ۾ ڪي لفظ مبارڪ فرمايائون.

اي عزيزا انهيءَ فقير جي هميشہ عادت هوندي هئي تہ حضور مبارڪ ۾ ٻري اچي ويهندو هو ۽ ڪجهہ بہ ڳالهہ ٻولهہ نہ ڪندو هو. گويا ذرڙي وانگر پاڻ کي حقيقت جي سج آڏو محو ۽ ناچيز ڪري سمجهندو هو.

**60- نقل:** سندن روش مبارڪ هوندي هئي تہ جيڪڏهن ڪنهن موقعي تي رستو مسجد شريف مان وبجهو هوندو هو ۽ ٻئي پاسي کان وڪڙ ڪري رستو پري هوندو تہ مسجد شريف جي ادب کان پراهين رستي سان وڪڙ کاٽي ويندا هئا. باقي مسجد شريف مان نہ ويندا هئا.

**61- نقل:** خليفو لقمان رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ رستي سان سوار ٿيا ٻي اسريا. آئون ۽ ميان قابل شاهہ ٻئي ٿوري وڇوٽي سان حضور جن جي پوٺان پئي وياسون تہ رستي سان ڪي واٽهڙو ماڻهو مليا. تن فقيرن کان پڇيو تہ هي ڪهڙو پير آهي؟ ۽ نالو ڇا اٿس؟ تڏهن ڪنهن بہ فقير ادب جي پاران ڪين جواب ڪونہ ڏنو نيٺ ميان قابل شاهہ تمام ادب سان سندن نالو مبارڪ ڪين ڏسيو ۽ جواب ڏنو، پوءِ جڏهن منزل تي اچي حضور مبارڪ ۾ پهتاسون، اتي ميان قابل شاهہ انهن واٽهڙن جي نالي پڇڻ ۽ فقيرن جي جواب نہ ڏيڻ ۽ پنهنجي ڏسڻ بابت سموري حقيقت خدمت عالي ۾ بيان ڪري ٻڌائي. پاڻ فرمايائون تہ چڱو ڪيئي. ڇو تہ ٻي کي گمراهيءَ ۾ نہ وجهجي، ۽ نالو ادب سان ڳنهڻ درست آهي.

**62- نقل:** عبدالله فقير ابڙو نقل ڪري ٿو تہ پاڻ فرمايائون تہ جيڪڏهن ڪو غير واقف مرشد جو نالو پڇي تہ ادب ۽ تعظيم سان نالو وٺڻ بي ادبي نہ چئبي. بلڪ اهو بہ ادب سمجهبو ڇو تہ جيڪڏهن پاڻ نالو نہ وٺندو تہ پيو ڪو بيگانو ماڻهو بي ادبي سان نالو ڏسيندو تہ پوءِ چوندڙ توڙي ٻڌندڙ ٻئي بي ادبي جي دڙڪي هيٺ اچي ويندا. پر جي مريد مرشد جو نالو وٺندو تہ سيئي بي ادبي کان محفوظ رهندا.

**63- نقل:** ڪرم فقير ساند وينل مهائين جو نقل ڪري ٿو ته هيڪر مون سندن حضور مبارڪ ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! هن غلام کي حضور جن جي ذات اقدس ڪانسواءِ ٻي ڪنهن به خليفي يا مريد سان التفات ۽ ورونهه ڪانه رهي آهي. مگر سائين جن سان دل جو ڪلي تعلق آهي. پاڻ جواب ۾ نقل بيان فرمايائون ته ڪو بزرگ پنهنجي ڪنهن مريد وٽ اچي مهمان ٿيو هو. پوءِ انهيءَ مريد مرشد لاءِ تمام مڪلف ۽ عمده طعام تيار ڪري ڪٺي آيو ۽ اچي آڏو رکيائينس ايتري ۾ هڪڙو ڪتو دروازي کان لنگهي آيو. بزرگ مريد کي چيو ته، هيءَ ماني کڻ ۽ انهيءَ ڪتي کي ڏي ته کائي. مريد چيو ته حضرتا! هي ماني اوهين کائو ڪتي کي آئون ٻي ماني پچرائي ڏيندس. تنهن تي انهيءَ بزرگ پنهنجي هٿ سان اهو عمدو کاڌو انهيءَ ڪتي کي ويهي کارايو. مريد خدمت ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! ڪهڙي سبب ڪري هن ڪتي جي ايتري تعظيم تڪريم تا ڪيو؟ بزرگ چيو ته انهيءَ ڪتي جي رنگ ۽ شڪل سان هڪڙو ڪتو اسان جي مرشد جي گهٽيءَ ۾ هوندو هو تنهن ڪري سندس ادب ٿو ڪيان!.

**64- نقل:** خليفو ميان غازي خان ٽالپر نقل ڪري ٿو ته مون کي پهريان عادت هوندي هئي ته سندن حضور مبارڪ ۾ ويجهڙو وڃي ويهندو هوس، پر جڏهن جماعت جو انبوه گهڻو ٿي ويو تڏهن اڪثر ڪري ڪنڌ پاسي ويهڻ ٿيندو هو. هيڪر پاڻ صاحبزادي والاتبار ميان محمد حسن شاهه کي ميڙ طرح ملامحمد رحيم رهنڊڙ هالن پراڻن جي حل مشڪل لاءِ حيدرآباد روانو فرمايائون ۽ اڪثر جماعت صاحبزادي سان گڏجي اوڏانهن روانو ٿي ، مون کي ۽ فيروز فقير نظاماڻي کي به صاحبزادي صاحب پاڻ سان گڏجي هلڻ لاءِ چيو پر پاڻ ڪيس فرمايائون ته مڙئي پاڻ سان نه وٺي وڃين اسين به سفر لاءِ تيارآهيون. آخر صاحبزادو جڏهن روانو ٿي ويو تڏهن جماعت باقي ٿوري وڃي بچي. جو رڳو هڪ صاحبزادو ۽ ٻيا ٻٽي کي فقير حاضرهئا. انتي آءٌ جاءِ خالي ڏسي مسجد شريف جي اترين پاسي کان مصلي کي اچي ويجهڙو ويٺس. پاڻ ڏسي فرمايائون ته خليفو اڄ اچي اسان جي ويجهڙو ويٺو آهي پوءِ وري مهرباني طرح فرمايائون ته خليفا ٻيا به گهڻا آهن پر تون اسان کي پنهنجن صاحبزادن جهڙو آهين. وري فرمايائون ته اڄ جماعت ٿوري ٿي آهي ته جاءِ خالي ٿي آهي تڏهن اچي پرسان ويٺو آهين؟ مون عرض ڪيو ته حضرتا! انهيءَ جو سبب فقيرن جي ڪثرت نه آهي بلڪ اسان کي اسانجي ٻڇڙاين ۽ عيبن خدمت شريف کان پري وڌو آهي. پاڻ فرمايائون ته الله تعاليٰ اوهان کي عيبن کان آزاد ڪيو آهي. پر فقيرن کي ادب ڪونهي جو وڏي چمار وارن فقيرن جو ادب نه ٿا ڪن. پوءِ پاڻ فرمايائون ته

حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جي زماني ۾ سڀ ڪنهن اصحابي سڳوري لاءِ مرتبي آهر جاءِ مقرر هوندي هئي، جيئن ته وڏي ڄمار وارن لاءِ پهرين صف ۾ جاءِ مقرر هئي ۽ ننڍي عمر وارا پوئين صف ۾ ويهندا هئا جيڪڏهن وڏن اصحابن سڳورو مان نماز جي وقت ڪنهن کي دير مدار ٿي ويندي هئي ته تڪبير جي وقت تائين ان جي جاءِ تي ڪوئي ڪونہ ويهندو هو باقي تڪبير کانپوءِ ٻيو اصحابي سڳورو سندس جاءِ تي ويهندو هو. پر جي تڪبير کانپوءِ ٿي اهو مقرر جاءِ وارو اصحابي سڳورو اچي نڪرندو هو ته ٻي اصحابي کي نماز ۾ ئي ڇيلهہ کان وٺي ڪٽي پوئين صف ۾ ويهاريندو هو ۽ پاڻ پنهنجي اصلي جاءِ تي ويهندو هو ۽ اهڙي هلت ڪري ڪوبہ ننڍن يا وڏن مان ترش رو ۽ رنج نہ ٿيندو هو. پوءِ فرمايائون تہ اسانکي بہ ڪڏهن دل ۾ خيال ايندو آهي تہ جيڪر سنگتن کي سمجهايون تہ هوند اڳين پوين جي وچ ۾ ادب جي وات نگاهہ ۾ رکن، پر ڏسون ٿا تہ بي ادبن کي ڪو اثر ڪونہ ٿيندو.

**65- نقل:** پاڻ بيان فرمايائون تہ هيڪر حضرت ميان صاحب قدس سره جن حاويلي شريف ۾ حاضر نہ هئا. آءُ اندر هوس اتي هڪڙي ڪٽ اڻ واڻيل رکي هئي. مونکي دل ۾ خيال پيو جنهن ڪري وڃي مڄ وڌي، انهيءَ مان واڻ تيار ڪري ڪٽ واڻي ڇڏيم، جڏهن پاڻ تشريف فرماٿيا، تڏهن ڪٽ ڏسي پڇيائون تہ هي ڪٽ ڪنهن واڻي آهي؟" صاحبن سڳورن هن فقير جي نالي فرمايائون تہ فلاڻي واڻي آهي؟ انهيءَ ڪم ڪرڻ ڪري پاڻ ڏاڍو خوش خورم ۽ راضي ٿيا ۽ فرمايائون تہ فلاڻو يعني هي فقير سيني ڪمن ۾ اسان جي رضا طلبيندڙ ۽ مرضي ڳوليندڙ آهي.

**66-نقل:** خليفو ميان غازي خان ٽالپر نقل ڪري ٿو تہ هيڪر صديق فقير منڊڙو رهندڙ درگاهہ شريف جو جنهن پنهنجي سڄي حياتي اصحابن سڳورن اهل وصفهہ وانگر مسجد شريف جي ڪنڌ ۾ گذاري ڇڏي هئي. تنهن سندن حضور مبارڪ ۾ سندن ئي نهيل ڪافي ٻي پڙهي. جنهن تي ميان خالي فقير ڪبس چيو تہ ڪافي جو مصرعو ائين نہ آهي هن طرح پڙهو، صديق فقير چيو تہ تنهن جي چوڻ سان آءُ مرشد جو ڪلام غلط ڪري ڪونہ پڙهندس. انهي بابت مڙئي پاڻ ۾ بہ ٽي ڀيرا تڪرار سان گفتگو ڪيائون. پاڻ سندن گفتگو ٻڌي نقل بيان فرمايائون تہ ڪو شاعر ڪنهن ٻنيءَ وٽان اچي لنگهيو. ڏٺائين تہ اتي هڪڙو شخص ڳاڏي تي ويٺو سندس شعر پڙهي پر غلط سلط پيو ڪري. شاعر کي جو ڪاوڙ آئي سو لٺ کڻي اچي ٻنيءَ جي ڪانن ۾ بيٺو ۽ ڏکن سان وڃي انهن کي ڀڃندو . ڪڙمي اهو حال ڏسي ڀڄندو آيو ۽ اچي جهليائينس تہ اسان جي ٻنيءَ

جا هي ڪانا، ڇو ٿو پڇين؟ هن ڇيس تہ تون وري اسان جي ڀنيءَ جا ڪانا ڇو ٿو وڃي پڇين؟ يعني شعر وڃي غلط پڙهين؟

**67- نقل:** هيڪر ميان قيصرخان نظاماڻي حضور پرنور ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! چون ٿا تہ جنت المعليٰ ۽ جنت البقيع مقامن وارا اهل قبور سڀ بهشت ۾ ويندا؟ جواب فرمايائون نہ هائو ائين لکن ٿا. قيصرخان وري عرض ڪيو تہ حضرتا! امامن سڳورن شهيدن رضي الله تعاليٰ عنهم جا قاتل ۽ ٻيا اڳيان ڪفار بہ اتي پوريل آهن؟ پاڻ ڪجهہ جواب ڪونہ ڏنائونس. جامع ملفوظات شريف رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ انهي ڳالهہ بابت مخدوم صاحب مخدوم ميان محمد زمان صاحب وڏي لواري وارن قدس سره ڪان منقول آهي تہ ڪنهن مريد ڪائن پڇو هو تہ حضرتا! ماڻهو چون ٿا تہ جيڪو جنت البقيع ۽ جنت المعليٰ ۾ پوربو سو بهشتي هوندو. سا ڳالهہ ڪيئن آهي؟ بزرگ صاحب جواب فرمايائون تہ " جي هڙ ۾ هوئس ٿماڪ، تہ جهنگ مڙوئي دائرو" يعني ايمان وارو ٿماڪ دل واري ڳنڍ ۾ ٻڌل آهي تہ جاتي ڪاٿي جنت المعليٰ ۽ جنت البقيع آهي.

اي عزيز! پاڻ سائل جي جواب ۾ فرمايائون تہ ائين ٿا لکن يعني تہ اها ڳالهہ پاڻ ٻين تي موقوف رکيائون. ۽ پاڻ ڪجهہ بہ چٽائي نہ ڪيائون پر وري جڏهن سائل قاتلن ۽ ڪافرن بابت سوال ڪيو تہ پاڻ ڪجهہ بہ جواب نہ ڏنائون. سو اهو مڙوئي پاڻ ٻنهي مقامن سڳورن جي ادب جي پاران ڪيائون. ڇو تہ جنت البقيع رسول ڪريم حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم جي پاڙي ۾ آهي ۽ جنت المعليٰ رباني ڪعبي جي پاڙي سان ۽ جناب مخدوم صاحب قدس سره جن جو جيڪو جواب هو سو چٽائي سان بيان ڪري ڏنائون.

**68- نقل:** هيڪرپاڻ نقل بيان فرمايائون تہ ڪنهن بادشاهہ جي حضور ۾ ڪن نچڻين بازيگرياڻين جو ٽولو راڳ سرود ڪندي مشڪري ۽ ٺوڪ جو نمونو پي ڏيکاريائون ۽ انهيءَ مشڪري ۾ حضرات نقشبندين قدس لله تعاليٰ اسرارهم جي مراقبي تي مشڪري اچي ٻيهاريائون. جيئن تہ انهن بزرگن وانگر مٿو گوڏي تي رکي مراقبو ڪري ويهي رهيون. گهڻي ڪل خوشيءَ ڪانپوءِ بادشاهہ ڪين حڪم فرمايو تہ هينئر مراقبو ڪوليو. پر هنن ٻڌو بہ نہ، مراقبو اهڙي طرح قائم رکيائون. تان تہ نيٺ بادشاهہ هنن کي هزارين لکين رپيہ انعام ڏيڻو ڪيو تہ بادشاهہ جي حڪم ۽ دنياوي لالچ کي ڪي ڪين ڪري سمجهيائون ۽ مراقبي ڪان مٿو مٿي نہ ڪيائون ۽ ڪجھ دير ڪانپوءِ پنهنجي مرضي سان پاڻهي مٿو ڪڍي مراقبو ڪوليائون تنهن تي وزيرن ۽ اميرن ۽ خود انهيءَ بازيگراڻين جي متولين ڪين ملامت ۽ مٺن ڪاوڙ ڪيائون، تہ بادشاهہ جي حڪم موجب ڇونہ مراقبي ڪان

مٿو ڪنيو. جنهن ڪري تمام وڏي دولت ۽ ملڪيت حاصل ٿي پوي ها. هن جواب ڏنو ته انهيءَ وقت اسان اهڙي متبرڪ جماعت جي مشابهت ڪري ويٺيون هيون سون، اها ماليت نه ٿيو پر جي ساري روئي زمين جي دنيا اچي ڪني ٿئي ته به سندن نظر ۾ ان جو قدر ڪک جيترو به ڪونه هجيس. پوءِ لاچار اسان کي به انهن جي حال موجب رهڻو هو، ۽ سندن روش جي مخالفت سبب شرمندو ٿيڻو نه هو سون. پاڻ فرمايائون ته بزرگن جي ادب ۽ جماعت فقراءَ جي برڪت ڪري انهن مڙني بازيگرائڻين کي الله تبارڪ وتعاليٰ جلشانه فسق فجور ۽ بدڪمن کان توبه نصوع نصيب ڪئي ۽ ولايت جي شرف کان مشرف فرمايو.

اي عزيز! حديث شريف ۾ وارد ٿيل آهي ته ”من تشبه بقوم فهو منهم“ يعني جيڪو شخص ڪنهن به قوم سان هلت چلت لباس طعام وغيره ۾ مشابهت ڪندو ته اهو انهي قوم مان ٿيندو. ڏسو ته انهن بدڪار بازيگربائڻين جي بخت وارو ڏنو ۽ ڀاڳ ڀڙايو ته رڳو انهيءَ مبارڪ جماعت جي مشابهت ڪرڻ پاران ولايت جي وڏي مرتبي تي مشرف ٿي ويون.

**69- نقل:** خليفو ميان لقمان رحمة الله عليه نقل ڪري ٿو ته پاڻ هيڪر نقل فرمايائون ته هڪڙو سادات سگورو جناب فيضماب حضرت ميان صاحب قدس سره جن جو مريد هو. پوءِ هيڪرحضرت ميان صاحب جن جي حضور ۾ ڪي مهمان آيا هئا، تن کي ماني کارائڻ ڪانپوءِ اهو سيد ٿانو ڪنيو موٽيو پي آيو ته واٽ تي حضرت ميان صاحب جن قدس سره آڏو ملي ويس، سندن منهن مبارڪ تي اک پوڻ سان سندس پير ترڪي ويا ۽ گوڏا ۽ ٺونيون وڃي زمين تي ڪنس. پر هوشياري ۽ ڏاهپ سان مرشد جا ٿانو هٿان نه ڇڏيائين، ۽ ٿانون کي لوڏو نه ڏنائين. حضرت ميان صاحب جن فرمايس ته بابا! ٿانون بچائڻ لاءِ پاڻ کي ڇو ڦٽي وڌءِ؟ هن سچي مريد عرض ڪيو ته حضرتا! ٿانون جي ڀڃڻ کان مون کي پنهنجي وجود جو ڀڃڻ ۽ ايذاءَ گهٽو سولو ٿو لڳي.

**70- نقل:** فتح محمد فقير ناهيو نقل ڪري ٿو ته هيڪر درگاهه مبارڪ تي پي ويس اتفاقا مون کي رات حضرت شاهه لطيف ڀٽائي قدس سره جي مڪان تي پيئي، اها رات جمع جي هئي سا اتي گذاري صبح جو درگاهه مبارڪ تي هليو آيس ۽ ٻي ڀيري به اهڙي طرح مٿين هفتن رات گذارڻ جو اتفاق ٿي ويو اها رات به جمعي جي هئي. انهي ڀيري جڏهن درگاهه تي آيس، تڏهن سندن قدمبوسي کان بعد عرض ڪيم ته حضرتا! هن غلام کي به ڀيرا شاهه ڀٽائي قدس سره جي مڪان تي رهڻ جو اتفاق پيو آهي. طالب کي ڪيئن ڪرڻ گهرجي؟ پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته مبتدي نوبل طالب کي ڪيپي ته مرشد ڪانسواءِ ٻي هنڌ نه وڃي.

اي عزيز! انهي بابت حضرت ناصرالدين خواجہ عبيدالله احرارؔ الله تعاليٰ سره الاقدس پنهنجي ملفوظات ۾ ڪجهڙو نہ سهڻو چيو آهي تہ:

**زانروکہ چشم تست احول        معبود تست پير اول**

(يعني جڏهن تہ تنهنجي اک کي ڪجهہ تيڏ جو اثر آهي، (ورنہ) تنهنجو معبود پهريان تنهنجو مرشدئي آهي!)

ٻئي ڪنهن بزرگ فرمايو آهي تہ:

**همہ شهر پر زخوبان ومن در خيال ماهي**

**چہ کنم چشم بد خونکند بکس نگاهي**

يعني سارو شهر سهڻن (محبوبن) سان ڀريو پيو آهي پر مون کي رڳو هڪڙي محبوب جي سڪ سيني ۾ سمايل آهي. ڇاڪيان جو هي بدخصلت اک انهيءَ هڪ محبوب کانسواءِ ٻي ڏانهن نهاري ئي نہ ٿي.

**71-نقل:** ٻچل فقير درگاهي نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ شيخ گلاب جي دعوت وٺڻ لاءِ ٻي اسريا، آءٌ ۽ صاحبزادو والا تبار ميان محمد صادق قدس سره سندن هم رڪاب هئاسون، واٽ تي سندن مريدن مان هڪڙو شخص اچي قدمبوسي کان مشرف ٿيو ۽ عرض ڪيائين تہ حضرتا! آءٌ ڪالهاڪون درگاهہ مبارڪ تي آيو آهيان، پر ادب جي ڪري قدمبوسي حاصل ڪري نہ سگهيوآهيان. پاڻ فرمايائونس تہ پوءِ اڄ ادب ڪاڏي ويو؟

**72- نقل:** پاڻ فرمايائون تہ جيڪڏهن ڪو گمنام مفلس شخص ڪنهن شاهوڪار کان ڪا عمدي پوشاڪ رعايتي وني وڃي پهري ۽ انهيءَ ڪري ماڻهو ڪيس عزت ۽ مان شان وارو سمجهي عزت ڏين ۽ تعظيم بجا آڻن تہ اها عزت انهيءَ شخص جي نہ چئبي بلڪ اها انهيءَ پوشاڪ جي عزت آهي. تنهن ڪري انهي مفلس کي گهرجي تہ انهيءَ تعظيم ۽ عزت کي پاڻ ڏي نسبت نہ ڪري بلڪ پاڻ کي اهوئي گمنام ۽ ڪنگال ڀائيندو رهي ۽ انهي عزت جي نسبت انهيءَ شخص ڏانهن ڪري جنهن جي اها پوشاڪ آهي. مطلب تہ جيڪڏهن ڪنهن ڪامل جي صحبت ڪري بداخلاقيون ۽ رذيل خصلتون متجي سهڻيون وصفون ۽ نيڪ عادتون حاصل ٿي پون. جنهن ڪري هو زماني ۾ ممتاز باعزت ۽ مرجع الخلائق ٿي پوي ،ڪيپس تہ انهن فضيلتن ۽ ڪمالين کي پاڻ ڏانهن نسبت نہ ڪري بلڪ " وماصابک من حسنة فمن الله" موجب انهن چڱاين کي الله تعاليٰ جلشانه ڏي يا پنهنجي شيخ ڏانهن نسبت ڪرڻ گهرجيس، ڇو تہ شيخ بہ وصل جي لاءِ وسيلو آهي.

**73- نقل:** جمعو فقير محراب فقير پرگڙيءَ وٽ نوڪر هوندو هو ۽ وتس ڏاڍي

عزت ۽ حرمت هيس، سندس سيني ڪمن بابت مختار ۽ مالڪ هوندو هو ۽ پوشاڪ، ڪاڌي پيتي وغيره ۾ محراب فقير پاڻ جھڙو رکندو هوس، سو نقل ڪري ٿو ته هيڪر مون سندن خدمت بابرڪت ۾ بيان ڪيو ته حضرتا! محراب فقير پرڳڙي مون کي تعظيم تڪريم ڏيندو آهي، ۽ سيني ڪمن ۾ مون کي مختار ڪري ڇڏيو اٿس، پاڻ فرمايائون ته "اي يار! تون الله تعاليٰ جلشانه کي دوست ٿو رکين، تنهن ڪري محراب فقير به توکي دوست ٿو رکي، پوءِ فرمايائون ته خلق جو اولياءَ الله کان ڊڄندي ۽ هيبت کائيندي آهي سو رڳو هن ڪري ته هو الله تبارڪ وتعاليٰ کان ڊڄندا رهندا آهن:

**هرڪہ ترسيد از حق وتقويٰ گزيد**
**ترسد ازوي جن وانس و هرڪہ ديد**

يعني جيڪو شخص الله تبارڪ وتعاليٰ کان ڊڄندو ۽ پرهيزگاري ڪندو ته ان کان جن، ماڻهو مطلب ته جيڪو به ڏسندس ته ڪائنس ڊڄندو پيو.

**74- نقل:** قاضي محمد شفيع نقل ڪري ٿو ته هيڪر درگاهه تي ذڪر جي حلقي ۾ آئون سندن پرسان ويٺي ذڪر ڪيو. پاڻ آهستگيءَ سان ويٺي ذڪر ڪيائون ۽ مون ڏاڍيان ذڪر پئي ڪيو ته ذڪر منجهہ مون کي هي آيت شريف خيال ۾ آئي "لاترفعوا اصواتڪم فوق صوت النبي" يعني پنهنجا آواز حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جي آواز کان بلند نہ ڪيو. اهو خيال ايندئي مون ذڪر آهستگيءَ سان ڪري وڃي پورو ڪيو. پوءِ جڏهن فارغ ٿياسون، تڏهن آيت شريف ۽ پنهنجي خيال بابت خدمت ۾ عرض گذاريم، پاڻ فرمايائون ته الله تبارڪ وتعاليٰ جي ذڪر ۾ جيئن پيا ڪيو، تيئن موڪل آهي. باقي ٻين ڳالهين ۾ "انصتوا" جو حڪم هوش جي ڪنن سان ٻڌي ڇڏجي ۽ پنهنجو آواز مرشد جي آواز کان مٿي نہ ڪرڻ گهرجي ته بي ادبي نہ ٿي پوي.

## فصل چوٿون
## ذڪر ۽ شغلن بابت نقلن ۾

**1- نقل:** پاڻ فرمايائون تہ حضرت خواجہ بهاءُ الحق والدين نقشبند قدس سره ڪي ذڪر فڪر ۽ مراقبي ۽ وردن عبادت رياضت صبر ۽ قناعت ۽ توڪل وغيره سلوڪ جي شرطن سان ڪمال حاصل ٿيو هو ۽ انهيءَ وسيلي سان ڪين وصال ٿيو ۽ حضرت خواجہ عبيدالله احرار نقشبندي قدس سره ڪي ضعيفن فقيرن بيمارن جي خدمت جي طريقي سان وصل نصيب ٿيو هو. تنهن ڪري پنهنجن مريدن ڪي بہ صحبت جي وقت ۾ خدمت جي گهڻي تحريص فرمائيندا هئا ۽ حضرت خواجہ نقشبندي قدس سره پنهنجن مريدن ڪي ذڪر فڪر جي شغل جي گهڻي ڪوشش فرمائيندا هئا. چو تہ ڪين انهيءَ واٽ سان الله تعاليٰ جلشانه حاصل ٿيو هو. پاڻ انهيءَ هنڌ هي سنڌي بيت فرمايائون:

**جنهن ڪي جيائين پرين پاڻ پسائيو**
**تنهين ڪي تيائين ليڻا پائڻ آيا**

**2- نقل:** پاڻ فرمايائون تہ هڪڙي پير پنهنجي مريد ڪي الله تعاليٰ جلشانه جي صفتن ۾ فنا ٿيڻ جو شغل ڏسيو ۽ فرمايائين:

**سميع** يعني ٻڌندڙ **بصير** يعني ڏسندڙ **ڪليم** يعني ڳالهائيندڙ **قدير** يعني سگهندڙ ۽ **حي** يعني جيئرو. اهي سڀ صفتون الله تبارڪ وتعاليٰ جلشانه جون آهن ۽ بي سموري مخلوقات ۾ عاريتي (اڌاريءَ) طرح موجود رهن ٿيون. طالب ڪي ڪپي تہ جڏهن هن شغل ۾ مشغول ٿئي تڏهن اهي سموريون صفتون پاڻ کان ۽ بي ڪل موجودات کان قطع ڪري سندن نسبت الله تعاليٰ جلشانه ڏي ڪري. پوءِ جڏهن انهي نسبت ۾ ڪمال حاصل ٿي ويو تہ پوءِ بس الله تعاليٰ جلشانه ڪانسواءِ بيو ڪو ڪين رهندو. انهيءَ شغل سان مشغول ٿيڻ جي واٽ هي آهي تہ پهريائين دل ۾ سندس خيال جمائي ۽ پوءِ دماغ ۾ ان ڪي حفظ ڪرائي ڇڏيو، پوءِ اهو خيال متجي حال ٿي پوندو ۽ حال وري جڏهن ڪمال ڪي پهچندو تہ پوءِ " اينما تولوا فثم وجہ الله" جي حقيقت ڪلي پوندي جنهن جو مطلب آهي تہ جيڏانهن بہ نهاريندو تہ اوڏانهن ڪيس رباني تجلي نظر آڏو هوندي:

**بهرطرف ڪہ ببينم جمال تومي بينم**
**هر آنچہ در نظرم جملگي تومي آئي**

يعني جيڏانهن ٿو نهاريان تہ تنهنجي ئي تجلي پيو ڏسان. منهنجي نظر ۾ تہ مڙوئي تون ئي تون پيو ڏيکارجين.

**توئي مقصود گرمشغول غيرم توئي معبود گرنزديڪ دورم**

يعني ظاهري غير سان مشغول هوندس ته به مقصود منهنجو تون آهين ۽ ويجهو هجان توڙي پري پر معبود منهنجو تون ئي آهين. پوءِ اهو مريد بازار ۾ وڃي انهيءَ شغل جو فڪر ڪري هڪڙي هنڌ وڃي ويٺو. اتفاقا انهي بازار مان هڪڙو هاٿيوان هاٿي ڪاهيون پي آيو تنهن فقير کي سڏ ڪري چيو ته فقير، اتان پري ٿجانءِ! ڇو ته هاٿي آهي مست، متان توکي ڪو اهنج نه پهچائي. پر فقير سندس چيونه ورتو ۽ پاسو نه ڪيائين. جڏهن هاٿي ويجهڙو آيس تڏهن سونڊ سان وٺي ڪٽي زمين تي اڇلايائينس جنهن ڪري فقير جو پير پچي پيو. هي انهي حال سان پنهنجي پير وٽ آيو ۽ عرض ڪيائين ته حضرتا! هن غلام کي فناءِ صفاتي جو شغل مرحمت فرمايو هيو. سو آءٌ انهيءَ شغل سان بازار ۾ ويٺي نظارو ڪيم ته اينتري ۾ هاٿي آيو ۽ مون کي تڪليف پهچائي اٿس، پير فرمايس ته ڪنهن توکي پري ٿيڻ لاءِ چيو هو ڪ نه؟ عرض ڪيائين ته هائو سائين! مون کي هاٿيوان سڏ ڪري چيوهو ته هاٿي مست آهي رستي کان پري ٿجانءِ ته توکي اهنج نه پهچائي. پر مون اوهان جي فرمودي موجب حي جي صفت جو خيال رکي اتان پري نه ٿيس. تنهن ڪري هاٿي ويجهو اچي مون کي سونڊ سان ڪٽي زمين تي اڇلايائين. پير چيس ته حي جي صفت سڃاتئي باقي **ڪليم** جي صفت نه سڃاتئي؟ انهيءَ ڪري توکي ايذاءُ پهتو آهي.

**3-نقل:** هڪڙي مريد سندن حضور مبارڪ ۾ نفي ۽ اثبات جي شغل جي مشغولي لاءِ عرض گذاريو. پاڻ انهيءَ تي ڪناس ڏاڍو راضي ٿيا، ۽ ڪيس شغل سان هن طرح مشغول فرمايائون ته پهريون دم بند ڪري. "لا" جو حرف نفسي لطيفي کان شروع ڪري ۽ سري ۽ خفي ۽ اخفيٰ کان ڦيرائي معنيٰ جي لحاظ کان "اله جو لفظ سڄي ڪلهي تي پهچائي جنهن جي معنيٰ آهي ته ٻيو ڪو خدا ڪونهي ۽ "**الاالله**" جو لفظ جنهن جي معنيٰ آهي مگر الله جل واعليٰ شانه لطيفي روحي ۽ سري کان آڻي ھ جي حرف کي قلبي لطيفي تي ضرب سان اچي پورو ڪري ۽ ايڪويهين پيري قلبي تصور سان "محمد رسول الله" (صلي الله عليه وآله وسلم) چوي ۽ معنيٰ جي لحاظ سان ڪلمو پورو ڪري دم کي ڇڏي ڏي، پر جي ايڪويهين پيرن تائين دم نه بند ڪري سگهي ته پنجن يا ستن يا نون يا يارهن تي جيترو ٿي سگهيس اوتري تي دم ڇڏي ڏي. پر دم کي اڪي تي ڇڏي نه ٻڌيءَ تي. باقي انهي شغل جي زڪوات سا ايڪويهه پيرا آهي.

اي عزيز! انهي شغل جي مقبوليت هيءَ آهي جو بشريت واري وجود جي نفي ٿي وڃي ۽ ان ڪانپوءِ سالڪ کي الله تبارڪ وتعاليٰ جي جذبن مان جذبو عطا

فرمايو وڃي ٿو ۽ حقيقت جا احوال ۽ رنگا رنگيون لڳو لڳ مٿس وارد ٿيڻ شروع ٿي وينديون ۽ جيئن اڃائيو تيئن ڍؤ نہ ٿيندس ۽ " هل من مزيد" جو نعرو هڻندو اڳتي وڌندو ويندو پوء اهڙي سالڪ کي الله تبارڪ وتعاليٰ پنهنجي ڪرم عميم سان دستگيري فرمائيندو تہ جلد ولايت ڪبريٰ جي درجي کي وڃي پهچندو.

**4- نقل:** پاڻ فرمايائون تہ هيڪر سيد محمد عاقل جي ملاقات لاءِ ديهہ هالاڻي ۾ وياهئاسون هڪڙو فقير مجذوب جماعت ۾ هو، جنهن کي تقديرا ڪن سنگتين جي صحبت مان ڀنگ پيئڻ جي عادت پئجي وئي، اهو فقير اتفاقا ڀنگين جي هڪڙي دائري کان اچي لنگهيو ۽ انهن ڀنگين کان ڀنگ گهريائين، دائري جي مالڪ مجذوب کي ڀنگ ۽ ڏنڊو ڪونڊو آڻي ڏنو تہ هن کي گهوٽي پيءُ ۽ پاڻ ڪنهن ڪم ڪار سان شهري ڏي هليو ويو.* اهو مجذوب تہ محبت الاهي جي نشي ۾ غرق ٿيو پيو هو ۽ مٿس سلطاني ذڪر جو تمام غلبو هوندو هو تنهن ڀنگ گهوٽڻ جي آواز کي ذڪر جو آواز سمجهي ذوق شوق جي غلبي کان وٺي زور سان ڀنگ گهوٽڻ، جنهن ڪري ڪونڊي کي هيٺ پيجي وڌائين پوء ڏنڊو ڪٽي اچي ٻين ٿانون تي ٻينو" ۽ گهڙا ڪونرا، ۽ وتا ٿالهيون هڪ بہ نہ ڇڏيائين سڀ ڀڃي ٻيهي رهيو! جڏهن دائري وارو شهر مان آيو تہ ڇا اچي ڏسي تہ هڪ ٿانؤ بہ سڄو ڪونهي! وٺي گهوڙا گهوڙا مچايائين ۽ دانهون ڪندي اچي اسان وٽ فريادي ٿيو. اسان چيس تہ تو پاڻ ان کي پنهنجي مرضي سان پاڻ وٽ دائري ۾ ويهاري ڀنگ جا ڏنڊا ڪونڊا سندس حوالي ڪري هٿ سان پنهنجا ٿانو ڀڃرايا اٿئي. تنهن ۾ اسان جو ڇا وڃي؟

**5-نقل:** سيد غني شاه نقل ڪري ٿو تہ هيڪر سندن حضور ۾ هڪڙي فقير عرض ڪيو تہ حضرتا! جنهن ذڪر بابت حضور فرمايو هو اهو ڪيم جيئن تہ حضور جن فرمايو هو تہ جڏهن دم اندر سيني ۾ وڃي تہ " الله " جو اسم شريف خيال سان قلب تي هڻجي، جڏهن ٻاهر نڪري تہ " هو" جو اسم نڪ مان ٻاهر ڪڍجي. انهيءَ ذڪر تي تڪرار ڪيو اٿم هينئر سموري جسم ۾ ذڪر جاري آهي. پاڻ فرمايائون تہ اهو "همه اوست" جو ذڪر آهي ۽ دم اندر آڻيندڙ ۽ ٻاهر نيندڙ بہ الله تبارڪ وتعاليٰ آهي، جيئن ڪنهن بزرگ فرمايو آهي تہ:

**نامي ست برمن باقي همه اوست**

يعني مون تي رڳو منهنجو نالو آهي باقي آهي ڪل اهو!

**6- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر لاڙڪاڻي جي سفر ۾ آءُ سندن خدمت ۾ حاضر هوس. پوءِ هڪڙي رات سواري تي حضور جن

سان گڏ ذڪر ڪندا پي آيا سون تہ انهيءَ وقت عين ذڪر ۾ حضرات انبيائن سڳورن عليٰ نبينا وعليهم السلام جي ڪماليتن اچي منهن ڏنو. ۽ هن فقير جو جسم سڀ ڪنهن نبي جي جسم وانگر ٿي پي ويو. پوءِ اها ڪيفيت ۽ ٻيون گهڻيون ئي ڪيفيتون جن جو ذڪر ۾ ڏسڻ ٿيو هو. سي سندن حضور ۾ عرض گذاريم، پاڻ فرمايائون تہ اهي انبياءَ اولو العزمن جون ڪماليتون آهن. جڏهن الله تعاليٰ جلشانہ بنا فڪر جي اوهان کي عطا فرمايون آهن تہ هينئر انهن جي شغل جو احتياج ڪونہ رهيو پوءِ انهيءَ مقام جو حدون ٻڌائي ڇڏيائون.

**7- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ جڏهن آءٌ سندن خدمت باعظمت ۾ تلقين جي شرف کان مشرف ٿيس تڏهن ذڪر جي قرات ڪندي اچي سلطاني ذڪر ۾ مشغول ٿيس ۽ اهو ذڪر ساري بدن ۾ جاري ٿي ويو. پوءِ فرمايائون تہ دل جي تصور سان گهڻو مشغول ٿيءُ. سندن فرمودي موجب دل ساڻ توجہ رکيم تہ ان مان ڏاڍي جمعيت حاصل ٿي ۽ ذڪر بہ ساري ئي بدن ۾ غلبو ورتو. پوءِ پاڻ لطائفن يعني ڇهن لطيفن جو ذڪر ڏسيائون. هرهڪ لطيفي جي محل بيان فرمائي، ارشاد ڪيائون تہ نفسي لطيفو دن کان بہ آڱر هيٺ آهي ۽ قلبي جي جاءِ کٻي ٻبي جي هيٺان آهي ۽ لطيفو روحي سڄي ٻبي هيٺان ۽ سري لطيفو سيني جي وچ ۾، ۽ لطيفو خفي پيشاني ۾، ۽ لطيفو اخفيٰ دماغ ۾ آهي. پوءِ هي ترتيب ڏسيائون تہ پهريان نفسي لطيفي تي "الله" جو اسم خيال سان تڪرار ڪري تان تہ جيئن دم بند ڪرڻ ڪري عاجز ٿي پوي پوءِ سڄي پاسي کان نڪ بند ڪري، کٻي پاسي کان آهستي آهستي ساهہ ڪڍي ڇڏ. اهڙي طرح سيني لطيفن تي ترتيب سان دور ڪري يعني پهريان نفسي تي پوءِ قلبي پوءِ روحي پوءِ سري ۽ خفي ۽ اخفيٰ تي تڪرار ڪري، پر اخفيٰ لطيفي تي ٻين لطيفن کان بہ ٻيرا زياده تڪرار ڪجي ۽ اڪي جو لحاظ رکجي. مثلا ٻين لطيفن تي ٽي ٽي ڀيرا تڪرار ڪيو هجيس تہ اخفيٰ تي پنج ڀيرا ڪري، ۽ جي ٻين تي پنج ڀيرا ڪيو هجيس تہ اخفيٰ تي ست ڀيرا ڪرڻ گهرجيس ۽ اسم شريف جي صورت خيال ۾ رکڻ لاءِ هيٺان کان مٿي تي لحاظ رکجي يعني هيٺين لطيفن کان مٿي دور ڪجي.

جامع ملفوظات رحمت الله عليہ چوي ٿو تہ ان فڪر جي ابتدا ۾ البت ڏکيائي پئي لڳي سندن حضور ۾ عرض ڪيم تہ حضرتا! هن فڪر جي تصور ۾ وڏو ذوق جو ڀاڱو هوندو. پاڻ فرمايائون تہ جيڪي آڏو آهي سو سڀ نور عليٰ نور آهي. پوءِ سڀ ڪنهن لطيفي مان ڏاڍا عجائب نظر آيا ۽ سڀڪو ايڏو تہ ڪشادو پيو ڏسڻ ۾ اچي جو آسمانن ۽ زمينن کان بہ زياده ۽ رنگ (جي سالڪن کي معلوم آهن، سي ڏسڻ ۾ اچي ويا.

**8- نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو تہ هيڪر آءُ ۽ حقائق آگاهہ فقير رحيم ڏنو، ٻئي گڏجي درگاهہ مبارڪ تي حضور مبارڪ ۾ پهتاسون، اتي فقير رحيم ڏني حضور جن کان ڪو شغل پڇيو! سو پاڻ ڪيس ڏسيائون. پوءِ فرمايائونس تہ تون ۽ خليفہ اميد علي پاڻ ۾ حال محرم آهيو، هڪ ٻي جي احوالن کان واقف پيا ٿينداڪيو.

**9- نقل:** هيڪر سندن حضور ۾ ڪنهن فقير عرض ڪيو تہ حضرتا! تهجد جي نفلن کان پوءِ ذڪر ۾ مشغول ٿجي يا نہ؟ پاڻ فرمايائونس تہ جيڪو اوهان کي مقرر وقت يعني سانجهي جو ذڪر ڏسيل آهي تنهن ۾ ذڪر سان مشغول ٿيو. باقي تهجد جي نفلن کان پوءِ فڪر ڪرڻ گهرجي.

**10- نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو تہ هيڪر خليفو محمد ناهيي حضور جن جي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! اوهين هن ڪان اڳ گوڏن مبارڪن تي مراقبو فرمائيندا هئا ۽ هينئر دوزانو يعني نماز وانگر ويٺي ئي منهن مبارڪ تي لٽو وجهي مراقبو ٿا فرمايو تنهنجو سبب ڇا؟ پاڻ فرمايائون تہ هن ڏينهن ۾ نفي اثبات جو شغل ٿا ڪيون.

اي عزيز اهو شغل پاڻ پنهنجي پوئين حياتيءَ ۾ نماز صبح جي ڪانپوءِ ڪاني ڪن سج چڙهڻ تائين تڪرار فرمائيندا هئا. ۽ انهيءَ ڪانپوءِ اتي اشراق جا نفل ادا ڪنداهئا. انهيءَ روش تي آخر تائين هميشگي فرمائي اٿن. تنهن ڪري اسان مريدن تي بہ لازم آهي تہ پنهنجي مرشد جي انهيءَ روش جي متابعت ۾ محڪم ٿيون تہ سندن متابعت جي برڪت سان باطني فيض جا دروازا اسانتي کلي پوندا. انشاءَ الله تعاليٰ.

**11- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر آءُ درگاهہ مبارڪ تي هوس، اتي مسمات مائي سليمت رهندڙ ديهہ پليجن جي، جو اها پرڳڻي روپاهہ جي ديهن مان هڪ ديهہ آهي تنهن مون سان ڳالهہ ڪئي تہ مون اڄ اندر حويلي ۾ سندن حضور مبارڪ ۾ ڏاڍو عجز ۽ روڄ ڪيو ۽ پنهنجي طلب جي تقصير بابت عرض گذاريم. پوءِ پاڻ رحم فرمائي هي شغل مونکي ڏسيائون تہ بادشاهہ جي لشڪر جو وچي خيال ڪر. چوڌاري هيٺ مٿي سڀ انهي جو لشڪر آهي.

اي عزيز! اهو شغل مقام (جمع الجمع) ۾ آهي. ڇو تہ هيٺيون جهان توڙي مٿيون ٻئي انهيءَ حقيقي بادشاهہ جا ٺئي آهن.

**12- نقل:** صاحبزادو والا تبار ميان محمد شاهہ قدس سره نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ رمضان شريف جي مهيني ۾ اعتڪاف منجهہ ويٺل هئا. پوءِ روزي

چوڙڻ وقت اسين مڙئي سندن خدمت ۾ حاضر هئاسون، ۽ روزو چوڙيو سون. افطار ڪانپوءِ پاڻ مونکي فرمايائون ته اي بابا! اڄ اسين اوهان جي لاءِ نفي اثبات جي شغل ۾ مشغول ٿياهئاسون. مون ادب ڪان ڪو جواب ڪونه ڏيئي سگهيو. پر دل ۾ خيال ڊوڙايم ته سائين جن جو فرمائڻ ته توهان جي لاءِ نفي اثبات جي شغل ۾ مشغول ٿياسون تنهنجو مطلب الائي ڇا؟ ايتري ۾ پاڻ منهنجي دل جي واهمي ڪان واقف ٿي فرمايائون ته اي بابا! مرشد ڪي گهرجي ته جنهن شغل ۾ مريد ڪي مشغول ڪري ته پاڻ بہ ان شغل ڪي تڪرار ڪري ته انهي ڪري مريد ڪي انهيءَ شغل ۾ ترقي ۽ زيادتي حاصل ٿيندي. تنهن ڪري سڀ ڪنهن ائين ڏينهن گذرڻ بعد مرشد ڪي سمورن شغلن جو دور ڪرڻ لازم آهي ڇو ته پوءِ جيڪو مريد جهڙي بہ شغل ۾ هوندو ته ان ڪي ترقي نصيب ٿيندي.

## فصل پنجون

## قبض ۽ بسط بابت نقلن ۾

**1- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر مون سنڌ خدمت مبارڪ ۾ عرض گذاريو تہ حضرتا! مونکي قبض ڏاڍو ٿو ٿئي. پاڻ فرمايائون تہ قبض جي زيادتي بسط جي زيادتي جو سبب آهي، اسانکي بہ قبض گهڻو هوندو هو پوءِ هي سنڌي بيت فرمايائون:

> **ڪڏهن تاڪي ڏين، ڪڏهن ڪلن در دوست جا**
> **ڪڏهن اچان اچڻ نہ لهان ڪڏهن ڪوئيو نين**
> **ڪڏهن سڪان سڏ کي ڪڏهن ڳجهہ اندر ڳرهين**
> **اهڙائي آهين، صاحب منهن جا سهرين !**

۽ ٻيو هي بيت بہ قبض تي شاهد آندائون:

> **ديدار مي نمائي و پرهيز مي کني**
> **بازار خويش و آتش ماتيز مي کني**

يعني ديدار ڏيکاري وري پرهيز ۽ اوٽ ٿو ڪرين، پنهنجي بازار ۽ اسان جي شوق جي باهہ تکي ٿو ڪرين.

**2- نقل:** هيڪر پاڻ الله بخش ابڙي جي ڇڏائڻ لاءِ حيدرآباد جي قلعي ۾ مير غلام علي ٽالپر وٽ تشريف فرما ٿيا هئا. الله بخش مٿين تي سرڪاري قرض رهيل هو تنهن لاءِ ميڙ طرح سائين جن کي وٺي ويا هئا. پر اتي جڏهن مير غلام علي پئسا نہ ڇڏيا ۽ انهن جي معافي لاءِ دولتمند مريد جيئن تہ بهادر خان ۽ جعفرخان نظاماڻي ۽ ٻيا عقلي تدبيرون ڪرڻ لڳا، تڏهن سندن طبيعت مبارڪ تي بي جمعيتي جا آثار ڏسڻ ۾ آيا، ان وقت پاڻ مونکي (يعني جامع ملفوظات رحمة الله عليہ) کي فرمايائون تہ ڪو ڪتاب ڪٽي اچ تہ مطالعو ڪيون ڇو تہ بي جمعيتي ٿي پئي آهي. مون سندن حڪم موجب گهڻو ئي ڪتاب جي جستجو ڪئي. مگر هٿ ڪونہ آيو. ٻي ڏينهن پاڻ انهن زميندارن کي ٻين عقلي تدبيرن ويڙهائڻ کان صاف طرح جواب ڏيئي ڇڏيائون ۽ فرمايائون تہ اسان خاص خدا ڪارڻ آيا آهيون ۽ پنهنجي ارادي جي واڳ بلڪل پنهنجي قادر ڪريم جي هٿ ۾ ڏئي ڇڏي اٿسي. ان وقت مون ڪتاب سندن خدمت ۾ پيش ڪيو. پاڻ فرمايائون تہ اچ ڪتاب ڪاڏي ڪنداسون ڇو تہ بي جمعيتي ڪٽي رهي آهي؟ هي سموري ڳالهہ ۽ پئسن جي معافي جو تفصيل ڪرامتن واري فصل ۾ لکيو ويندو. انشاء الله تعاليٰ.

**3- نقل:** پاڻ فرمايائون تہ لنگهن جي ريت هوندي آهي تہ جڏهن ڪنهن شادي مرادي تان ڪجهہ پئسا يا ٻيو ذخيرو جيڪي هٿ ايندو اٿن تہ اهو بنا سانگي صرفي جي دل جي مرضي موجب خرچ ڪري ڇڏيندا آهن پوءِ جڏهن ڪجهہ نہ رهندو اٿن ۽

تنگي ۽ بک اچي وئندي اٿن، تہ پوءِ پاڻ ۾ انهيءَ خوشي ۽ ڪشادگي وارن ڏينهن جون ڳالهيون ٻولهيون ڪري تنگي جي وقت کي نباهيندا آهن، طالبن کي بہ اهڙي ريت قبض جي وقت ۾ بسط جون ڳالهيون ياد آڻڻ کپن تہ الله تعاليٰ جلشانه قبض جي وقت کي بسيط يعني ڪشادو ڪري ڏيندن. خواجہ حافظ فرمايو آهي تہ:

**دور گردون گردوروزي بر مراد مانگشت**
**دائما يکسان نباشد کار دوران غم مخور**

يعني جي زمانو اسان جي مراد موجب هڪ بہ ڏينهن نہ هليو تہ ڏک نہ ڪجي ڇو تہ زماني جو هميشہ هڪ جهڙو دستور ڪڏهن بہ نہ رهندو. ڏکن کانپوءِ سک آخر اچڻا آهن.

**4- نقل:** عبدالله فقير رهنڊڙ ڪور واهہ جو نقل ڪري ٿو تہ هيڪر سندن خدمت بابرڪت ۾ ڳوٺ سالارن منجهہ رات جو راڳ پئي ڪيوسون صبح جو جڏهن اتان سوار ٿيا، انوقت مونکان پڇيائون تہ رات تو ڪنيات سر مان هڪڙو بيت پئي ڇيو سو وري ڇئو تہ اسان تو کان ياد ڪيون. مون عرض ڪيو تہ حضرتا! اهو الائي ڪهڙو بيت آهي " پاڻ هن بيت لاءِ اشارو فرمايائون:

**چنڊ ۾ اير سنجهہ تہ اونداهي اجهو ڪيان**
**پري ڪتوري هنجهہ، رتا پرين پهائيان**

پوءِ پاڻ اهو بيت مونکان ياد ڪري ورتائون.

**5- نقل:** الهداد فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو تہ هيڪر آئون سندن خدمت ۾ ڪنهن سفر منجهہ هم رڪاب ٿي وبس ۽ ان وقت ذوق شوق جي حالت ڪان ڪلندو ٿي ويس تہ اوچتي پاڻ مون ڏانهن نهاريائون ۽ مون کي ڪلندو ڏسي فرمايائون تہ اي الهداد تون بہ خليفي بخش علي وانگر هميشہ پيو خوشيون ڪرين ۽ ڪلين مون عرض ڪيو تہ حضرتا! آئون ڪونہ ٿو ڪلان، سائين جن ٿا ڪلن، پوءِ فرمايائون تہ هميشہ خوش رهڻ بہ ايمان جي نشاني آهي.

**6-نقل:** حقائق آگاهہ سيد ميان اول شاهہ رهنڊڙ ديهہ شادي واقع پرڳڻي روپاهہ جو نقل ڪري ٿو تہ هيڪر مون سندن خدمت بابرڪت ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! قبض واري حالت ۾ مراقبي مان ڪو فائدو نہ ٿو پهچي ۽ حالت واري وقت ۾ مراقبي جو احتياج ئي ڪونہ ٿو رهي باقي پوءِ مراقبي مان فائدو ڪهڙو؟ پاڻ جواب ۾ فرمايائون مبتدي طالبن جي تعليم لاءِ.

**7- نقل:** صاحبزادو والاتبار ميان هدايت الله شاهہ رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ پاڻ لوءِ (گهوٽڪي) جي بزرگن جي معاملي فيصل ڪرڻ لاءِ حاڪمن جي

چوڻ موجب مخدوم صاحب محمد عاقل کهڙن واري رحمة الله عليہ سان گڏجي اوڏانهن اسريا هئا. اتي پهچڻ کانپوءِ فقيرن تي غير جنس جي صحبت ۽ لوءِ وارن بزرگن جي ارادت منديءَ نہ هجڻ ڪري ڏاڍو قبض ۽ توقف ٿي پيو. انهيءَ قبض جي ڪري ئي صاحبزادي ميان محمد حسن شاهہ جن عرض ڪيو تہ حضرتا! لڳن ۾ خارش ٿي پئي آهي تنهن لاءِ ڪپڙ جي پيرونئن ڪائڻ جي ضرورت اٿم مونکي رخصت ملي؟ پاڻ ڪيس موڪل ڏنائون ۽ وري مون کان پڇيائون تہ اي بابا! توکي بہ متان قبض هجي. عرض ڪيم تہ حضرتا، قبض آهي پر قبض مان ذوق اچي ٿو پوءِ پاڻ فرمايائون تہ طالب کي کپي تہ جيئن بسط مان لذت جو حظ وٺي ٿو. تيئن قبض مان بہ ذوق حاصل ڪري.

**8- نقل:** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو تہ پاڻ حديث شريف کان بيان فرمايائون تہ هيڪر حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جن اصحابن سڳورن کان پڇيو تہ اهو ڪهڙو وڻ آهي جو خزان توڙي چيٽ ۾ هميشہ هڪ جهڙو سرسبز ۽ تازو ٿو رهي ۽ نڪو ڪومائجي نڪي سندس پن ٿا ڇڻن. اصحابن سڳورن مان ڪنهن کي بہ ان جو اطلاع حاصل نہ ٿي سگهيو. مگر ابن عمر رضي الله تعاليٰ عنہ سمجهي ورتو پر ان وقت ڄمار جو ننڍو هو تنهن ڪري چپ ڪري ويو! پوءِ پاڻ ٻڌايائون تہ اهو وڻ ڪجيءَ جو آهي، جو هميشہ تازو ٿو رهي. اتي حضرت عبدالله بن عمر رضي الله تعاليٰ عنہ عرض گذاريو تہ حضرتا! مون کي اهو دل ۾ اچي ويو هو پر خليفن سڳورن ۽ ٻين وڏن اصحابن هوندي جرات ڪرڻ مناسب نہ سمجهيم.

حضرت مرشد مربي قدس سره جن هن حديث مبارڪ بابت سمجهاڻي ڏني تہ ڪجي مان مراد آهي ڪامل انسان، جو مصيبتن ۽ ايذائن ۽ مرضن وغيره جي خزان وارد ٿيڻ وقت بہ خوش خورم ۽ سلامتي حفظ ۾ رهي ٿو. انهن مان ڪيس ڪو ڏک ڪونہ ٿو پهچي جيئن تہ قرآن مجيد ۾ ارشاد آيل آهي تہ:

**" الا ان اولياء الله لا خوف عليهم ولاهم يحزنون"** يعني خبردار بيشڪ الله تعاليٰ جلشانہ جا جيڪي دوست آهن تن جي لاءِ نڪو خوف آهي ۽ نڪي هو غمگين ئي ٿين ٿا. ۽ ٻيا عام ماڻهو ٻين وڻن جي مثال آهن جو ٿورڙيئي تڪليف سان ملول ۽ ڏکايل ٿي پون ٿا. جيئن ٻيا وڻ ٿورڙيئي تڪليف اچڻ سان پنهنجا پن ڇاڻي ڪومائجي ويندا آهن ۽ هڪ حال تي قرار نہ هوندو اٿن، بلڪ ڪڏهن خزان ۾ تہ ڪڏهن بهار ۾ تهڙي طرح هو بہ ٿورڙيئي تڪليف سان همت هاري ٽيڙ اڇلائي ڇڏيندا ۽ هڪ حال تي نہ هلندا ڪڏهن خوش تہ ڪڏهن رنج.

## فصل ڇھون
## خوابن ۽ سندن تعبيرن بابت نقلن ۾.

**1- نقل:** هيڪر پاڻ بيان فرمايائون ته حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم مڪه شريف جي فتح ڪرڻ کان اڳ مدينه منوره ۾ خواب ڏٺائون ته جڻ ڪعبت الله شريف جو طواف پيا ڪيون، پوءِ صبح جو اهو خواب اصحابن سڳورن سان بيان فرمايائون، اصحابن سڳورن عرض ڪيو ته حضرتا! حضور جن جو خواب پڪ آهي ته حق ۽ سچ آهي، تنهن ڪري ڪعبت الله شريف جي زيارت لاءِ تياري ڪرڻ گهرجي. پوءِ پاڻ ستن سون اصحابن سڳورن جي جلوس ۾ ڪعبت الله شريف جي زيارت لاءِ احرام ٻڌي مڪه معظمه ڏانهن روانا ٿيا، جڏهن حديبيه وٽ پهتا، جا مڪه معظمه کان ٽن ڪوهن پنڌ تي آهي. تڏهن پاڻ اتي نزول فرمايائون ۽ مڪه معظمه وارن ڏانهن هڪڙو ماڻهو روانو ڪيائون ته اسين اوهان سان وڙهڻ ڪونه آيا آهيون، بلڪه بيت الله جي زيارت لاءِ آيا آهيون تنهن لاءِ اوهين روڪ نه ڪريو، ته اسين زيارت ڪري موٽي وڃون. انهن ظاهر ۾ ته موڪل ڏني، پر مخفي طرح پنهنجو لشڪر گڏ ڪرڻ شروع ڪري ڏنائون ۽ مڪه شريف ۾ پسگردائي کان چار هزار ڪن ماڻهو گڏ ڪري جنگ لاءِ تيار ٿي ويٺا. پاڻ ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم صلح جي ڪوشش لاءِ اصحابن کي وري وري پيو موڪليو پر ڪنهن به طرح صلح ۾ نه پيا اچن، نيٺ پاڻ اميرالمؤمنين عثمان رضي الله تعاليٰ عنه کي صلح جي ڳالهين ۽ زيارت جي اجازت لاءِ موڪليائون، جڏهن حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه مڪي شريف ۾ آيو تڏهن مڪي شريف وارن خيال ڪيو ته حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي وڏن اصحابن مان آهي تنهن ڪري ڪيس شهيد ڪري وجهون، انهيءَ ڪري حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه کي اتي ڪٿي قيد ڪيائون، ته ايتري ۾ مڪي معظمه وارن مان ڪنهن شخص اچي حضور مبارڪ ۾ خبر پهچائي ته حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه کي ڪفارن شهيد ڪري وڌو آهي. پاڻ ان وقت هڪ ڪنڊي جي وڻ هيٺان آرام منجهه هئا جو ڪنڊيءَ جون ٽاريون سندن پٺي مبارڪ تي پئي پيون ۽ هڪڙو اصحابي سڳورو ٽاريون هٿ سان جهليو ويٺو هو. پاڻ انهيءَ خبر ٻڌڻ شرط ننڊ مان اٿيا ۽ سڀني اصحابن سڳورن کي گهرائي فرمايائون ته مون سان هن انجام تي بيعت ڪيو ته اوهين مڙئي هن ڪفارن جي جهاد ۾ اول کان آخر تائين سڀئي ڪسي ساهه ڏيندؤ ۽ هڪ به پوئتي مديني

منوره ڏانهن ڪوچ ويندو.
سيني اصحابن سڳورن ارادي ۽ عقيدت جو مٿو صداقت جي زمين تي رکيو ۽ سچي دل سان اهو انجام ڏنائون ۽ بيعت جو هٿ حضرت پيغمبر صلي الله عليه وآله وسلم جي هٿ مبارڪ ۾ ڏنائون. پوءِ جڏهن اها خبر مڪي شريف وارن کي پهتي تڏهن سمجهيائون ته وڏي جنگ ٿي پوندي، انهيءَ خوف کان صلح ڪيائون، ۽ ٻين شرطن سان گڏ هي ٻه شرط وڌائون ته جيڪو به مڪي شريف وارن مان اوهان ڏي مسلمان ٿي ايندو تنهن جي ٻانهن اسان کي موٽائي ڏيندؤ، باقي جيڪو مسلمانن مان ڪفارن وٽ ايندو سو اوهان کي موٽائي نه ڏنو ويندو، ۽ اهو عهد نامو ڏهن سالن تائين قائم رهندو. پاڻ اهو عهد نامو قبول ڪري ساڻن صلح ڪيائون ۽ انهن حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه کي ڇڏي ڏنو، پاڻ ڪعبت الله شريف جي زيارت مهمل ڪري مديني منوره ڏانهن موٽڻ جو ارادو ڪيائون. اڃا مڪي شريف وارن جا وڪيل جي صلح لاءِ آيل هئا سي اتي ويٺا ئي هئا ته هڪڙو شخص مڪي شريف مان اچي حضور مبارڪ ۾ اسلام جي عزت سان مشرف ٿيو. ڪفارن چيو ته هي پهريون واقعو آهي. عهدنامي جي شرط موجب سندس ٻانهن اسان جي حوالي ڪيو. پاڻ انجام موجب انهيءَ اصحابي سڳوري جو ٻانهن کين ڏنو ۽ اصحابي سڳوري کي دلداري ڏنائون ۽ دعا فرمايائون ته الله تعاليٰ جلشانه تنهنجو نگهبان ٿيندو. حضرت اميرالمؤمنين عمر رضي الله تعاليٰ عنه کي اصحابي سڳوري جو ٻانهن ڪفارن کي ڏيڻ جي ڳالهه ڏاڍي ڏکي لڳي ۽ جوش مان ڪي سخت الفاظ حضور مبارڪ ۾ چئي ويٺو. پاڻ فرمايائون ته حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه پنهنجي انهي ڳالهه کي ياد ڪري ساري ڄمار رئندو هو ۽ افسوس ڪندو هو. نيٺ جڏهن اهي ڪفارن جا ايلچي اصحابي سڳوري کي پاڻ سان وٺي موٽيا، تڏهن انهيءَ اصحابي سڳوري کي هٿيار هٿ ۾ ڪونه هو پوءِ ڇا ڪيائين جو جهٽ ڏيئي هڪڙي ڪافر جي ترار ڦري انهيءَ سان ڏک هٽي ماري وڌائينس ۽ ٻيو اهو حال ڏسي ڀڄي ويو. اصحابي سڳورو انهي خوف کان ته متان مون کي موٽائي ڪفارن جي حوالي ڪن، حضور مبارڪ ۾ نه آيو، بلڪ جنهن رستي سان مڪي شريف وارا شام ملڪ ڏانهن سوداگري لاءِ ويندا هئا، انهي رستي سان هڪڙي جبل تي وڃي ويهي رهيو. ٻيا به ڪي ماڻهو مڪي شريف مان اسلام تي آيا سي به مڪي شريف مان نڪري انهي جبل تي اچي ا ن اصحابي سڳوري سان مليا. جو نيٺ وڌندي اچي ستر ڪن گڏ ٿيا. تن ڇا ڪيو جو جيڪو قافلو مڪي شريف جي ڪفارن جو شام ڏي ويندو يا شام کان ايندو هو، سو ڪافرن حربين جو مال جاني ڦري ويندا هئا، جنهن ڪري

شام ۽ مڪي شريف جي وچ ۾ قافلن جو اچڻ وڃڻ بلڪل بند ٿي ويو ۽ مڪي شريف وارا ڪفار اچي تنگ ٿيا. پنهنجي مقرر ڪيل شرط مان پاڻ ڦاٿا! نيٺ حضور مبارڪ ۾ پيغام موڪليائون ته جيڪو شرط اوهان ۽ اسان جي وچ ۾ هو سو اسان ڪان پڇي پيو اسان پاڻ ان کي خوشي سان رد ٿا ڪيون، هينئر جيڪو ماڻهو اسان مان اوهان جي خدمت ۾ حاضر ٿئي ته ان کي ڪا جهل ڪانه آهي، پلي پيو اچي، تڏهن پاڻ انهن اصحابن سڳورن کي پاڻ وٽ گهرائي ورتائون. اهو پهريون اصحابي سڳورو جيڪو اول اول انهيءَ جبل تي آيو هو، سو اتي فوت ٿي ويو. باقي ٻيا اصحابي سڳورا اچي خدمت ۾ حاضر ٿيا انهيءَ اصحابي سڳوري جو مقبرو اجان تائين انهيَ جبل تي موجود آهي. هي مڙوئي تفسير حسيني سورت "انا فتحنا" ۾ ذڪر ڪيو اٿس.

**2- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه نقل ڪري ٿو ته هيڪر مون خواب ۾ ڏٺو ته هڪڙي ٿلهي ۽ وڏي اٺ جي مهار جو ان جهڙو مون دنيا ۾ ڪڏهن ڪونه ڏٺو آهي منهنجي هٿ ۾ ڏني اٿن ۽ انهيءَ اٺ تي هڪڙو ڇوڪرو چڙهيو ويٺو آهي ۽ ائين به معلوم ٿئي ٿو ته اهو اٺ ڇوڪري سميت مونکي بخشيو اٿن. اوچتو اهو اٺ منهنجي هٿان مهار ڇنائي وٺي هوا تي اڏاڻو ۽ ڇوڪرو مٿانس هيٺ ڪري پيو ۽ ڪرنديئي سندس جسم ڀاڻي وانگر ڳري هارجي ويو. انهيءَ خواب ڪان منهن جي دل ۾ اچي خوف ۽ رعب ويٺو ۽ اهو حال حضرت مرشد مربي جي خدمت ۾ عرض ڪيم. پاڻ سندس تعبير فرمايائون ته وجود اٺ جي مثال آهي ۽ ڇوڪر مان مراد آهي نفس، جو وجود واري اٺ تي چڙهيو ويٺو آهي. پوءِ جڏهن وجود وارو اٺ مستي ۾ اچي هستي جي مهار ڇنائي وڃائين ته پوءِ نفس وارو ڇوڪر ماري وجهندو ۽ نفس ۽ هستي جي قيد ڪان ڇٽي پوندو. پوءِ فرمايائون ته هي خواب سٺو ۽ چڱو آهي ان ڪان ڊپ نه ڪرڻ گهرجي، بلڪ هن مان فرحت پيدا ٿيندي.

**3- نقل:** خليفو جامع ملفوظات رحمت الله عليه نقل ڪري ٿو ته هيڪر ابتداءِ حالت وارن ڏينهن ۾ هڪڙي رات واقعات ۾ پيو ڏسان ته گويا اسلام جو لشڪر ڪفارن سان جنگ ڪري رهيا آهن. اسلامي غازين جي لشڪر ۽ ڪفارن جي ڪٽڪ جي وچ ۾ هڪڙو وڏو واهه پاڻيءَ سان ڀريو پيو وهي. جنگ ڪندي ڏٺم ته ڪفارن جو لشڪر غلبو ڪري ويو ۽ اسلامي لشڪر هيٺو ٿي پيو. تڏهن انهن غازين مون کي چيو ته تون هي حال وڃي حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن جي خدمت ۾ عرض ڪر، آءُ انهن جي استدعا موجب حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن جي حاويلي مبارڪ جي دروازي تي

آيس ۽ ڏٺم ته هڪڙا ٻه ملائڪ دربان ٿيا بيٺا آهن. مون انهن کي چيو ته هي حال وڃي حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جي حضور مبارڪ ۾ عرض گذاريو. ٻر هنن اندر وڃڻ کان انڪار ڪيو ۽ چيائون ته اسان کي اندر وڃڻ جي مجال ڪانهي تڏهن آءُ پاڻ خدمت شريف ۾ وڃي اسلامي لشڪر جي شڪست جو احوال عرض ڪيو ۽ اندر وڃي ڏٺم ته حضور صلي الله عليہ وسلم جن جي صورت مبارڪ ساڳي حضرت مرشد مڪرم قدس سره جي صورت جهڙي آهي. پاڻ منهنجو عرض ٻڌي پنهنجي ذات شريف اٿي اسلامي لشڪر جي مددگاري لاءِ تشريف فرمايائون ۽ هي عاجز ٻه خدمت سڳوري ۾ ساڻ هو. پوءِ پاڻ اسلامي لشڪر جي وچ ۾ ايندي ئي حملي ڪرڻ جو حڪم ڏنائون، ڏٺم ته ڪفارن جي لشڪر ۾ اچي جو خوف رعب پيو سو هڪ گهڙي ٻه تاب نه جهلي سگهيا. ۽ سڀ ڏڪندا ڦرڪندا وڃي ڀڳا ۽ اسلام جي فتح ٿي وئي. وري جو ڪٽي نظر ڪري ڏسان ته ڪفارن جو لشڪر سڀ پنهنجا مٽ ۽ عزيز قريب خصوصا چاچا، ماما ۽ سوٽ پيا نظر اچن.

اي عزيز! قرآن مجيد ۾ الله تبارڪ وتعاليٰ سچ فرمايو آهي ته " **ان من ازواجڪم واولادڪم عدولڪم فاحذ روهم** " (يعني بيشڪ توهان جون ڪي زالون ۽ توهان جي اولاد مان توهان جا دشمن آهن پوءِ انهن کان پاڻ بچايو.) ۽ حديث شريف ۾ ٻه آهي:الاقارب ڪالعقارب" يعني مائٽ وڇن جهڙا موذي ۽ دشمن آهن. اهڙي طرح عربي شعر آهي ته:

**" الاقارب ڪا لعقارب في آذاها فيم تفرح بعم او بخال"**

(يعني مائٽ ايذاءَ ڏيڻ پاران وڇن جهڙا آهن، پوءِ چاچن ۽ مامن تي خوشي نه ڪر.

**وڪم عم يجيءَ الغم منهم وڪم خال من الاحسان خال !**

پوءِ ڪيترائي چاچا آهن جن کان غم ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه نٿو ملي ۽ ڪيترائي ماما مهربانيءَ کان خالي آهن.)

**4- نقل :** قاضي محمد شفيع رهندڙ پراڻن هالن جو چوي ٿو ته هيڪر واقعات ۾ ڏٺم ته آءُ حضرت مرشد مربي سان سفر ۾ هم رڪاب آهيان. پوءِ پاڻ الله بخش ٿوڙي واري ٽالپر جي دعوت تي جو دائري جهيجاڻي جي ويجهو ويٺل آهن. تشريف فرمايائون، دعوت جي صاحب سنڌن لاءِ هڪڙو تنبو ۽ قنات شهر جي ڏاکڻين ء ڦان اپو ڪري ڇڏيو هيو پاڻ اتي اچي لٿا. ۽ اڳين نماز ڪانپوءِ جماعت سان ويٺي صحبت فرمايائون ته اوچتو ئي اوير جي طرفان پڙهي جو آواز آيو ته حضرت رسالت پناهه صلي الله عليہ وآله وسلم جن تشريف فرما ٿين ٿا، مون

انهيءَ سڌ پڌ شرط اوڏهين نظر ڪٽي نهاريو ته واقعي حضرت سرور ڪائنات صلي الله عليہ وآله وسلم جن اڇي دستار شريف ۽ اڇي چادر سان ڪجھ سٽيي پئي ڏيکارجي ٻارهن ماڻهن سميت تنبو ڏانهن اچي رهيا آهن. پرڏٺم ته سندن صورت مبارڪ ۽ قد قامت هلڻ چلڻ دستار شريف سڀ مرشد معظم جهڙا آهن، نيٺ پاڻ تنبو جي اترپاسي کان تلندا الهندي طرف اچي پهتا. پر حضرت مرشد معظم جن جيئن وينا هئا، تيئن وينا رهيا، نڪو اٿيا نه التفات ڪيائون ۽ جماعت مان به جو جتي سو تتي ويٺو رهيو، اتي مون کي نهايت عجب لڳو ۽ دل ۾ خطرو پيو ته حضرت مرشد مڪرم جن باوجوديڪ حضرت پيغمبر صلي الله عليہ وآله وسلم جن سان ايتري محبت ۽ اتحاد رکندا آهن جو اندازي کان ٻاهر ته به اڄ پاڻ اهڙي ويجهڙائي ۾ آيا ته اٿي استقبال ئي ڪونہ ڪيائون؟ آخر ڏٺم ته حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جن حضرت مرشد مڪرم جن جي کٽ تي اچي وينا ۽ سندن ويهڻ ڪري کٽ جو چيڪٽ ٿيو سو به مون پنهنجن ڪنن سان ٻڌو. ڪجھ وقت پاڻ اتي ويناهئا. قدقامت ۾ صورت مبارڪ ۾ ٻئي هڪ پيا نظر اچن. البت لباس ۾ تفاوت ڏيکارجي پيو. ٿوري دير ڪانپوءِ جان نهاري ڏسان ته اتي رڳو پاڻ ويناهئا، انهيءَ واقعي کان آءٌ حيران رهجي ويس ۽ اهو سمورو احوال حضرت مرشد ڪريم جي اڳيان پيش ڪيم. پاڻ فرمايائون ته مبتدي مريد کي گمان آهي ته حضرت پيغمبرڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جن پيا آهن ۽ مرشد پيو آهي پر ائين نہ آهي جيڪي آهي سو سڀ محمدي حقيقت آهي صلي الله عليہ وآله وسلم پيو ڪجھ ڪونهي. ۽ ظاهري صورتن جو اختلاف رڳو ڪنهن حڪمت لاءِ آهي نہ ته يڪ ذات ۽ يڪ وجود آهي.

**5- نقل :** بهادر خان نظاماڻي جو سائين جن جي مريدن ۽ سنڌ جي حاڪمن جي وڏن اميرن مان هو! سو نقل ڪري ٿو ته آئون حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جي رويت مبارڪ يعني زيارت لاءِ درود شريف گهڻو پڙهندو هوس. هڪڙي رات خواب ۾ پيو ڏسان اتر طرف کان فقيرن جو غوغاءُ وڃي اٿيو. آءٌ گهر کان نڪري شهر کان ٻاهر الهندي طرف کان مسجد آهي انهيءَ وٽ وڃي رستي تي بيٺس، ته فقيرن جي جماعت اچي لنگهي، جن کي پوشاڪون سايون طوطي جي کنڀن جهڙيون پهريل هيون. مون انهن کان پڇيم ته هي ڪير آهن؟ جواب ڏنائون ته حضرت اميرالمؤمنين حضرت علي ڪرم الله وجهہ جن اچن ٿا ته ايتري ۾ ٻي جماعت اتان اچي لنگهي انهن کان پڇم ته هي ڪير آهن؟ جواب ڏنائون ته حضرت امام الاورعين حضرت عثمان بن عفان رضي الله تعاليٰ عنہ آهن. ان ڪانپوءِ وري ٽين جماعت ظاهر ٿي، مون پڇيم ته هي ڪير آهن؟ جواب

ڏنائون ته هي اميرالمؤمنين امام العادلين حضرت عمر بن خطاب رضي الله تعاليٰ عنه آهن. وري ڏٺم ته انهن کان بي هڪ وڏي جماعت ٿي اچي، پڇيم ته هي ڪهڙي جماعت آهي؟ فرمايائون ته حضرت اميرالمؤمنين امام الصديقين حضرت ابابکر الصديق رضي الله تعاليٰ عنه جن ٿا اچن. انهن جي پويان وري ڏٺم ته هڪ وڏي جماعت غوغاءُ مولودن ۽ سماع سان پيا اچن عرض ڪيم ته هي ڪير آهن؟ ڏسيائون ته حضرت رسالت پناهه سردار دوجهان صلي الله عليه وآله وسلم جن تشريف فرما ٿا ٿين. مون ڏٺو ته برابر پاڻ هڪڙي عمدي تڪي گهوڙي تي سوار ٿي پياڇن!

حضرت سرور ڪائنات صلي الله عليه وآله وسلم جي جمال با ڪمال جي زيارت کان مشرف ٿيس ۽ چنانچ منجهن نظر ڪري ڏٺم ته سندس صورت مبارڪ قدقامت ساڳو حضرت مرشد مربي قدس سره وانگر آهي. مون اها سموري حقيقت مرشد معظم جي حضور ۾ عرض گذاري، پاڻ فرمايائون ته جنهن کي الله تبارڪ وتعاليٰ گهرندو آهي ته ان کي اهڙن مشاهدن سان ويساهه جي زيادتي ۽ صداقت ۽ اخلاص جي ترقي پنهنجي فضل عميم سان ڏهوڻ ڪري ڏيندو آهي.

**6-نقل :** جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته هيڪر مون حرمين شريفين جي زيارت لاءِ حضرت مرشد معظم وٽ اجازت جو عرض پيش ڪيو. انهن ڏينهن ۾ موسم اهڙي هئي جو پنجن ڇهن مهينن اندر حاجي زيارت ڪري موٽي گهر اچي پي پهتا ۽ مڏئي بندر جي ميربحرن مونکي جهاز جي سواريءَ لاءِ دعوت پي ڪيائون ته جيڪڏهن اوهانکي حرمين شريفن وڃڻ جو خيال هجي ته جهاز جي اچڻ وڃڻ جو ذمو اسان تي آهي ۽ اوهان جي خدمت ۽ ٽهل ۾ حتي المقدور قصور ڪونه ڪنداسون. پاڻ منهنجو اهو عرض ٻڌي فرمايائون ته مڙسن تي ڪنهن جو قيد ڪونهي بلڪ مختيار آهن. پوءِ پنهنجو واقعو بيان فرمايائون ته هيڪر مسجد شريف جي صحن ۾ رات جو مراقبي ۾ وينا هئاسون ته ائين مشاهدي ۾ آيو ته گوياڪ حضرت پيغمبر صلي الله عليه وآله وسلم جن جي روضي اطهر جي سامهون وينا آهيون ۽ اترئين طرف کان وڏيون ماڙيون پيون نظر اچن. انهن ماڙين تي ڏسون ته هڪڙو ڪتو پيو پونکي، ڪتي جي پونڪار تي اسان کي هوشياري ٿي ڏٺوسون ته اهو ڪتو اسان جي ماڙيءَ تي پيو پونکي، پيو به بيان فرمايائون ته اسان جي جماعت مان هڪ افغان فقير ابو طلحه نالي حرمين شريفين جي زيارت لاءِ ويو هو. پوءِ جڏهن زيارت ڪري موٽيو تڏهن خيال ٿيس ته جيڪر زمزم جو پاڻي تحفي طور مرشد لاءِ وٺيو وڃان پر هلندي مهل ڪيس وسري ويو ۽ هڪڙي منزل ڪري اچڻ ڪانپوءِ ياد پيس، ويچاري کي دل ۾ پريشاني ٿي پيئي ۽

انهيءَ پريشاني ۾ ننڊ جي گهل اچي ويس خواب ۾ کيس سمجهائي ڏنائون ته اي فقير تون خاطر جمع رک چو ته تنهنجي مرشد جي مسجد کان الهندي پاسي واري کوھ جا چشما ۽ زمزم جي کوھ جا نار پاڻ ۾ ڳنڍيل ڇڏيا اٿئون. انهيءَ کانپوءِ کيس دلجاءِ ٿي ۽ خاطر جمعي سان هتي اچي اها حقيقت اسان کي بيان ڪري ٻڌايائين.

**7- نقل :** جامع ملفوظات رحمة الله عليه نقل ڪري ٿو ته هيڪر مون سندن خدمت ۾ عرض گذاريو ته حضرتا! مون خواب ۾ ڏٺو آهي ته چڻ مسجد شريف ۾ ويٺو پيشاب ڪيان ۽ ايترو ته پيشاب ڪيو اٿم جو ساري مسجد ڀرجي وئي آهي، پاڻ فرمايائون ته توهان مسجد شريف ۾ پيشاب ڪيوآهي. پر اسان خواب ۾ ڏٺو هو ته چڻ ڪعبت الله شريف ۾ تا پيشاب ڪيون. انهيءَ جو تعبير هي آهي ته خلق کي گهڻو فيض پهچايو ويندو ۽ تلقين جي زيادتي ۽ دنيا جو ترڪ حاصل ٿيندو.

**8- نقل :** جامع ملفوظات رحمت الله عليه نقل ڪري ٿو ته هيڪر واقعات ۾ ڏٺم ته بارش جي مند آهي، انهيءَ ۾ آءٌ هڪڙي شهر ۾ وڃي نڪتو آهيان. شهر ڏسان ٿو ته تمام عمدو ۽ منجهس ماڻهو به بلڪل گهڻا پيا ڏيکارجن. پر آءٌ انهن مان ڪنهن کي به ڪونه سڃاڻا. ان شهر جي بازار اوپر کان ورتيون الهندي هليو ويس، جڏهن بازار جي پڇاڙي وٽ پهتس تڏهن اتي اتر جي طرف کان هڪڙي ننڍڙي مسجد نظر آيم، اتي اڳين نماز جي ادا ڪرڻ جي خيال سان لنگهي ويس ۽ ڪونرو پري اتان اترپاسي پيشاب ڪرڻ جي خيال سان وڃي هليس، آڏو ڏٺم ته هڪڙي ڪڌ آهي. اتان پنجهو پيا ڪڍن ۽ اتي پٿر به گهڻا پيا هئا، اتي ويهي پيشاب ڪيم، پيشاب ڪندي ايرندي طرف کان ڏٺم، ته هڪڙا به شخص هڪڙي جاءِ ۾ ويٺا پنگ گهوٽين سندن گهر به اتان ويجهڙا پيا ڏيکارجن ۽ انهن ٻنهي شخصن جي پرسان هڪ نڇٽي عورت اڌيڙ عمر جي به ويٺي هئي، انهن شخصن ان عورت کي چيو ته نه ڇڏ هن فقير کي سندن چوڻ تي هوءَ اٿي ۽ منهنجي پوئتان ڊوڙي، آئون الهندي ڏي رخ رکي وڃي پڳس، اهو ڊپ به ٿيم ته متان اهي به شخص به منهنجي پوئتان اچي مون کي وٺن، اها عورت به منهنجي ڪڍ ڊڪندي آئي تان ته هڪڙي واھ تي اچي پهتس، جنهن ۾ مڙس کان تار پاڻي ٻي اڙهو. اتي اها زال مون کي اچي پهتي ۽ پوبان مون کي اچي چيلھ ۾ ورتائين ۽ وٺڻ سان اچي زمين تي ڪري مون پٺنه / جهائي ڏٺو ته رڳي عورت آهي ۽ هو ٻئي چٽا پنهنجي هنڌ ويٺا آهن. اتي انهي، عورت کي لتون ۽ مڪون هڻي پاڻ کان پري ڪيم ۽ انهي واھ مان جهٽ پٽ تري وڃي ٻي پڪ تي بيٺس، اتي ڏٺم ته وچ ۾

درياءَ پيو وهي ۽ لهرون منجهس پيون اٿن، سندس پڪ تي ٻيلو ۽ ڪانهه جا ٻوڙا بي انداز پيا ڏيکارجن پئتي واجهايم ته ڏسان ته اها عورت ڪاوڙ ڪان مون کي پوندا پئي ڏي، پوءِ اتان درياءَ مان روانو ٿي وري قافلي سان گڏجي موٽي آيس، پوءِ هي واقعات حضور پر نور ۾ عرض گذاريم ، پاڻ فرمايائون ته انهيءَ زال کي اسان به لتون مکون هنيون هيون.

**9- نقل :** هيڪر پاڻ بيان فرمايائون ته درگاهه شريف واري مسجد شريف اڏائڻ کان اڳ اسان جي پڪي محترم مقدسه خواب با صواب (ڪالوحي من رب الارباب) ڏنائون ته جنهن جاءِ تي هينئر مسجد شريف اڏيل آهي ته گويا هڪ متبرڪ مسجد شريف اڏجي تيار ٿيل آهي ۽ انهي مسجد شريف جي اڏائيندڙ کي اينتري ته تعظيم ۽ تڪريم عطا فرمايل آهي جو بيان ڪرڻ جي طاقت کان زياده آهي. پوءِ صبح جو صاحبن سڀڙرن اسان سان اهو راتو ڪو خواب بيان ڪري وصيت فرمايائون ته اوهين چارئي يار گڏجي مسجد شريف جي اڏاوت انهيءَ ڏنل هنڌ تي ڪرائجو ته جيئن اوهين سڀئي انهي شرف کان مشرف ٿيو . پوءِ پاڻ فرمايائون ته نيت ٿيو اونئن جيئن الله تبارڪ وتعالىٰ جي گهر هئي". يعني ته انهي مسجد شريف جي اڏاوت ۽ فقيرن جي جماعت جو شرف حضرت مرشد مڪرم قدس سره کي ميسر فرمايو ويو ۽ ٻين يارن مان ٻيو ڪو به انهي ڪم ۾ ساڻن شريڪ ڪونه ٿيو.

**10- نقل :** پاڻ فرمائيندا هئا ته هڪڙي اهل دل حضرت مخدوم صاحب قدس سره کي واقعات ۾ ڏٺو ۽ ڪائنن سڪرات جي حالت ۾ ملڪ الموت ۽ سختي بابت احوال پڇيائين، حضرت مخدوم صاحب جن قدس سره جواب ڏنس ته اسان نه ملڪ الموت ڏٺو ۽ نڪا سڪرات جي حالت ئي پسڻ ۾ آئي. رڳو هيترو ٿيو جو اسان تي سڪر (بيخودي) جي حالت غالب ٿي وئي، (جا اڪثر عشق الاهي پاران مٿن طاري هوندي هئي) پوءِ جڏهن انهيءَ مان ڪجهه افاقو ٿيو، تڏهن پهريان سمجهيوسون ته هن جهان ۾ آهيون، پر پوءِ ڄاتوسون ته نه هن جهان ۾ پهچي ويا آهيون.

**11- نقل :** پاڻ فرمايائون ته خواب ۾ وهندڙ پاڻي ڏسندا آهن ته ان جو تعبير لشڪر ڪشي ٿيندو آهي. پوءِ پنهنجو خواب مبارڪ بيان فرمايائون ته هيڪر خواب ڏٺوسون ته هڪڙو پاڻي وڏي هيبت سان پيو اچي ۽ ائين ايندي في الحال اتي جو اتي سڪي ويو، تڏهن انهن ئي ڏينهن ۾ شجاع الملڪ سنڌ ملڪ تي وڏي هيبت ۽ دهشت سان ڪٽڪ چاڙهي آيو ۽ انهي ڪري ماڻهن ۾ وڏي ياجڙ ۽

تفرقو اچي پيو، نيٺ جڏهن سندس مقابلي ۾ هيڏهون سنڌ جا ٽالپر حاڪم فوج تيار ڪري مقابلي ۾ آيا تڏهن شجاع الملڪ ڏل جي بهاني سان ٿورڙي ماليت وٺي موٽي هليو ويو.

**12- نقل :** جامع ملفوظات رحمت الله عليہ چوي ٿو تہ مون کي حضرت مرشد مڪرم جي هٿ مبارڪ تي بيعت جي شرف حاصل ڪرڻ کان اڳيرو الله تبارڪ وتعاليٰ جي طلب ۽ اشتياق اهڙو تہ دل ۾ وينل هو جو جيڪوبہ ڪو فقيرن جي لباس ۾ ڪو ماڻهو ڏسندو هوس تہ دل ۾ پڪ ٿي ويندي هئي تہ ان کان مون کي خداتعاليٰ حاصل ٿي پوندو. پوءِ هڪڙي رات خواب ۾ ٿو ڏسان تہ آئون گهوڙي تي چڙهيو ٿو اچان. جڏهن جهانگير آباد جي ديهہ واري پراڻي مسجد کان اچي لنگهيس، (جو اها چاچڪن جي پرڳڻي مان هڪ ديهہ آهي) تڏهن منهنجي ڪن تي مسجد شريف مان اندران قرآن شريف جي تلاوت جو پڙلاءُ ڪن تي پيو، جڏهن تہ مون کي طلب جي رغبت نهايت گهڻي ۽ ڪماليت تي هئي، تنهن ڪري گهوڙي تان لهي مسجد شريف ۾ اندر گهڙي ويس، ڏٺم تہ هڪڙو نوڙهو پير مرد مشبہ شڪل سان ٻارن کي وينو پڙهائي، ڏسان پيو تہ اهي ڇوڪر سڀ اگهاڙا آهن، باقي جيڪي ڇوڪريون هيون سي ڄمار ۾ ڪجھ بالغ پيون ڏيکارجن، مگر ڪپڙا پاتل هين، جڏهن آءُ سندس ويجهڙو ويس تڏهن اٿي مون کي ياڪر پائي مليو ۽ هٿ کان وٺي مون کي وهاري ڪلمہ طيب لااله الاالله جي ٽي ڀيرا تلقين ڪيائين. پوءِ ان کان موڪلايم، هو مون سان گڏجي مسجد شريف کان ٻاهر نڪري آيو ۽ چيائين ايرندي طرف هو شخص تہ ڏس، مون اوڏانهن نهاري ڏٺو تہ هڪڙو چانگ ذات جو شخص مينهون پيو چاري ۽ سندس هٿ ۾ لٺ آهي جنهن تي قرآن ڪريم لکيل آهي، سو اتان ڏسندو پڙهندو ٿو وڃي. انهي خواب ڏسڻ کانپوءِ ٻارهن ڏينهن گذريا تہ پاڻ مرشد ڪريم قدس سره جن ديهہ لڪڙي ۾ تشريف فرمايائون ۽ آئون اتي وڃي تلقين جي عزت سان مشرف ٿيس.

**13-نقل :** ميرفقير ناهيو نقل ڪري ٿو تہ هڪڙو پيرزادو وينل ديهہ پيري ڪوڪر، جواڪين کان معذور هو. تنهنجي مون سان دوستي هئي، ان مون کي چيو تہ جڏهن حضرت مرشد مربي قدس سره جن هن پاسي تشريف فرمائين تہ مونکي سندن خدمت مبارڪ ۾ پاڻ سان وٺيو هلجانءِ، تہ آءُ سندن هٿ مبارڪ تي بيعت جي شرف کان مشرف ٿيندس پوءِ جڏهن پاڻ لاڙ جي فقيرن جي دعوتن تي تشريف فرمائيا، تڏهن انهيءَ ڪوڪرن جي ديهہ جي ٻاهران اچي لنگهيا، پر مونکي انهيءَ پيرزادي ويچاري جي ڳالهہ دل تان لهي وئي ۽ پاڻ اڳتي وڌي هليا، انهيءَ ڏينهن ڏڪڻ جي واءُ گهلڻ ڪري ڏاڍي رئي وٺي اٿي هئي، اٿين هلندي پوئتي نهاري ڏٺم

ته هڪ شخص انهيءَ پيرزادي معذور کي لٺ تي ورتيون پيو اچي، تڏهن مون به سندس احوال حضور ۾ عرض رکيو . پاڻ يڪدم گهوڙي تان لهي پيا، مون پنهنجي چادر هيٺان وڇائي، پاڻ ان تي ويٺا. جڏهن اهو پيرزادو قدمبوسيءَ کان مشرف ٿيو تڏهن عرض ڪيائين، ته حضرتا! مونکي حضرت غوث الثقلين رضي الله تعاليٰ عنه کان سائين جن جي مريد ٿيڻ لاءِ امر ٿيو آهي تنهن ڪري مون کي پنهنجي طريقي عاليه ۾ داخل فرمايو. پاڻ جواب فرمايائونس ته اي يار! جنهن کي حضرت غوث الثقلين رضي الله تعاليٰ عنه جي جناب فيضماب کان منهنجي مريد ٿيڻ لاءِ امر ٿيو هوندو ته انجو مون تي هي حق آهي ته ڪيس هٿ مان وٺي حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي حضور اطهر ۾ نيئي ڇڏيا نس، پوءِ پاڻ پيرزادي کي پنهنجي مريديءَ سان مشرف فرمايائون.

**14- نقل :** محمد نظاماڻي پٽ ٻاجهي نظاماڻي جو، جو مخدوم محمد زمان وڏي لواري واري قدس سره الاقدس جي مريدن مان هو. تنهن خليفه جامع ملفوظات رحمة الله عليه سان ڳالهه ڪئي ته منهنجي پيءُ ٻاجهي فقير چيو ته هيڪر مون خواب ۾ ڏٺو ته هڪڙو سادات اتر طرف کان پيدا ٿيو آهي، جو خلق کي ارشاد پيو ڪري ۽ سارو جهان ان جي فيض کان بهره ياب ۽ فيضمند پيو ٿئي. تڏهن اجا اهو هدايت جو سج (يعني حضرت مرشد مڪرم قدس سره) ڪونه اڀريو هو. ٻاجهي فقير پنهنجو مٿيون خواب سيني پٺن ۽ مٽن کي ٻڌائي سمجهايائين ته جڏهن اهو معرفت ۽ حقيقت جو سج اڀري ته اوهين سڀ ذرڙن وانگر ان جي نوراني شعاع مان بهرهياب ٿجو، ۽ جيڪڏهن آءٌ هن فاني دنيا مان رحلت ڪري وڃان ته هزارين سلام هن ناتمام طرفان انهيءَ محي الدين والاسلام جي حضور ۾ پهچائجو.

**15- نقل :** عبدالله ذات آريسر حافظ موليڏني هاليپوٽي کان نقل ڪري ٿو ته هيڪر آءٌ خواب ۾ پيو ڏسان ته هڪ نوراني شعاع اتر جي طرف کان وٺي سوجهرو ڪيو اٿس ۽ ساري جهان جي افق کي پنهنجي روشنائي سان ويڙهي ورتو اٿس. آءٌ دعاگهرندو هوس ته خدا ڪري اهو حقيقت جو سج شال پنهنجي حياتيءَ ۾ اڀري ته آءٌ به سندس عالمگير نورانيت مان بهرهاندوز ٿيان. جو نيٺ منهنجي اها دعا رب العالمين جي درگاهه ۾ قبول پئي. حضرت محبوب رب العالمين اونداهي جو سوجهرو، ڏکن جو ميٺنڌڙ يعني حضرت مرشد مڪرم جن قدس سره هدايت ۽ ارشاد جو علم بلند ڪري جهان تي فيض جو پاڇو پکيڙيائون . تڏهن آءٌ ۽ ادرنالي آريسر ٻئي گڏجي سندن سفر ۾ وڃي خدمت ڪيميا خاصيت ۾ حاضرٿياسون ۽ تلقين جو شرف حاصل ڪري هزارين حمد

هادي ڪريم عزاسمہ جي درگاھ ۾ بجا آنداسون.

**16- نقل :** هيڪر پاڻ بيان فرمايائون تہ هڪڙي اصحابي سڳوري حضرت اميرالمؤمنين عمر رضي الله تعاليٰ عنہ کي سندن وفات کانپوءِ خواب ۾ ڏٺو ۽ ڪانئن پڇيائين تہ حضرتا! فوتيءَ کان پوءِ پڇا ڳاڇا بابت احوال ٻڌايو تہ ڪيئن گذري؟ پاڻ جواب ۾ فرمايائون تہ ڪابہ پڇا ڪانہ ٿي ڇو تہ اسان کي اوھين بہ بيت المال جي ڪنھن بہ معاملي ۾ دست آلودگي ڪانہ هئي، مگر هڪڙي ڏانوڻ بابت البت پڇا ٿيم، جو هيڪر بيت المال جي اٺن جي جت اٺن لاءِ ڏانوڻ اچي گھريا، ۽ مون ڪيس نوان ڏانوڻ بيت المال مان ڏياريا هئا، ۽ پراڻن ڏانوڻن بابت جي وٽس رهيل هئا تن بابت انهي کان ڪابہ پڇا ڪانہ ڪئي سون، تنھن لاءِ اسان کان هت پڇا ڪئي وئي تہ ڇو بيت المال جو نقصان ڪيئي؟ ۽ انهن پراڻن ڏانوڻن بابت ڇونہ جاچا ڪئي هئي؟

**17- نقل :** مير فقير ناهيو نقل ڪري ٿو تہ آءُ ننڍڙائي واري وقت ۾ جو اڃا بلوغت کي ڪونہ پھتو هوس پنهنجي رانهن جي پوک واري ٻني ۾ پنهنجي ناني سان، جو مخدوم بهاءُالحق والدين ملتاني قدس سره جو مريد هو گڏيو ويٺو هوس، اتي ناني مون کي چيو تہ اي بابا! اسين توڙي ڪٺي ملتان واري مخدوم صاحب قدس سره جا مريد آهيون، پر تون حضرت مرشد الزمان مهدي الدوران جو مريد ٿجانءِ جو سندن نسبت مبارڪ حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جي آل اطهر سان هوندي. سو تون انهن جي ارادت جو ڏاڍو پنهنجي عقيدت جي ڪنڌ ۾ ٻڌجانءِ مير فقير چوي ٿو تہ ناني جي انهي ڳالھہ ٻڌڻ شرط منهنجي طبيعت تي جوش اچي ويو ۽ دل ۾ محبت جو سلو سائو ٿي هليو. نيٺ انهن ڏينهن ۾ هڪڙي رات خواب ڏٺم تہ جڻڪ دنيا کي باھ جو ڪڙو ويڙهي ويو آهي ۽ ڪي ماڻھو بيٺا آهن سي منهنجي نالي ڇون ٿا تہ هن ڇوڪري کي ڇڏي ڏيو ڇو تہ هي اسان جي مريدن جي جماعت مان آهي. ميرفقير ٿو چوي تہ اڃا آءُ ظاهري طرح سندن ديدار فرحت آثار کان سعادت اندوز بہ ڪونہ ٿيو هوس. پر اتي خواب ۾ صورت مبارڪ ڏسڻ سان منهنجي طبيعت اهڙي تبديل ٿي وئي جو سڪر ۽ بيهوشي جي حالت غالب ٿي وئي، پوءِ انهي خواب کان بعد اٽڪل ست اٺ ورهيہ ڪن پوءِ جڏهن پاڻ شيخ موٺوءَ جي اسلام واري معاملي بابت حيدرآباد جي قلعي ۾ تشريف فرما ٿيا هئا، تڏهن مون سندن اچڻ جي هاڪ ٻڌي اچي خدمت ۾ مشرف ٿيس ۽ زيارت ڪرڻ شرط جهٽ پٽ سڃاڻي ورتم، تہ هي اها ساڳي صورت مبارڪ آهي جنهن خواب ۾ منهنجي دل چاڪ ڪري ڇڏي هئي، جڏهن يقين دلنشين ٿيو تڏهن تلقين جي لاءِ اچي حضور مبارڪ ۾ وينس تہ

منهنجو چاچو جوات مون سان گڏ هو. تنهن زور سان مون کي حضور مان اٿاري ورتو ۽ چيائين ته تون ڇريو ٿيندين. پاڻ مون کي فرمايائون ته تون ذڪر فڪر سان مشغول هوندين. ان وقت ته تلقين وٺڻ کان محروم رهجي ويس، پر سندن محبت ۽ اراد ت جو تير چوٽي تائين دل ۾ گهڙي ويو. حقيقت ۾ مريد ٿيڻ مان مطلب آهي ته اهو پوءِ جڏهن ٻي ڀيري پاڻ لاڙ ڏي تشريف فرما ٿيا ته ظاهري طرح سندن هٿ مبارڪ تي بيعت ڪري تلقين حاصل ڪيم.

**18- نقل :** ساڳو مير فقير ناهيونقل ڪري ٿو ته هيڪر مون تي قرضدارن جو گهڻو سارو قرض ٿي ويو هو. گهڻي ڪري ۽ ظاهري طرح قرض جي ادا ڪرڻ جي به ڪا صورت نظر ڪانه پئي اچي، تنهن ڪري قرض خواهن جي خوف ۽ قرض جي گهڻي ڪري هميشه دل تي گرانباري ۽ خطرو رهندو هو. هڪڙي ڏينهن مراقبي ۾ ويٺو هوس ته اتي ظاهر ظهور بنا ننڊ ۽ گيرت جي حضرت مرشد ڪريم قدس سره کي ڏٺم ته مون کي ٻيا فرمائين ته قرض بابت ڪو وسواس نه ڪر ڇو ته تنهنجي قرض ادا ڪرڻ جو ذمو اسان تي آهي.

**19-نقل :** محمد فقير حجام رهندڙ بهادر خان نظاماڻي جو نقل ڪري ٿو ته هيڪر مون خواب ۾ حضرت مرشد مڪرم قدس سره کي ڏٺو ته پاڻ حوض ڪوثر جي ڪناري تي ويٺا آهن ۽ سندن منهن مبارڪ ڳاڙهي ورن پيو ڏيکارجي، ۽ حوض ڪوثر جو پاڻي به ڳاڙهي رنگ پيو وهي ته اينتري ۾ حضرت ميان صاحب جن قدس سره به اچي نڪتا ۽ حضرت مرشد مڪرم قدس سره کي فرمايائون ته اتي ويٺا آهيو؟ پاڻ فرمايائون ته هائو پوءِ ڏٺم ته سائين جن جا سيئي مريد اتي لباس پهريو حاضر ويٺا آهن ۽ ٻيا ڪي اهل مماتي جا اگهاڙا پيا ڏيکارجن ۽ ڪي ته رڳا هڏا ٿيا مٽيءَ تي پياهئا.

اي عزيز! اهي اگهاڙا يا هڏا ٿيل اهي ڪامل شخص آهن جن کي وهم جو لباس، ۽ خيال وارو جسم فنا ٿيل آهي. جڏهن خيالي جسم ڇنو ته باقي هڏا وڃي رهياهئا. مولانا رومي قدس سره فرمايو آهي ته:

**اي برادر توهمين انديشه　　　مابقي تو استخوان وريشه**

يعني اي ڀاءُ تنهنجو جسم اهو فڪر يا خيال آهي. باقي ٻيو تون رڳو هڏا ۽ رڳون آهين.

**گرگلت انديشه شد تو گلشني　　　وربود خاري تو هيمه گلخني**

پوءِ جيڪڏهن تنهنجو خيال گل ٿي پيو ته تون به باغ آهين پر جي تنهنجو خيال ڪنڊي جهڙو آهي ته تون ٻٺي جي ٻرڻ جي ڪاٺي آهين.

اي عزيز! اوليائن سڳورن جو جسو عامين جي جسي وانگر دنيا وي اسبابن جو پليل

نہ آهي، بلڪ خدا تعاليٰ جي قرب، الفت ۽ ورونهہ سان پاليل آهي ۽ دنيا جي مماتي ڪان، " موتوا قبل ان تموتوا" جي امر موجب آزاد ٿي دنيا ۾ ئي حيات جاويد حاصل ڪري ڇڏي اٿن:

**مري، جيءَ تہ ماٺين جانب جو جمال**
**ٿيئين هوند حلال، جي پنداهائي پاڙيين.**

**20- نقل:** خليفو ميان لقمان رحمة الله عليہ محمد خان فقير پرگڙي ڪان جو تارڪ الاسباب فقيرن مان هو. نقل ڪري ٿو تہ هيڪر آءُ خواب ۾ پيو ڏسان تہ حضرت مرشد مڪرم رضي الله تعاليٰ عنہ جي روضي مبارڪ ۾ زيارت لاءِ وينو آهيان، تہ ايتري ۾ سندن مزارشريف مان دهشت ڀريل خوفناڪ هڪل آئي تہ ڪڍي ڇڏ، اهي پئسا جيڪي گهر ۾ رکيا اٿي! آءُ اتي حيران رهجي ويس تہ مون وٽ تہ ڪجهہ بہ ڪونہ رکيل آهي، بلڪ ڪيترن وقتن کان فاقي ۾ پيا گذاريون. پوءِ بہ انهيءَ هڪل جو ڪهڙو سبب؟ تہ ايتري ۾ وري پيهر ساڳيو آواز اهڙي تہ هيبت ۽ دبدبي سان پوائنتي هڪل ۾ آيو. جو روضي شريف کي ڏڪائي ڇڏيائين. آءُ انهيءَ کان ڊڄي اتي ٻاهر پڳس ۽ ٻودلي واه جي يڪ سان جوشهر جي وچ ۾ آهي اچي پهتس. اتي ٻيهي پنهنجي چيلهہ ۾ هٿ گهمائي ڏٺم تہ متان ڪا ٻهلولي چيلهہ سان ٻڌل هجي. پر اتي ڪجهہ بہ ڪونہ هو. پوءِ هڪڙيون چار ٻهلوليون ياد پيون جي تڏي جي ڳنهڻ لاءِ ڪنهن شخص کي ڏنيون هيم، اهي خواب ۾ ئي انهي شخص کي بخشي ڇڏيم. ان ڪانپوءِ سجاڳ ٿيس ۽ ڏاڍي فڪر ۽ ڏک ۽ ويچار ۾ پئجي ويس تہ هيترو تاب ۽ دهشت روضي شريف مان ڏٺم پر مون وٽ تہ ڪجهہ بہ ڪونهي. جلاليت جو ڇا سبب؟ آءُ انهيءَ ڳڻتي ۾ رهندو هوس تہ نيٺ هڪڙي ڏينهن منهنجو پاءُ انهي منهنجي ڪڪائين ڇن ۾ لنگهي آيو ۽ هڪڙي هنڌ زمين کوٽي دانهن ڪري چوڻ لڳو تہ مون هتي تنهنجي اوطاق ۾ تيرهن رپيا امانت جي جاءِ سمجهي پوري ويو هوس، سي هينئر مون کي هٿ نٿا اچن، تڏهن مون ڪيس چيو تہ ادا! تنهنجن انهن پيسن مون سان وڏي عقوبت ڪرائي آهي هتان ڪنهن بہ ڪونہ ڪڍيا آهن، نہ ڪو اسان کي تنهنجي رکڻ بابت ڪا خبر بہ آهي چڱي طرح سان ڳولي پنهنجا پيسا ڪڍي وڃ، نيٺ پوءِ ڳولي لڌائين ۽ اتان ڪڍي کڻي ويو.

**21- نقل:** غلام محمد نظاماڻي نقل ڪري ٿو تہ هيڪر مون کي حضرت مرشد مڪرم قدس سره جن خواب ۾ پنهنجي مشاهدي کان مشرف ڪيائون ۽ فرمايائون تہ اي غلام محمد قرآن شريف جي تلاوت ڪر. مون عرض ڪيو تہ حضرتا! مون کان قرآن شريف جو پڙهڻ نٿو ٿي سگهي، پاڻ فرمايائون تہ بہ ڪجهہ

تہ پڑھڻ گھرجي مون جواب ۾ عرض گذاريو تہ حضرتا! مون کان ڪجھہ بہ نٿو پڇي سگھجي. ان تي پاڻ البت رنج ٿي پيا، ۽ انهيءَ سندن رنجش جي خوف ۾ ٿي آءُ سجاڳ ٿي پيس ۽ انهي مهل ئي اٿي وڃي فرهي لڪائي پڑھڻ سان مشغول ٿيس. سندن برڪت جي اثر سان جيڪي اڳي پڑھي وساريو هوم سو سمورو پڑھي ياد ڪري ويس. ۽ اج تائين ان کي پيو پڑھان باقي وڏيڪ نہ ٿي سگھيو.

**22- نقل:** غلام محمد نظاماڻي نقل ڪري ٿو تہ هيڪر واقعات ۾ پيو ڏسان تہ هڪڙي مسجد شريف ۾ ڪو متبرڪ مشبہ شخص امام ٿيو جماعت کي پيو نماز پڑھائي مون کي بہ دل ۾ خيال ٿيو تہ جيڪر انهيءَ بزرگ جي پوئتان وڃي نماز پڑھان. جڏهن مسجد شريف جي دروازي تي پهتس تڏهن اتي مون کي معلوم ٿيو تہ بدعتي ماڻهو کي مسجد شريف ۾ اندر اچڻ نٿا ڏين. تن ڏينهن ۾ مون کي ناس ڏيڻ جي بدعت پيل هئي، پوءِ جيئن اجا آءُ مسجد شريف جي دروازي کان اندر لنگھيس پئي تہ ڪنهن شخص منهنجي سيني تي هٿ هڻي پوئتي لوڏي ڪڍيو ۽ اندر اچڻ نہ ڏنائين. ايتري ۾ اندران آواز آيو تہ انهي ماڻهوءَ کي ڇڏيو تہ اندر هليو اچي ۽ مون کي ڇڏيائون ۽ مون اندر وڃي امام جي ڪڍ نماز ادا ڪئي. پوءِ هيڪر حضرت مرشد معظم جي مزار مبارڪ جي زيارت لاءِ درگاھہ ثريا پائگاه تي آيس، ۽ اندر روضي مبارڪ ۾ لنگھي وڃي ويٺس پر دل ۾ اهو ڏک ۽ ويچار هجيم پئو تہ آءُ ناس جي بدعت ۾ گرفتار ٿي ويو آهيان، خبر نہ آهي تہ منهنجو حال الائي ڪيئن ٿيندو! انهيءَ فڪر ۾ مراقبو ڪري ويٺس تہ گھڙي ڪن ڪانپوءِ هڪڙي فقير منهنجي پاڻهن مان وٺي روضي مبارڪ کان ٻاهر ڪڍيو ۽ چيائين تہ جيڪي حضرت مرشد معظم قدس سره توکي فرمايو سو معلوم ڪيو اٿي؟ مون چيو تہ نہ، فقير چيو تہ حضرت پيرسائين قدس سره فرمايو تہ تون بدعت جي فڪر ۾ ويٺو آهين. سو اهو خيال پنهنجي دل مان ڪڍي ڇڏ ان ڪانپوءِ سندن برڪت سان، توڙي ناس جي دٻلي بہ پلو ۾ ٻڌل هئي، پر ڪڏهن بہ ناس ڏيڻ لاءِ خيال ڪونہ پي ٿيو ۽ طبيعت اهڙي تہ ناس کان ٿهي ويئي جو سندس بوءِ بہ نہ پئي وڻي، پر تن ڏينهن ڪانپوءِ اها دٻلي چوڙي اڇلائي ڇڏيم ۽ الله تعاليٰ جي مهربانيءَ سان بدعت کان بلڪل ڇٽي پيس.

**23- نقل:** سيد موج علي شاھہ نقل ڪري ٿو تہ جڏهن درياءَ درگاھہ شريف جي آسپاس وارين زمين کي اچي پاڻ لڳو ۽ پاسي واريون ٻنيون لڳو لڳ پائيندو جوش سان اچي شهر کي ويجهو پيو جو ديهہ مبارڪ جي پائجي وڃڻ جو يقين ٿي رهيو هو. تڏهن مون کي ڏاڍو فڪر ۽ ويچار اچي ٿيو. دل ۾ اهو خيال تمام سختيءَ سان لڳل هو، تہ انهي وقت ۾ هڪڙو خواب ڏٺم، جنهن پاڻ پنهنجي

وڏي صاحبزادي مسند نشين اول سميت روضي مبارڪ ۾ ويٺا آهن. پوءِ جڏهن آءٌ سندن ويجهو ويس، تڏهن پاڻ مون کي امر فرمايائون ته ميان موجل شاهه اوري اچ جو اسين ماني ۽ مڇي ويٺا کائون. تون به اچي اسان سان گڏجي کاءُ. تڏهن آئون سندن حڪم موجب مڇي ۽ ماني ساڻن وچي گڏجي کائڻ ويٺس، انهيءَ وقت خواب ۾ ئي خيال آيم ته هي خواب ٿو لهان ۽ ان جو تعبير اهو آهي جو درياءُ هي شهر پائيندو. پاڻ اتان نقل مڪاني فرمائي اسان جي ويجهڙائيءَ ۾ مسڪنت فرمائيندا ۽ پوءِ ٿيو به نيٺ ائين.

**24- نقل:** حاجي جعفر نقل ڪري ٿو ته هڪڙي شخص حضرت مرشد مڪرم قدس سره کي واقعات ۾ ڏٺو ۽ ڪائڻ پڇيائين ته حضرتا! موت جو احوال الائي ڪهڙيءَ طرح ٿيندو؟ پاڻ فرمايائونس ته جڏهن هتي ايندين تڏهن پاڻهي معلوم ٿي ويندءِ.

**25- نقل:** ميرمحمد فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو ته هڪ رات حضرت مرشد مڪرم قدس سره کي خواب ۾ ڏٺم ته پاڻ گويا درگاهه مبارڪ واري مسجد شريف جي پويان وضو ويٺا سارين. اتي مون سندن خدمت بابرڪت ۾ دعا لاءِ التجا ڪئي. پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته ذڪر جي ڪوشش ڪيو ۽ خدا تعالىٰ سان هجو.

**26- نقل:** عبدالله فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو ته هڪ رات مون خواب ۾ ڏٺو ته حضرت مرشد مڪرم قدس سره جن اسان جي ڳوٺ تشريف فرمائيا آهن ۽ ميان محمد خان واري اوطاق ۾ کٽ تي ويٺا آهن. آءٌ به اتي ويس ۽ ارادو ڪيم ته پيرين وجي پوان. ته پاڻ مون کي فرمايائون ته اسين توسان ڪونه ڳڏبا سون. چو ته دير ڪري آيو آهين. مون سندن اهو ڪلام ٻڌي بي تاب ٿي وڃي پيرن تي ڪريس. پوءِ مون کي هٿ مان وٺي پاڪر پائي فرمايائون ته مرشد جي حضور ۾ دير نه ڪرڻ گهرجي.

اي عزيز! متيون فقير ذڪر ۾ غفلت ۽ سستي ڪندو هو ۽ تنهن ڪري پاڻ کيس "دير سان اچڻ" جي لفظ سان خبردار ڪيائون.

**27- نقل:** غلام حسين فقير نقل ڪري ٿو ته هيڪر مون خواب ۾ ڏٺو ته هڪڙو وڏو نانگ ازدها آهي سو مون کي ڏنگ هڻي ويو. انهي ڪري دل ۾ البت هراس ٿي پيو. پوءِ اهو خواب حضرت مرشد ڪريم قدس سره جي حضور ۾ بيان ڪيم. پاڻ فرمايائون ته توکي عشق جو ازدها ڏنگ هڻندو.

**28- نقل:** ٻچل فقير نقل ڪري ٿو ته هڪڙي فقير سندن حضور مبارڪ ۾ عرض گذاريو ته حضرتا! مون کي خواب ۾ نظر آيو آهي، ته هڪڙي وڏي ڍنڍ آهي

جنهن ۾ گهٽيون ٿي پيڙيون پيون ڦرن. نينڻ اهي سيئي ٻڌي ويون. باقي هڪڙي پيڙي ڏسان ٿو ته صحيح سلامت رهجي وئي آهي. پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته پيڙين مان مراد آهي مختلف طريقا، جو اهي مڙئي امام صاحب جي ظهوري وقت ڳري چٽ ٿي ويندا، يعني ته منسوخ ٿي رهندا، مگر رڳو هڪ امام جو طريقو باقي رهندو. پوءِ انهيءَ فقير عرض ڪيو ته حضرتا! امام حضور جن جي ذات مبارڪ آهي؟ پاڻ ڪسر نفسي ڪري فرمايائون ته اسين امام جا غلام آهيون.

**29- نقل:** سليمان فقير سهتو نقل ڪري ٿو ته هيڪر مون هڪڙا ٻه ڪونرا نذراني لاءِ خريد ڪري درگاهه مبارڪ ڏي ڪٺي هليس، رات واٽ تي پئجي وئي، اوجري جي ڳوٺ ۾ اچي رهيس، اتي رات جو واقعات ۾ پيو ڏسان ته هڪڙي لانڍي ڪي باهه اچي ورتو آهي. انهي لانڍيءَ ۾ منهنجا ٻه ڀائر اندر آهن. سي سڙيا ٿا وڃن ته اينري ۾ حضرت مرشد مڪرم قدس سره اتي حاضر ٿيا ۽ سندن چيلهه مبارڪ سان ترار ٻڌل پئي ڏيکارجي، پوءِ پاڻ هڪڙي ڪي وارن مان وٺي باهه مان ٻاهر ڪڍي آيا. باقي ٻيو اوهين باهه ۾ رهجي ويو. پوءِ جڏهن درگاهه مبارڪ تي سندن خدمت مبارڪ ۾ حاضر ٿيس، تڏهن انهي واقعات جو مون اجا ساڻن بيان ئي ڪونه ڪيو ته ازخود فرمايائون ته هنا ٻئي مريد، ۾ هڪڙي ڪي اسان جا اخلاق هنا تنهن کي باهه مان ڪڍيوسون، ۽ ٻي کي اخلاق حاصل نه هو تنهن کي ڇڏيو سون، پوءِ پاڻ مهرباني فرمائي واقعات جو تعبير تفصيل سان فرماياتون ته لانڍي مان مراد آهي دنيا ۽ باهه مان مراد آهي حرص ۽ نفساني سڌون.

**30- نقل:** محراب فقير سنجراڻي نقل ڪري ٿو ته هيڪر منهنجي نياڻي فوت ٿي وئي هئي، جنهن ڪري مون کي ڏاڍو ڏک ۽ اندوه ٿي پيو هو. انهي ڏک هوندي پاڻ سخت مرض ۾ گرفتار ٿي پيس، جنهن ۾ موت جي ڊپ اچي ورتو ۽ انهي شدت مرض ۾ وري پوين جي ڏک اچي ورايو. ته مون کان پوءِ انهن جو ڪهڙو حال ٿيندو؟ مطلب ته انهن ڏکن چوڌاري اچي گهيريو هو ته انهي وچ ۾ خواب ۾ حضرت مرشد مڪرم قدس سره جي زيارت کان مشرف ٿيس. پاڻ مون کي فرمايائون ته اي يار! خدا تعاليٰ کانسواءِ ٻي جنهن به شيءِ سان دل جو پيار ڳنڍيل هوندو ته ان مان ضرور ڏک ۽ ايذاءُ خرابي ٿيڻي آهي. ڇو ته هن جهان جون سڀ شيون فاني آهن. پوءِ جيڪڏهن ڪو شخص انهن شين سان پنهنجي دل ڳنڍي ٿو ته پوءِ جنهن وقت اها سندس قرب واري شيءِ فنا ٿيندي ته ضرور ان جي تعلق ڇڄڻ وقت ڏک ۽ اوندهه پهچندس، يا وري پاڻ فوت ٿيندو ته به اهو تعلق ڇڄندو. ۽ پوءِ به انهيءَ شيءِ جي فراق ڪري ڏک ۽ غم ۾ روئندو دانهون ڪندو

ويندو. تنهن ڪري ڏکن کان آزاد ٿيڻ جو رستو اهوئي آهي جو غير جي محبت ۽ قرب دل مان ڪڍي خدا تعاليٰ سان ڳنڍجي.

**31- نقل:** محمد خان پرڳڙي، فتح خان پرڳڙي کان نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ ڪڇ ملڪ جي سفر تي چڙهيا هئا ۽ آئون به انهيءَ ملڪ ۾ سندن خدمت مبارڪ ۾ ساڻ هوس. هڪڙو مون کي دل ۾ خيال اچي پيو ته حضرت مرشد مڪرم قدس سره جا مڙئي مريد حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وسلم جي لقاءَ جي شرف کان مشرف ٿي چڪا آهن. آءٌ عاجز اجا تائين مايوس رهيو وتان. انهيءَ خيال ڪري دل کي ڏاڍو درد ٿيو. ۽ انهيءَ دل شڪستگي پاران سندن خدمت بابرڪت ۾ حاضر ٿي پنهنجي ڳوٺ موٽڻ لاءِ موڪل گهريم. پاڻ جواب فرمايائون ته توکي موڪل ڪانه آهي. لاچار ٽڪي پيس، پوءِ جڏهن ڪلر وارو ٻر لنگهيا سون، تڏهن هڪڙي رات خواب ڏٺم ته هڪڙي وڏي مجلس شوڪت ۽ حشمت سان برپاٿيل آهي. جنهن بابت ماڻهن کان ٻڌم ته هي حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي مجلس آهي. تڏهن اتان پڇا ڪيم ته حضرت سيد الڪونين رحمة اللعالمين صلي الله عليه وآله وسلم جن ڪٿي آهن

" انهن مون کي حضور جن صلوات الله تعاليٰ عليه والتسليمات جي صورت مبارڪ ڏيکاري ۽ آءٌ زيارت کان مشرف ٿي ويس. آءٌ صورت مبارڪ ڏي نهاريندو ئي رهيس ته اها صورت شريف حضرت مرشد ڪريم جي صورت مبارڪ سان متجي وئي ايتري ۾ خواب کان سجاڳي ٿي وئي. پوءِ جڏهن حضرت مرشد مڪرم قدس سره جي خدمت مبارڪ ۾ آيس تڏهن پاڻ مون کي فرمايائون ته اي فتح خان! لقاءِ محمدي عليه افضل الصلوات واڪمل التحيات ڏٺئه؟ عرض ڪيم ته هائو سائين! حضور سائين جن جي ديدار کان مشرف ٿيس، پوءِ فرمايائون ته اي يار! ٻنهي صورتن ۾ ڪو فرق ڪونهي. اتي مون کي بلڪل جمعيت ۽ دل جي فرحت حاصل ٿي ۽ تردد ۽ ڳڻتي ۽ شڪ شڪوڪ ۽ دوئي سڀ دور ٿي ويا.

## فصل ستون
## طلب جي ترغيب بابت نقلن ۾.

**1- نقل:** هيڪر پاڻ حضرت ميان صاحب جن قدس سره کان نقل فرمايائون ته پاڻ حضرت مخدوم صاحب جن قدس سره کان بيان فرمايائون ته سنڌ جي ماڻهن کي اول آهي. باقي پڇاڙي ڪانهي ۽ پنـاڻن کي اول ڪونهي مگر پڇاڙي اٿن. يعني سنڌ جي ماڻهن کي پهريان پهريان ارادو سچائي ۽ شوق گهڻوئي منهن ڏي ٿو پر پڇاڙي ۾ ثابت قدم نٿا رهن. ۽ پناڻن کي پهريان عقيدو ۽ ارادت ڪونه ٿو ٿئي پر پڇاڙي ۾ ارادت مند ٿي وڃن ته پوءِ مرشد جي جمال باڪمال واري شمع تي پاڻ کي پتنگ وانگر جلائي ٿا ڦٿو ڪن. ۽ ٻي طرف ڪيڏانهن به منهن نٿا موڙين بلڪ سندن دل ۾ ارادو اهڙو ته محڪم ٿي رهي ٿو جيئن پهڻ تي ليڪو.

**2- نقل:** پاڻ طالبن جي ترغيب لاءِ فرمائيندا هئا ته هيڪر حضرت سلطان العارفين با يزيد بسطامي قدس الله تعاليٰ سره الاقدس مراقبي ۾ ويٺا هئا ۽ انهي حال ۾ ڪين ٻي جمعتي ٿي پئي، اينتري ۾ مٿان غيبي آواز ٻڌائون ته اي شيخ ! مٿو ڪٿي هن طرف ڏي نهار. حضرت شيخ قدس سره مٿو ڪٿي نهاري ڏٺائون ته هڪڙو ٻلو ڪنهن ڪوئي جي ٻر ۾ شڪار حاصل ڪرڻ لاءِ نظر ڄمايون اهڙو ته سڪو ويٺو هو جو پنهنجا سڀ حواس بند ڪري رڳو ڪوئي جي خيال ۾ محو ٿي ويو هو. سندس بت تي هڪڙو وار به ڪونه پي چريو. اتي ڪين الله تبارڪ وتعاليٰ جي طرفان الهام ٿيو ته اي شيخ! پنهنجي طلب ۽ همت ٻلي کان گهٽ نه آڻ. ۽ مون کي پنهنجو مقصود ڪوئي کان گهٽ ڪري نه سمجهه.

**3- نقل:** پاڻ فرمايائون ته جيڪو طالب پنهنجي دل کي شيطاني خطرن ۽ نفساني وهمن ۽ وسوسن کان پاڪ نه ڪندو ۽ پنهنجي سيني کي پراگنده خيالات جي ميراڻ کان صاف نه ڪندو ته اهو شخص الله تعاليٰ جلشانه جي طالبن جي جماعت مان نه ڳڻيو ويندو ۽ انهي کي به ڪيپي ته پاڻ کي طالبن مان نه ڳڻي.

**4- نقل:** جامع ملفوظات رحمت الله عليه نقل ڪري ٿو ته پاڻ مون کي خطاب ڪندي فرمائيندا هئا ته " اقراءَ ڪتابڪ ڪفيٰ بنفسڪ" يعني پنهنجو ڪتاب پاڻ پڙهه ۽ تنهنجو نفس تولاءِ ڪافي آهي. هينئن به فرمائيندا هئا ته:

**پڙهيو سڀ وسار وسرئو الف ياد ڪر**

**5- نقل:** ڪن وقتن ۾ پاڻ پنهنجي زبان وحي ترجمان سان فرمائيندا هئا ته:

**انبار وڏو ئي هٽ آهي پر ڦرينڊڙ ڪونهي !**

۽ ڪڏهن ڪڏهن فرمائيندا هئا ته:

گهرون ٿا گهورين پر پلو جهليندڙ ڪونهي !

**6- نقل:** پاڻ ڪن وقتن ۾ هي فارسي بيت فرمائيندا هئا ته:

**چونکہ گل رفت و گلستان شد خراب بوء گل را ازکہ جوئیم از گلاب**

يعني جڏهن گل هٽان ويو ۽ باغ ويران ٿي ويو ته پوءِ گل جي خوشبوءِ ڪٿان به نه ملندي مگر گلاب جي عرق مان حاصل ڪري سگهبي. عزيزا گل مان مراد آهي عارف ڪامل ۽ سندس خوشبوءِ مان مراد آهي انهي عارف جي محبت جي لذت ۽ گلاب جي پاڻي مان مقصد آهي انهي ڪامل جي ملفوظات يعني ڳالهايل نڪتا، مطلب ته عارف ڪامل جي گذري وڃڻ ڪانپوءِ سندس ملفوظات مان ان جي محبت جي لذت حاصل ڪري سگهجي ٿي، انهيءَ ڏي ئي حديث شريف ۾ اشارو آهي ته " سورالمؤمن شفاء" يعني مومن ڪامل جي اوبر جنهن مان مقصد آهي سندس سڪ ۽ محبت پيدا ڪندڙ گفتارانهن طالبن لاءِ شفاء آهي جيڪي سندس فرمودن تي محڪم ۽ عمل ڪرڻ لاءِ چست ٿي بيهن ٿا. جو ته سندس ڪلام فيض نظام سان انهن طالبن جي دل مان دنيا جي محبت واري بيماري جنهن لاءِ " راس ڪل خطيئة" جو حڪم آيل آهي ۽ ٻين نفساني ۽ شيطاني خطرن جي بيماري نڪري وڃي ٿي.

**7- نقل:** هڪڙي فقير ڳالهه ڪئي ته هيڪر آءُ ٻين فقيرن جي جماعت سان گڏجي درگاهه مبارڪ تي ويو هوس، پوءِ جڏهن سندن حضور مبارڪ ۾ آياسون تڏهن پاڻ هي سنڌي بيت فرمايائون:

**جان جان جوء نه پسن جنهن لاءِ جوڳي ٿيا**

**تان تان ڪاپڙين ورهه. وهامي راتڙي**

انهيءَ بيت جي ٻڌڻ سان جماعت ۾ وجد ۽ جوش ۽ روج پئجي ويو.

**8- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه نقل ڪري ٿو ته هيڪر سندن حضور پر نور ۾ ويٺا هئاسون، پاڻ قاضي قادن رحمت الله عليه رهندڙ بکر جو نقل بيان فرمايائون ته قاضي قادن رحمة الله عليه چوندو هو ته جيڪو مون وٽ اچي ته آئون ڪيس الله تعاليٰ جلشانه ڏيکاري ڇڏيان. پوءِ هڪڙي ڏينهن شهر جا قاضي ۽ ٻيا عالم پاڻ ۾ گڏجي صلاح ڪيائون ته هي شخص قادن هميشه پيو ٿو دعوا ڪري ته جيڪو مون وٽ اچي ته آئون ڪيس خدا تعاليٰ ڏيکاريان. سندس اها دعوا بيهودي ۽ ڪوڙي آهي. تنهن ڪري اچو ته اسين سيئي وٽس گڏجي هلون ۽ چئونس ته اسان کي الله تعاليٰ ڏيکاري ۽ پوءِ جي ڏيکاريائين ته واهه نه ته تعزير شرعي ڏيونس، نيٺ اها صلاح پڪ ڪري مڙئي گڏجي قاضي قادن وٽ آيا ۽ ڪيس چيائون تون جو چوين ٿو ته ائون الله سائين عزا سمه ڏيکاريندس سو اسين تو

وٽ آيا آهيون. اسان کي خدا تعاليٰ ڏيکار. قاضي صاحب چيو تہ هائو اوهان کي الله جلشانہ ڏيکاريندس. پر اڄ رات مون وٽ ترسو ۽ منهنجي دعوت کائو پوءِ صبح جو سويل اوهان کي الله سائين جلشانہ ڏيکاري ڇڏيندس. هو سيئي قاضي صاحب جي دعوت قبول ڪري رات وٽس رهي پيا. قاضي کين هڪڙي سوڙهي ڪوٺي ۾ اچي ٽڪايو ۽ نهايت عمدا مڪلف طعام گرم مصالح سان تيار ڪرائي آڻي کين ڏنائين. جڏهن انهيءَ کاڌي مان ڪجهہ واپرايائون تڏهن اچي اڃ لڳن ۽ قاضيءَ صاحب کان پاڻي جي طلب ڪيائون. قاضي صاحب چين تہ توهين ماني کائو پاڻي بہ اچي ٿو. هنن ائين ئي پاڻي گهريو ۽ قاضي صاحب اهو ئي جواب ڏنن تہ کائو کائو پاڻي بہ اچي ٿو. نيٺ جڏهن کائي ڌءُ ڪيائون ۽ پاڻي ڪونہ آيو تڏهن قاضي صاحب چيو تہ يلا آئون پاڻ وڃي ٿو پاڻي کڻي اچان. ائين چئي ٻاهر نڪتو ۽ وڃڻ مهل ٻاهران در جو ڪڙو ڏيون کين ڪوٺي ۾ بند ڪيون وڃي گهر ويهي رهيو. هنن ويچارن جو نهايت عمدا مڪلف گرم طعام ڍؤ ڪري کاڌا هئا ۽ وري سوڙهي جاءِ ۾ ٽڪيا هئا تنهن ڪري مٿن اڃ ڏاڍو غلبو ڪيو پوءِ جڏهن لاچار ٿي اتي سمهي پيا تڏهن ساري رات پاڻي جي ڌڪ ڌوڙ ۾ لڳا رهيا ۽ خواب ۾ ڪي درياہ مان ٽپيون هيون پيا پاڻي پين تہ ڪي کوهہ مان ڪي حوضن ۾ وڃي ڪريا. ڪن تلائن ۾ غوطا وڃي کاڌا ساري رات انهيءَ پريشاني ۾ گذري وين. جڏهن ڏينهن ٿيو ۽ قاضي صاحب سندن دروازو اچي کوليو تڏهن سيني دانهن ڪري چيس تہ قاضي صاحب ! اسان کي واہ جو الله جلشانہ ڏيکاريو اٿي! قاضي صاحب چين تہ تڏهن رات جو خواب ۾ ڇا ڏٺو؟ چيائون تہ ساري رات پاڻي ئي ڏٺو سي ٻيو ڇا ڏٺوسين؟ پوءِ هرهڪ پنهنجو خواب ٻڌائي ويو، قاضي صاحب چين تہ اي ٻي سمجهؤ توهين رڳو هڪڙي رات پاڻي لاءِ اڃا ٿيا آهيو تہ ساري رات پاڻي ئي ڏٺو پوءِ جيڪي ساري عمر خدا تعاليٰ عزاسمہ جا اڃايل سڪايل آهن سي ڪيئن نہ الله سبحانہ وتعاليٰ ڏسي سگهندا؟ اهو جواب ٻڌي مڙئي پشيمان ۽ لاجواب ٿي پنهنجن گهرن ڏي موٽي ويا:

**آگم ڪيو اڇن سڄڻ ساوڻ مينهن جان**

**پاسي تن وسن جي سپ ڇماندر سڪيون**

**9-نقل:** غلام محمد فقير نظاماڻي رهندڙ ديهہ سومري فقير نظاماڻي جو اها ديهہ نصرپور جي طرف گهلو جي پڪ سان آهي سو فقير نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ درگاهہ مبارڪ تي جماعت سان وينا هئا ۽ ڳالهين هلندي منهن مبارڪ راڇي فقير نظاماڻي ڏي ڪري فرمايائونس تہ اي راڇا! تون نظاماڻي فقيرن جي قوم مان سيني کان اڳي مريد ٿيو هئين تہ بہ توکان پوءِ مريد ٿيل توکان وڏيڪ فيض

وارا ۽ بهره ور ٿي ويا آهن ۽ تون طلب جي ڪوشش نه ڪرڻ پاران پوئتي پنجي ۽ خالي رهجي ويو آهين. انهيءَ ڪان اڳ مجلس ۾ صوفين جي جماعت ۾ جو منافق هوندا آهن تن بابت گفتگو پئي هليو. راڇي چيو ته حضرتا! تڏهن آئون منافق ٿي ويو آهيان؟ پاڻ فرمايائونس ته اي راڇا! جن منافقن بابت اسين گفتگو پيا ڪيون جيڪڏهن ڪو اهڙو منافق ٿي پوي ته به ڏاڍو چڱو! پوءِ انهيءَ تي مثال بيان فرمايائون ته جيڪڏهن اٺ ڪي ڪٽڪ جي پوک ۾ چڙي ڏبو ته پوک نه کائيندو بلڪ ان کي پيرن سان لتاڙيندو وتندو. باقي انهيءَ پوک مان ڪانڊيرن کي نوڙيو پٽيو پيو ڪائيندو.

**10- نقل:** صديق فقير حجام رهندڙ ديهه تلهار جو، جو اها چاچڪن جي پرڳڻي ۾ ڳوني واهه جي پڪ سان هڪڙي ديهه آهي سو نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ ننڍي قيصر فقير نظاماڻي جي ۾ لٿل هئا ۽ آئون به اتي خدمت اقدس ۾ حاضر هوس. اتي خليفن جي مريدن مان گهڻا موجود هئا ۽ ڪين ڏاڍو وجد پئي ٿيو. پاڻ انهن ڏانهن نهاري فرمايائون ته اي فقيرو! توهين خليفن کي ڏسي وجد تا ڪريو ۽ خليفا اوهان جي وجد کان راضي ۽ خوش پيا ٿين ۽ سمجهن ٿا ته اسان خدا تعالىٰ کي لهي ورتو آهي. پر هتن کي عارف جي ترار مان اجان ٿورڙو ڦٽ پهتو آهي ۽ انهيءَ ڦٽ بوءِ ڪڙي ڪئي آهي جنهن تي مکين جو انبوه اچي مڙيو آهي. مگر جيڪڏهن عارف جي اها ترار ڪنهن جي سيني مان لنگهي پوي ته هوند شيءِ ٿي ٻي ٻنجي وڃي. ڪنهن بزرگ فرمايو آهي:

**جگرشير نداري سفر عشق مکن**
**سبزه تيغ زين ره زکمر مي گذرد**

يعني شينهن جو جگر نه هجئي ته عشق جو سفر نه ڪج ڇو ته هت ترار جي ساول چيلهه ڪان متي لنگهي وڃي ٿي.

**11- نقل:** پاڻ فرمائيندا هئا ته اي يارو! اڄ جيڪڏهن ڪي ڪرڻو هجيو ته ڪري وٺو ڇو ته هن وقت ڪوشش سان ٿي پوندو. پر سڀاڻي ڪوشش سان به ڪين ٿي سگهندو.

اي عزيزا! انهن لفظن سان پاڻ پنهنجي حضور پر نور ڏانهن اشارو فرمايو اٿن. ڇو ته سندن وجود مسعود هن عالم عامي ۾ نسبت تمام ٻي رکي، پوءِ جنهن به رابطي جي اتحاد سان ڪوشش ٻي ورتي ته ٿورڙي وقت ۾ دولت عظمىٰ حاصل ڪري ٻي ورتائين. پر ان ڪانپوءِ جڏهن پاڻ برقعو مٽايائون ۽ هن فاني جهان کان ارتحال فرمايائون ته پوءِ اها ٻي نظير دولت هٿ مان هلي وئي:

**چونکہ گل رفت و گلستان شد خراب**

**بوءِ گل رااز ڪہ جوئيم از گلاب**

يعني جڏهن باغ مان گل اڪري ويا ۽ باغ ويران ٿي ويو تہ هينئر گل جي خوشبوءِ ڪٿان ڳوليون؟ گلاب جي پاڻي مان!

**12- نقل:** پاڻ فرمايائون تہ ڳولا ڦولا اهو ماڻهو ڪندو آهي جنهن کا شيءِ وڃائي هوندي آهي. اهڙو ماڻهو سڀ ڪنهن کان پيو پڇائون ڪندو پوءِ جتي بہ سندس ڏس پوندو اتي وڃي ان کي ڳوليندو. تيستائين هرگز آرام سان نہ رهندو جيستائين اها شيءِ هٿ نہ اچيس پوءِ انهيءَ تي سنڌي بيت بہ فرمايائون:

**جان جان جوءِ نہ پسن جنهن لئي جوڳي ٿيا**

**تان تان ڪاپڙين وره وهامي راتڙي**

**13-نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر آئون درگاهہ مبارڪ تي حاضر هوس تہ هڪڙي فقير حضور ۾ نفي اثبات جي شغل بابت ڪنان پڇا ڪئي؟ پاڻ ان تي ڏاڍو خوش ۽ فرحتناڪ ٿيا ۽ کيس ڪمال توجہ ۽ مهرباني سان نفي اثبات بابت سمجهايائون تہ سالڪ کي کپي تہ پاڻ کي نفي ۽ الله تبارڪ وتعاليٰ کي اثبات ڪري ۽ ان جو تعداد بہ کيس ٻڌايائون. اتي مون خدمت مبارڪ ۾ عرض گذاريو تہ حضرتا! مون جنهن کي پهريان نفي ڪيو هو تنهن کي وري اثبات ڪيو اٿم. پاڻ فرمايائون تہ هائو ائين آهي، پر هن جو مقام اهو آهي تہ انهي وچ ۾ بي هڪڙي شخص چيو تہ انهيءَ معاملي جي پڇڻ جو ڪهڙو سود؟ انهي تي پاڻ جوش ۾ آيا ۽ فرمايائون تہ جنهن کي واٽ سان هلڻ جو خيال هوندو تہ اهو ضرور پار پتا پڇندو ۽ جنهن کي اصلي سلوڪ واري واٽ سان هلڻ جو ئي خيال نہ هوندو تہ اهو پڇا نہ ڪندو:

**پڇن سي پسن جڏهن تڏهن پرين کي ڏوريندئون ڏس اڳڻ عجيبن جا**

**پيو تہ : بپائي طلب ره بدينجا بري وزينجا ببال محبت پري**

يعني طلب ۽ ڪوشش وارن پيرن سان پنڌ ڪري عشق واري ميدان ۾ پهچندين ۽ اتان وري محبت جي ڪنپن سان مٿي اڏامي وڃي حضور ۾ حاضر ٿيندين.

**14- نقل:** حافظ کهنگر فقير نقل ڪري ٿو، پاڻ مخدوم نوح عليہ الرحمة جي ڳالهہ بيان فرمايائون تہ مخدوم صاحب پنهنجن مريدن کي حڪم فرمائيندو هو تہ سومهياڻي نماز بعد بر ۾ جدا جدا اڪيلا وڃي مراقبي ۾ مشغول ٿيندا ڪيو. ۽ سڄي رات مراقبي ۾ گذاري صبح جي نماز وري مسجد ۾ اچي جماعت سان گڏجي ادا ڪيو. مريد سندن حڪم موجب اهڙي طرح مشغول ٿيا. پوءِ هڪڙي ڏينهن مخدوم صاحب جن مسجد شريف ۾ ويٺا هئا ۽ فقيرن جي جماعت جهنگل کان موٽي آيا ۽ مخدوم صاحب سندن جتيون پاڻي ۾ پسيل ڏسي

پڇيائون تہ واٽ تي توهان جي لنگهہ ۾ ڪو پاٽي آهي ڇا؟ جو توهانجون جتيون پاٽي ۾ پسيل پيون ڏيکارجن عرض ڪيائون تہ حضرتا! واٽ تي پاٽي ڪونہ آهي پر ماڪ ڏاڍي ٿي وسي جنهن ڪري اسان جون جتيون پسي پون ٿيون. مخدوم صاحب جن قدس سره انهي وقت هي سنڌي بيت فرمايائون:

**پٽي جا پريات سا ماڪ م ڀانيو ماڻهوئا**

**روئي چڙهي رات ڏسي ڏکوين کي**

حضرت مرشد معظم رضي الله تعاليٰ عنہ جن فرمائيندا هئا تہ جڏهن رات پوري اڇي ٿيندي آهي. تڏهن الله تعاليٰ جي طالبن جي فراق ۾ روئيندي ويندي آهي. ماڻهو ان کي ماڪ ٿا چون مگر اها ماڪ حقيقت ۾ رات جا ڳوڙها آهن. جي طالبن جيءَ جدائي کان ڳاڙيندي ويندي آهي. طالب کي بہ کپي تہ ساري رات سجاڳ رهي ۽ هڪ گهڙي بہ غافل ٿي نہ سمهي:

**اين راه طلب منزل آرام ندارد**

يعني محبوب جي طرف پنڌ ڪندڙ مسافر کي واٽ ۾ ڪنهن بہ منزل تي آرام ڪونہ هوندو آهي.

**15- نقل:** قاضي محمد شفيع نقل ڪري ٿو تہ هيڪر آئون درگاهہ مبارڪ ۾ حاضر هوس تہ هڪڙو فقير مٽي ۽ پيرن اگهاڙو مست ديوانگي جي حالت ۾ خدمت شريف ۾ آيو ۽ قدمبوسي کان مشرف ٿي حضور ۾ ويٺو هو. ڪجھ دير کان پوءِ عرض ڪيائين تہ حضرتا مون کي ڪنگهہ ۽ ليس ڏاڍو هلاڪ ڪيو آهي. پاڻ فرمايائون تہ واه جا توهان جي فقيري ۽ مستي آهي، جو مٽي ۽ پيرن اگهاڙو ۽ پنهنجي گهرڻ کان بہ بيزار ٿئين، تہ بہ اڃا خدا تعاليٰ کي نہ سڃاتئہ جو اهڙيون ڳالهيون پيو ڪرين، اٿين سمجهہ تہ محيي ۽ مميت ڪنهن جي صفت آهي؟

**16- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ حضرت ميان صاحب قدس سره الله تعاليٰ سره الاقدس جن هڪڙي ڏينهن اسان سيني پائرن کي فرمايائون تہ توهين مينهن پٽارين جي پر گهور ڪانہ ٿا ڪيو ۽ هو مسڪينون گاهہ نہ ملڻ ڪري ٻڪ جي وکهي پيون ٿيون ڳرن ۽ مرن. جيڪڏهن توهان ۾ توڪل ڏسون ها تہ هڪ ڍور بہ کهڻ ڪانسواءِ ڪونہ ڇڏيون ها.

**17- نقل:** پاڻ فرمايائون تہ حضرت ميان صاحب جن قدس لله تعاليٰ سره الاقدس فرمائيندا هئا تہ جڏهن اسان سائيدي جي ڳوٺ ۾ ، جو اسان جو اصلي وطن آهي، رهندا هئاسون تڏهن اسان جي روش ۽ مقرر عادت هوندي هئي تہ نماز جي پنجن وقتن ۽ تهجد ۽ اشراق ۽ شب خيزي ۽ وردن ۽ صلوات شريف ۽ ٻين اهڙن ڪمن ۾ وڏي پابندي ۽ ڪوشش سان مشغول رهندا هئاسون جيئن تہ تهجد

نماز مسجد شريف ۾ وڃي ادا ڪندا هئاسون ۽ تهجد ڪانپوءِ وظائفن جي شغل سان رهندا هئاسين ته پره اچي ڦٽندي هئي پوءِ اٿي سنت فجر جي ادا ڪري وري درود شريف جي مشغولي ڪندا هئاسون تنهن ڪانپوءِ نماز فجر جي ادا ڪري وري اشراق جا نفل به اتي ئي ادا ڪري پوءِ مسجد شريف کان ٻاهر نڪرندا هئاسون ۽ الله تعاليٰ جل شانه جو شڪرانو ادا ڪندا هئاسون ته الحمدلله جو وري به پنهنجي عبادت جي صلاحيت ۽ توفيق عطا فرمائي اٿس. پوءِ نڪرڻ مهل هڪڙو مٽي ۽ پيرين اگهاڙو ديوانو شخص جو مسجد شريف جي ٻاهر ان ڏونهين وجهي رات ڏينهن انهيءَ تي ويٺو هوندو هو سو اسان ڏي نهاري چوندو هو ته اي بابا! هنوزدلي دور است. يعني ( اي بابا! اجا دهلي پري رهي!) اسان کي اهو ڏاڍي عجب لڳندو هو ته هي چريو ڇاتو چوي! پر جڏهن همت جو قدم موليٰ سائين عزاسمه جي طلب ۾ رکيوسون ۽ پوري حقيقت کان واقفيت لڌي سون. تڏهن ڄاتو سون ته اهو چريو شخص سچ چوندو هو ته الله تبارڪ وتعاليٰ جي عشق ۽ محبت کانسواءِ سڀ ڪم اجايا ۽ بيڪار آهن.

**18- نقل:** هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون ته ڪو هندو شخص پنهنجي ننهن يعني پٽ جي زال کي سندس پيڪن ڏي گڏجاڻي لاءِ وٺيو پيو وڃو. پوءِ جڏهن اوڏاهون گڏجاڻي ڪري موٽيا تڏهن واٽ تي اها عورت پنهنجي سهري کي چوڻ لڳي ته اي سهرا!

**جيڪي نيٺ به ڪرڻو اٿي سو هينئر ڪري وٺ ديرنه ڪر.**

اهڙي طرح ٽي ڀيرا اهي لفظ عورت موٽائي سهري کي چيا. سهرهنس حيران ٿي ويو ته هن عورت کي ڪهڙو ڪو خراب خيال اچي دل ۾ ويٺو آهي پر انهن لفظن جي پوري حقيقت سندس سمجهه ۾ نه اچي سگهي، نيٺ جڏهن سچ اچي لهڻ کي ويجهو ٿيو ۽ پنڌ اجا گهڻ ڪرڻو هون ۽ تنهن کانسواءِ واٽ تي ڦورن رهزنن جو پئو به ڏاڍو هو. تنهن ڪري انهيءَ هندو گڏهه کي تکي هلائڻ لاءِ اچي سوٽين سان ورايو ۽ وڏي ڪوشش سان پنڌ ڪرڻ لڳو. تڏهن اٽي انهي مهتي چيس ته اي سهرا! مون توکي اڳيئي ٻي چيو ته جيڪي وس ڪرڻو اٿي سو هينئر ڪري وٺ! پر تو نه ڪيو، هينئر هن بي فائدي ڪوشش مان ڇا ورندو؟ ڇو ته رات اوهين پئجي وئي، پوءِ پاڻ فرمايائون ته طالب کي به ڪپي ته انهي هندو وانگر پنهنجي نفس واري گڏهه کي ڏينهن جو يعني جوانيءَ واري وقت ۾ تڙڻ جي ڪوشش ڪري. ۽ اچوڪو ڪم سياڻ تائين نه ترسائي ۽ روڪ کي رکت تي نه مٽائي نه ته جڏهن هي جواني جي زماني وارو سج پوڙهائپ جي هيٺائي واري جبل هيٺ وڃي لٿو. تڏهن اها پراهين منزل هن ڏيرڙي گڏهه کان هنئين نه پڄندي پوءِ ڪيس گهٽيون

ئي ڪوشش ۽ طلب ۽ عبادت جون سوڻيون هٿندو ته به پورو فائدو ڪونه پوندو، جيئن ته مولوي معنوي قدس سره فرمائي ٿو:

**هين مڪن فردا ڪه فرداها گذشت      تابڪلي نگذرد ايام ڪشت**

يعني خبردار ٿيءُ ڪم سؤلو ڪرڻ لاءِ سڀاڻي نه ڪر. ڇو ته ڪيترائي سڀاڻا غفلت ۾ گذري ويئي. متان پوک جي سموري مند ائين ئي سڀاڻي سڀاڻي ڪري گذاري ڇڏين.

**19- نقل:** پاڻ فرمايائون ته حضرت ميان صاحب جن قدس سره هڪڙي ڏينهن پنهنجي گلن جي باغيچي ۾ گهمڻ لاءِ تشريف فرما ٿياهئا ۽ آئون به سندن خدمت ۾ حاضر هوس پوءِ پاڻ هڪڙي ننڍڙي چڪي جي پرسان اچي ويٺا ۽ انهي چڪي جي پرسان گاهه ڦٽي پيو هو سو پنهنجي هٿ مبارڪ سان اتان پٽي پي اڇلايائون مون به سندن موافقت ۾ گاهه وڃي پٽيو. انهيءَ وقت پاڻ فرمايائون ته اي بابا! جيڪڏهن هي گاهه جا تيلا جي هن چڪي جي چوڌاري ڦٽي پياآهن. سي پٽي نه ڇڏبا ته چڪي وڏڻ ۽ ٿلهي ٿيڻ کان بيهي ويندي. اهڙي طرح طالب کي به کپي ته دل واري چڪي جي آس پاس جيڪي ماسوي الله تعاليٰ جا ڪک ڪهچر پيدا ٿي پون سي پٽي صاف ڪري ڇڏي ته محبت واري چڪي وڏي وڻ ٿي وڃي:

**آتش عشق ار نسوزد نيستان وهم غير**

**در زمين دل نرويد سبزه گلزار يار.**

يعني عشق واري باهه سان غير جي وهم وارا پوڙا ساڙي صاف نه ڪبا ته پوءِ دل واري زمين ۾ دوست جي باغ واري ساوڪ ڪٿان ڦٽندي؟

**20- نقل:** خليفو جامع ملفوظات رحمت الله تعاليٰ عليه چوي ٿو ته طلب جي اول ڏينهن ۾ مون کي حضرت مرشد معظم قدس سره جي محبت شريف جو اهڙو ته شوق ۽ سڪ رهندي هئي جو پر انهن ۽ ولايت جي پنڌن تي ڪچ قلات وغيره تائين صحبت شريف لاءِ، پيرين پيادو، بنا ثمر سنگت جي نڪري پوندو هوس ۽ جاتي به پاڻ هوندا هئا ڊڪندو ڊوڙندو وڃي پهچندو هوس: **اين راه طلب منزل آرام ندارد**

**پري ته پيلي ڪنان ساٿي پڇي سڪ،**

**رفاقت رڄ ۾ ڏونگر ڪري ڏک،**

**آري جو اهک رهنما راهه ٿيو.**

پوءِ منهنجي والده ماجده مادري شفقت ڪري ڪڏهن چوندي هئي ته جيئن حضرت پير سائين جن اسان جي پٽ کي سرگردان ۽ بي آرام پريشان ڪري ڇڏيو آهي تيئن شل سندن پٽ به اهڙي طرح ٿيندا آئون چوندو هوس ته آمين آمين.

ڪيتري مدت ڪانپوءِ هيڪر پاڻ هن عاجز جي دعوت تي اسان وٽ تشريف

فرمائيا. جڏهن مرد عورتون سڀ اچي زيارت کان مشرف ٿيا. تڏهن اتي مون پنهنجي والده جي روبرو، سندس چيل لفظ، پير سائين جن کي ٻڌايا. تڏهن منهنجي والده حياء ۽ سندن هيبت کان نيزاري سان عرض ڪيو ته حضرتا! ايتري جرئت جا مون کان سرزد ٿي آهي سا بي ارادتي ۽ بي ادبي جي ڪري نه ٿي پر هي مڙئي مادري قرب ۽ شفقت ڪري لفظ نڪري ويا آهن! منهنجا پيا پٽ جڏهن ڏسان ٿي ته پلن گهوڙن تي سٺن سنجن ۽ هٿيارن پهنوارن سان پهريا سهريا چڙهيا وتن گهمندا ۽ هي ويچارو بنا ثمر سنگت جي اڪيلو سفر ۾ سرگردان وتي چوڏاري ڊڪندو! تڏهن دل جي جوش کان اهي لفظ نڪري ويا آهن. اها گستاخي اسان کي مُعاف ٿئي؟ پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته اي امان! تنهنجو پيو پٽ هڪڙي ڏاري عورت تي عاشق ٿيو ته پوء ڏٺئي ته جيستائين پنهنجي مقصود کي نه پهتو ۽ ان کي پاڻ وٽ نه آندائين تيستائين هرگز آرام ڪونه ڪيائين تيئن تنهنجو هي پٽ به محبوب مقصود کي پهچي ويندو ته پاڻهي خاطر جمع ٿيندو ۽ فرحت ۾ اچي ويندو ۽ هي بي آرامي پريشاني مڙئي لهي ويندس.

**21- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله تعالىٰ عليه چوي ٿو ته هيڪر پاڻ مسجد معظم ۾ ڪبڙ جي هينان تشريف فرمائي طالبن کي صحبت سان مشرف فرمايو هئائون. ۽ آئون به سندن حضور اقدس ۾ حاضر ويٺو هوس ته ايتري ۾ لاڙ جي طرف جا به ٽي فقير خدمت سڳوري ۾ حاضر ٿيا ۽ زيارت کان مشرف ٿيڻ بعد انهن مان هڪڙي فقير ظاهري بدن جي مرض لاء دوائن بابت سندن خدمت ۾ عرض گذاريو. پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته پهريان لاڙ وارن فقيرن جي جماعت جو طريقو ۽ روش هوندي هئي ته اسان کان ڪڏهن به ظاهري بيماري جي علاج توڙي پين دنيائي ڪمن لاء سوال نه ڪندا هئا پر هينئر انهيء جي ابتڙ پيا هلن. جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته جڏهن ته آئون به لاڙ جو هوس تنهن ڪري سندن انهن لفظن مبارڪن ٻڌڻ شرط طبيعت ۾ جوش اچي ويو ۽ ان جي تارڻ لاء گهڻا حيلا ڪيم پر دفع نه ٿي سگهيو. تڏهن خدمت ۾ عرض ڪيم ته حضرتا! شايد لاڙ ۾ پيو ڪوئي طبيب ڪونهي جو هتي دوائن پڇڻ لاء ٿا اچن؟ پاڻ به وري جوش سان جواب ڏنائون ته اي ميان! اسين سيني کي ڪونه ٿا چئون! سندن انهي حقيقي ڪلام فرحت نظام ٻڌڻ شرط مون کي حال ۽ وجد اچي ويو ۽ طبيعت تي اهڙو جوش غالب ٿي ويو جو انهي ڪري سموري جماعت ۾ شور ۽ روڄ دانهون پئجي ويون وجد ۾ ماهي بي آب وانگر تپڻ لڳي ويا. خصوصا قاضي محفوظ جنهن کي وجد جي ڪڏهن بوء به ڪانه آئي هئي سو دانهون ڪندو مٿان تي اچي زمين تي ڪريو ڪيتري مدت بي خبر ٿيو پيو هو.

**22- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه نقل ڪري ٿو تہ هيڪر مون حضرت صاحبزاده مسند نشين (قدس سره) جي خدمت ۾ سندن صاحبزادگي وارن وقتن ۾ عرض ڪيم تہ حضرتا جناب مرشد مکرم قدس سره جن جي مرضي مبارڪ ڪي مقدم سمجهي دنياوي اسباب ۽ ڪمن کي بلڪل ترڪ ڏيو ۽ پنهنجي توجہ جو منهن سندن حضور اقدس ڏانهن فرمايو تہ ڏاڍو چڱو، ڇو تہ ان ڪري پاڻ اوهان کان بلڪل گهڻو خوش ۽ راضي ٿيندا. صاحبزاده سڳوري اهو ٻڌي روئي ڏنائون. مون کان بہ ڳوڙها وهي پيا پوءِ فرمايائون تہ اي مهربان خليفا جيڪي تو چيو سو واقعي سچ ۽ برحق آهي ۽ سمجهان ٿو تہ تون هي مڙوئي اسان جي دلجوئي ۽ شفقت خير خواهي ڪري پيو چوين. پر ادا سيڪو ڪم پنهنجي وقت تي موقوف آهي جيئن تہ حديث شريف ۾ آيو آهي تہ: **ڪل امر مرهون باوقاتها**

يعني سيڪو ڪم پنهنجي وقت سان ٻڌل آهي، توڪل جي طاقت ۽ همت ڪانسواءِ اسبابن کي ڇڏي ڏيڻ خاص رڳو طمع ۾ پوڻو آهي ڇو تہ اسبابن جي نہ هجڻ ڪري ضرور دنياوي لاچاري احتياجن لاءِ يا تہ حضرت مرشد سائين ۾ طمع رکڻي پوندي يا وري خلق ۾ طامع ٿي پونداسون ۽ انهي حالت ۾ طلب موليٰ جي نعمت کان محروم ۽ فيض باطني کان مايوس ٿي پونداسون باقي توهان جو دنيا جي لذتن کي بلڪل ترڪ ڏيڻي ڇڏيو آهي. سو اها همت بہ ڪو توهان جي ڪوشش ۽ سعيي جو نتيجو ڪونہ آهي بلڪ هي بہ الله تعاليٰ جو عطيو ۽ بخشش آهي جا اوهان تي مالڪ سائين عزاسمه ٿي پلاٽي ڪئي آهي. مون سندن اهو فرمودو سمورو حضرت مرشد معظم رضي الله تعاليٰ عنہ جي خدمت ۾ عرض رکيو. پاڻ جواب ۾ فرمايائون تہ اي خليفا! جيڪي والد جا پٽ تي حق هوندا آهن، سي مڙئي انهني صاحبزادي بجاءِ آڻي ڇڏيا آهن. ۽ خدمت جي پارؤن ڪوبہ خدمت جو حق پوئتي نہ رهايو اٿس. تنهن ڪري سمجهي ٿو تہ مون پيير کي راضي ڪري ڇڏيو آهي پر اسين رڳو ظاهري خدمتن ۽ حقن جي ادا ڪرڻ سان خوش ڪونہ ٿا ٿيون. بلڪ اسان جي رضا ۽ خوشي تہ هن ۾ آهي جو پنهنجي توجہ جو منهن بلڪل موليٰ سائين ڏانهن ڪري همت جو ڪمر بند ساهہ جي ڇيلهہ تي محڪم ڪري ٻڌي ۽ چئون ٿا تہ جيڪر پنهنجي حياتي ۾ پنهنجي اولاد مان ڪنهن کي الله تعاليٰ جي طلب ۾ سرگرم ڏسون. سو اسان جي مرضي ۽ مراد ۽ خوشي رڳو انهي ۾ آهي ۽ بس.

**23- نقل:** پاڻ فرمايائون تہ جيئن ننڍو ٻار ڦرهي کي اڳين حرفن کان ميساري صاف ڪري ايندو آهي ۽ پوءِ استاد ڪيس ان جي عيوض ٻيا حرف لکي ڏيندو آهي تهڙي طرح طالب مبتدي کي بہ کپي تہ پنهنجي دل واري ڦرهي بد اخلاقن ۽

خراب عادتن ۽ خيالن کان مهٽي صاف ڪري پوءِ مرشد مڪرم جي حضور ۾ حاضر ٿئي ته پوءِ جلد غيبي فيوضات کان بهره ياب ٿي پوندو.

**24- نقل:** خليفو جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته حضرت مرشد مربي مڪمل جي حضور ۾ منهنجي پهريان مشغول ٿيڻ جو احوال هن ريت آهي ته هيڪر پاڻ لڪڙي جي ديهه ۾ جو پرڳڻي پيٽن، تعلقه چاچڪن ۾ اها هڪڙي ديهه آهي دعوت تي تشريف فرما ٿياهئا ۽ مون کي مشغولي جو خيال هڪڙي واقعات جي ڪري دل ۾ اڳيئي وينل هو. پوءِ ان وقت عثمان فقير وٽ ويس. اهو فقير حضرت حقائق و معارف آگاهه ولايت و ڪرامت دستگاهه صاحب قلب سليم شاهه عبدالڪريم قدس سره جنهن جو روضو مبارڪ بلڙي پرڳڻي بهرام پور ۾ آهي تنهن جي طريقي مبارڪ سان منسلڪ هو، ۽ مون سان سندس دوستي ۽ هم صحبتي هوندي هئي انهي ڪري آئون وٽس ويس ۽ پنهنجي دل جو خيال ساڻس بيان ڪري موڪل جي طلب ڪيم. فقير عثمان چيو ته مون کي اوهان مان ماني ڪپڙي کانسواءِ ڪوبه نفعو ڪونهي تنهن ڪري پنهنجي دنياوي لالچ ڪري اوهان کي الله تبارڪ وتعاليٰ جي طلب کان ڪونه جهليندس، چو ته درياءَ لهرين واري ۾ رڍ جي پيچ وٺڻ مان ڪو فائدو ڪونه ٿيندو! بلڪ نه هن پر ٿيندو نه هن پر! تنهن ڪري اوهان کي سندن طريقي مبارڪ ۾ داخل ٿيڻ جو خيال آهي ته پلي وڃي داخل ٿيو. پوءِ آئون موڪلائي لڪڙي ۾ آيس پاڻ مخدوم محمد مقيم عليه الرحمة جي مسجد ۾ وينا هئا. اتي زيارت کان مشرف ٿي عرض ڪيم ته حضرتا! جيڪي به بدعتي ڪم ۽ بداخلاقيون ۽ بڇڙا افعال ٿيندا آهن سي سڀ هن عاجز ۾ موجود آهن. جيڪيڏهن اهڙي حال سان هن ٻانهي کي قبول فرمايو ته وڏو احسان؟ پاڻ ان تي ڏاڍو راضي ٿيا ۽ پنهنجي ڪريمانه عنايتن سان مريدن جي قطار ۾ شامل فرمايائون. پوءِ آئون رخصت ياب ٿي موٽي ڳوٺ آيس جڏهن پاڻ اتان وري اڳتي دعوتن وٺڻ جي ارادي سان متوجه ٿيا ۽ غلام حيدر لغاري جي ڳوٺ ۽ سائينداد تالپر جي ڳوٺ مان فقيرن جون دعوتون وٺندا وات تي نظاماڻي جلواڻي فقيرن کي مريد فرمائيندي ديهه ڪهاري واقع پرڳڻي ڏڪ ۾ اچي نزول فيض شمول فرمايائون. اتي مون سيد احمد شاهه کي روانو ڪيو ته فقيرن جي جماعت کي جي حاجي ابو طلحه ساڻ گڏيا پي ويا ديهه ڪاٺ ٻانيڻ پرڳڻي ڏڪ مان وڃي وٺي آيو ۽ سيد جمال شاهه کي دعوت جي اجابت لاءِ حضرت مرشد مڪرم جي خدمت ۾ ڏياري موڪليم جيئن ته شاهه صاحب حضور جن کي دعوت ڪري ديهه ڪڙتي ۾ جو ايها ديهه پرڳڻي ڏڪ ۾ آهي ۽ منهنجو مسڪن به اتي آهي وٺي آيو. سندن تشريف آوري سان منهنجي دل کي جا خوشي ۽ بي

انداز فرحت حاصل ٿي سا لکڻ کان ٻاهر آهي. نيٺ قدمبوسي کان مشرف ٿيڻ بعد دعوت جي خدمتن ۾ مشغول ٿيا سون. پوءِ جڏهن پاڻ اتان وري اڳتي ڳوٺ زري واقع پرڳڻي جاتي ڏانهن هلڻ جي تياري ڪيائون. تڏهن انهي تياري مهل مون کي دل ۾ خيال آيو تہ سائين جن کي اڄ لڳي آهي تنهن ڪري يڪدم گهر وڃي مصري جو شربت تيار ڪري حضور ۾ ڪٺي آيس ۽ عرض ڪيم تہ حضرتا! شربت قبول پوي تہ حاضر آهي! پاڻ زبان مبارڪ سان فرمايائون تہ قبول آهي. مون شربت وٺي ۾ وجهي حاضر ڪري ڏنو. پاڻ وٺي سمورو پيتائون ۽ پيئڻ جي وقت پنهنجي نظر ڪيميا اثر هن ٻانهي ڏانهن ڪنيائون. انهي نظر مبارڪ ۾ جيڪي ڏيٺو هون. سو مجملا هن عاجز جي دل تي عطا ڪري ڇڏيائون. انهي ٻيري منهنجي سيني عزيزن قريبن کي دست بيعت بہ فرمايائون ۽ مون کي خطاب ڪري فرمايائون تہ هن ڳوٺ ۾ ڪل پنج سو ماڻهو نوان مريد مشغول ٿيا آهن. ان ڪانپوءِ پاڻ اڳتي اسريا ۽ آئون بہ سندن رڪاب فيض انتساب سان گڏ هوس. جڏهن پاڻ راهن جي ديهہ کان اچي لنگهيا جا پڻ ڏڪ جي پرڳڻي ۾ آهي تڏهن اتان جي ماڻهن ڪين دعوت ڪري رات اتي ٽڪائي وڌو ۽ سيئي ماڻهو طريقي مبارڪ ۾ داخل ٿيا ۽ گهوڙن جي گاهہ داڻي توڙي فقيرن جي کائڻ پيئڻ جي ڏاڍي خدمت بجا آندائون ۽ ٻيا بہ گهڻا ماڻهو ات نوان مريد اچي ٿيا، پاڻ اتان وري تهجد جا نفل پڙهي رڙي ڳوٺ ڏي روانا ٿيا انهيءَ وچ تي مون کي پوئتي موڪلائڻ جو خيال بہ گهڻو هو پر سندن محبت جي ڦاهي ۾ دل اهڙي تہ قابو ٿي ويئي هئي جو موڪلائڻ جي طاقت نہ پيو ساريان. اڌ پهر ڪن ڏينهن جو چڙهي آيو هو جو رڙي جي ڳوٺ آيا سون. اتي خليفي ميان بخشعلي ٽالپر مون کي چيو تہ حضرت مرشد مڪرم رضي الله تعاليٰ عنہ جي ظاهري صورت دل جي فڪر سان نظر ۾ رک. تڏهن مون صورت مبارڪ جو تصور دل ۾ رکيو ۽ اڃا ڪلاڪ ڪن مس دل جي فڪر سان نظر ڪيم تہ انهي وچ ۾ منهنجو هوش ۽ عقل گم ٿي ويو ۽ سڪر جي حالت غلبو ڪري وئي. پاڻ رات اتي ٽڪيا ۽ صبح تي ڊنڊي جي ڳوٺ ڏانهن موٽيا ۽ پهر ڪن ڏينهن چڙهيو هو جو پاڻ ديهہ ديره شاهہ ۾ اچي پهتا. جا پڻ ڏڪ جي پرڳڻي ۾ آهي. اتي مون کي سڪر ۽ حالت اهڙو غلبو ڪيو جو اختيار جي واڳ هٿان نڪري وئي ۽ گهوڙي جي هڪلڻ جي بہ خبر ڪانہ پئي پوي. تنهن ڪري ٻيو هڪڙو فقير منهنجي گهوڙي جي لغام مان ورتيون پيو آيو. تان تہ پاڻ فتح پور جي ديهہ ۾ آيا. اتي بہ گهڻا ماڻهو نوان مريد ٿيا. اتان هلي ڪور واهہ ۾ پهتا جا ڪالهي جي پرڳڻي مان هڪ ديهہ آهي. پاڻ رات اتي ترسيا ۽ صبح جي وقت پاڻ حجم کان سنوارت نهرايائون. مون کي ان وقت ڏسڻ شرط

اهڙو تہ سڪر ۽ حالت جو غلبو ٿي ويو جو لکڻ جي حد کان ٻاهر آهي جيئن تہ منهنجو اٿڻ ويهڻ سائين جن جي پوڀان ئي پوڀان پيو ٿيو. پوءِ پاڻ اتان وري سوار ٿي ڳوٺ وندي ۾ سيد محمد حافظ شاهہ جي دعوت تي آيا. سيد سڳورو مٿيون وقت جي فاضلن مان هو. پاڻ بہ پهرو اتي ڪيائون ۽ اتان وري رات ڪوڪرن جي ديهہ ۾ نزول فيض شمول فرمايائون. ان وقت مون کي اهڙي حالت هئي جو وجد جي زور ۾ حضرت مرشد ڪريم تي الله تعاليٰ جلشانہ جو لفظ پيو چيم. اتي ظاهري علم جا عالم بہ تمام گهڻا هئا. پاڻ مون کي وضوءِ سارڻ وقت گهرائي فرمايائون تہ ائين نہ چوندو ڪر! مون عرض گذاريو تہ حضرتا! جيئن چوان ٿو ائين نہ آهي ڇا؟ فرمايائون تہ هائو آهي، پر زبان سان چوڻ نہ کپي، مون وري خدمت سڳوري ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! انهيءَ چوڻ جي وقت هن ٻانهي جو ڪو اختيار ڪونہ هوندو آهي. پاڻ فرمايائون تہ بي اختياري آهي تہ پوءِ ميار ڪانہ آهي. اتان وري اڳتي روانا ٿي ديهہ ڪاتيار جي ۾ آيا. مون کي وجد ۽ حالت غلبو ڪندو ويو تان تہ ڪپڙن يا جاءِ وغيره جو هوش ڪونہ رهيم بي اختيار وٺن تي ۽ ٽنبن جي تختن وغيره تي چڙهي پيو ويس ۽ اکين مان پاڻي ڳڙ ڳڙ ڪري پئي اڙهو. اتان ديهہ سيد پور ۾ ان کان پوءِ وري ٽنڊي بهادر خان نظاماڻي ڏانهن روانا ٿيا. ان وقت تہ اهڙو حال ٿي ويم جو گهوڙي جي سواري هٿيار ٻڌڻ وغيره سڀ هٿان نڪري ويا ۽ وجد جي وقت ۾ سڀ ڪپڙا ڦاڙي ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏيم. تماشبين ماڻهو ڪوڙ اچي گڏ ٿيا ۽ حيرت سان مونکي اچي پيا ڏسن تہ هن فقير کي الائي جي ڇا ٿي ويو آهي. جو هيئن ڪپڙا ڦاڙيو پيو اڇلائي، پوءِ پاڻ جڏهن نوراني ڏانهن روانا ٿيا تڏهن واٽ تي هڪ نقل بيان فرمائي جنهن ۾ عورتن جي بيوفائي جو بيان هو ۽ پوءِ هي بيت فرمايائون:

**چون نقش وفا عهد بستند — برنام زنان قلم شکستند**
**زن دوست بود ولي زماني — تاجز تونيافت مهرباني**
**چودر بر ديگري نشيند — خواهد کہ ترادگر نہ بيند**

**برزن ايمن مشوکہ زن گاه ست — بردش باد هر کجا راه ست**
**زن چو انگور طفل بي گناه ست — خام سرسبز بختہ روسيہ ست**
**مشوبر زن ايمن کہ زن پار ساست — کہ خر بستہ بہ گرچہ دزد آشناست**

اي عزيز ! انهيءَ نقل بيان ڪرڻ مان سندن غرض هي هوتہ طالب کي جيڪا بہ شيءِ محبت ۽ طلب جي واٽ ۾ ٿوري بہ رڪاوٽ ۽ رنڊ وجهي تہ انهي بادشاهہ وانگر بلڪل محو ۽ نفي ڪري ڇڏجي پوءِ توڙي اوها روڪيندڙ شيءِ پٽ هجي يا

زال يا پيءُ يا ماءُ يا دنيا دولت، جي نہ تہ پوءِ: انا غيور والله اغير مني" جي حڪم موجب دوست جي عتاب هيٺ اچي ويندو!

جيئن تہ انهيءَ بابت سندن فرمايل حضرت خواجہ ابراهيم ادهم قدس سره جو نقل بہ شاهد آهي تہ حضرت خواجہ صاحب موصوف کي جڏهن الله تعاليٰ جلشانہ جي طلب جو شوق پيدا ٿيو. تڏهن پنهنجي سموري بادشاهي ۽ مال ملڪيت کي ترڪ ڏيئي مولا سائين عزاسمہ جي طلب ۾ همت جو قدم وڌايائون. پوءِ نڪرڻ مهل پنهنجن اهلين سڳورن کي حمل جي حالت ۾ ڇڏي آياهئا. گهڻي مدت کانپوءِ جڏهن حضرت خواجہ صاحب جن وڏي ڪمال کي پهتا ۽ صاحب طريقت جا ٿيا، تڏهن پنهنجن مريدن جي جماعت سميت مڪه شريف ۾ اچي رهڻ لڳا. پوئتان سندن حرم خاني ۾ پٽ ڄائو، وڏو ٿي بادشاهي تخت تي ويٺو ۽ ديني علم جي تحصيل ڪري وڏو جيد عالم ۽ حافظ ٿيو.

هيڪر پنهنجي والده ماجده کان حضرت خواجہ صاحب جن جو مڪہ شريف ۾ رهڻ بابت حال ٻڌائين جنهن ڪري سندس اندر ۾ پيءُ جي محبت جو جذبو پيدا ٿيو ۽ بخارا ملڪ مان جو سندس وطن هو، ڇئن هزارن ماڻهن سميت حج جي ارادي سان مڪہ شريف منجهہ اچي وارد ٿيو. خواجہ صاحب جو مريدن کي امر ٿيل هو تہ طواف جي وقت، جو زالون مڙس توڙي لاسيار نينگرا سڀ اچي گڏ ٿينداآهن، تنهن ڪري توهان کي کپي تہ زالن ۽ لاسيار نينگرن ڏانهن نہ نهارجو، بلڪ پنهنجي مولا پاڪ جي ياد ۾ محو ٿيا پيا طواف ڪجو. جڏهن پاڻ بيت الله شريف جي طواف ۾ مشغول ٿيا، تڏهن اتفاق سان خواجہ صاحب جو نينگر بہ طواف ۾ حاضر هو، خواجہ صاحب کي پڌري محبت جو جذبو پيدا ٿيو، جنهن جي ڪري بہ ٽي پيرا ڏانهس نظر ڪٽي نهاريائون، هڪڙي مريد کي ان ڪري دل ۾ ڪجهہ تشويش ٿي پئي. طواف کان پوءِ خدمت ۾ عرض ڪيائين حضرتا! اسان کي منع فرمائي اٿو، مگر پاڻ هڪڙي لاسيار نينگر ڏانهن چتائي چتائي پيا ڏسو! تنهنجو ڇا سبب؟ خواجہ صاحب جن فرمايس تہ اسان جڏهن پهريان الله سبحانہ وتعاليٰ جي طلب ۽ ذوق ۾ بادشاهي کي ترڪ ڏيئي گهران نڪتا هئاسون، تڏهن پويان پنهنجا اهليہ حمل جي حالت ۾ ڇڏي آياهئاسون معلوم پئي ٿيو تہ اهو لاسيار نينگر منهنجو پٽ آهي. پوءِ مريدن جي تسلي لاءِ ڪين امر فرمايائون تہ بخارا جي قافلي ۾ وڃي جاچ ڪري اچو. مريدن حڪم موجب اچي قافلي جي جاچ ڪيائون. اچي ڏسن تہ برابر اهو لاسيار نينگر خواجہ صاحب جو فرزند قافلي جو سالار آهي ۽ ويٺو قرآن شريف جي تلاوت ڪري ۽ زار زار پيو ٿو روئي. هنن سندس نوڪرن کان بادشاهہ زادي جي روئڻ جو سبب پڇيو. نوڪرن

جواب ڏنو ته سندس والد صاحب، مولىٰ پاڪ جي طلب ۾ بادشاهي ڦٽي ڪري هلي ويا هئا هينئر انهن جي هتي رهڻ جي ڳالهہ ٻڌي سندن زيارت لاءِ هت آيو آهي پر رڳو هن خيال ڪري قدمبوسي جي جرئت ڪري نٿو سگهي ته متان مونکي ايندو ڏسي پاڻ مڪہ شريف ڪي بہ ڇڏي هليا وڃن ! تنهن ڪري سندن قرب ۽ محبت ۾ پيو ٿو روئي. تڏهن مريدن ادب بجاءِ آڻي عرض گذاريو ته اسين سائين جن جا مريد آهيون. جيڪڏهن اوهين بہ قدم رنج فرمايو ته هوند گڏجي هلي خدمت سڳوري ۾ حاضر ٿيون. بادشاهہ زادو انهن سان گڏجي حضور مبارڪ ۾ آيو. خواجہ صاحب سندن ملڻ لاءِ اٿي پٽ کي پاڪر ۾ ورتائين ۽ قرآن شريف جي ياد ڪرڻ ۽ ٻين علمن جي تحصيل ڪرڻ بابت ڪنانس پڇا ڳاڇا ڪيائين ۽ ڪجهہ وقت پڌري محبت ڪري ڏانهس متوجہ رهيا. تہ ايتري ۾ الله تعالىٰ جل شانه جي طرفان غيبي الهام پهتو ته اي ابراهيم دل جي قرب ۾ اسان سان گڏ پٽ کي بہ شريڪ ڪري وڌءِ. خواجہ صاحب ڏوراپو ٻڌي بي اختيار ٿي ويا ۽ عرض ڪيائون تہ خدايا! جيڪو پٽ مون کي ڏوراپي هيٺ آڻي ذات پاڪ کان حجاب ٿئي سو پل تہ وڃان ڪجي وڃي. خواجہ صاحب جن اجا اهي لفظ چيا تہ ايتري ۾ الله تعالىٰ جي قدرت سان سندن نينگر اتي سندن هنج ۾ ساهہ ڪٽي ڏنو.

**25- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ جڏهن اسين ۽ اسان جو ياءُ ميان علي مرتضىٰ شاهہ قدس سره ڪوٽڙي ۾ مخدوم ميان يارمحمد عليه الرحمة وٽ ظاهري علم جي تعليم وٺندا هئاسين، تڏهن هڪڙي ڏينهن حضرت ميان صاحب جن قدس الله تعالىٰ سره اتي مدرسہ ۾ آيا ۽ اسان کي فرمايائون تہ اي بابا! اڄ اسان جو اوهان وٽ اچڻ جوٿيو آهي، تنهنجي خبر اٿو؟ اسان عرض ڪيو تہ حضرتنا والله اعلم فرمايائون تہ اسين اڄ مخدوم ميان عبدالرحمان عليہ الرحمة جي صحبت ۽ ملاقات لاءِ وياهئاسون، جو هو حضرت مخدوم صاحب عليہ الرحمة جن جي هم صحبتين ۽ مريدن مان آهي. پوءِ ميان عبدالرحمان اسان کان پڇيو تہ توهان کي حضرت مخدوم صاحب کان مريد ڪرڻ ۽ ارشاد جي اجازت مليل آهي يانہ؟ اسان چيو تہ هائو، پوءِ اسان کان پنهنجن اهلين جي تلقين لاءِ اجازت ورتائين ۽ پڇيائين تہ پنهنجن صاحبزادن کي طريقي ۾ داخل فرمايو اٿو يا نہ؟ " اسان چيو تہ انهن کي اهو ڪو خيال ڪونهي، ان لاءِ چيائين تہ جي خيال نہ اٿن تہ بہ هرو ڀرو ڪين داخل ڪري ڇڏيو. اسان جو اڄ هت اچڻ رڳو انهيءَ خيال سان ٿيو آهي پوءِ اسان ٻنهي ڀائرن کي طريقي نقشبندي ۾ داخل فرمايائون. مشغولي کان بعد ميان مرتضىٰ علي شاهہ قدس سره نقشبندي طريقي

جي مداخلت کان معطر ٿي ويا، مگر اسان کي ڪوبہ اثر معلوم ڪونہ ٿيو، ٻي پيري جڏهن ميان صاحب جن قدس سره الاقدس اسان وٽ تشريف فرما ٿيا، تڏهن مشغوليءَ جي ڪيفيت بابت پڇا ڪيائون مون عرض ڪيو تہ حضرتا! مون کي ڪو اثر ۽ خبر معلوم ٿي نہ سگهي آهي. تڏهن مون کي وري ٻيهر قادري طريقي ۾ جهري ذڪر سان مشغول فرمايائون. جنهن سان سمورو جسم، وار وار نهن کان چوٽيءَ تائين ذاڪر ٿي ويو.

**26-نقل:** پاڻ فرمايائون تہ جڏهن مولانا مولوي جلال الدين رومي قدس الله تعاليٰ سره کي مثنوي معنوي جي نسخي ٺاهڻ جو ارادو پيدا ٿيو، تڏهن پهريان پهريان هڪڙا تيرهن بيت مثنوي شريف جا تصنيف ڪري پاڻ سان کڻي خواجہ حسام الدين رحمة الله عليہ وٽ تشريف فرما ٿيا، سندن دل جو ارادو هو تہ جيڪڏهن خواجہ صاحب مثنوي شريف جي ٺاهڻ بابت تحريڪ ۽ ترغيب ڏياري تہ واهہ نہ تہ مثنوي معنوي جي تصنيف کي بند ڪري ڇڏيندا سون، پوءِ جڏهن پاڻ حضرت خواجہ حسام الدين رحمة الله تعاليٰ عليہ وٽ پهتا، تڏهن ملاقات هلندي خواجہ صاحب چيو تہ حضرتا! حڪيم سنائي قدس سره کان الهي نامہ جو نسخو ۽ شيخ عطار قدس سره کان " منطق الطير" جو نسخو هن زماني جي طالبن لاءِ يادگار رهيل آهن، جيڪڏهن اوهين بہ معنوي علم جي دقائقن ۾ ڪا تصنيف پوين طالبن لاءِ يادگار تحرير فرمائي ڇڏيو تہ طالبن مشتاقن لاءِ ڪهڙي نہ عزت ۽ بخت بلنديءَ جي ڳالهہ ٿيندي! جڏهن خواجہ صاحب اهو اظهار ڪيو، تڏهن حضرت مولوي رحمة الله عليہ بيتن وارا ڪاغذ دستار مبارڪ مان، ڪڍي کين ڏيکاريا تہ اسين پڻ اهو خيال دل ۾ ڪري رهيا هئاسون تہ جيڪڏهن توهين ان بابت اسان تي زور رکندؤ تہ مثنوي ٺاهينداسون نہ تہ ڇڏي ڏينداسين. تنهن کانپوءِ حضرت مولوي صاحب رحمة الله عليہ مثنوي شريف ٺاهڻ ۾ مشغول ٿيا ۽ پوري ڪري ڇڏيائون.

**27- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ هڪڙي عورت کي عادت هوندي هئي ۽ اٿندي وهندي هي لفظ پئي چوندي هئي (آئون صلوات سا پڙهان جا درماندن کي دارون) هڪڙي ڏينهن مڙس چيس تہ اي عورت! ڪيترا ڏينهن ٿيا آهن جو زبان سان تہ ائين پئي چوين پر بذاءِ تہ اها صلوات شريف پڙهندينءَ ڪڏهن؟ پاڻ طالبن جي ترغيب لاءِ صحبت جي وقت اهو نقل بيان ڪري فرمائيندا هئا تہ ذڪر ۽ تقويٰ ۽ عبادت ۾ وڏي ڪوشش ڪندا رهو ۽ انهي زال وانگر بنا حال جي رڳو قال سان مشغول نہ ٿجو.

**28- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ ڪنهن عورت کي ويم جا سور اچي ٿيا،

تنهن لاءِ دائي گهرائڻ لاءِ ماڻهو موڪليائون پر جيستائين دائي آئي، تيستائين سندس سور ٽري وياهئا، اها عورت دائي کي چوڻ لڳي ته جلد ٻيءَ ٻار کي ٻاهر ڪڍ، دائي چيس ته اي مائي تنهنجا سور ٽري وياآهن ۽ سورن کانسواءِ ته ٻار ڪڏهن به ٻاهر نه نڪري سگهندو، اتي پاڻ فرمايائون ته اي خدا جا طالبو! انهيءَ نقل مان معلوم ڪجو ته جڏهن ظاهري ٻار به سورن کانسواءِ پيدا نه ٿو ٿي سگهي ته پوءِ حقيقت وارو ٻار انسان جي وجود مان صحبت ۽ سورن کانسواءِ ڪيئن پيدا ٿي سگهندو، جيئن ته انهي معنيٰ تي شاهه ڀٽائي عليہ الرحمة جو بيت شاهد آهي:

**جان جان ناه ضرور تان تان ناه طبيب کو**
**جسٽي سرٺو سور ! ته ڪر ويچ ور ڀيو !**
**گر درد عشق رابقيامت جرادهند ماغير درد عشق نخواهيم جزاء درد**

يعني جيڪڏهن عشق جي درد جي قيامت جي ڏينهن جزا ڏنائون ته اسين انهي لاءِ به وري عشق جو دردئي جزا گهرنداسون نه ٻي !.

**29- نقل:** هڪڙي ڏينهن مريدن مان ڪنهن شخص سندن حضور ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائي ۽ مخدوم عبدالرحيم قدس الله تعاليٰ اسرارهما جي حالات بابت عرض ڪيو ته ڪهڙي طرح هئا؟ پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته حضرت شاهه صاحب قدس سره کي عشق، محبت ۽ طلب جو شوق بي حد گهڻو هو ۽ حضرت مخدوم عبدالرحيم قدس سره حقيقت ۽ اسرارن جا درياءَ هئا.

**30- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون ته شيخ طيب قدس سره نالي، قوم جو پهنوار مجذوب ۽ صاحب حال جو ڪمال وارو اڳين ولين منجهان هو. سندس دستور هوندو هو ته رات جو هميشه پنهنجن پيرن ۾ رسو وجهي پاڻ کي اونڌو ڪري لڙڪائي ڇڏيندو هو. ان جو مقام درگاهه شريف کان ڏکڻ پاسي مشهور معروف آهي ۽ حضرت ميان صاحب جن قدس الله تعاليٰ سره ، جي حضرت مرشد مربي قدس جا والد مڪرم ۽ مرشدِ معظم هئا، تن جي مزار شريف به اتي ئي آهي ۽ به ڀائر حضرت مرشد ڪريم قدس سره جا جي وڏن ڪاملن مان هئا سي به اتي حضرت ميان صاحب جن قدس سره جي پيراندي کان رکيل آهن. ۽ ٻيا سندن ننڍڙا صاحب زادا توڙي مائٽ سڳورا جي هن دنيا مان رحلت ڪري ويا سي به مڙئي اتي مدفون آهن. حياتيءَ ۾ جيڪي به اولاد شريف مان ننڍا خواه وڏا ۽ پائتيا صاحب سڳورا رحلت فرمائيندا هئا ته انهي ئي مقام ۾ حضرت ميان صاحب جن قدس سره جو مقبري جي چوڌاري رکائيندا هئا. اهو مقام درگاهه شريف کان ڏکڻ طرف سنڌ کوهن جي پنڌ تي هوندو هو.

**31- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون ته سچو طالب ڪوئي ڪونهي باقي ڏڳن جو ولر چارڻو اچي ويو آهي اسان پنهنجي عمر رڳو ڏڳن چارڻ ۾ صرف ڪري ڇڏي ۽ انهن کان ڪا به همت ڪانه پڄي سگهي ۽ جيڪڏهن ڪو ڪٿي انهن مان ٿيو ته به پنهنجي اندر سان مشغول نه ٿيو ۽ جان ۽ جهان کان مستغرق ۽ بي خبر ڪونه ٿي سگهيو.

**تومباش اصلا ڪمال اينست وبس　　　تو در و گم شو وصال اينست وبس**

**تو در و گم شو ڪمال اينست وبس　　　گم شدن گم ڪن وصال اينست وبس**

يعني تون اصل نه هج، ڪماليت رڳي اها آهي ۽ بس پاڻ کي محبوب ۾ گم ڪري ڇڏ وصال اهوئي آهي ۽ بس تنهنجو محبوب ۾ گم ٿيڻ به ڪمال ڇئبو پر انهي گمُ ٿيڻ کي به گم ڪري ڇڏ ته پوءِ ميلاپ اهوئي آهي ۽ بس.

**32- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته هيڪر پاڻ دعوت جي ڪري نئي ننگر ۾ تشريف فرماٿياهئا. اتي مون ڪتاب مڪتوبات امام رباني خواجه مجدد الف ثاني قدس الله تعاليٰ سره الاقدس جو نسخو حضور ۾ آڻي حاضر ڪيو ۽ عرض ڪيم ته حضرتا! هي مڪتوبات پڙهڻ لاءِ خريد ٿو ڪريان. پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته اهل تصوف جو هي علم! پڙهڻ ۽ ڪسب سان حاصل نٿو ٿئي. مگر وهب سان، جيئن حضرت سرور ڪائنات فخر موجودات صلي الله عليه وآله وسلم جن کي عطا ٿيو. جو ڪنهن کان به نه پڙهيا نه سکيا، مگر فيض جا درياءَ وهي ويا. ان ڪانپوءِ پاڻ زبان مبارڪ سان فرمايائون ته ٻئي ڏينهن ته ڪتاب خريد نه ڪر نڪي پڙهه " واقرا ڪتابڪ ڪفيٰ بنفسڪ" يعني پنهنجي اندر وارو ڪتاب پڙهه. تنهن لاءِ تنهنجو نفس ئي ڪافي ڪتاب آهي.

**33- نقل:** پاڻ فرمايائون ته اسانجي ابتدائي طلب وارن ڏينهن ۾ اسان کي محبت جو غلبو ۽ شوق جو جذبو نهايت زياده هو. هڪڙو سيد سڳورو مجذوب! جو اسانجي عزيزن مان هو ۽ رهندڙ لڪعلوي جو هو، اسان وٽ تڪيل هو. پوءِ اسين سندس خدمت ۾ هڪڙي ڏينهن حاضر ٿياسين ۽ طلب جي شوق ڪري سندس آڏو ڏاڍو گريو ڪيوسين، بزرگ سڳورو اسانجو حال ڏسي رحم ۽ شفقت سان فرمائڻ لڳو ته پيءَ پيءَ درياءَ ٿي! ته به اسان جو روئڻ بند نه ٿيو اجا بي رنوسين تڏهن ڪجهه مدت ڪانپوءِ نهايت محبت ۽ شفقت سان فرمايائين ته:

**پيءُ پيءُ سمند ٿي اچيي بڪيي ڪي پيارج.**

**34- نقل:** هيڪر پاڻ پنهنجي زبان مبارڪ سان در افشاني فرمايائون ته الله تبارڪ وتعاليٰ جيڪي بهشت جا واعدا ۽ دوزخ جا دڙڪا خلق جي حق ۾ فرماياآهن. تنهنجو مثال اهڙو آهي جيئن ڪو ٻار راند روند ۾ مشغول هجي ۽ ان

ڪي ڪوئي شخص چوي تہ راند ڪي ڦٽي ڪر تہ توکي شيءِ ڏيان پوءِ جي مناڻ جي دلاسي تي نہ مڙئي تہ ڪيس (جيجو) جو ڊپ ڏياري، تہ راند کي ڇڏ! حالانڪ جيجو رڳو ٻڌل لفظ بي معنيٰ آهي. اهڙي طرح جيڪا خلق ٻارن جي مثال آهي تنهن کي دنيا جي راند ڇڏڻ لاءِ بهشت جا واعدا مٺي شيءِ وانگر آهن. ۽ دوزخ جا وعيد جيجو وانگر ڊپ ڏيارڻ لاءِ دڙڪاآهن باقي مردن جو حال ان کان برتر آهي:

**خلق اطفال اند جزمست خدا نيست بالغ، جزرهيده از هوا**

يعني الله تعاليٰ جلشانه جي عاشقن ڪانسواءِ ٻي سموري خلق ٻارن وانگر سمجهہ ! ڇو تہ هو حرص ۽ سڌن جي چنبي ۾ گرفتار آهن ۽ جنکي حرص کان آزاد ٿيڻ جيترو عقل بہ ڪونهي سي دانائن وٽ حقيقت ۾ بالغ ڪونہ ٿياآهن.

**35- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ ڪو بادشاهہ هو، تنهن پنهنجن وزيرن اميرن ۽ نوڪرن چاڪرن سڀني کي حڪم فرمايو تہ آئون پنهنجي باغ ۾ وڃي ٿو لڪان، توهين سڀ مون کي ڳولي اچي مون وٽ حاضر ٿجو. پوءِ جڏهن بادشاهہ باغ ۾ مخفي ٿي ويو تڏهن سڀني کي باغ ۾ گهڙڻ جي موڪل ٿي. هي اندر گهڙي بادشاهہ جي ڳولڻ ۾ مشغول ٿيا. پر اندر باغ ۾ جو قسمين قسمين ميوا ۽ رنگ برنگ گل، ٻوٽا ۽ وڻ ۽ هزارها نعمتون ۽ تماشا لڳا پياهئا، سي ڏسي گهڻا تہ انهن فرحتن ۾ رجهي ويا ۽ گلن جي واس وٺڻ ۽ ميون کائڻ ۽ تماشن ۾ اهڙا تہ محو ٿي ويا جو بادشاهہ جي يادگيري ٿي سندن دلين مان نڪري وئي.ائين نہ سمجهائون تہ هي نعمتون ڪو اسان کي مليون ٿي بادشاهہ جي طلب ۽ ڳولا جي طفيلئون آهن، نہ تہ ڪٿي اسان ۽ ڪٿ بادشاهي باغ؟ ۽ ٻيا وري جيڪي بادشاهہ جا سچا نوڪر ۽ حڪم جا پورا فرمانبردارهئاتن ويچارن کي بادشاهہ جي طلب ۾ نہ ڪو ميون کائڻ جو وجهہ مليو ۽ نہ گلن جون هوائون جهٽيائون، نہ ئي رنگا رنگ تماشن ۽ پکين جي منين لاتين ۽ بلبلين جي چهچن ۽ قمرين جي ٿهڪن تي موهجي مست ٿيا، بلڪ بادشاهہ جي طلب واري نعمت ۾ اهڙا محو ٿيل هئا جو ٻين نعمتن ۽ تماشن ڏي نهاري ڏٺائون بہ ڪين. آخر سندن پورهيو ساب پيو " من طلب شيئا وجد، وجد" جي بشارت موجب بادشاهہ جي قدمبوسي جي شرف کان اچي مشرف ٿيا. جڏهن بادشاهہ جي حضور ۾ حاضر ٿي اچي دم پٽيائون، تڏهن بادشاهہ انهن کان پڇيو تہ ٻيا اوهان جا رفيق ڪٿي آهن؟ انهن جواب ڏنو تہ حضرتا! اهي سڀ باغ پيا گهمن ۽ گلن جي مٿان بلبل بڻيا پيا واس وٺن ۽ ميون کائڻ ۽ تماشن ۾ سائين جن جي حضور کان محروم ٿي وياآهن. بادشاهہ فرمايو تہ اهي منهنجا دشمن آهن پوءِ انهن کي گهرائي ڪين سخت عتاب ۽ عذاب هيٺ رکيائين ۽ پنهنجن سچن ڳوليندڙن کي فرمايائين تہ توهين منهنجي حضور جا

خاص مقرب ۽ منظور نظر آهيو هن کان اڳتي توهين منهنجا آهيو ۽ مان اوهانجو. هي باغ پڻ اوهان جي ملڪ ۾ ڏيئي ڇڏيوسون. وجي اسان جي رضا سان مزا ماڻيو ۽ خوش گذاريو. پاڻ انهيءَ هنڌ عجيب نڪتو بيان فرمايائون ته اهو باغ مثال هن دنيا جي جهان جو آهي ۽ بادشاهه مان مراد بادشاهه حقيقي الله تبارڪ وتعاليٰ آهي ۽ ساري مخلوقات انسانن ۽ جنن کي جي سندس نور کر ۽ ٻانها آهن. حڪم ٿيل آهي ته هن دنيا جي باغ ۾ الله تبارڪ وتعاليٰ پنهنجي بادشاهه حقيقي جي طلب ۽ ڳولا ڪن، جيئن ته الله تعاليٰ جلشانہ فرمايو آهي:

**وما امروا الا ليعبد والله مخلصين له الدين"**

يعني ته نہ حڪم ٿيو آهي انهن کي بادشاهہ الله تبارڪ وتعاليٰ جي طرفان مگر هي ته الله سائين جلشانه جي عبادت ڪن ۽ ان لاءِ پنهنجو دين سچو ڪن يعني ڪين پنهنجي هوا ۽ حرص ۾ گرفتار ٿيڻ کان جهل ٿيل آهي" پوءِ ڪيترا ماڻهو هن دنيا جي باغ ۾ اچي پنهنجي مقصد اصلي موليٰ پاڪ عزاسمه جي طلب کي وساري هن باغ جي نعمتن يعني کاڌي پيتي ۽ پوشاڪن پهرڻ ۽ مال ميڙڻ ۽ راڳ سرود ۽ ٻين تماشن ۾ لڳي آرام طلب ٿي پيا ، ۽ الله تعاليٰ جي طلب کان جا نعمتن ۾ وڏي نعمت ۽ دولتن ۾ وڏي دولت آهي منهن موڙي دنيا جي ڪمن ۾ مشغول ٿي ويا. حالانڪ فرمان ٿيل آهي " وما متاع الحيوة الدنيا الا قليل" يعني دنيا جو سامان تمام ٿورڙو ۽ حقير آهي" وڏي نعمت ۽ دولت رڳو الله سائين جي طلب ۽ تات آهي. ۽ ٻيا ڪي سچار خدا تعاليٰ جا ٻانها پنهنجي مقصود اصلي کي نہ وساري، هن دنياوي باغ جي ٺاهہ ٺوهہ تماشن کي بيڪار سمجهي، طلب جي ڪوشش جو ڪمر بند چيلهہ تي محڪم ڪشيون، پنهنجي معبود برحق جي ڳولا ۾ پنهنجو پاڻ پتوڙيندا رهيا. جي نيٺ " فاولائڪ ڪان سعيهم مشڪورا" (يعني انهن جي ڪوشش نيٺ الله تعاليٰ جي درگاهه ۾ ساب پوندي) جي حڪم موجب پنهنجي مقصد اصلي ۽ محبوب حقيقي جي وصال کان وجي مشرف ٿيا. ۽ درگاهہ مان " من له المولیٰ فله الڪل" (جنهن جو رب، تنهنجو سب!) جي پاڪر سان پهر جي سرفرازي حاصل ڪيائون.

**36-نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون ٻي ته اڳيان طالب شراب جا مٽ پي ويا ۽ پوين لاءِ گيرڻ اوبر بچائي ويا سو بہ ڪن کي حاصل ٿيو ڪن کي اهوبہ نصيب نہ ٿيو رڳو سڪڻ مٽن تي اچي بيٺا! جيئن انهي بابت مولوي جامي قدس سره فرمايو آهي:

**حريفان بادها خوردند رفتند تهي خمخانها کردند رفتند**
**چورفت از دست خم و جام و ساقي بما جرغم نمانده هيچ باقي**

يعني اڳيان دوست شراب پي شرابخانا خالي ڪري هلياويا هينئر اسانجي هٿان مٽ ۽ پيالا ۽ ساقي جڏهن نڪري ويا! تڏهن اسان لاءِ رڳو ارمان ڪاٽڻ ۽ غم باقي رهجي ويو آهي ۽ بس.

**37- نقل:** هيڪر حاجي ميان عمر فقير تلهار جو رهندڙ جو سائين جن جي سچن مريدن مان هو، سو حضور مبارڪ ۾ دعوت ڪرڻ لاءِ درگاهه مبارڪ تي حاضر ٿيو هو. اتفاقا فقيرن مان هڪڙي شخص ڪنهن بيماريءَ لاءِ دوا جي واسطي خدمت سڳوري ۾ عرض گذاريو. پاڻ ان تي جوش ۾ آيا ۽ فرمايائون ته آئون انهن بيمارين جي علاج لاءِ طبيب ته ڪونه آهيان جو مونکان دوائون ٿا پڇو؟ ان تي پاڻ ڪيس گهڻو ئي وعظ ۽ نصيحت فرمايائون. اتي حاجي عمر ڪي جوسچو طالب درويش هو جذبو اچي ويو ۽ عرض ڪيائين ته حضرتا! هن فقير پنهنجي دنياوي بزرگي ۽ عزت حشمت سڀ ترڪ ڪري ڇڏياآهن. تنهن ڪانسواءِ پنهنجي معاش جي خوش گذراني ۽ ٻه عورتون جي هن فقير جي نڪاح ۾ آهن سڀ مولاسائين جي طلب ۽ سندس محبت ۾ ڦٽي ڪري هيترا ڪشالا ۽ پنڌ جون تڪليفون ۽ مسافري جا ڏاڪڙا پاڻ تي سهي حضورپرنور ۾ آياآهيون. سو ڪ انهيءَ لاءِ ته ڇاظاهري بيمارين جا حضور جن ڪان اچي علاج پڇون ۽ دوائون وٺون؟ پاڻ سندس مٿين بيان ڪان بلڪل گهڻو خوش و خرم ٿيا ۽ مٿس گهڻي رحمت ۽ شفقت فرمايائون ۽ سندس دعوت به انهيءَ وقت قبول فرمايائون.

**38- نقل:** هيڪر ميرہڊو ٽالپر قدم بوسي لاءِ درگاهه مبارڪ تي حضرت مرشد مربي قدس سره جي حضور ۾ حاضر ٿيوهو پوءِ گفتگو هلندي اتفاقا شڪار بابت ڳالهه ٻولهه شروع ٿي. تنهن تي مير ہڊي عرض ڪيو ته حضرتا! چونداآهن ته شڪار وارو ڏينهن به عمر واري حساب ۾ ڪونه ليکيو ويندو! اها ڳالهه واقعي آهي يانه؟ پاڻ سندس اها ڳالهه ٻڌي اڻ ٻڌي ڪري ٻي ڳالهه شروع ڪري ڏنائون. ان ڪانپوءِ جڏهن مير حضور مبارڪ مان اٿي اوطاق ڏانهن ويو. تڏهن جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته پاڻ منهن مبارڪ مون ڏانهن ڪري فرمايائون ته اهل دنيا جي ڪيتري قدر نه ناقص فهم آهي جو ڪتن ۽ ڀِرُ ن جو شڪار به عمر جي حساب ۾ نٿا ليکن! جڏهن اهو شڪار ئي ڪو بيو شڪار آهي جو عمر جي شمار ۾ نه ايندو آهي پاڻ هي بيت فرمايائون:

**صيدرا بگذار خود راصيد کن — خويش رادر دام معنيٰ قيد کن**

يعني انهي ظاهري شڪار کي ڦٽو ڪري پاڻ کي شڪار ڪر! هيٺن ته حقيقت واري ڦاهي ۾ پاڻ کي ڦاساءِ.

**39- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون ته هڪڙو شخص پنهنجي گهوڙي ۽ سندس

ڀاڻ جي ٻٺي اڄايل هئا، درياءَ تي پاڻي پيارڻ لاءِ ڪاهيون پئي آيو. جڏهن درياءَ تي آيا تڏهن ڀاڻ درياءَ جون موجون ۽ مستي وارو اوج ڏسي دهلجي ويو ۽ پاڻي پيئڻ کان سواءِ اجاروئي پوئتي موٽي ويو. ڇو ته هن اڳ درياءَ ڪڏهن به نه ڏٺو هو. باقي گهوڙي جا درياءَ جي لهرين کان اڳ چڱي طرح واقف هئي، تنهن پنهنجي مطلب تي پاڻي پي ڍؤ ڪيو ۽ لهرين ۽ درياءَ جي گجگوڙ کان ڪوبه ڊپ نه ڪيائين. پاڻ ان تي فرمايائون ته سچي طالب جو مثال انهي گهوڙي وانگر آهي جو خطرن ۽ وسوسن ۽ تڪليف جو ڪوبه ڊپ نه ڪري وڃي مقصود کي حاصل ڪندو باقي سڌڙيا طالب انهيءَ ڀاڻ وانگر آهن جي ٿورڙيئي هراس ۽ تڪليف ۾ اجايا ۽ فيض کان محروم مايوس موٽي ٿا وڃن.

**خلق اطفال اند جز مست خدا نيست بالغ جز رهيده از هوا**

**40- نقل:** سيد ميان بدر شاهه رهندڙ شهر متعلوي جو نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ هڪڙي پٽ فقير جي دعوت تي ٽر ملڪ ۾ نزول ڪرامت شمول فرمايائون پاڻ جنهن هنڌ ويٺا هئا اتي اس جو تڙ پي آيو. فقيرن عرض ڪيو ته حضرتا! ڪٿهين پاڇو ڪرڻ کپي جت سائين جن هلي ويهن. پاڻ فرمايائون ته به ڀري جي لنگهه تي پاڇو ڪرڻ کهڙو سود؟ سندن انهيءَ فرمودي مبارڪ سان فقيرن جي جماعت ۾ جذب ۽ وجد ۽ روڃ پيدا ٿي ويو.

اي عزيزا سندن انهيءَ فرمودي مبارڪ مطابق هي حديث شريف به شاهد آهي، جو پاڻ اڪثر جمعه جي ڏينهن خطبي ۾ فرمائيندا هئا ته "كن في الدنيا كانك غريب اوعابر سبيل وعد نفسك من اصحاب القبور" رواه البخاري يعني ته هن دنيا ۾ اهڙي طرح گذار جيئن ڪو مسافر يا واٽهڙو ماڻهو رستي ۾ گذاري ۽ پاڻ کي قبر ۾ پوريل شخص مان ڪري سمجهه!

**چه دل بندي درين دنيا كي روزي چند مهماني**

**چوناگه مرگ پيش آيد خوري آندم پشيماني**

**نياري ياداز مردن كي روزي مرگ در پيشت**

**چه مغروري درين دنيا مگر مردن نميداني**

**يكي انديشه كن بنگر كه آن بودند درين دنيا**

**كجارفتند آن ياران كه بودند مونس وجاني**

**كجا شد آدم وحوا كجاشد يوسف و موسيٰ**

**كجا ايوب وذكريا كجا شد نوح طوفاني**

يعني ته هن دنيا ۾ چالاءِ دل ڳنڍيين جو تون ڪي به ٿي ڏينهن هت مهمان ٿي آيو آهين. جڏهن اهڙي حالت ۾ موت مٿان اچي بيهندءِ تڏهن ڏاڍو پشيمان ٿيندين،

افسوس جو توکي هي وسري ويو آهي جو موت جو هيڏو سارو معاملو تنهنجي اڳيان پيو اچي ۽ تون وري اهڙو مغرور جو شايد توکي مرڻ جي خبر ٻه ڪانه اٿئي، پر هيترو ته دل ۾ ويچار ۽ فڪر ڪري ڪٿي ڏس ته تنهنجا اهي سچا دوست ۽ پيارا جاني جگر پيوند ڪيڏانهن ويا، آخر اهي ٻه ته تو وانگر هن دنيا ۾ موجود هئا، ڏس ته سهي، حضرت آدم عليہ السلام ڪٿي؟ ۽ بي بي حوا رضي الله تعاليٰ عنها ڪيڏانهن ويا ۽ پيغمبر سڳورا جيئن ته حضرت يوسف حضرت موسيٰ يا حضرت ايوب ۽ حضرت ذڪريا ۽ حضرت نوح عليهم السلام ڪيڏانهن هليا ويا؟ آخر تنهنجو ٻه ته اهوئي رستو آهي يا ڪوٻيو؟.

**41-نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو ته هيڪر پاڻ درگاهہ عرش اشتباهہ تي صبح جي نماز بعد مراقبي ۾ ويٺا هئا پوءِ جڏهن مراقبي کان مٿو مبارڪ مٿي ڪيائون تڏهن مون ڏانهن منهن مبارڪ ڪري فرمايائون ته محبت ڪانسواءِ مراقبو ٻه ڪنڌ ۽ مٿي جو سور آهي ٻيو ڪوبہ فائدو ڪونہ اٿس. اي عزيز! سندن انهيءَ فرمودي مان معلوم پي ٿيو ته مراقبي وقت ڪن طالبن جي سبست مزاجي جو اوليڙو سندن ضمير بيضا تنوير تي پنجي ويو هو، جن جو مٿو ته ظاهري مراقبي ۾ هو، مگر سندن دل خيالات ۾ مشغول ٿي ويئي هئي، پر پاڻ ستاري جي صفت ڪري سندن عيب ظاهر نہ ڪري مجمل طرح غفلت جي تنبيهہ ۽ يڪ سوئي لاءِ ترغيب فرمائي ڇڏيائون. جيئن ته حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جن کي هيڪر نماز ۾ سهو پنجي وئي، پوءِ پاڻ نماز اداڪرڻ کان بعد جماعت ڏي منهن مبارڪ ڪري فرمايائون ته عجب آهي جو ماڻهو پوري طرح وضو نٿا ساري اچن. پوءِ انهن جي اثر کان اسان کي نماز ۾ سهو پنجي ٿي وڃي! اتي پاڻ ڪريمن صلي الله عليہ وآله وسلم جن ٻه ناشائستي ڪم جي ڪنهن شخص ڏانهن نسبت نہ ڪيائون بلڪ مجملا اشارو فرمائي ڇڏيائون ته اهو شخص ماڻهن جي روبرو شرمسار ٿيڻ جي بدران پنهنجي دل ۾ لڄي ٿئي ۽ پنهنجي اصلاح ڪري:

**نسبت پاڪان درست ڪن يا پئي ايشان مرو**
**غرق شد فرعون در دريا، و موسيٰ پيشرو**

يعني پاڪن جي روش تي پورو هلين ته سندن ڪڍ پلي لڳو وڃ نہ ته مخالفت واري حالت ۾ سندن پوئتان نہ لڳج ڇو ته فرعون کي حضرت موسيٰ عليہ السلام جي پيروي، بنا نسبت جي ڪهڙو فائدو پهچايو؟

**42- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون ته اي يارو! جيڪڏهن سانوڻ جي گرمي جي مند

۾ ڪنهن شخص کي ڪيڏانهن مسافري ۾ پنڌ ڪرڻو هوندو آهي ته ڏينهن جي گرمي ۽ تاءُ جي سختي ڪري اڪثر رات جي ٿڌاڻ ۾ آرام ۽ سهوليت سان پنڌ ڪندو آهي ته پوءِ ٿڌ ئي ٿڌ ۾ فرحت سان سوبل وڃي منزل مقصود کي پهچندو آهي، اهڙي طرح آخرت جو ڏينهن به سخت گرم اٿو ۽ هي دنيا ڪاري رات جي مثل آهي. پوءِ جيڪي هن رات ۾ غفلت جي مٺي ننڊ کي ڦٽو ڪري الله سائين جل شانه جي ذڪر فڪر ۽ اطاعت ۽ عبادت واري پنڌ ۾ مشغول ٿيندا، سي انهيءَ قيامت جي ڏينهن واري تاءُ ۽ تاب کان پناهه ۾ رهندا ۽ آرام ۽ فرحت سان وڃي منزل مقصود ۾ قرار وٺندا، پر جيڪي هتي ننڊ مٺي ڪري ڏينهن جي تاءُ ۽ سج جي پنڌ کي دل ۾ وساري ڇڏيندا، سي انهيءَ ڏينهن پاڻهين هلي خبر لهندا، جڏهن سج نيزي پاند هيٺ لهي اچي، ڌرتي ٽامي جهڙي ڪندو ۽ نفسي نفسي جو هل، حشر، ڪنن تي پهچندو! جيئن حديث شريف ۾ آهي ته: الناس نيام اذا ماتوا انتبهوا" يعني غافل ماڻهو ننڊ ۾ سمهيلن جي مثال آهن، جن کي رات جي ٿڌي هير دنيا و ما فيها کان بي خبر ڪري ڇڏيو هجي. سو انهن مردن غافلن جي اک تڏهن پٽبي جڏهن دنيا کان لڏي اڳتي هلندا ۽ قيامت جو سج سنئون ٿي پنهنجي تابش سان سندن جگر کي پاڻي بڻائي ڇڏيندو.

**مردمان را سربسر در خواب دان  گشت بيدار آنکه اورفت از جهان**

يعني هنن ماڻهن کي تمام ننڊ ۾ ڪري سمجهه. سجاڳ اهو ٿيو جيڪو هن جهان مان اڳي هليو.

**43- نقل:** ميڏنو فقير پليجو نقل ڪري ٿو ته هيڪر اسين به ٽي فقير گڏجي درگاهه مبارڪ ڏانهن زيارت لاءِ پيا وڃاسون پوءِ جڏهن درگاهه مبارڪ کان هڪ ڪوهه کن جي ويجهڙائي تي پهتاسين، تڏهن جيسي فقير کي، جو اسان سان گڏ هو وجد پئجي ويو ۽ دانهون ڪندو مٿان ٿي اچي ڪريو، آخر اتان ذرا هوش اچڻ بعد ڪرندو اٿندو درگاهه مبارڪ تي حاضر ٿيو. انهيءَ جيسي فقير وٽ تي پنهنجي سنڌ نماز پڙهڻ مهل پليت هئڻ سبب لاٿي هئي، سا سندس ڪلهي تي پيل هئي پر وجد ڪانپوءِ بيهوشي جي حالت ۾ شايد ڪٿهين ڪري پيس ۽ ان جي فقيرن کي به ڪا خبر ڪانه پئي، پوءِ جڏهن ٻيو ڏينهن ٿيو، اسين سيئي سندن صحبت فيض موهبت ۾ حاضر ويٺا هئاسون! تڏهن اتي پاڻ فرمايائون ته سچي طالب ۽ مريد کي جيڪڏهن مرشد ڏانهن پنڌ ڪندي پيرن ۾ ڪو ڪنڊو يا ڪائي اهڙا ڇپي پون جي ٻي طرف کان نڪري اچن ته به ڪپيس ته انهي ايذاءَ کان ڊرو نه ٿئي ۽ ٻي طرف توجه نه ڪري! سندن انهي ڪلام فرمائڻ شرط جيسي فقير توبه ۽ استغفار ڪئي ۽ چيائين ته مونکي ڪالهوڪي سنڌ جو وهم دل ۾

پئجي ويو هو، جا وجد جي حالت ۾ وجائي آيو هوس. پاڻ انهيءَ وسوسي جي جواب ۾ تنبيهه فرمائي طلب جي ترغيب فرمائي ڇڏيائون.

**44- نقل:** حضرت پيرسائين پڳ ڌڻي رحمة الله عليه پنهنجي والد معظم مسند نشين اول قدس سره کان بيان فرمايائون ته هيڪر پيرسائين جن قدس سره سان همرڪاب گهوڙن تي چڙهيا پي وياسون، اتفاقا هڪڙي اهڙي هنڌان لانگهائو اچي ٿياسون جو درياءَ جي پاڻي نئين اچڻ پاران اها زمين ڦٽي ۽ چيرجي پئي هئي. تڏهن درياءَ جي ڦوٽن سببان اسان پنهنجي گهوڙي جي واڳ مضبوط ڪري جهلي ۽ پنهنجي نظر زمين تي غور سان رکندا پي آياسون، جنهن ڪري دل جو خيال بہ اتي لڳل هو. اسان جي انهي احوال جي حقيقت مرشد ڪريم تي منڪشف ٿي وئي. تڏهن فرمايائون ته اي بابا!

**گهوڙي جي واڳ سوگهي رکجو ڇو ته زمين ڦٽل آهي.**

سندن انهي فرمودي پڌڻ شرط گهوڙي جي واڳ هٿان نڪري وئي ۽ دل جو خيال الله تبارڪ وتعاليٰ سان ڳنڍجي ويو جيئن ته الله تعاليٰ جل شانه جو فرمان آهي ته " واذڪر ربڪ اذا نسيت" يعني پنهنجي پروردگار کان غفلت ۽ وسارو ٿي وڃي ته انهي ئي مهل وري يادگيرو ڪري سندس ذڪر ۾ مشغول ٿيءُ.

**دل نگهدار هرچه خواهي ڪن حق نگهدار ڪج ڪلاهي ڪن**

يعني دل کي خداوند ڪريم جي ذڪر ۾ نگاه رکيو اچ پوءِ جيڪي وڻئي سو ڪر. الله تعاليٰ جل شانه جو طرف جهليو اچ پوءِ بادشاهي وينو ڪر.بين فقيرن اسان کي چيو ته حضرت مرشد ڪريم جن اوهان کي فرمائن ٿا ته گهوڙي جي واڳ سوگهي جهليو اچ، پاڻ فرمايائون ته جنهن گهوڙي جي واڳ اسان ڇني سا سوگهي جهلي اٿس.

اي عزيز! طالب کي کپي ته جيڪو بہ لفظ پنهنجي مرشد کان ٻڌي ته انهيءَ کي بيفائدو ۽ سرسري سخت نہ ڪري سمجهي! بلڪ وڏي ڊپ ۽ رعب سان اُن کي دل سان هنڊائي ڏسي! ڇو ته سڀ ڪنهن لفظ لاءِ جيئن ظاهر آهي تيئن باطن بہ آهي ۽ صورت سان گڏ معنيٰ جوبہ لحاظ رکيل آهي، جي نہ ته سچن مريدن مان ڪڏهن بہ ڳنڍجي نٿو سگهجي. ڏسو ته سندن فرمودي مبارڪ ۾ گهوڙي مان مراد ظاهري گهوڙو سمجهي ڪن طالبن غلطي کاڌي. حالانڪ سندن فرمودو باطني گهوڙي يعني دل جي واڳ سوگهي ڪرڻ بابت وارد ٿيل هو جيئن حضرت صاحبزادي صاحب سمجهي ورتو.

**45-نقل:** رمضان فقير سهتو نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ فرمايائون پي ته اي يارؤ! سسئي توڙي زال ماڻهو هئي ته بہ سعيو ۽ همت اهڙي مڙساڻي ڪري

ڏيکاريائين جو پنهنجي دوست سان ملڻ کان اڳ آرام نہ ڪيائين ۽ توهان پاڻ کي مڙس سڏائي اهڙي مڙساڻي همت ڇو نٿا ڪيو؟ جو اوهين بہ پنهنجي محبوب جو مشاهدو وجي ماڻيو:

**جذب مردانہ بين زليخارا ڪہ از يعقوب برد يوسف را**

يعني بي بي زليخا رضي الله عنها جو مردانو جذب ڏس تہ ڪهڙو نہ عجب جهڙو هو جو، حضرت يوسف عليہ السلام کي حضرت يعقوب عليہ السلام کان پاڻ ڏي ڇڪي وئي.

**46- نقل:** فتح محمد فقير ولد بهادر فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو تہ هيڪر آئون رمضان شريف جي مهيني ۾ درگاهہ مبارڪ تي مسجد شريف ۾ ڏهاڪي منجهہ وينو هوس، قرآن شريف جون ٽي ايميون ياد هيون هڪڙي ڏينهن اهي ٽئي ايميون تلاوت ڪري اعتڪاف واري هنڌان اٿي سندن صحبت مبارڪ ۾ اچي وينس، پاڻ مون کي زبان مبارڪ سان فرمايائون تہ بادشاهہ جو پروانو، پر پٽ پڙهڻ گهرجي! پر جڏهن بادشاهہ جي حضور حاصل ٿي وڃي تہ پوءِ پرواني جي پڙهڻ جو ڪهڙو ضرور؟

اي عزيز سندن مٿيون مثال قرآن شريف جي تلاوت کان روڪڻ لاءِ نہ ڏنل آهي بلڪ انهي ۾ اشارو آهي تہ طالب کي پنهنجي پيرجي حضور ۾ دل حاضر رکڻ کپي ڇو تہ اهو شغل دائمي آهي ۽ ان تي هميشگي ڪرڻ سان دوام وقوف جو حاصل ٿئي ٿو ۽ قرآن شريف وقتي شغل آهي. ان کي وقت مقرر تي پڙهڻ گهرجي ۽ تنهن ۾ قضائي نہ ڪجي ۽ قرآن شريف مثال پرواني جي آهي. جو بادشاهہ حقيقي جي طرفان پانهن ڏانهن حضرت جبرائيل عليہ السلام جي وساطت سان موڪليل آهي. جنهن جو بيان ڪندڙ حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن آهن پوءِ انهيءَ پرواني جي حڪمن کي دل وجان سان تصديق ڪجي ۽ ان تي عمل ڪجي. باقي رڳو زبان سان انهيءَ کي پڙهڻ وبال جو سبب آهي جيئن تہ حديث شريف ۾ فرمايل آهي تہ:

**رب تال القرآن والقرآن يلعنهم**

يعني گهڻائي شخص قرآن شريف جا تلاوت ڪندڙ آهن ۽ قرآن شريف انهن کي لعنت پيو ڪري" ۽ قرآن شريف جي حڪمن جي بجاءِ آوري هيءَ آهي جو شريعت ۽ سنت جي متابعت ۾ پورو هجي. جيڪڏهن اهو عمل ۽ حڪم بجاءِ نہ آندو ويو تہ بي نصيبي ۽ بي ادبي ڪانسواءِ پڙهندڙن کي ڪو فائدو ڪونہ پهچندو.

**47- نقل:** خالقڏنو فقير وساڻ علي بحر واه واقع پرڳڻي روہاه جو نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ فقير محمد اٽڙ رهندڙ ديهہ ڪاڪ واقع پرڳڻي چاچڪن ورتہ

تشريف فرمائيا. پوءِ جڏهن سندس گهر ۾ اچي لٿا تڏهن زيارت ڪندڙن مشتاقن جو ايترو تہ انبوه گڏ ٿي ويو جو ڪولن ۽ مکڙن وانگر خلق جا هشام ٿي ويا ۽ اهڙي پيهہ ٿي وئي جو سڀ ڪنهن کي زيارت کان مشرف ٿيڻ اهنجو ٿي پيو. جيڪي عورتون ٻهراڙي جون خاص زيارت ڪرڻ لاءِ اتي آيون هيون تن کي جڏهن روبرو زيارت ڪرڻ جو موقعو نہ مليو سگهيو تڏهن گهر جي پويان جو لئي جو ڪائين سان ڪنڌي ڏنل هئي تنهن کي سوراخ ڪري سائين جن ڏانهن نهاري ڏٺائون تہ پاڻ پني مبارڪ ڪيو ويٺا آهن. وڏي روج ۽ ايلاز ۽ منٿن سان عرض گذاريائون تہ حضرتا! پنهنجو منهن مبارڪ اسان ڏانهن ڦيرايو تہ زيارت جي شرف کان مشرف ٿيون. پاڻ ڪين جواب ۾ فرمايائون تہ اسان جو منهن الله تبارڪ وتعاليٰ جلشانه جي طرف آهي ۽ توهين پنهنجي دل وارو منهن اسان ڏانهن ڪري ڇڏيو.

**48- نقل:** ميڏنوفقير پليجو نقل ڪري ٿو تہ پاڻ سفر ۾ هئا، ۽ آئون رڪيب سان هوس. جڏهن ٽنڊي قيصرنظاماڻي جي ۾ پهتا، تڏهن مون اتان موڪل لاءِ خدمت مبارڪ ۾ عرض گذاريو پاڻ فرمايائون تہ ڇالاءِ تو وڃين؟ عرض ڪيم تہ حضرتا! ٻني آباد ڪرڻي اٿم. فرمايائون تہ هائو ٻڌهہ جو مهينو آهي. يعني پوک وارو مهينوآهي. جڏهن سندن اهو ڪلام مبارڪ ٻڌم تڏهن مون کي اچي روئڻ ڇٽڪيو، تنهن تي پاڻ نقل بيان فرمايائون تہ ڪوشخص هڪڙي بزرگ کان طريقي ۾ داخل ٿي دست بيعت ٿيوهو. پوءِ هڪڙي ڏينهن پنهنجي مرشد جي حضور ۾ عرض گذاريائين تہ حضرتا! ڪابہ ترقي ۽ طلب جي زيادتي حاصل ڪانہ ٿي ٿئي، شيخ پڇيس تہ مشغولي ڪهڙي ڪندو آهين؟ عرض ڪيائين تہ ربيع خريف جي پوک ۾ مشغول آهيان. فرمايائينس تہ تنهنجي عمر تہ پوکہ جي ڏنڌي ۾ گذرندي پئي وڃي. خدا تعاليٰ جي طلب ڪٿي اٿئي جو ترقي ٿيئي؟

مئي صرف وحدت ڪسي نوش ڪرد
کہ دنيا وعقبيٰ فراموش ڪرد

يعني خاص محبت جو شراب انهن شخصن کي نصيب ٿئي ٿو، جي دنيا ۽ آخرت ٻنهي جهانن کي وساري پاڻ کي محو ڪري ٿا ڇڏن.

**49- نقل:** پاڻ هيڪر سانگهڙن جي ڳوٺ ۾ نزول فيض شمول فرمايو هئائون. اتي مسو فقير نظاماڻي حضور مبارڪ ۾ حاضرٿيو ۽ ويهڻ بعد ڪيس روج اچي شروع ٿيو. پاڻ فرمايائونس تہ اي مسو! جيڪڏهن سچو پچو ۽ دلي درد وارو روج ڪرين تہ هوند الله تعاليٰ جلشانه توکي حاصل ٿي پوي.

اي عزيزا روج جا ايڪويهہ قسم آهن، تن مان ويهہ رڳو دنياوي غرضن ۽ نفساني

ماڻهن لاءِ آهن. باقي هڪڙو قسم تن مان خاص الله تعاليٰ جل شانه لاءِ آهي.
جيڪڏهن اهو روح ساري چمار ۾ هڪ دفعو به ڪنهن شخص کي اچي وڃي ته
اهو شخص اوليائن مان ٿي ويندو:

**گريه وزاري عجب سرمايه ست تابه شهر دل قوي تر پايه ست**

**گريه وزاري که از بهر خدا ست مي رساند مرد رابر راه راست**

يعني روح ۽ زاري عجب موڙي آهي جو دل جي شهر لاءِ محڪم ۽ مضبوط وٿ
آهي. جيڪو روح ۽ دانهون خاص خدا تعاليٰ جي لاءِ آهن. سي مڙس کي سڌي
رستي تي پهچائي ڇڏين ٿا.

**50- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته هيڪر آئون سندن
خدمت فيض موهبت ۾ حاضر هوس ته هڪڙو شخص سندن پڻي مبارڪ کان اچي
ڪلهن مبارڪن تي زور ڏيڻ شروع ڪيا. پاڻ منهن مبارڪ ڏانهس ڪري
فرمايائون ته خدمت جو غرض به الله تبارڪ وتعاليٰ جي طلب آهي، پوءِ ڪپي ته
خدمت جي شغل وقت محبوب حقيقي جي يادگيري کان غافل نه ٿي وڃجي:

**حضوري گرهمي خواهي از وغافل مشو حافظ**

**متيٰ ماتلق ، من تهويٰ، دع الدنيا واهلها**

يعني اي حافظ ! جيڪڏهن محبوب جو حضور گهرجئي ته ان کان غافل ۽ وسارو
بالڪل نه ٿيءُ ۽ جڏهن پنهنجي محبوب مطلوب کي وڃي ملين تڏهن دنيا ۽ دنيا
وارن کان پري ٿي ساڻس مشغول ٿي وڃ.

**51- نقل:** هيڪر پاڻ طلب جي ترغيب لاءِ خليفن جي حق ۾ وڏي جوش سان
پي فرمايائون ته اسان خليفن کي خلافت رڳو هن لاءِ ڏني هئي ته خدا تعاليٰ جي
خلق کي وڃي هدايت ڪن. پر انهن مان ڪن انهيءَ جي برخلاف خلق کي مقصود
سمجهي عام ماڻهن وانگر خدا تعاليٰ جي طلب کان رهجي پيا. ان تي پاڻ مثنوي
معنوي کان بيان آندائون ته هڪڙي باز کي بادشاهه شڪار وٺڻ لاءِ پنهنجي هٿان
ڇڏيو. باز جو اتان بادشاهه جي هٿ تان اڏاميو، سو شڪار وٺڻ جي بدران
ويراني ۾ ڇپرن سان وڃي مليو ۽ انهن ڇپرن جي مجلس ۾ اهڙو ته خوش ٿي
وڃي ويهي رهيو، جو پنهنجي ويهڻ جي اصلي جاءِ جا بادشاهه جي هٿ تي هيس
سا به وسري ويس، اهڙي طرح اصلي مقصد کي وساري غفلت ۾ گم ٿي ويو.

اي عزيز! سندن اهو فرمودو مبارڪ خليفن سڀني جي حق ۾ نه رڳو عتاب
ڪري هو. بلڪ پاڻ ڪين طلب جي ترغيب ۽ تحريص ۽ ڪوشش پي فرمايائون ته
طالبن جو حق اهو ناهي جو الله تعاليٰ جي طلب کان سرد ٿي خلق سان مشغول
ٿي وڃي. چوٽي آهي ته " ڪل باخت ڪل يافت" يعني سڀئي قربان ڪر ته سڀ

ملئي، هڪڙي بزرگ جنهن جو نالو منو فقير هو تنهن ڪهڙا نہ سهڻا لفظ چيا آهن تہ منهنجو نالو مِنو مُنو مَنو آهن ان جو تفصيل بہ ٻڌائيندو، تہ جڏهن آئون الله تعاليٰ جل شانہ ساڻ مشغول هوندو آهيان تڏهن منهنجو نالو آهي " منو" ميم جي زير سان آهي پر الله تبارڪ وتعاليٰ جي ذڪر ڪان غافل ٿيندو آهيان تنهن وقت منهنجو نالو آهي منو ميم جي پيش سان ، يعني ٻنهي جهانن جو مثل ۽ ڇيهي ۾ پيل، جڏهن وري الله تعاليٰ جل شانہ ۽ خلق جي وچ ۾ اڏو گابرو هوندو آهيان ان مهل نالو اٿم منو ميم جي زبر سان ، جو سنڌي ٻوليءَ ۾ سست ۽ ڪم همت کي چئبو آهي. اي دوست ! انهن الفاظن ۾ بہ هڪڙو نڪتو غريب ۽ اشارو عجيب ڏنل آهي تہ طالب کي ٻن حالتن ۾ جي بلندي يعني خود پنداري ۽ ڏنگائي يعني الله تعاليٰ جي ذڪر ڪان غفلت واريون آهن حجاب ڪانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ حاصل نہ ٿو ٿئي. البت هيڻائين ۽ عاجزائي واري حال ۾ الله تبارڪ وتعاليٰ جو محبوب ۽ معشوق ٿي پوي ٿو تڏهن تہ چيو اٿن.جز عجز بيچارگي نقد ندارد خواجگي ٻيو تہ :

صوفيان در دو عيد دم نزنند
جزره نيستي قدم نزنند

يعني صفاصاف صوفي ٻنهي عيدن ۾ دم نہ هڻندا آهن، يعني خوشي نہ ڪندا بلڪ نيستي جي واٽ ڪانسواءِ قدم ٻي هنڌ نہ رکنداآهن.

**52- نقل:** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمہ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر سندن حضور مبارڪ ۾ باغيچي منجهہ ويٺاهئاسون تہ پاڻ مون ڏانهن نهاري فرمايائون تہ اي خليفا! پنهنجي ديهہ ۾ هڪ هنڌ ويٺو آهين يا طالبن جي ڪوشش لاءِ آس پاس گهمين ٿو؟ مون عرض ڪيو تہ حضرتا گهمان گهڻو ٿو! پاڻ فرمايائون تہ البت ماڻهو مشغول ٿين ٿا يا نہ؟ عرض ڪيم تہ گهڻا ٿين ٿا، اتي خليفو محمد حسن شاهہ بہ حاضر ويٺو هو، پاڻ وري ان ڪان بہ پڇا ڪيائون تہ خليفا اوهين بہ سير ڪيو ٿا ڪ يڪجاءِ ويٺاآهيو؟ خليفو لقمان ٿو چوي تہ مون عرض ڪيو تہ حضرتا خليفو سيد محمد حسن شاهہ بہ مون ساڻ گڏ گهمندو آهي. پوءِ عرض ڪيم تہ حضرتا! دل جو خيال تہ گهمڻ لاءِ ڪونہ ٿو ڪدي مگر حضور جن جي فرمان ۽ حڪم موجب گهمڻ نڪرون ٿا. پاڻ فرمايائون تہ پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن بہ ويهڻ اختيار فرمايو هو. تان تہ الله تبارڪ وتعاليٰ جلشانہ هي آيت شريف نازل ڪئي:

**واصبر نفسڪ مع الذين يدعون ربهم بالغدات والعشي يريدون وجهه**

يعني تہ صبر ڏي پنهنجي نفس کي انهن ماڻهن سان جي صبح سانجهي الله تعاليٰ جلشانہ جو ذڪر ڪن ٿا، ۽ سندن ارادو ۽ نيتون خاص ذات پاڪ لاءِ آهن. نہ

بي ڪنهن شيءِ لاءِ. پوءِ پاڻ فرمايائون ته الله تعاليٰ جلشانه فرمايو آهي: 'واصبر نفسڪ يعني پنهنجي جسم مبارڪ کي مؤمنن لاءِ صبر ڏي، ته دل کي به صبر ڏي! ڪنهن بزرگ فرمايو آهي:

**مي گويم ڪه از عالم جدا باش بهرجائي ڪه باشي باخدا باش**

يعني ته آئون ائين ڪونه ٿو چوان ته دنيا کي ترڪ ڪري جدا ٿي وڃ، بلڪ هيترو ضرور ڪر جو جت به هجين ات پنهنجي مولا سان مشغول رهه.

**53-نقل:** هيڪر پاڻ مثال طرح بيان فرمايائون ته جيڪڏهن ڪا ٻار واري عورت پاڻي ڀرڻ يا ٻي ڪنهن ڪم ڪار لاءِ ويندي آهي ته پنهنجي ٻار کي ڪجهه مناڻ يا ڪو رانديڪڙو ڏيئي ريجهائي ويندي آهي، پوءِ اهوٻار انهن رانديڪن يا مٺن ٽولن تي ريجهي پيو ۽ چپ ڪري وينو ته ڪيس پاڻ کان جدا ڪري ڦٽي ڪندي ۽ پنهنجي ڪم ڪار سان وڃي مشغول ٿيندي، پر جيڪڏهن ٻار انهن شين سان نه ريجهو، بلڪ روئيندو دانهون ڪندو رهندو ته پوءِ هرو ڀرو به پنهنجي قرب جي ڀاڪر ۾ جهلي ڪيس پاڻ سان گڏ ورتيون ويندي. پوءِ پاڻ فرمايائون ته اهڙي طرح الله تبارڪ وتعاليٰ شانه ڪان غير خدا جي طمع رکڻ ۽ سوال ڪرڻ قرب جي رستي ۾ رڪاوٽ وجهندڙ ۽ روڪيندڙ آهي، پر جيڪڏهن ماڻ جي ڀاڪر واري لذت وانگر ڪوئي قرب جي لذت جو طالب ٿيو ۽ ماسوا جي طمع، پوءِ دنياوي ڪم هجن يا معنوي مرتبا ۽ مقامات سڀ ڦٽا ڪري ڇڏيندو ته اهو ضرور " ابيت عند ربي هو يطعمني ويسقيني" واري ڀاڪر ۾ خوشحال رهندو.

**54- نقل:** هڪڙو معتبر راوي نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ حرم خاني مبارڪ ۾ اندر تشريف فرماٿيا. سندن حرمن محترمن مان ڪنهن چانورن جو داغ ٻي ڪيو پاڻ ڪاوڙ ۾ جوش سان پير مبارڪ هٽي ڪني هاري ڏنائون ۽ فرمايائون ته اسان اوهان کي پاڻ وٽ الله تعاليٰ جل شانه جي طلب لاءِ آندو آهي نه ڪ چانورن پچڻ لاءِ؟

**55- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون ٻي جيڪر درگاهه مبارڪ جي فقيرن جي سموري جماعت کي ٻوڙ پلاءِ ۽ مٺا سٺا طعام پيا کارائجن پر ائين ڪبو ته سچن ۽ ڪوڙن جو سنڌو نه ٿي سگهندو. تنهن ڪري ٻک کي اختيار ڪيو سون جا قوت العاشقين سڏيل آهي ته انهيءَ سان سچن طالبن کي روح جي قوت ۽ طلب جي زيادتي ٿيندي ۽ ڪوڙن پيٽين کي پل ته مڪرجي سيئي تي ٻک جي مڪ لڳل هجي.

**56- نقل:** هيڪر پاڻ شوق جي غلبي ۾ رنا به ٻي ۽ فرمايائون پئي ته هن زماني ۾ طالب ڪوبه ڪونهي. جنهن کي ڏس سو دنياوي غرضن ۽ نفساني مرادن

۾ پريل پيو آهي. خليفو ميان سلطان فقير حاضر هو تنهن عرض گذاريو تہ حضرتا! سائين جن جو فرمودو بلاشڪ برحق آهي. اسين طالب ڪهڙا ٿيا سون جو اوهان ڪريم پنهنجي ڪرم سان سڀ ڪنهن کي گهرجي درتي وجي الله تبارڪ وتعاليٰ جلشانه جي ڪوٺ ۽ دعوت فرمائي طريقي عاليہ ۾ داخل فرمايو اٿو، ۽ جي اسين طالب هجون ها تہ جيڪر پاڻ دروازي تي اچي هزار ايلاز منٿون ۽ نيزاريون ڪري الله تعاليٰ جلشانه جي طلب ڪيون ها.

**57- نقل:** هيڪر پاڻ ڳوٺ هالن ۾ تشريف فرما ٿيا هئا دعوت جي صاحب سائين جن کي پنهنجن عزيزن جي مقبرن ڏانهن ختمي چوڻ لاءِ عرض گذاريو. پوءِ جڏهن پاڻ مقبرن جي زيارت کان اٿيا تڏهن فرمايائون تہ اهل قبور لاءِ ولين سڳورن جي دل جي حضور جي هڪ گهڙي بہ عوام الناس جي ساري قرآن شريف جي ختمي بخشڻ کان وڌيڪ موچاري آهي. اي عزيز! دل جو حضور اها شي آهي جنهن لاءِ درثمين ۾ ڪنهن بزرگ فرمايو آهي تہ:

**بآب روي تاخسي، بهواپري تا مگسي، دل بدست آري کسي**

يعني جيڪڏهن پاڻي مٿان پنڌ ڪيون هليو وڃين تہ ڪک کان وڌيڪ ڪو ڪمال ڪونہ ليکبو ڇو تہ درياءَ جي مٿان تہ اهي ڪک بہ پيا وڃن ۽ جي هوا تي اڏامين پيو تہ بہ ڇا ٿيو. مکيون ڪين پيون اڏامن ڇا؟ پرجي حضور دل جو حاصل ڪري وڌءِ تہ پوءِ بلاشڪ باڪمال لائق شخص آهين ۽ هي بہ لکيو اٿس تہ :

**روزه داشتن صرفه نان ست ونفل گذاردن کار پير زنان ست**
**وبحج رفتن تماشاي جهان ست ودل بدست آوردن کار مردان ست**

يعني روزو رکڻ ماني جي بچت آهي ۽ نفل ادا ڪرڻ تہ پوڙهين عورتن کان بہ ٿي پيا سگهن ۽ حج وڃڻ جهان جو تماشو ڏسي اچڻ آهي جنهن ۾ ڪا بہ مشڪلات ڪانهي پر دل جو حضور حاصل ڪرڻ اهڙو ڏکيو ڪم آهي جو مڙسن کان سواءِ ٻيو ڪو اتي هام نہ هڻي سگهندو:

**دل بدست آور کہ حج اکبر ست از هزاران کعبہ يکدل بهتر ست**
**کعبه بنگاهہ خليل آزر ست دل گذر گاهہ جليل اکبر ست**

يعني دل جو حضور هٿ ڪر ڇو تہ اڪبري حج اهو اٿئي ظاهري هزار ڪعبن کان هڪ دل زياده موچاري آهي ڏسين نہ ٿو ڪعبو حضرت ابراهيم عليہ السلام جي اڏيل جاءِ آهي دل خود الله تبارڪ وتعاليٰ جلشانه جو گذر گاهہ آهي.

**58- نقل:** پاڻ نقل بيان فرمايائون تہ هڪڙي شخص پنهنجي ٻانهي کي جهار تڙڻ لاءِ پنهنجي پوک تي وهاريو هو جهار هئي ڪا تمام گهٽي ٻانهي ويچاري تڙي تڙي ٿڪجي پئي. آخر جڏهن جهار هڪلڻ ڪري بي حال ۽ بي تاب

ٿي وئي تڏهن سمهي پئي ۽ ننڊ وٺي ويس جڏهن سندس مالڪ آيو تڏهن اچي پڇيائينس ، جهار ڪيئن هئي؟ جواب ڏنائين ته جيستائين جاڳيس پي تيستائين ته ڏاڍي هئي پر جڏهن ننڊ وٺي ويم تڏهن هڪ جهرڪي به اصل ڪانه هئي. پاڻ انهيءَ مثال تي فرمايائون ته طالب جيستائين هوشيار ۽ سجاڳ آهي تيستائين انهي ٻانهي وانگر پنهنجن بيفائدن خيالاتن واري جهار کان واقف آهي پر جي غفلت جي ننڊ وٺي ٿي وجيس ته پوءِ سمجهي ٿو ته اها خيالات واري جهار آهي ئي ڪانه! حالانڪ ايها پراگنده خيالات واري جهار سندس جمعيت وارو ان لٽيو ناس ڪيو پئي وجي.

**نگهدار دم راکہ عالم دمي ست　　　　دمي پيش دانا بہ از عالمي ست**

يعني دم کي نگاهه ۾ رک ته غفلت ۾ نه گذري وڃي. هي جهان ڪل ساعت کن آهي ۽ دانائن وٽ هڪ دم ساري جهان کان وڏيڪ قيمتي آهي:

**هرخيالي غير حق را دزد دان　　　　اين رياضت طالبان را فرض دان**

يعني غير جي سڀ ڪنهن خيال کي چور ڪري سمجهه، جو دل جي خزاني مان جمعيت جا گوهر لٽيو پيو وڃي، انهن چورن جي ٽڙڻ جي رياضت طالبن جي لاءِ فرض ڪري ڄاڻ.

**59- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو ته هيڪر درگاهه مبارڪ تي حاضر هوس پاڻ مسجد شريف ۾ ويٺا هئا ۽ طالبن جو وڏو انبوه اچي گڏ ٿيو هو، اڪثر ته چوڏاري ويٺا هئا ۽ ڪي وري ٻاهران اچي پيربن بيٺا هئا ته انهي وچ ۾ هڪ شخص ڏاڍيان سڏ ڪري عرض ڪيو ته حضرتا! هن ٻانهي ڏي توجه جي نظر فرمائي نهاريو ته زيارت ڪيان! پاڻ جواب ۾ فرمايائونس ته اي يار! آئون الله تبارڪ وتعالىٰ ڏانهن ٿو نهاريان ۽ تون مون ڏانهن نهار.

**60- نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو ته هيڪر آئون درگاهه مبارڪ تي حاضر هوس اڪثر سندن روش مبارڪ هوندي هئي ته سومهيائي نماز ادا ڪرڻ کان بعد حاويلي مبارڪ ڏانهن تشريف فرمائيندا هئا ۽ پوءِ گهڻي دير کان بعد جو اڪثر فقير ننڊ پئجي ويندا هئا. پاڻ اندران ٻاهر تشريف فرمائيندا هئا ۽ ڳجهه ڳوهه ۾ آهستگي سان مسجد شريف ۾ لنگهي اچي ويهندا هئا. پوءِ انهي فقيرن کي خبر پوڻ بعد صحبت جي نعمت عظمىٰ کان مشرف فرمائيندا هئا. هڪڙي رات جڏهن پاڻ حويلي مبارڪ ڏانهن سومهيائي بعد اسريا تڏهن آئون ۽ ٻيا ٻه ٽي فقير سندن قدم فيض لزوم جي انتظار ڪري در ۾ اڪيون پايو ويٺي نهاريوسون ته اينتري ۾ پاڻ تشريف فرمايائون ۽ اسانکي پنهنجي اچڻ جو منتظر ڏسي، شفقت ۽ رحم مان هي بيت چيائون:

**آگم ڪيو اڇن، سڄڻ ساڻوڻ مينهن جان**
**پاسي تن وسن، جي سپ ڇماندر سڪيون.**

**61- نقل:** هيڪر پاڻ ڪجهه طبع ناخوش هجڻ سبب بدن ۾ لاغر ٿي پيا هئا، انهي حال سان مسجد شريف ۾ تشريف فرما ٿي ڪبڙ هيٺان ويٺا ۽ صاحبزادن کي گهرائي وصيت جي طرح وڏي جوش سان فرمايائون ته بابا جيڪڏهن اسان جي وصال کانپوءِ پنج هٿ پٽڪي جا مٿي تي ٻڌي پاڻ کي پيرجو پٽ ڪوٺائيندؤ ته به خلق کي مسخر ڪري وجهندؤ، پر مطلوب محبوب حقيقي جو حاصل ٿيڻ، سچائي ۽ اندر جي صفائي کانسواءِ هرگز نه ٿي سگهندو.

**62- نقل:**، هيڪر پاڻ جامع ملفوظات رحمة الله عليه کي فرمايائون ته تنهنجي هن ويران گهر ۾ جنهن مان مراد آهي بدن هڪ وڏو خدائي خزانو رکيل آهي ۽ انهيءَ خزاني جو هٿ اچڻ هن گهر جي ڍهڻ کانسواءِ بلڪل محال آهي. پر هي گهر آهي اهڙو ته پتو ۽ بي بنياد ڪلر ڪاڏل جو اڄ نه ڍٺو ته سڀاڻ ضرور ڍهي ! پوءِ جي تون پاڻ پنهنجي هٿن سان هن گهر کي ڊاهي خزانو هٿ ڪندين ته اها ملڪيت ڪل تنهنجي آهي ۽ جي پاڻ نه ڊاٺيءَ ته پوءِ اهو تنهنجو گهر ملڪ الموت جي هٿان ڪنهن ڏينهن ضرور ڍهڻو آهي ۽ اها دولت عظيم يعني محبوب حقيقي جو وصال سوبه هٿان نڪري ويندءِ. شاهه عبداللطيف قدس سره چيو آهي ته:

**مرڻا اڳي جي مئا، سي مري ٿين نه مات،**
**هونداسي حيات، جيئڻا اڳي جي جيا**

چوندڙ: ڪهڙو نه چڱو چيو:

**جان بجانان ده وگر نه از توستاند اجل،**
**خود تو منصف باش أي دل، اين نڪويا آن نڪو**

يعني ساهه محبوبن کي ڏيئي ڇڏ نه ته ڪڏهن نه ڪڏهن موت به ضرور ڦري ويندءِ. اي دل انصاف ڪر ته محبوبن کي ساهه جي سوکڙي ڏيئي ڇڏين ته اوها چڱي ڪه موت جي هٿان ڦرائي ويهين ته اهو بهتر.

**63- نقل:** هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون ته ڪنهن شخص پنهنجي نياڻي ڪٿهين پرڻائي ڏني پوءِ سندس ماءُ ڪيس هڪ نڪر جي ڪني ڏيئي چيائينس ته جڏهن هي ڪني تو وٽ پڄي پوندي تڏهن توکي پاڻ وٽ گهرائي ملاقي ڪنداسون. جڏهن اها ڇوڪري مڙس جي گهر وئي تڏهن اها ڪني استعمال ۾ آڻڻ شروع ڪيائين آخر ڪيتري مدت کانپوءِ هڪڙي ڏينهن انهيءَ ڪني کي باهه جي تو ڪان ڦوٽ ٿي پئي، پنهنجي سس وٽ وڃي ڳالهه ٻڌايائين ته ڪنيءَ ڦوٽ ڪاڍي آهي. سسٽس يڪدم مٽيءَ سان محڪم ڪري ڏنس ۽ هميشه اهڙي ريت

جڏهن به ڪني کي ڪجهہ قوت ٿيندي هئي تڏهن سندس سس سوگهو ڪري چڙيندي هيس. تان جو ڪيترا ڏينهن ائين گذري ويا. نيٺ هڪڙي ڏينهن انهي ڇوڪري کي ماءُ ۽ پيءُ اچي ياد پيا ۽ پيڪن جي پور ۾ روئي ڏنائين، روئندي انهيءَ ڪني ۾ ڏوئي جا گهمايائين ويني، ساهٽي پڇي رکيائين ۽ سس ڇيس تہ اي نياڻي ! هينئر خوش رهہ جو توکي پيڪن ڏي موڪل ڏني سون.
پاڻ انهيءَ هنڌ فرمايائون تہ انهي ڇوڪري وانگر جيستائين ڪہ طالب بہ پنهنجي موهوم هستي واري ڪني پڇي ناس نہ ڪندو تيستائين الله تعاليٰ سان واصل نہ ٿي سگهندو ۽ هي دوادرمل جي بدن جي علاج لاءِ ڪيا وڃن ٿا سي مثال انهي ليپ جي آهن جي انهيءَ نينگري جي سس ڪني کي ڪندي رهندي هئي ۽ سس مان مراد آهي نفس ۽ شيطان. جي مرض جي لاحق ٿيڻ وقت چنگيلائي ۽ تندرستي لاءِ صلاحڪار بڻجن ٿا. پر جڏهن طالب محبت جي جذب ۽ ڪشش ۾ عشق ۽ شوق جي ڏوئي سان پنهنجي هستي واري ڪني کي پڇي ڇڏي تہ پوءِ محبوب حقيقي جي وصال کان خوشحال ٿي وڃي ٿو. اي عزيز! اها هستي موهوم توکي الله تعاليٰ جلشانه کان حجاب آهي اهو حجاب ڪڻ تہ وصال ويجهو ڏسين، جيئن تہ ان باب ۾ قول وارد آهي " وجودڪ ذنب لايقاس به ذنب" يعني تنهنجي اها هستي ۽ وجود ئي اهڙو گناه آهي جو ان جهڙو ٻيو ڪوبہ گناهہ نہ ٿو ٿي سگهي:

**ميان عاشق و معشوق هيچ حائل نيست**
**تو خود حجاب خودي " حافظ" ازميان برخيز**

يعني اي حافظ عاشق ۽ معشوق جي وچ ۾ تہ ٻيو ڪوبہ پردو ڪونهي. تون پاڻ پنهنجي لاءِ حجاب بڻيو وينو آهين سو وچان اٿي وڃ تہ وصال ٿي پوي.

**64- نقل:** سليمان فقير پٽو نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ ٿر ملڪ ۾ ڊنهي ڳوٺ کان اونداهي رات ۾ سوار ٿيا پئي آيا. پٺ وارو پاسو هو ۽ آئون بہ سندن رڪيب سان گڏ حاضر ٻي آيس سواري هلندي اتفاق سان منهنجي نظر هڪڙي باهہ تي پئجي ويئي جو ٻري پنڌ کان نظرپي آئي اوچتوئي منهنجي زبان مان نڪري ويو تہ " اجهاباهہ" پاڻ اهو سخن ٻڌي فرمايائون تہ اي يار! هن باهہ کي ڇڏيو ۽ پنهنجي اندر جي باهہ ٻاريو ڇو تہ اسان جو ڪم اندرين باهہ سان آهي.

اي عزيز! انهي فقير جي اندر ۾ پنڌ جي ٿڪ ۽ ڇوڪڙي ڪري بي جمعيتي ۽ پريشاني اچي وئي هئي، جنهن ڪري اندر جي مشغولي کان منهن مٽي باهہ جي ڏسڻ ۾ مشغول ٿي ويو هو. انهيءَ بي جمعيتي جو اثر هو جو سندس زبان مان بي ساختہ نڪري ويو تہ اجها باهہ. پاڻ سندس سموري حقيقت کان واقف هئا.

تنهن ڪري ڪيس مٿيون جواب ڏيڻ سيني جي باهه يعني محبت جي باري بابت امر فرمايائون يعني بي آرامي ڪي ڇڏي دل سان مشغول ٿي وڃو.

**65- نقل:** سيد موليڏنو شاهه نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون ته هڪڙي بزرگ کي ڪنهن شخص چيو ته توهان جو فلاڻو مريد ڏاڍو ڪامل مڪمل ۽ زماني جو يگانو ٿي ويو آهي. ان بزرگ اها ڳالهه ٻڌي ان مهل ڪٿي مات ڪئي. پوءِ ڪيترو وقت ڪانپوءِ اهو مريد پنهنجي پير جي خدمت ۾ آيو، بزرگ انهي ڳالهه ڪندڙ شخص کي مخفي طرح سمجهائي ڇڏيو ته آئون پنهنجي مريد سان هٿ ۾ هٿ ڏيڻي ڳالهين ۾ مشغول ٿيندس تون پوئتان هڪ پٿر ڪٽي ڪيس هڻجان، پوءِ اهو بزرگ پنهنجي انهي مريد سان ڳالهين ۾ مشغول ٿيو تڏهن انهيءَ شخص هڪ وڏو پٿر ڪٽي مريد کي نڪاءُ ڪرايو، تڏهن هو منهن ڦيرائي اوڏانهين نهارڻ لڳو، بزرگ اهو حال ڏسي سندس هٿ کي ڦٽو ڪري چيائينس ته وڃ اي ڪچا!

**66- نقل:** هيڪر پاڻ ديهه اوجل راڄڙ واقع ٿر ۾ پنهنجي شادي جي لاءِ تشريف فرماٿياهئا. جڏهن پاڻ اندر گهر مبارڪ ۾ وينا هئا تڏهن هڪڙي عورت مريدياڻي گهر ڪان ٻاهران بيهي سائين جن ڏانهن نظر وجهي نهارڻ بيني پاڻ ڏسڻ شرط حاويلي مبارڪ مان ٻاهر نڪري مريدياڻي مٿين کي هٿ سان پاڻ ڏانهن اشارو ڪري فرمايائون ته اي امان اسان کي دل واري اک سان ڏسڻ گهرجي نه مٿي واري اک سان.

**67-نقل:** خليفو ميان لقمان عليه الرحمة نقل ڪري ٿو ته هيڪر سندن حضور مبارڪ ۾ حاضر هوس ته هڪڙو فقير جو حضرت مرشد مڪمل رضي الله تعالىٰ عنه جي روبرو وينو هو منجهن اکيون ڦاڙيو جوه هٽيو اهڙو ته پي نهارياٿين جو اک به ڪان پيو چنپي پاڻ ڏانهس نهاري فرمايائون ته يار! طالب کي ائين ئي ڪپي! پر رڳو هن ظاهري صورت ۾ ڏسڻو نه آهي بلڪ معنيٰ ڏي به ضرور اڳ ۾ ئي واجهائي نهارڻو آهي. انڪانپوءِ انهي تي مثال بيان فرمايائون ته بهار جي دل وٺندڙ مند ۾ ته خوشبودار گلن جي خوشبوءِ ڪان سڀ ڪنهن جو دماغ معطر ٿيندو آهي، مگر خزان جي موسم ۾ انهن گلن جي خوشبوءِ ڪان اهي شخص بهرياب ٿي سگهندا جن بهار جي موسم ۾ گلاب جو عرق حاصل ڪري پاڻ وٽ محفوظ رکي ڇڏيو هوندو.

**68- نقل:** ساڳيو خليفو صاحب نقل ڪري ٿو ته ڪن ڏينهن ۾ سائين جن جي روش مبارڪ هيئن هوندي هئي جو خلق خدا جي هدايت لاءِ پنهنجي ڪوشش سان گڏ صاحبزادن سڳورن کي به انهيءَ سعي ۾ شريڪ فرمائيندا هئا. جيئن ته

صاحبزادي ميان محمد حسن شاھ کي امر فرمايائون تہ اي بابا! جن فقيرن جو پنھنجي دل ڏي منھن آھي يعني اھل دل آھن تن کي تون پاڻ وٽ وھاري طلب جي ڪوشش ۽ ھوشياري جو سعيو ڪندو رھ! جو جيئن ھڪ گھڙي بہ الله تعاليٰ کان غافل نہ ٿين ۽ انھن فقيرن کي بہ پاڻ وٽ سڏي امر فرمائي ڇڏيائون تہ اسين حاضر نہ ھجون تہ توھين سڀ صاحبزادي ميان محمد حسن شاھ سان صحبت رکجو، ۽ جيڪي فقير وجد وارا ۽ جوش جا صاحب ھئا تن کي حڪم فرمايائون تہ اوھين صاحبزادي ميان محمد عطاشاھ سان ھم صحبت ٿجو پوءِ جڏھن پاڻ حويلي مبارڪ ڏانھن اسرنداھئا، تڏھن صاحبزاده ميان محمد حسن شاھ صاحب جماعت سميت مسجد شريف ۾ اترئين پاسي کان وچي مراقبي ۾ مشغول ٿيندا ھئا. سڀ ڪنھن جو ڌيان دل ٿي دل ڏانھن رھندو ھو. حضرت صاحبزاده صاحب جن بہ ھر وقت ھوشياري سان دل ڏانھن متوجہ ٿيڻ ۽ غفلت کان تنبيھہ ڪرڻ ۾ ڪوشش فرمائيندا ھئا ۽ ٻي پاسي کان وري ذڪڻ پاسي تي ميان محمد عطاشاھ جو شيلن فقيرن جي جماعت وٺيو عاشقانہ ڪافين ۽ غزلن جي پڙھڻ، ڳائڻ، جوش ۽ وجد ۾ مشغول رھنداھئا.

اي عزيزا! پاڻ اھڙا تہ مسڪين جا واھرو ۽ ضعيفن جا ياورھئا جو ھروقت گمراھن کي سنئين رستي ڪرڻ لاءِ ڪوشش ۾ رڌل ھونداھئا شال الله سبحانہ وتعاليٰ ڪين انھي دستگيري جو سھڻو عيوض عطافرمائي آمين.

**69- نقل:** ھيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون تہ ھڪڙو عابد شخص حضرت موسيٰ عليہ السلام جي زماني ۾ ھوندو ھو جنھن کي ٻارھن ورھ گذري ويا جو رات جو ھميشہ سڄي رات عبادت مولا جي ۾ گذاري ڇڏيندو ھو ۽ ڏينھن جو روزي سان رھندو ھو. مگر ڪيس عادت ھئي جو پنھنجي ڏاڙھي کي تيل ڦڻي ڪرڻ جي گھڻي ڪوشش ڪندو ھو. اتفاقا ھڪڙي ڏينھن حضرت موسيٰ عليہ السلام! سندس حجري وٽان اچي لنگھيو. ان عابد سندس خدمت ۾ عرض ڪيو تہ اي موسيٰ عليہ السلام ! جڏھن الله تبارڪ وتعاليٰ سان ھمڪلام ٿيڻ جي شرف کان مشرف ٿيو، تڏھن ھن بي ڪس بيوس ٻانھي جي طرفان الله سائين جي درگاھ ۾ عرض گذار جو تہ بار خدايا!ٻارھن ورھن کان وٺي لقاءُ جي دولت بي بھا لاءِ صائم الدھر قائم اليل ٿيو وينو آھيان. ھيڪر ڪاتہ مھر جي نظر فيض اثر ھن سڪايل ڏي بہ مرحمت فرماءِ! حضرت موسيٰ عليہ السلام سندس سوال موجب اھو عرض جناب ڪبريا بي پرواھ ۾ پيش ڪيو، جواب ۾ حڪم آيو تہ اي موسيٰ انھي ۽ عابد کي چئجانءِ تہ تون اسانجي طلب لاءِ اتي ڪونہ وينو آھين. بلڪ پنھنجي ڏاڙھي جي خدمت ۽ ناھ ٺوھ لاءِ سيڙيو وينو آھين. حضرت موسيٰ

عليہ السلام اهو جواب انهي عابد کي سندس حجري ۾ اچي نرمي سان ٻڌايو. فقير ويچارو اهو جواب پرعتاب ٻڌي وسڻون نڪري ويو ۽ وٺي دانهون ڪوڪون ڪيائين ۽ انهيءَ ارمان ۾ ڏک ۾ پنهنجي ڏاڙهي پٽڻ شروع ڪري ڏنائين تہ ايتري ۾ حضرت موسيٰ عليہ السلام ڏانهن وحي آيو تہ اي موسيٰ انهي عابد کي چؤ تہ اي بيوقوف ساري چمار ڏاڙهي جي سينگارڻ ۾ تلف ڪري ڇڏيئي. باقي ڪا ٿوري بچي آهي سا وري ڏاڙهي پٽڻ ۾ ڇوٿو ضايع ڪرين؟ اتي ڪجهہ اسانجي يادگيري ۾ مشغول ٿيءُ، ڪنهن بزرگ فرمايو:

**اي ڪہ پنجاه رفت در خوابي مگر اين پنج روز دريابي**

يعني اي شخص جو پنجاهہ ورهہ ننڊ ۾ گذاري ڇڏيئي، باقي هي پنج ڏينهن اچي رهيا اٿي جو هٿ ڪرڻا هجني تہ ڪري وٺ، اهي بہ اٿين ئي هٿان هليا ويندءِ جيئن پنجاهہ وره نڪري ويا ڪنهن ٻي بزرگ چيو آهي:

**دمي بي حق زدن محض گناه ست بخود مشغول بودن ڪفر راه ست**

يعني الله سائين جل شانہ جي يادگيري ڪانسواءِ هڪ دم ڪڍڻ بہ وڏو گناهہ آهي پاڻ سان مشغول رهڻ طريقت ۾ ڪفر جي برابر آهي. ٻي هنڌ آيل آهي:

**نگهدار دم راڪہ عالم دمي ست دمي پيش دانا بہ از عالمي ست**

يعني پساهہ کي نگاه رک ڇو تہ جهان ڪل هڪڙو دم اٿي هڪ دم سياڻي ماڻهو وٽ جهان کان وڌيڪ قيمتي آهي.

**70- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر آئون سندن حضور مبارڪ ۾ حاضر ٿيو هوس. پوءِ پاڻ مونکان حالات بابت پڇا فرمايائون. عرض ڪيم تہ حضرتا! سائين جن جي صورت مبارڪ ڪانسواءِ ٻيو سيڪي نفي آهي. پاڻ فرمايائون تہ هينئر توکي نفي اثبات جو شغل تلقين ڪنداسون پوءِ پاڻ انهيءَ شغل جو امر فرمائي، مشغول ڪيائون. جڏهن اتان رخصت پاٽ ٿي پنهنجي ديهہ ۾ آيس ۽ حڪم موجب نفي اثبات جي شغل جي مشغولي جاري رکيم. جو هڪ دم ۾ ويهن عدد تائين پهچائي ڇڏيم انهي ساڻ توحيد جي حالات جي مشاهدي مونتي غلبو ڪيو. جيئن تہ سڀ حيوان خواه جمادات، ڪک پن، پٿرن، نڪرن، وڻن، ٽڻن سڀ ۾ مشاهدو پي ڪيم سندن صورتون هڪ گول ڪمري وانگر هڪ دم ڪڻڻ سان مٿي هوا تي چڙهي پيہ ويون ۽ ان جي هيٺان بہ حق تعالیٰ جل شانہ جي انوار جو مشاهدو پي ڏٺم پوءِ ويهن ڏينهن گذرڻ بعد مونکي تيئڙ تپ جي واري جو اثر ٿي پيو ۽ زور جو تپ اچي ويو، جنهن ۾مٿيون حالت جا باطن ۾ حاصل ٿي هئي سا پڻ گم ٿي ويم

بس پوءِ تہ هڪ تپ جي گرمي ۽ ساڙو پيو وري مشاهدي واري دولت هٿان وڃڻ جو جوش، ڏک تي ڏک ۽ درد تي درد وڌي ويا ۽ ماهي بي آب وانگر تڙپڻ جي حالت ٿي رهي:

**ديدار مي نمائي و پرهيز مي ڪني     بازار خويش و آتش ماتيز مي ڪني**

يعني تہ اي محبوب! تجلي پنهنجي جي ديدار کان مشرف ڪري وري جو حجاب ٿو ڪرين تہ پنهنجي حسن ۽ جمال جي بازار تيز ڪري ڇڏين ٿو ۽ اسانجي سوز سڪ واري باهہ کي پڙڪائي ٿو تيز ٿو ڪرين. انهيءَ تپ جي اثر کي ڏهہ مهينا کن گذري ويا تہ وچ ۾ وري درگاهہ مبارڪ تي بہ حاضر ٿيڻ جي سعادت جو ست نہ ساري سگهيم ۽ زيارت کان مشرف ڪونہ ٿي سگهيس، آخر هڪڙي ڏينهن انهي تپ جي اثر سان ئي گهوڙي تي سوار ٿي درگاهہ مبارڪ ڏانهن روانو ٿيس. جڏهن ڪوٽڙي جي پٽ تي چڙهيس تڏهن رات جو وڳڙو هو ۽ وري مٿان مينهن بہ اچي زور سان لٿو تنهن ڪري اتي گهوڙي جا سنج لاهي هڪڙي ڪرڙ جي پاڙ ۾ رکي، انهن جي مٿان ويهي رهيس، نماز سومهياٽي بہ اتي ئي پاٽي ۽ گپ ۾ ادا ڪيم، جو سجدي ڏيڻ مهل منهن، وات ۽ ڏاڙهي سڀ گپ ۽ پاٽي ۾ پرجي بي ويا. آخر صبح جو وري اتان اڳتي روانو ٿيس ۽ منزل بمنزل ڪري اچي درگاهہ مبارڪ تي پهتس اتي اچي خبر پڌم تہ پاڻ ڳڙهي بختيارخان جي ڏانهن اسرياآهن جو دادپوٽي ملڪ ۾ مشهور شهر آهي. مون کي ارادو ٿيو تہ اڳتي روانو ٿي آئون بہ سائين جن جي حضور ۾ اتي وڃي حاضر ٿيان، پر اندران صاحب سڳورن شفقت پاران جهلرائي موڪليو تہ هينئر اڪيلو نہ وڃ، ڇو تہ هن وقت پروچن ۽ دادپوٽن جو پاڻ ۾ جهيڙو پڏجي ٿو، دادپوٽن جي لشڪر اعلان ڪري ڇڏيو آهي تہ جيڪو بہ ڪنهن پروچ جو مٿو وڍي آڻي ڏيندو تنهن کي ست رپيا انعام ڏنو ويندو، جنهن ڪري عام طرح جيڪو بہ وارن وڏو ۽ ڏارهي ڊگهي سان پروچن جي شڪل سان مشابہ هوندو آهي تنهن کي ماٿهو ڪهيو ٿا وڃن پر مون کي تہ اندر ۾ محبت جو ڪورو ڇپيون هڻي رهيو هو جنهن ڪري هڪ گهڙي بہ آرام ڪونہ پيو اچي. نيٺ جيئن تيئن ڪري حيلن حوالن سان صاحب سڳورن کان موڪل وٺي دادپوٽن روانو ٿيس ۽ وات اها ورتم جا جهنگ ۽ ويران پاسي کان هئي تنهن ڪري وات تي ماڻهو ڪونہ پي مليم، هلندي هلندي اتفاقا وات تي هڪڙا بہ فقير جي سائين جن جي مريدن مان هئا، سي بي هڪ جماعت سان گڏ منهن چڙهي ويا. جن ڳالهہ پڌائي تہ اڄ رات پاڻ شهر اباوڙي ۾ تشريف فرماٿيٺا آهن. پوءِ اتان هلي بہ پهرو اچي خيرپور ۾ ڪيم ۽ اتان وري چڙهي رات جو اچي اباوڙي نڪتس. اتي ميان ابوالخير ڏاهري مليم، تنهن مونکي پاڻ وٽ ترسايو ۽ چيائين

ته منهنجا ماٿهو حضور اقدس ۾ موڪليل آهن، انشاءَ الله تعاليٰ پاڻ هينئر ئي اچي هن هنڌ وارد ٿيندا. پر جڏهن نماز جو وقت ٿيو، تڏهن هڪڙو ماٿهو اچي نڪتو! جنهن چيو ته پاڻ رات اتي ترسي پيا. باقي صبح سان سويل هت تشريف فرمائي، مريدن جي عزت افزائي فرمائيندا. جڏهن رات گذري صبح ٿيو آئون اتان سويلو اٿي اچي رستي تي اڳيرو وڃي سندن انتظار ۾ ويهي رهيس، تان ته ڏٺم پاڻ سامهان اچن ٿا. مون ڪي پري کان منهن مبارڪ تي نظر پوڻ شرط وجد پئجي ويو پاڻ به ڪمال توجه ڪان اتان ئي گهوڙي تان لهي پيا ۽ موزن سوڌا هلي اچي مونکي ياڪر ۾ ورتائون ۽ فرمايائون ته اچڻ ۾ ڇو دير ڪيئه؟ فقير شادي خان کي به ٻيڻو تپ جو وارو ايندو هو، پر هو يڪدم اسان وٽ اچي نڪتو ته تپ کان ڇٽي پيو تون به جلد اچين ها ته جهٽ تپ کان آجو ٿي پوين ها. مون خدمت مبارڪ ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! هن ظاهري تپ کان ته مونکي ڪو اهنج ڪونه ٿو لڳي پر هي خيالات وارو تپ منهنجي پاڙ پٽيو ٿو وڃي. انهيءَ جي تلافي جي ڪا مهرباني ٿئي پوءِ سموري حقيقت جو احوال ساڻن ڪري گذاريم پاڻ فرمايائون ته اها عارضي حالت هئي ڪوشش ڪرين ها ته هٽان نه وڃي ها. هاڻي به انشاءَ الله وري اهڙي نعمت الله تعاليٰ اوهان کي نصيب ڪندو، جا توهان کان ڪانه ويندي، خاطر جمع ڪر ۽ تپ جي واري ڏينهن اسان کي سويل اطلاع ڪج ته ان جو به تدارڪ ڪيو ويندو! پوءِ پاڻ جڏهن خيرپور ۾ تشريف فرما ٿيا ۽ باغ اندر منزل گاهه فرمايائون ته اتي مون کي تپ جو وارو آيو انهي بابت مون ڪين ڪوبه اطلاع ڪونه ڪيو ڇو ته دل ۾ چيم ته آئون ڪو تپ کان ڇٽڻ ڪونه آيو آهيان بلڪ مقصود باطني فيض جو حصول آهي. آخر مونکي تپ اچي ورايو ۽ هڪڙي انجير جي وڻ هيٺان سمهي پيس. پاڻ مون کي سمهيل ڏسي مون وٽ تشريف فرما ٿيا ۽ فرمايائون ته توکي شايد تپ اچي ويو آهي عرض ڪيم ته هائو. پاڻ فرمايائون ته پوءِ ڇو اطلاع نه ڪيئي؟ عرض ڪيم ته حضرتا! هي تپ مون کي ڪو ايذاءَ ۽ تڪليف ڪونه ٿو ڏي ۽ نه وري تپي کان ڇٽڻ لاءِ خدمت مبارڪ ۾ آيو آهيان! ڪم مطلب سان آهي فرمايائون ته اهو مقصود به انشاءَ الله تعاليٰ وهندڙوٽي حاصل ٿيڻو آهي جو هميشه بقا ۽ ترقي ۾ رهندو. ٻي واري تي اسان کي ضرور به خبرڪجانءِ. پوءِ ٻي واري ڏينهن سندن منزل قلعي تٽوٽ واقع ٽر ملڪ ۾ هئي. اتي به مون کي ساڳئي ارادي ڪري خبر ٻڌائڻ جي توفيق نه ٿي سگهي. پوءِ جڏهن پاڻ مون کي تپ جي حالت ۾ ڏٺائون تڏهن ڏاڍو رنج ٿيا ۽ فرمايائون ته جيڪڏهن ايندڙ واري تي اطلاع نه ڪيئي ته اسين تمام رنج ٿيندا سون. پوءِ جڏهن واري جو ڏينهن ٿيو تڏهن سندن امر جي ڪري خدمت

مبارڪ ۾ اطلاع ڪيم. پاڻ انهيءَ ئي وقت تعويذ لکي فقيرن کان سٽ ۽ ڪپهه وٺي پنهنجن هٿن مبارڪن سان ٺاهي مون کي ڏنائون ته هي تعويذ ٻچي ۾ ڪٽي ٻڌ، مون اهو تعويز وٺندي مرڪي ڏنو، پاڻ مرڪي پڇيائون ته ٻڌاءِ ته ڇالاءِ ٿو مرڪين؟ عرض ڪيم ته اوهان جو امر مٿي ۽ اکين تي آهي! پاڻ ٿي پيرا وري وري پڇا فرمايائون تڏهن عرض ڪيم ته حضرتا! جا ڪون اوهان جي مريدي ۽ ارادت اعتقاد وارو ڏاڍو پنهنجي ساهه واري ڪنڌ ۾ وڌو اٿم تاڪون ٻين سڀن ڏاڍن کان استغفار پڙهي ڇڏي اٿم. بلڪ اهڙن ڪمن تي ويساهه ئي ڪونه ڇمندو آهي فرمايائون ته امر موجب ٻچيءَ ۾ ڪٽي ٻڌ، عرض ڪيم ته اکين سان، پوءِ اهو تعويذ ٻچيءَ ۾ ٻڌي ڇڏيم. انهيءَ ئي ڏينهن تپ ۾ تخفيف ٿي وئي، نيٺ سندن توجه مبارڪ جي برڪت سان پنهنجي وڏي مقصود کي وڃي پهتس، والحمدلله علي ذالڪ.

**71- نقل:** خليفو ميان لقمان عليه الرحمة نقل ڪري ٿو ته هڪڙو شخص حاجي محمد نالي رهنڊڙ پوچ جو هو، سو اڳ ڪنهن پنجاب جي بزرگ کان مريد ٿيو هو ۽ وري پوءِ حضرت مرشد مڪرم قدس سره کان طريقي عاليه ۾ اچي داخل ٿيو، پوءِ هيڪر آئون سندن خدمت فيض موهبت ۾ حاضر ويٺو هوس ته انهي حاجي محمد عرض گذاريو ته حضرتا منهنجي دل پهرين مرشد جي صحبت ڏانهن پيئي ٿي رغبت ڪري. پاڻ فرمايائونس ته اي ادا! توکي موڪل آهي! مطلب مڙوئي هي آهي ته الله سبحانه وتعاليٰ جي طلب ڪجي، مان ڪو بت ڪونه آهيان جو مونکي وبهي پوڄيندو . خداتعاليٰ جا طالب ٿيو پوءِ جتي به ڪٿي هجو ته ڪا پرواهه ڪانهي.

**72- نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو ته پاڻ فرمايائون ته طالب کي کپي ته جيڪا وڪ الله تعاليٰ جي طلب واري واٽ ۾ رکي سا اڳتي وڌائيندو وڃي، پوئتي نه هٽائي، پوءِ پاڻ هٿ مبارڪ جو اشارو ڪري فرمايائون ته جيڪڏهن ماني جو هيترو ٻيڙو کائي گذران ڪبو ته به عمر گذري ويندي ۽ جيڪڏهن سڄي ساري ماني کائي پيٽ ڀريو ته به حياتي آخر گذر ٿي ويندي. جيڪڏهن سادڙا ڪپڙا ميرا ۽ ڦاٽل ڪري وقت گذاريو ته گذري ويندو. پر جي پليون پليون پوشاڪون ۽ عمده لباس ڪري عيش عشرت ۾ گذاريو، ته به هي بي بقا حياتي وفا نه ڪندي. آخر ڪار هر ڪوئي موت جي قلم هيٺان اچڻو آهي پوءِ پاڻ هي لفظ فرمايائون:

**مار جع! من رجع الا عن الطريق**

يعني منزل مقصود تي پهچي ڪوبه ڪونه موٽيو آهي. بلڪ جيڪو موٽيو سو اڌ

واڻ مان موتيو.

**ڍڪيان موتيا ڍير، ڪاڪيان موڪيو ڪونہ ڪو.**

**73- نقل:** پاڻ فرمايائون تہ جيڪڏهن مريد پنهنجي مرشد کي عام مخلوق ٿو سمجهي تہ حقيقت ۾ مرشد کي پاڻ جهڙو ڪري سمجهيائين جو پاڻ بہ بشر آهي ۽ مرشد کي بہ پاڻ جهڙو بشر سمجهيائين، انهيءَ حال ۾ ضرور فيض معنوي کان محروم رهجي ويندو ۽ ڪابہ ترقي نصيب حال نہ ٿيندس.

اي عزيز! مرشد جي صورت ۽ حقيقت ! ساڳي محمدي صورت ۽ حقيقت آهي صلي الله عليہ وآله وسلم تنهن ڪري ان کي خيالي صورت، انهن عام صورتن وانگر نہ سمجهڻ گهرجي جن جي حق ۾ الله تعاليٰ جلشانه فرمايو آهي " اولائڪ ڪالا نعام بل هم اضل" يعني اهي ڪافر رڳا ڍور آهن بلڪ انهن کان بہ بدتر:

**گرنہ بودي ذات حق اندر وجود     آب و گل راکي کند ملکي سجود**

يعني جيڪڏهن الله تبارڪ وتعاليٰ جي ذات پاڪ، حضرت آدم عليہ السلام جي وجود ۾ مضمر ۽ مخفي نہ هجي ها تہ رڳو پاڻي ۽ مٽيءَ کي ملائڪ ڇو سجدا ڪن ها! مثنوي شريف ۾ مولانا جلال الدين رومي قدس سره ڪهڙو نہ سهڻو فرمايو آهي!

**ڪافران ديدند احمد رابشر     چون نديدند ازوي آن شق القمر**

**زانکہ اوگف ديد دريارا نديد     زانکہ حالي ديد فردارا نديد**

يعني ڪافرن جو حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم کي رڳو پاڻ جهڙو ڪري پي سمجهو سو هن ڪري تہ انهن جو عقل ايترو ڪوتاهہ هو، جو حضور صلي الله عليہ وسلم جن جي چندبہ چيرڻ جي حقيقت تي بہ غور ڪري نہ سگهيا. انهن مت جي موڙهن جو واقعو، هن مثال آهي جيئن ڪو سمنڊ جي گجي تہ ڏسي پيو، پر سمنڊ جي ڪا خبر ڪانہ هجيس يا وري اڄ ڏينهن جي حقيقت سمجهي ۽ سياڻي جو پتو ڪونہ پويس پي ڪنهن بزرگ فرمايو آهي:

**نہ بشر خوانمت اي دوست نہ حورو نہ پري**

**اين همه برتو حجاب ست تو چيزي دگري**

يعني اي دوست ! توکي نہ بشر سڏيان، نہ حور يا پري ڪري پايان. هي سڀ توتي حجاب آهن. تون تہ وچان شيءِ ئي ٻي آهين.

**74- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر ڪنهن فقير سندن خدمت مبارڪ ۾ ڏاڍيان آواز سان عرض ڪيو تہ حضرتا! ڪو توجہ تمام ۽ نظر عام سيني مريدن جي حق ۾ عنايت فرمايو. جنهن سان سيئي مريد دنيا جا مڙئي اسباب گهڙيءَ جو گهڙي ۾ ڦٽا ڪري الله تبارڪ وتعاليٰ سان مشغول ٿي

وجن. پاڻ فرمايائون ته اي ادا! ضرور پنهنجي به ڪا همت ڪرڻ گهرجي. ڪه رڳو اسان جي توجه تي پاڙي ويهي رهندو. جيئن ته سنڌي ۾ چوڻي آهي ته:

**رڙهه آريسر رڙهه پرڪي رن به رڙهي.**

**75- نقل:** علي خان ٽالپر چوي ٿو ته هيڪر پاڻ سيد حسن شاهه جي دعوت تي ديهه ڪڏهري جي ۾ تشريف فرمائياهئا اتي فقير محمد اڙ رهندڙ ديهه ڪاڪ جي دعوت لاءِ سندن خدمت مبارڪ ۾ عرض گذاريو . پاڻ فرمايونس. ته جيڪڏهن توکي محبت ۽ قرب هجي ها ته اڳي اچي دعوت ڪري وڃين ها. هينئر تنهنجي دعوت قبول ڪانه ڪبي. فقير ويچارو اهي بي پرواهي جا لفظ ٻڌي وجد ۽ روج ۾ پئجي ويو. پاڻ پوءِ شفقت فرمائي سندس دعوت قبول فرمايائون.

**-76 نقل:** يعقوب فقير نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ لاڙ جي سفر کان ٿي درگاهه مبارڪ تي موٽيا هئا ۽ واپس تشريف فرمائيندي خليفي ميان الهرکئي قدس سره جي ملاقات لاءِ اسريا. جڏهن اتي آيا تڏهن خليفي صاحب سائين جن کان پڇيو ته حضرتا! لاڙ جي سفر ۾ ڪو فقير به نظر آيو يا ڪونه؟ پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته فقير ته نظرڪونه آيو، مگر ڪي طالب البت مليا سون پوءِ ڪن حاضر خدمت فقيرن، جي لاڙ جي سفر ۾ به ساڻن هم رڪاب هئا تن عرض گذاريو! ته حضرتا ! توهان جي انهيءَ فرمودي مبارڪ جي ڪهڙي معنيٰ آهي؟ پاڻ فرمايائون ته طالب اهو شخص آهي جنهن کي خودي وسريل ۽ خدا ياد هجي ۽ فقير انهيءَ کي چئبو آهي جنهن کي نه خودي ياد هجي نه خدا! ٻيئي وسريل هجن.

**77- نقل:** ساڳيو يعقوب فقير نقل ڪري ٿو ته پاڻ فرمايائون ته طالب جي دل حضرت سليمان عليٰ نبينا وعليه السلام جي تخت جي مثال آهي، جيئن ته حضرت سليمان عليه السلام جڏهن پنهنجي تخت تي اچي وهندو هو، ته ساري جهان جي مخلوقات سندس حڪم جي فرمانبردار ٿي بيهندي هئي ۽ جڏهن تخت تان هيٺ لهندو هو ته سڀ ڪو پنهنجي ڪم ڪار ۾ وڃي لڳندو هو! اهڙي طرح طالب جيڪڏهن پنهنجي دل جي تخت تي مسند نشين آهي ته سڀ خيالات ۽ ڪائنات سندس تابعدار ۽ حڪم ۾ پيا رهندا، پر جي انهيءَ تخت کان هيٺ لهندو يعني غفلت ڪندو ته پوءِ سندس دل ڪولين جي سوراخ وانگر آهي. جتان خيالات واريون ڪوليون اينديون وينديون پيون.

**78- نقل:** خليفو ميان لقمان رحمة الله عليه نقل ڪري ٿو ته هيڪر آئون درگاهه مبارڪ تي سندن حضور پرنور ۾ حاضر هوس مجلس ۾ الله تعاليٰ جي

طالبن بابت گفتگو هليو. پوءِ اهي طالب سلوڪ باطن جي رستي جا سالڪ هجن، خواه حج جي رستي سان وينديڙ يا جهاد ۾ مسافري ڪنديڙ، يا وري مرشد ڏانهن پنڌ ڪري ايندڙ پوءِ پاڻ فرمايائون ته جنهن شخص کي الله جي طلب واري واٽ ۾ اڌ منجهه موت جو صياد اچي پهتو هوندو ته به مقصود کي پهتل ڄاڻبو! جيئن ته قرآن شريف ۾ آيت ڪريمه وارد آهي ته:

**ومن يخرج من بيته مهاجرا الي الله ورسوله ثم يدركه الموت فقد وقع اجره علي الله:**

يعني جيڪو به شخص پنهنجي گهران الله جل شانه ۽ رسول ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم ڏانهن لڏي اٿي نڪتو ۽ پوءِ واٽ تي موت اچي پهتس ته تحقيق ان جو اجر الله تبارڪ وتعاليٰ جي ذمي ٿي رهيو، اتي خليفي لقمان عليه الرحمة عرض ڪيو ته حضرتا! انهيءَ اجر جي لازم ٿيڻ لاءِ وڃڻ وارو وقت شرط آهي يا موٽڻ وارو وقت به؟ يعني جڏهن اهو في سبيل الله وارو ڪم ڪري موٽي ۽ واٽ تي وفات ڪري ته به ان لاءِ اهو اجر آهي يا نه؟ پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته موٽڻ ته ٺهيو پر جي ان ڪم ته ويو ئي نه آهي بلڪ گهر ۾ ويٺو رهيو ۽ موت اچي وِيس ته به سندس نيت موجب کيس اجر ملڻوآهي. اي عزيز! سندن انهي فرمودي مبارڪ مان معلوم ٿيو ته جنهن شخص الله تبارڪ وتعاليٰ جي طلب واري رستي ۾ دل وجان سان ڪوشش ورتي ۽ دنيا جي محبت ۽ قرب واري گهر مان لڏي ٻاهر نڪتو ته توڙي ڪٿي هو، پنهنجي مقصود کي يعني ڪماليت واري درجي کي نه پهچي. بلڪ بشريت ۽ انساني قيدن ۽ خيالاتن ۾، جي انسان لاءِ گهر آهن ويٺو رهي ۽ اهڙي حال ۾ موت پهچي ويس ته به الله تبارڪ وتعاليٰ پنهنجي فضل سان کيس ڪامل، پهتلن جي جماعت ۾ داخل فرمائيندو ۽ قيامت جي ڏينهن به انهن جي ٽولي مان اٿاريو ويندو، جيئن ته ان تي وارد ٿيل آهي: من مات في العشق فقد مات شهيدا" يعني جيڪو شخص عشق منجهه وفات ڪري ويو ته بيشڪ اهو شهيد ٿي مئو. پر اي عزيز! هو سفر ظاهري آهي ۽ هي سفر باطني آهي.پوءِ اهڙو سالڪ اگرچه ظاهر ۾ ساڪن ۽ هڪ هنڌ آراميل پيو ڏسجي مگر اندرئي اندر ۾ ڪوهن جا ڪوه پنڌ هينو پيو وڃي.

**79- نقل:** علي خان ٽالپر نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ ديهه الله بخش ٽالپر جي ۾ گوني واهه جي پِڪ سان تشريف فرما ٿياهئا. پوءِ اتي ڪتاب يوسف زليخا پڙهندي پنهنجي هڪڙي بروچ مريد سان اوريندي شوق ۽ محبت جي غلبي ڪان مثال طرح بيان پيا فرمايائون ته دنيا هڪ کوهه آهي ۽ انهيءَ ۾ مسافرن اچي دلا

وڏاآهن، پوءِ جيڪو يوسف هوندو، سو انهي دلن کي وٺي ٻاهر نڪري ٿو اچي! پوءِ چٽائي سان فرمايائون ته دنيا مثال کوه جي آهي، ۽ مسافرن جي جماعت مان مراد آهن اوليائن سڳورن جي جماعت جو هن دنياوي کوهه ۾ يوسف جهڙن يعني سچن طالبن لاءِ ڏلا اچي ٿا وجهن، پوءِ جيڪو به انهن جي رسي ۽ ڏلي سان چنبڙي پوندو يعني ارادو ۽ ويساهه مضبوط رکندو ته جيئن حضرت يوسف علیٰ نبينا و عليه السلام رسي کي وٺڻ سان ظاهري کوه مان ٻاهر نڪري نروار ٿيو هو، تيئن هي به هن ڪميڻي دنيا واري کني کوه جي تري ۽ گندگيءَ مان نڪري ٻاهر ٿيندو.

**80- نقل:** جامع ملفوظات رحمت الله عليه چوي ٿو ته هيڪر پاڻ ديهه حيدر فقير پرڳڙي جي ۾ تشريف فرما ٿيا هئا اتي گهڻائي نوان مريد تلقين کان بهرؤياب پي ٿيا ته انهي وچ ۾ حيدر فقير پرڳڙي به نئين مريد ٿيڻ جي ارادي سان جاءِ کان اٿيو. پاڻ کيس فرمايائون ته اصلي ۽ اڳاٽو مريد ٿيل آهين. هڪڙو اڳاٽو مريد ۽ سؤ نوان مريد ته به اڳين جي مٽ نه ڪنداسون، پر جيڪڏهن ڪو پاڻ کي پاٺهي طلب ۽ ذڪر فڪر کان پري رکندو ته اهو مقصود جي وصل کان به محجوب آهي. پوءِ مثال بيان فرمايائون ته جيڪڏهن ڪي به شخص قاصد ٻڌائي قاصدائپ جو اجورو ڏيئي ڪيڏانهن روانا ڪجن ۽ انهن مان هڪڙو انجام موجب ڪم پورو ڪري واعدو پنهنجو وچي وفا ڪري ۽ پاڙي ته اهو ضرور اجوري جو حقدار ٿيندو. پر ٻيو جو اصلي اوڏانهن ويو ئي نه هوندو ته انهي کي اجورو وري ڪهڙو پڙ پوندو؟ بلڪ اهو ناڪام ضرور فائدي کان محروم ۽ اجوري کان مايوس رهندو.

**81- نقل:** هيڪر پاڻ فقيرن کي پي فرمايائون ته اي يارو! جيڪي اسين زبان سان حقيقتون ۽ عجيب نڪتا ۽ معرفت جا اسرار بيان ٿا ڪيون، سي سڀ دل جا راز آهن، جي اندر ۾ پريل اٿون، توهان کي به لازم آهي ته رڳو انهن قولن تي، جي دل جي اوبر ۽ فضلوآهن، ڪفايت نه ڪيو. بلڪ انهي باطني دل واري خزاني ڏانهن قدم ڪٺو، جنهن هنڌان اهي گوهر بي بها اوهان جي ڪن تائين پهچن ٿا ته انهي ڪري وڏين نعمتن کي حاصل ڪري وجهندؤ. پوءِ پاڻ زبان مبارڪ سان هي بيت ارشاد فرمايائون:

| | |
|---|---|
| نه زبان زاري ڪري | نه دل چوي الله (جلشانه) |
| اوري اوجون ٿيون | روح نه لڌو راهه |
| انهن تنهين کان ڪا | ڳجهي آهي ڳالهڙي |

**82- نقل:** خليفو لقمان عليه الرحمة نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ لاڙ جي سفر ۾ سؤئي قندر جي ديهه منجهه نزول فرمايو هئائون ۽ اتي پاڻ ڪٽ تي آراميل هئا

۽ وچيءَ فقيرنالي هڪڙي ڪڙمي شخص سائين جن کي زور پيو ڏنو. فرمايائون ته طالب کي جيڪي به ڪمالات ۽ مقالات مان کو حصو نصيب حال ٿئي ته اهو پاڻ کان نه سمجهي بلڪ چاڻي ته الله تبارڪ وتعاليٰ کان عطا ٿيو آهي ۽ پاڻ تي ڪو به اعتبار نه رکي. اتي وچي فقير عرض ڪيو ته اسانجي ملڪيت ۾ به ڪجهه آهي يا ڪونه؟ پاڻ فرمايائون ته پنهنجي ملڪيت ۾ پيو ڪجهه ڪونهي! مگر ڏاندن جو جوڙو ۽ هر پانجاري ! فقير سمجهيو ته پاڻ مونسان خوشطبعي ٿا ڪن ۽ مجلس وارن ماڻهن به ائين ئي خيال ڪيو تنهن ڪري سڀ چپ ڪري ويا. ڳچ دير ڪانپوءِ فرمايائون ته اي يار! جيڪي اسان چيو سو سمجهيو اٿئي يا ڪونه سمجهيئي؟ فقير ته جواب ڪونه ڏنو پوءِ پاڻ فرمايائون ته ڏاندن ۽ هرپانجاري مان مراد آهي انسان جي ڪوشش ۽ سعيو! جڏهن ته ڪڙمت جي ڪم ۾ به ڪڙمي جي اختيار ۾ رڳو اهي شيون آهن، باقي ٻج جو ڄمائڻ يا ان جو وڌائڻ گهٽائڻ سندس وس کان ٻاهر آهي تهڙي طرح الله تعاليٰ جلشانه جي طلب ۾ انسان جو اختيار ۽ وس رڳو ايترو آهي ته پنهنجي ڪوشش ۽ سعيو هلائي باقي ترقي يا ڪماليت جو نصيب حال ٿيڻ، سڀ الله سائين جلشانه جي مهر سان ميسر ٿيندا، نه سندس اختيار سان! پوءِ ان تي هي آيت شريف تلاوت فرمايائون:

**ان ليس للانسان الا ماسعيٰ**

يعني ته انسان لاءِ اهائي شيءِ آهي جيڪي سعيو ڪيائين.

**83- نقل:** حاجي ٻچو فقير نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ فرمايائون ته اي يارو! ڪوشش ڪندا رهو ۽ پنهنجي دل ڏانهن منهن رکو، ۽ غفلت کي هرگز اندر ۾ جاءِ نه ڏيو، متان هي بي مثال نعمت هٿان وڃائي ڇڏيندا هجو! خدا تعاليٰ جا طالب اهڙي طرح تيار ۽ منتظر مستعد رهندا آيا آهن، جيئن ڪا پري پيل نيائي پنهنجي پيڪن مائٽن لاءِ تيار ۽ منتظر رهندي آهي.

**84- نقل:** اميد علي ٽالپر نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ خليفي بخش علي ٽالپر جي دعوت تي تشريف فرما ٿيا هئا، اهو خليفو ديهه جان محمد ٽالپر جي جو رهندڙ هو، جو اها ديهه پوراڻ جي پڪ سان آهي پوءِ جڏهن پاڻ خليفي جي حاويلي کان زيارت ڪرايون اوطاق ڏانهن پي آيا، تڏهن واٽ تي هڪڙي مجذوب عورت مليل. جنهن پنهنجي لوئي ڪلهي تان لاهي سائين جن جي آڏو ڪٽي وڇائي، ۽ عرض ڪيائين ته حضرتا! هڪ پيري پردي کان منهن ڏيکاري وري گم ٿي ويو آهي، قربان ٿيان انهيءَ کي وري ڪيئن ڏسان؟

**ديدار مي نمائي و پرهيز ميڪني  بازار خويش و آتش ماتيز ميڪني**

يعني اي محبوب ديدار ڏيکاري وري پاسو ڪيو وڃين! پنهنجي رونق پيو وڌائين

۽ اسان جي شوق جي باھ تکي ڪريو ڇڏين" پاڻ جواب ۾ فرمايائونس تہ اي امان! پنهنجي دل واري دريچي ۾ اڪيون پايو ويٺي هج، چو تہ اتان يار جي لنگھہ جي جاءِ آهي پوءِ پاڻهي ڪڏهن نہ ڪڏهن اتان اچي لنگهندو ۽ توکي پنهنجو ديدار عطا فرمائيندو.

**85- نقل:** ساڳيو خليفو اميد علي نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ قمبر جي ديهہ ۾ تشريف فرمائياهئا. آئون سومهياٽي نماز کانپوءِ ويٺو هوس تہ ڪنهن شخص پويان اچي منهنجي اکين تي هٿ رکيا مون کي اهي هٿ ڏاڍا لطيف ۽ دل وڻندڙ لڳا، چيم تہ اي يار هٿ کڻ تہ توکي ڏسان؟ جڏهن هٿ کنيائين تہ ڏٺم پاڻ مرشد مڪرم جن آهن ۽ هٿ کڻنديئي اوطاق ڏانهن روانا ٿي ويا، پوءِ مون خليفي ميان بخش علي کي چيو تہ اڄ رات حضرت پيرسائين جن منهنجن اکين تي هٿ مبارڪ رکياآهن تون عاجز طرفان حضور ۾ عرض ڪجانءِ تہ حضرتا! انهن هٿن مبارڪن جي اکين تي رکڻ سان ڪا فيض جي ترقي عنايت ۽ مرحمت فرمايو. پاڻ جواب ۾ خليفي ميان بخش علي فرمايائون تہ اميد علي کي چئجانءِ تہ اسان تنهنجن اکين تي هٿ رکي هي اشارو ڪيو هو تہ اڄ هي اکيون الله سائين جي غير کان بند ڪر تہ پيون اندر جون اکيون کلنديون.

**86- نقل:** قاضي محمد شفيع نقل ڪري ٿو تہ هيڪر حضور مبارڪ ۾ دوزخين بابت گفتگو پي هليو، پاڻ فرمايائون تہ مريد مرشد جي سڏ تي جيتري بہ دير ڪندو اوتري قدر بهشت ۾ داخل ٿيڻ کان روڪجي رهندو ۽ جيڪي پنهنجي مرشد جي يڪدم اجابت ڪندا تہ اهي جهٽ پٽ وڃي بهشت ۾ داخل ٿيندا. اي عزيز! سندن انهي فرمودي مبارڪ ۾ بهشت ۾ داخل ٿيڻ ۽ دوزخ کان نڪرڻ مان مراد آهي، هستي کان نڪرڻ ۽ معني واري ملڪ ۾ داخل ٿيڻ، ڪنهن شخص کهڙو نہ چڱو چيو آهي:

**بهشت آنجا کہ آزاري نباشد کسي رابا کسي کاري نباشد**

يعني بهشت اهو آهي جت ڪو اهنج ايذاءُ ڪونہ هجي ۽ ڪنهن جو بہ ڪنهن سان معاملو ۽ ڪم ڪار ڪونہ هجي.

**87- نقل:** شيخ محمود رهندڙ ٽنڊي مير الهيار جو نقل ڪري ٿو تہ پهريان جڏهن آئون حضرت مرشد مڪرم کان تلقين پي ورتي تڏهن پاڻ مون کي چار هزار ذڪر شريف جا تلقين ڪري پوءِ هي الفاظ زبان مبارڪ سان فرمايائون.

**پڇوئي تان پور، نات پڇڻ نہ هوءِ پريتڻو!**

**88- نقل:** خليفو اميد علي نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ فرمايائون پي تہ طالب کي هر وقت الله تبارڪ وتعاليٰ جي ذڪر ۾ مشغول رهڻ کپي تہ جيڪڏهن ظاهري

غرضن ۽ بيهودين ڳالهين بابت گفتگو ڪندو ته سندس دل ۾ پريشاني ۽ بي آرامي ۽ ڊپ ۽ هراس وڌندو ويندو، پر جي ذڪر فڪر سان مشغول رهندو ته روز بروز ترقي حاصل ٿيندي ويندس ۽ سندس دل روشن ٿيندي ويندي.

**89- نقل:** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو ته ٺاري نالي هڪڙو فقير هوندو هو، سو مريد ٿيڻ وارن پهرين ڏينهن ۾ حضوز مبارڪ ۾ راڳ ڪندو هو، ان ڪانپوءِ ڪنهن مسجد ۾ ونڊ٘ي مانين تي وڃي مليي ڪئي هئائين، ڪجھ وقت ڪان پوءِ موٽي اچي حضور شريف ۾ مشرف ٿيو پاڻ فرمايائونس ته اي ٺارا فقير هينئر ته ٺري ويو آهين؟ فقير چيو ته حضرتا! تو مون کي ٺاري ڇڏيو آهي! پاڻ فرمايائونس اسان توکي ڪونہ ٺاريو آهي! پر توکي ونڊ جي مانين ٺاري ڇڏيو آهي.

**90- نقل:** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ ناري جي سفر ۾ هڪڙي هنڌ وضو ويٺي ساريائون، حضور ۾ هڪڙو شخص رنو ويٺي پاڻ ڪيس ہ ٿي پيرا فرمايائون ته روءُ نہ؟ فقير عرض ڪيو ته حضرتا! ماڻهو اسان جي ذڪر ڪرڻ تي چٺرون ۽ ٺوڪون ٺا ڪن. پاڻ فرمايائون ته اي يار! انهن جي چٺرن ۽ ٺوڪن ڪري اوهان کي ڪونہ ڇڏي ويندس، اٿين فرمائي جوش ڪان اٿي ڪڙا ٿيا ۽ اٿندي ئي هي بيت زبان مبارڪ سان فرمايائون:

**جيڏانهن جهلي لوڪ، گهڻو وڃجي تيڏهين**

**سڏڙيا سنسار ۾، ماڻهو اٿيئي موڪ**

**سسي ٺورو ٺوڪ، جي ڪسي ته قربان ٿئي!**

اي عزيز سندن فرمودي مبارڪ تي هي آيت شريف ہ گواهہ آهي " لايخافون لومة لائم" يعني سچا مومن ملامت ڪندڙن جي ملامت ڪان نہ ٺا ڊڄن.

**91- نقل:** ساڳيو خليفو صاحب چوي ٿو ته هيڪر پاڻ سفر تي متعلوي شهر ڏانهن پئي آيا. واٽ تي سومهياٺي جي وقت سيد پنهل شاهہ جي ديهہ ڪان اچي لانگهائو ٿيا. انهيءَ ديهہ ۾ هڪڙي شهر ڪان جڏهن اچي لنگهياسون، تڏهن اتي جي ماڻهن جو گهڻا سارا گهوڙا ۽ سامان ڏنو، سي حيرت ۾ پنجي پڇڻ لڳا ته هي گهوڙا ڪاٿئون اچي پياآهن؟ ۽ ڪنهن جا آهن؟ پاڻ ڪين جواب ۾ فرمايائون ته پڃو پاڃڙ پئي آهي! خليفو ٿو چوي ته سندن انهي ڪلام ٻڌڻ سان مون کي دل ۾ تعجب آيو ته سندن ڪلام ته بيهودو نہ آهي پر انهيءَ جو مطلب ڇا؟ ائين ڪنديئي دل ۾ وارد ٿيو ته پڇڻ مان سندن اشارو: ففروا الي الله" ڏانهن ٿيل آهي جنهن جو مطلب آهي ته پنهنجي رب ڏانهن پڃو!

**92- نقل:** ساڳيو خليفو صاحب چوي ٿو ته هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون ته

ڪو بي عقل نادان شخص هو، تنهن کي اچي دل ۾ خيال ٿيو تہ جيڪر ڪوبي ملهو موتي هٿ ڪيان! انهيءَ بابت ہي هڪ شخص کان اڻ ملهن موتين بابت اچي پڇيائين تہ ڪهڙي هنڌ ٿيندا آهن؟ هن شخص کيس بيوقوف سمجهي هڪڙي واريءَ جي دڙي ڏانهن اشارو ڪري چيائينس تہ انهي واري مان پيدا ٿيندا آهن! هو مورک گيچڙ (چاٽي) کڻي اچي واري جي دڙي تي ويٺو، ۽ موتي لاءِ واريءَ کي گيچڙ سان چاڻڻ ۾ لڳي ويو، اتفاق سان هڪڙي ڏينهن بادشاهہ وقت جو اتان اچي لانگهائو ٿيو، ۽ فقير جو هي پورهيو ڏسي حيرت ۾ پئجي ويو! پڇيائينس تہ اي فقير! هي واري گيچڙ ۾ ڇا لاءِ ويٺو ڇاڻين؟ فقير جواب ڏنو تہ اڻ ملهي موتي جي هٿ آڻن لاءِ ويٺو پورهيو ڪيان! بادشاهہ سمجهيو تہ ڪو بي وقوف مورک آهي پوءِ هُڪ تير ڪمان مان پري هڪڙي طرف هنيائين ۽ فقير کي چيائين تہ وڃي هي گز مون وٽ کڻي اءِ؟ جڏهن فقير گز کڻڻ ويو تڏهن پوئتان بادشاهہ کيسي مان هڪ بي مثال موتي ڪڍي سندس واري ڇاڻڻ واري هنڌ پوري ڇڏيائين. گز کڻي آيو سنو بادشاهہ ڪانئس وٺي پنهنجو رستو ورتيون، هليو ويو ۽ هو شخص اچي واري ڇاڻڻ جي ڌنڌي ۾ مشغول ٿي ويو؟ بادشاهہ کي ٻن ٽن ڏينهن ڪانپوءِ وري اتان لنگهڻ جو اتفاق پيو، اچي ڏسي تہ فقير ساڳي ڌنڌي ۾ رڌو ويٺو آهي! پڇيائينس تہ اي فقير ڪو موتي اتان لڌو بہ اٿي يا نہ؟ چيائين تہ هائو لڌو اٿم، بادشاهہ چيس تہ پوءِ اجان ڇو پيو واري ڇاڻين؟ فقير چيو تہ سائين جنهن ڌنڌي سان موتي پيا هٿ اچن سو انهي ڪم کي ڇو ڦٽو ڪجي! پاڻ فرمايائون تہ لساني ذڪر بہ ساڳيو واري ڇاڻڻ جي مثل آهي ۽ ان مان مقصد اهو آهي تہ الله تبارڪ وتعاليٰ جي مشاهدي وارو اڻ ملهو موتي هٿ آڻجي، پوءِ جڏهن مقصود حاصل ٿي وڃي تہ پوءِ لساني ذڪر کان غافل نہ ٿي ويهي رهجي.

**93- نقل:** بڍو فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ سيد محمد شاهہ جي دعوت تي، جولواري جي آسپاس جو رهاڪو آهي تشريف فرماٿياهئا، اتي فيروز فقير نظاماڻي عرض ڪيو تہ حضرتا! سواري هوندي بہ سج لڙيئي مس منزل تي پهتاآهيون! سج بہ لهڻ ۾ دير ڪانہ ٿو ڪري، پاڻ فرمايائون تہ سج اڀرڻ مان لهڻ جي ڪم ۾ آهي ۽ سندس لهڻ ۾ ديرئي ڪانهي، ان تي نظر نہ ڪرڻ کپي. ان وقت عبدالله فقير ٽالپرجو سفر ۾ هم رڪاب هو ۽ بہ ٽي ڏينهن ڳوٺ ترسي موتي اچي قدمبوس ٿيو! پاڻ پڇيائونس تہ ڪيڏانهن ويو هئين؟ فقير چيو تہ سائين مڙئي هاڙ هوهڙتي ويو هوس! پاڻ فرمايائون تہ هاڙ هوهڙ جو وقت گهڻو پيو آهي پر هي وقت وري هٿ نہ ايندو!

**94- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر درگاهہ مبارڪ

واري مسجد شريف ۾ جناب حافظ زين الدين عليہ الرحمة جي صحبت ۾، جو حضرت ميان صاحب جن جو مريد هو ويٺو هوس! گفتگو هلندي حافظ صاحب نقل بيان ڪيو تہ هيڪر حضرت ميان صاحب جن قدس سره جي حضور ۾ ويٺو هوس تہ مونکي دل ۾ هي خيال ۽ سوال اچي اٿيو تہ آيا آئون الله سائين عزاسمہ جي کهڙن طالبن جي ڳڻ مان آهيان ۽ پنهنجي مرشد سان کهڙي مريدي جي نسبت اٿم ؟ پاڻ منهنجي دل جي خيال کي معلوم ڪري ورتائون ۽ هي مثال زبان مبارڪ سان بيان فرمايائون تہ ڪسبياڻي فاحشہ عورت جو ملھ ٻہ ٽڪا يا ٻہ ٽڪا ۽ شهوت جو احتجاج سندس عام ماڻهن مان دفع پيو ٿئي پر ظاهري اوٽ لاءِ مڙس بہ ڪري ڇڏيندي آهي! پوءِ حافظ صاحب فرمايو تہ اسانجي طلب ۽ مريدي کي پاڻ ڪسبياڻي واري نسبت فرمائي ويا.

**95- نقل:** صديق فقير راهو ڪرڙو نقل ڪري ٿو تہ آئون درگاھ مبارڪ تي حاضر هوس ۽ ٻن ٽن ڏينهن کان وٺي مونکي ڳوٺ موڪلائڻ جو خيال دل ۾ ويٺل هو، پر سندن هيبت ڪري موڪلائڻ ۽ هٿن چمڻ جو ست نہ پيو ساري سگهان پوءِ هڪڙي ڏينهن پاڻ اشراق جا نفل پي پڙهيائون آئون ۽ ورو فقير جو ان کي بہ موڪلائڻ جو خيال هو! پر پرو اچي بيٺاسون پاڻ ٻنهي طرفن سلام ورائي اسان ڏانهن نهاريائون! سندن نظر پوڻ شرط مونکي اهڙو جوش اچي دل ۾ پيدا ٿيو، جو بيخودي ۾ جماعت مان لنگهي وڃي مصلي جي ويجهو وبهي رهيس ! پاڻ جڏهن وظيفي کان فارغ ٿيا، تڏهن فرمايائون تہ جڏهن وڃو تڏهن موڪلائي مصافحو ڪري پوءِ وڃجو؟ پوءِ فرمايائون تہ هي وقت وري هٿ نہ ايندو؟ جيڪي ڪرڻو هجيو سو ڪري وٺو! نہ تہ آءٌ سياڻي نامردن سنگتي ڪونہ آهيان، اي عزيز! انهيءَ بابت ڪنهن بزرگ جو عجب قول آهي تہ:

**تدبير خود امروز کن اي خواجہ کہ فردا**
**هرچند کہ فرياد کني سود ندارد**

يعني اي صاحب پنهنجي ڳڻ ڪا ڪرڻي هجيئي تہ اڄ ئي اٿي ڪر! سياڻي گهڙيون ئي دانهون ڪوڪون ڪندين پر ورندءِ ڪي بہ ڪين.

**96- نقل:** صالح فقير ابڙو نقل ڪري ٿو تہ هيڪر درگاھ مبارڪ تي مسجد معظم ۾ سندن حضور پرنور ۾ ويٺاهئاسون تہ پاڻ فرمايائون تہ هن کان اڳ طالبن جي روش هوندي هئي تہ جيڪڏهن ڪي چار ڇٽا گڏجي ڪيڏانهن ويندا هئا تہ واٽ ۾ هڪ ٻي کان ڇڄي جدا ٿي هلندا هئا، ۽ رستي ۾ فڪر منجھ مشغول رهندا هئا. باقي هڪ ٻي جي ڳالهين ۽ وندر ورونهہ ۾ پنڌ نہ ڪندا هئا! ۽ هينئر فقيرن جي اهڙي روش ٿي پئي آهي، جو جا گهڙي اسين صحبت ۾ ويٺا

آهيون ته حضور ۾ وينا تا رهن پر جڏهن اٿي تا وڃون ته پاڻ ۾ چار چار پنج پنج گڏجي ٽوليون ڪري اچي تا بيهودين ڳالهين ۾ لڳن! ۽ فڪر جي ويجهو به نٿا وڃن، پر جي پاڻ ۾ ڳالهين ڪرڻ جي ورونهه ڪنهن کي ڪانه ٿي ملي ته پوءِ ڪو ڪک ڪٺي ان جي پٽڻ جي مشغولي ۾ رجهي ٿا وڃن، باقي فڪر جي مشغولي نٿا ڪن. ڪنهن شاعر چيو آهي:

**نگهدار دم راکہ عالم دمي ست دمي پيش دانا بہ از عالمي ست**

يعني وقت کي نگاهه ۾ رک، ڇو ته جهان ڪل هڪ گهڙي آهي، هڪ گهڙي دانائن وٽ جهان کان وڌيڪ قيمتي آهي.

**97- نقل:** ساڳيو صالح فقير نقل ڪري ٿو ته هيڪر سندن حضور مبارڪ ۾ ويناهئاسون ته پاڻ سيد ميان ناصرعلي شاهه کي جو سائين جن جي مائٽن مان هو، فرمايائون ته اي ميان ناصر! ننڍڙي هوندي اسان هڪ بيت چوندا هئاسون تنهن جي معنيٰ هينئر اچي ٿي! ميان ناصرعلي عرض ڪيو ته حضرتا اهو ڪهڙو بيت آهي؟ پاڻ فرمايو ته:

**ٽترڪرڙي اپ ۾ مولا مينهن وساءِ**
**هڪ ماروءِ جي ساءِ ڳابا چاريان ڳوٺ جا**

پوءِ معنيٰ هن طرح بيان فرمايائون ته هڪ ماروءَ مان مراد ڪامل عارف شخص، ۽ ٽتر ڪرڙ سارو جهان آهي. يعني جڏهن طالب کي ڪنهن ڪامل جي طلب ٿي ته پوءِ هر خاص عام جي خدمت جو بار پاڻ تي کڻي ته هڪڙي ڏينهن نيٺ ڪنهن ولي ڪامل کي پهچي ويندو" پوءِ ان تي مثال طرح نقل بيان فرمايائون ته ڪنهن شاهزادي جو موتي هڪڙي پٿريلي زمين ۾ هٿان ڪري پيوهو، ڳوليائون به گهڻو پر هٿ نه پيو اچي، تڏهن بادشاهه ڪيس چيو ته اي بابا! هينئر اهي سڀ پٿريون گڏ ڪرائي سوگهيون ڪري رک ته سياٽي جڏهن ڏينهن ڏنو ٿيندو تڏهن اهو موتي پاٿهي هٿ اچي ويندو.

**98- نقل:** صالح فقير نقل ڪيو ته هيڪر آئون ٿر جي سفر ۾ ساڻن هم رڪاب هوس، پوءِ هڪڙي ڏينهن پاڻ مون کان پڇيائون ته صالح فقير خوش پيو رهين يا ڪيئن؟ مون عرض ڪيو ته حضرتا! ڪائڻ پيشڻ ۾ ته خوش آهيان پر صحبت جو وقت ڪونه ٿو حاصل ٿي، ڇو ته جڏهن ڪنهن منزل تي اچي تا لهون ته انهيءَ ديهه جا ماڻهو ڪولين ۽ مڪڙن وانگر اچي تا گڏ ٿين، پوءِ سندن انبوه ۽ هجوم ڪري پري کان منهن مبارڪ ڏسڻ کان وڌيڪ صحبت جي دولت هٿ ڪانه ٿي اچي، باقي ڪاڏي ڪائڻ ڪانپوءِ پيادي هجڻ سبب اڳي ئي روانا ٿي وڃون ٿا. پاڻ جواب ۾ مثال بيان فرمايائون ته جيڪڏهن ڪو سوداگري لاءِ سفر تي ويندو

آهي ته پوبان سندس زال به گهر جي ڪم ڪار ۾ رڌل رهندي آهي ۽ گهر جي ٻچڙن ۽ سامان جي حفاظت ڪندي رهندي آهي ته پوءِ ٻنهي جي ڪوشش سان ججهو فائدو حاصل ڪري وٺندا آهن! هڪ ته سوداگر پاڻ سفر تان سوداگري مان فائدو ڪري آٿي دولت گڏ ڪندو آهي ۽ ٻيو ته پوبان سندس زال گهر جي حفاظت ۽ سامان جي سار سنڀال ڪيون ويٺي هوندي آهي! جنهن ڪري ٻنهي جو آسودگي ۽ خوشي سان ٻيو گذران ٿيندو آهي. پر جي سوداگر جي زال پوبان سندس ٽپڙ بيهودن ڪمن ۾ وڃائي رلائي ضايع ڪيو پٽي ڇڏي ته جيڪر ويچارو سوداگر پورو ئي نه پئجي سگهي، بلڪ خوشگذراني ۽ شاهوڪاري بدران ٻنهي جو حال تنگي سان گذري. اهڙي طرح جيڪڏهن مريد به حاضر دل هوندو ته اهو توڙي ڪٿي سون ميلن تي پري هوندو ته به مرشد جي توجه ڪان بهره ياب ٿيندو رهندو، گوياڪ حضور ۾ آهي . پر جيڪڏهن مرشد جي حضور ۾ دل حاضر نه رکندو نه اهو توڙي ظاهري ويجهو ويٺو هجي ته به جڻ ڄڻ ته سون ميلن تي پري بي نصيب ٿيو ويٺو آهي.

**99- نقل:** وري به صالح فقير مٽيون، نقل ڪري ٿو ته هيڪر سفر ۾ ساٿڻ هم رڪاب هوس ۽ سمهڻ وقت سندن کٽ جي پرسان وجهي سمهندو هوس، پوءِ هيڪر اسرجي وقت پاڻ مونکي فرمايائون ته ڪڪڙ جڏهن پهريان ننڊ مان اٿندو آهي، تڏهن پنهنجا کنب ڇنڊي تنهن کانپوءِ بانگ ڏيندو آهي، ۽ انهيءَ جو سبب هي آهي ته ڪنين نوڪن سان پهريان پاڻ کي غفلت جي ننڊ کان هوشياري وٺرائي پوءِ بانگ ڏيندوآهي، اهڙي طرح طالب کي به کپي ته جڏهن ننڊ مان سجاڳ ٿئي تڏهن پهريان روح زاري سان پاڻ کي غفلت کان آزاد ڪري، پوءِ الله سائين جل شانه جي يادگيري ۾ مشغول ٿئي.

**100- نقل:** ولي محمد فقير ذات جو وساڻ نقل ڪري ٿو ته هيڪر سندن حضور پر نور ۾ خليفي محمد فقير ناهيي عرض گذاريو ته حضرتا! سائين جن جي مهرباني جي وسيلي هن جهان جي سپني سڌن کان، توڙي اميد ۽ آسري کان هٿ ڪپجي ويا آهن، پر ته به اجان ڪڏهن ڪڏهن نفس بک جي ذلت جا خيال پيو آڻي ۽ خيالاتن ۾ ٽپيون ڪائي، پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته هن ڪافر نفس کي اصلي انهيءَ درگاهه مقدس سان ڪا نسبت ڪانهي، ڇو ته سندس خلقت هن عالم خلق، مان آهي. گهر جي ته روح هميشه ذات پاڪ ڏي متوجهه هجي ڇو ته هو " عالم علوي" مان آهي. باقي نفس جو هن سفلي عالم جو آهي تنهن کي هن عالم علوي ڏانهن رستو ٿيڻو ئي نه آهي.

101- نقل: سيد امير علي شاهه حسن فقير مهيسر کان نقل ڪري ٿو ته حسن فقير چيو ته هيڪر مون سندن خدمت مبارڪ ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! دل جي حضور لاءِ به ڪا حد آهي يا نه؟ پاڻ جواب ۾ هي بيت سنڌيءَ ۾ ارشاد فرمايائون ته:

**اندر ۾ آهين، ڳرهڻ جهڙيون ڳالهيون**
**پرين ٿا نہ پڇن، اڻ پڇو آئون نہ چوان**

پوءِ پاڻ مهرباني فرمائي ارشاد ڪيائون تہ طالب جي دل جو حضور ٻن ٽن وقتن ۾ پرڪي سگهجي ٿو، هڪ تہ جڏهن طعام جي طلب حد کان زياده ٿيس ۽ پوءِ بہ کائڻ مهل دل جو خيال ماسوي الله سان مشغول نہ ٿي وڃي، بلڪ دل حاضر رکي، ٻيو تہ جڏهن ڪنهن گهڻي پنڌ کان ٿڪجي، هڇ ٿي آيو هجي ۽ ٿڪ ڪري ننڊ مٿس غلبو ڪري پر تڏهن بہ هميشہ جي صورت موجب حاضر دل هجي ۽ سمهڻ مهل غفلت مٿس غالب نہ ٿي وڃي، ٽيون تہ جڏهن پنهنجي اهلين سان جماع ۾ مشغول ٿئي تہ پوءِ نفس جي لذتن ۾ لڳي دل جي فڪر کان غافل نہ ٿي وڃي، جڏهن اهڙين حالتن ۾ دل حاضر هيس تہ پوءِ بلاشڪ ڄاڻي دل حاضر آهي ۽ پريشان ناهي! حسن فقير چوي ٿو تہ مون عرض ڪيو تہ حضرتا! پوءِ انهيءَ کان اڳتي بہ ڪو فڪر آهي جواب فرمايائون تہ هائو هڪ تہ جڏهن طالب جي دل حاضر ٿي ۽ ماسوي الله سندس نظر ۾ ڪونہ آيو، تڏهن انهيءَ وقت ۾ بہ گهڻا طالب ترڪي پوندا آهن ڇو تہ ان وقت تڪبر ۽ پاڻ پڃائڻ اچي ٿا منهن ڪڍن جو سمجهندو آهي تہ آئون ٻين سڀني کان ڀلو ٿي ويو آهيان! حالانڪ جڏهن پاڻ کي ڀلو سمجهيائين تہ اڃان ڪيس ماسوي الله جي نفي حاصل ٿيل نہ ڄاڻبي. پوءِ اتي هي سنڌي بيت پنهنجو فرمايل پڙهيائون:

**پاڻ ڄاڻن پاڻ، پرکي ڄاڻن ڪين**
**پيو اهو جن گمان، تن سير سڃوئي نہ ڪيو.**

ٻيو تہ همہ اوست جي خيال سان ظاهري صورت ڏي لاڙو ڪرڻ بہ سالڪ جا پير ترڪائي وجهي ٿو، پر جڏهن سالڪ کي سهڻي ۽ ڪوجهي شڪل ٻئي هڪ جهڙيون نظر اچن ۽ گهٽ وڌائي کانہ ٿو ڪري تہ پوءِ خير اٿس! نہ تہ جي سنڌو ڪيائين تہ ٿورڙيئي لاڙي سان ترڪي پوندو. ٽيون تہ ظاهري شين جي حاصل ڪرڻ جو خيال دل ۾ آڻڻ بہ پير ترڪائيندڙ آهي، يعني ڪنهن وٽ ڪا ڇڱي سٺي ۽ عزت واري شيءِ ڏسي پنهنجي دل ۾ اها سڌ آڻي تہ اها شيءِ هٿ ڪجي. هي بہ دل جي حضور وڃائيندڙ آهي. ڇو تہ ان ڪري ڄاڻبو تہ اڃان سندس نظر ڇڱي مٺي ۾ رڌل آهي. ۽ انهي ڪري ماسوي الله جو محتاج چئبو نہ واصل بالله.

**102- نقل:** سيد دوست علي شاه نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ سيد محمد شاه جي ديهہ ۾ تشريف فرماٿياهئا، اتي هڪڙو ٻروچ شخص بہ آيو جنهن جون مڇون تمام وڏيون رکيل هيون، فقيرن ڪيس مڇن وٺائڻ لاءِ چوڻ آکڻ ٻي ڪيو، پر هو پيو چوي تہ سائين جن ماٺهن جون مڇون ڪترائن ٿا تنهن ڪري آئون مريد ٿي

نثو ٿيان، پاڻ سندس اها ڳالهه ٻڌي هٿ مبارڪ سان مون ڏانهن اشارو ڪري فرمايائون ته مچن وٺائڻ جي حقيقت سيد دوست علي شاهه کان پڇي ڏس ! سيد دوست علي شاهه ٿو چوي ته آئون ان وقت نئون مريد ٿيل هوس، منهنجون مچون به تمام وڏيون هونديون هيون، پوءِ سندن توجه مبارڪ سان پاڻهئي جو پاڻهئي منهنجون عادتون ۽ افعال سنت ۽ شريعت مقدس موجب زيب ونندا ويا ۽ پوءِ اهو شخص به مريد ٿيو.

**103- نقل:** خليفو ميان لقمان عليه الرحمة نقل ڪري ٿو ته هيڪر سندن حضور مبارڪ ۾ ڪنهن شخص سوال ڪيو ته حضرتا! مريد جو حق امانت مرشد تي ڪيتري قدر آهي؟ پاڻ فرمايائون ته جيڪڏهن مريد کي ويساهه ڪامل ۽ طلب به شامل هجي ته پوءِ مرشد تي حق آهي ته ڪيس حياتي ۾ ئي امانت نصيب فرمائي ڇڏي ! پر جي مريد کي ارادو سچو هجي باقي طلب ڪانه هجيس ته پوءِ مرشد تي حق هي آهي ته سڪرات مهل جهان مان امانت وارو ڪري اماڻيس. پر جي مريد کي طلب آهي ۽ ويساهه ڪونهي ته اهڙي مريد جو مرشد تي ڪوبه حق ڪونه آهي!.

**104- نقل:** ملا بچل رهنڊڙ درگاهه مبارڪ جو نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ باغيچي ۾ تشريف فرما ٿيل هئا ته هڪڙي فقير عرض ڪيو ته حضرتا! هي مسڪين دنيا کي ترڪ ڏيئي حضور پرنور ۾ حاضرٿيو آهي. پاڻ جواب ۾ فرمايائونس ته اي ادا! دنيا جي ترڪ ڪانپوءِ خدا تعاليٰ جي يادگيري ۾ مشغول ٿيڻ گهرجي نه غيرسان.

**105- نقل:** سلطان فقير، هڪڙي ٻي فقير کان نقل ڪري ٿو ته مون سندن خدمت مبارڪ ۾ عرض ڪيو ته حضرتا جهار کي پوک کان ٽڙي ٻيٺو آهيان، پر موٽي مونٽي پئي اچي! ٻي هڪڙي فقير چيو ته جهار ته آهي ئي ڪانه! پاڻ جواب ۾ فرمايائون اي فلاڻا! تون اجان ننڊ ۾ آهين توکي جهار جي سڌئي ڪانهي ! پوءِ پاڻ فقير سائل کي فرمايائون ته توهانجي ٻني ۾ هڪڙو وڻ آهي، جنهن تي جهار اچي ويهي ٿي ۽ وطن ڪري ٿي، اهو وڻ پاڙؤن پٽي ڇڏ. پوءِ جڏهن اهو وڻ پٽجي ويندو ته جهار هڪ به ڪانه ويهندي ۽ جهار اچڻ کان تون امن ۾ ٿي رهندين. مولوي مثنوي سچ فرمايو آهي:

**هرخيال غير حق رادزد دان،**

**اين رياضت سالڪان را فرض دان**

يعني ماسوي الله جي هرهڪ خيال کي دل جي خزاني جو چور ڪري سمجهه، پوءِ انهن چورن ٽڙڻ جي رياضت سالڪن لاءِ فرض ڪري ڄاڻ!.

## فصل اٺون

## غفلت کان تنبيه ڪرڻ بابت نقلن ۾

**1- نقل:** هيڪر پاڻ مثال بيان فرمايائون تہ ماڻهو گهٽي کي ان ڪترڻ لاءِ زمين تي دسي ان ڪيتري چڙيندا آهن، پوءِ جڏهن کهڻ مهل زمين تي ليٽائيندا اٿس تڏهن بہ گهٽو دل ۾ ايئن سمجهندو آهي تہ اڄ بہ ان تا ڪترن! سا ڪتري اجهو وري چڙي ڏيندا، تہ ايتري ۾ مٿانس ڪاتي وهي ٿي وڃي. اهڙي طرح غافلن کي جڏهن ڪو سخت مرض لاڳو ٿيندو ۽ وري انهيءَ مان چڱا ڀلا ٿي اٿندا تہ انهيءَ ان ڪترڻ وانگر سمجهي تسلي ڪري وهندا تہ ڇٽا آهيون پوءِ جڏهن ملڪ الموت وارو ڪاشائي موت جي ڪاتي ڪٺي اچي مٿان بيهندن، تڏهن بہ بيماري ۾ ليٽندي اهو خيال محڪم هوندن تہ اجهو ٿا هن بيماري مان ڇٽون، تہ ايتري ۾ اوچتي ئي انهيءَ غفلت ۾ ساه نڪري ويندن:

**ڪنڌ وڍيني ڪرا ويلي منجهہ وٺاڻ**

**اوچتا پريان، آهن ڏڻ ڏٺين جا**

**2- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ پرڳٽي شهدادپور ۾ گل محمد فقير ڪيريہ جي دعوت تي تشريف فرمائياهئا. آئون بہ سندن خدمت مبارڪ ۾ حاضرهوس، پوءِ سائين جن کي صحرا جي خيال سان جهنگ وڃڻ جي ضرورت ٿي ! آئون ڪونرو ڪٺي حاضر خدمت ساڻن ويس، پوءِ جڏهن جهنگ جو خيال لاهي موٽيا، تڏهن موٽي اچي وضو سارڻ وينا ۽ مون کي هٿ مبارڪ سان اشارو ڪري پاڻ ڏانهن سڏي ورتائون، پوءِ جڏهن وضو کان فارغ ٿيا، تڏهن فرمايائون تہ اي خليفا! هينئر هن جماعت جا حال ڏس جو سيڪو بي فائدو واهياتي ڳالهين ۾ لڳو پيو آهي، ڪنهن کي بہ دل ڏانهن توجہ ڪونہ ٿو ڏيڪارجي، پنهنجا قيمتي وقت بہ ساڻن اجايو خرچي ڇڏياسون، حال هي آهي تہ جو ڇڻ ڇوَ تہ ڏاندن جو وڳ چارڻو اچي ويو اٿون.

**3- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر پاڻ درگاه مبارڪ تي باغ جي چودريءَ ۾ ويناهئا ۽ آئون بہ سندن خدمت مبارڪ ۾ حاضرهوس ۽ ٻيا گهڻا ماڻهو دروازي تي پنهنجن ڪمن ڪارن لاءِ گڏ ٿيايبيناهئا، پوءِ هڪڙي فقير کي فرمايائون تہ باغ جو دروازو کول ۽ جيڪي ٻاهر بيناآهن، تن کي اندر وٺي اچ، اهو فقير ويو ۽ وڃي دروازو کوليائين ماڻهو خدمت شريف ۾ حاضر ٿيا ۽ سڀ ڪنهن پنهنجي پنهنجي ڪم بابت اچي سوال ڪيو، يعني ڪنهن دوا دارون بابت ۽ ڪنهن ڦيٽي جهاز لاءِ اهڙي طرح سيڪو سوال ڪندو رهيو، پاڻ سيني کي شافي ڪافي جواب فرمائيندا موڪل ڏيندا ويا، جڏهن سڀ ماڻهو

وياهليا، تڏهن پاڻ مهرباني جي نظر ساڻ مون ڏانهن نهاري فرمايائون ته خليفا! ڏس هڻن سيني ماڻهن مون کي ظاهري بيمارين جو طبيب مقرر ڪري ڇاتو اٿن، پر جن بيمارين جو آئون طبيب آهيان انهن جي دوا مون کان ڪو پڇي ئي ڪونه ٿو.

**4- نقل:** پاڻ فرمايائون ته هڪڙي شخص جي ملڪ الموت سان ياراني هوندي هئي، پوءِ هڪڙي ڏينهن ملڪ الموت کي چيائين ته جڏهن منهن جي ساهه وٺڻ جو ارادو ڪري اچين ته ڪو ڏينهن پهر مون کي اڳيئي ان بابت اطلاع ڪجانءِ! ملڪ الموت چيس ته هائو توکي اڳئي ٻڌائيندس، پوءِ جڏهن ان ڳالهه کي ڪامدت گذري، تڏهن هڪڙي ڏينهن ملڪ الموت انهيءَ پنهنجي يار جي ساهه قبض ڪرڻ لاءِ آيو! تڏهن ان يار ڏوراپو ڏنس ته اي دوست! تون واعدو پنهنجو نه پاڙيو جو مون کي اڳي ڪابه خبر ڪانه ڏنئي! ملڪ الموت چيو ته مون واعده خلافي اصل ڪانه ڪئي آهي، بلڪ توکي هن کان اڳ ٻه ٽي ڀيرا چتائي ڇڪوآهيان، ڏس ته تنهنجو فلاڻو پاڙيسري فوت ٿيو ۽ آئون انهيءَ جو روح قبض ڪري ويس ته تون اها ڳالهه ڪانه ڏني ٻڌي هئي ڇا؟ وري تنهنجي ٻي فلاڻي پاڙيسري جو ساهه قبض ڪيم ته به توکي خبر پهتي، اهڙي طرح ٻين به تنهنجن ڪيترن عزيزن جا ساهه قبض ڪندي توکي خبردار ڪندو رهيس! پر اي نادان دوست تون خبردار نه ٿئين! پوءِ آئون ڇا ڪيان؟ ائين چئي سندس ساهه قبض ڪري ورتائين. انهي هنڌ ڪنهن بزرگ ڪهڙو نه سهڻو چيو آهي:

**تدبير خود امروز کن اي خواجه که فردا**
**هر چند که فرياد کني سود ندارد**

يعني ته اي صاحب! پنهنجي ڪا ڳڻ ڪرڻي هجئي ته اج وقت اٿي ڪا همت ڪر، نه ته سڀاڻي گهڻيون دانهون ڪوڪون ڪندين پر ورنديءَ ڪي به ڪين.

**5- نقل:** هيڪر پاڻ ديهه سيدپور ۾ نزول ڪرامت شمول فرمايو هئائون. اتي سيد محمد صديق پنهنجي گهر ڏانهن زيارت لاءِ خدمت شريف ۾ عرض گذاريو، پر جڏهن ته پاڻ منزل جي پر اهين پنڌ تي تيار هئا تنهن ڪري سندس عرض قبول نه فرمايائون پوءِ سيد عرض ڪيو ته ڀلا سائين مونکي ڪا دعا ته فرمايائو جو الله تبارڪ وتعاليٰ روز جي ڪشادگي عطا فرمائي ۽ گذران جي تنگي دفع ڪري ڇو ته آمدني ٿوري ۽ خرچ گهڻي ۽ نالي مشهور هجڻ پاران وقت تنگ ٿو گذري، پاڻ جواب ۾ هي آيت شريف تلاوت فرمايائون:

**من اعرض عن ذکري فان له معيشة ضنکا**

يعني جيڪو به منهنجي ذڪر کان منهن موڙيندو ۽ غافل رهندو ته سندس گذران واقعي تنگ رکنداسون.

**6- نقل:** علي خان ٽالپر نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ ڏگهڙي جي ڳوٺ ۾ ٽالپرن فقيرن جي دعوت تي تشريف فرماٿيا. فقيرن ويچارن دعوت جا ڏاڍا حق ادا ڪيا ۽ ساري جماعت کي کير ڏوَ تي پياريائون ۽ اهڙي ته خدمت ادا ڪيائون جو سموري جماعت سندن سهڻي ٽهل، حسن اعتقاد کان ڏاڍي راضي ۽ خوش ٿي ساراهه ڪرڻ لڳا. پاڻ ان وقت مثال طرح هڪڙو نقل بيان فرمايائون ته هيڪر ڪنهن وزير بادشاهه جي دعوت جهلي هئي، پوءِ جڏهن بادشاهه وزير جي گهر آيو، تڏهن وزير بادشاهه ۽ سندس متعلقن جي خدمت گهڻي کان گهڻي بجاءِ آندي، پوءِ جڏهن واندا ٿيا ته بادشاهه وزير کي چيو ته تنهنجي دعوت کان سڀورو ٿي لشڪر تمام خوش خورم ٿيو، مگر بادشاهه يعني اسين تو کان خوش ڪونه ٿياسون، چو ته اسان جي ويهڻ جي جاءِ ٻهاري صاف نه ڪئي اٿئي.

اي عزيز! ويهڻ جي هنڌ مان مراد آهي انسان جي دل، پوءِ جيڪو به پنهنجي دل واري گهر کي ماسوي الله تعاليٰ جي ڪکن ڪهجرن کان ٻهاري صاف نه ڪندؤ ته پوءِ توڙي پيون ظاهري خدمتون يعني عبادتون ۽ رياضتون گهڻيون ڪندو رهي ته به بادشاهه ان کان ڪڏهن به خوش ڪونه ٿيندو!

**7- نقل:** هيڪر پاڻ حضرت ميان صاحب جن قدس سره کان نقل بي فرمايائون ته هڪڙي ڏينهن حضرت مخدوم صاحب جن قدس سره الاقدس ڪنهن ڪٽ تي اچي وينا ته پيراندي کان واڏڻ ڇڇي پيئي ۽ واڻ اچي زمين تي پيو، مخدوم صاحب جن فرمايو ته هن جو ڇا سبب آهي؟ ڪجھ مدت ماٺ ۽ فڪر ڪري پوءِ فرمايائون ته هي هن ڪري ٿيو جو اسان کان مقرر وظيفو قضاٿي ويوهو!

**8- نقل:** پاڻ فرمايائون ته شڪارا جنهن جي هٿ آڻڻ لاءِ شڪاري حيلا هلائي ٿو، سو به جيستائين ڪ الله تعاليٰ جي يادگيري ۾ مشغول ٿو رهي، تيستائين ماري کي مٿس شڪار ڪرڻ جي طاقت ڪانه ٿي ٿي سگهي. پر جڏهن الله سائين جي يادگيري کان غافل ٿو ٿئي، تڏهن ڪيس ماري شڪار ڪري ٿو وڃهي!

**9- نقل:** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ ڪنهن سفر ۾ سوارٿيا پي آيا. حاجي ابو طلحو فقير جو سائين جي خاص مريدن مان ۽ سندن ڪونري بردار هو، گهوڙي جي اڳيان ڊڙندو پي آيو، جڏهن ته اس تمام ڏاڍي هئي، تنهن ڪري چوڻ لڳو ته اڄ ڏاڍو ڏينهن گرم ٿيو آهي! پاڻ انهيءَ ڳالهه ٻڌڻ سان جوش ۾ اچي فرمايائون ته انهي بيهودي ڪلام مان ته ڏينهن گرم آهي! فائدو ڪهڙو؟ اها ڳالهه سڀ ڪنهن کي معلوم آهي ته ڏينهن گرم آهي پوءِ ان جي ٻڌائڻ جو ڪهڙو ضرور؟

**10- نقل:** احمد فقير صغير ناهيو نقل ڪري ٿو ته پاڻ فرمايائون جيڪو

شخص الله تبارڪ وتعاليٰ کي رڳو زباني ياد ٿو ڪري ۽ سندس دل غفلت ۾ ٻڏل آهي ته ان جو اهو ساڳيو مثال آهي ته جيئن ڪي ٻه شخص پاڻ ۾ سچا سنگتي هئا، سي رستي ۾ پي ويا، پر هڪڙو ڪجهه اڳيرو پي ويو ۽ ٻيو پويان ڪجهه مفاصلي تي پي آيو! پوءِ انهي پوئين شخص پنهنجي اڳين سنگتي کي سڏ ڪيو ته سندس سڏ تي جڏهن اڳئين سنگتي ڏانهس نهاريو، تڏهن هن پنهنجو منهن ڪٿي ٻي پاسي ڦيرايو، وري هو هلڻ لڳو ته هن پويان وري ٻه سڏ ڪيس، ان نهاريو ته هن ڪٿي منهن پاسي ڪيو ۽ اهڙي طرح ٻه ٽي ڀيرا ڪيائين! تڏهن هو ويچارو پنهنجي سنگتي جي هيءَ نامعقول حرڪت ڏسي مٿس ڪاوڙجي ويو، چو ته هلت ٻه اهڙي ڪيائين جنهن مان هرو ڀرو ٻه پٽي ڪاوڙ اچي! اهڙي طرح ڀانهو ٻه الله تبارڪ وتعاليٰ جو ذڪر ڪري ٿو ته الله تعاليٰ جل شانه ڏانهس رحمت جي نظر سان نهاري ٿو، پر جي ذڪر ڪندڙ جي دل جو منهن الله سائين کان انهيءَ نامعقول رفيق وانگر ڦريل هوندو ته الله تعاليٰ جل شانه راضي ٿيڻ بدران مٿس رنج ٿي پوي ٿو. انهي تي سندن هي بيت سنڌي ۾ چيل آهي:

**زباني ذڪر جو ڏوران اٿيئي ڏس**

**من ۾ مرشد پس، تا توهين سين توه ٿئي !**

**11- نقل:** پيرسائين مسند نشين اول رحمة الله عليه موٽو خدمتگار کان نقل فرمائي ٿو ته موٽو چيو ته هيڪر آئون ۽ صاحبزادو والا تبار ميان محمد شاهه عليه الرحمة وقتي فرض نماز تي سنت جماعت کي نه پهتاهئاسون، پوءِ پاڻ اسان ٻنهي لاءِ حڪم فرمايائون ته نماز ۾ سستي ڪندڙن جو ڪاٺ ٺهيل آهي، تنهن ۾ وجهي وجهون! جڏهن اسان کي ڪاٺ ۾ سوگهو ڪيائون، تڏهن فرمايائون ته هينئر هرهڪ کان پنج پيسا ڏنڊ جا وٺي پوءِ ڪاٺ مان ڪڍي ڇڏيون، موٽو ٿو چوي ته مون وٽ پنج پيسا هئا، سي ڏيئي پاڻ کي ڪاٺ مان ڇڏايم باقي صاحبزادي وٽ پيسا ڪونه هئا، تنهن لاءِ پنهنجو ڪپڙو گهه رکي ٻاهر نڪتا، پوءِ وري پنج پيسا ڏيئي ڪپڙو ڇڏائي ويا.

**12-نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو ته پاڻ هيڪر درياءَ جي پرسفر ۾ هئا، پوءِ اتي هڪڙي شخص دعوت لاءِ اچي حضور مبارڪ ۾ عرض گذاريو، پاڻ سندس دعوت قبول نه ڪري فرمايائون ته توهان اسان جي امر جي برخلاف ذڪر شريف جي تلاوت ڦٽي ڪري ڇڏي آهي، تنهن ڪري دعوت جي اجابت ٻه ڪانهي، چو ته اسان جي نسبت اوهان سان الله تعاليٰ جي ذڪر سان آهي، جڏهن ته ذڪر ڇڏي ڏنو ته اسان جي نسبت ٻه ڇني ڇڏيو:

**نسبت پاکان درست کن يا پئي ايشان مرو**
**غرق شد فرعون و موسيٰ پيشرو**

يعني نسبت پاڪن جي پيروي سان پوري رک يا تہ انهن جي ڪڍ نہ وڃ ! ڇو تہ نسبت پوريءَ بنا جي، ڏٺي تہ فرعون اگرچہ حضرت موسيٰ عليہ السلام جي ڪڍ نيل درياءَ ۾ پيو ويو تہ بہ ٻڏي ويو.

**13- نقل:** صاحبزادو والاتبار ميان محمد شاهہ عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ ذڪر جي تلاوت ڪرڻ وقت فرمايائون تہ اڄ اڏيهر ڏينهن چڙهيو هو تہ مسجد شريف ڏانهن فقيرن جي صحبت لاءِ پئي آياسون، جڏهن مسجد شريف جي دريءَ کان پهتاسون تڏهن سيئي فقير اٿي آڏو آيا، جڏهن وڃي ويٺاسون تڏهن نظر ڪري ڏٺوسون تہ حاضر مجلس هڪ ماڻهو بہ ڪونہ آهي، انهيءَ ڳالهہ تي دل ۾ حيرت لڳي تہ هي فقير ڪيڏانهن هلياويا ؟ تان تہ ڳالهہ ياد پيئي تہ جڏهن اسان مسجد شريف جي دريءَ کان آياسون تہ فقير اٿي آيا پٺي پوءِ جو فڪر ڪري ڏٺوسون تہ حاضرين صحبت ڪي ان وقت دل جو حضور هوئي ڪونہ، پوءِ سندن غائب ٿيڻ جو سبب معلوم ٿي ويو.

**14- نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ فرمايائون تہ جيڪڏهن ماسوي الله جي ڳالهہ ٻولهہ زبان سان ڪئي ويندي تہ جسم پريشان ٿي پوندو ۽ جيڪڏهن ماسوي الله تعاليٰ جو خيال دل ۾ اچي پوندو تہ دل پريشان ٿي ويندي.

# فصل نائون

## نفس سان مخالفت ڪرڻ بابت نقلن ۾

**1- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون پي ته جنهن طالب کي دل ۾ باطل خيال پيدا پون ۽ انهن کان بچان ۽ غيرت ڪانه اچيس ۽ نه وري انهن جي دفع ڪرڻ ۽ ڪڍڻ جي ڪوشش وٺي ته انهيءَ جو مثال ڪنجر شخص وانگر آهي جنهن جي جوءِ جو ملهه هڪ ٽڪو يا ٻه ٽڪا هوندا، پر سوبه سندس نه ! اهڙي طرح غير حق جا خيال ڏاريا ماڻهو سمجهڻ گهرجن تن کي پنهنجي اندر دل واري گهر ۾ چڙهي ڏيڻ ۽ دل کي انهن سان مشغول رکڻ گوياڪ ڪنجر بڻجڻ آهي:

هرخيالي غير حق رادزد دان      اين رياضت سالڪان را فرض دان

يعني غير جي هر ڪنهن خيال کي پنهنجي اندر واري گهر ۽ جمعيت جي سامان لاءِ چور ڪري سمجهه، پوءِ انهن چورن ٽڙڻ جي رياضت سالڪن لاءِ فرض ڪري ڄاڻ.

**2- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون پي ته هڪڙي فقير کي وجد جي حالت اچي وئي ۽ انهي خيال ۾ بي اختيار اچي منهنجي مٿان ڪريو ۽ ڪجهه وقت تائين منهنجن رانن تي ڦٿڪڻ ڪان اسان کي ايذاءُ پهتو، پوءِ خيال ۾ آيم ته جيڪر بيرنگي جو فڪر ڪيان ته انهيءَ ايذاءَ کان ڇٽي پوان! پر وري دل ۾ چيم ته هي نفس جو خيال آهي، جو طالب کان ايذاءَ پهتو اٿس، تنهن کان ڇٽڻ لاءِ بيرنگي جو پهه ٿو پچائي! پوءِ نفس جي مشابهت کان مخالفت ڪري انهي فڪر جو ترڪ ڪري ڇڏيوسون.

**3- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته هيڪر پاڻ بيان فرمايائون ته ڪنهن شهر ۾ ڪو صاحب ڪمال شخص هو تنهن کي روش هوندي هئي ته ٻيون نمازون سڀ پنهنجي مسجد ۾ ادا ڪندو هو، مگر جمعي نماز، سا هميشه جامع مسجد ڏانهن پڙهڻ ويندو هو، واٽ تي هڪڙي لوهر جو دوڪان هو، انهي دوڪان واري لوهر کان اچي پڇندو هو ته ادا جامع مسجد ڏانهن ڪهڙو رستو ٿو وڃي؟ هڪڙي ڏينهن لوهر چيس ته حضرتا! توهان هن ڳوٺ جا رهاڪو ۽ وري هر ڪنهن جمعي تي جامع مسجد ڏانهن ويندڙ به آهيو، پوءِ به هر جمعي تي مونکان رستو اچي پڇندا آهيو، سو ڪهڙي سبب؟ بزرگ ورندي ڏنس ته ادا مسجد شريف جو رستو آئون به ڄاڻا ٿو، پر منهنجي مرضي هوندي آهي ته پنهنجي نفس جي خواهش ۽ رهنمائي سان مسجد شريف ڏانهن نه وڃان بلڪ ٻي جي چوڻ ۽ ڏس تي وڃان ته چڱو آهي!

**4- نقل:** هيڪر پاڻ هي بيت سنڌي ڪنهن بزرگ جو ناهيل زبان مبارڪ سان

فرمايائون پي تہ:

اڏوڪاري ان سان توڙو گاھہ چاريوس
اسور اٿڻ جو ! ڪر ڪرو ڦيريوس
تنگ تو ڪل توبرو هنوحقيقت رکوس
محبت جي ميدان ۾ توريو ٿهلايوس
انهي هير هلايوس تہ ٿي سوڏو شاھہ عنايت چوي

پاڻ انهيءَ بيت جي تقرير ڪندي فرمايائون تہ انهي ذڪر ڪيل معاملي ۾ طالب لاءِ اهنجائي ۽ سالڪ لاءِ زيادتي آهي ۽ اسانجي دل ۾ هي ٿورڙو قدر اچي ٿو تہ:

**لاٿي ترار لا جي ڪٿي خچر ڪي هڻ**
**سڌن جون سيد چئي وٿون سڀ وڪڻ**
**پير ٿهانپوءِ ڪڻ تہ هلڻ ۾ هورو ٿئي !**

**5- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر آئون درگاھہ مبارڪ تي سندن حضور ۾ حاضر هوس. پاڻ نفس جي مخالفت لاءِ ڪوشش بابت بيان پي فرمايائون تہ جيڪو شخص پنهنجي نفس جي سڌن جي پوريان وجي ٿو تہ انهيءَ جو مثال اهڙو سمجهڻ گهرجي جو گوياڪ ڪتو آهي جو ڍونڍ جي بوءِ تي ڊوڙندو پيو وڃي بلڪ حقيقت ۾ ان ڪتي کان بہ بدتر آهي مولانا رومي فرمايو آهي تہ:

**گرڪني يک آرزوءِ خود تمام**
**از توصد ابليس زايد والسلام**

يعني جيڪڏهن نفس پليت جي رڳي هڪڙي خواهش پوري ڪيئي تہ تو مان سو ابليس ڄمي پوندا. جامع ملفوظات چوي ٿو تہ اهڙي طرح پاڻ نفس جي تابعن ڪي تمام ڏاڍي ڇينڀ فرمايائون، جو حاضر مجلس ماڻهن مان سڀ ڪنهن ايئن پي سمجهيو تہ پاڻ مونکي ٿا ڇينڀ ڪن، تنهن ڪري سندن واعظ سان جماعت ۾ ڏاڍو وجد ۽ جوش ۽ روڄ ڪڙو ٿي ويو. ان وقت حقائق آگاھہ ميان آئل فقير جو سائين جن جي ڪاملن مريدن مان هو! سو بہ روڄ ۽ جوش ۾ اچي جماعت مان اٿي نڪتو ۽ مسجد شريف ۾ ڏکڻ جي پاسي کان جت سندس ويهڻ جي جاءِ هئي وڃي ويهي رهيو!

پوءِ جڏهن پاڻ اندر حويلي ڏانهن اسريا تڏهن آئون آئل فقير وٽ ويس ۽ ڏٺم تہ روڄ کان سندس منهن سارو ڳاڙهو ٿي ويو آهي ۽ اکين مان ڳوڙها ڳڙ ڳڙ ڪيو پي اڙهس ۽ جوش مان چوي پيو تہ هي نفس ڪو مير فتحعلي ٽالپر يا مير سهراب ٽالپر يا مير ٺاري ٽالپر جي لشڪر ۾ تہ ڪونہ آهي! مگر هن مسجد شريف جي ڪنڊ ۾ جو ڪلئي بک ٿي بک اٿس اچي پيو آهي.

**6-نقل:** هيڪر پاڻ درگاهه مبارڪ تي ٻاهر ويٺا هئا ته هڪڙو پير مرد شخص سندن خدمت بابرڪت ۾ حاضرٿيو، ۽ پنج رپيه نذرانو رکي عرض ڪيائين ته حضرتا! دعا فرمايو ته مون کي اولاد ٿئي! پاڻ الله تبارڪ وتعاليٰ جي درگاهه ۾ هٿ کڻي دعا گهريائون، هو پوڙهو شخص موڪلائي هليو ويو، پاڻ گهڙي کن ويچار ۾ مٿو مبارڪ هيٺ ڪري پوءِ مٿو مبارڪ کڻي فرمايائون ته اي يار! ڏسو ته هي شخص ڪراڙپ جي وقت به اولاد لاءِ سوال ڪيائين باقي ايمان نه گهريائين اولاد به جي صالح ٿئي ته واهه واهه نه ته ان مان سوين فتنا ۽ زحمتون آهن! جيئن ته الله تبارڪ وتعاليٰ فرمايو آهي ته: انما اموالكم واولادكم فتنه" يعني توهانجا مال ۽ توهانجي اولاد توهان لاءِ فتنو آهن" يعني ته الله تبارڪ وتعاليٰ جي رستي کان روڪيندڙ آهن.

**7- نقل:** حافظ ڳهڻو فقير نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ فرمايائون ٻيءِ ته ڪو جوڳي فقير هو، جو نانگ وٺڻ لاءِ نانگ جي ٻرڙ تي مرلي پئي وڄايائين، جو اندران نڪري ته وٺانس، پر گهڻي وقت تائين انتظار ڪرڻ هوندي به نانگ نه نڪتو، ويچارو مايوس ٿي اتي ويهي رهيو، اتفاقا انهي وچ ۾ حضرت موسيٰ عليٰ نبينا وعليه السلام انهي جوڳي کان اچي لانگهائو ٿيو، جوڳي سندس خدمت ۾ عرض ڪيو ته يا نبي الله، الله کان دعا ڪر ته نانگ سوراخ مان ٻاهر نڪري ته آئون کيس وٺان! حضرت موسيٰ عليٰ نبينا وعليه السلام الله تبارڪ وتعاليٰ جي درگاهه مان ان سائل لاءِ دعا گهري، الله تعاليٰ جي درگاهه مان وحي آيو ته اي موسيٰ نانگ جو ٻاهر نڪرڻ انهي جوڳي جي حق ۾ نقصان آهي، تنهن ڪري نانگ کي نڪرڻ جو حڪم نٿا ڪيون، حضرت موسيٰ عليه السلام اها ساري ڳالهه جوڳي کي ڪري ٻڌائي، جوڳي عرض ڪيو ته حضرتا! مون کي اهو ضرر ۽ نقصان قبول آهي پر عرض ڪيو ته اهو نانگ نڪري، حضرت موسيٰ عليه السلام وري مناجات ڪئي، جنهن ڪري نانگ ٻاهر نڪتو، جوڳي يڪدم وڃي هٿ وڌس ته وٺانس، نانگ ڪنڌ ڦيرائي ڏنگ نڪاءِ ڪرايس جو اتي جو اتي جوڳي ڦٿڪي ساهه ڏنو!

پاڻ انهيءَ هنڌ فرمايائون ته ماڻهو جو نفس به انهي نانگ جي مثال آهي پوءِ اهو نفس وارو نانگ به ماڻهو سان اهڙوئي نقصان ٿو ڪري جهڙو انهي نانگ جوڳي سان ڪيو بلڪ انهيءَ کان به زياده، ڇو ته ظاهري نانگ جو ڏنگيل ته رڳو هن جهان جي حياتي کان مري فنا ٿو ٿئي! پر انهيءَ نفس نانگ جو ڏنگيل ٻنهي جهانن ۾ حياتي جي اميد نه رکي ڪنهن بزرگ فرمايو آهي:

**اگرماري سيه در آستين ست به از نفسي كه باتو همنشين ست**

يعني جيڪڏهن ڪاربهر نانگ دامن ۾ اچي پوئي ته اهو وري به نفس جي سنگت کان تولاءِ بهتر آهي.

**8- نقل:** هيڪر پاڻ نقل فرمايائون ته ڪو چور شخص چوري جي ارادي سان هڪڙي شهر ۾ لنگهي ويو. گهمندي گهمندي بادشاهه جي ماڙي هيٺان اچي پهتو. ڏٺائين ته محلات ۾ اندر ڏيو پيو ٻري، هي رسو اڇلائي ماڙي تي مٿي چڙهي اندر لنگهي ويو اندر وڃي ڏسي ته بادشاه جي ڌيءَ، بادشاهاڻي هنڌ تي ننڊ پئي آهي ۽ ننڊ جي غلبي ڪان جسم تان ڪپڙا به سرڪي ويا اٿس، چور جو شهزادي ڪي اگهاڙو ڏٺو، سو اندر ۾ اچي شهوت جي خيال غلبو ڪيس، ته ايتري ۾ دل اندر الله تعالىٰ جي طرفان ڪيس هي فڪر اچي پيو ته اي فلاڻا! جيڪڏهن هينئر تون هي ڪم ڪري ويندين ته هن نيڪري ڪي حمل ٿي ويندو، پوءِ انهي ڪري بادشاهه جي گهر ۾ ڏاڍي خواري ۽ خجالت پيدا ٿي پوندي! پوءِ رڳو الله جي خوف ۽ ڊپ ڪري انهي بد فعلي ڪان باز اچي ارادو ڪيائين ته بي ڪا شيءِ کڻي وڃان، اڳتي وڌي ڏسي ته هڪڙو ڍاڪون تمام عمدي طعام سان ڀريو رکيو آهي، ڪيس بک ته اڳئي هئي، ڍاڪون جو ڍڪ لاهي کائڻ لاءِ منجهس هٿ وڌائين، اجا پنجئي آگرين سان گرهه ٺاهيائين ته وري دل ۾ خيال آيس ته جيڪڏهن آئون هتان ڪجهه کائيندس ته صبح ساڻ بادشاهه جي ڌي ٻانهي کي بهتان ڪري وٺي ويندي ته تو کاڌو آهي، پوءِ ناحق ٻي تي ظلم ڪرائي وجهندس، انهي ڪري وري به الله تعالىٰ جي خوف ڪري گرهه اتي ئي ڦٽو ڪري وري اڳئين دستور سان ڍڪ ڏيئي خالي هٿين ماڙيئي تان هيٺ لهي آيو ۽ اچي مسجد شريف ۾ ويهي رهيو! هوڏانهن گهڙي ڪانپوءِ بادشاهزاديءَ ننڊ مان جاڳي ٻانهي کان کاڌي جي طلب ڪيائين، ٻانهي اهو ڍاڪون کڻي اچي سندس آڏو رکيو، بادشاهزادي ڍڪ لاهي ڏسي ته ان ۾ هڪڙو گرهه ٺهيو رکيو آهي ۽ آگرين جا نشان به مٿس بيناآهن، ٻانهي کي چيائين ته شايد تو هن طعام ۾ هٿ وڌو آهي، ٻانهي قسم کڻي عرض ڪيو ته مون کي ڪاخبر ڪانهي، تڏهن شهزادي حڪم ڪيو ته هي ڍاڪون کڻي ڪنهن مسافر کي مسجد شريف ۾ وڃي ڏئي اچ ! ٻانهي اهو ڍاڪون کڻي آئي ۽ مسجد شريف ۾ سڏ ڪيائين ته ڪو مسافرآهي؟ چور اتي ويٺوهو تنهن ورندي ڏني ته هائو آئون مسافر آهيان. ٻانهي اهو ڍاڪون کڻي سندس آڏو رکيو، چور ڍاڪون ڏسي سڃاتو ۽ کلي ڏنائين ٻانهي پڇيس ته اي مسافر ڇوکلئين؟ پر هن ڪابه ورندي ڪانه ڏنس، ٻانهي اچي بادشاهزادي وٽ مسافر جي کلڻ بابت ڳالهه ظاهر ڪئي، بادشاهزادي چيو ته وڃي ان مسافر کي هيڏي وٺي آ، جڏهن هو آيو تڏهن بادشاهزادي پڇيس ته تنهنجي کلڻ جو ڪهڙو

سبب هو؟ چور چيو ته اي بادشاهزادي انهيءَ ڳالهه کي ڇڏ، ۽ اها پڇا نه ڪر! پر بادشاهزادي وري بيهر زور سان پڇيائين، تڏهن هن شخص ذري پرزي سڀ ڳالهه ڪري ٻڌايس، بادشاهزادي جڏهن اها حقيقت ٻڌي تڏهن ڪيس چيائين ته اڄ تون اتي اسان وٽ هڄ ۽ دل ۾ ڪوبه خوف نه ڪر! اهو شخص شهزادي جي حڪم موجب اتي ترسي پيو ۽ نينگري اتان سڌي پيءُ وٽ آئي ۽ چيائينس ته اي بابا! مون اڄ پاڻ لاءِ مڙس لڌوآهي، بادشاهه پڇيس ته ڪيئن؟ بادشاهزادي سموري ڳالهه ڪري ٻڌايس، بادشاهه ان شخص کي گهرائي وري احوال پڇيو، هو ساري ڳالهه ڪري وجي مٿي چڙهيو! بادشاهه مٿس اهڙو راضي ٿي پيو جو پنهنجي ڌيءُ جو يڪدم ساڻس نڪاح ڪري ڏنائين پوءِ فرمايائين ته جڏهن هو شخص الله تعاليٰ جي خوف کان هن ٻن شين يعني طعام ۽ شهوت رانديءَ کان پاڻ کي بچايو، ته الله سائين به وري اهي شيون ڪيس مرحمت فرمائي ڇڏيون سو به حرام کان بچائي حلال طرح عطا فرمايائينس.

**9- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته هيڪر آءٌ سندن حضور مبارڪ ۾ ويٺو هوس ته هڪڙي شخص خدمت ۾ ڳالهه ڪئي ته ميان محمد قاسم معلم رهندڙ ڪاتيارن، واقع پرڳڻي چاڪر هالي جو، پنهنجن ڪتابن سميت هڪڙي تابوت جي پچڻ لاءِ ويو هو! جو خواجي مهر علي ميمڻ جي پٽن ٺهرايو هو. اتي ماڻدارن مان ڪن لچن ماڻهن ڪيس البت مارڪٽ ڏني ۽ تڪليف پهچائي، پوءِ جڏهن عاشورن جا ڏينهن گذريا تڏهن اهي ميمڻ انهيءَ مارڪٽ جي معافي وٺڻ لاءِ ڪي سادات سڳورا به ميڙ طرح وٺي، انهيءَ بزرگ وٽ اچي معافي طلب ٿيا، پر بزرگ مٿين سندن ميڙ قبول نه ڪئي ۽ چيائين ته جيڪڏهن آئون راضي ٿيندس ته دين سڳوري جي بي رونقي ۽ گهٽتائي ٿي پوندي. پاڻ اها ڳالهه ٻڌي فرمايائون ته ظاهري عالمن جي سمجهه ڪهڙي نه ابتي آهي جو معافي ڏيڻ ۾ دين جي بي رونقي پيا سمجهن، حالانڪ دين جي زيادتي ته آهي ئي معاف ڪرڻ ۾، "ان الله عفو يحب العفو" جي ابتڙ رڳو پنهنجي نفساني غرض ۽ ڪاوڙ پوري ڪرڻ لاءِ اوٽ وري دين جي زيادتي پيا ڪن.

**10- نقل:** جامع ملفوظات رحمت الله عليه چوي ٿو ته هيڪر آءٌ شهدادپور جي سفر ۾ ساڻن حاضر خدمت پي ويس ته اينتري ۾ ميوو فقير جو خليفي ميان اسماعيل ڪونهيرن وارن جي جماعت مان هو، سو گهوڙي تي بنا هني چڙهيو اچي منهنجي پرسان ٿيو، مون چيومانس ته هي گهوڙو خريد ڪيو اٿئي؟ فقير چيو ته جڏهن ٻين منهنجن سيني سنگتين جماعتن گهوڙا خريد ڪيا، تڏهن مون به قرض ڪٽي گهوڙو ورتو آهي! سندس اهو چوڻ سائين جن ٻڌي مثال طرح فرمايائون

تہ لاڑ جي سفر ۾ شهدادپور ۾ آياسون تہ اتي هڪڙي فقير سڻ جي واڳ اسان جي گهوڙي لاءِ نذراني طرح آڻي ڏني جا گلن ڳاڙهن ۽ ڦڪن سان سينگاريل هئي، ٻيو هڪڙو فقير جو ان وقت حاضرهو سو اها واڳ اسان جي گهوڙي جي ڏسي ويو ۽ ٻہ ٽي ڏينهن ڏنو سون تہ نظرڪونہ ٻيو اچي، ڪجھ مدت ڪانپوءِ جڏهن جماعت ۾ موٽي آيو تڏهن ڏٺم تہ پنهنجي گهوڙي جي واڳ، اسان جي واڳ جهڙي وجهي آيو آهي، ايترا ڏينهن انهي واڳ ٺاهڻ ۾ مشغول هو، پوءِ پاڻ فرمايائون تہ انهي فقير بہ ائين پئي سمجهو تہ پيرجي متابعت ڪئي اٿم ۽ پنهنجي نفس جي سڌن جي وري سڌ ئي ڪانہ پيو لهي تہ ڪو ان جي فرمانبرداري ۾ پيو وڃان، جو تہ اسان وٽ اها واڳ الله تبارڪ وتعاليٰ بنا خيال ۽ ارادي جي موڪلي هئي ۽ هو وڏي تڪليف ۽ ڪشالو ڪري پنهنجن هٿن جي محنت سان ٺاهي آيو هو، واهہ جامتا بعت ڪيائين!

**11- نقل:** هيڪر پاڻ نقل بيان ٻي فرمايائون تہ خواجہ حسن بصري رضي الله عنہ پنهنجي نوڪر کي هڪڙي ڏينهن امر فرمايا ئون تہ سٺيي ماني ۽ ڀڳل مڇي تيار ڪري اچ، پوءِ جڏهن خادم ماني ۽ مڇي آڻي حاضر ڪئي، تڏهن انهي کي ڏسي روئي ڏنائون ۽ وري چاليهہ ڏهاڙا هرگز طعام کي ويجهو ڪونہ ويا.

**12- نقل:** هيڪرپاڻ فرمايائون تہ حضرت امير المؤمنين امام الاشجعين مرتضيٰ علي ڪرم الله وجہ ڪنهن ڪافر پهلوان سان جنگ پي فرمايائون، جڏهن هڪ ٻي سان اچي اٽڪيا ، تڏهن اسدالله الغالب رضي الله تعاليٰ عنہ انهي گيدي گدڙ جهڙي کي وشنديئي جاءِ ڪان مٿي پٽي ڪٽي زمين تي هنيو، ۽ مياڻ مان خنجر ڪڍي سندس ڪهڻ لاءِ تيارٿيا ، ان وقت جڏهن ڪافر کي مقابلي جي ڪا طاقت ڪانہ رهي ۽ پنهنجي نڙي تي خنجر ڏسي حياتي جو آسرو لاٿائين، تڏهن پنهنجي پليتي ۽ ساڙ ڪان وات مان ٿڪ ڪڍي سندن چند جهڙي منهن مبارڪ ڏانهن اڇلايائين، سندس ٿڪ اڇلائيندي ئي پاڻ يڪدم ٽپو ڏيئي سندس ڇاتي تان لهي پيا ۽ کيس بلڪل ڇڏي ڏنائون، ڪافر هي هلت ڏسي حيران ٿي ويو، ۽ عبرت ۾ پرجي عرض ڪيائين تہ حضرتا! جيتري مون کي طاقت ۽ قدرت هئي، اينري قدر تنهنجي مقابلي ۾ جنگ ۾ ڪوشش ڪيم، پرپوءِ بہ جڏهن مون تي غالب پئجي ويو ۽ زمين تي اڇلائي ڪهڻ لاءِ تيارٿيؤ، تڏهن بہ مون پنهنجي اندر جي ساڙ ڪان اهڙي بي ادبي ۽ گستاخي ڪري گذريس، جو هڪڙي اهائي بي ادبي منهنجي سر اڏائڻ لاءِ ڪافي هئي، پر توهان انهي بي ادبي تي ڪاوڙجڻ جي بدران مون دشمن کي يڪدم آزاد ڪري ڇڏيو، سوڇو؟ حضرت علي شير خدا ڪرم الله وجہ جواب ۾ فرمايائونس تہ اسان کي ڪافرن سان جنگ ۽ جهيڙي جو حڪم الله تبارڪ

وتعالىٰ جي درگاهہ مان خاص هن ڪري مليو آهي تہ انهن دين جي مخالفن دشمن سان خاص الله تبارڪ وتعالىٰ جي لاءِ جنگ ڪيون باقي نفساني غرض لاءِ اسان جي جنگ ڪانہ هوندي آهي، هينئر جو تو ڪان اهڙو بڇڙو ڪم صادر ٿي پيو، پوءِ ڏنم تہ هينئر جو توکي ڪهان ٿو تہ انهي ڪهڻ ۾ نفس بہ ڀائيوار ٿي پوي ٿو ڇو تہ انهي بي ادبي ڪري ڪيس رنج پهتو آهي، تنهن ڪري توکي ڇڏي ڏنم تہ نفس انهي خدا ڪارڻ ڪيل ڪم ۾ شريڪ نہ ٿي پوي، جيئن تہ مولانا رومي قدس سره انهيءَ بابت فرمايو آهي:

**گفت من تيغ از پئي حق مي زنم بنده حقم ! نہ مامور تنم**

يعني حضرت علي ڪرم الله وجهہ ان ڪافر کي چيو تہ آءُ جوهي ترار پيو هڻان سا خاص الله تبارڪ وتعالىٰ لاءِ وهايان ٿو نہ نفساني غرض لاءِ ڇو تہ آءُ الله تعالىٰ جو ٻانهو آهيان انهي جي حڪم موجب هلان چلان ٿو، باقي نفس جو ٻانهو ناهيان جو ان جي فرمانبرداري ڪيان:

**شير حقم نيستم شير هوا فعل من برڏين من باشد گواه**

يعني آئون الله تعالىٰ جو شينهن آهيان باقي اسدالنفس يعني پنهنجي نفس جو شينهن ناهيان جو انهي لاءِ پهلوانيون ڏيکاريان منهنجي دين جي سچائي جا شاهد آخر منهنجا ڪم ئي تہ آهن، پوءِ جي ڪمن ۾ ڪيان نفس جي تابعداري ۽ زبان سان ظاهر ڪيان دين جي سچائي تہ اها ڳالهہ درست نہ ٿيندي. اهو ڪافر انهيءَ معقول تقرير ٻڌندي ئي بي اختيار دين جي سچائي ڏي جذب ٿي ويو، ۽ چيائين تہ اهڙو بي وقتو رحم ڪرڻ دين جي سچائي کانسواءِ نٿو ٿي سگهي تنهن ڪري آئون شاهدي ٿو ڏيان تہ اوهان جو دين برحق آهي ! ائين چئي شهادت جو ڪلمو پڙهي حضرت علي ڪرم الله وجہ جي هٿ تي ايمان آندائين.

**13- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر پاڻ لاڙ جي سفر ۾ حيدر خان پرڳڙي جي دعوت تي تشريف فرماٿيا ، پوءِ گفتگو هلندي پاڻ حيدر خان کي فرمايائون تہ اي حيدر خان تون مختيار ڪاري جي عهدي کان اڳ بہ تہ امير ماڻهو هئين ۽ دنيا جي گذران ۾ آسودو پئي گذاريئي، هينئر توکي ڪهڙي ضرورت پئي جو مختياركار جي عهدي ۾ پاڻ کي نيئي اڙايئي جنهن ۾ مخلوقات جي ايذاءَ ۽ پٽ ڪان سواءِ پيو ڪو فائدو ڪونهي. اتي ياٿيخان پرڳڙي، جو حيدر خان جو سوٽ هو، تنهن عرض ڪيو تہ حضرتا! هي بہ اوهان بزرگن جي توجہ مبارڪ ۽ مهرباني جي برڪت جو اثرآهي، پاڻ جواب ۾ فرمايائونس تہ ادا! اسين تہ ائين ٿا گهرون تہ اسان جا سڀ مريد نفساني سڌن ۽ حرصن کان آزاد ٿي امن امان سان الله تبارڪ وتعالىٰ جي طلب ۾ لڳا

پياهجن، باقي هي عهدو جو اوهان اختيار ڪيوآهي سو اوهان جي نفس جي شامت آهي نہ هن فقير جي دعا.

**14- نقل:** هيڪر پاڻ حديث شريف ڪان نقل ٻي فرمايائون تہ هڪڙي ڏينهن حضرت اميرالمؤمنين علي ڪرم الله وجہ هڪڙي وڏي جماعت سان گڏيا ڪنهن رستي سان پي ويا تہ واٽ سان هلندي اتفاقا سندن هٿ مبارڪ مان چهبڪ هيٺ ڪري پيو، تڏهن حضرت علي ڪرم الله وجہ ٻي ڪنهن کي بہ چهبڪ کڻي ڏيڻ جي تڪليف ڪانہ ڏنائون، بلڪ پاڻ گهوڙي تان هيٺ لهي، چهبڪ پنهنجي هٿ سان کڻي وري وجي گهوڙي تي سوار ٿيا. پاڻ فرمايائون تہ حضرت امير المؤمنين جن اهڙو سوال ڪرڻ بہ جائز نہ رکيو اٿن.

**15- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون پي تہ انسان جي بدن ۾ جيستائين هڪڙو پيٽ بکيو رهندو، تيستائين ٻيا سيئي عضوا ڍاول هوندا. پر جي هڪڙو پيٽ ڍاول ٿيو تہ ٻيا ڪل عضوا بکيا رهندا. پوءِ فرمايائون حضرت سرور ڪائنات صلي الله عليہ وسلم جن جي ظاهري زماني ڪانپوءِ پهرين بدعت جيڪا پيدا ٿي، سا اها پيٽ پري ڪائڻ جي بدعت هئي! مولانا رومي قدس سره ان بابت فرمايو آهي:

**گرتو انبان ز.نان خالي ڪني پرز گوهر هالي اجلالي ڪني**

يعني جيڪڏهن اها پيٽ واري کلي ماني ڪان خالي ڪندين تہ بي بها خدائي موتين سان پري وجهندين.

**16- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ جڏهن پاڻ ناڙي ملڪ جي سفر تي تشريف فرماتياهئا. تن ڏينهن ۾ سندن دماغ تي زڪام جو اثر غالب ٿي پيو هو، پاڻ هن خيال ڪري تہ زڪام سردي جي اثر ڪان ٿيل آهي، ڏونري، لسي ۽ کير ڪان پرهيز فرمائيندا هئا. پوءِ هڪڙي ڏينهن ڪنهن ديهہ ڪان اچي لانگهائو ٿيا تہ اوچتي هڪڙي عورت ڏهي جو وٽو پري اڳيان کڻي آئي ۽ عرض ڪيائين تہ حضرتا! خدا تعاليٰ جي نالي تي هي ٻي ڇڏيو! پاڻ فرمائن ٿا تہ انهي جي ڏسڻ سان طبيعت کي سندس پيئڻ ڏاڍو سخت ۽ مٺو لڳو پر معطي غيبي جي هٿ جو ڏنل سمجهي رضامندي موجب سيئي ٻي وياسون، پيئڻ شرط زڪام جو اثر جو گرمي جي ڪري پيدا ٿيل هو يڪدم دفع ٿي ويو.

**17- نقل:** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمه نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ زبان مبارڪ سان فرمايائون تہ هڪڙي وقت اسان کي عضون تي ڦرڙي نڪري پئي هئي، جنهن ۾ ڏاڍو درد ۽ سورهو. ان جي دفع لاءِ دوا بہ ڪا ڪانہ ڪئي سون، هڪڙي ڏينهن اندران جاءِ تان چيائون تہ جيڪڏهن موکل ملي تہ ڪجهہ مکڻ ذرو ڦرڙي تي مکيون تہ انهيءَ سان منهن نرم ٿيندو. اجازت ڪانپوءِ مکڻ لاتائون تہ ان

تي اچي مڪيون گڏ ٿيون، پهريان تہ خيال آيو تہ مڪيون پل تہ پنهنجي مرضي موجب ويٺيون کائن پر پوءِ وري خيال ٿيو مکين جي کائڻ کان جيڪڏهن ڦرڙي جو منهن موڪرو ٿي پيو تہ اهو بهتر نہ ٿيندو انهيءَ خيال اچڻ سان مڪيون ڦرڙي تان تڙي ڇڏيون سون.

**18- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر پاڻ فرمايائون پي تہ جيڪڏهن ڪو شخص ڪنهن سان چڱائي ڪندو، پوءِ توڙي مسلمان يا ڪافرسان، چڱي سان توڙي بڇڙي سان، تہ بہ ان چڱائي جو نتيجو آخر چڱوئي ڏسندو. مگر هڪڙو نفس اهڙو تہ پليت دشمن آهي، جو ان سان جيتري بہ چڱائي ڪجي، اوتري هو دشمني ۾ بڇڙائي زياده ڪندو، پوءِ جيڪو هن سان چڱائي زياده ڪندو تہ ان مان نتيجو بڇڙو بہ گهڻو ڏسندو.

**19- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ حاتم اصم قدس سره جي نوڪرن مان هڪڙو شخص ڪنهن گجرن وڪڻندڙ کان هڪڙي ڏينهن پائي جون گجرون خريد ڪري وٺي ويو ۽ وري بي ڏينهن بہ موٽي اچي ان گجرن وڪڻندڙ کان پائي جون گجرون گهريائين! وڪڻندڙ جواب ڏنس تہ هن پاڇي ۾ مون ڪي رڳو هڪ پائي جي گجرن جي وڪڻ جي موڪل هئي، سي وڪيون اٿم، گهڙي ڪن ترس تہ بي ڪنهن دڪاندار کان موڪل وٺي، سندس دوڪان جي پاڇي ۾ توکي گجرون توري ڏيان، پر هي تہ ٻڌاءِ ڪالهہ بہ تون پائي جون گجرون وٺي وئين، اج بہ وري پائي جون گجرون وٺڻ آيوآهين سوڪنهن جي واسطي وٺي ٿو وڃين؟ نوڪر جواب ڏنو تہ حاتم اصم جي لاءِ، گجرن واري چيو تہ حاتم اصم ڏاڍو ڪو لذتون وٺڻ وينوآهي، جوبہ ڏينهن سانده پائي جون گجرون وٺي ٿو کائي، نوڪر اها ڳالهہ وڃي حاتم سان بيان ڪئي حاتم چيس تہ وڃي انهيءَ شخص کان سندس احوال جي حقيقت پڇي اچ تہ تنهنجو ڪهڙي طرح گذرآهي، هن موٽي اچي گجرن واري کان ان بابت پڇيو؟ گجرن واري جواب ڏنو تہ مون کي ٻائيتاليہ ورهہ هن گجرن وڪڻندي گذري وياآهن پر ڪڏهن هڪ گجربہ وات سان چکي ڪانہ اٿم.

اي عزيز! اهڙي طرح طالب کي بہ پنهنجي نفس کي بارهيث قيد ڪري ڇڏڻ گهرجي ۽ ڪڏهن بہ سندس مراد تي ڪيس نہ ڇڏڻ گهرجي تہ جيئن سيئي سڏون وساري ڦٽي ڪري.

**20- نقل:** هيڪر پاڻ بيان فرمايائون تہ ڪو عابد شخص حضرت بايزيد بسطامي قدس سره جي وقت هوندو هو، سو حضرت بايزيد قدس سره جي مريدن کان الله جي اسرارن ۽ معرفت جون ڳالهيون پيو ٻڌندوهو، ۽ حضرت بايزيد قدس سره جي حضور ۾ حاضرٿيو ۽ عرض ڪيائين تہ حضرتا! آئون ساري رات الله

تبارڪ وتعاليٰ جي بندگي ۽ عبادت ۾ اپي پير بيٺو ٿو رهان، ۽ ڏينهن جو هميشہ روزو وات ۾ اٿم، ۽ زهد ۽ رياضت ۽ مجاهدن ۾ مشهور معروف آهيان، پر تڏهن بہ جيڪي اسرار ۽ علم، توهان جا مريد بيان ٿا ڪن، مون کي انهن مان ڪا سمجهہ ڪانہ ٿي پوي سو ڪهڙو سبب؟ حضرت بايزيد قدس سره فرمايس تہ اي ادا ؟ تو اهڙي مقامات ۾ گذاريو آهي، جو عزت ۽ مرتبي وارا آهن، پر جيڪڏهن تنهنجي مرضي هجي تہ اهي اسرار ۽ علم مخفي حاصل ڪريان تہ هينئن ڪر جو شهر جي ٻارن کي مٺائي ڏيئي پنهنجي پوئتان لاءِ تہ توکي گاريون ڏيندا ۽ ٻچڙن نالن ۽ لقبن سان سڏيندا خوار ڪندا اچن ۽ تون اهڙي خواري سان شهر مان گهر گهر ڪيون پنندو اچ، تہ پوءِ انهن اسرارن مان توکي بہ بهره ياب ڪري ڇڏيان! هن چيو تہ اهو ڪم مون کان هرگز نہ ٿي سگهندو، باقي ٻيو جيڪو حڪم ڪرين تہ حاضر آهيان! حضرت شيخ قدس سره فرمايس تہ اهو توکان نٿو ٿئي تہ ٻيو بہ توکان نہ ٿي سگهندو. اهو نقل بيان ڪري پوءِ پاڻ فرمايائون تہ انهيءَ زاهد جي بيماري ۽ اندر جي مرض جي دوا هئي رڳي اها، جا حضرت شيخ صاحب قدس سره ڏسيس، يعني تہ هن کي پنهنجي وڏائي ۽ عزت ۽ مرتبي جو گهڻو خيال هوندو هو، تنهن جي لاءِ حضرت شيخ قدس سره جو ڏس اڪسير جي حڪم ۾ هو، پر هو بي نصيب ان جي استعمال کان نابر ٿي ويو، تنهن ڪري محروم رهجي ويو، باقي ٻي دوا ان لاءِ هئي ڪانہ جو استعمال ڪرائي وڃي.

**21- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ هڪڙي ڏينهن حضرت امام حسن رضي الله تعاليٰ عنہ پنهنجي هڪڙي خادم سان گڏيا ڪنهن رستي سان ٻي ويا، واٽ تي پنهنجي غلام کي ڪنهن ڪم بابت حڪم فرمايائون انهي غلام اهو ڪم تہ بجاءِ نہ آندو، پر رهندو ڏند ڪڍي امام صاحب جا ويچارا ڪڍڻ لڳو امام صاحب جن ڪلي ڏنو ۽ فرمايائون تہ تون ٿو چوين تہ مون کي امام صاحب مارڪٽ ڪري، يا گاريون گند، بدشد چوي، سو نہ ٿي سگهندو باقي وڃ تو کي لوجہ الله تعاليٰ آجو ڪري ڇڏيم.

**22- نقل:** جامع ملفوظات رحمہ الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر آئون سندن خدمت مبارڪ ۾ ويٺو هوس، پوءِ پاڻ ڳالهہ ڪيائون تہ هڪڙي پيري اسان دنيا جو ترڪ ڪيوهو، پوءِ پيا ٽپڙ تہ سڀ ڪڍيا ويا، پر جيڪي مينهون هيون سي بہ سڀ کهي فقيرن کي ڪارائي ڇڏيون سون، مگر هڪڙي مينهن جا ڪير جي ڏاڍي پلي هئي، سا وڃي ٻچي پهريان تہ چيوسون تہ اها بہ کهي في سبيل الله ڪارائي ڇڏيون پرپوءِ دل ۾ خيال آيو تہ هيءَ مينهن تمام پلي آهي جي کهي ڪائبي تہ فقيرن جو هڪڙو ويلو ٿيندو پر جي وڪڻي پئسا ڪبا تہ پئسا گهڻا ملندا، پوءِ

اهي پئسا وري فقيرن کي ني ڏينهن طعام ڪارائجي ته بهتر ٿيندو انهيءَ خيال ڪانپوءِ جو وري فڪر ورتون سون ته معلوم ٿيو ته اهو نفس جو خيال هو چو ته نفس جي انهي مينهن سان محبت هئي، تنهن ڪري سندس ڪهڻ نہ پيو سهي ۽ چوي پيو ته جيڪر ڪنهن به دستور اها مينهن جيئري رهي، پوءِ يڪدم حڪم ڏنوسون اها مينهن کهي فقيرن کي ڪارائي ڇڏيو.

**23- نقل:** پاڻ فرمايائون ته خليفيٰ ميان الهرڪئي عليہ الرحمة کي طعام ڪائڻ جي اشتها يعني بک جي صفت طبيعت مان بالڪل نڪري وئي هئي جو ڏهہ ڏهہ ويهہ ڏينهن سانده جا سانده ڪو يور بہ ڪونہ ڪائيندا هئا، جڏهن گهر جا ياتي يا پيا ڪي ماڻهو زورين مسين ڪوشش ڪري ڪارائيندا هئا ته لاچار ڪو گرهہ ڪٽندا هئا نہ ته خير، پاڻ فرمايائون ته اسان ڪي بہ دل ۾ خيال آيو ته جيڪر طعام ڪائڻ جي اشتها بند ڪري ڇڏيون، پر پوءِ الله تبارڪ وتعاليٰ پنهنجي پلاتي سان اعلام ۽ الهام فرمايو ته بهتر ائين ٿيندو، جو طبيعت جي اشتها هوندي بہ نفس جي خواهش تي لت ڏني، سندس بر خلاف عمل ڪيو وڃي! پر جي طبيعت جي خواهش ڪيئي بند ڪري ڇڏبو ته اهو درجو حاصل نہ ٿي سگهندو، جيڪي خواهش هوندي نفس جي مخالفت سان حاصل ٿيڻو آهي، جيئن ڏسو ته ملائڪ توڙي ڪہ الله تبارڪ وتعاليٰ جي درگاهہ جا مقرب آهن، پر جڏهن ته نفساني خواهشون سندن وجود ۾ آهن ئي ڪين، تنهن ڪري نبين سڳورن ۽ اوليائن ڪرامن جو قرب ۽ عزت ۽ درجو انهن کان برتر ۽ اعليٰ آهي!

**24- نقل:** حافظ اسماعيل، هوت، رهندڙ ديهہ ڪاموائي، واقع پرڳڻي چاچڪن جو، نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ ملن سانوڻين جي دعوت تي پراڻن هالن ۾ تشريف فرمائياهئا، پوءِ اتي مفتي محمد حسين کان پاڻ پاڻي جي طلب ڪيائون مفتي صاحب جلدي گهر وڃي ڪٽڪ جون مانيون پچرائي مٿس گج سارو مکڻ ۽ ڪنڊ وجهرائي وڏي تڪلف سان ڪٺائي آڻي حاضر ڪيائين، پاڻ اتان ڪجهہ بہ ڪونہ کاڌائون بلڪ ساوڙي جي پوڙ مان جو دعوت واري فقير جماعت لاءِ تيار پي ڪيو، ڪجهہ گهرائي ڪائي مٿان پاڻي پي ڇڏيائون.

**25- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو ته هيڪر پاڻ قلعي جيسلمير جي سفر ۾ هڪڙي فقير جي دعوت تي تشريف فرمائياهئا، ان ڳوٺ جي مريدن توڙي پين ماڻهن پڪل منائي تمام گهڻي نذراني ۾ آندي، پوءِ آرام مهل پاڻ رات جو هڪڙي فقير کي فرمايائون ته منائي ڪٺي اچي حاضر ڪر، پوءِ اها منائي فقير کي ڏيئي حڪم فرمايائون ته جماعت ۾ ورهائي ڏي، هو فقير سني سني منائي سائين جن لاءِ رکندو پيو وڃي! پاڻ فرمايائون ته اسان کي سني

منائي نہ وٺندي آهي، اها بہ فقيرن کي ورهائي ڏي، پوءِ پاڻ پنهنجي حصي لاءِ جيڪا ترن جي تيل ۾ منائي پڪل هئي سا ڪڍي رکيائون. معلوم هجي تہ پاڻ جو فرمايائون تہ سڻي منائي اسان کي نہ ٿي وڻي، تنهن ڪري سادي منائي پاڻ لاءِ رکايائون، سو رڳو نفس جي مخالفت ۽ ڪسر نفسي لاءِ هو ۽ هن لاءِ تہ مبتدي مريد ان مان سيکت وٺن ۽ نفس جي مخالفت ڪرڻ سکن ڪنهن بزرگ فرمايو آهي:

**ترابانفس کافر کيش کاري ست بدام آر کہ اين طرفہ شکاري ست**

يعني توکي نفس ڪافر مذهب سان ڪم پيل آهي، جو انهيءَ کي الله تعاليٰ جي اطاعت واري ڦاهي ۾ ڦاسائج! ڇو تہ هي شڪار بہ هڪ عجب شڪار آهي. ٻي ڪنهن بزرگ چيو آهي:

**پدرکز من روانش باد خوشنود مرا از راه لطف اين پند فرمود**
**کہ محکوم سگي بودن درين راهہ بہ از حکمي کہ راند نفس بد خواه**

يعني تہ منهنجي پيءُ جو سندس روح شال مون کان راضي هجي، مون کي مهرباني فرمائي هيءَ نصيحت ڏني تہ اي پٽ! هن رستي ۾ انهي ويري نفس جي حڪم هيٺ رهڻ کان ڪنهن ڪتي جو وجي حڪم مڃڻ ۽ تابعدار ٿيڻ تہ وري بہ اهو بهتر ٿي، پر جي هن نفس بد خواه جو چيو ورتئي تہ پنهي جهانن کان نابود ڪري ڇڏيندءِ.

**26- نقل:** حافظ اسماعيل هوت نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ درگاهہ مبارڪ تي اعتڪاف ۾ ويٺل هئا تہ اتي ڪامائي آئي ۽ عرض ڪيائين تہ حضرتا! اڄ اوهان جي لاءِ ڪهڙي ماني ناهيون؟ پاڻ فرمايائون تہ ساڳ ۽ ڪٽي لسي ڪائيندا سون، پوءِ فرمايائون تہ جيڪي خدا تعاليٰ موڪليندو سو ڪائيندا سون ۽ سندن روش مبارڪ هوندي هئي تہ هميشہ هن آيت شريف تي عمل فرمائيندا هئا:

**ومن يتوكل علي الله فهو حسبه ان الله بالغ امره قد جعل الله لكل شي قدرا**

يعنيٰ تہ جيڪو الله تبارڪ وتعاليٰ تي ڀروسو ڪندو تہ ان لاءِ الله جل شانہ ڪافي آهي. بيشڪ الله تعاليٰ پنهنجي ڪم کي توڙ نبائيندو آهي ۽ بيشڪ الله تبارڪ وتعاليٰ سڀ ڪنهن شيءِ لاءِ اندازو مقرر ڪري ڇڏيو آهي.

**27- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون پي تہ اهڙا بہ ڪي خدا جا مرد آهن، جي پنهنجي گهر ۾ هوندا آهن تہ بہ پنهنجي نفس لاءِ وقتي ڪاڌو خوراڪ بلڪل نہ گهرندا آهن، پر جي اتفاقا سندن گهر وارن کان ڪاڌي بابت ڳالهہ وسري ويندي آهي تہ بہ ماٺ ڪيو وٺندا آهن ۽ ياد نہ ڏياريندا آهن!

اي عزيز! اها روش سندن پنهنجي جند مبارڪ جي هئي جا پاڻ ٻين جي تمثيل ۾

بيان فرمايائون.

**28- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون ته ظاهري معاش جي اسبابن جا تارڪ ته گهڻائي ليندا، پر مرد اهي آهن جي پنهنجي نفس جي سڌن ۽ حرص ۽ خواهشن جو ترڪ ڪري ڇڏن، ڇو ته اسباب جا تارڪ ته واڳين جا سامي به ٿيندا آهن پر نفس جي سڌن جا ورتل ٿيندا آهن، تنهن ڪري ترڪ اسباب مان ڪو فائدو ڪونه هوندو اٿن:

**ترابا نفس ڪافر ڪيش ڪاري ست    بدام آر ڪه اين طرفه شڪاري ست**

يعني توکي ڪافر مذهب نفس سان ڪم پيل آهي، سو ان کي ڦاسائي وجهه ته اهو شڪار به هڪ عجب شڪار آهي.

**29- نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو ته هيڪر آءُ سندن حضور پر نور ۾ درگاهه مبارڪ تي حاضر هوس، ته هڪڙي شخص ترار هڪڙي آڻي سندن حضور ۾ آڏو رکي ۽ عرض ڪيائين ته حضرتا! مير سهراب ٽالپر هن ترار لاءِ مون کي هزار رپيا پي ڏنا، پر مون ترار ڪونه ڏني، هينئر اها ترار اوهان جي حضور مبارڪ ۾ آڻي حاضر ڪئي اٿم! ٻيو ڪجهه نٿو گهران پر رڳي اها تسبيح جا هٿ مبارڪ ۾ آهي، سا مرحمت فرمايو ۽ ترار پنهنجي تصرف ۾ آڻيو. پاڻ ڪيس جواب ته ڪونه ڏنائون پر نظر ڪٽي نهاريائونس به ڪونه.

**30- نقل:** ساڳيو خليفو صاحب نقل ڪري ٿو ته هيڪر آءُ سفر ۾ سندن خدمت بابرڪت ۾ حاضر هوس! پوءِ پاڻ فرمائون ته هڪڙي ڏينهن اسان جي دل ۾ خيال آيو ته، جيڪر جوئر جي ماني موريءَ سان کائجي، پرپوءِ خيال جي متابعت کان مڙي صبر ۾ رهياسون ۽ اندر ۾ چيوسون ته هي خيال جيڪڏهن جمالي هوندو ته پاڻهي واقع ٿي پوندو، پر جي جلالي آهي ته پوءِ ان کان احتراز لازم آهي، اڃان ٿوري دير گذري ته هڪڙو شخص جوار جي مانين جو ٿهو ۽ ڳچ ساريون موريون ڪٽي اچي حاضر ڪيائين. پوءِ فرمايائون ته طالب کي پنهنجو خيال سڃاڻڻ لازم آهي، پوءِ جي جلالي هجي ته ان کان پاسو ڪري.

**31- نقل:** يعقوب فقير ناهيو نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ دريا پار سفر ۾ ڪنهن فقير جي دعوت تي تشرف فرمائيا هئا، اتي ڪارڪون ڏاڍيون سٺيون ۽ سهانگيون هيون پوءِ رات جي وقت گل فقير ناهبي کي جو خدمت ۾ پيشڪار هوندو هو، فرمايائون ته صبح جو هنان ڪارڪون خريد ڪري ٻيڙي پرائي درگاهه ڏي ساڻ کنيون هلجان، پوءِ جڏهن صبح ٿيو تڏهن فقير مٿين عرض ڪيو ته حضرتا! ڪارڪون وڃي خريد ڪري اچان؟ پاڻ فرمايائون ته رات نفساني خيال آيو، تنهن ڪري ان کي موقوف ڪري ڇڏيو سون ان تي عمل نه ڪرڻ گهرجي .

**32- نقل:** ميڏنو فقير پليجو نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ بيان فرمايائون ته ڪو

فقير شخص هو، ان جي گذران جو وجھ هي هوندو هو تہ ڏهاڙي سڪيون ڪاٺيون يا سائو گاھ وڪڻي گذران ڪندو هو. هڪڙي ڏينهن سندس دل ۾ خيال آيو تہ جيڪر ڪنهن جي ٻني مان سرنهہ جو ساڳ موڪلائي پٽي وڃي وڪڻان تہ البت ڏهاڙي ڪان وڌيڪ پيدائش ٿي پوندي ۽ تڪليف بہ ٿوري ٿيندي! پوءِ ڪنهن شخص ڪان سوال ڪري سرنهہ جو ساڳ چني ڪڻي ويو شهر ۾ وڪڻڻ. اتفاقا هڪڙي دولت مند سيٺ ماڻهو جي گهر وٽان اچي لانگهائو ٿيو. ان حاويلي ۾ هڪڙي عورت ماڙي تي ويٺي هئي، فقير جي سهڻي صورت ۽ عمدي شڪل ڏسي مٿس عاشق ٿي پئي ۽ يڪدم ٻانهي کي ڊوڙايائين تہ وڃي ان شخص کي ساڳ وٺڻ جي بهاني سان هيڏي سڏي آءِ. ٻانهي پنهجي سائڻ جي حڪم موجب وڃي ان فقير کي اندر وٺي آئي، ۽ اچڻ مهل حاويلي دروازا سڀ بند ڪندي پي آئي. جڏهن هو شخص ماڙي تي پهتو، تڏهن ڏٺائين تہ هڪ نهايت حسين خوبصورت عورت ويٺي آهي، سندس صورت ڏسندي ئي هي سمجهي ويو تہ مونکي کهڙي بد ارادي سان هت آندو ويو آهي. انهيءَ فڪر ۾ رڪجي بيهي رهيو ۽ دل ۾ چوڻ لڳو تہ اي نفس! اڄ تو مون سان وڏي بازي ڪئي آهي! هڪ تہ سوال حرام مون کان صادر ڪرايو اٿئي ٻيو تہ وري ان جي شامت ڪان هن گمراهي جي کڏ ۾ اڇلايو اٿئي! انهي وچ ۾ عورت چيس تہ ڇو حيران ۽ ششدر ٿي بيهي رهيو آهين اوري اچ ۽ منهنجي دل جو مطلب پورو ڪر تہ توکي جيڪي گهرجي سو آئون ڏيئي ڇڏيان، ائين سمجھہ تہ اڄ توکي ساري عمر لاءِ سوال جي خواري ۽ مزوري جي تڪليف ڪان آزاد ڪري دولت دنيا سان مالا مال ڪري ڇڏيندس! درويش جواب ڏنس تہ نعوذ باالله. اهڙو بد ڪم تہ عمر ۾ مون ڪيو آهي، نہ وري هينئر موتڪان ٿيندو. اهو جواب ٻڌي عورت ڪاوڙجي وئي ۽ ٻانهي کي حڪم ڏنائين تہ وڃي منهنجي وارثن کي ٻڌاءِ تہ هڪڙو ڏاريو ماڻهو هرو ڀرو اندر اسانجي ماڙي ئي چڙهي آيو آهي تہ پل انهي کي مار بہ ڪا ڪنين ۽ طرحين طرحين تعديون ڪري ذليل ۽ خوار خراب بہ ڪنس. هو ويچارو انهي دڙڪي کان ڊڄي ويو ۽ مصلحت انهي ۾ سمجهيائين جو ان فاسقہ عورت جو چيو مڃي! تنهن ڪري ڪيس دلاسو ڏيئي چيائين تہ ڪاوڙ نہ ڪر آئون حاضر آهيان پر مون کي صحرا يعني جهنگ وڃڻ جو خيال آهي ڪا موري هجي تہ آئون دفع ضرورت ڪري تو وٽ موٽي اچان. ان عورت اتيئي موريز ڏيکاريس هي ڪوٺرو ڪٽي موريز ۾ لنگهي ويو، اتي وڃي نفس کي چوڻ لڳو تہ اي نفس! تو بہ مون کي وڏي فريب ۽ ٺڳي سان هت اچي ڦاسايو آهي تہ آئون بہ اڄ توکي سزا طرح هن ماڙي تان هيٺ تو اڇلايان تہ پل تہ پنهنجي ڪئي لوڻڻ لاءِ پرزا پرزا ٿي پؤ نہ وري بہ دوزخ جي باھ کان تہ ڇٽي

پوين، چو ته هي تڪليف هن تڪليف کان سولي اٿئي ائين چئي ڪٽي پت تان مٿان هيٺ ٽپو ڏنائين. الله تبارڪ وتعاليٰ جي حڪم سان ڪو وار وسو به ڪونه ٿيس، صحيح سلامت گناهه کان بچڻ تي شڪرانا ادا ڪندو گهر روانو ٿي ويو.

اي عزيز! هي مڙيئي پرهيز گاري جي برڪت ۽ نفس جي مخالفت ڪري پلائي ٿيس جو ڪنهن به عضوي کي ايتري بلندي تان ڪرڻ هوندي به ڪو نقصان ۽ ڏک ڪونه پهتس ۽ گناهن ۽ فسادن مان به صاف سلامت نڪري ويو. تنهن ڪري طالب کي ضرور ايتري همت جي قوت ۽ عصمت ڌارڻ ڪبي. جيئن ته الله تبارڪ وتعاليٰ به ان بابت قرآن مجيد ۾ ارشاد فرمايو آهي ته:

**، ومن يتق الله يجل له مخرجا ويرزقه من حيث لايد تسب!**

يعني جيڪو شخص الله تعاليٰ جو ڊپ رکندو ۽ سندس جهليل ڪمن کان باز رهندو ته ان لاءِ الله جلشانه دنيا ۽ آخرت جي تڪليفن کان نڪرڻ جي ضرور ڪا واهه ڪندو ۽ اهڙي هنڌان رزق پهچائيندس جو سندس گمان ۾ ئي آيل نه هوندو!

**33- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته هيڪر آئون درگاهه مبارڪ تي سندن خدمت مبارڪ ۾ حاضر هوس پوءِ پاڻ مونکان پڇيائون ته هينئر سير ڪندو آهين يا نه؟ مون عرض ڪيو ته هينئر اهڙي جمعيت حاصل ٿي پئي آهي، جو سير لاءِ دل ئي ڪانه ٿي ڪدي! پاڻ فرمايائون ته طالب کي ڪبي ته جڏهن سندس نفس آرام جي خواهش ڪري ته ان وقت سير ڪرائيس ۽ جيڪڏهن سير ڪرڻ لاءِ تانگهي ته پنهنجي جاءِ ويهي رهي، مڙوئي نفس جي مخالفت ضرور ڪرڻ گهرجيس، سندن انهي فرمودي مبارڪ مان معلوم ٿئي ٿو ته هميشه نفس جي مخالفت لازم آهي! پر جيڪڏهن سير تي نڪرجي ته به خدا جي خلق کي فائدي پهچائڻ لاءِ، اهوئي سبب آهي جو سندن دل مبارڪ به سير سان گهڻي هوندي هئي چو ته ان ڪري خلق خدا جي کي فائدو ۽ نفعو پهچائيندا هئا.

**34- نقل :** جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته هيڪر درگاهه مبارڪ تي خدمت سڳوري ۾ حاضر هوس ته هڪڙي شخص ڪين ۽ مون مسڪين کي به دعوت اچي ڪئي، پاڻ صاحب دعوت جي گهر تشريف فرمائيا ۽ آئون به خدمت مبارڪ ۾ ساڻ هوس، جڏهن صاحب دعوت جي طعام آڻي حاضر ڪيو، تڏهن پاڻ اتان ٿورڙو قدر کائي هٿ کٽي ڪديائون مون ۽ ٻين فقيرن پنهنجي خواهش مطابق کائي ڍؤ ڪيو، جڏهن سيئي کائي واندا ٿياسون، تڏهن پاڻ دعا لاءِ هٿ کنيائون ۽ دعا گهري موٽي جاءِ ڏانهن اسريا . واٽ ۾ مون خدمت مبارڪ ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! دعوت جو حق آهي ته ڍؤ ڪري کائجي پوءِ توهانجي ٿورڙي کائڻ جي ڪهڙي حڪمت آهي؟ پاڻ فرمايائون ته اسين پهريائين پنهنجي گهران کائي

نڪتاهئا سون ته دعوت جو کاڌو رڳو نفس لاءِ نه ٿي پوي، بلڪ خاص خدا لڳ هجي.
اي عزيزا دل جي هوش سان سمجهي ڇڏ ته اهل الله ڪهڙا نه هوشيارآهن، جو ڪوبه ڪم ڪن ٿا ته اهو نفس جي برخلاف خاص خدا لڳ ٿا ڪن، ڪنهن بزرگ بلڪل چڱو چيوآهي:

**نفس بدراڪش ودل رازنده ڪن     خواجه را ڪشت ست ورا بند ڪن**

يعني انهيءَ نفس قاتل کي جو دل وارو سردار ماري وڌو اٿس، قصاص ۾ قيد ڪري قتل ڪري ڇڏ ۽ پنهنجي دل واري سردار کي جيئرو ڪر.

**35- نقل :** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ ڪنهن سفر تان درگاهه مبارڪ تي موٽيا هئا ان ڏينهن عرس واري مهيني جو پوين ڏينهن هو، ڳوٺ جي ماڻهن عرس مبارڪ جون تمام گهڻيون دعوتون ڪيون هيون، پاڻ سڀ ڪنهن جي دعوت تي تشريف فرما پي ٿيا، مولوي عبدالله به خدمت مبارڪ ۾ ساڻ هو، سو به ڪن دعوتن وٽڻ ڪانپوءِ چوڻ لڳو ته حضرتا! هيتر مون کائي اهڙو ڊوڙ ڪيو آهي، جو وڌيڪ کائڻ جي طاقت ڪانه اٿم، پاڻ فرمايائونس ته هن کان اڳ جيڪي کاڌو اٿو سو رڳو نفس جي لاءِ هو باقي هيتر جيڪي کائيندؤ سو خدا لڳ چئبو.

**36- نقل :** سيد اول شاهه نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ ٽنڊي سائينداد ٽالپر جي ۾ تشريف فرما ٿيا هئا ۽ خليفو محمود جامع ملفوظات رحمة الله عليہ به حضور ۾ حاضر هو، آئون به سندن خدمت ۾ مٽيءَ تي ويٺو هوس، پوءِ خليفي محمود رحمة الله عليہ چيو ته سيد اول شاهه به هيتر مشائخي کي ترڪ ڪري ڇڏيو آهي، ڪين اها ڳالهه ڏاڍي وڻي ۽ نقل بيان فرمايائون ته ڪو بزرگ گپ مان مان پير وجهندو ٻنڌ ڪندو پي آيو ۽ سندس مريد ان بزرگ جي پويان ٽپا ڏيندو پي آيو، ۽ پنهنجا پير مٽيءَ ۾ پرڻ نه پيو ڏي، بلڪ گپ کان بچائيندو سڪي تي رکندو پي آيو، بزرگ کي مريد جو اهو حال ناپسند آيو ۽ هي بيت سندس حال مناسب فرمايائين:

**دل نگهدار اي مغفل دل     چند داري نگاه جامہ زگل**

يعني اي دل کان غافل ٿيل شخص پنهنجي دل جي حفاظت ڪر، باقي مٽيءَ ۾ پرجڻ کان ڪپڙن جي حفاظت ڪيستائين ڪندو رهندين؟

**37- نقل :** هيڪر پاڻ مريدن جي دعوتن وٽڻ لاءِ قلات جي ملڪ ڏانهن تشريف فرمائيا هئا، پوءِ جڏهن سيني جي دعوت جي اجابت جو حق ادا ڪري اسقلڪو ديهه ۾ اچي وارد ٿيا، جا پڻ قلات جي ديهن مان هڪڙي ديهه آهي پوءِ اتي جماعت کان توڙي شهر جي رهاڪن کان واٽ بابت صلاح پڇيائون ته ڪهڙي

رستني کان وري موٽي گندا واهہ وڃڻ گهرجي؟ سيني عرض ڪيو تہ حضرتا! بيا سڀ رستا سهنجا آهن باقي ڪرڪ واري واٽ تمام سخت ۽ ڏکي آهي، پاڻ فرمايائون تہ اسين پڻ انهيءَ ڏکي واٽ سان وينداسون، ڇو تہ حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن جي بہ روش مبارڪ اها هوندي هئي تہ جنهن رستي سان ڏکيائي هوندي هئي انهي سان تشريف فرمائيندا هئا. پوءِ جڏهن گندا واهہ ڳوٺ کان شاديهر جي ديهہ ڏانهن موٽيا تڏهن واٽ تي هڪڙي ڪشادي پٽ ۾ اڳئين نماز ادا فرمايائون، اتي ناڪو نالي بروهي جو بلڪل ديوانو هو سو قلات جي طرف ڏانهن منهن ڪري پوندا ڏيڻ لڳو. پاڻ فقيرن کان پڇيائون تہ هي ڇاتو ڪري؟ سموري جماعت حيرت ۽ فڪر ۾ چپ ٿي ويا. ڪنهن کي بہ ان جو سبب معلوم نہ ٿيو. پاڻ فرمايائون تہ ڪرڪ جي رستي کان تڪليف ۽ ايذاءِ پهتو اٿس تڏهن ان طرف پوندا ٿو ڏيئي پوءِ سيئي سمجهي ويا.

**38- نقل :** سيد اول شاهہ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ هڪڙي هنڌان سوار ٿيا پيا آيا. واٽ تي ڳٺن جو ٽلو پيو آيو سو گهوڙن کي ڏسي اڇي ٽٽو، جنهن ڪري وٺي رئي ۽ دز ڪڙي ٿي پاڻ مون ڏانهن نهاري فرمايائون تہ هي ڪهڙو سبب آهي، جو دز کان بچان ٿي لڳي؟ مون عرض ڪيو تہ حضرتا! اوهين ٻڌايو پاڻ فرمايائون تہ هي بچان بہ نفس جي انانيت يعني خودي ۽ هٺ جي ڪري آهي.

**39- نقل :** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو تہ هيڪر آئون ڪنهن سفر ۾ سندن سواري سان گڏ هم رڪاب هوس ۽ ٻي فقيرن جي جماعت بہ گهڻي ساڻ هئي، واٽ تي سندن نظر مبارڪ هڪڙي فقير تي پئجي وئي، جنهن ڪجهہ ماني ڪپڙي ۾ ٻڌي پٺيءَ پويان ڪنيو پيو آيو. پاڻ سندس ماني واري ڳنڍ تي هٿ مبارڪ هڻي فرمايائونس تہ تو پنهنجي خدا کي ڳنڍ ۾ سوگهو ڪري پٺيءَ پويان ٻڌي ڇڏيو آهي ! اي عزيز! پاڻ هن آيت مبارڪ ڏانهن اشارو فرمايائون:

افرائيت من اتخذ الهہ هواهہ " يعني گمراهہ شخص کي ڏسُ، جنهن پنهنجي نفساني سڌ کي پنهنجو الله ڪري ورتو آهي.

**40- نقل :** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ ابتدا حالت جي وقتن ۾ منهنجي عادت هوندي هئي تہ سفر ۾ جيڪي فقير دولت مند دعوتن وارا حضرت مرشد مڪرم قدس سره لاءِ عمدا طعام تيار ڪرائيندا هئا، تن مان آئون بلڪل ڪونہ کائيندو هوس ۽ ٻين وڏماڻهپي وارن ڪمن ۽ شين کان بہ طبيعت کي نفرت هوندي هئي، پوءِ هيڪر قلات جي سفر ۾ پاڻ سعيد خان بروهي وينل ڪوٽري واقع ويجهو گندا واه جي دعوت تي تشريف فرما ٿيا. انهي حضرت مرشد مڪرم لاءِ عمدا عمدا ۽ ڪئي قسم طعام تيار ڪرايا هئا ۽ ٻين فقيرن لاءِ چانورن جو

پلاءُ دنبن گهتن جي گوشت ۾ تيار ڪرايو هئائين، اتي مون غازي خان فقير کي جو سفر ۾ مون سان رفيق هو، چيو ته جيڪڏهن هڪ گرهه به ان عمدي طعام مان ڪاڌو سون، سمجهه ته خدا تعاليٰ جي طلب واري واٽ کان روڪجي ويندا سون، پوءِ پاڻ ان ڏينهن اسان کي به ٽي ڀيرا سڏيائون ته اچي اسان سان گڏجي کائو، پر اسان بلڪل پاسو ڪري عام فقيرن سان گڏجي طعام کاڌوسون.

**41- نقل :** جامع ملفوظات رحمه الله عليه چوي ٿو ته هيڪر پاڻ فرمايائون پي ته طالب کي شروعات ۾ خيال ۽ خطرا ڏاڍا دل تي وارد ٿيندا آهن ۽ شيطاني خيال ۽ وسوسا غلبو ڪندا آهن پر جيڪڏهن طالب انهن کي نفي ڪندو ته جلد نفي ٿي ويندا ۽ وري موٽي نه ايندا، جيئن قرآن شريف ۾ وارد ٿيل آهي:

ان ڪيدالشيطان ڪان ضعيفا يعني بيشڪ شيطان جون رٿون ۽ مڪر ڪل ضعيف آهن" ۽ نفساني خيال ٻن قسمن تي آهن، هڪڙا اهي آهن جي نفي سان گم نه ٿا ٿي سگهن، جيستائين ڪه مولا ڪريم جلشانه جي طرفان مددگاري جي مهرباني نه ٿيس، ۽ ٻيو قسم حديث نفس آهي، جو انسان جي دل کي پنهنجين ڳالهين ۾ مشغول ڪري ٿو ڇڏي ۽ دل سندس ڳالهين ۾ اهڙي ريجهي ٿي وڃي، جهڙي ڪ الله تبارڪ وتعاليٰ جي ذڪر ۾! ۽ اها پروڙ دل جي بصيرت واري کان سواءِ ٻي کي اهنجي پوندي.

**42- نقل :** هيڪر پاڻ نقل بيان پي فرمايائون ته هڪڙي وقت مجنون ! جو ليلان تي عاشق هوندو هو، تنهن هڪڙي جت کان اٺ اچي گهريو ته ان تي چڙهي ليلان ڏانهن ويندس جت ڪيس هڪڙي ڏاچي سواري لاءِ ڪاهي ڏني، جنهن کي ننڍڙو گورڙو پوئتان هو، پر سندس انهيءَ گورڙي کي جت پاڻ وٽ ٻڌي ٻيهاريو ۽ ڏاچي مجني کي ڏنائين، مجنون ان تي چڙهي روانو ٿيو، ڪجهه پنڌ ڪري اڳتي ويو ته عشق جي سڪر ۽ محبت جي نشي اهڙو مدهوش ڪري ڇڏيس، جو ڏاچي جي واڳ جي ڪابه سڌ ڪانه رهيس، ڏاچي جو اتان ڪنيس سڌو پنهنجي گورڙي وٽ آڻي ڪڍيائينس، اتي ڪجهه هوشياري ٿيس، اک پٽي نهاريائين ته مار آئون ساڳي هنڌ بيٺو آهيان، وري ڏاچي کي ڪاهي اتي هڪليائين پر واٽ تي وري به ساڳي خيال ۾ اهڙو مستغرق ٿي ويو، جو ڏاچي وري به پنهنجي گورڙي وٽ موٽي آئي ۽ ڪيس ڪا خبر ڪانه رهي نيٺ ائين ڪيترا ڀيرا پي هر هر پنڌ ڪيائين ۽ ويو موٽيو، مجني کي محبت جو استغراق نه پيو ڇڏي، جو ڏاچي کي خبردار ٿي هڪلي ۽ ڏاچي کي پنهنجي گورڙي جي ڇڪ اڳتي وڌڻ ڪانه پئي ڏئي.

پوءِ پاڻ فرمايائون ته جيڪي شخص، اهل الله جي خوش گذران ۽ وجهه معاش جي آسودگي، جا ڪين بنا ڪوشش ۽ طلب جي حاصل ٿئي ٿي، ڏسي طلب خدا جي ۾

ڪوشش ڪا ونن، تن جو مثال بہ انهيءَ مجني واري ڏاچي جهڙو آهي جا پنهنجي ڳورڙي تي ڦري ڦري موٽي پئي آئي. اهڙي طرح اهو آسودگي وارو نفساني خيال بہ انهي ڳورڙي وانگر انهي شخص کي اڳتي وڪ وڌائڻ هرگز نہ ڏيندو، بلڪ ڇڪيون پيو پوئتي آڻيندس.

**43- نقل :** عبدالله فقير نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ فرمايائون پي تہ ڪو فقير هو تنهن جي روش هن ريت هوندي هئي تہ جڏهن سندس اڳيان کاڌي لاءِ طعام اچي حاضر ٿيندو هو، تڏهن پنهنجي نفس کي چوندو هو تہ هي مڙوئي طعام کائي ويندين، ڪجهہ تہ الله تبارڪ وتعاليٰ جي لاءِ بہ تہ ان ۾ حصو آهي! سو ڪڏي خيرات ڏيان، پوءِ اتان اڌ ڪڏي جدا رکندو هو، تہ هي خاص خدا وند تعاليٰ جي لاءِ آهي، پوءِ ذري نفس کي چوندو هو تہ اي نفس! هي حصو تہ الله سائين جي نالي جو آهي، پر تون پنهنجي حصي مان تہ ڪجهہ ڏي، پوءِ باقي بہ اڌ ڪڍي الله سائين جي نالي ڏيندو هو، باقي چوٿون حصو سو پاڻ کائيندو هو

اي عزيز ! اهو مثال بين جي بيان ۾ پنهنجي ذات مبارڪ جو ظاهر فرمايو هئائون جو طعام جي حاضر ٿيڻ مهل، جو هوندو بہ ٿورڙو قدر هو، تنهن ۾ سيني صاحبزادن سڳورن ننڍڙن کي، جي اڪثر پنجٽيهہ کن هئا ، ڳهرائي پاڻ سان گڏ کارائيندا هئا .

**44- نقل :** فقير صديق راهو ڪرڙو نقل ڪري ٿو تہ هيڪر آئون سياري جي مند ۾ درگاهہ مبارڪ تي حاضر هوس فقيرن کي اوڇڻ پورو نہ هئڻ سبب، البت ٿڌ جي تڪليف هوندي هئي، هڪڙي رات تہ سخت پارو پيو، تڏهن صبح جو عالي فقير مجذوب، فقيرن جي اجازت کانسواءِ پاڻهي خدمت مبارڪ ۾ عرض ڪرڻ لڳو تہ حضرتا! جيڪي ان جا ٽپر بروهين خدمت سڳوري ۾ نذرانو آندا آهن، تن مان هڪڙو ٽپر فقيرن کي مهرباني ڪري مرحمت فرمايو تہ ڪجهہ سردي کان بچاءُ ٿئين. پاڻ جواب ۾ فرمايائون تہ ادا جن کي سيءُ لڳي سي وڃي پنهنجون ڀنيون آباد ڪن اسين ڪونہ ڏينداسون

اي عزيز! اتي مٿان ڪنهن سادي ماڻهو کي ڪو دل ۾ ڪٽڪو پوي تہ پاڻ ڇالاءِ فقيرن کي ٽپر عنايت نہ فرمايائون؟ ان جو سبب هي آهي تہ ڪامل مرشد مربي مبتدي طالبن کي نفس جي مرادن پوري ڪرڻ ۽ آرام وٺڻ کان روڪي ڇڏيندا آهن ۽ ڪوشش ڪندا آهن تہ طالب کي نفس جي مخالفت ڪرڻ جي عادت ٿي وڃي، انهي ڪري پاڻ سڌن ۽ نفس جي خيال جي مخالفت سيکارڻ لاءِ ڪين ٽپر نہ ڏنائون ۽ سمجهايائون تہ نفس جون مرادون پوريون ڪرڻ طالبن سچن جو طريقو نہ آهي. جي اهو خيال نہ هجين ها تہ ٽپر تہ ڇا آهن پر پاڻ انهيءَ کان اڳ هزارين رپيا

هڪڙي ساعت ۾ سائل کي عطا فرمائي ڇڏيا اٿن ۽ درياء وانگر سخاوت جو ويرون وهائي ڇڏيون اٿن، پر جڏهن ته هي فقير خاص خدا تعاليٰ جي طلب لاءِ گهر ٺڙ مال ملڪيتون ڦٽو ڪري آيا هئا، ۽ تڏ جي سختي ڏسي وري دنياوي سڌن ڏانهن لاڙو ڪري رهيا هئا، تن جي حق ۾ فرمايائون ته جن کي وري ساڳيون نفساني سڌون وارد ٿين ته اهي پل ته وري وجي دنياوي ڪم ڪار ۾ مشغول ٿين. مولانا رومي فرمايو آهي ته:

**گرکني يک آرزوء خود تمام از توصد ابليس زايد والسلام**

يعني جيڪڏهن پنهنجي نفس جي رڳي هڪڙي سڌ پوري ڪندين ته توماں سو ابليس پيدا ٿي پوندا.

**45- نقل :** ماڻڪ فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ لاڙ جو سفر ڪندي ديهه ڪڙيئي جي ۾ نزول فيض شمول فرمايو هئائون پوءِ اتان رستي سان پئي آيا ته هڪڙي شخص فقيرن مان بلند آواز سان عرض ڪيو ته حضرتا! اڄ ٽيون ڏينهن آهي، جو هن مسڪين طعام خاص اکين سان به ڪونه ڏٺو آهي ۽ نه وري ڪجهه ڪاڌو پيـ ـوئي اٿم. پاڻ جواب ۾ فرمايائونس ته اي ادا جن خاص ڪاڌي لاءِ انتظار ڪيا سي وڏي هلاڪي ۾ پيا.

**46- نقل :** خليفو ميان لقمان رحمة الله عليه نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ مونکي خطاب ڪري فرمايائون ته اي خليفا! هڪڙي ڏينهن فقير هڪڙي کي وجد پيو ۽ بي خبر ٿي پاڻ کي اسان جي جسم تي اچي هنيائين، جيئن ته سندس مٿان ٿي اچي ڪرڻ جي صدمي کان ٻئي سٿرون ڏکوئجي پيون، پوءِ دل ۾ خيال گذريو ته سالڪ جنهن وقت عالم صورت ڏانهن رجوع ٿيندو ته خلق ۾ وجد ۽ شور اچي منهن ڏيندو آهي، پر جي عالم معنيٰ ڏانهن رجوع ڪندو ته خلق به جمعيت ۾ رهندي، تنهن ڪري هن وقت عالم معنيٰ ڏانهن رجوع ڪجي ته فقير کي وجد کان افاقو حاصل ٿئي! پروري انهي خيال اچڻ شرط معلوم ٿي ويو ته اهو نفس جو خيال هو، تنهن ڪري جنهن حال ۾ هئا سون ويٺا رهيا سون ۽ اهو فقير به پاڻئي هوش ۾ اچي ويو.

**47- نقل :** جامع ملفوظات رحمت الله عليه نقل ڪري ٿو ته هيڪر سندن خدمت بابرڪت ۾ ويٺا هئا سون اتي پاڻ نقل بيان فرمايائون ته ڪو گدڙ هو، تنهن هڪڙي هنڌ ڏٺو ته ڍڳو هڪڙو گپ ۾ گتو بيٺو آهي، اتان وجي هڪڙي شينهن سان ملاقي ٿيو، ۽ ادب بجاءِ آڻي عرض ڪيائين ته اي جانورن جا سردار! تون ته پنهنجا ڏينهن سک سان پيو گذارين، پر اسان غريب بکن ۾ پيا پاهه ٿيون، جيڪڏهن ڪنهن وقت توهانجي همت سان اسان مسڪينن کي به ڪو گذران پيو

ٿئي ته واهه پلائي؟ شينهن چيس ته اي گدڙ! ڪٿهين ڪو شڪار ڳچ سارو جاچي اچي اطلاع ڪر ته جيئن مون لاءِ توڙي تولاءِ پورت ٿي وڃي ته پوءِ توکي به ڏهه ڏيان ۽ آئون به چڙه ڪيان! گدڙ ته ڏڳي کي هٿ ڪري آيو هو، سو شينهن کي وٺي اچي ڏڳو ڏيکاريائين ته اجهو اهڙو متارو شڪار موجود آهي وارو ڪر! شينهن چيس ته اي يار! هي ڏڳو ته گپ ۾ پيو آهي، اتي ان کي ڪيئن شڪار ڪريان؟ گدڙ چيس ته هيئن ڪر جو ٽپو ڏئي وڃي ڏاند جي پٺي تي پئُ، اتي پاڻ ڪائي ڏؤ ڪري وري ٽپو ڏيئي هيڏانهن هليو اچ ۽ جيڪي ڪٺي سگهين سو به ڪنيون اچ، باقي جيڪا اوبر بچي رهندي سا مون لاءِ پٺي هجي آئون پاڇهين اتان ڪٺي ڪائيندس. شينهن گدڙ جي صلاح موجب وٺي اتان ٽپو ڏنو ۽ سندس قسمت جو ڏاند جي پٺي کان اڳيرو وڃي گپ ۾ لٿو ۽ سڙن تائين اندر گپجي ويو، چرڻ پرڻ جي طاقت ڪانه رهيس، تڏهن گدڙ کي چيائين ته اڙي گدڙ! هينئر ته وڏي خواري ٿي پئي، گدڙ چيس ته هينئر خواري ڪٿي آهي، اجان ته عافيت آهي، خواري تڏهن ٿيندي جڏهن انهي ڏڳي جا مالڪ سوٽا ڪٺي منهن ڪيندا، پاڻ فرمايائون ته گدڙ مان مراد آهي نفس! ۽ شينهن مان مقصد آهي طالب مقلد، جو نفساني سڏن کان اجا بلڪل آزاد نه ٿيو آهي ۽ ڏڳي جي مثال اهل دنيا جا آهن، جيئن ته وارد ٿيل آهي ته:

**اولائڪ ڪالانعام بل هم اضل سبيلا.**

يعني اهي جانورن جهڙا ڳڻ، بلڪ اجان به وڌيڪ گمراهه آهن

پوءِ اهو گدڙ بدڪردار پهريان ته اهڙي مقلد طالب کي مڪرن ۽ حيلن حوالي سان اچي ٿو دنيا جي گپ ۾ ڦاسائي، پوءِ جڏهن ڦاسي ٿو رهي تڏهن دل گهريس ٿي ته جيڪر ٻاهر نڪران دنيا جا تعلقات ڇڪڻ وانگر اهڙو سوگهو ڪري وٺندس جو نڪري نه سگهندو پوءِ ان وقت نفس مٿس چٽرون ڪري ٿو چويس ته هينئر ته اجان خوش آهين پر خبر تڏهن پوندءِ جڏهن قيامت جو هيبتناڪ ڏينهن اکين اڳيان ڏسندين.

**48- نقل :** مخدوم سعد الله رهندڙ ديبهه شادي جو نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ فرمايائون ته طالب کي گهرجي ته جيڪو به ڪو چڱو عمل ڪنانس صادر ٿئي ته ائين سمجهي ته مونکان اهو ڪم بجاءِ نه ٿي سگهيو، پوءِ وري ٻيهر انهي چڱي ڪم جو دلي طرح سعيو اٿي ڪري، اهڙي طرح پاڻ ٽي ڀيرا موٽائي اهي لفظ فرمايائون ته ٽي ڀيرا ان ڪم نيڪ کي موٽائي ڪري ۽ پنهنجي نفس کي ساڳي تهمت رکندو اچي ته تو اهو ڪم ڪيوئي ڪين! پر جي ڪيئي ته نه ڪرڻ جهڙو، اي عزيز! جيڪڏهن پنهنجي نفس کي اها تهمت نه رکندو بلڪ اهو ڪم نفس جي

حوالي ڪندو ته هو دشمن ته اصل خيانتي آهي سو وري هٿ ۽ وڏائي ۽ خودبينيءَ سان انهيءَ عمل کي برباد ڪري ڇڏيندو ۽ انهيءَ ڪري ضرور وڏيءَ هلاڪيءَ ۾ وڃي پوندو.

**49-نقل :** سيد خليفو نالي منو رهندڙ ديهه ڪوڏي واقع ونگن جو نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ لاڙ جو سفر ڪندي ديهه ڪڙيه ۾ تشريف فرماٿيا، اتي پاڻ نفس جي امارائي بابت وعظ طور بيان پي فرمايائون ته صلاح نالي هڪڙو مست! جو ڪڇ جي سفر مان نئون پهتوهو، تنهن عرض ڪيو ته حضرتا! هينئرا ڏينهن جو مون ڪڇ جي ملڪ ۾ گذاريا ته ڪڏهن نفس جون بڇڙايون ته ڇڏيو، پر سندس نالوئي ڪونه ٻڌم، هينئر حضور ۾ آيو آهيان نفس جون بڇڙايون ۽ شيطان جي سٽ ٻڌي ڏهيوآهيان! پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته ان ملڪ جا سمورا ماڻهو انڌا نابين آهن، جو نفس شيطان کي ڏسي ئي ڪونه ٿا سگهن، پوءِ سندن پڇا وري ڪهڙي؟ تون به نفس جو گرفتار ٿي انڌو ٿي پيو آهين.





# باب پنجون
## هن ۾ پنج فصل آهن
## فصل پهريون
## ويساهہ جي سچائي بابت

**1- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ پاڻ وعظ ۽ نصيحت ۾ تمام عجيب عجيب اسرار گوهر بار ظاهر فرمائيندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن ميان قابل شاهہ عليہ الرحمة گفتگو هلندي سائين جن کي جواب ڏيڻ ۽ ڪلام ڪرڻ جي جرات ڪري ويهندو هو. ان تي پاڻ البت رنج ٿي پوندا هئا ۽ ميان قابل شاهہ جي ڪلام در ڪلام کي ناپسند رکندا هئا. پوءِ هيڪر آئون سندن خدمت سڳوريءَ ۾ خلوت منجهہ حاضر هوس. اتي تمام گهڻا گفتگا وچ ۾ هليا انهن ڳالهين هلندي مون سندن خدمت مبارڪ ۾ عرض گذاريو تہ حضرتا! ميان قابل شاهہ هڪڙي ڏينهن مون سان ظاهر ڪيو تہ آئون ڪڏهن ڪڏهن سائين جن جي حضور ۾ بي ادبي ڪري وچ ۾ جواب ڏئي وجهندو آهيان ۽ انهيءَ ڪري پوءِ پشيمان ۽ شرمسار ڏاڍو ٿيندو آهيان. ۽ الله سبحانہ وتعاليٰ جي درگاهہ مبارڪ ۾ پنهنجي گستاخي ۽ بي ادبي لاءِ روئي عذر ۽ معافي گهرندو آهيان. پاڻ ڳالهہ ٻڌڻ ڪري ڏاڍو راضي ٿيا ۽ فرمايائون تہ بي ادبي جيڪڏهن دلي هجي ها تہ فيض جو اثر ٿورو باقي نہ بچي ها. پوءِ پاڻ بہ نقل هڪڙا زبان مبارڪ سان بيان فرمايائون: هڪڙو هي تہ ڪو ڏمڻ نالي ميربحر شخص هو (جيڪو بعد ۾ پير ڏمڻ جي نالي سان مشهور ٿيو) سو ڪنهن ڪم ڪار سان هڪڙي شهر ۾ ويو. اتي مسجد ۾ وعظ پئي ٿيو، هي بہ ان وعظ ۾ وڃي ويٺو. ان وقت واعظيءَ الله تبارڪ وتعاليٰ جي وڏائي ۽ عظمت بابت بيان پئي ڪيو، سو هن غور سان ويهي ٻڌو ۽ پوءِ هڪڙي ڏينهن اهو ميربحر مڇيءَ جي شڪار لاءِ پئي ويو تہ واٽ تي هڪڙو اٺ ڏٺائين جو وٽن ۾ پئي چنو ۽ ٿاريون واٽ سان پٽيون رهڙيون کايون پئي ويو، ميربحر جو ڪڏهن بہ اٺ ڪونہ ڏٺو هو، سو هي حال ڏسي يڪدم وٺي گهر ڏانهن ڀڳو ۽ گهر اچي زال کي چيائين تہ مون اڄ پنهنجي خدا تعاليٰ کي ڏٺو تہ ٻک ڪان وٽن کي پيو چري، تنهن ڪري تون يڪدم اٺ ۽ ماني ۽ مڇي جو ٻوڙ تيار ڪري وٺ، تہ هلي پنهنجي خدا تعاليٰ کي کارايون، پوءِ جلد جلد ٻوڙ ماني تيار ڪرائي کڻي اتي هليو اٺ کي کارائڻ. جڏهن اٺ جي ويجهو آيو ۽ ارادو ڪيائين تہ کيس کارايان تڏهن اٺ جو اصلي ڌڻي هو وٺي اٺان ڀڳو، ويچارو

ميربحر پويان ايلاز منٿون ڪندو ڊوڙندو پيو وڃي! پر اٿ تہ جيئن ماڻهو ڪي پيو ڏسي تيئن پيو پڇي، هو غريب نااميد ۽ ڏڪارو ٿي دل ۾ چوڻ لڳو تہ افسوس الائي ڇو رب تعاليٰ اسان جي ماني نٿو قبول ڪري، انهيءَ حال ۾ سندس پير ترڪي ۽ مٿان ٿي اچي ڪريو، ڪرڻ شرط سندس دل جا پردا ڦاٽي پيا ۽ حجاب وچان نڪري ويو ۽ هو ذات پاڪ سان واصل ٿي ويو.

پيو نقل هي بيان فرمايائون تہ ڪو بادشاهہ وڏي شوڪت ۽ طاقت وارو هو، تنهن ڪي دل ۾ طلب رهندي هئي تہ جيڪر ڪو ولي ڪامل ملي وڃي تہ هوند ان ڪان الله تبارڪ وتعاليٰ جي واٽ پڇي حق شناس ٿي ان رستي ۾ مشغول ٿجي، پر سندس دل ۾ هي خيال وينل هوندو هو تہ ولي ڪامل شهرن ۽ ڳوٺن ۾ نہ هونداآهن، بلڪ جهنگن ۽ جبلن ۽ برن ۾ رهنداآهن. پوءِ هڪڙي ڏينهن اهو بادشاهہ لشڪر سميت شڪار لاءِ هڪڙي طرف ڪان گهمندو پي ويو، تہ اوچتوئي بادشاهہ جي پاسي ڪان ڪو جانور ظاهر ٿي وٺي ڀڳو، بادشاهہ پويان ڪٽي گهوڙو ڦٽي ڪيس، تان تہ هڪڙي خوفناڪ بر ۾ اچي پهتو، اتي ڏسي تہ هڪڙو اڪيلو شخص مراقبو ڪيو وينو آهي! بادشاهہ سمجهيو تہ هيءُ جو اهڙي خوفائتي بريت ۾ اڪيلو مراقبو ڪيو وينو آهي، سو ضرور ڪو وڏو ولي ڪامل آهي، حالانڪ هو تہ هڪڙو نامي گرامي چور شخص هو، جو چوريءَ جو مال ڪنيون انهيءَ بيابان مان ڀڳو پي ويو، تنهن جو بادشاهہ کي ڏٺو تہ ڪو گهوڙي سوار منهنجي پويان اچي ٿو سو ڊنو تہ شايد مال جو مالڪ ٿو اچي پوءِ چوريءَ جو مال پاسي سان رکي پاڻ مراقبو ڪري ويهي رهيو! پر بادشاهہ کي ڏٺائين تہ هو هن کي ڏسڻ شرط گهوڙو آهستي ڪري ڏانهس اچڻ لڳو، تنهن مان سمجهيائين تہ هي مال جو مالڪ نہ آهي، جي ڀاڳيو هجي هاتہ البت يڪدم حملو ڪري اچي ها! آخر بادشاهہ سندس پرسان اچي گهوڙي تان لهي پيو، گهوڙو اتي ٻڌي پاڻ وڏي ادب سان گوڏا پيچي ويهي رهيو ۽ ان چور جي خدمت ۾ عرض ڪيائين تہ حضرتا! مونکي الله تبارڪ وتعاليٰ جي واٽ جي تلقين فرمايو، چور چيس تہ پنهنجا هٿيار ۽ ڪمربند جسي تان لاهي ڇڏ، بادشاهہ حڪم موجب هٿيار ۽ ڪمر بند لاهي ويهي رهيو، تڏهن چور چاڪيو جو بادشاهہ جي چوڏاري ليڪو ڪڍي حڪم ڪيائينس تہ هتان ٻاهر مٿان نڪرين! آئون ٽن ڏينهن ڪانپوءِ هت اچي توکي تلقين ڪندس. بادشاهہ جو تہ وبساهہ پورو پورو ڄمي ويوهو، سو محڪم اعتقاد سان دائري ۾ ويهي رهيو ۽ چور بادشاهہ جا هٿيار ڪپڙا ڪٽي سندس گهوڙي تي چڙهي هڪڙي پاسي روانو ٿي ويو، بادشاهہ سچي نيت ڪيون انهيءَ ليڪي اندر وينو رهيو، تان تہ ٽي ڏينهن اچي پورا ٿيا، تڏهن بادشاهہ جي

سچي طلب ڪري الله تبارڪ وتعاليٰ حضرت خضر عليہ السلام کي حڪم فرمايو تہ تون وڃ فلاڻي برپٽ ۾ اسان جو هڪڙو سچو طالب وينو اٿئي، جنهن کي چور نڳي ڪري بر ۾ ليڪو ڪڍي دائري ۾ وهاري ويو آهي، سو ان کي وڃي تون تلقين ڪر! حضرت خضر عليہ السلام حڪم موجب انهي بر ۾ بادشاهہ وٽ آيو ۽ اچي سلام ڏنائينس ۽ چيائينس تہ الله تبارڪ وتعاليٰ مونکي تنهن جي تلقين لاءِ موڪليواهي. بادشاهہ سندس شڪل کي چتائي ڏٺو ۽ چيائينس تہ تون منهنجو مرشد ناهين. جڏهن منهنجو مرشد ايندو تڏهن اهو پاڻهي مونکي تلقين ڪندو توکان تلقين ڪونہ وٺندس. حضرت خضر عليٰ نبيناوعليہ السلام فرمايس تہ اهو هڪڙو چور شخص هو، جو توکي ڌوکو ڏئي توکان ڪپڙا ۽ هٿيار ڦري ويو آهي. آئون خضر نبي آهيان جو الله تبارڪ وتعاليٰ تنهنجي سچيءَ طلب جي ڪري مون کي تو ڏانهن موڪليو آهي. تہ توکي ارشاد ڪيان. پربادشاهہ هرگز قبول نہ ڪيو ۽ چيائين تہ جيڪڏهن منهنجو مرشد چور آهي تہ بہ ايڏو تہ مرتبو اٿس جو انهيءَ جي ئي سببان توکي الله تبارڪ وتعاليٰ مون ڏانهن موڪليو آهي. هينئر جيڪڏهن هو چڱو آهي يا بڇڙو پر منهنجو مرشد اهو آهي، توسان منهنجو ڪو ڪم ڪونهي! پوءِ حضرت خضر عليہ السلام موٽي الله تعاليٰ جي درگاهہ ڏي رجوع ڪيو ۽ عرض ڪيائين تہ يا رب العالمين! بادشاهہ پنهنجي چور مرشد کانسواءِ ٻي جي تلقين قبول ئي نٿو ڪري. تڏهن درگاهہ مان حڪم پهتس تہ اي خضر! وڃ انهيءَ چور کي جو فلاڻي هنڌ چيلهہ سان رسو ٻڌيون ڪنهن ڍڳي ٻڌڻ لاءِ ڇوري تي پيو وڃي، سو ان کي اتي وڃي اهڙو اشارو ڪرينس جو ڪامل ۽ صاحب ارشاد جو بڻجي وڃي. پوءِ هوپاڻهي اچي بادشاهہ کي تلقين ڪندو. حضرت خضر عليہ السلام اتان الله تعاليٰ جي حڪم موجب اچي چور کي انهيءَ هنڌ پهتو ۽ کيس تلقين ڪيائين جنهن ڪري هو ولي ڪامل ۽ صاحب ارشاد بڻجي ويو. سو وري اتان جو هليو سو اچي بادشاهہ کي تلقين ڪيائين، جو بادشاهہ کي بہ واصل بالله ڪري ڇڏيائين.

پوءِ پاڻ فرمايائون تہ ميربحر اٺ مان ۽ بادشاهہ چور مان خدا تعاليٰ کي حاصل ڪري ورتو! ۽ پنهنجي ويساهہ جي سچائي موجب مقصود کي پهچي ويا. پوءِ ڪسر نفسي ڪري فرمايائون تہ اسين بہ ارشاد جي لائق ناهيون، پر سچا طالب پنهنجي ويساهہ جي سچائي سان انهي ڏمڻ ميربحر ۽ بادشاهہ وانگر پنهنجي مقصود کي وڃي پهچن ٿا

**ليڪ طالب نادر آيد کز فروغ، در حق او نافع آيد آن دروغ**

پر اهڙا طالب ڪي ٿورا ٿيندا جو اهڙي طرح ڪوڙ بہ سندن حق ۾ روشنائي جو نفع پهچائي ڇڏي.

**2- نقل:** صالح فقير اهڙو نقل ڪري ٿو تہ هيڪر آئون درگاهہ مبارڪ تي حاضر هوس، اتي مونکي

تپ ۽ کنگهه جو اثر ٿي پيو، ان بابت سندن حضور پر نور ۾ عرض گذاريم، پاڻ فرمايائون ته جلاب پيءُ، مون وري عرض ڪيو ته حضرتا! جلاب پيئڻ مونکي ڏکيو ٿو لڳي، مون کي دعا فرمايو ۽ پوءِ پاڻ ٿوري مات ڪري نقل بيان فرمايائون ته ڪو مريد هو، تنهن پنهنجي مرشد جي خدمت ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! منهنجو گهر مينهن جي وسڻ سان ٽمي ٿو پوي، جو پاڻي ڪري سارو گهر چر ٿي وڃي ٿو، مٿان ڪک ڪهجر به گهڻو ئي ٿو وجهانس، پر اثر ڪونه ٿو ٿيئي، مرشد چيس ته پنهنجي گهر جي مٿان اسپنگر وجي وجهه ته گهر نه ٽمندو، هو فقير به مرشد جو امر بجاءِ آڻي به ٽي داڻا اسپنگر جا وڃي گهر جي چت تي اڇلائي ڇڏيائين! خدا تعاليٰ جي قدرت، وري ڪڏهن به سندس گهر ڪونه ٽميو، پر عجب هي ته پيو ڪوبه شخص ان فقير ڪان جنهن به مرض بابت علاج معالجو پڇندوهو، ته اهو ڏس ڏيندو هوس ته وڃي اسپنگر پيءُ ۽ سڀئي مرضن وارا ان ڏس مان شفاياب ٿي پوندا هئا. پوءِ پاڻ مونکي فرمايائون ته هريڙن وڏين جي ڪل ۽ مصري گڏي ڪٽي ڦڪي ڪري کائي ڇڏ ته کنگهه ۽ تپ ٻئي ڇڏي ويندا، سندن أمر موجب بازار ۾ هريڙن جي پچا ڪيم پر هٿ ڪونه آيون، پوءِ پئسي جي مصري وٺي آيس ۽ سندن خدمت ۾ عرض ڪيم ته حضرتا! هريڙون مونکي هٿ ڪونه لڳيون پاڻ فرمايائون ته اهي اسين ٿا توکي ڏيون، ٻي ڏينهن پاڻ هڪڙي هريڙ صاحبزادي صاحب مسند نشين قدس سره جي هٿ، جو ان وقت ننڍي ڄمار جا هئا، ڏياري موڪليائون، پوءِ ان هريڙ جي ڪل جو ڪي قدر مصري سان ملائي کائي ڇڏيم، جنهن سان کنگهه ۽ تپ ٻئي ڇڏي ويا ۽ باقي مصري ۽ هريڙ اوهي پلو ۾ ٻڌل هئا جو وري ٻي هڪڙي فقير کي ڏئي ڇڏيم.

**3- نقل:** عبدالله فقير رند نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ فرمايائون پي ته ڪو اصحابي سڳوروهو، سو عبادت تمام گهڻي ڪندو هو، ڏاڍو عابد زاهد رياضتي هو، پوءِ جڏهن اهو اصحابي سڳورو حضرت سرور ڪائنات صلي الله عليه وآله وسلم جي حضور مبارڪ ۾ ايندو هو، تڏهن پاڻ سندس تعظيم لاءِ اٿي بيهنداهئا ۽ گهڻي عزت اڪرام ڪندا هيس ۽ فرمائيندا هئا ته اسين جو تنهنجي هيتري تعظيم ٿا ڪيون سا سڀ تنهنجي عبادت جي گهڻائي لاءِ آهي، هيڪر حضرت سردار ڪريم صلي الله عليه وسلم تي وحي آيو ۽ خبرڪيائين ته الله تبارڪ وتعاليٰ جل شانه فرمائي ٿو ته انهيءَ شخص جي عبادت اسان جي درگاهه ۾ قبول ڪانه آهي، جڏهن اهو اصحابي سڳوري وري اچي حضور مبارڪ ۾ زيارت ڪان مشرف ٿيو، تڏهن پاڻ ان وحي جي خبربابت ڪيس ڳالهه ٻڌايائون، اصحابي سڳوري عرض ڪيو ته حضرتا جيڪڏهن قبول ڪري ته سندس مهرباني ۽ جيڪڏهن نه قبول ڪري ته به سندس مرضي، آئون ته خاص الله سبحانه وتعاليٰ جي لاءِ عبادت پيو ڪيان ۽ اڳتي به پيو ڪندس وڌيڪ سندس اختيار آهي! ايتري ۾ وري وحي نازل ٿيو ته اي پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وسلم انهيءَ شخص جي نيت جي سچائي جي برڪت جي ڪري سندس ڪلئي عبادت قبول ڪري ڇڏي سون.

## فصل ٻيون
## اوليائن سڳورن جي سڃاڻپ بابت

**1- نقل:** هيڪر ڀاڻ نقل بيان فرمايائون ته ڪو بزرگ ڪنهن رستي سان لنگهيو پيي ويو، ته واٽ تي هڪڙي شهر ڪان اڃي لانگهائو ٿيو، اتي هڪڙي شخص کي ڏٺائين جذام جي بيماري ۾ گرفتار ۽ عاجز ٿيو پيو آهي، سندس ضعيف ۽ لاچاري حالت ڏسي ان بزرگ کي مٿس رحم پئجي ويو ۽ ان بيمار جي حق ۾ ان جيڻ مٿي ڪان ٻيهي دعا گهريائين ته يا الاهي! برڪت ۽ حرمت انهيءَ جي جنهن کي منهنجي اکين ڏٺو آهي! هن بيمار کي هن مرض کان شفا عطا ڪر، اينرو چئي اڃان اڳ پرو هليو ته پويان بيمار خوش چڱو ڀلو ٿي ٽپ ڏيئي اٿي کڙو ٿيو! ۽ ان بزرگ جي پويان ڊوڙي اچي پهتو، اچڻ سان عاجزي سان پڇيائينس ته اي پلارا مونکي هيترو ٻڌايون وڃ ته تنهنجي اکين اها ڪهڙي شيءِ ڏٺي آهي، جنهن جي برڪت سان آئون ههڙي آزار مان يڪدم نوبنو ٿي پيس! بزرگ فرمايس ته اي ادا! منهنجي اکين حضرت سلطان العارفين شيخ بايزيد بسطامي قدس سره کي ڏٺو آهي، هي انهي جي برڪت پهتي اٿئي، انهيءَ بيمار چيو ته سبحان الله! هي عجب جهڙي ڳالهه ڪيئه جو آئون به ته ساڳي شيخ قدس سره جي خدمت ۾ ٻارنهن سال رهي آيو آهيان، پر هي مرض ته مونکي ٿيو به سندس خدمت ۾ رهندي آهي، بزرگ ورندي ڏنس ته اهو سچ آهي، پر ادا! جن اکين سان مون ڏٺو آهي، تن اکين سان تو ڪو نه ڏٺوائس. حافظ رحمة الله عليه انهيءَ بابت ٻڌائي ٿو:

ديدن روي ترا ديده جان بين بايد، وين کجا مرتبہ چشم جهان بين من ست.

يعني : اي محبوب اتنهنجي منهن مبارڪ جي جمال با ڪمال ڏسڻ لاءِ اها اک گهرجي جا شاهه جهڙي لطيف شي کي به پنهنجي نظافت سان نهاري سگهي! باقي هي ظاهري اک جا جهان جي شين، ڪتن، ٻلن، گڏهن وغيره ڪنين شين کي به پئي ڏسي، تنهنجو رتبو اهڙو وري ڪٿي ٿي سگهندو، جو محبوب جي رويت کان به مشرف ٿي سگهي.

**2- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته هيڪر ڀاڻ درياخان نظاماڻي جي ديهه ۾ صادق فقير نظاماڻي جي دعوت تي تشريف فرمائياهئا. اتي صحبت جي وقت باقر فقير نظاماڻي خدمت مبارڪ ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! سلطان العارفين شيخ بايزيد بسطامي قدس سره فرمايو آهي ته جيڪو به مونکي ڏسندو ته ان تي دوزخ جي باهه حرام آهي، پر عجب آهي ته جن شخص حضرت

سرور ڪائنات صلي الله عليہ وسلم جن کي ڏٺو سي مڙئي اصحاب سڳورا ڪونہ ٿي پيا، پر ڪيترائي ڪافر ۽ منافق رهجي ويا، جو دوزخ جا حقدار آهن ۽ حضرت شيخ قدس سره جا ڏسندڙ سيئي دوزخ کان آزاد ٿي ويا! پاڻ فرمايائون تہ حضرت شيخ قدس سره جو فرمودو برحق آهي، پر اها خصوصيت ڪا فقط شيخ بايزيد لاءِ ڪانہ آهي بلڪ هر ڪنهن اولياءَ سڳوري کي اها عزت ۽ شرف عطا ٿيل آهي، تہ جيڪو بہ ڪين حقيقي اک سان نهاري ڏسندو، تہ ان تي دوزخ جي باهہ حرام آهي. باقي ڪافرن ۽ منافقن حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وسلم کي اصل ڏٺوئي ڪونہ هو. جيئن تہ نص قرآن شريف جو ان تي شاهد آهي "ينظرون اليک وهم لا يبصرون" (اي پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم اهي ڪفار ۽ منافق ظاهري تہ تو ڏانهن نهارن پيا حالانڪ حقيقت ۾ توکي ڏسن ئي ڪونہ ٿا.) مثنوي شريف ۾ فرمايل آهي:

**ڪافران ديدند احمد رابشر مي نديدند از وي آن شق القمر**

(ڪفارن حضرت ڪريم صلي الله عليہ وسلم کي پاڻ جهڙو ماڻهو ڪري پئي ڏٺو، پر سندن هٿان جو چند چيرجي لهي آيو، تنهن ڏانهن ڏنائون ئي ڪونہ ڪو.)

**3- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ پاڻ جڏهن بہ ڪنهن حديث شريف يا مشائخ سڳورن جي قولن مان ڪو بيان آڻي فرمائيندا هئا تہ حديث شريف ۾ هيئن آيو آهي، يا فلاڻي بزرگ هن طرح فرمايو آهي تڏهن آئون سندن خدمت مبارڪ ۾ عرض ڪندو هوس تہ حضرتا! اسان تہ نہ حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي مشاهدي کان مشرف ٿيا آهيون، نڪو وري اڳين بزرگن کي ڏٺو اٿئون، بس اسان تہ اوهان تي ايمان ۽ يقين آندو آهي، جو اوهان جي ئي ذات بابرڪات جي وسيلي ويساهہ جي سچائي کي پهتا آهيون:

**سالها در پاي پيران سجده ميڪردم ولي عاقبت در چشم خود انسان ڪامل يافتم.**

ڪيترا ورهہ پيرن جي پيرن ۾ سجدا پئي ڪيم، پر آخر غور ڪري ڏٺم تہ انسان ڪامل پنهنجي ئي اک ۾ موجود هو، يعني تہ ماڻڪي، جنهن مان مراد آهي ڪامل شخص.)

**4- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر مون سندن خدمت فيض موهبت ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! جناب سرور ڪائنات صلي الله عليہ وسلم جن جو ظاهر ۽ باطن سائينجن، يعني اوهان جي ظاهر ۽ باطن ۾ پڌرو پيو ڏيکارجي. پاڻ انهيءَ ڳالهہ ٻڌڻ سان ٿڌو ساهہ کڻي، هي نقل بيان فرمايائون تہ: حضرت ناصرالدين خواجہ عبيدالله احرار قدس سره جو فرزند سڳورو هيڪر حرمين شريفين جي زيارت لاءِ تيار ٿيو ۽ ان بابت پنهنجي والد معظم کان اجازت

طلب ڪيائين. خواجہ صاحب جن فرمايس تہ تنهنجي وڃڻ جو سبب ڪهڙو آهي؟ يعني تہ چالاءِ ٿو وڃين، عرض ڪيائين تہ حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي زيارت جي لاءِ، خواجہ صاحب فرمايس تہ اي پٽ! جمعي جي ڏينهن اسان وٽ اچجانءِ تہ توکي زيارت ڪرائينداسون. جڏهن جمعي جو ڏينهن ٿيو سندس فرزند مبارڪ خدمت شريف ۾ اچي حاضر ٿيو، ان وقت خواجہ صاحب جن باغ جي چمن ۾ تلهي تي ويٺا هئا، نينگر بہ پنهنجي والد جي سامهون اچي مٿو هيٺ ڪري ادب سان مراقبي ۾ ويهي رهيو. گهڙي ڪن گذرڻ بعد نينگر مراقبي کان مٿو کڻي خواجہ صاحب ڏانهن نهاري ڏٺو، ڇا ڏسي تہ خواجہ صاحب جي سڄي پاسي کان حضرت محمد رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن ويٺا آهن پوءِ ڪجھ وقت تائين ويٺي نهاربائين ۽ زيارت ڪيائين ڪجھ وقت ڪانپوءِ وري مٿو هيٺ ڪري، وري مٿي ڏٺائين تہ رڳو خواجہ صاحب جن ويٺا هئا. ان ڪانپوءِ حج وڃڻ جو ارادو موقوف ڪري ڇڏيائين پاڻ انهيءَ هنڌ فرمائيندا هئا تہ جيڪي نينگر پنهنجي والد مڪرم جي پاسي سان حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وسلم کي ڏٺو، سا خواجہ صاحب جي حقيقت هئي ۽ خواجہ صاحب ان وقت رڳي صورت هئا. هن جاءِ تي مناسب آهي تہ حضرت خواجہ مجدد الف ثاني سرهندي نقشبندي قدس سره جو هڪ مڪتوب اولياء الله تعاليٰ جي صحبت ۽ معرفت بابت محمد صادق ڪشميري ڏانهن لکيل آهي، نقل ڪيون: اهو مڪتوبات جي جلد پهرئين ۾ هڪ سئو ڇهون مڪتوب آهي، هيٺ سندس ترجمو ڏيون ٿا:

**بسم الله الرحمٰن الرحيم**

اوهان جو مڪتوب مرغوب، جو ڪمال دوستي ۽ نهايت محبت کان لکيل هو، پهتو، الحمدلله عليٰ ذالک محبا! اوليائن سڳورن جي محبت معرفت تي موقوف آهي، جنهن کي معرفت ڪانہ هوندي تہ ان کي محبت بہ ڪانہ هوندي، اها معرفت وري الله سبحانہ وتعاليٰ جي نعمتن مان هڪ وڏي نعمت آهي ۽ ڪنهن وڏي بخت واري کي ان نعمت کان مشرف ڪندا آهن، شيخ الاسلام هروي ٿو فرمائي تہ يا الاهي! هي ڪهڙو نہ عجب اسرار آهي، جيڪو پنهنجن دوستن کي عطا ڪيو اٿئي، جو جيستائين ڪو توکي نہ ٿو سڃاڻي، تيستائين تنهنجي دوستن کي بہ نٿو سڃاڻي سگهي؟ انهيءَ متبرڪ پاڪ جماعت جو بغض زهر قاتل آهي ۽ مٿن طعن زني ڪرڻ هميشہ جي بي نصيبي پرائڻ جو سبب آهي، الله تبارڪ وتعاليٰ شال اوهان ۽ اسان کي اهڙي ابتلاء کان پناھ ۾ رکي. هي بہ حضرت شيخ الاسلام جو فرمان آهي تہ، يا الاهي! جنهن کي پنهنجي درگاھ مان تڙڻ جي مرضي هوندءِ تہ تون ان کي اسان فقيرن جي جماعت جي طعن زني ۽ بغض ۾ وجهندو آهين.

**بي عنايات حق و خاصان حق، گر ملک باشد سيہ هستش ورق.**

يعني تہ الله تبارڪ وتعاليٰ جي مهرباني ۽ سندس خاصن ٻانهن جي مهرباني کانسواءِ جيڪڏهن ملائڪ هوندو تہ بہ ان (جي اعمال نامہ) جا ورق ڪارائي ڪارا رهندا، پوءِ اوهان کي جو الله تبارڪ وتعاليٰ انانيت ۽ خود پسندي کان رجوع عطا فرمايو آهي، تنهن کي وڏي نعمت ڪري سمجهو ۽ الله تبارڪ وتعاليٰ کان سوال ڪندا رهو تہ ان تي استقامت عطا فرمائيو:

**والسلام عليٰ من اتبع الهديٰ والتزم متابعت**
**المصطفيٰ عليہ وعليٰ آلہ الصلوات والتسليمات.**

**5- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر پاڻ فرمايائون پي تہ ماڻهو چوندا آهن تہ اوليائن سڳورن جي زيارت ڪرڻ شرط الله تبارڪ وتعاليٰ ياد اچي ويندو آهي، سو ان ۾ هڪ نڪتو آهي، جو تہ ماڻهوڪي يادگيري انهيءَ شيءِ جي ايندي آهي جيڪا مشاهدي ۾ ايندي.

اي عزيز! سندن فرمايل نڪتو هي آهي تہ الله تبارڪ وتعاليٰ جي يادگيري ٻانهي جي ڏسڻ سان نٿي ٿي سگهي، بلڪ الله تبارڪ وتعاليٰ جي ڏسڻ سان ئي سندس يادگيري اچي سگهي ٿي، جيئن ان بابت حديث شريف بہ شاهد آهي تہ:
اذا رؤا ذڪرالله: يعني جنهن وقت اوليائن سڳورن تي نظر پوندي تہ يڪدم الله تبارڪ وتعاليٰ ياد اچي ويندو. انهي ڏانهن ئي مثنوي معنوي ۾ اشارو فرمايو ويو آهي:

**هرڪہ خواهد همنشيني باخدا، گونشيند در حضور اوليا.**

يعني جنهن کي الله تبارڪ وتعاليٰ سان گڏ ويهڻو هجي تہ ان کي کپي تہ اوليائن سڳورن جي حضور ۾ ويهي.

**هرڪہ شد دور از حضور اوليا، در حقيقت گشت او دور از خدا**

يعني جيڪو شخص اوليائن سڳورن جي حضور کان پري پيو تہ اهو حقيقت ۾ الله تبارڪ وتعاليٰ جي حضور کان پري ٿيو.

**6- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿوتہ هيڪر پاڻ ڪچ جي سفر تي اسريا هئا، آئون بہ سندن رڪيب سان گڏ هوس، پوءِ جڏهن لواريءَ جي شهر کان نزديڪ آيا سون، تڏهن اتي حقائق آگاهہ قاضي عبدالرحمان ۽ خليفو آدم خان بروهي ۽ خليفو ميان بخش علي، سندن حضور مبارڪ مان اجازت ورتائون تہ وڃي عارف بالله مخدوم محمد زمان قدس سره جي مقبري جي زيارت ڪري اچون، ۽ مسند نشين ميان گل محمد عليہ الرحمة سان ملاقات بہ ڪري اچون، جامع ملفوظات چوي ٿو تہ آئون بہ انهن سان گڏجي لواريءَ شهر ۾ پهتس پر ان وقت مونکي اهڙي حالت هئي جو ڪابہ خبر چار يا هوش حواس برجاءِ نہ هيم،

جڏهن قلعي جي دروازي تي پهتاسون، تڏهن اتي وضو سارڻ جي سببان ٻين سنگتين کان پوئتي رهجي ويس، ۽ هو سونکان اڳ قلعي ۾ اندر هليا ويا، پر مونکي حال جي غلبي کان رفيقن جي خبر نه ڪانه هئي. ڪا مدت دروازي کان اندران ويٺو رهيس، پوءِ ڏٺم ته ڪي ماڻهو اتان لنگهيا، آئون به سندن پويان روانو ٿي ويس ۽ جتي بزرگ ميان گل محمد عليہ الرحمة پنهنجي مريدن سان صحبت جي مجلس ۾ ويٺا هئا، اتي وڃي نڪتس، اتي پهچڻ شرط اهڙي ته سڪر جي حالت جو مون تي غلبو هو، جو ڪنهن کي به ڪونه پيو سڃاڻان، ائين ويندي وڃي مجلس جي حلقي جي وچ ۾ فقيرن جي وچان بزرگ جي روبرو ويهي رهيس، حالانڪ اڻ وقت مون بزرگ کي اتي ويٺل ڏٺوئي ڪونه، پر ڪجھ وقت کان پوءِ ڏٺم ته بزرگ ويٺو آهي ۽ آئون به سندس روبرو ويٺو آهيان، آئون ته پنهنجي سڪر واري حالت جي غلبي کان بادشاهه بڻيل هوس. جنهن ڪري بزرگ ڏانهن التفات ئي ڪونه ڪيم. جي پهريان خبر پئجي وڃي ها ته ضرور ڪيس مصافحو ڪيان ها، پر ان کان پوءِ پنهنجي نسبت ڇڏي، بزرگ جي نسبت ۽ رابطي ۾ متحد ٿي ويس، ڏٺم ته ڪنير جي ڇڪ وانگر چرخي ۾ آئي ڇڏيائين، ۽ بزرگ ان وقت مون ڏانهن نهاريون پيو مرڪيو، پوءِ جڏهن بزرگ جي نسبت واري قوت ڪجھ جهڪي ٿي، تڏهن وري پنهنجي اصلي نسبت ڏانهن رجوع ڪيم، ان وقت عالي فقير مجذوب، جو حضرت مرشد ڪريم رضي الله تعاليٰ عنہ جو مريد هو، تنهن چيو ته " مگر ڳالهائڻ گناهه آهي" تنهن جي جواب ۾ خليفي سچي ڏني جو بزرگ جو مقرب هو، چيو ته "اها مات به گناهه آهي" پوءِ مجلس برخواست ٿي ۽ آئون به سندن خدمت مبارڪ ۾ اچي پهتس ۽ سموري حقيقت سندن حضور پر نور ۾ عرض ڪيم، پاڻ فرمايائون ته بزرگ پنهنجي سر تمام چڱو ۽ ڪامل شخص آهي، پر حافظ سچيڏنو زورآور ماڻهو آهي.

**7- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو ته هڪڙي شخص، غلام محمد نالي قوم انڙ تي سرڪار مير غلام علي ٽالپر جا ٽيرنهن هزار رپيا قرض هئا، انهن جي ڇڏائڻ لاءِ حضرت مرشد ڪريم رضي الله تعاليٰ عنہ کي خدا تعاليٰ جو اسم وجهي مٺڙ طرح حيدرآباد جي قلعي ۾ وٺي ويو، پاڻ جڏهن حيدرآباد آيا، تڏهن قاضي سيد ميان مقبول شاهه عليہ الرحمة جي مسجد ۾ اچي لٿا، اتي هڪڙو هندو قوم منجهان مجذوب شخص آيو ۽ سندن خدمت اقدس ۾ حاضر ٿي قدم بوسي کان مشرف ٿي عرض ڪيائين ته حضرتا! حضور جن زمين جا بادشاهه آهن ۽ مير غلام علي بازار جومير منشي آهي، سو ان کي ڪو اهنج نه پهچائجو، پاڻ فقيرن ڏانهن خطاب ڪري فرمايائون ته ڏسو هن هندو کي جڏهن

ذات حق جو مجذوب ٿيو آهي ته کھڙو نه عمدو نڪتو بيان ڪيو اٿس.

**8- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته هيڪر آئون حضرت صاحبزاده مسند نشين رحمة الله عليه جي خدمت بابرڪات ۾ ويٺو هوس ، پاڻ حضرت مرشد ڪريم ڪان بيان فرمايائون ته حضرت ميان صاحب جن قدس سره فرمايو ته اسين مخدوم ميان محمد زمان قدس سره وٽ وياهئاسون، ڏٺو سون ته پنهنجي وقت جا غوث هئا . جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته مون ٿي پيرا موٽائي موٽائي حضرت صاحبزادي صاحب ڪان پڇيو ته حضرت ميان صاحب جن قدس سره مخدوم ميان زمان قدس الله تعاليٰ سره الاقدس وٽ وياهئا. فرمايائون ها هائو.

**9- نقل:** سيد مرتضيٰ شاه رهنڊڙ ملڪ ڪڇ ديهه پاندري جو نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ فرمايائون پي ته هڪڙي ڏينهن حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وسلم اصحابن سڳورن جي مجلس ۾ فرمايو ته الله تبارڪ وتعاليٰ ملڪ اسرافيل کي ٻي ڪنهن به نبي سڳوري وٽ ڪونه موڪليو آهي، مگر اسان وٽ موڪليو اٿس! حضرت ڪريم صلي الله عليه وسلم جن اهو بيان ڪري پوءِ فرمايائون ته هن ڳالهه جي ظاهر ڪرڻ جو مقصد هي آهي ته جيڪي شخص اسانجي قرب ۽ محبت دوستي ڪان خالي آهن، تن جي دل واري زمين ۾ محبت ۽ قرب جو ٻج ڦٽي پوي، ۽ جن نصيب وارن جي ساهه واري باغ ۾ محبت ۽ دوستي جي چڪي ڦٽل آهي ته اها زيادتي قرب سان پل ته ڦر واري ٻڻجي پوي! اهو بيان حديث شريف ڪان پورو ڪري پوءِ حضرت مرشد مڪرم رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو ته اسين به انهيءَ موجب هي ڳالهه ظاهر ٿا ڪريون ته حضرت مرشد معظم جناب ميان صاحب جن قدس الله تعاليٰ سره الاقدس کي ڪي ڪامل چوندا هئا ڪي مڪمل، پر اسان اصل ڪان ڪين مربي ڪري ڄاڻندا هئاسون، پوءِ اسان کي به الله تعاليٰ اسان جي اعتقاد موجب مربي جو درجو مرحمت فرمايو آهي.

**10-نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته هيڪر پاڻ ڪڇ ملڪ جي سفر تان پوئتي موٽيا هئا ۽ وات تي مريدن مشتاقن جون دعوتون وٺندا کوکرن جي ديهه ۾ اچي پهتا ۽ انهي کوکرن جي ڳوٺ جي بازار ۾ لانگهائو ٿيا ، سندن تشريف آوري جي ڪري ڳوٺ جي سيٺي هندن دڪان بند ڪري ڇڏيا ، ۽ ماڻهو ننڍا وڏا سڀ سندن ديدار فرحت آثار لاءِ اچي ڪٺا ٿيا . خلق جا هشام هر طرف ڪان زيارت لاءِ بيٺا هئا . انهيءَ وچ ۾ خليفي محمد فقير ناهيي عرض ڪيو ته حضرتا! هي ماڻهو جو هتي اچي انبوه ٿياآهن، سي سڀ اوهان جي حقيقت ڏسڻ ڪان محروم ۽ مايوس ٿو ڏسان انهن جي ٿي شان ۾ آيل آهي:

"ينظرون اليک وهم لايبصرون" يعني تو ڏانهن نهارين ٿا پر ظاهري اک سان رڳو ظاهر پيا ڏسن! ۽ اندر جي اک سان باطن جي حقيقت ڏانهن نهارين ٿي ڪون ٿا. تنهن ڪري مونکي دل ۾ ٿو اچي ته هيڪر دانهون ۽ رڙيون ڪري ماڻهن کي اوهان جي وجود مسعود جي حقيقت کان خبردار ڪيان! پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته تومونکي سجاتوآهي، باقي ٻين سان تنهنجو ڪم نه آهي، پوءِ هي بيت زبان مبارڪ سان فرمايائون:

**نهائين کان نينهن سک منهنجا سپرين،**

**سڙي سارو ڏينهن ٻاهر ڀاڦ نه نڪري.**

**11-نقل:** غلام محمدفقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ لاڙ جي سفر ۾ ديهه ٺريءَ ۾ نزول فرمايو هئائون، آئون به اتي وڃي قدم بوس ٿيس پوءِ قدم بوسي مهل عشق ۽ محبت جي، جوش کان حضرت مرشد ڪريم رضي الله تعاليٰ عنه کي ياڪر پائي عرض ڪيم ته حضرتا! تو عين جند رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم جي آهين. پاڻ جواب ۾ هٿ مبارڪ کڻي منهنجي وات تي ڏنائون ۽ فرمايائون ته ماٺ ڪر ته نامحرم (ڌاريا) ماڻهو ٻڌي نه وٺن.

اي عزيز! مرشد ڪريم ڪامل مڪمل فنا في الرسول ۽ فنا في الله سان مشرف ٿا ٿين ۽ مبتدي مريد ويچارو ڪير ڏائڪ ٻارآهي، جڏهن الله تبارڪ وتعاليٰ پنهنجي فضل سان سندس ارادي ۽ عقيدي موجب ان کي سندس مرشد جو جمال ڏيکاري ٿو ته پوءِ هو اهڙا گفتگا ڪرڻ ٿو لڳي، جيئن خواجه حافظ رحمة الله عليه فرمايوآهي ته:

**درخرابات مغان نور خدا مي بينم     اين عجب بين که چه نور زکجا مي بينم**

يعني مرشد جي ميخاني ۾ خدا تعاليٰ جو نورٿو ڏسان، هي عجب ڏسو ته ڪهڙو نور ڪهڙي هنڌان ڏسان ٿو؟ ۽ ناصرالدين خواجه عبيدالله احرار قدس سره به پنهنجي ملفوظات ۾ انهيءَ مقام جو نشان ڏنوآهي:

**زانرو که چشم تست احول،     معبود تست پيراول.**

يعني جڏهن ته تنهنجي اک کي ڪجهه ٽيڏ جو اثر آهي، تنهن ڪري تنهنجو معبود پهريان تنهنجو مرشد ٿي آهي ۽ وري خواجه حافظ عليه الرحمة هڪ هنڌ فرمايو آهي:

**مادر پيالہ عکس رخ يار ديده ايم     اي بيخبر زلذت شرب مدام ما.**

يعني اسان شراب جي پيالي (يعني مرشد جي صورت) ۾ دوست جي منهن جو اوليئڙو ڏٺو آهي. اي بيخبر! توکي اسان جي هميشه شراب پيئڻ جي لذت جي ڪهڙي خبر. مٿين فقير پنهنجي مرشد ڏانهن معبوديت جي نسبت نه ڪئي بلڪ رسالت جي نسبت ڪئي اٿس، اهو به هڪ حال آهي جنهن حال جي تصديق

حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جن هن طرح فرمائي آهي:
الشيخ في قومه ڪانبي في امته" يعني مرشد ڪريم پنهنجي قوم ۾ اهڙي مثال آهي، جيئن نبي پنهنجي امت ۾ هجي! ۽ بي هنڌ ارشاد فرمايو اٿن:
علماءِ امتي ڪانبياءَ بني اسرائيل " يعني منهنجي امت جا اهل دل علماءَ بني اسرائيلن جي نبين جي مثال آهن !
اي عزيز! اهل حال جا قول اسان جي سمجهہ ۾ اچڻ محال آهي، تنهن ڪري توکي اسان کي رڳو اينرو ڪيي تہ ان تي اعتراض نہ ڪيون، بلڪ ان جو علم الله تبارڪ وتعاليٰ ڏانهن سونپي ڇڏڻ گهرجي، جو تہ اهي اسرار ڪوه قاف جهڙا آهن، تن کي هن بازاري تاراجي، عقل ڪمزور جي سان تورڻ اڻ ٺيڪي ڳالهہ آهي. ۽ پڻ ان راز جي پڌري ڪندڙ جي وات تي رڳو شريعت جي ادب ڪري هٿ رکيو هئائون.

**12-نقل:** ڪنگهار فقير نهوريو، نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ درگاهہ مبارڪ تي سومهياڻي نماز ادا ڪرڻ ڪانپوءِ مصلي تي ويناهئا ۽ مون ڪين مٺ مروڙو پي ڪيو، زورن ڏيندي منهنجي دل ۾ خيال آيو تہ جن ماڻهن حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم کي خواب ۾ ڏٺو تن وڏي فخر ۽ لذت کي حاصل ڪيو ۽ جن سندن نالو مبارڪ ٻڌو تن کي بہ خوشي ۽ فرحت حاصل ٿي، پر الحمدلله والمنة جو اسين حضرت مرشد مڪرم جن کي، جي سراپا وجود حضرت سرور ڪائنات صلي الله عليہ وآله وسلم جو آهن، روبرو ويٺي زيارت ٿا ڪيون، پاڻ منهنجي دل جي خيال کي معلوم ڪري ورتائون ۽ ياڪر پائي فرمايائون تہ انهيءَ ۾ ڪوبہ شڪ ڪونهي پڪ طرح ائين آهي.

**13- نقل:** عبدالله فقير رهندڙ ديهہ جهڪيجي واقع پرڳڻي ڏک جو نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ شڪارپور تعلقي مان دعوتون وٺي درگاهہ شريف ڏانهن موٽيا پي آيا. وات تي هڪڙو فقير مٽي ۽ پيرين اگهاڙو درياءَ سنڌ جي پڪ سان بيٺو ڏٺائون، جڏهن ان جي برابر ٿي لنگهيا ، تڏهن آئل فقير کي فرمايائون تہ هن شخص کي ڪي سڃاتو اٿئي، فقير جواب ۾ ماٺ ڪٽي ڪئي، پوءِ پاڻ پنهنجي زبان مبارڪ سان فرمايائون تہ هي فقير خدا تعاليٰ جي ولين مان آهي.

**14-نقل:** خليفو محمد حسن رهندڙ ديهہ ڏڏر واقع علائقہ ٺر جو نقل ڪري ٿو تہ هيڪر اسين زيارت فيض بشارت لاءِ ڳوٺان نڪري درگاهہ مبارڪ ڏانهن روانا ٿياسون جڏهن ٽنڊي لقمان ٽالپر ۾ پهتاسون تہ پاڻ اسان کان اڳ ٽنڊي لقمان ۾ تشريف فرماٿيل هئا قدم بوسي جي سعادت کان مشرف وڃي ٿياسون، اٿي مجلس شريف ۾ ننڍڙا پارڙا بہ ڪي موجود هئا. پوءِ پاڻ مون کي خطاب ڪري

فرمايائون تہ اي خليفا! الجنس يَمِيل مع الجنس" آيل آهي، اينتري ۾ هڪڙو شخص پتاشا سندن حضور ۾ آڻي نذر رکيا پاڻ اهي پتاشا ٻارن کي ونڊرائي ڏنائون.

**15-نقل:** خليفو ميان غازي خان نقل ڪري ٿو هيڪر آئون درگاهہ مبارڪ تي ٽکيل هوس تہ ڪين لاڙ جي سفر جو ارادو ٿيو، جيئن تہ صبح سان روانگي جو انجام مقرر فرمايوهئائون انهيءَ رات اڌ رات ڌاري ڪانوءَ ڪيترا ڪانو گڏجي مسجد شريف ۾ آيا ۽ اچي لڙ مچايائون اتان اٿي وري حاويلي مبارڪ ڏانهن ويا اتي بہ ڏاڍو شور ۽ لڙ وجهي ڏنائون، خيرجو صبح سان پاڻ درگاهہ مبارڪ تان فقيرن جي جماعت سميت چڙهي اچي مهيسرن جي ديهہ ۾ تشريف فرمائيا. محمد شريف مهيسر خدمت سڳوريءَ ۾ حاضر ٿيو، ۽ زيارت ڪرائڻ لاءِ ڪين پنهنجي گهر وٺي ويو، آئون سندن سواري واري گهوڙي اتي جهلي بيٺس، ٻي جماعت فقيرن جي جنهن ديهہ ۾ دعوت هئي اوڏانهن روانا ٿي ويا. جڏهن پاڻ زيارت ڪرائي ٻاهر آيا، تڏهن مون پنهنجي گهوڙي کي ڦٽي ڪري سندن گهوڙيءَ کي سواري لاءِ اڳيان آندم، پاڻ جڏهن سواري واسطي تيار ٿيا، تڏهن منهنجي گهوڙي بہ اڳتي وڌي اچي سائين جن جي نزديڪ ٿي، مون ڪيس چهاڻ هڻي پري ڪيو.

پاڻ فرمايائون تہ هي گهوڙي بہ اسانجي محبت ۽ قرب ۽ دوستي لاءِ ٿي اچي، پوءِ وري فرمايائون تہ اي غازي خان! رات جي وقت جو ڪانون لڙ ۽ ڪانگيرو ڪيو هو، تنهن وقت سجاڳ هئين يا نہ؟ عرض ڪيم تہ حضرتا! ڪانون جي لڙائي تہ اسان کي بسجاڳ ڪري وڌو هو! پاڻ فرمايائون تہ اهي ڪانو مسجد مان ڦري وري حاويلي ۾ آياهئا ۽ اندر جاءِ ۾ لنگهي اچڻ لاءِ تيار ٿيا. صاحبن سڳورن ڪين هر هر ٻيي اڏاريو، ان وقت اسان چيو تہ ڪانو اسان جي موڪلائڻ لاءِ آيا آهن، چو تہ اسان سفر جو ارادو ڪيو آهي هڪ گهڙي ڪن ڇڏيو تہ موڪلائي رهن، پوءِ فرمايائون تہ حيوانن کي ڳالهائڻ جي زبان ڪانهي باقي اولياءَ الله سان قرب ۽ دوستي ڏاڍي اٿن.

اي عزيز! جن ماڻهن کي اوليائن سڳورن سان مناسبت ڪانهي، اهي ڍورن ڍڳن ۽ پکين کان بہ ابتر آهن.

## فصل ٽيون
## پير سان مريد جي اتحاد ۽ رابطي بابت

**1-نقل:** هيڪرپاڻ ڳوٺ گندا واهه ۾ تشريف فرماٿياهئا. اتي حضرت مخدوم صاحب قدس سره جي مريدن مان هڪڙو شخص پنهنجي مريدن جي جماعت سميت اچي خدمت اقدس ۾ زيارت کان مشرف ٿيو، پاڻ ڪيس ڏاڍي عزت ۽ حرمت عطا فرمايائون ۽ پڇيائونس ته تون حضرت مخدوم صاحب قدس سره جي ديدار فرحت آثار کان مشرف ٿيو هئين؟ هن جواب ڏنو ته حضرتا! ٻه ڀيرا مخدوم صاحب جن جي حضور مبارڪ ۾ حاضر ٿيو هوس! ۽ هونءَ پاڻ ان بزرگ کي ذوق شوق جو وڏو ڀهرو مليل هو، جيئن ته مشتاقانه غزل حضور مبارڪ ۾ ٻڌي چيائين ۽ غزل چوڻ وقت سندس حالت متجي ٻي ويئي ۽ سندس منهن ۽ رنگ ٻي طرح ٿي ٻي ويا، ۽ ڪيس توڙي سندس مريدن کي وجد جي حالت ٿي وئي ٿي، پوءِ جڏهن پاڻ گندا واه کان وري جهل ۾ تشريف فرماٿيا، تڏهن اتان موڪلائي هليو ويو!

**2-نقل:** هيڪرپاڻ فرمايائون ٻي ته جڏهن سرور ڪائنات صلي الله عليه وآله وسلم هن فاني جهان مان رحلت فرمائي فردوس اعليٰ ڏانهن اسريا، تڏهن اصحاب سڳورا اهل صفي جا توڙي ٻيا ڪلئي اها خبر وحشت اثر ٻڌي هوش ۽ پنهنجي وس کان نڪري ويا، جيئن ته حضرت امير عمر رضي الله تعاليٰ عنه ترار ڪڍي هڪڙي هنڌ ويهي رهيو ۽ چوي پيو ته جيڪو ٻه حضور جن صلي الله عليه وآله وسلم جي وفات جو نالو مون وٽ ڳنهندو ته هن ترار سان سندس گردن اڏائي ڇڏيندس، مگر حضرت اميرالمؤمنين ابابڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جو هوش حوصلو برجاءِ هو، چو ته سندس ڪمال رابطو ۽ اتحاد اهڙو ته حضور جن سان ڪامل هو، جو وصال ڪري سندس حواس برجاءِ رهيا ۽ گم نه ٿيا پوءِ ڪن اصحابن سڳورن حضرت ابابڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه سان حضرت امير عمر رضي الله تعاليٰ عنه جي مٿين حقيقت وڃي بيان ڪئي، پاڻ انهي خبر ٻڌنديئي حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه وٽ آيا ۽ هي آيت شريف پڙهي ٻڌايائون:

انڪ ميت وانهم ميتون" يعني اي پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم تون ٻه وفات ڪري ويندين ۽ اهي ماڻهو ٻه نيٺ هي دنيا ڇڏي اڳتي هلندا، انهيءَ آيت شريف ٻڌڻ شرط حضرت امير عمر رضي الله تعاليٰ عنه ترار زمين تي اڇلائي ڦٽي ڪئي ۽ هوش ۾ اچي ويا.

**3-نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون ته ڪو شخص ڪنهن موچي بزرگ جو وچي مريد ٿيو هو، ماٺهو مٿس چٿر ڪرڻ لڳا ته توکي دنيا ۾ ٻيو پيرئي هٿ ڪونه آيو، جو وچي هڪ موچيءَ جو مريد ٿيو آهين! هن جواب ڏنو ته ادا! جيڪي انهيءَ موچي منهنجي دل واري چمر تان غيـر وارا غدود وڌياآهن، تنهن جي ٻي ڪنهن کي مجال نه هئي !

**4-نقل:** هيڪرپاڻ فرمايائون ته سمنڊ ۾ هڪڙي قسم جي مڇي ٿيندي آهي، جنهن کي راموز ڪري سڏيندآهن، اها مڇي انسان جي صورت تي عاشق هوندي آهي، پوءِ جيڪڏهن قضا الاهي سان ڪا ٻيڙي سمنڊ ۾ ٻڏي پوندي آهي ۽ اها مڇي اُت حاضر هوندي آهي ته ماٺهو کي پنهنجي پٺي تي ويهاري سمنڊ جي ڪ سان نبيٺي ڇڏيندي آهي، انهيءَ هنڌ پاڻ هيـنيون فارسي بيت پڙهيائون جو سندن ئي تصنيف ٿيل آهي:

**زورقم در ورطئہ طوفان غم افتاده ست،**
**کوست راموز محبت کہ رساند ساحلم.**

يعني ته منهنجي ٻيڙي ڏکن جي طوفان واري ڪن ۾ اچي پئي آهي، اچ ڪا محبت پريل راموز هجي، جو هن ٻڏل کي ڪ تي نبيٺي پهچائي!

اي عزيز! هي مثال پاڻ پير ۽ مريد جي بابت بيان فرمايو اٿن:

**هست راموز مرشد ڪامل، مي برد مرد راسوي ساحل .**

يعني راموز جي مثال آهي ڪامل مرشد، جو مريد کي ڏکن جي طوفان کان ڪيي امن جي ڪناري تي وچي ٿو پهچائي!

**5-نقل:** هيڪرپاڻ فرمايائون ته حال جي شروعات وارن ڏينهن ۾ جڏهن سائيدي جي ڳوٺ ۾ رهندا هئاسون، تڏهن ڪنهن ڪم سان الهندي طرف ٻيلي ڏانهن نڪري وياسون ته اوچتي اتي هڪڙي ڏنار جو آواز ڪن تي پيو سون، جنهن هي سنڌي بيت پي چيو:

**منهنجي سجڻ کي بندو ڪير چوي!**

هي بيت اسانجي دل تي اهڙو اثر ڪري ويو جو جڻ تيـر نشان تي وچي لڳو، ان ڪانپوءِ ڪيترا ڏينهن اهي لفظ چوندا هئاسون ۽ ان مان لذت وٺندا هئاسون.

اي عزيز! سندن مٿين فرمايل نقل مان پير مريد جي رابطي ڏانهن اشارو نڪري ٿو، ڇو ته ان حال ۾ مريدن کي پنهنجي مرشد جي صورت ۾ عين حقيقت جو مشاهدو ڪرائيندآهن، تنهن ڪري ان وقت مريد اهڙي طرح چوندو آهي جيئن خواجه حافظ عليه الرحمة فرمايو آهي:

**در خرابات مغان نور خدامي بينم**
**اين عجب بين کہ چہ نوري زکجامي بينم**

يعني تہ مرشد جي ميخاني ۾ مون کي الله تبارک وتعاليٰ جي نور جي تجلي نظر پئي اچي، هي عجب جهڙي ڳالھ ڏسو تہ ڪهڙو نور ڪهڙي هنڌان ڏسي رهيو آهيان!

اي پيارا! حضرت مرشد مربي رضي الله تعاليٰ عنہ جيڪو نڪتو مجمل طرح فرمايو آهي، ان تي هيءَ آيت شريف تفصيل سان روشني وجهي ٿي، جو الله تعاليٰ جل شانہ فرمائي ٿو:

**قل لو كان البحر مدادا لكلمات ربي لنفد البحر قبل ان تنفد كلمات ربي**

**6- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ ديھہ تلهار کان جا چاچڪن جي پرڳڻي ۾ گوني واہ جي ڪناري سان آهي، سوار ٿيا، جمالين فقيرن جي ڳوٺ ڏانهن مبارڪ فقير جي دعوت تي پيا آيا، جو اتان اڀرائن کوهن جي پنڌ تي ڏکڻ طرف ڏانهن هو، ڪيترا فقير رستي ۾ پيادل سائين جن جي گهوڙي اڳيان ڊوڙندا پيا آيا، انهن فقيرن سان گڏ مسمات حرمت، ماهي فقير راهو ڪرڙي جي پيڻ بہ گڏ اڳيان اڳيان ڊوڙندي پيئي آئي، جڏهن گوني واہ جي پڪ سان آيا، تڏهن پاڻ فرمايائون تہ ڪو اهڙو فقير آهي جو پاڻي کڻي لاءِ اسان جي گهوڙي جي اڳيان ٿي هلي؟ جڏهن تہ سياري جي مند هئي ۽ سيءُ جو وقت هو، تنهن ڪري فقيرن کي واہ ۾ گهڙڻ لاءِ توري ويرم گذري تہ اينتري ۾ مسمات حرمت ڪپڙن سوڌي پاڻي ۾ ڪاهجي پيئي ۽ پاڻ بہ سندس پوٺتان گهوڙو واہ ۾ هيٺ لاٿائون ۽ پي پڪ تائين وچي پهتا، واہ ۾ اره جيترو پاڻي هو، جنهن ۾ هن مسمات جا ڪلئي ڪپڙا پسي ويا هئا.

**7- نقل:** عبدالله فقير رهندڙ ديھہ جهڪيجيءَ جو نقل ڪري ٿو هيڪر پاڻ فرمايائون پي تہ گهڻو ڪري حضرت ميان صاحب جن قدس سره اسانکي پنهنجي مصلي تي امامت ڪرائڻ لاءِ حڪم فرمائيندا هئا ۽ اسين سندن مصلي تي بيهي امامت ڪرائيندا هئاسون. ۽ جيڪڏهن پاڻ سان گڏ ڪٿ تي ويهڻ جو حڪم ڪندا هئا تہ ويهي رهندا هئاسون. مطلب تہ سندن امر جي برخلاف ڪڏهن بہ ڪونہ ڪندا هئاسون. پاڻ انهيءَ ڪري اسان کان بالڪل راضي ۽ خوش خرم ٿي فرمائيندا هئا تہ الله تبارک وتعاليٰ توکي ڪنهن جو محتاج نہ ڪندو بلڪ پيا تنهنجا محتاج رهندا.

**8- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر پاڻ سياري جي مند ۾ سيد ميان مرتضيٰ علي شاھ جن وٽ فاتحہ ڏيڻ لاءِ قبيلي سميت درياءَ جي هن پر تشريف فرما ٿيا هئا، سيد ميان مرتضيٰ علي شاھ سائين جن جو ننڍو

پاءُ هو، پوءِ جڏهن اوڏاهون ٿي موٽي درياءَ جي پتڻ تي آيا سون، تڏهن پيڙيون حاضر ٿيون پر درياءَ جو پڪون ڪجهه وڏيون هيون، جنهن ڪري گهوڙا پيڙي ۾ نه پيا چڙهي سگهن، تڏهن مون ۽ ٻي هڪڙي فقير ڇا ڪيو جو گهوڙن جي سينن کان ڪلها ڏيئي گهوڙن جا اڳيان پير ڪٽي پيڙيءَ ۾ ٻي اڇلايوسون، پوءِ ائين ڪري سيئي گهوڙا پيڙي تي چاڙهي ڇڏياسون، پوءِ آئون ۽ هڪڙو مهاڻو گازر فقير رهندڙ درگاهه مبارڪ جو ٽيئي پيڙي جي رس ڇڪي پتڻ واري جاءِ ڏانهن ٻي آياسون، ته انهيءَ وچ ۾ پيڙي جي اولي واري ڪاٺي جا سيد سچل شاهه جي هٿ ۾ هئي، جو سيد مٺيون پڻ سائين جن جي عزيزن مان هو، سا ڪاٺي ڦيرائيندي ڪندي زمين سان لڳي پڄي پيئي ۽ رسين جون ڳنڍيون جي ان ڪاٺي سان ٻڌل هيون، سي به ڇڙي ڪمزور ٿي پيون، ۽ ڇڪ ۽ زور جو اثر پيڙي تي نه پيو هلي سگهي، پاڻ مهاڻن کي فرمايائون ته ڪاٺي سوگهي ڪري ٻڌو پر سردي زور جي پئجي رهي هئي ۽ سيءَ جي سختي ڪري ڪوبه ان ڪاٺي جي ڪڍڻ جي حامي ڪونه پيو ڀري، پوءِ پاڻ آڳر مبارڪ سان مون غلام کي ڪاٺي لاءِ اشارو فرمايائون، جو سندن اشارو ڏسنديئي ڪپڙن سوڌو ڪٽي ٽٻي هنيم ۽ ڪاٺي کي اندران ٻاهر ڪڍي سيد سچل شاهه جي هٿ ۾ آڻي ڏنم، جنهن ساڻ پيڙي جو اولو قائم ڪري وري رس ڇڪي سون جو نيٺ سڄ لٿي مهل پيڙي پار پهتي! اتي گهوڙن کي پيڙي تان لاٿو سون، پاڻ مونکي فرمايائون ته اسين گهوڙن تي هنو ٿا ڪيون ۽ تون مٿن غاشا ٻڌ. مون سندن ڪپڙن مبارڪن جي ادب پاران عرض گذاريو ته نه حضرتا! آئون ٿو سنج وجهان ۽ اوهين غاشا وجهون، اوهان جي هن وجهڻ ڪري ادب جو لحاظ ٿو ٿئيم ته مناڻ سائين جن جا ڪپڙا ميرا ٿي پون! پوءِ پاڻ سانجهي جي نماز ادا فرمايائون جنهن ۾ پاڻ امام ٿيا ۽ آئون هڪڙوئي مقتدي سندن پويان هوس، نماز کان فارغ ٿي سواري هلي، جو سومهياڻي بعد اچي درگاهه مبارڪ تي نڪتا سون، سائين جن جي وڏن صاحبن سڳورن کي جو هن عاجز جي استقامت جي احوال جي خبر پهتي هئي! تنهن ڪري وڏي ڪرم سان جهڙو مائرن کي پٽن تي احسان فرمائي جو دستور آهي، عنايت مون مسڪين جي حال تي ٻي فرمايائون ۽ ڪٽڪ جي اٽي مان کي قدر گيهه ۾ پچي ان ۾ جاڻ ۽ لونگ ۽ ڳڙ ۽ ٻيون ڪي شيون جي سردي کي دفع ڪندڙ هيون، ان ۾ وجهي ڏياري موڪليائون. مون ان کي جيڪي حاضر مجلس فقير هئا تن ۾ وراهي حصي آهر گڏجي کاڌو سون، ۽ انکان پوءِ درگاهه مبارڪ تي تڪيل هوس، پوءِ جنهن ڏينهن ننگر تي طعام موجود نه هوندو هو ته صاحبزادن سڳورن لاءِ البت ڪجهه نه ڪجهه طعام تيار ڪندا هئا، ان مان به ڪٽڪ جي ماني جو

اڌ پڇي مون کي مرحمت فرمائيندا هئا.

**9- نقل:** هيڪر پاڻ بيان فرمايائون ته ناصرالدين خواجه عبيدالله احرار قدس سره جي صحبت ۾ بادشاهه ۽ امير وزير وغيره اهل دولت جا ماڻهو اينترا ته اچي گڏ ٿيندا هئا جو مسڪينن کي سندن صحبت ۽ زيارت جو وجهه بلڪل نه پيو ملي سگهي، تنهن تي هنن ويچارن خدمت سڳوري ۾ فرياد ڪئي ته حضرتا! اسان مسڪينن جو ڪو حال ڪونهي، چو ته شاهوڪارن ماڻهن جي انبوهه کان صحبت ته پري ٿي پر زيارت به حاصل ڪانه ٿي ٿي سگهي، تنهن تي خواجه صاحب قدس سره کين پنهنجي رابطي لاءِ امر فرمايو. پوءِ مريدن کي رابطي مان اينترو ته فيض حاصل ٿيو جو روبرو صحبت ڪرڻ کان به ڪثر!

اي عزيزا حضرت پير سائين جن رضي الله تعاليٰ عنه به پنهنجن مريدن کي رابطي بابت وڏو تاڪيد ۽ ڪوشش فرمائيندا هئا.

**زانرو که چشم تست احول　　　معبود تست پير اول**

يعني جڏهن ته تنهنجي اک ۾ ٽيڏ جو اثر آهي، تنهن ڪري تنهنجي لاءِ پهريان تنهنجو معبود، پيرئي آهي.

**10- نقل:** هيڪرپاڻ فرمايائون ته حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي زماني ۾ ڪن اصحابن سڳورن جي گهرن ڏانهن حجري شريف مان دريون ڪليل هونديون هيون، پوءِ جڏهن پاڻ هن دنيا فاني مان عالم آخرت ڏانهن اسرڻ جي سانباهي ڪرڻ لڳا تڏهن سيني درين جي بند ڪري ڇڏڻ جو حڪم فرمايائون، مگر هڪ حضرت ابابڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جي گهر واري دري اوهين ڪليل ڇڏي وئي! چو ته رابطي ۾ سندن درجو نهايت اعليٰ ۽ مخصوص هو. پاڻ انهيءَ هنڌ فرمايائون ته حضرت سرور ڪائنات صلي الله عليه وآله وسلم جي مٿين حڪم مان اهڙي طرح معلوم ٿيو ته الله تبارڪ وتعاليٰ ڏانهن پهچڻ جا ٻيا سڀ رستا بند ڪيا ويا، مگر هڪ رابطي وارو رستو ڪليل رکيو ائن.

اي عزيزا شيخ عبدالحق محدث دهلوي قدس سره جذب القلوب ۾ لکيو آهي ته جنهن وقت پاڻ ڪريمن صلي الله عليه وآله وسلم جن سيني اصحابن سڳورن جي درين بند ڪرڻ لاءِ حڪم فرمايائون، جي حجري شريف کان ٽيل هيون تڏهن حضرت علي ڪرم الله وجه کي اکين مبارڪن مان ڳلن تي ڳوڙها وهي هليا. پاڻ ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن کين فرمايو ته اوهان جي طرف واري دري سيني اصحابن سڳورن جي درين کان جدا ٽيل آهي جنهن لاءِ بندش جو حڪم بلڪل ڪونهي.

**11- نقل:** فيروز فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون ته ڪو پيرهو، تنهن پنهنجي هڪڙي مريد کي جو سندس رابطي ۾ بلڪل متحد الوجود هو، حڪم ڪيائين ته فلاڻو منهنجو خليفو جو خداتعاليٰ جي خاص ٻانهن ۽ وڏن عارفن مان آهي، توکي کپي ته ان جي صحبت ۾ وڃي فيض حاصل ڪر، مريد عرض ڪيو ته حضرتا! جيڪي امر فرمايوسو برچشم آهي، پرهو ويچارو ته پنهنجي پير جي رابطي ۾ سوگهو ورتل هو، سو ان خليفي ڏانهن ويوئي ڪونه! ڪيتري مدت کان پوءِ پير ان کان پڇيو ته خليفي وٽ ويو هئين؟ مريد ويچارو ڳڻتي ۾ پئجي ويو ته جي چوان ٿو ته ڪونه ويو هوس ته پنهنجي مرشد جي حڪم کان بي فرماني ٿي پوندي ۽ جي چوان ته ويو هوس ته مرشدجي حضورم ڪوڙ ٿي پوندو، نيٺ انهي ويچار ۾ هي بيت پڙهيائين:

**همه شهر پر ز خوبان و من درنگاهه ماهي چکنم ک چشم بد خونکند بکس نگاهي**

يعني ته ساروئي شهر محبوبن سان ڀريو پيو آهي پر آئون ته رڳو هڪڙي محبوب جي ڏسڻ لاءِ حيران آهيان، ڇا ڪيان جو هي بدعادت اک ڪنهن ڏانهن نهاري ئي نٿي!

**12- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون ته جنهن عورت جو مڙس صاحب حسن جو هوندو، جو ان جهڙو بيو ڪو مٺ ماڻهو ڪونه هوندو ۽ اها عورت پنهنجي مڙس جي حسن کان چڱي طرح واقف ٿي ڪيس دل ڏئي ڇڏي هوندائين، ته اها عورت وري ٻي ڪنهن بيگاني مڙس ڏانهن بلڪل نه نهاريندي ۽ نه سندس دل ڪي ٻي طرف خيال ئي ائندو. جيئن ته چوندا آهن:

**عصمت زن جمال شوهء بود:** يعني زال جي پاڪدامنائي مڙس جي حسن سان ئي حاصل ٿي سگهندي !

پوءِ پاڻ فرمايائون ته اهڙي طرح جنهن مريد جو مرشد صاحب ڪمال جو هوندو ته اهو بہ ٻي ڪنهن پير ڏانهن التفات نه ڪندو.

**13- نقل:** قاضي محمد شفيع رهنڊ پراڻن هالن جو نقل ڪري ٿو ته جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو ته قاضي صاحب جي ڳالهه ڪرڻ کانپوءِ مونکي بہ ياد پيو ته هيڪر قاضي صاحب، ۽ آءُ سفر ۾ گڏ هئاسون، ته اتفاقا اتي خبر فرحت اثر پڌي سون ته حضرت مرشد مڪرم رضي الله تعاليٰ عنہ جن لاڙيچن مريدن جي دعوت وٺڻ لاءِ تشريف فرما ٿياآهن اها دل ٺاريندڙ خبر ٻڌنديئي وڏيءَ خوشي مان جلد سندن استقبال ۾ روانا ٿياسون ۽ تنڊي قيصر فقير نظاماڻي جي ۾ اچي قدم بوسي جي شرف کان مشرف ٿياسون. پاڻ پنهنجي ڪريمي ۽ رحمت سان مون مسڪين کي ياڪر پائي ڳچ تائين بغلگيري کان مشرف ڪيائون، ۽

قاضي محمد شفيع شوق ۽ بيقراري جي زيادتي ڪري بي اختيار پاڻ کي حضور پر نور جي پيرن تي اڇلائي وڌائين ۽ پنهنجي چهري کي سندن پيرن مبارڪن سان گسايائين پي ۽ رنو بہ پي! پوءِ جڏهن مون فقير سان ملاقات ڪري چڪا، تڏهن وري ٻيا فقير هڪ ٻي ڪي ملاقي ٿيڻ لڳا پاڻ فرمايائون پي تہ اي فقيرو! گهڙي کن ترسو تہ هڪڙو شخص اسان جي پيرن ۾ پيو آهي، انهيءَ سان ملاقات ڪري پوءِ ٿا اوهان سان ملاقي ٿيون، پر فقير ڪٿي ٿا ٻڌن جيئن پتنگ بتيءَ تي ڪرندا آهن، تيئن بي اختيار قاضيءَ جي مٿان لنئون ڏيئي اچي قدمبوسي ٻي حاصل ڪيائون، تڏهن مون خدمت سگهوري ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! جيڪو فقير پيرن مبارڪن ۾ پيو آهي، سو قاضي محمد شفيع آهي، تڏهن پاڻ فرمايائون پل تہ پيو هجي، تان تہ سيئي فقير ملاقي ٿي واندا ٿيا، تڏهن پاڻ ٻئي هٿ مبارڪ قاضي جي پنهي بغلن کان ڏيئي مٿي پي کنيائون، پر قاضيءَ کي ڪا بہ خبر ڪانہ هئي تان تہ مون کيس ڏاڍيان سڏ ڪري چيو تہ اي محمد شفيع توکي سائين جن بغلن ۾ هٿ وجهيون ٿا ڪڻن، تڏهن هوش ۾ آيو ۽ ملاقات جي شرف کان اٿي سعادت اندوز ٿيو.

**14- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ جنهن مريد کي ذڪر فڪر جو گهڻو شوق هوندو ۽ عبادت ۽ رياضت جي مشغولي ۾ بہ ڪٿي محڪم هوندو. پر پنهنجي مرشد ڏانهن سندس ويساهہ پورو ۽ ثابت قدم نہ هوندو، تہ ان مريد کي ڪڏهن بہ فيض جو ڀاڱو نہ پهچي سگهندو، پر جي ڪو مريد سچي ويساهہ ۽ محڪم عقيدي وارو هوندو ۽ ذڪر فڪر ۾ قصور پيو ڪندو تہ اهو مريد نيٺ فيض ياب ٿي ويندو.

**15- نقل:** هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون تہ ڪو بادشاهہ درياءَ جي پڪ سان لانگهائو ٿيو پي آيو، ڏٺائين تہ هڪڙي ميربحر مڇي وٺڻ لاءِ جار درياءَ ۾ اڇلايو آهي، بادشاهہ کيس چيو تہ مونکي بہ هن شڪار ۾ ڀائيوار ڪندين؟ مهاڻي چيو تہ بلاشڪ ! ائين چئي جار بادشاهہ جي هٿ ۾ ڪٽي ڏنائين بادشاهہ جار پنهنجي هٿ سان اڇلايو درياءَ ۾ ! بادشاهہ جي عالي بخت سان تمام گهڻي مڇي جار ۾ ڦاسي پيئي! مهاڻو عجب ۾ پئجي ويو تہ هن کان اڳ ڏهاڙي مون کان بہ مڇيون بہ مس شڪار ٿينديون آهن، پر هن مڙس تہ هڪڙيئي واري سان ڪيتريون ٿي مڇيون ماري رکيون اٿس، بادشاهہ اُها سڀ مڇي مهاڻي کي ڏيئي چيائينس تہ سڀاڻي صبح سان بادشاهہ جي دربار ۾ حاضر ٿجان، اتان نڪري بادشاهہ پنهنجي جاءِ تي آيو ۽ دربانن کي سمجهائي ڇڏيائين تہ صبح مهل هڪڙو مهاڻو دروازي تي ايندو ان کي اسانجي حضور ۾ حاضر ٿيڻ کان نہ روڪجو! مهاڻو

صبح سان بادشاھ جي حضور ۾ حاضر ٿيو بادشاھ کي ڏسي سڃاتائين ۽ حيران ٿي ويو تہ ھي تہ اھو ساڳيوئي شخص آھي جو ڪالهہ مون ساڻ مڇي وٺڻ ۾ ڀائيوار ٿيو ھو، بادشاھ کيس اٿي ڀاڪر پائي مليو، ۽ تخت تي پنھنجي پرسان ڪري ويھاريائينس! بادشاھ جا امير وزير ۽ ٻيا متعلق ڪلئي حيران ٿي ويا تہ ھي ڪير ماڻھو آھي، بادشاھ کين چيو تہ ھي منھنجو اڌ ڀائيوارآھي پوءِ پنھنجي سموري بادشاھي ۽ املاڪ ۽ اسباب مان اڌ ورھائي ان مھاڻي کي ڏيئي ڇڏيائين.

پاڻ نقل پورو ڪري فرمايائون تہ اھڙي طرح جيڪو شخص پنھنجي خواھش ۽ مرضي موجب عبادتي ڪمن ۾ مشغول آھي، اھو مثال انھي مھاڻي جي آھي، جنھن جو نصيب ڪلئي بہ ڪرڙيون ھيون، پر جيڪڏھن ڪنھن بادشاھ يعني ڪامل عارف جي رابطي سان پنھنجي خواھش ۽ مرضي کي ڳنڍي ڦٽي ڪندو تہ ساڳي مھاڻي وانگر بادشاھي جو مالڪ بڻجي ويندو!

**16- نقل:** ھيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون تہ ھڪڙو شخص پنھنجي پٽ سميت ھڪڙي ھنڌان اڳي لنگھيو، جو اتي خلق جو انبوھ تمام گھڻو ھو، پوءِ پنھنجي پٽ کي چيائين تہ اي بابا! منھنجي دامن پنھنجي ھٿان بالڪل نہ ڇڏج، متان خلق جي گوڙ ۾ گم ٿي وڃين! پوءِ پاڻ فرمايائون تہ اھڙي طرح ڪامل شخص جو رابطو بہ ٻيءَ جي دامن مثال آھي، سا جيڪڏھن طالب ھٿان نہ ڇڏيندو تہ بيفائدن خيالاتن جي گوڙ ۾ ڪڏھن بہ گمراھ نہ ٿيندو!

**17- نقل:** عبدالله فقير ابڙو رھندڙ ديھہ جھڪيجيءَ جو نقل ڪري ٿو تہ ھيڪر پاڻ موسيٰ ڪوري رھندڙ درگاھ مبارڪ جي کي فرمايائون تہ اي ملا موسيٰ تون اٿڻ ۾ مونکي ڏسندو آھين يا نہ؟ ھن ويچاري ڪمال محبت ۽ اندر جي اشتياق مان درد ڀرئي آواز سان عرض گذاريو تہ، حضرت! قربان ٿيان اٿڻ تہ ڇاپر تارتار ۾ اوھان کي ڏسان ٿو! ڪنھن ويچاري شاعر انھيءَ ڏانھن اشارو ڪيوآھي:

**درودیوار من آئینہ شد از کثرت شوق، ھر کجامي نگرم روئي ترامي بینم**

يعني تہ در ديوار، سڀ ڪجھہ شوق جي زيادتي ڪان آئينا بڻجي پياآھن، جيڏانھن ٿو نظر ڪٿي نھاريان اوڏاھون تنھنجو منھن پيو ڏسان!

**18- نقل:** گل فقير رھندڙ ديھہ ڪڙيئي جو نقل ڪري ٿوتہ، ھيڪر مخدوم ابراھيم رحمة الله تعاليٰ عليہ رھندڙ ڳوٺ نئي جو ڪنھن مريد جي دعوت وٺڻ لاءِ تلھار ۾ آيل ھو. اتي حاجي عمر نالي ، جو حضرت مرشد مڪرم رضي الله تعاليٰ عنہ جي سچن مريدن مان ھو، رھندو ھو، مخدوم ابراھيم کيس چيو تہ تون اھل علم ماڻھو ٿي ڪري اھڙي جماعت ۾ وڃي داخل ٿيو آھين جو اوباشن جھڙا آھن ۽ اھل علم جو ڪوبہ ادب نہ رکندا آھن، جيڪڏھن تون اسانجي سلسلي ۾

اچين ته توکي بالڪل وڏي عزت ۽ تعظيم ڏينداسون ۽ پنهنجي جماعت جو خليفو ڪنداسون! حاجي عمر جي دل واري بتي ته انهيءَ بتهي جهانن جي سج چمڪندڙ جي محبت واري فانوس مان چمڪات ڪري سندس سيني جي خلوتڪده کي روشن ڪري ڇڏيو هو! سو اها ڳالهه ٻڌي وڏي درد سان ٿڌو ساهه کڻي چيائين ته " نعوذ بالله من ذالڪ" الله تبارڪ وتعاليٰ شال پناهه ڏيندو جو اسان جي مريدي جي دعويٰ انهيءَ گندي عورت کان به گهٽ ٿي وڃي جو رڳو بد ڪم ۽ فسق فجور لاءِ ڪنهن مرد سان دوستي رکندي آهي، پوءِ جيستائين انهن ٻنهي جڻن جي ياراڻي مشهور معروف نه ٿيندي آهي تيستائين پنهنجي پرائي کان پيو حجاب ٿيندو اٿن پر جڏهن سندن دوستي ۽ محبت جي ڳالهه عام جام مشهور معروف ٿي رهندي آهي ۽ سندس يار دل نواز جي محبت بابت ماڻهو طعنا مهڻا جا تيرا سندس ساهه ۾ چڀائيندا آهن، تڏهن اهي طعنا ۽ مهڻا پاڻ سندس بي حجابي جو سبب ٿي پوندا آهن، ۽ پوءِ کليو کلايو پنهنجي يار جي محبت جو دم هڻڻ لڳندي آهي ، جيئن ڪنهن شاعر چيو آهي:

**عشق تا خام ست باشد بسته ۽ ناموس وننگ،**

**پخته مغزان جنون راکي حيا زنجير پاست.**

يعني: جيستائين عشق ڪچو هوندو، تيستائين ناءُ ناموس جي هٿ ۾ گرفتار رهندو، پر جيڪي محبت جي چرپائي جا پخته مغز يعني تجربه ڪارآهن، تن جي پيرن کي حيا وارو زنجير ڪٿي ٿو روڪي سگهي" پوءِ جڏهن انهي گنديءَ رن جي محبت کي به اينتري قدر سچائي آهي ته پوءِ حضور پرنور مرشد معظم جي رابطي وارو ڏاڳو جو مون پنهنجي ساهه جي گردن ۾ وڌو آهي سو ڇا اينترو ڪمزور ٿي ويندو، جو اوهان جهڙن ڪاريندڙن جي نامعقول گفتگي سان نڪري پوندو! جن جي دفع ڪرڻ لاءِ طاقت ڀريو اوزار:**اعوذ بالله من الشيطان الرجيم ۽ لاحول ولا قوت الا باالله العلي العظيم"** ڪافي شافي آهي.

حالانڪ سندس محبت واري رستي ۾ نه رڳو هن فقير جو ساهه قربان ٿيل آهي، بلڪ هزارين هزار اهل شريعت ۽ طريقت جا سندن قرب واري ٻار مان سنگ ميڙيندڙ آهن، ۽ لکين ڪروڙين ڪماليتن ۽ حقيقت معرفت جا صاحب سندن اتحاد واري سج جي شعاع ۾ ذرڙن وانگر اڏامندا ٿا وتن، هيئنئر ته توهان جو مونکي اهڙي بد صلاح ڏني آهي، تنهن ڪري اٿلندو ڇڻ چؤ ته هاڻيءَ کي هندوستان ياد ڏياري ڇڏيو اٿو! ائين چوڻ شرط ڪيس وجد ۽ حالت اچي ورتو، جڏهن سندس روح ۽ دانهن، ڪوڪرن جو آواز وڃي بلند ٿيو، تڏهن مخدوم توڙي ٻيا حاضرين مجلس پنهنجي نصيحت بد طينت کان ڏاڍا پشيمان ٿيا.

**19-نقل:** پاڻ فرمايائون تہ سيد ميان ناصر علي شاهہ جو اسانجي برادري جي قبيلي جو پير مرد هو ۽ شادي غمي جي ڏي وٺ سندس اختيار ۾ هوندي هئي ۽ ٻيا بہ پائيپيءَ جا ڪم سڀيئي سندس ئي هٿ ۾ ڏنل هئا سو اسانکان سلسلي عاليہ ۾ داخل ٿيو ۽ اسان ڏانهن ايتري قدر تہ ويساهہ رکندو هو جو چوندو هو تہ اسانجو مرشد قطب المدار آهي، پاڻ فرمائيندا هئا تہ ارادتمندي جي نهايت اها آهي!

**20- نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ لاڙ جي سفر ۾ ٽنڊي مير جام کان سوار ٿيا ٽنڊي قيصر فقير نظاماڻي ڏانهن تشريف فرمايي ٿيا ۽ آئون سندن گهوڙي جي اڳيان ڊوڙندو پي آيس رستي هلندي ديدار فرحت آثار جي لذت کان آئون سندن منهن مبارڪ جي سامهون ٿي عرض ڪيم تہ حضرتا! مرشد معظم جي رويت مبارڪ بہ عجب نعمت آهي، پاڻ خوش ٿي فرمايائون تہ هائو بي مثال نعمت آهي، پر مريد طالب کي کپي تہ هن دولت جو قدر ۽ شڪر هٿان نہ ڇڏي!

**21- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر آئون درگاهہ مبارڪ تي حاضر هوس تہ هڪڙي ڪٽي رهنڊڙ ديهہ درگاهہ مبارڪ جي وفات ڪئي، پاڻ سندس جنازي نماز تي تشريف فرماٿيا ۽ نماز ادا ڪرڻ بعد فقيرن ڏانهن نهاري فرمايائون تہ اي يارو! هن ڪتي جي جنازي دفن ڪرائڻ جي ڪم ڪار ۾ جو اسانجي ديهہ جو رهاڪو آهي، رفاقت ڪجو! پوءِ سندس جنازو شيخ طيب عليہ رحمة واري مقام مبارڪ ۾ جو درگاهہ شريف کان ڇهن ڪوهن جي پنڌ تي آهي کڻي هليا، فقيرن جي جماعت مان ٻيو ڪوبہ سندن فرمان عالي جي متابعت ڪري جنازي سان گڏ ڪونہ هليو، مگر مون عاجز جو سندن حڪم کي پنهنجو مقصد ۽ مطلوب پنهي جهانن جو سمجهندو آهيان، جنازي سان گڏيو هليو ويس، ٻيا بہ يارنهن ڇٽا ڪي ان ڪتي جا مائٽ ۽ ڪي درگاهہ مبارڪ جي دهہ جا ٻيا ڪي ماڻهو واري واري سان جنازي کي ڪڻندا اچي مقام وٽ پهتاسون ۽ دفن ڪرڻ جي ڪم کان واندا ٿي وري انهي ئي ڏينهن سانجهي جو حضور مبارڪ ۾ حاضر ٿيس!

جامع ملفوظات چوي ٿو تہ منهنجي اصلي طبعي رسم هوندي هئي تہ جيڪڏهن حضور مبارڪ ۾ ذوق شوق جي مجلس قائم هوندي هئي يا مثنوي شريف جي تلاوت يا ٻي وعظ نصيحت جي محفل گرم هوندي هئي تہ بہ آئون انهيءَ طلب جي وچ ۾ ڪاٺين ڪٽڻ يا ڪانن ڪکن ڍوئڻ يا گاري گچ جو ڪم هوندو هوس، ۽ انهيءَ ڪم کي نعمت عظميٰ سمجهي صحبت کي ڇڏي خدمت ۾ مشغول ٿيندو هوس.

**22- نقل:** پاڻ فرمايائون ته مريد کي پنهنجي مرشد سان اهڙو ته رابطو محڪم ڪرڻ کپي ۽ همت ۽ استعداد پيدا ڪرڻ گهرجيس جو سندس ظاهري شڪل ۽ صورت به پير جي صورت جهڙي ٿي وڃي!جيئن ته هڪڙو شخص خواجه عبيدالله احرار قدس سره جو مريد هو، جنهن جي صورت خواجه صاحب جي صورت سان مشابه هوندي هئي،پوءِ جڏهن حضرت خواجه جن قدس سره هن دنيا مان رحلت فرمايائون انهيءَ مريد جي شڪل مٽجي عين صورت خواجه صاحب قدس سره جي ٿي وئي! ڪنهن شخص کهڙو نه چڱو چيو آهي:

**تومن شدي من توشدم      تو جان شـــدي من تن شدم**

**تاڪس نگويد بعد زين      تـــو ديـــگـــري ومن ديگرم**

يعني ته تون عين منهنجو بڻجي وڃين ۽ آئون عين تنهنجو ٿي وڃان، تون ساهه آهين ته آئون جسي جي مثال آهيان، يعني تون منهنجي رڳ رڳ اندر پيهي ويو آهين، پوءِ هن ڪان پوءِ ڪوبه هيئن ڪونه چوندو ته تون ٻيو آهين ۽ آئون ڪو ٻيو آهيان!

**23- نقل:** هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون ته هڪڙن ٻن عالمن جي پاڻ ۾ دوستي ۽ محبت جي واٽ هوندي هئي، انهن مان هڪڙو درويش ۽ طالب الله تعاليٰ جل شانه جو هو، جو اهو مرشد وٽان طريقي ۾ مشغول ٿيل هو. باقي ٻيو رڳو ظاهري علم سان مشغول هوندو هو، هڪڙي ڏينهن گفتگي ڪندي انهيءَ عالم فقير کان پڇيو ته تون امام اعظم رضي الله تعاليٰ عنه کي پنهنجي مرشد کان وڌيڪ پلو سمجهندو آهين يا پنهنجي مرشد کي امام صاحب رضي الله تعاليٰ کان وڌيڪ ٿو چاهين؟ هن جواب ڏنو ته آئون پنهنجي پير کي امام صاحب رضي الله تعاليٰ عنه کان پاڻ لاءِ وڌيڪ ٿو سمجهان ! تنهن تي هو عالم ڏاڍو ڪاوڙجي ويو ۽ کيس جهٽڪ تنبيهه بالڪل گهٽي ڪري هڪ ٻي کان جدا ٿي اٿيا هليا ويا، ڪجهه وقت ڪانپوءِ وري ٻنهي جي دل ۾ اچي خيال ٿيو ته جيڪر هڪ ٻي کي راضي ڪيون، پوءِ جڏهن پاڻ ۾ ملاقي ٿيا ۽ گذريل رنجش بابت هڪ ٻي کان معافي وٺي راضي ٿي ويا، تڏهن ان وقت وري ان عالم فقير کان پڇيو ته تون پنهنجي پير کي حضرت امام صاحب رضي الله تعاليٰ عنه کان ڪهڙي سبب ڪري وڌيڪ سمجهندو آهين؟ فقير چيو ته هيترا سارا وره گذري ويا آهن جو مون امام اعظم رضي الله تعاليٰ عنه جو مذهب اختيار ڪيو آهي ته به منهنجي عادتن رذيلن مان ڪو ذرو به ڪونه مٽيو سٽيو! پر پنهنجي پير جي بيعت ۽ صحبت ڪئي ڪو ٿورڙوئي وقت گذريو نه هيتريون منيون (خراب) عادتون منهنجون سنوارجي چڱيون خصلتن سان مٽجي ويون آهن!

**24- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون مرشد ڪامل جي ظاهري صورت حضرت

يوسف عليٰ نبينا وعليہ الصلوات والسلام جي پهراڻ مثال آهي! جنهن جي وسيلي حضرت يعقوب عليٰ نبينا وعليہ الصلوات والسلام کي اکين تي وجهڻ سان بصارت حاصل ٿي پئي هئي، پر شرط آهي تہ مريد کي پنهنجي مرشد سان ارادت ۽ صداقت ۽ محبت جو اهڙوئي حال هجي جهڙوڪ حضرت يعقوب عليہ السلام جو حضرت يوسف عليہ السلام جي عشق ۾ هو تہ پوءِ مرشد جي صورت ان لاءِ ساڳي قميص جي مثال آهي جو جڏهن ڪمال شوق ۽ محبت سان ان کي دل وارين اکين تي رکندو تہ اندر جي بصارت کلڻي ڪيس حاصل ٿي ويندي، پوءِ هيئن چوندو، جيئن ڪنهن بزرگ چيو آهي:

**بهرچہ مي نگرم صورت تو مي بينم، هر آنچہ در نظرم جملگي تو مي آئي.**

يعني جنهن بہ شيءِ ۾ ڪٿي ٿو نهاريان تہ تنهنجي ئي تنهنجي صورت پيو ٿو ڏسان، منهنجي تہ نظر ۾ رڳو تون ئي تون ٿو نظر اچين.

**25- نقل:** هيڪرپاڻ فرمايائون تہ دوستي ۽ محبت جي لاءِ ڪي شرط آهن، جي اهي نہ ليندا تہ دوستي ۽ محبت جي دعوا بہ رڳو پٽاڪ ۽ ڪوڙي دعويٰ چئبي. پهريون هي تہ عاشق پنهنجي محبوب کي سيني صفتن ۾ اهڙو ڪري سمجهي، جو پانئي تہ سندس مٽ ٻيو ڪوبہ ڪونہ آهي، نہ وري انهن سهڻين صفتن ۾ ساڻس ڪو برابري جي دعويٰ ڪري سگهندو! ٻيو تہ ٻي ڪنهن بہ شي کي محبوب واري قرب ۽ محبت ۾ ڀائيوار ۽ شريڪ نہ ڪري!

ٽيون تہ ان جي دوستن سان دوستي رکي!

۽ چوٿون تہ ان جي دشمن کي دشمن ڪري ڄاڻي!

جيڪو انهن چئن شرطن مان هڪ شرط بہ بجاءِ نہ آڻيندو تہ سندس محبت جو دم ڀرڻ بالڪل ڪوڙو ۽ باطل رهندو.

**26- نقل:** خليفوسيد نالي منو رهندڙ ڪوڏي واقع پرڳڻي ونگن جو نقل ڪري ٿو تہ هيڪر سومهياڻي جي وقت حضور جن جي خدمت ۾ موڪل لاءِ عرض ڪيم، پاڻ رخصت عطا فرمايائون ۽ موڪلائڻ مهل ارشاد فرمايائون تہ، جيڪڏهن اسانجي صحبت کان غائب هجو تہ پوءِ سمهڻ مهل هڪ ٻہ سان اسانجون ڳالهيون ٻولهيون ڪري پوءِ سمهندا ڪيو، تہ پوءِ گويا اسانجي حاضر مجلس جماعتن مان هوندؤ.

اي عزيز! سندن مٿيون فرمودو مبارڪ هن حديث شريف سان موافق آهي جو فرمايو اٿن تہ " من احب شيئا اکثر ذکره" يعني جنهن شخص جو جنهن شيءِ سان پيار گهڻو هوندو تہ هو گهڻو ڪري ڳالهہ ٻولهہ بہ انهيءَ جي ئي ڪندو رهندو، پوءِ اهڙن ئي محبت وارن لاءِ بشارت آيل آهي تہ " المرءُ مع من احب" يعني

سيڪو شخص انهيءَ سان گڏ هوندو جنهن سان سندس دلي پيار هوندو!

**27- نقل:** عبدالله فقير ابڙو رهندڙ ديهه جهڪيجي واقع پرڳڻي امام واه جو نقل ڪري ٿو ته، پاڻ جڏهن پوئين سفر تان موٽيا درگاهه مبارڪ تي پهچي آيا، تڏهن واٽ تي ڪجهه ناچاڪائي جو اثر لاحق حال ٿي پيو هون، جنهن ڪري ضعف جي حالت زياده ٿي پئي هئي، ۽ انهيءَ ضعف ڪري فقير ڪين ڪٽ تي کنيون پيا آيا، ۽ جماعت مان ڪي فقير روئي رهيا هئا. پاڻ پڇيائون ته اهي روئڻ وارا ڪهڙا آهن؟ عرض ڪيائون ته حضرتا! هڪڙو جعفر پيو جيئندو فقير آهي! پاڻ فرمايائون ته هنن ويچارن کي هاڻ نئين مان روئڻ ڇٽڪيو آهي!

**28- نقل:** غلام محمد فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ هن عاجز جي گهر زيارت ڪرائڻ لاءِ تشريف فرما ٿيا ان وقت منهنجو نينگر محمد حسن نالي گهر ۾ حاضر نه هو. جڏهن پاڻ اٿيا تڏهن محمد حسن اچي نڪتو مون ڪيس پاڻهن مان وني طريقي عالي ۾ داخل ڪرڻ يعني ذڪر وٺڻ لاءِ حضور مبارڪ ۾ اچي حاضر ڪيو مانس. پاڻ ڪيس پنهنجي نزديڪ ويهاري تلقين جي لاءِ تيار ٿيا. ان وقت نينگر پاراڻي عادت موجب پنهنجو منهن هيڏانهن هوڏانهن ڦيرائڻ ۽ نهارڻ لڳو. پاڻ دل حاضر ڪرائڻ لاءِ پنهنجن هٿن مبارڪن سان ڪن مان جهلي تلقين فرمايائون پوءِ جڏهن اهو نينگر وڏو ٿيو تڏهن سندس شادي جي نسبت پنهنجي برادري ۾، جي اهي مڙئي حضرات نقشبنديه جا مريد هئا. ڪرائي سون. انهن هڪڙي پيري ڪيس چيو ته تون به اسانجي مرشدن جي طريقي ۾ داخل ٿي سندن مريد ٿيءُ پوءِ ان تي نينگر کي ڏاڍي چڙ لڳي ۽ چيائين ته اجان حضور جن جو اهو ڪن پڪڙڻ مونکان وسربوئي نه آهي، جو پنهنجن هٿن مبارڪن سان مونکي ڪن مان ورتو هئائون، سو آئون پين جو مريد ڪٿي ٿي سگهندس ائين چئي ڪاوڙ ڪان گهر ڇڏيون هليو ويو.

اي عزيز! انهي ڳالهه جي موافق بزرگ محمد عارف ٽيپي جو نقل به شاهد حال آهي جو ان بزرگ ڪان پنهنجي زباني منقول آهي ته جڏهن آئون ننڍي ڄمار جو هوس. تڏهن پنهنجن مائٽن جي واتان جي جناب شاهه عبداللطيف ڀٽائي قدس الله تعالىٰ سره الاقدس جا مريد هئا. جناب شاهه صاحب جي واڪاڻ ۽ تعريف گهڻي کان گهڻي ٻڌندو هوس. ۽ سندن ڪرامتن ۽ ساراهه جون ڳالهيون حد ڪان وڌيڪ ڪندا هئا. پوءِ اهي ڳالهيون ٻڌي آئون ڇوڪرائپ ڪري سمجهندو هوس ته جناب شاهه صاحب جن ڪي وڏا ماڻهو ۽ ڪائي بي مثال وڏي شيءِ هوندا. پوءِ هيڪر پاڻ اسانجي ڳوٺ تشريف فرما ٿيا هئا. ۽ سيڪو شخص خوشيءَ ڪان ڪلندو ڊوڙندو وڃي پيو خدمت ۾ حاضر پيو ٿئي. پوءِ آئون به پنهنجي پيءُ سان گڏجي

سندن خدمت ۾ حاضر ٿيس. ۽ ننڍڙائپ ڪري ۽ ٻاراڻي ڪم حوصلگي ٻاران پنهنجي ٻيءَ ڪي چوڻ لڳس تہ بابا! توهان شاهہ صاحب جن جي هيتري قدر واڪاڻ ۽ ساراهہ ڪندا هيؤ. پر هي بہ تہ ماڻهو آهن، ٻي تہ ڪا بہ شيءِ ناهن. شاهہ صاحب جن منهنجي انهي ٻاراڻي ڳالهہ کان مرڪي ۽ فرمايائون تہ اي ڇوڪرا! آئون ماڻهو آهيان؟ مون جواب ڏنو تہ هائو سائين، اوهان ماڻهو آهيو. پاڻ فرمايائون تہ هينئر مونکي خوب طرح ڏسي ڇڏ جو جيئن ٻي هنڌ مونکي ڏسين تہ سڃاڻي وٺين. مون چيو تہ چڱي طرح ڏسي ڇڏيم. اوهان کي جتي ڏسندس سڃاڻي ويندس. پوءِ ڪجھ وقت کان بعد جناب شاهہ صاحب قدس الله تعالىٰ سره الاقدس هن دنيا فانيءَ مان رحلت فرمائي ويا. جڏهن مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي عليہ الرحمة منهنجي ماروٽ سان نڪاح ڪرڻ فرمايائون، تڏهن اسانجي ماڻٺن ۾ تشريف فرمائيندا هئا ان وقت فقيرن جي جماعت سندن خدمت ۾ مٺي ۽ پيرن اگهاڙي جوش خروش سان روچ راڙي ۾ هوندا هئا ۽ آئون بہ سندن جماعت ۾ وڃي داخل ٿيندو هوس ۽ مخدوم صاحب جن بہ ڏاڍو قرب ۽ توجہ مون مسڪين جي حال سان روا رکندا هئا جو بہ بہ ٽي ٽي مهينا پاڻ کان جدا نہ ڇڏيندا هئا. تڏهن بہ سندن رابطي جو ڪو اثر منهنجي دل ۾ جائگير نہ ٿي سگهيو. پر جڏهن بہ ڪجهہ اندر ۾ مخدوم صاحب جن جي رابطي جو اثر پهتو ٿي تہ هڪ دم حضرت شاهہ صاحب قدس سره جي صورت جو غلبو ٿي ويو ٿي ۽ ٻهرين رابطي کان پير ٻاهر نہ ٿي ڇڏيائين.

**29- نقل:** هيڪرپاڻ نقل بيان فرمايائون تہ هڪڙي شخص پنهنجي مرشد جي خدمت ۾ عرض گذاريو تہ حضرتا! جڏهن اوهان کي الله تبارڪ وتعالىٰ جل شانه جو حضور حاصل ٿئي ان وقت هن عاجز کي بہ ياد فرمائڻ جي عنايت ڪندا. مرشد سندس جواب ۾ فرمايو تہ اهو اهڙو وقت آهي جو اتي پنهنجو وجود بہ ڪونہ ٿو رهي، پوءِ جنهن هنڌ مونکي پنهنجو وجود ئي ڪونہ رهندو، اتي تون وري ڪٿان ياد پونديم! پر تون انهيءَ وقت جو فيض طلب ڪر. مريد عرض ڪيو تہ حضرتا! انهي وقت وارو فيض ڪهڙي طرح نصيب حال ٿيندم؟

بزرگ فرمايس تہ انهيءَ مهل پنهنجي دل سان اسان ڏانهن متوجہ رهہ، تہ اهو فيض خود بخود توتي پرڻ ڪندو:

**آگم ڪيو اچن سجڻ ساوڻ مينهن جان،**
**پاسي تن وسن جي سڀ چماندر سڪيون،**

پرجي ان وقت تون منهنجي اندر ۾ ايندين تہ پوءِ انهي وقت کان وڌيڪ مون لاءِ ٻيو ڪو ٻڇڙو ۽ خراب وقت ڪونہ هوندو.

**30- نقل:** عبدالله فقير ابڙو رهندڙ ديهه جهڪيجيءَ جو نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ قلات جي سفر تي پيا اسرِيا. آئل فقير جو هميشه سفر ۾ حضور جن سان همرڪاب هوندو هو، تنهن ڪري البت سفر ۾ هلڻ جو خيال ڪونه هو، پوءِ جڏهن پاڻ سوار ٿي روانا ٿيا. تڏهن اهو فقير پوئتان بيهي نهارڻ لڳو، جڏهن سندس نظر ڪان گهوڙا غائب ٿي ويا، تڏهن فقير کي اچي جوش ورتو ۽ بي اختيار روئي وٺي پوئتان پيو، درياءَ جي پتڻ تي اچي حضور مبارڪ ۾ حاضر ٿي بغلگيري جي شرف ڪان مشرف ٿيو. ۽ بغلگيري ڪندي هي بيت عرض رکيائين.

**داغ تنهنجو دا سڙا جيري مٿي جن،**

**تون ڪيئن مٺان تن چنيسر چت ڪٽين،**

پاڻ پنهنجي مٺي زبان سان فرمايائونس ته اي يار! اسين اوهان تي اوهين راضي آهيون، جي هتڙي پيا رهو ته به چڱو، ۽ جيڪڏهن سفر جي قوت ساري سگهو ۽ اسان سان گڏ هجو ته به چڱو.

**31-نقل:** خليفو ميان اميد علي، محمد حسين فقير نظاماڻي نواب قلعي سبزل ڪان نقل ڪري ٿو ته محمد حسين چيو ته هڪڙي رات ڪنهن رستي ڪان پي آيا سون، سانجهي نماز هڪڙي هنڌ ادا ڪري واڻ سان هلندي سواري تي ذڪر ڪندا پي آيا سون، ته اينتري ۾ هڪڙو فقير جو پيرسائين جن جو مريد هو بيلي مان ڊوڙندو اسان وٽ آيو ۽ ڪجهه کير به جو پاڻ سان آندو هئائين اسانکي اچي پياريائين ۽ چيائين ته آئون اوهان جو ذڪر ٻڌي بيقرار ٿي اوهان وٽ ڊوڙندو آيو آهيان. محمد حسين ٿو چوي ته پوءِ اها ڳالهه سندن حضور مبارڪ ۾ عرض گذار ڪئي سون، پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته، نسبت واري مريد جي نشاني اها آهي جو جتي به پنهنجي هم مرشد مريد کي ڏسندو ته سندس دل ڇڪجي ويندي.

**32- نقل:** هڪڙي معتبر راوي ڪان منقول آهي، ان چيو ته هيڪر مون سندن خدمت مبارڪ ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! قرآن شريف جو هڪڙو سيپارو پڙهيو اٿم. چوان ٿو ته جيڪر اڳتي پڙهان!

پاڻ فرمايائون ته قرآن شريف گهڻو ئي پڙهيئي توکي کپي ته رابطي ڏانهن پنهنجي دل رجوع ڪر.

**33- نقل:** خليفو ميان لقمان عليه الرحمة نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ فرمايائون پي ته مريد جيڪڏهن پنهنجي مرشد کي پنهنجي ويساهه ۾ ولي ڪامل ڪري ڄاڻندو ته پاڻ به ڪماليت کي پهچي ويندو ۽ جيڪڏهن مرشد کي مڪمل ڪري سمجهندو ته پاڻ به مڪمليت جي درجي کي پهچندو ۽ جيڪڏهن مرشد کي مربي ڪري ڄاڻندو ته، پاڻ به مربيت جو درجو ماڻيندو مطلب ته مرشد کي

جهڙي بہ اعتقاد سان دل جو منهن سامهون رکندو تہ پاڻ بہ اهوئي ٿي پوندو. پر اهو عقيدو پنهنجي دل اندر لحاظ ۾ رکي، زبان تي نہ آڻڻ گهرجيس ۽ شريعت جي حد کان تجاوز نہ ڪرڻ کپيس

**34- نقل:** هڪڙي پرده نشين عورت قوم نظاماڻي فقيرن جي رهنڌڙ سالاري جي نقل ٿي ڪري تہ، هيڪر پاڻ اسانجي ديهہ ۾ تشريف فرماتياهئا. پوءِ جڏهن زيارت ڪرائڻ لاءِ اندر حاويلي ۾ آيا، تڏهن اتي هڪڙي عورت سندن خدمت ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! دعا ڪيو تہ الله تبارڪ وتعالىٰ حاصل ٿئي. پاڻ مون ڏانهن اشارو ڪري فرمايائون تہ فلاڻي مائي کان پڇو الله تبارڪ وتعالىٰ ڪٿي آهي؟ مائي چوي ٿي تہ مون عرض ڪيو تہ مون سائين جن کان سواءِ اڳ ڪونہ ڏٺو. پاڻ فرمايائون تہ اسان وري پنهنجن مريدن کان سواءِ اڳ ڪونہ ڏٺو سون. تڏهن مون عرض ڪيو تہ ڪن ڪن وقتن ۾ اوهان کي بہ ڪونہ ٿي ڏسان.

پاڻ فرمايائون تہ ڪجهہ سمنڊ جي ڦيڻ نظر ۾ اچني ٿي؟ مون عرض ڪيو تہ حضرتا! سمنڊ جي ڦيڻ اهو ڏسندو جيڪو جهاز ۾ چڙهيل هوندو، جهازي گم ٿي ويو تہ پوءِ ڪير هوندو جو ڏسي سگهندو. پاڻ فرمايائون تہ سچ چيئي، پوءِ هي بيت شاهہ عبداللطيف قدس سره جو فرمايائون:

| | |
|---|---|
| تہي ڏيٺي تار ۾ | وجان جان پيهي، |
| نڪي ملڪ نڪي | فلڪ نڪي اسينئي، |
| اسين ڳوليون جنهن کي | اسين پڻ سيئي، |
| وائي اي پيئي | تہ هيڪوئي هڪ ٿيا. |

پاڻ فرمايائون تہ گهوڙي جي واڳ سوگهي جهلجانءِ جو اتان گهٽائي پوئتي موٽي وياآهن. مون وري عرض گذاريو تہ حضرتا! آئون اتي نہ پڙهڻ سان وئي آهيان، نہ ٻڌڻ سان منهنجي گهوڙي جي واڳ اوهان جي هٿن ۾ آهي، پوءِ وري پاڻ هي بيت فرمايائون.

| | |
|---|---|
| ڪنڌي ڪلن وچ ۾ | جوڙي هئين جن، |
| تهان پوءِ تن پرين | ڪڏهن واري ڪانہ ڪئي. |

## فصل چوٿون

## مرشد جي مريد سان دوستيءَ بابت

**1- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ پاڻ ڪيترن ئي ڪمن ۾ گھڻا ڀيرا مون سان صلاح ۽ مصلحت ڪري هڪڙي ڳالهہ تي اتفاق ڪندا هئا ۽ ان ڪانپوءِ هي مصرعو زبان مبارڪ سان فرمائيندا هئا:

**دودل يک شوند بشکنند کوه را**

يعني: بہ دليون اتفاق ڪري هڪ ٿي پونديون تہ جبل کي بہ ڏاري وجھنديون.

**2- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر مون سندن خدمت فيض درجت ۾ موڪل لاءِ عرض گذاريو. پاڻ جواب ۾ مثال بيان فرمايائون تہ هڪڙي پير کي پنهنجي ڪنهن مريد سان تمام قرب ۽ دل جي يڪجهتي هوندي هئي . پوءِ جڏهن اهو مريد پنهنجي مرشد جي خدمت ۾ حاضر ٿيندو هو تڏهن پير روئي ڏيندو هو. ۽ جڏهن اهو مريد پنهنجي پير پلاري کان موڪل گهرندو هو تڏهن سندس پير ڏاڍو فرحتناڪ ۽ خوش دل ٿيندو هو. هيڪر ان مريد پنهنجي مرشد کان انهي روڄ ۽ خوشي جو سبب پڇيو؟ پوءِ سندس پير جواب ڏنو تہ اي يار! جنهن مهل تون ايندو آهين ان وقت تنهنجو وڃڻ ياد پوندو اٿم، تنهن ڪري روئي ڏيندو آهيان، ۽ جڏهن موڪل گهرندو آهين تڏهن وري تنهنجي موٽڻ جو وقت ياد ايندو اٿم تنهن ڪري خوش ٿيندو آهيان.

**3- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر پاڻ وار مبارڪ جي زيارت لاءِ روهڙيءَ شريف ڏانهن هلڻ جو ارادو فرمايائون آئون بہ ان وقت حضور ۾ حاضر هوس. پاڻ مونکي فرمايائون تہ تون بہ اسان سان گڏ هل. مون عرض ڪيو تہ حضرتا! آئون ڪڏهن بہ زيارت مبارڪ لاءِ ڪونہ ويو آهيان، هيئنر اوهان جي ارشاد موجب رڪيب سان گڏ آهيان. اڄ حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي هجرت کي تيرهون سن گذري رهيو آهي. تہ حضرت سرور ڪائنات صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي رويت مبارڪ حاصل ڪرڻ ڪانسواءِ رڳو حضور جن جي رويت مبارڪ سان ايمان آندو اٿم. پوءِ پاڻ جڏهن روهڙيءَ ۾ تشريف فرمائيا تڏهن زيارت جي وقت پاڻ منهنجو هٿ پنهنجي هٿ مبارڪ ۾ ورتائون. خلق جو وڏو انبوهہ هو.

گوڙ جي ڪري صاحبزادو والاتبار ميان محمد حسين شاهہ عليہ الرحمة تمام اچي تنگ ٿيا. مون صاحبزادي سڳوري کي ڪٽي هنج ڪنيو. اجرڪ جو ڪپڙو جو منهنجي ڪلهن تي هو اڪثر اهو ڪلهي کان سرڪيو، ماٺهن جي پيرن هيٺان پيو اچي وڃي، مون دل ۾ چيو تہ جيڪڏهن اهو اجرڪ اهڙي طرح سلامت منهنجي هٿ ۾ رهيو تہ هن وقت وار مبارڪ جي اڳيان نذراني طور پيش ڪري ڏيندس پوءِ صاحبزادي کي بي هڪ فقير کي ڪٽي ڏنم، حضور جن مون مسڪين جو هٿ وٺي زيارت لاءِ پنهنجي پرسان ڪٽي بيهاريائون. زيارت جي شرف حاصل ڪرڻ بعد اهو اجرڪ اتي نذر طورپيش ڪيو ويو.

# فصل پنجون
## مرشد جو مريد کان آزمائش وٺڻ بابت

**1- نقل:** حافظ زين الدين عليہ الرحمة جو حضرت ميان صاحب جن قدس الله تعالىٰ سره الاقدس جي ڪاملن مريدن مان هيو، سو ڳالھہ ڪري ٿو تہ هيڪر حضرت ميان صاحب جن قدس سره سان گڏ کهڙن جي ڳوٺ ڏانهن ويو هوس. واٽ تي هڇاري ڪنب مان سيٽاهن تي ٽري لنگهي وياسون. پوءِ جڏهن اتان ٿي موٽي درگاه مبارڪ ڏانهن مراجعت فرمايائون. تڏهن وري بہ ان ڪنب مان سيٽاهن تي ترندا پي آياسون. جڏهن وچ ۾ آياسون، تڏهن پاڻ فرمايائون تہ اي حافظ! اسان جي سيٽاهہ جي ڳنڊ کلي پئي آهي تنهن ڪري پنهنجي سيٽ ڪيي مونکي ڏي. آئون سندن ويجهو وڃي عرض ڪيم تہ حضرتا! اڃو تہ پئي ڇٽا هن هڪڙي سيٽاهہ تي ترندا هلون. ڇو تہ سيٽ بالڪل مضبوط آهي. پاڻ فرمايائون تہ بس اسان پنهنجي سيٽاهہ محڪم ڪري ورتي آهي. ڪنهن مدت ڪانپوءِ معلوم ٿيو تہ اهو سندن فرمائڻ امتحان لاءِ هو پر مونکان ڪجهہ نہ ٿي سگهيو.

**2- نقل:** وري بہ ساڳو حافظ صاحب نقل ڪري ٿو تہ هيڪر حضرت ميان صاحب جن قدس سره جي خدمت اقدس ۾ ويٺاهئاسون تہ صاحبزادو سڳورو جو حضرت مرشد مربي روضي ڌڻي قدس سره کان وڏو ۽ سندن همنام هو سو جهولي ۾ ٻير وجهيو اچي حضور مبارڪ ۾ سامهون ويٺو. حضرت ميان صاحب جن قدس سره منهنجي آزمائش لاءِ صاحبزادي سڳوري کي ڪاوڙ سان فرمايائون ٻير اڇلائي ڇڏ، ٽي ڀيرا فرمايائونس مگر صاحبزادي ٻير نہ اڇلايا. ۽ عاجزي ۽ نياز جي اکين سان ڏانهن نهاريندو رهيو. پوءِ مونکي فرمايائون تہ حافظ ٻير وٺ، مون بہ ٽيرا ادب ۾ رهيس. ٽيئن ڀيري جوش سان فرمايائون تہ نينگر کان ٻير وٺي ڇڏ. تڏهن مون اٿي صاحبزادي سڳوري کان ٻير وٺي ڇڏيا. پر انهي بي ادبي کان اڄ ڏينهن تائين شرمندائي ڪري ڪنڌ مٿي نہ ٿو کڻي سگهان. مناسب ائين هو تہ امر هوندي بہ ادب جي واڳ هٿان نہ ڇڏيان ها، ڇو تہ صاحبزادو سڳورو بہ تہ سائين جن جو جزو هو.

**3- نقل:** يعقوب فقير ذات جو دل نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ سومهياڻي نماز کان پوءِ مسجد شريف ۾ ويٺا هئا ۽ ڪن مجذوب سالڪن جي جماعت بہ حضور ۾ آڏو حاضر هئي، پاڻ انهن ڏانهن خطاب ڪري فرمايائون تہ اي فقيرؤ! توهان اسان ڪانسواءِ ٻي ڪنهن جي بہ متابعت نہ ڪجو. حاجي مينهن فقير عرض ڪيو تہ حضرتا! اسين اوهان جي ذات اقدس ڪانسواءِ ٻي ڪنهن کي سڃاڻو بہ ڪونہ. پاڻ فرمايائون تہ جيڪڏهن آئون ڪنهن جو تابع ٿي پوان تہ اوهان بہ ٿيندؤ يا نہ؟ فقير مٿئين عرض ڪيو تہ اسين تابع ڪونہ ٿينداسون. پاڻ فرمايائون تہ جيڪڏهن آئون حڪم ڪيان تہ پوءِ؟ فقير مٿئين عرض گذاريو تہ جيڪڏهن سائين جن امر فرمائيندا تہ حڪم موجب ڪافر کي بہ سجدو ڪنداسون.

# باب ڇهون

## هن ۾ پنج فصل آهن

## فصل پهريون دنيا ۽ دنيا جي طالبن جي مذمت بابت

**1-نقل:** هيڪر پاڻ صحبت جي وقت بيان فرمايائون ته ڪو ڪفارن جو ملڪ هو تنهن ۾ اصل کان رسم هوندي هئي ته جيڪو ماڻهو منجهان مري ويندو هو ته ان ميت کي نوان ڪپڙا پارائي هڪڙي جاءِ ۾ جا خاص مردن لاءِ تيار ڪئي وئي هئي وڃي وهاري ايندا هئا ۽ انهن مُردن واري جاءِ جي پرسان ہي هڪڙي جاءِ به نهرايل هئي سا وري هن لاءِ ته جڏهن ڪو شخص نئين شادي ڪندو هو ته پنهنجي رسم موجب ڪنوار کي ڪپڙا لٽا پارائي سينگاري انهي جاءِ ۾ وهاري ايندا هئا ۽ گهوٽ کي رات جي وقت انهي جاءِ جي ويجهڙائي ۾ وٺي روانو ڪري ڇڏيندا هئا. اتفاقا هڪڙي ڀيري ڪنهن شخص شادي ڪئي ۽ پنهنجي دستور موجب ڪنوار کي انهي جاءِ ۾ وهاري آيا. جڏهن رات ٿي تڏهن مڙس کي انهي جاءِ ڏانهن روانو ڪيائون. پر اهو گهوٽ ڪو انهي ڏينهن شراب ۾ پرٽي بدمست ۽ بي خبر ٿي پيو هو. وري مٿان رات جي اونداهي به ڏاڍي هئي سو نشي ۾ ڪنوار واري جاءِ جو رستو ڀلي مُردن واري جاءِ ۾ وڃي نڪتو. انهي ڏينهن ڪان اڳيرو ڪا ڪراڙي زال مري وئي هئي. تنهن کي به ڪپڙا نوان پارائي اتي وهاري ويا هئا. هن بدمست نشي ۾ ڄاتو ته اها منهنجي نئين ڪنوار آهي سو ان کي ڏسي ساري رات سندس صحبت ۾ مشغول رهيو ۽ انهي ڀوند جي گندگي ۽ ڪن سان سندس سارونئي بت غليظ ٿي پيو. جڏهن ڏينهن ٿيو ۽ نشو به لٿس تڏهن اجا ڪٿي نهاري ڏسي ته مار! هي ته ڪنوار ناهي ڪنهن ڪراڙي زال. جو ڀوند آهي جنهن سان پنهنجا ڪپڙا لٽا ۽ سڄو بت ڪن ڪري ڇڏيو اٿم. اهو حال ڏسي ڏاڍو خوار خراب ۽ پشيمان ٿيو. ۽ اهڙو بدحال ٿيو جو پاڻ مان پاڻ کي پٽي ڦي اڇيس.

پوءِ پاڻ فرمايائون ته اهڙي طرح هي جهان به اونداهي رات جي مثال آهي ۽ ڪنوار مان مراد آهي معرفت حق تعاليٰ جل شانه جي ۽ ڪراڙي عورت جي ڀوند مان مقصود آهي دنيا، جيئن ته حديث شريف ۾ به وارد ٿيل آهي ته " الدنيا جيفة وطالبها ڪلاب" يعني ته دنيا آهي ڀوند ۽ ان جا طالبو آهن ڪتا! پوءِ جن شخص کي دنيا جي دوستي جو نشو مٿي ۾ وينل هوندو سي انهي بدمست گهوٽ وانگر ڪنوار يعني معرفت الاهي ۽ بيڪار رن جي ڀوند يعني دنيا ۾ سڃاڻي نه ڪري سگهندا. پر هن گندي ڀوند جي گندگي ۽ ڪن جي سڌ تڏهن پوندن جڏهن قيامت واري سوجهري هيٺ پنهنجو پاڻ گند سان آلودو ڏسندا.

**دنيا آن قدر ندارد که برو رشک برند باوجود عدمش راغم بيهوده برند**

يعني: دنيا جو قدر ايترو ڪٿي آهي جو ان لاءِ ڪنهن ہي تي ريس ڪجي يا وري ان جي

هجڻ يا نه هجڻ ڪري بيهودو ڏک ڪجي.

**2- نقل:** هيڪر پاڻ جماعت ساڻ ويٺا هئا پوءِ حاضر مجلس ماڻهن ڏانهن نظر فرمائي هي حديث شريف پڙهيائون. " الدنيا جيفة و طالبها كلاب" يعني دنيا ڍونڍ آهي ۽ ان جا طالب آهن ڪتا. پوءِ پاڻ جماعت کان پڇيائون ته ڍونڍ کي ته ٻيا حيوان ۽ پرندا يعني ڳجهون، سرٽيون، ڪانءُ، وغيره به کائن ٿا تڏهن به پاڻ ڪريمن صلي الله عليه وآله وسلم جن دنيا جي طالبن کي خاص ڪتن سان نسبت ڏنائون نه ٻي جانور سان. تنهنجو ڇا سبب؟ فقيرن مان ڪنهن به ورندي ڪانه ڏني، پوءِ پاڻ فرمايائون ته ٻيا ڪل جانور پوءِ پکي هجن يا درندا مگر مڙئي ڍونڍ کي گڏجي کائيندا آهن ۽ پاڻ ۾ جهيڙو جهڳڙو ڍونڍ لاءِ نه ڪندا آهن پر ڪتي حربص کي اهڙي بد عادت آهي جو اڪيلوئي ڍونڍ کي کائيندو آهي ٻي ڪنهن ڪتي کي پاڻ وٽ ڇڏڻ ته نهيو پر ويجهو اچڻ به نه ڏيندو آهي. پر جيڪو اچي نڪرندو يڪدم پاڻ ۾ جهيڙو جهڳڙو ڳنڍيي وجهندا ۽ تيستائين آرام نه ڪندا جيستائين هڪڙو انهن مان هار کائي ڍونڍ جي ڀچر ڇڏي سمورو ٻي جي حوالي نه ڪري ويندو. ڪنهن شاعر سچ چيو آهي:

**چون سگان بر جيفہ مي آيند جمع، هريکي دارد بخوردن لحم طمع**

يعني جڏهن کي ڪتا ڍونڍ تي گڏ ٿيندا ته پوءِ هرهڪ اها طمع ڪندو ته جيڪر آئون اڪيلوئي اهو ڍونڍ کاوان ٻي کي ويجهو به نه اچڻ ڏيان:

**ضد ميگيرند بايکديگران زعمها دارند باخود درميان**

پوءِ هرهڪ ٻي جو دشمن بڻجي ويندو ۽ پاڻ ۾ بدگمانيون ۽ جهيڙو فساد ۽ دشمني اچي مچائيندا.

**3- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون ته ڪو ڪتو هو تنهن کي هڪ پراڻو هڏو هٿ لڳو سو ان کي وات ۾ جهليون هڪڙي پاڻي جي چشمي مان اچي لنگهيو. جڏهن سندس نظر پاڻيءَ تي پيئي تڏهن پنهنجو اوليڙو ڏسي ڀايائين ته ڪو ٻيو ڪتو هڏو وات ۾ جهليون پاڻيءَ مان ٿو وڃي. تنهن تي ڪاوڙجي انهي هڏي ڪسڻ لاءِ مٿس حملو ڪيائين جيئن ڪاوڙ مان گونرجي چڪ پائڻ لاءِ وات پٽي مٿس حملو ڪيائين تيئن امالڪ سندس وات وارو هڏو به وڃي پاڻي ۾ پيو. اهو حال ڏسي ويچارو حيران پريشان ۽ مايوس ٿي وري اچي پڪ تي سهڙيو، ساڳو اهڙوئي حال آهي دنيا جي طالبن جو:

**حال دنيا سربسر پرسيدم از فرزانہ**
**گفت يا خوابي ست يا بادي ست يا افسانہ**
**حال اورا باز گوکو دل به بندد اندرو**
**گفت يا غولي ست يا ديوي ست يا ديوانہ**

يعني ته دنيا جو سمورو حال هڪڙي سياڻي کان ويهي پڇيم پوءِ ان ڏاهي مونکي جواب ڏنو دنيا کي سمجهه ته خواب آهي جو اجهو ٿو موت ان کان سجاڳي ڪرائي يا هواءِ آهي جو گذرندي ويرم ئي ڪانه ڪندي يا وري آڪاڻي ڪري ڄاڻ جو اجها ڪ اجها پوري ٿي. تڏهن پڇيو مانس ته پيلا جيڪو ان ۾ پنهنجي دل ڦاسائي ته ان بابت به ته ڪي ٻڌائيم. جواب ڏنائين ته اهڙو نامعقول ماڻهو يا ته ماڻهو ئي نه آهي ڪو غول، يعني مڙو آهي جو ويراني کي پنهنجو وطن سمجهيو اٿس يا شيطان آهي جو آخرت تان هٿ ڌوئي وينو آهي يا وري ڪو صفا ديوانو آهي جو پنهنجي نفعي نقصان ۽ دنيا جي گندگي ۽ بي وفائي جي ڪا به خبر ڪانه اٿس.

پاڻ وري فرمايائون ته اي يارو! هي دنيا برف جو ڍڳ وانگر ڪري ڄاڻو. پوءِ ڪو به داناءُ ماڻهو برف جي مٿان بهار جي مند ۾ گهر نه ٺاهي ويهندو ڇو ته بهار کان پوءِ سنت ئي ساوڻ جي گرمي شروع ٿي ويندي جنهن ۾ نه برف رهندي نه برف تي ٺهيل گهر ۽ نه ڪي گهر جو ٺاهيندڙ.

**4- نقل:** هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون ته هڪڙي ڪتي کي ڪو پراڻو هڏو هٿ آيو جنهن کي ڪٿي اچي چٻاڙڻ وينو ان هڏي تي ٻيو ته ڪي به ڪين هو پر رهندو اهو سڪو هڏو سندس ڏند جي پاڙ ۾ چڀي پيو، جنهن ڪري ڏندن مان اچي رت چٽڪيس جنهن سان اهو هڏو ساروئي رت سان ڀرجي پيو. ڪتي نادان سمجهيو ته مارڪا عمدي غذا هٿ آئي اٿم تيئن زور سان ان کي چٻاڙڻ ۽ چٽڻ لڳو پر هو مت ماريل ايترو نه پيو سمجهي سگهي ته هي ڪو منهنجي ئي ڏندن جو رت آهي، جنهن کي وينو چٽيان، پوءِ فرمايائون ته ساڳوئي مثال اهل دنيا جو آهي، جو انهيءَ پراڻي هڏي دنيا واري جي چٽڻ ۾ رذل آهي، انهي هڏي ۾ ڀي ته ڪا حاصلات ڪانه آهي. پر پنهنجي رت چوسڻ کي جنهن مان مراد آهي دنيا جي حرص ۽ ڪٽنبن ۾ پاڻ کي ڳارڻ ۽ جوکن ۾ وجهڻ وڏي نعمت سمجهي وينا آهن:

**سگ دون همت استخوان جويد بچه شير مغز جان جويد**

يعني ته ڪتو بد همت رڳو هڏا وتندو ڳوليندو پر شينهن جي همت وارا آهن سي، ساهدار جو مغز ڳوليندا، باقي هڏن ڏانهن النفات ئي ڪونه رکندا آهن.

**5- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون ته ڪا عورت هئي تنهنجي پنهنجي سس سان اصل ڪانه پيئي هئي. تنهن ڪري هميشه ساڻس جهيڙو جنگ ڪندي رهندي هئي. سندس سس وچاري تمام پوڙهي ۽ ضعيف هئي، پوءِ هڪڙي ڏينهن انهي عورت مڙس کي چيو ته هن گهر ۾ يا تنهنجي ماءُ رهندي يا آئون رهنديس. جيڪڏهن منهنجي خواهش اٿئي ته پنهنجي ماءُ کي هتان ڪڍ نه ته آئون ڪنهن طرف منهن ڪيو هلي ٿي وڃان. ماڻس وچاري به روز

روز جي جهيڙن کان ڪڪ ٿي پيئي هئي. غريب هئي ۽ اوهين قبر جي پڪ ٿي، سو پٽ کي چيائين ته مونکي هتان ڪڍي جتي وڻئي تتي اجلائي اڇ، پرآئون ته هت وڌيڪ ٽڪي نه ٿي سگهان. هوزن مريد جو اڳ ئي تيار هو، پنهنجي ماءُ کي اتان وٺي هڪڙي بربيابان ۾ اچي اڇلايائين، جتي شينهن بگهيڙن ۽ ٻين درندن کانسواءِ ڪا آبادي ڪانه هئي دل ۾ خيال هجيس ته هي پوڙهي مري ٿي ساهه ۾ پاڻهي ڪونه ڪو درندو کائي ماري وينداس. هن جي دفن ڪفن جي خفي کان آزاد ٿينداس . آخر هي ماءُ کي ان مرن جي آستاني ۾ ڦٽو ڪري رات جو موٽي گهر آيو. جڏهن صبح ٿيو تڏهن هن خيال سان ته ڪراڙي کي ته جانور کائي وياهوندا ۽ جي ڪي اتي هڏڙا بچياهجن ته اهي وڃي دفن ڪري اچان. اتان هلي اچي ٻر ۾ نڪتو جتي ماءُ کي ڦٽو ڪري ويو هو اتان ڏسي ته سندس ماءُ جيئري جاڳندي ويٺي آهي ۽ ڊور ڍڳا ۽ مال متاع سندس آسپاس ڪوڙ وتي چرندو ڦرندو. هي حيران ٿي ويو ۽ ماءُ کان حقيقت پڇيائين ته ههڙي خوفناڪ رڻ ۾ شينهن بگهڙن کان ڪيئن بچي رهي آهين. ۽ هي هيترو سارو مال ڪٿان آيو آهي؟ رات جي ساري ڳالهه مونکي بيان ڪري ته ٻڌاءِ. هن ويچاري جڏڙيءَ جواب ڏنس ته اي پٽ ! ساري رات آسمان مان سڏ پي آيو ته اي ڪراڙي! هي ڪلئي مال توکي ڏنو اٿئون. هاڻي اهو مال جو تنهنجي ملڪيت آهي وٺي ڪاهي وڃ. هو شخص اها ڳالهه ٻڌي حيران ٿي ويو. پوءِ پنهنجي ماءُ کي انهيءَ مال سميت وٺي پنهنجي گهر موٽي آيو. سندس گهر واريءَ جو ڏٺو ته اهڙي خوفناڪ رڻ مان سلامت موٽي اچڻ سان گڏ هيترو سارو مال به وٺي آئي آهي. سو مڙس کي چوڻ لڳي ته جڏهن تنهنجي ڪراڙي ماءُ کي هيترو مال ڏنو اٿن تڏهن منهنجي ڪراڙي امڙ کي به وٺي وڃي اتي ڇڏي اُڇ ته ٻل هوءَ به مال وٺي اچي. چو ته هو ڪا تنهنجي ماءُ کان گهٽ ڪانه آهي بلڪ اميد آهي ته تنهنجي ماءُ کان به منهنجي ماءُ زياده مال وٺي ايندي. هونادان مڙس به زال جي چوڻ تي طمع ۾ پنجي ويو ۽ مال جي وٺڻ لاءِ پنهنجي سس کي وٺي وڃڻ لاءِ تيار ٿي بيٺو:

**بدوزد شره ديده هوشمند درآرد طمع مرغ وماهي به بند**

يعني دنيا جو حرص داناءَ جون اکيون پوري ڇڏيندو آهي. پوءِ انڌا ڏنڊ ڪري وڃي ڪنهن هلاڪت واري کڏ ۾ ڪرندو. ڏسو ته اها دنياوي طمع ئي آهي جو پکين کي ڦاهين ۽ مڇيءَ کي ڪنڍيءَ ۾ قيد ٿي ڪرائي ڇڏي.

آخر هو شخص پنهنجي سس کي اتان وٺي ساڳي انهيءَ بر خون خوار ۾ ڇڏي موٽي آيو. هي اها سڄي رات پنهنجي گهر ۾ جاڳندو رهيو ۽ صبح جي انتظار ۾ ننڊ ڪانه آيس. جڏهن ڏينهن ٿيو تڏهن هن آسري تي ته منهنجي سس کي به امڙ وانگر ڪ نهو مال مليو هوندو. خوش ٿيندو گهر مان نڪري اوڏانهن روانو ٿي ويو. اتي وڃي ڇا ڏسي ته سندس سس کي درندن جانورن ڦاڙي ٽڪر ٽڪر ڪري کائي ڇڏيو آهي. ڪي هڏڙا سڏڙا اتي پياآهن نه ته ٻي سموري هضم ڪري ڇڏي

اٿن اهو حال ڏسي ڏاڍو حيران پريشان ۽ مايوس ٿي پنهنجي گهر ڏانهن موٽيو ۽ اهي هڏا به پاڻ سان کنيو آيو جي اچي پنهنجي زال کي ڏيکاريائين ۽ حقيقت به ساري بيان ڪري ٻڌايائينس، جوڻس هي درد ناڪ واردات ڏسي مايوس ۽ ڏک کان ساري جلي ويئي ۽ عجب ۾ پئجي چوڻ لڳي ته حيرت آهي ته تنهنجي ماءُ ته هيترو سال مال ڪٺي آئي آهي ۽ منهنجي ماءُ کي جانور کائي ويا! مڙس ورندي ڏنس ته تنهنجي ماءُ کي پنهنجي نيت پيش آئي آهي! جو دنيا جي لالچ تي وچي پاڻ کي جوکي ۾ وڌائين ۽ منهنجي ماءُ کي تنهنجي بدنيت ڪري جو چيئي ته پل ته جهنگ ۽ سڄي رڻ ۾ درندا کائي وجنس پر هنڪي مال هٿ آيو.انهي معنيٰ تي هي آيت شريف به شاهد آهي:

**ان احسنتم احسنتم لانفسكم وان اسائتم فلها.**

يعني ته جيڪڏهن نيڪي ڪندؤ ته پنهنجي جند لاءِ نيڪي ڪندؤ پر جي مڻائي ڪندؤ ته به وبال پنهنجي نفس جي مٿان اٿو.

پاڻ انهي هنڌ فرمائيندا هئا ته هن ۾ حقيقت جي رمزن مان هڪڙي عجيب رمز آهي، ڏسو ته جڏهن ان مڙس جي ماءُ پنهنجي ساهه ڏيڻ لاءِ انهي خوفناڪ هنڌ کي قبول ڪيو هئائين تڏهن الله تبارڪ وتعاليٰ ڪيس نه رڳو جان جو امن عطا فرمايو، بلڪ وڏو مال به بخشي ڏنائونس. ۽ جڏهن سندس سس دنيا جي طمع ۽ لالچ تي انهي ڀيانڪ هنڌ جو رهڻ اختيار ڪيائين ته نه رڳو سندس ساهه برباد ٿي ويو بلڪ نفس جي سڌ پوري ڪرڻ لاءِ پنهنجي دنيا ۽ آخرت ٻئي جهان خراب ڪري ڇڏيائين. اهڙي طرح جيڪو به شخص پنهنجي هستيءَ کي فنا ڪري ڇڏيندو ته اهو نه رڳو هميشه جي حياتي حاصل ڪري وجهندو بلڪ الله تبارڪ وتعاليٰ کي به لهي وجهندو پر جيڪو پنهنجي حياتيءَ کي نفساني سڌن ۽ حرص ۽ دنيا جي مال ميڙڻ ۾ خرچ ڪندو سو نه رڳو هن دنيا مان نامراد ٿي مرندو بلڪ پنهنجا ٻئي جهان به خراب ڪري وجهندو:

**هرانكس كه در بند حرص اوفتاد دهد خرمني زندگاني بباد**

يعني جيڪو ماڻهو حرص جي خيال ۾ پوندو سو پنهنجي حياتيءَ واري ٻار مفت ۾ واءَ تي اڏاري برباد ڪري ڇڏيندو.

**6- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون ته جڏهن شهباز هواءَ ۾ اڏامندو آهي تڏهن ڪول ضعيف وري پاڻ کي ڪجهه سمجهي زمين تي ويهي اجايو خيال دوڙائيندي آهي ته شايد هيءُ باز مونکي شڪار ڪرڻ لاءِ هوا ۾ ٿو اڏامي. انهي سبب ڪري اتان وٺي ڀڄندي آهي ۽ دپ کان ڪرندي اٿندي پاڻ کي ڪکن ڪهجرن ۾ وڃي لڪائيندي آهي. شهباز کيس چوندو آهي اي ڪولڙي مسڪين ضعيف ! تون اهو

اجايو خيال پنهنجي دل مان ڪڍي ڇڏي ڪر تہ ڪو آئون توکي شڪار ڪندس. تون ڪا منهنجو قوت نہ آهين جو تو جهڙي حقير شي کي شڪار ڪري پنهنجي شان ۾ داغ لايان.

پاڻ فرمايائون تہ اهو مثال اهل دنيا جو آهي، جو انهي نادان ڪول وانگر سمجهندا آهن تہ اسين اهل ڪمال جي لاءِ قوت آهيون ۽ ڪامل سگورا جو اسان سان اٿڻ ويهڻ ٿا ڪن سو اسانجي شڪار ڪرڻ لاءِ. حالانڪ سندن اهو خيال بالڪل بيهودو ۽ بي جاءِ آهي. ڇو تہ دنيا وارن کي ايتري عزت ۽ تعظيم آهي ڪٿي؟ جو ڪماليت وارن جو قوت بڻجن. بلڪ اهي دنيادار تہ ڍونڍ خور ڇهڙا آهن ۽ ڪماليت جا صاحب اهڙن حرام خورن ڇهڙن ڪان بيزار رهندا آهن ڏسو نٿا تہ حديث شريف ۾ دنيا ۽ دنيا وارن تي لعنت وارد ٿيل آهي جيئن تہ روايت ۾ آيو آهي " الدنيا ملعونة وما فيها الا ذكر الله" يعني تہ دنيا ۽ جيڪي بہ دنيا ۾ آهي سڀ تي خدا تعاليٰ جي لعنت آهي، مگر اهي شيون لعنت ڪان بچيل ۽ ٻاهر آهن، جي خدا وند ڪريم جي ذڪر ۾ شامل آهن. يعني خدا تعاليٰ جي عبادت وارن ڪمن ۽ انهن ڪمن تي مدد ڏيندڙ شين ڪانسواءِ ٻين سمورين ئي دنياوي شين ۽ سامان تي لعنت پيل آهي.

**7- نقل:** جامع ملفوظات رحمت الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر فيروز فقير نظاماڻي رهندڙ ٽنڊي قيصر نظاماڻي جو ۽ اميد علي ٽالپر رهندڙ ٽنڊي مير ڄام ٽالپر جو درگاهہ مبارڪ تي حاضر هئا ۽ سندن حضور مبارڪ ۾ مير علي مراد ۽ مير ڄام ۽مير بڍي ٽالپر جون ڳالهيون پولهيون بيان پي ڪيائون. پاڻ انهن گفتگن ٻڌڻ بعد فرمايائون تہ دنيا ۽ دنيا وارا ڪيتري قدر نہ خبيث آهن. جو انهن جي ڳالهين ٻڌڻ ڪري ساري جماعت ۾ قبض ۽ ملولائي پيدا ٿي پيئي آهي. عجيب عجيب ذوق ۽ حالتون بي جميعتي سان مٽجي ويون آهن.

اي عزيز! عبرت جي نظر سان نهاري ڏس تہ جنهن هنڌ معرفت ۽ حقيقت جو سج چمڪي رهيو هو، اتي بہ انهي نالائق دنيا جي گفتن هلڻ ڪري غبار پيدا ٿي پيو ٿي، پوءِ تو ۽ اسان کي ڪهڙي طاقت آهي جو دنياوي سڏن ۽ حرص هوا جي طوفان ۾ غرق هوندي بہ خداوند تعاليٰ جي محبت جو دم هڻي سگهون. پوءِ جيئن تہ ڪنهن بزرگ فرمايو آهي تہ " اي ادا! بهشت، جو مخلوق آهي سو بہ دنيا هوندي نہ لهي سگهبو. پوءِ هي محال صد محال آهي جو بهشت جو خالق دنيا هوندي لهي سگهجي"

**گرترا دين بايدت از دنيا مناز هر دو باهم راست نايد كز مباز**

يعني جيڪڏهن توکي دين گهرجي تہ پوءِ دنيا تي فخر ڪرڻ ۽ سندس ناز نت برداشت ڪر

ڇڏي ڏي. جو تہ دين ۽ دنيا ٻيئي هڪ هنڌ پورا نہ ايندا. ڏنگائي جو رستو ڦٽي ڪر، ۽ اهي بيهودا خيال لاهي ڇڏ:

**هم خدا خواهي وهم دنياء دون   اين خيال ست و محال ست وجنون**

تون خدا تعاليٰ بہ پيو گهرين ۽ دنيا جي طلب بہ پيو ڪرين، سو انهي خيال هوندي الله تبارڪ وتعاليٰ جو حاصل ڪرڻ اجايو خيال بلڪ محال ۽ چريائي جو نشان آهي. ۽ حديث شريف ۾ وارد ٿيل آهي تہ " ترڪ الدنيا راس ڪل عبادة وحب الدنيا راس ڪل خطيئة "يعني تہ دنيا جو ترڪ سڀ عبادت جو مٿو ۽ منڍ آهي ۽ دنيا جي دوستي سڀني گناهن جو منڍ ۽ پاڙ آهي پوءِ جيئن دنيا جي ترڪ سان سڀ نيڪين ۽ عبادتن جي توفيق وڌندي ويندي آهي، تهڙي طرح دنيا جي دوستي ساڻ وري سڀني گناهن ۽ منابين جا دروازا کلي پون ٿا. ٻي حديث ۾ آيل آهي تہ " لعن عبدالدنيا و عبدالدراهم" يعني تہ لعنت وسي ٿي دنيا جي ٻانهن ۽ پيسن جي غلامن گولن جي مٿان.

اي عزيز! جڏهن حضور جن جي طبع مبارڪ تي بہ دنيا وارن جي گفتار ناهموار ڪري، اينتري قدر ملولائي پيدا ٿي پيئي تہ پوءِ صد افسوس انهن ماڻهن جي حال تي جي رات ڏينهن دنيا وارن جي مجلس ۾ دنيا ڪميٽي جي ڊوڙ جي طمع تي بکاين ڪتن وانگر هڏن جي من يا ماني جي ڀور تي پنهنجي جان ۽ جسي واري روڪڙ بلڪ دين ۽ ايمان واري موڙي بہ قربان ڪري ٻنهي جهانن جو نقصان اختيار ڪري ٿا ويهن، حضرت مولانا رومي رحمة الله عليہ انهن جي حق ۾ فرمايو آهي:

**اهل دنيا ڪافران مطلق اند،   روز شب دربق بق ودر لق لق اند.**

يعني دنيا وارا ماڻهو مطلق ڪافر آهن جو ڏينهن رات بيهودي بڪواس ۽ مشغول ٿا رهن. طالب کي گهرجي تہ دنيا ۽ دنيا وارن کان سخت پرهيز رکي ۽ انهن جي صحبت ۽ سنگت کي زهر قاتل سمجهي. انهن کان پاسو ڪري گذاري حضرت مولانا مولوي رومي رحمة الله عليہ فرمائي ٿو:

**صحبت صالح ترا صالح ڪند،   صحبت طالح ترا طالح ڪند.**

يعني تہ چڱن جي صحبت توکي نيڪ بخت ڪري وجهندي. پر جيڪڏهن اڻ صالحن سان سنگت صحبت رکندين تہ تون بہ بدبخت ۽ ڇندو ٿي پوندين.

**8- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ هڪڙي ڏينهن حضرت ميان صاحب جن قدس سره اسانکي ٻي فرمايو تہ اي بابا! جيڪڏهن دنيا دار پنهنجو پٽ ڪٽي کهي تعاليٰ جي لاءِ ڪنو اٿس. بلڪ پڪ ڄاڻجو تہ ان ۾ ڪونہ ڪو دنياوي غرض بہ وجهي تہ بہ ائين نہ سمجهو تہ هن خدا تعاليٰ جي وات ۾ خالص رضامندي ڏٺي ضرور پنهنجي دل ۾ ڳجهو رکيو هونداٿين.

**9- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر پاڻ فرمايائون تہ جيڪو شخص عبادت ڪري پوءِ ان جي پوبان وري دنيا جي لاءِ دعا ٿو گهري تہ اهو شخص اهڙو ڪم ٿو ڪري جو جڻ چؤ تہ قرآن شريف جي مٿان لت ڏيئي مٿان دريءَ مان شراب جو شيشو هيٺ ٿو لاهي!

**10- نقل:** پاڻ نقل بيان فرمايائون تہ هڪڙي ڪتي لنگهن وٽ رهندي هئي. تنهنجو دستور هوندو هو تہ لنگها ڪنهن شادي مرادي تي دهل وڄائڻ ويندا هئا تہ هي بہ انهن سان گڏجي وڃي شادي جو پتہ ۽ هڏا سڏا ڪائي پيٽ پري ايندي هئي. اتفاق الاهي سان هڪڙي ڀيري ٻن هنڌن تي شادي جو موقعو بڻجي پيو ۽ انهن ٻنهي ڳوٺن جي وچان هڪڙو واه پاڻي سان ڀريو پيو وهيو. پوءِ ڪتي واه جي ڀي پر دهل جو آواز ٻڌي پنهنجي اصلي هير موجب اوڏانهن وڃڻ لاءِ واه مان تري هلڻ لڳي. تہ ايتري ۾ پوبان هن پڪ وارو دهل بہ وڄڻ لڳو. ڪتي شڪ ۾ پئجي وري پوئتي موٽي. ڳچ پنڌ آئي تہ وري هن پڪ واري دهل ٻڌڻ ڪري دل ۾ سجهيائين تہ آئون غلطي تي آهيان شادي هن پر آهي. اهڙي طرح نہ هوڏانهن دل ڪٽي سگهي نہ ٻي پاسي پڪ پئجي سگهيس. آخر اها ڪتي انهي پريشاني ۽ اڃ وچ ۾ مري ويئي نہ هيڏي ٿي نکي هوڏي پهتي.

پوءِ پاڻ فرمايائون تہ طالب کي گهرجي تہ ماسوا کان منهن مٽي پنهنجي دل کي محض الله سبحانہ وتعاليٰ ڏانهن متوجہ رکي. ائين نہ ڪري جو ڪڏهن خدا تعاليٰ جي طلب ۾ مشغول ٿئي تہ ڪڏهن وري دنيا جي شغل ۾ رڄهي وڃي. ائين نہ ڪندو تہ جهڙي طرح اها ڪتي پاڻيءَ جي ڪن ۾ هلاڪ ٿي وئي، هي بہ گمراهي جي ڪن ۾ برباد ٿي ويندو ۽ هميشہ جي ڇيهي ۾ گرفتار ٿي پوندو. پوءِ پاڻ هي سنڌي بيت زبان مبارڪ سان فرمايائون:

**ڏيهان گهاري ڏم سين راتيان ميهارين**
**جيلاهن ٻن پارين تيلاهن ٻڌي سهڻي**

**11- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر لاڙ جي سفر ۾ حضرت اقدس رضي الله تعاليٰ عنہ جن سان هم رڪاب ٻي آيا سون. تہ واٽ تي منهنجي گهوڙي شوخي ڪري پستيبو اڇلائڻ شروع ڪيون. پاڻ مونکي فرمايائون تہ اي خليفا! تون پنهنجو گهوڙو اڳيرو ڪري ڪاهي هل. سندن فرمودي موجب آئون ٻي هڪڙي ٻروچ اهل دنيا سان اڳيرو نڪري هلياسون ۽ پاڻ ۾ دنياوي ڳالهيون ٻولهيون ڪندا ٻي وياسون تہ ايتري ۾ حضرت اقدس جن رضي الله عنہ پنهنجو گهوڙو تکو ڪري اسان جي پرسان اچي نڪتا ۽ فرمايائون تہ خليفا! عجب آهي جو تون بہ هيئن دنيا جون ڳالهيون ٿو ڪرين!

**12-نقل:** پاڻ نقل بيان فرمايائون ته هڪڙي شخص ڪنهن جهنگ جي پاسي سان اٺي تي ڪٿڪ جي پوک آبادي ڪئي هئي پوءِ هڪڙي ڏينهن پنهنجي پوک جي جهار تي ويٺو هو ته اينري ۾ هڪڙي عورت جا ڏاڍي سهڻي هئي ۽ ڳهن ڳٽن سان سينگاريل هئي سا سندس ڀني وٽان اچي لانگهائوٺي، جڏهن ته ڪڙمي ويچارو ڳوٺ کان پريبل هو تنهن ڪري ڪيس ان عورت ڏانهن شهواني لاڙو ٿي پيو ۽ ان عورت کي چيائين ته تون اڄوڪي رات مون وٽ ٽڪ. عورت چيس ته آئون تو وٽ ڪيئن ٽڪان نه تو وٽ هنڌ نه بسترو نه ماني ٽڪر، نه ٻيو ڪو سازو سامان. تڏهن ان شخص ورندي ڏنس ته هڪڙي رلي مون وٽ آهي، جنهن ۾ رات سمهنداسون. باقي ڪاٺ لاءِ توکي پنهنجي پوک مان سنگ يعني آيون کوڙ پچي ڏو تي کارائيندس. عورت رات ٽڪي پئي، جڏهن رات جو سمهڻ جو وقت آيو تڏهن ان مڙس کي خيال ٿيو ته عورت سان صحبت ڪيان. عورت چيس ته آئون ساري رات تو وٽ آهيان تڪڙ ڇوٿو ڪرين. هيئنر ته ماٺ ڪري سمهي رهه. اجا رات گذري ته ڪانه ٿي وجي. هو ويچارو سمهي پيو! جڏهن ننڊ ۾ بي خبر ٿي رهيو تڏهن اها عورت سندس رلهي ڪنيون جاڏهون جي هئي تيڏانهن هلي وئي. صبح جو اهو مرد اٿي ڏسي ته مار! نه ڪازال ئي نهي نه ڪا رلهي! ٻئي گم ٿيل آهن. ويچارو حيران پريشان ٿي ماٺ ڪري ويهي رهيو.

پاڻ نقل پورو ڪري پوءِ فرمايائون ته دنيا به مثال زال جي آهي ۽ حياتيءَ جا ڏينهن رلهي وانگر ۽ ننڊ آهي هن جهان جي غفلت پوءِ انسان انهي غفلت ۽ بي خبري ڪري اجاين ڪمن سان مشغول ٿو رهي ۽ خبرئي ڪانه ٿي پويس جو دنيا واري رن سندس حياتيءَ واري رلهي ڪڻي هلي ٿي وڃي. انهي ئي معنيٰ ڏانهن سندن فرمايل بيت ۾ هي لفظ آيل آهن ته:

**رن ته ويئي پر رلهي به ويئي**

**بيت:**

| | |
|---|---|
| **رلهي چائين عمر کي** | **دنيا رن جيهي** |
| **جوانيءَ ۾ هڪ جنگ کي** | **ٻٽ هيون ٻيئي** |
| **پيريءَ ۾ تنهن پرس کي** | **پٽ ڏيئي ويئي** |
| **تڏهن چيائين پنهنجي چت ۾** | **روح اندر روئي** |

**" رن ته وئي پر رلهي به ويئي "**

**13- نقل:** سندن صاحبزادن سڳورن مان هڪڙي کان منقول آهي ته هيڪر پاڻ فرمايائون ته اسان خليفي ميان الهه رکيي قدس سره کان دعا جي طلب ڪئي سون. خليفي چيو ته الله سبحانه وتعاليٰ شال اوهانکي محتاجن (يعني اهل

دنيا) جي محتاجيءَ کان پناھ ۽ امن ۾ رکندو.

**14- نقل:** پاڻ فرمايائون تہ جيڪي ماڻھو ڪنھن ڪامل شخص جي رابطي واري ڏاڍي ۾ ٻڌل نہ آھن ۽ سڀ ڪنھن بزرگ سان خوش آمد برآمد ۽ پائبوسي ڪندا ٿا رھن ۽ قلب جو ڳانڍاپو ڪنھن سان بہ پورو نٿا ڪن تہ انھن جو مثال انھي پکي وانگر جنھن کي سنڌيءَ ۾ "ميھڻ" ڪري ڪوٺبو آھي. انھي پکيءَ جي عادت ھوندي آھي تہ ٻين نر پکين جيئن تہ ڳيرو، ڪبوتر، باز وغيره کان جماع ڪرائيندي آھي. ۽ اھيئي سڀيئي ساڻس گڏ ٿيندا آھن، پر انھي بي جنسي جماع سان نر پکي ڪيس اصلي ڪونہ چمندو آھي جي ڪو حمل ٿيندس تہ بہ مادي پيدا ٿيندي جا وري ٻين پکين کان حمل جي خواھشمند رھندي آھي.

**15- نقل:** ھيڪرپاڻ فرمايائون تہ ھڪڙو عابد شخص ھو جو ڏاڍو زھدي ۽ عبادت جو صاحب، ۽ رياضت ڪندڙ ھو ۽ ٻيو ھڪڙو بادشاھ وڏي شان شوڪت ۽ فخر وارو ھو. پوءِ جڏھن ٻئي ھن دنيا مان رحلت ڪري ويا. تڏھن ھڪڙي ولي سڳوري خواب ۾ ڏٺو تہ عابد کي دوزخ جي باہ اندر اڇلائي ڇڏيو اٿن. جتي قسمين قسمين عذابن ۾ گرفتارآھي. ۽ بادشاھ کي ڏٺائين تہ بھشت جي مٿاھن درجن ۾ وڏي فرحت ۽ عزت سان ٽڪندڙ آھي. انھي برخلاف قياس جي معاملي ڏسڻ سان کيس حيرت وٺي ويئي ۽ درگاھ قادر مطلق جي مان دعا گھريائين تہ يا رب! ھي ڳالھ ڪيئن برخلاف قياس ۽ عام خيال جي ڏسي رھيو آھيان. کيس جواب ۾ الھام ٿيو تہ اھو عابد دنيا وارن سان قرب رکندو ھو تنھن ڪري دوزخ ۾ موڪليو ويو ۽ ھو بادشاھ فقيرن سان گھڻي محبت ۽ پيياس رکندو ھو. تنھن ڪري کيس بھشت جي باغن ۾ جاءِ ڏني ويئي.

اي عزيز! تڏھن تہ حديث شريف ۾ وارد ٿيل آھي تہ "المرءُ مع من احب" يعني سيڪو شخص انھيءَ سان گڏ ھوندو جنھن ساڻ سندس قرب ۽ دوستي ھوندي.

**16-نقل:** ھيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون تہ ھڪڙي ڏينھن بادشاھ محمود پنھنجن اميرن وزيرن ۽ نوڪرن چاڪرن جي آزمائش لاءِ کين حڪم فرمايو تہ آءٌ ھن باغ ۾ ٿو لڪان. اوھان مونکي ڳولي ڦولي اچي ھٿ ڪجو. پر اھا خبر ڪنھن کي ڪانہ ھئي تہ بادشاھ اسان جي آزمائش وٺي رھيو آھي. پوءِ جڏھن بادشاھ انھي باغ ۾ لڪي رھيو تڏھن سڀيئي ماڻھو سندس ڳولا ڦولا لاءِ باغ ۾ ڪاھي پيا. ۽ ڳولا ڪندي باغ مان ميوا بہ ڇنندا کائيندا پي ويا. ٻين سڀني ميوا کائي ڍؤ ڪيو. مگر اياز ھڪڙي ڪجھ بہ ڪونہ کاڌو ويچارو حيران پريشان رڳو بادشاھ جي ڳولا ۾ ڊوڙندو ڦرندو رھيو. نيٺ گھڻي ڳرلا بعد بادشاھ کي وچي ھٿ ڪيائون. بادشاھ ڇا ڪيو جو سڀني کي ڪٽي جلاب ڪارايائين پوءِ جن

شخص بادشاهہ جي باغ مان ميوا کاڏا هئا تن جي پيٽ مان جنسي اهي ميوا ٻاهر نڪري پيا. مگر اياز ويچاري نڪي ڪجهہ کاڌو هو. نڪي ان جي پيٽ مان ڪو ميوو نڪتو. تڏهن بادشاهہ سيني کي ملامت ۽ ڦٽ ڇٽ ڪئي تہ توهان منهنجي ڳولا ڪئي، توهان تہ پيٽ جا طالبو رڳو منهنجي باغ جا ميوا ٻي کاڌا آهن. مگر اياز ڏسو جو منهنجي طلب ۾ سچو هو تہ ميوو چکيو بہ ڪونہ اٿس. ان ڪري اياز ڏانهن سندس پيار بالڪل گهڻو وڌي ويو.

پاڻ فرمايائون تہ هي دنيا مثال باغ جي آهي ۽ اياز مان مراد آهي سچو طالب، ۽ ٻيا امير وزير وغيره عام ماڻهن جي مثال آهن جن کي الله تبارڪ وتعاليٰ جي طلب کان غفلت ۽ دنيا جي نعمتن جي لذت آيل آهي. جن جي لاءِ آخرين نتيجو آهي، ٻنهي جهانن جي ملامت ۽ ڦٽ ڇٽ وارو جلاب. پر جيڪي اياز وانگر محبت جا سچا ۽ دنيا جي لذتن کان بي پرواهہ هوندا سي بادشاهہ حقيقي جي قرب ۽ پيار مان سرفراز ڪياويندا.

**17-نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر سندن خدمت فيض درجت ۾ هڪڙي مريد عرض ڪيو تہ حضرتا! مخدوم ابراهيم ٺٽي عليہ الرحمة پنهنجن مريدن کي دنياوي گذران جي اسبابن کان جهل ڪانہ ڪندو آهي. بلڪ پاڻ ڪوشش ڪندو اٿن تہ متان محتاجي ۽ ذلت ۾ گرفتار ٿي پون. ۽ ٻيا بہ سندس متعلقين ائين چوندا آهن تہ مرشد اهو جو پهريان تہ مريد کي دنياوي محتاجي کان آزاد ڪري. باقي ٻيون ڳالهيون سيئي پوءِ آهن. پاڻ انهي ڳالهہ ٻڌڻ سان " سبحان الله" جو لفظ زبان مبارڪ تي آڻي ۽ فرمايائون تہ هي دنياوي ڏنڊو تہ اهڙو آهيئي ڪونہ، جو ان مان ڪنهن بہ ماڻهو جو ڍؤ ٿي سگهي جيئن تہ ڪنهن بزرگ فرمايو آهي:

**اين دو چشم تنگ دنيادار را — يا قناعت پر کند يا خاک گور**

يعني تہ دنياوي حريص جي هنن ٻن اکين کي روي زمين جي دنيا گڏ ڪري ڏجيس تہ بہ پرجي نہ سگهنديون. البت بہ شيون آهن جي انهن دنيادارن جي اکين کي پري سگهنديون. يا تہ الله تبارڪ وتعاليٰ قناعت جو ڀرو عطا ڪريس جو مليل ڀري تي صبر ڪري گذاري، يا تہ وري قبر جي مٽي پرڻجيس يعني مري هلي، تڏهن حرص جو خاتمو ٿئي. نہ تہ جيتري دنيا گهڻي تيترو حرص ۽ محتاجي وڌيڪ. طالب کي کپي تہ پنهنجي دل واري ٻنيءَ ۾ دنيا جي حرص جو ٻج پوکيئي نہ:

**يا طالب الدنيا بتر — ترک الدنيا ابر**

يعني: تہ اي دنيا جا بدحال طالب، دنيا جو ترڪ ئي تنهنجي لاءِ هرحال ۾ بهتر آهي. باقي رزق سو اصلي رزاق مطلق تي آهي پر جي هي دنيا جا ڪم آهن تن

ڪان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ محبت ڪامل ڪان سواءِ بالڪل محال آهي. جيڪڏهن اهڙن ماڻهن جي خيال موجب ڪو شخص دنيا جي طلب ۾ لڳي وڃي ۽ فرض ڪيو ته ساري روي زمين جي مال املاڪ سندس ملڪ ۾ اچي وڃي، ته به سندس حرص واري اک ڪي دڙڪونه ٿيندو. بلڪ پاڻان حرص جي بازار تڪي ٿي وبندي، جيئن ته حضرت مولانا روم قدس سره ان بابت فرمايو آهي:

**ڪاسه چشم حريصان پرنشد   تاصدف قانع نشد پر در نشد**

يعني: حريصن جي اک وارو پيالو نه پرجي سگهيو نه پريو نه وري سندن اندر ۾ ڪو محبت جو جوهر ئي پيدا ٿي سگهندو. ڏسو نڌا ته سپ ۾ جڏهن مينهن جو هڪ قطرو پوندو آهي ۽ هوءَ ان تي قناعت ڪري هيٺ هلي ويندي آهي ته ان مان بي بها موتي پيدا ٿي پوندو آهي. پر جي ساڳي سپ هڪ قطري تي قناعت نه ڪري بلڪ گهڻي پاڻي لاءِ حرص ڪري ته هوند منجهس هڪ موتي به ڪونه پيدا ٿي سگهي.

**18-نقل:** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو ته پاڻ فرمايائون ته ميان محمد عالم نالي هڪ علم ۽ عمل جو بزرگ هو تنهن کان مير بهرام ٽالپر مسئلو پڇيو ته ڇهڙي يعني حرام خور جو ڪنل جانور کائڻ جائز آهي يا نه؟ بزرگ جواب ڏنس ته ڇهڙا ٻن قسمن جا ٿيندا آهن. هڪڙا ننڍا ٻيا وڏا. تون الائي ڪهڙي ڇهڙي بابت ٿو پڇين؟ ميرحيران ٿي پڇيس ته بزرگا! وڏو ڇهڙو ڪهڙو ۽ ننڍو ڪهڙو؟ جواب ڏنائينس ته وڏا ڇهڙا اوهين اهل دنيا جا ماڻهو آهيو. ۽ ننڍا ڇهڙا عام ڇهڙا آهن جي مشهور معروف آهن. جو ته هو ويچارا رڳو ڍونڊ کائيندا آهن جنهن ڪي سندس مالڪ بيڪار ڄاڻي پنهنجي گهر مان ڪڍي اڇلائي ڇڏيندا آهن. پر انهي سان گڏ اهو به سمجهندا آهن ته ڍونڊ آهي حرام، پر توهان جيڪي وڏا ڇهڙا آهيو سي چورڙن ٻارن ۽ مظلومن ٻي واهن جا مال ظلم سان زوري ڦري کائي ٿا وڃو جو سخت حرام آهي؛ پر پاڻيو وري ائين پيا ته حلال ٿا کائون.

**19-نقل:** هيڪرياڻ مثال طرح بيان فرمايائون ته جيڪڏهن ڪو شخص ڪنهن عطر فروش جي دڪان تي وڃي ۽ اهو عطار خالص عطر مان هڪ قطرو ڪيس مکي ته سندس ساروئي بت خوشبودار ۽ سرهو ٿي پوندو. پوءِ جيڪڏهن اهو شخص وڃي پنهنجي بت کي غلاظت ۽ گندگي ۾ اڇلائي بدبوءِ پيدا ڪندو ته عطر فروش ذمہ وار نہ چئبو.

اي عزيز! عطار مان مراد آهي مرشد ڪامل ۽ عطر مان مقصود آهي فيض معنوي جنهن سان ماڻهوءَ جو روح، دل بلڪ سمورو جسو سرهو ٿي وڃي ٿو. پوءِ جيڪڏهن مرشد وٽان ڪو شخص اها سرهاڻ وٺي وري دنيا جي غلاظت ۽ پليتي

ڏانهن رجوع ڪندو ۽ انجي محبت ۾ محو ٿي پنهنجو روح، جسو سڀ پري خراب ڪري وجهندو ته ان ۾ سندس مرشد ذمہ وار ناهي. جيئن ته انهي پليت دنيا جي پليتيءَ ڏانهن حديث شريف ۾ اشارو وارد ٿيل آهي ته " الدنيا كنيفة الآدم " يعني دنيا انسان جي لاءِ موريءَ جي مثال آهي:

**سگ دون همت استخوان جويد، بچہ شير مغز جان جويد**

يعني ڪتو بدهمت پيو هڏا ڳوليندو پر شينهن جو ٻچو ساهدار جي مغز جي ڳولا ڪندو ۽ هڏن جي طلب بالڪل نه ڪندو.

**20-نقل:** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ درگاهه مبارڪ واري مسجد شريف ۾ ويٺا هئا ته قاضي محمد اڪرم رهنڊ ديهه ڪاتيار واقع پرڳڻي چاڪر هالي جو خدمت شريف ۾ حاضر ٿيو، ۽ عرض ڪيائين ته حضرتا! محمد رحيم هالن جي شهر وارو اوهانجي حضور ۾ سلام عرض رکندو هو. پاڻ سلام جو جواب ڏيئي فرمايائون ته هو ماڻهو چڱو آهي. محمد اڪرم چيو ته حضرتا! محمد رحيم ٿو چوي ته مونکي فناءَ حاصل ٿيو آهي پر اجا خطرا نٿا وڃن پوءِ قاضي عرض ڪيو ته حضرتا! اوهي ڪهڙا خطرا آهن. پاڻ فرمايائون ته اي قاضي! هڪڙا خطرا آهن جي فناءَ کان پوءِ بہ وارد ٿيندا آهن جن ڪي " خواطر رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڪري سڏبو آهي. پر عجب آهي ته هي ماڻهو ڳالهيون ته فناءَ جون پيا ڪن پرحال هي آهي جو دنيا کي بہ ڦٽي نٿا ڪري سگهن. پوءِ پاڻ فرمايائون ته فناءَ ته بجاءِ خود رهيو پر ڪنهن شخص جي ساه واري دماغ کي انهي جي ڪا بوءِ بہ پهچي وئي آهي ته ان خبيث دنيا کي ٿڪ هڻي ڇڏي اٿس.

اي عزيز! سندن فرمودي مبارڪ ۾ خطرن بابت مختصر بيان ڏنل آهي. تفصيل ان جو هن طرح آهي ته سالڪ کي جڏهن فناءَ ۽ بقاءَ کانپوءِ عارضي طرح عبوديت جي قائم رهڻ لاءِ بشريت جو لباس ٿا پهرائن تڏهن انهي منزل ۾ خطرا وري موٽي ٿا اچن جن کي خواطر رسول الله ڪري سڏبو آهي. اهي خطرا الله تبارڪ وتعاليٰ جي طرفان وارد ٿيندا آهن. تنهن ڪري انهن کي نفي نہ ڪرڻ گهرجي بلڪ انهن جي حڪم کي قبول ڪرڻ ضروري آهي. پوءِ جيڪڏهن اهي خطرا جمالي آهن. ته انهن جي پوري ڪرڻ لاءِ وڏي ڪوشش ۽ تمام تاڪيد ڪرڻ گهرجي پر جيڪڏهن جلالي هجن ته ان تي صبر ڪرڻ کپي.

**آن خيالاتي کہ دام اوليا ست عکس مهرويان بستان خداست**

يعني جيڪي خيالات اوليائن سڳورن کي وارد ٿين ٿا سي هنن ظاهري انساني خيالاتن مثال نہ آهن، بلڪ اهي خيالات الله تبارڪ وتعاليٰ جي باغ وارن محبوبن

جو اوليڙو آهن. يعني ته سندس صفتن جي تجلي آهي. پر اهي خيال اوهي خيال نه آهن جيڪي اصلي بشريت وارا خيال ٿيندا آهن ڇوته جيئن اها بشريت به مذموم ۽ خراب آهي، تيئن سندس خطرا به مذموم آهن. انهيءَ لاءِ حديث شريف ۾ ان ڏانهن اشارو فرمايل آهي " وجودڪ ذنب لايقاس به ذنب" يعني تنهنجو اهو بشريت مذموم وارو وجود ئي اهڙو ڏوهه آهي جنهن جي مٽ ٻيو ڪو ڏوهه ٿي نٿو سگهي. پوءِ جڏهن اها بشريت مذموم ٿي، تڏهن سالڪ لاءِ فرض آهي ته انهيءَ بشريت ۽ سندس خواطرن کي نفي ڪري ڇڏي.

**21- نقل:** هڪڙو معتبر راوي نقل ڪري ٿو ته پاڻ نقل فرمايائون ته ڪو شخص ڳڙجي خريد ڪرڻ لاءِ هڪڙي سوداگر جي هٽ تي ويو. سوداگر سودي تورڻ لاءِ ميٽ جو هڪ ٽڪرو وزن ڪري رکي ڇڏيو هو جنهن سان خريدارن کي سودو توري ڏيندو هو. اتفاقا انهيءَ خريدار کي ڪا ميٽ کائڻ جي ڏاڍي عادت هوندي هئي سو جڏهن سوداگر ڳڙ ڪڍڻ ۾ مشغول ٿيو تڏهن اهو خريدار چوري چوري انهيءَ ميٽ مان ٽڪر ڀڃي کائڻ لڳو. سوداگر ڏسي ورتس ۽ چيائين ته اي نادان! تو سمجهو ته منهنجو ميٽ چورائي ڪو منهنجو نقصان ڪيئي پر حقيقت ۾ جيترو منهنجو ميٽ چورايئي اوتروئي پنهنجو ڳڙ وڃايئي.

پاڻ انهيءَ هنڌ نڪتو بيان فرمايائون ته جيڪي ماڻهو پنهنجي عمر کي دنيا جي طلب ۾ ٿا ڪپائن سي پڻ انهيءَ نادان خريدار وانگر سمجهن ٿا ته ڪو دنيا جو ڪتيو ڪري وڏو سون پر بي خبرن کي اها سڌ نه ٿي پوي ته ڪو هوڏهون پنهنجي دين جو نقصان ڪري هميشه جي تاوان ۽ چٽي هيٺ ٿا اچون.

**22-نقل:** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ فرمايائون ته سچو طالب اهو آهي جو سون ۽ پٿر جي وچ ۾ سنڌو ڪونه سمجهي. تان ته جيئن جيڪڏهن ڪو پٿر هٿ ۾ ڪري پوءِ اڇلائي ڇڏجي ته به هٿ جو رئي ۽ دز ۾ پرجي پيو هوندو تنهن کي ڪپڙي سان اگهڻ جي ضرورت ٿيندي آهي. اهڙي طرح جيڪڏهن سنون به هٿ ۾ اچيس ۽ وري ان کي خرچ به ڪري ڇڏي ته به گهڙي ڪن جو اهو سون سندس ملڪ ۾ رهيو تنهن کان استغفار پڙهي ڇڏي.

**23-نقل:** يعقوب فقير ڏيٿو نقل ڪري ٿو ته پاڻ فرمايائون ته جيڪڏهن ڪنهن طالب سان ڪو اهل دنيا جو رابطو ۽ دوستي اچي ڳنڍجي ۽ وٽس آمد رفت جاري رکي ته پوءِ اهي اهل دنيا جو ڏانهس التفات ۽ اتحاد ڏيکاري ٿو ته اجا انهيءَ طالب جي اندر ۾ دنيا جي ڪا نسبت بچيل آهي. جو ان جنسيت جي سبب ڪري انهي دنياوي ماڻهو کي ساڻس ڳانڍاپو ۽ اتحاد ٿي رهيو آهي پوءِ ڪنهن نه ڪنهن ڏينهن اهو دنياوي ماڻهو ضرور ڪيس هلاڪي ۽ ذلت جي کڏ ۾ اڇلائي وجهندو.

**24-نقل:** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ فرمايائون تہ هيڪر اسان وٽ گهوڙا تمام گهڻا اچي گڏ ٿيا هئا. ۽ سندن گهڻائي ڪري اسانجي دل تي البت ڪجهہ گران باري ٿي پيئي هئي. هئا بہ سڀيئي پنڌ جا سهڻا تکا. ۽ تلها، متارا پوءِ سڀني صاحبزادن کي گهرائي چيو سون تہ بابا! اسان وٽ گهوڙا ۽ گهوڙيون تمام گهڻيون اچي ڪٺي ٿيون آهن. آهن بہ سڀ پليون ۽ متاريون، تنهن ڪري اسانجي دل ۾ خيال ٿو اچي تہ جيڪر اوهين پاڻ ۾ اهي گهوڙا ۽ گهوڙيون ورهائي ڪڻو چو تہ اسانجي طبيعت تي سندن خدمت ڏکي ٿي لڳي. تڏهن مڙني صاحبزادن گڏجي چيو تہ حضرتا! جڏهن اهي گهوڙيون اوهانجي طبيعت مبارڪ تي بہ جو درياءَ موج هٺنڊڙ جي مثال آهي غبار پيدا ڪري ٿيون وجهن. تہ پوءِ اسين تہ اوهين خيالاتن جا ڊگ آهيون سو اسان کي تہ وڏي ملولائي ۾ وجهي ڇڏينديون. پاڻ فرمايائون تہ سندن انهي بيان کان اسان ڏاڍا خوش ۽ فرحتناڪ ٿياسون تہ باوجوديڪ سندن وهيءَ جا ڏينهن آهن ۽ اسان پاڻهني کين گهوڙيون پيو ڏنيون جي هيون بہ تمام سنيون ۽ خوشرفتار. تڏهن بہ سندن وبجهو تہ ويا. پوءِ الاهي حڪم سان ٿورڙي مدت اندر انهن گهوڙن ۾ اهڙي اوچتي بيماري اچي واقع ٿي جو هڪ گهوڙو سواري لاءِ بہ ڪونہ رهيو.

**25-نقل:** صاحبزادو والاتبار ميان محمد هاشم قدس سره نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ لاڙ جو سفر ڪندي مير چاڪر جي ٽنڊي ۾ مير چاڪر ٽالپر جي دعوت وٺندا ٽنڊي قيصر نظاماڻي جي ۾ تشريف فرماٿيا. اتي فقرائن پاڻ ۾ مير چاڪر جي ارادتمندي ۽ خوش عقيدائي جي تعريف شروع ڪئي ۽ فقيرن جي دعوت ۽ خدمت جا طرحين طرحين طعامن سان بجاءِ آندي هئائين، تنهنجي ساراهہ ڪرڻ لڳا. پاڻ جواب ۾ فرمايائون تہ اسان جيڪو ذوق لاڙ جي ملڪ مان پاڻ سان کنيو ايندا آهيون، سو جڏهن چاڪر ٽالپر جي ڳوٺ ايندا آهيون تہ اهو مڙئي اتي ڦٽو ڪري پوءِ اڳتي روانا ٿيندا آهيون.

**26-نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ اسين هن کان اڳ سمجهنداهئاسون تہ دنيا ۽ دولت وارا ماڻهو جو پوري ويساهہ هوندي بہ فيض باطني کان محروم رهجيوٿا وڃن سو اسان جي نقص ڪري آهي. پرهينئر اسانکي خبردار ڪيائون تہ انهي اهل دنيا جي مايوسي ۽ محرومي جو سبب اسان جي تلقين جي نقص پاران نہ آهي. بلڪ هو فيض باطني کان انهي ڪري محروم ٿا رهن جو انهن اهل دنيا جي کي اسان سان ڪابہ نسبت ۽ رابطو ڪونهي:

**اهل دنيا جون سگ ديوانہ اند:** يعني دنيا وارا ماڻهو بالڪل چڻي ڪتي جي مثال آهن.

**27-نقل:** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو تہ هيڪر مير مبارڪ

ٽالپر سندن حضور مبارڪ ۾ حاضر ھو ۽ مجلس ۾ پنھنجي پيءُ مير سھراب ٽالپر جي دانائي ۽ سياڻپ جي ساراھ ڪرڻ لڳو. چوڻ لڳو تہ حضرتا! مير صاحب ڏاڍو داناءُ ۽ ھوش وارو آھي. اسانکي ڏاڍيون نصيحتون ۽ سياڻپ جا نڪتا بيان ڪري ٻڌائيندو آھي ۽ چوندو آھي تہ بابا! دنيا. ڏاڍي چڱي آھي. جو جيتري مٺي ڪم ٿي اچي، تنھن ڪري تمام ھوشياري سان سندس سنڀال ڪرڻ گھرجي. اھڙي طرح طرحين طرحين دنيا جي تعريف ڪرڻ لڳو. حضور جن ھڪڙو نقل بيان ڪري ٻڌايس تہ اي ميان مبارڪ ! ڪاعورت ھئي ڏاڍي بد صورت جو سندس پيٽ ھو دھل جھڙو ۽ اکيون ڪوئي جھڙيون، ڪل ڳوھ جھڙي تنھن عورت جي شادي ھڪڙي انڌي شخص سان ڪرايائون. پوءِ جڏھن زال مڙس پاڻ ۾ خلاصا ٿيندا ھئا تڏھن اھا عورت پنھنجي خوبصورتي ۽ سھڻائپ جي ان انڌي وٽ ويھي ساراھ ڪندي ھئي تہ منھنجو منھن اھڙو تہ اجرو آھي جڻ چوڏھين جو چنڊ ۽ اکيون منھنجون اھڙيون آھن جھڙيون ڪ ھرڻ جون نرگسين خماريل اکيون ھونديون آھن. اھڙي طرح طرحين طرحين پنھنجي حسن جي داڻ ان انڌي کي ھڻي ٻڌائيندي ھئي. ھڪڙي ڏينھن مڙس کيس چيو تہ اي عورت ! جيڪڏھن تون واقعي اھڙي سھڻي ھجين ھا تہ جيڪر توکي اھل دولت جو شاھوڪار ماڻھو نہ پرڻجي پوي ھا ۽ اھڙو خوبصورت سنگ مون انڌي کي ڪير ڏيئي ھا. آھين تہ ڪانڪر جو منھنجي مٿي ۾ لڳي آھين. سواھڙي طرح ھي خبيث دنيا انھيءَ مڪاره بد صورت عورت وانگر انڌن جي اڳيان پنھنجي خوبصورتي جي دعوا ڪري ٿي. ۽ قسمين قسمين سينگار ڪري ٻڌائي ٿي تہ آئون اھڙي سھڻي آھيان. پر جنھن کي خداوند تعاليٰ نظرءِ بصيرت عطا ڪئي آھي ۽ اندر جون اکيون صحيح سلامت آھن تہ اھي سندس حقيقت کي ظاھر ظھور ڏسي سندس ويجھو بہ نٿا وڃن. نڪي سندس ڳالھين ۽ ٺڳين تي ڪن ٿي ٽا ڏين.

**28- نقل:** خليفو ميان غازي خان نقل ڪري ٿو تہ ھيڪر پاڻ مير چاڪر جي ٽنڊي ۾ تشريف فرمائيا ھئا پوءِ وضو سارڻ وقت جو اصلي سندن دستور ھو تہ اڪيلائي ۾ خلاصا ٿي وضو ساريندا ھئا، پاڻ وضو لاءِ ويٺا ھئا. آئون انھي سبب ڪري ڪجھ پريرو سندن سامھون ويھي رھيس. پاڻ مونکي ھٿ مبارڪ سان اشارو ڪري سڏي ورتائون ۽ فرمايائون تہ رات ظاھري عبادت ۾ ڪجھ نقص ۽ آرس ٿي پيو تنھنجو سبب شايد اھو آھي جو اھل دنيا جي نھاريل جاءِ ۾

رات ٽڪيا آهيون. انهي رات پاڻ مير چاڪر جي بنگلي ۾ ٽڪيا هئا. جو مٽيءَ جو وڏو ٿلهو ڪري انهيءَ تي جاءِ جي اڏاوت ڪئي وئي هئي.

**29-نقل:** ساڳو خليفو لقمان عليہ الرحمۃ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر ميرمبارڪ ٽالپر حضور ۾ حاضر ٿيو ۽ ڳالهين هلندي عرض ڪيائين تہ حضرتا! اسان جو هي لشڪر ۽ هٿيار پيا گڏ ڪيون سو رڳو هن لاءِ تہ اسين حضرت امام مهدي عليہ الرحمۃ جو لشڪر ٿينداسين ۽ دجال سان لڙائي ڪنداسون. پاڻ جواب ۾ فرمايائونس تہ امام صاحب تہ جنگ ڪندو ئي ڪونہ، بلڪ تڪبير ۽ تهليل سان ملڪ فتح ڪندو. باقي اوهان جو لشڪر سو دجال ڏانهن هليو ويندو، ڇو تہ اتي طعام جا ڍڳ هوندا ۽ اوهان جي لشڪر جا ماڻهو پيٽ جي پرڻ لاءِ وٽس ئي پهچندا. جيئن تہ هن وقت جيڪي اوهان جا نوڪر توهان جي ٿورڙي عطاءِ ملڻ ڪري اوهان کان رنج ٿي حيدرآبادي حاڪمن ڏانهن هليا ٿا وڃن ۽ حيدرآبادي حاڪمن جا سپاهي وري انهن کان رنج ٿي توهان وٽ اچي ٿا نڪرن. مطلب تہ دنيا ڍونڍ جا ڪتا جاڏي پنهنجو مطلب ٿا ڏسن اوڏانهن ٿا ڊوڙن سو اهڙا مطلبي ڪتا، امام صاحب جو لشڪر ڪٿي بڻجندا؟

**31-نقل:** فتح خان نظاماڻي نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ فرمايائون پي تہ ٻار جيستائين ماءُ جي پيٽ ۾ هوندو آهي، تيستائين سندس خوراڪ هوندي آهي. ماءُ جي حيض وارو رت، ۽ سندس رهڻ جي جاءِ سوڙهي تنگ يعني ماءُ جي ڳڀيرڻ هوندي آهي پوءِ جڏهن ويم جا ڏينهن ٿيندا آهن. ۽ ان ٻار کي پيٽ مان ٻاهر ڪڍندا آهن تڏهن اهو ٻار ٻاهر نڪرڻ جو خيال نہ ڪندو آهي. ۽ چوندو آهي تہ مون کي هي جاءِ ڏاڍي وڻي ٿي. ۽ هت ڏاڍو آسودو ۽ خوش خرم وينو آهيان. پوءِ توڙي ڪيس چون ڪٿي تہ اڙي نادان تنهنجي رهڻ جي جاءِ تمام تنگ ۽ قوت تنهنجو ڪنو رت آهي. هتان ٻاهر نڪرندين تہ توکي ڪشادي جاءِ ۾ ٽڪائينداسين جو اتي گهمڻ ڦرڻ جا مزا پيو ڪندين ۽ انهيءَ ڪني رت کائڻ بدران توکي کير جهڙي عمدي غذا کارائبي تہ بہ ٻار جي ذهن ۾ ان جو قدر ڪونہ ٿو پوي ۽ انهن ڳالهين کي قبول نٿو ڪري، بلڪ چوي ٿو تہ نہ مونکي هي جاءِ ڏاڍي وڻي ٿي. پر نيٺ جيئن تيئن ڪري ڪيس ٻاهر ڪڍن ٿا. پوءِ جو اچي ٿو هن دنيا جي ڪشادگي ۽ فرحت ٿو ڏسي ۽ رت جي بدران ماءُ جو کير چوسڻ ٿو لڳي تہ پوءِ ڏاڍي لذت ۽ فرحت ۾ خوش حال ٿي وڃي ٿو ۽ ماءُ جي پيٽ وارا ڏينهن پاڻ لاءِ قيد ڪري ٿو

سمجهي. وري جڏهن ٻئن ڇڏائڻ جو وقت ايندو اٿس ۽ چوندا اٿس ته اهو ڪير ڇڏ ته توکي مصريون، کنڊ ۽ پيون عمديون شيون کارائينداسون. تڏهن به ٻئن ڇڏڻ جو خيال نٿو ڪري ۽ چوي ٿو ته ماءُ جو کير انهن ٿولن کان مون لاءِ وڌيڪ آهي. پر جڏهن مناڻ ۽ مصري جي لذت چکي ٿو ڏسي. ته نيٺ ان کير جو خيال لهي ٿو وڃيس ۽ ان تي راضي رهي ٿو. بلڪ پوءِ وري ساڳي کير کان نفرت ٿي لڳيس. پاڻ مثال پورو ڪري پوءِ فرمايائون ته هن دنيا جون نعمتون ۽ لذتون معنيٰ واري ملڪ جي ڪشادگي ۽ لذت جي نسبتئون ماءُ جي پيٽ وانگر آهن. جو هي دنيا ان ملڪ جي نسبتئون تمام سوڙهي تنگ پيٽ مثال آهي ۽ ان دنيا جون نعمتون ۽ لذتون ۽ ٻيا عيش عشرت حيض جي رت کائڻ مثال آهن. پوءِ جيڪو شخص انهن دنياوي لذتن واري حيض جي رت تي پلجي ٿو وڃي ته پوءِ ڪيس معنوي ملڪ جون ڪٿي ڏهوڻ نعمتون ٻاسبيون ته به بي قدري ڪري انهن کي قبول نه ڪندو، ۽ نڪي هنن بي هودين لذتن جي ڇڏڻ جو خيال ڪري سگهندو، اهڙو شخص انهي قيد ۾ ورتل آهي جنهن ڏانهن هن آيت شريف ۾ اشارو وارد ٿيل آهي:

**افرئيت من اتخذ الهه هواه:** يعني ته اي پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم تو ڏٺو ان شخص کي جنهن خداوند ڪريم کي وساري پنهنجي سڌن ۽ نفسن جي خيالن کي پنهنجو خدا ڪري ٻڌايو آهي جو انهن جي حڪم موجب پيو سيڪو عمل ڪري ۽ هلي چلي. پوءِ پاڻ فرمايائون ته جيڪو انهي منزل کان چڙهي هلندو ته الله تبارڪ وتعاليٰ جي عبادت وارين لذتن ۾ مصروف ٿيندو. جيئن ته حديث شريف ۾ وارد ٿيل آهي: **ترڪ الدنيا راس ڪل عبادة:** يعني ته دنيا جو ترڪ ڪرڻ سڀني عبادتن جو مٿو آهي. عبادت جي مٿي مان مراد آهي الله تبارڪ وتعاليٰ جي معرفت ۽ سندس قرب. پوءِ اهڙي شخص لاءِ ماءُ جو پيٽ آهي سندس هستي موهوم پوءِ جيڪو ان ۾ رهيو سو رهجي ويو ۽ جيڪي ان جي هتان ڇٽو سو خدا تعاليٰ سان ڳڍجي ويو. مولانا رومي قدس سره فرمايو آهي:

**چون زخود رستي همه حق گشته رفت ظلمت نور مطلق گشته**

يعني: جڏهن پنهنجي خودي کان آزاد ٿئين ته پوءِ سمورو الله تبارڪ وتعاليٰ ۾ فنا ٿي ويندين پوءِ اونداهي سمجهه ته وئي مطلق نور بڻجي پوندين.

**31- نقل:** خليفو ميان اميد علي خليفي ميان سلطان عليه الرحمة کان نقل ڪري ٿو ته هيڪر سندن حضور مبارڪ ۾ ڪنهن شخص ڪاشيءِ نذراني طرح

پيش ڪئي. پوءِ جڏهن اهو شخص اٿي ويو تڏهن پاڻ سونڪي خطاب ڪري فرمايائون ته اي سلطان فقير! مونکي ذات پاڪ جل جلاله وعم نواله جو قسم آهي ته جڏهن ڪا دنياوي شيءِ اسان ڏانهن رجوع ڪندي آهي ته ان وقت آئون ڄاڻيندو آهيان ته اڄ مونتي الله تبارڪ وتعاليٰ ڪاوڙيو آهي ۽ جيڪڏهن ڪو طالب الله تبارڪ وتعاليٰ جو ايندو آهي ته ڏاڍو خوش ٿيندو آهيان ۽ سمجهندو آهيان ته الله تبارڪ وتعاليٰ اڄ مونتي راضي ٿيو آهي.

**32-نقل:** ميرمحمد فقير نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ فرمايائون پي ته ڪنهن ڪدڙي جي گهر ۾ چور ڪاٽ هڻي اندر گهڙي ويو. اتفاقا ڪدڙي ڪي سجاڳي ٿي وئي. تنهن ڪري هنڌ تان اٿي ڪڙو ٿيو ۽ جيئن اڃان اٿي سڌو ٿيو هو ته ان چور وٺي جو ڌڪو ڏنس سو هڪڙي جنڊ جي مٿان وڃي ڪريو ۽ لوهو ڪيرجو جنڊ جي وچ ۾ ڪنل هوندو آهي سو سندس مقعد ۾ گهري ويو. ڪدڙي کي ان مان ڪا اهڙي لذت اچي وئي جو ڪير تان وري اٿيو ئي ڪونه. هوڏهون چور سندس گهر ٻهاري بسهاري ڪٺي هليو ويو. پوءِ پاڻ فرمايائون ته اهل ظاهر جا ٻه انهي ڪدڙي وانگر لوهي ڪيرتي ڪريا پياآهن ۽ گهر سندن پيو لٽجي ۽ برباد ٿئي.

## فصل ٻيون
## دنيا جي ترڪ ڪرڻ بابت

**1- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته هيڪر پاڻ درگاهه مبارڪ واري مسجد شريف ۾ ويٺا هئا. ۽ آئون به سندن خدمت مبارڪ ۾ حاضر ويٺو هوس. ان وقت پاڻ حقائق آگاهه سيد محمود شاهه رهندڙ لکي واقع پرڳي شڪارپور جي بابت جو حضور جن جو مريد ۽ تارڪ اسباب هو. فرمايائون ته شاهه صاحب اهل صفي مان آهي. تڏهن مون عرض گذاريو ته حضرتا! اهل صفي جا اجا به آهن ڇا؟ پاڻ فرمايائون ته موجود آهن، پر نبوت ڪانهي.

**2- نقل:** پاڻ فرمائيندا هئا ته دنيا جي ترڪ جي ڇڪي (عادت) منهنجي وجود ۾ ٻهريان ٻهريان اسان جي استاد حافظ صاحب جن وبهاري هئي. سندن ترڪ ۽ بي تعلقي ۽ آزادي جي هي وصف هوندي هئي ته جيڪڏهن ننڍڙو هڪ ٻن ڏينهن جو چاول گابو به ڪٿي کو ڪين نذراني طرح ڏيندو هو ته انهيءَ مهل سندس جيڪا به قيمت ٿئي سا مقرر ڪرائي وڪڻي ڇڏيندا هئا پوءِ توڙي ڪٿي هڪ ٽڪو يا به ٽڪا هٿ ايندا هين ته به وڪڻي ڇڏيندا هئا. مگر اهو جانور پاڻ وٽ نه رکندا هئا.

**3-نقل:** خضرفقير آريسر رهندڙ ديهه پٽن واقع پرڳڻي چاچڪن جو نقل ڪري ٿو ته هيڪر سندن خدمت مبارڪ ۾ ويٺو هوس پاڻ فرمايائون ته ڪي طالب دنيا جو ترڪ ڪن ٿا پر انهن جي طمع وڃي ني ڪانه ٿي. ڇو ته ترڪ انهيءَ کي چئبو آهي جو ڪنهن به مخلوقات چاپر خالق ۾ به دنيا جي طمع ڪانه رکجي جيئن سعدي شيرازي عليه الرحمة فرمايو آهي:

**طمع بند دفتر زحکمت بشوي    طمع بگسل وهرچه خواهي بگوي**

يعني طمع رکيئي ته پوءِ پنهنجي دانائي وارو دفتر ڌوئي ڇڏيو (ڇو ته ان جو ڪوبه اثر ڪونه رهندو سيڪو ڇوندو ته مڙئي ڇٽن پيسن جي لالچ تي پيو ٿو زبان هٽي.) پر جي طمع لاهي ڇڏين ته پوءِ جيڪي به چوندين سو پيو ٿهندو.

**طمع راسه حرف ست هر سه تهي    ازان نيست مرمطمعان رابهي**

يعني: طمع جي لفظ ۾ ٽي حرف آهن پر ٽيئي خالي بي نقطه آهن، سي ڏيکارن ٿا ته طمع وارا ماڻهو به اهڙي طرح ئي سڀ نيڪين ۽ فيض جي اثر کان خالي رهندا ۽ هي به فرمايائون ته " **الفقير لا يحتاج الي الله تعاليٰ** يعني فقير (دنياوي ڪمن لاءِ) الله تبارڪ وتعاليٰ جو به محتاج نه ٿيندو.

**4- نقل:** پاڻ فرمايائون تہ حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جا ٻہ يار سڳورا تارڪ الدنيا هئا. هڪڙو امير المومنين حضرت ابوبڪر الصديق رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ ٻيو امير المومنين حضرت علي ڪرم الله وجہ تنهن ڪري انهن ٻنهي سڳورن کان فقيريءَ جا ٻہ طريقا جاري ٿيا. جيئن تہ نقشبندي طريقو حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنہ کان هليل آهي ۽ قادري طريقو حضرت علي ڪرم الله وجہ کان هليو اچي. جي اڄ ڏينهن تائين جاري آهن، ۽ قيامت تائين جاري رهندا ۽ ٻيا ٻہ يار حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جا هڪ حضرت امير المومنين عمر رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ ٻيو حضرت امير المومنين عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ اهل اسباب جا هئا تنهن ڪري انهن کان ڪوبہ طريقو جاري ڪونہ ٿيو آهي.

**5- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ ابراهيم فقير نظاماڻي جي ٽنڊي ۾ جو اها اوديجاڻي ديهہ مان هڪ ديهہ آهي. نظاماڻي فقيرن جي دعوت تي تشريف فرماٿياهئا. پوءِ زيارت ڪرائڻ مهل فقيرن سون چاندي ۽ روڪ پيسا ڪپڙا پٽ جا توڙي ٻيا ڪورا ڪپڙا تمام گهڻا نذراني ۾ پيش ڪيا. ان وقت آئون بہ خدمت مبارڪ ۾ حاضر هوس. سي سڀ شيون ڪٺي سنڌن خدمت ۾ روانا ٿياسون. پوءِ واٽ تي سنڌن حضور ۾ عرض ڪيم تہ حضرتا! هي جيڪي پيسا ۽ سون چاندي وغيره اچن ٿيون سي جيڪر ڳنڍي پوءِ مڏي دارن جي حوالي ڪندا رهون. پاڻ جواب ۾ فرمايائون تہ ان کي طلاق ڏيئي ڇڏي اٿئون تنهنجي نگهباني کانہ ڪبي:

**هرڪ درراه صحبت مرد شد ملڪ دنيا بر دل اوسرشد**

يعني جيڪو شخص خدا تعاليٰ جي محبت واري رستي ۾ مرد ٿي بيٺو ۽ دنيا جو سمورو ملڪ ان کي ڪوڙو ۽ خراب لڳندو.

**6-نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر آئون ۽ ميان سلطان فقير نظاماڻي ۽ سيد ميان مير علي شاهہ گڏيا درگاهہ شريف تي پي ويا سون ۽ ان پيري ڪپڙا ۽ ڳہ سونا چاندي جا ۽ ٻيون سوغاتون حضرت مرشد ڪريم رضي الله تعاليٰ عنہ جي اڳيان نذراني ۾ پيش ڪرڻ واسطي مريدن تمام گهڻي انداز ۾ ڏنا هئا سي بہ کنيو پي آياسون. جڏهن درگاهہ مبارڪ تي پهتاسون تڏهن پاڻ باغيچي جي چودري ۾ ويٺا هئا. اسان ٽيئي ڄڻا بہ سوکڙيون پاکڙيون کڻي اتي وڃي حضور مبارڪ ۾ حاضر ٿياسون ۽ زيارت کان مشرف ٿي نذرانو پيش ڪيوسون. اسان کان اڳ ميان قابل شاهہ عليہ الرحمة ۽ آدم خان بروهي بہ حضور ۾ ويٺا هئا پاڻ اوهي سوکڙيون ڏسي مون کي زبان مبارڪ سان فرمايائون

ته واه واه! تون به ائين ٿو ڪرين جو ڏسي واٽسي پنهنجي گهر جو ٻهاربل گند ميڙي سيڙي آڻي ٿو اسانجي گهر ۾ اڇلائين. ائين نه ڪرڻ گهرجي. مون عرض ڪيو ته حضرتا! درگاهه مبارڪ جي مريدن ڏنا آهن. مون پنهنجي گهران ڪونه ڪٺي آيو آهيان. مونکي ته جيڪي هٿ ايندو آهي سو فقيرن تي خرچي ڇڏيندو آهيان. پاڻ فرمايائون ته اسان جو مال ڇا ۽ ڇا توهان جو مال. جني ڪجهه هٿ لڳيو سو ڏيئي ڇڏينداڪيو. خليفو صاحب ٿو چوي ته ان ڪان پوءِ وري ڪڏهن به نذرانو پاڻ سان ڪٺي ڪونه ويس. بلڪ جيڪي ٿيندو هو سوڪنهن فقير جي هٿ موڪلي ڏيندو هوس.

**7-نقل:** محمد حسن فقير نقل ڪري ٿو ته هيڪر سندن حضور مبارڪ ۾ ويٺا هئاسون ته پاڻ پنهنجي زبان مبارڪ سان فرمايائون ته هيڪر اسان کي الله تبارڪ وتعاليٰ ڪي پئسا (فتوحات) عطا فرمايا هئا. انهن مان هڪڙو رپيو ڪنهن قرضدار کي ڏيڻ جي نيت سان رکي ڇڏيو هوسون. پرپوءِ ان ريٽي جي ڳالهه ٿي وسري وئي سون. تان ته ٿي ڏينهن گذري ويا ۽ انهي وقت تائين ڪجهه به فتوحات ميسر ڪانه ٿي. حيران ٿي وياسون ته فتوحات جي اينتري دير ڪرڻ جو ڇا سبب آهي. پوءِ نيت معلوم ڪري ورتو سون ته هي بندش رڳي انهي روپئي جي ڪري ٿي آهي، جو قرضدارن لاءِ رکيوهو سون ۽ اڃا تائين رهجي ويو آهي پوءِ اهو رپيو انهي ئي وقت قرضدار ڏانهن موڪلي ڏنوسون، ته انهي ئي مهل مفتح الابواب، فتوحات جا دروازا کولي ڇڏيا ۽ بندش برطرف ٿي وئي.

**8-نقل:** هيڪرپاڻ فرمايائون ته هڪڙي ڏينهن قران شريف تلاوت ڪندي هن آيت شريف تي پهتاسون ته : **فتوڪلوا ان ڪنتم مؤمنين.** پوءِ توڪل ڪيو جيڪڏهن اوهين مؤمن آهيو" دل ۾ فڪر ڪيوسون ته آيت سڳوري ۾ ايمان جي لاءِ شرط ڪيل آهي ته توڪل ڪجي پوءِ جنهن کي توڪل وارو شرط نه هوندو ته ان وقت مشروط يعني ايمان به ڪونه رهندو. چو ته قانون مقرر آهي ته "اذا فات الشرط فات المشروط" يعني شرط گم ٿيندو ته مشروط پڻ گم ٿي پوندو. پوءِ انهيءَ ڏينهن کان وٺي سعيي جو ترڪ ڪري ڇڏيو سون. جڏهن اها ڳالهه ميان محمد اڪرم جو اسان جي وڏي صاحبزادي (مسند نشين) جو نانو آهي ٻڌي تڏهن اسان وٽ آيو ۽ نصيحت جا دروازا اڇي کوليائين ۽ ترڪ قبولڻ کان روڪڻ لاءِ گهڻو گفتگو ڪيائين. تڏهن اسان قرآن شريف گهرائي مٿين آيت سڳوري ڪيس ڏيکاري سون. ۽ چيوسونس ته ترڪ ايمان جي لاءِ شرط فرمايل آهي. تڏهن چيائين ته پيلا اوهان تي ترڪ لازم آهي ته پيل ڪيو، پر پنهنجي پين تابعن ۽ متعلقن لاءِ ان بابت باعث نه ٿيو بلڪ سندن مرضي تي ڇڏي ڏيو. اسان جواب

ڏنس تہ جيڪو بہ انهي ڪم بجا آڻڻ ۾ اسان سان راضي نہ ٿيندو تہ انهي کي بہ ترڪ ڪري ڇڏينداسون. تڏهن ان بزرگ اها ڳالهہ وجهي پنهنجي نياٽي سان ڪٿي جا اسان جي حاويلي ۾ هئي ۽ چيائينس تہ جيئن سائين جن اوهان کي امر ڪن ان تي محڪم ٿي بيهجو. توڙي ڪٿي ڪپڙن جي نالي حڪم ڪن تہ بہ ترڪ ڪري ڇڏجو.

**9-نقل:** هيڪرپاڻ حديث شريف کان نقل فرمايائون تہ هيڪر حضرت سرور ڪائنات صلي الله عليہ وآله وسلم جن ڪنهن سفر تان تي موٽيا هئا. پوءِ جندان تڪر تي پهتا جو مديني مطهره کان ويجهو هڪ جبل آهي. تڏهن اصحاب سڳورا ان تان چڙهي اڳتي لنگهڻ لڳا. پر جيڪي هلڪي بار وارا هئا اهي يڪدم جبل تي چڙهي حضور جن کان اڳيئي مديني عاليہ ۾ پهچي ويا. ۽ جن کي وري بارڳچ ساروهوسي ڳوراڻپ ڪري حضور جن سان گڏ بي آيا ۽ ڪي پوئتي رهيل هئا تڏهن پاڻ فرمايائون تہ اهو جندان جبل آهي جنهن تان جيڪي هلڪي بار وارا هئا سي اڳي لنگهي ويا ۽ جيڪي ڳوري باروارا هئا سي پوءِ تي پئجي ويا اصحابن سڳورن عرض ڪيو تہ حضرتا! جيڪي حضور جن فرمايو سو تہ ظاهر باهر پيو ڏيکارجي پر ان جي معنيٰ ۽ حقيقت ڪهڙي آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ قيامت ڏينهن بہ اهڙي طرح ٿيندو جو جيڪي هلڪي باروارا هوندا سي سيئي کان جلد لنگهي ويندا هليا ۽ ڳوري بار وارا پوئتي رهجي ويندا:

ڳوريون پاسي ڳوٺ — هورن هاڙو لنگهيو
ڪيچ تني کي ڪوٺ — ڪين جني جي ڪڇ ۾

**10-نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ حضرت مرشد مڪرم رضي الله تعاليٰ عنہ جن کي جيڪي گهوڙا قلات ملڪ وارن مريدن نذراني ۾ پيش ڪيا هئا تن جي خدمت جو ذمو موتي ۽ ميان غازي خان تي رکيل هو. پوءِ جڏهن صاحبزادن سڳورن جي شادي جي تاريخ مقرر ٿي تڏهن مون ۽ خليفي متين اوهي گهوڙا وڪڻي قيمت انهن جي اٺ سو رپيہ وصول ٿيا، سا پاڻ سان کڻي درگاهہ مبارڪ ڏانهن روانا ٿياسون. جڏهن حضور مبارڪ ۾ پهتاسون تڏهن معلوم ٿيو تہ شادي جي تاريخ مقرر تي چڪي آهي ۽ ڪنواريتا جي پڻ حضور جن جا يائر سڳورا هئا. تن شادي جو سمورو سامان جيئن تہ اٺو چانور گيہ وغيره سب اسباب تيار ڪري ڇڏيو آهي. پوءِ پاڻ رات جي وقت پنهنجن يائرن ۽ وڏي صاحبزادي مسند نشين قدس سره ۽ ميان قابل شاهہ ۽ خليفي حاجي آدم خان بروهي کي ۽ مونکي گهرائي مصلحت پڇيائون تہ سائل بہ وينا آهن ۽ شادي جي خرچ جو ڪم بہ درپيش آهي؟

هينئر صلاح ڏيو ته پيسا ڪٿي خرچ ڪيون؟ سيني عرض ڪيو ته جيڪا حضور جن جي مرضي سا سڀ ڪان وڌيڪ! پاڻ فرمايائون ته جيڪڏهن اسانجي مرضي تي ڇڏيو ٿا ته پوءِ احسان هي پئسا سائلن کي ٿا ڏيون. تڏهن اسان سيني پاڻ ۾ مصلحت ڪئي سون ته جيڪڏهن هن وقت شاديءَ جو ڪم مهمل رهجي ويو ته هن طرف جو ڪل خرچ ۽ سامان بالڪل ضايع ۽ بيڪار ٿي پوندو. ۽ وري انهن کان اسباب جو گڏ ٿيڻ بلڪل محال آهي. تنهن ڪري سيني گڏجي سندن خدمت مبارڪ ۾ عرض ڪيوسون ته حضرتا! هن طرف وارن شاديءَ جو سمورو سامان موجود ڪري ڇڏيو اٿن. ۽ سندن خرچ به گهڻو اچي ويو آهي. هينئر جيڪڏهن شاديءَ جو ڪم رهجي ويندو ته سندن اهي خرچ خروچ سڀ اجايا لڙهي ويندا. سائين جن کي ته هن وقت يا هن ڪانپوءِ ڪنهن ڪم ۾ به محتاجي ڪانه آهي پر هنن سڳورن جي حال تي به ضرور توجه ڏيڻو آهي ۽ حق به اهڙي طرح آهي تنهن ڪري جيڪڏهن اهي پئسا جيڪر شادي جي ڪم ڪار ۾ خرچ ڪجن ته ڏاڍو چڱو ٿيندو. ڇو ته هن طرف کي نقصان کان بچائڻ لاءِ هي خرچ به گويا الله ڪارڻ ٿي پوندو. ان عرض ڪانپوءِ پاڻ رحم فرمائي شادي جو انجام مقرر فرمايائون.

**11-نقل:** هيڪر پاڻ زبان مبارڪ سان فرمايائون ته خليفو ميان الهرکيو قدس سره جن پوک جو هڪ نار آباد ڪرائيندا هئا. تنهن جو سبب هي هو ته ڪنهن وقت خليفو صاحب هڪڙي هنڌ وينو هو ۽ سندن نينگر به هنج ۾ وينوهو، ته اينتري ۾ فقيرن جي هڪڙي جماعت دروازي کان لنگهي آئي. تڏهن نينگر خليفي کان ڪارڪن جي لاءِ طلب ڪئي. خليفي صاحب جن فرمايس ته اي بابا! ڪارڪون حاضر ڪونه آهن. پر پيهر به نينگر ڪارڪن جي طلب ڪئي. وري به چيائونس ته موجود نه آهن. ٽيئن پيري نينگر چيو ته هي فقير جو اچن ٿا انهن وٽ ڪارڪون هونديون. تڏهن خليفي صاحب جن پنهنجي پٽ جي طمع واري خيال دفع ڪرڻ لاءِ هڪڙو نار آباد ڪرائيندا هئا ۽ ڪين انهيءَ نار جي آبادي ترڪ ڪان مانع ڪانه هئي ڪنهن بزرگ فرمايو آهي:

**چيست دنيا از خدا غافل بودن نې قماش ونقره و فرزند وزن**

يعني دنيا آهي خدا تعاليٰ جلشانه کان غافل هجڻ باقي ساز سامان پيسا چاندي زالون پٽ جيڪڏهن غفلت ۾ نه وجهن ته دنيا نه چئبا.

**12-نقل:** هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون ته حضرت عيسيٰ عليٰ نبينا وعليه الصلوات والسلام ڪنهن رستي سان لنگهيا پئي ويا. وات تي ڏٺائون ته هڪڙو شخص سمهيو پيوآهي ۽ نماز جو وقت قضا ٿين تي آهي. تڏهن ان کي سڏ ڪري

فرمايائون تہ اي شخص اٿي نماز پڙهہ، نہ تہ وقت قضا ٿي ويندءِ. ان شخص جواب ڏنو تہ آئون نماز ڪونہ پڙهندس. حضرت عيسيٰ عليہ السلام پڇيس تہ ڇو؟ جواب ڏنائين تہ هنڪري جو، دنيا ترڪ ڪري ڇڏي اٿم. تڏهن حضرت عيسيٰ عليہ السلام فرمايس تہ اوئين تون بلاشڪ آرام سان سمهيو پيو هج.

اي عزيز! انهي ئي طرف حديث شريف ۾ اشارو آهي تہ " **ترڪ الدنيا راس ڪل عبادة**" يعني دنيا جو ترڪ سڀ عبادت جو منڍ ۽ مٿي جي مثال آهي.

**13-نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ ديهہ اسقلڪو واقع ملڪ قلات ۾ تشريف فرمائياهئا اتي هڪڙي بروهي شخص عرض ڪيو تہ هڪڙو نئون کوهہ کٽايو اٿم، خدا تعاليٰ جي ناءِ تي ان چشمي وٽ قدم رنج فرمائي هلي دعا فرمايو تہ الله تبارڪ وتعاليٰ اوهانجي برڪت سان سندس پاڻي منو ۽ گهڻو ڪري. پاڻ ساڻس گڏجي چشمي تي هليا. ۽ اوڏاهون دعا فرمائڻ کان بعد موٽيا اوطاق ڏانهن پي آيا. آئون سندن رڪيب ۾ هٿ وجهيو سندن منهن ۽ اکين مبارڪن ڏانهن نهاريندو ڪمال درد ۽ شوق کان روئيندو پي آيس. پاڻ پڇيائون تہ ڇالاءِ ٿو روئين؟ مون خدمت مبارڪ ۾ عرض رکيو تہ حضرتا! جيڪي منهن مبارڪ ۾ ٿو ڏسان، سو دل ۾ ائين پيو اچي تہ هڪڙيئي نظر سان ڪلي فائدي کي پهچي ويندس پر بي نصيبي آهي. پاڻ ٻاجهاري لهجي ۾ زبان مبارڪ سان فرمايائون تہ توکي فيض ٿيندو، پرڪو وقت کپي درجي بدرجي پهچندو. هي بہ فرمايائون تہ " ديرپياسي درست ٿيا. پوءِ نقل ڪري ٻڌايائون تہ هڪڙي شخص ڪنهن بزرگ کان الله تبارڪ وتعاليٰ جي معرفت ۽ سڃاڻپ بابت عرض گذاريو. ان بزرگ فرمايو تہ الله تعاليٰ جي سڃاڻڻ جي واٽن مان هڪڙي هي آهي جو خدا تعاليٰ جا حڪم ۽ جهلون پوري سنڀال سان بجاءِ آڻجن. ۽ خلق لله جي خدمت ۽ پاسخاطري ۾ رڌل رهجي. ان شخص پڇيو تہ ڪاٻي بہ واٽ آهي؟ بزرگ فرمايس تہ هائو ٻي بہ هڪ واٽ آهي ۽ آهي بہ تمام ويجهڙي رڳو هڪ وک ڪڻڻ جي دير آهي، تہ بس منزل مقصود کي پهتو. ان شخص عرض ڪيو تہ حضرتا! اوهاهڪ وک واري واٽ تہ مهرباني ڪري ارشاد فرمايوم. بزرگ فرمايس تہ اها واٽ هي آهي تہ دنيا ۽ دنيا جا ڪل اسباب ترڪ ڪري ڇڏجن. اهو شخص اها ڳالهہ ٻڌنديئي اٿي کڙو ٿيو ۽ وڃي پنهنجو سمورو اسباب ترڪ ڪري خدا تعاليٰ جي واٽ ۾ لٽائي آيو. رڳو هڪڙي اوني لوئي جو اڌ هيٺ ۽ اڌ مٿي ڍڪي انهي بزرگ وٽ موٽي آيو. ۽ انهي ڪامل شخص کيس اهڙي تلقين ڪئي جو هڪڙيئي نظر سان چوڏهن ابدالن جي جماعت ۾ داخل ڪري ڇڏيائينس:

**ترڪ دنيا گير تاسلطان شوي ورنہ همچو چرخ سرگردان شوي**

دنياجو ترڪ ڪر ته بادشاهه بڻجي وڃين ۽ جيڪڏهن ترڪ نه ڪندين ته دنيا وٽ خفي ۾ آسمان وانگر سرگردان پريشان ٿيو وتندين.

**14- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته هيڪر مون سندن خدمت مبارڪ ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! اوهين هن ضعيف کي دنيا جو تارڪ سڏيندا آهيو. حالانڪ اناج جا ڍڳ وغيره مال ۽ اسباب ڪوڙ مون فقير جي ملڪيت ۾ آهن. پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته انهي مال ۽ اسباب ۾ تنهنجو سعيو ۽ اختيار ڪوبه ڪونهي تنهن ڪري تون ان کان فارغ دل ۽ تارڪ آهين:

**چيست دنيا از خدا غافل بدن — ني قماش ونقره وفرند وزن**

**15- نقل:** هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون ته هڪڙو شخص سيد الطائفه شيخ جنيد قدس سره جي خدمت مبارڪ ۾ حاضر ٿي سندن جماعت جي حلقي ۾ داخل ٿيو. حضرت شيخ قدس سره جي توجه جي برڪت سان ٿورڙيئي وقت ۾ دنيا جي حب، جا ڪل منائين جو مٿو آهي، سندس دل ۾ بغض سان ميٽجي وئي. مريد ٿيڻ کان اڳ هڪ هزار دينار سندس ملڪ ۾ رکيل هئا. ارادو ٿيس ته جيڪر اهي پيسا کڻي وڃي پنهنجي پير جي خدمت ۾ نذرانو رکان. پر وري خيال ڪيائين ته انهي مبغوض شيء کي پنهنجي محبوب يعني مرشد وٽ نيڻ سوبه ڏاڍو گندو ڪم ۽ بي ادبي ٿي پوندي. تنهن ڪري ارادو ڪيائين ته بين ماڻهن کي ورهائي ڏيان. پر وري دل ۾ خيال آيس ته خدا تعاليٰ جي خلق کي فساد ۽ گندگي ۾ اڇلائڻ يعني دنيا ۾ ڦاسائڻ سوبه خراب ڪم آهي. تنهن ڪري چاڪيائين جو اهو هزار دينار کڻي درياءَ جي پڪ تي آيو ۽ خيال ڪيائين ته کڻي سموراني گڏي درياءَ ۾ اڇلايان. پروري پنهنجي نفس جي جلائڻ ۽ ايذاء لاء هڪ هڪ ڪري درياءَ ۾ اڇلائڻ لڳو. جو اهو هڪ هڪ دينار نفس لاءِهڪ هڪ ڏنب جي مثال ٻي لڳو. انهن دينارن اڇلائڻ شرط ڪيس الله تبارڪ وتعاليٰ جو مشاهدو نصيب حال ٿي ويو. ان ڪانپوءِ پنهنجي مرشد جي خدمت ۾ اچي حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين ته حضرتا! الله تبارڪ وتعاليٰ جي واٽ ڳچ پنڌ آهي؟ حضرت شيخ قدس سره جواب ۾ فرمايس ته ڪلئي هڪڙي وک هئي، جنهن کي تو هزار وکون ڪري وڌيون! پوءِ پاڻ هي بيت زبان مبارڪ سان فرمايائون:

**مال و جان راتو برو يکجا بباز — راه نزديک ست چرا کردي دراز**

پنهنجو مال ۽ ساه پنهنجي محبوب تي هڪڙي هنڌ ئي کڻي قربان ڪر رستو ته بالڪل ويجهڙو آهي تنهن کي ڇو وني ڊگهو ڪيو اٿئي.

16- نقل: علي خان لغاري نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ لاڙ جي سفر تي چڙهيا هئا. پوءِ مون کين زيارت ڪرائڻ لاءِ پنهنجي گهر وٺي آيس. ۽ اتي عرض ڪيم ته حضرتا! جيڪڏهن اڄ رات حضور جن مهرباني فرمائي ترسن ته ٻه ڳئون جي منهنجي ملڪيت ۾ آهن سي کهي فقيرن

ڪي ڪارايان. ۽ منهنجي ترار ۾ چاندي جو ڪڙيو آهي سو به جيڪر وڪڻي ان خريد ڪري گهوڙن جو داڻو پيش ڪيان پاڻ جواب ۾ فرمايائونس ته هڪڙي شخص کي پنهنجي مرشد جي صحبت مان دنيا جي ترڪ جي نعمت نصيب ٿي . پوءِ جيڪي به سندس ملڪ ۾ هوسو ڪل ڪڻي اچي مرشد جي اڳيان رکيائين ۽ چيائين ته حضرتا! هي دنياوي اسباب منهنجي نظر ۾ ڏاڍو بڇڙو ٿو لڳي مرشد چيس ته عجب آهي جو جيڪا شيءِ تنهن جي نظر ۾ بڇڙي ٿي لڳي سا ڪڻي اسان جي اڳيان رکي اٿيئي. تڏهن سندس مريد انهي دم اهي شيون ڪڻي وڃي درياءَ ۾ اڇلائي آيو.

**17- نقل:** الهڏنو حجم نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ لاڙ جو سفر ڪندي مگرين جي ديهه ۾ تشريف فرمائياهئا . اتي عبدالسلام فقير رهندڙ ديهه مٿيئين جو، جو تارڪ الاسباب هو حضور ۾ حاضر ٿيو ۽ سوا رپيو سندن اڳيان نذرانو پيش ڪيائين پاڻ سوا روپئي ڏسڻ سان جوش ۾ اچي فرمايائونس ته اي يار! عجب آهي جو طلب جي دعوئ هوندي به هيترو مال گڏ ڪيو اٿيئي.

**18- نقل:** طيب فقير نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون ته ڪي ٻه شخص پاڻ ۾ دوست هوندا هئا . تن مان هڪڙي کي هڪڙي قميص ملڪيت ۾ هوندي هئي ۽ ٻي سندس دوست کي به قميصون هيون. اتفاقا اهو هڪڙي قميص وارو هن دنيا مان رحلت ڪري ويو. هو ٻيو يار جنهن جي دل سندس قرب ۾ قاتل هئي تنهن کي سندس جدائي ۽ فراق ڪري، ڏينهن رات روڄ ۽ جهڄڻ ۽ زاري ۾ پيو گذري. هڪڙي رات ان دوست کي ننڊ ۾ ڏٺائين ته بهشت جي مٿانهن درجن ۾ ويٺو عيش عشرت ڪري ۽ مزا ماڻي. هي سندس ڏسڻ سان ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ارادو ڪيائين ته جيڪر ساڻس وڃي ملاقات ڪريان. پر اجا اڳيرو وڌيو ته ڪيس اوڏانهن وڃڻ کان اچي روڪيائون ۽ چيائونس ته هي جاءِ ٻن قميصن جي مالڪ لاءِ نه آهي. ويچارو پنهنجي دوست جي ملاقات کان نااميدي ۽ هيبت ڪري سجاڳ ٿي پيو. صبح ساڻ اٿي اوهي ٻئي قميصون ترڪ ڪري ڇڏيائين. ٻن ٽن ڏينهن کانپوءِ وري خواب ۾ پنهنجي يار کي انهن بلند درجن ۾ ڏٺائين ۽ ساڳن دربانن جوابدارن کي ڏٺائين ته ڪيس پاڻهئي سڏ ڪري وڃي دوست سان ملايائونس. چيائونس ته هينئر ڀلي ته ٻئي پاڻ ۾ ملاقات ڪري خوش خورم ٿيو.

**19- نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ فرمايائون ته جيڪو ماڻهو هن زماني ۾ امالڪ دنيا جا تعلقات ٽوڙي ۽ اسبابن کي ڦٽو ڪري پنهنجو پاڻ الله تبارڪ وتعالىٰ جي حوالي ڪري ڪندو ته اهو هن وقت به اصحاب ڪهف مان ليکيو ويندو.

اي عزيز! اصحاب ڪهف جي فضيلت ايتري قدر آهي جو سندن صحبت جي برڪت سان ڪتو جو مطلق حيوان ۽ هڪ درندو جانور آهي سو بہ اعليٰ مرتبي کي پهچي ويو:

**سگ اصحاب ڪهف روز چند پئي نيڪان گرفت مردم شد.**

اصحاب ڪهف جو ڪتو رڳو ٿئي ڏينهن نيڪن جي پوئتان لڳو تہ ماڻهو بڻجي پيو.

پر اي عزيز! اصحاب ڪهف جا، دقيانوس جي دين کان ڀڄي اچي غار ۾ لڪا هئا. پر جن شخصن خاص خداوند ڪريم لاءِ دنيا کان بيزاري ڪري اچي خدا تعاليٰ جا طالب ٿين ٿا خيال ڪيو تہ سندن مرتبو ڪيڏو نہ وڏو ۽ اعليٰ هوندو.

**20- نقل:** ساڳو خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو تہ هڪڙو فقير سندن مريدن مان تارڪ الاسباب هو پوءِ هڪڙي ڏينهن ان کان پڇيائون تہ اي سهڻا! هينئر ڀوڪ ڪندو آهين؟ عرض ڪيائين تہ هائو سائين پاڻ فرمايائونس تہ انهي ٿئي ڀوڪڻ کان توکي مرڻ موچارو هو. اي عزيز! نظر محڪم رکج:

**مئي صرف وحدت ڪسي نوش ڪرد ڪہ دنيا و عقبيٰ فراموش ڪرد.**

يعني وحدت وارو خالص شراب انهن کي ئي نصيب ٿيو آهي جن دنيا ۽ آخرت ٻئي وساري ڇڏيا آهن. ڪنهن شاعر سنڌيءَ ۾ چيو آهي تہ:

**ڪي م قبولج ڪا ڦڙي گذر ڪيو گذران**
**عليءَ جو ميدان ! سکر سناسين ڪي**

اي عزيز ! ڪاڦڙيءَ مان مراد آهي طالب خدا تعاليٰ جو، ۽ حضرت علي ڪرم الله وجہ جي ميدان مان مقصود آهي فقرا يعني تہ اي طالب ! هي دنيا جو گذران يعني فاني گذران نہ قبولج. ڇو تہ طالبن سچن جي لاءِ فقرفاقي جو گذران ئي نهايت چڱو آهي. انهيءَ ڏانهن ئي حديث شريف ۾ اشارو ٿيل آهي تہ " الفقر فخري " يعني تہ فقر منهنجو فخر آهي.

**21- نقل:** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو تہ مسجد شريف جي نهرائڻ محل هڪڙي فقير سندن خدمت مبارڪ ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! جيڪڏهن گل ميخن جون بونبيون قلعي ڪرائجن تہ هوند ڏاڍيون سهڻيون ٿهن. پاڻ فرمايائون تہ پئسا موجود ڪينهن جيڪڏهن الله تعاليٰ جلشانہ موڪليا تہ انهيءَ ڪم ۾ خرچ ڪندا سون پوءِ انهي ئي ڏينهن هڪڙي شخص نذراني جا پنج رپيا سندن هٿ مبارڪ ۾ آڻي ڏنا. پاڻ ترڪ تي ونڌيئي اٿين ڪٽي زمين تي ڦٽاڪيائون. فرمايائون تہ هي پئسا گل ميخن جي قلعي ڪرائڻ ۾ خرچجو.

**22- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ جيڪي شخص دنيا جا تارڪ آهن سي تہ

نهايت موچارا آهن. پر جيڪي دنيا جا طالب آهن پر انهن کي نفس جي مطلب موجب دنيا هٿ ڪانہ ٿي اچي تہ انهن سان بہ ڏٽي تعاليٰ جي مهرباني سمجهبي چو تہ وارد ٿيل آهي تہ: ان من العصمة ان لايقدر عليہ" هي بہ گناهن کان ڏٽي تعاليٰ جي طرفان عصمت ۽ بچاءُ چئبو جو انهن گناهن تي ماٺهو قادر نہ ٿي سگهي.

**23-نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ سندن روش مبارڪ هوندي هئي تہ جيڪڏهن ڪو شخص مريدن مان دنياوي اسباب ترڪ ڪندو هو، تہ پاڻ ان تي ڏاڍا راضي ٿيندا هئا. ۽ سندن طبيعت مبارڪ ۾ خوشي ۽ فرحت جا نشان پيدا ٿي ويندا هئا. پوءِ جڏهن مون بہ دنياوي اسباب ۽ سرڪاري توسل ڪلئي ڦٽا ڪري حضور جن جي مريدي وارو ڏاڳو پنهنجي ساهہ واري ڪنڌ ۾ ٻڌم. تڏهن هيڪر گندا واهہ جي سفر ۾ ميرخان لاسي جنهنجي گهر ۾ نصيرخان بروهي جي نياڻي ڏنل هئي. سو اتي گندا واهہ ۾ حضور جن جي زيارت لاءِ آيو هو. پوءِ پاڻ ڳالهين جي وچ ۾ مونکي گهرائي ڪيس ڏيکاريائون تہ هي يار بروچ نظاماڻين جي قوم مان آهي، جو مير فتح علي خان ٽالپر وٽ ملازم هو، سير شڪار وغيره ۾ ساڻس همر رفيق هو، دنيا وي اسباب بہ تمام گهڻو هوس پر سڀ ڦٽا ڪري اچي فقيري قبول ڪئي اٿس ۽ ٻي پيري ابو الخير ڏاهري درگاهہ مبارڪ تي زيارت لاءِ آيو هو. ان وقت بہ مونکي گهرائي ڪيس ڏيکاري فرمايائون تہ هي يار بہ دنيا جي تارڪن مان آهي، ان وقت پاڻ طبيعت مبارڪ جي فرحت سان ڪلندي ڳالهيون ٻولهيون وٺي ڪياتون.

**24-نقل:** حضرت پير سائين پڳ ڌڻي (بنگلي ڌڻي ) قدس سره پنهنجي والد مڪرم حضرت مسند نشين (اول) قدس سره کان نقل ٿا فرمائن تہ هيڪر پاڻ ترڪ وارن ڏينهن ۾ بدن تان ڪپڙا لٿا بہ لاهي پري ڪري ڇڏيا هئائون. رڳو هڪڙو ڪپڙي جو ٽڪر هون جنهن سان ڌن کان وٺي گوڏن مبارڪن تائين ستر عورت جو ٿيل هو. پاڻ انهيءَ حال سان مسجد شريف ۾ ويٺا هئا ۽ حاضر مجلس ڪلئي فقير بہ اهڙي طرح اگهاڙاٿپ جي لباس سان سينگاريل هئا. صاحبزادو سڳورو ٿو فرمائي تہ ان وقت اسانجي ننڍڙائي جا ڏينهن هئا. اتي سندن حضور مبارڪ ۾ وڃي حاضر ٿيس. پاڻ مونکي هڪڙو پهرياڻ ڳچيءَ ۾ پيل ڏسي جوش سان فرمايائون تہ لاهي ڇڏيوس. فقير جو اٿيا سو يڪدم پهرياڻ کي ٻيڙين ڪولڻ کان سواءِ ٿي ڦاڙي لاهي ڪٽي اڇلايائون. ان ڪانپوءِ هيڪر فرمايائون پي تہ ان وقت اسانکي هي خيال هو تہ زمين تي اسانجي پهرڻ لاءِ ڪپڙا ۽ کائڻ لاءِ طعام بالڪل ڪونہ آهي. پر جيڪڏهن ڪٿي نفس سستي ڪئي تہ بہ ڪاڏي لاءِ وٺن جا

پڻ ۽ اوگهڙ ڍڪڻ لاءِ بہ وڏن وڻن جا پن استعمال ڪياويندا.

**25-نقل:** يعقوب فقير ڏيٿو نقل ڪري ٿو تہ هيڪر خليفي ميان عبدالرحمان سنڌن حضورمبارڪ ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! آسماني پڪي چو زمين تي ڪريو پيو آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ بارجي ڳورائي ڪري جا سنڌس ڪنڌن تي ٿي پئي آهي. انهي ڳورائي ڪري ئي پنهنجي وطن ڪان پري پئجي ويو آهي. پر جي اها ڳوراڻ دفع ڪري ڇڏي تہ جيڪر جهٽ پٽ پنهنجي آکيري وٽ پهچي وڃي. خليفو صاحب اهو ٻڌي انهي مهل دنيا جو ترڪ ڪري هڪڙو ڪپڙو هيٺ ۽ مٿي ڍڪي اچي ويٺو ۽ وري ساري عمر تارڪ الا سباب رهيو.

**26- نقل:**خليفوميان لقمان عليہ الرحمۃ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون تہ ڪو بزرگ، صاحب ڪماليت جو هو، تنهن وٽ ماليات ڳچ ساري اچي گڏ ٿي هئي. تنهن جي خبر بادشاھ وقت جي ڪي پئجي وئي، بادشاھ چوڻ لڳو دنيا جو مال بادشاهن جي ملڪيت آهي. فقيرن کي سجائي بهتر آهي. اٿين ڇئي ارادو ڪيائين تہ انهي بزرگ جي اها ماليات ملڪيت ڦرائي ونجي. بادشاھ جي انهي ارادي جي خبر فقير کي پئجي ويئي سو پنهنجي خادم کي پنهنجي ٻوليءَ ۾ چوڻ لڳو. " تانبڪ باجي تانبڪ باجي" يعني تہ ڇا صلاح آهي؟ خادم عرض ڪيو تہ " لوئيا ڪوتا جونيا نلاڳي" يعني تہ سڄڻ لاهي ڇڏيو تہ جوآن نہ پٽن، بزرگ يڪدم حڪم ڪيو تہ ڪل ملڪيت لٽرائي ڇڏيو. جابنادير فقيرن کي ورهائي ڏئي ڇڏيائون. بادشاھ انهي ڳالهہ ٻڌڻ شرط پشيمان ٿي ان بزرگ جي حضور ۾ حاضر ٿيو. ۽ وڏي زاري نيزاري سان بزرگ ڪان پنهنجي ارادي جي معافي گهريائين ۽ سنڌس رضا طلب اچي ٿيو.

**27-نقل:** هيڪر پاڻ حضرت ميان صاحب جن قدس سره ڪان نقل بيان فرمايائون تہ طلب وارن ڏينهن ۾ جڏهن حضرت مخدوم صاحب جن قدس سره جي خدمت ۾ ايندا ويندا هئاسون. تڏهن هڪڙو ٽپو زمين وسنڌڙ جو، جو خيراتي چڪ طرح اسانجي آباءُ اجداد ڪان اسان جي تصرف ۾ هيو. آباد ڪرائيندا هئاسون پوءِ هيڪر حضرت مخدوم صاحب جن قدس سره جي حضور مبارڪ ۾ ويناهئاسون، تڏهن مخدوم صاحب جن فرمايو تہ شاھ جي! ٽپو بہ هڪ تپ آهي. اهو ٻڌي انهي ئي وقت ترڪ ڪري ڇڏيوسون، جو وري دل ۾ خيال بہ سنڌس ڪونہ آيو سون.

**28-نقل:** سلطان فقير ٽالپر رهنڌڙ ديهہ ڍگهڙيءَ جو نقل ڪري ٿو تہ هيڪر سنڌن حضور مبارڪ ۾ ويٺو هوس، تہ اينري ۾ هڪڙي شخص هڪ رپيو نذراني جو آڻي سنڌن خدمت مبارڪ ۾ اڳيان رکيو. ان وقت جيڪي فقير حاضر هئاسني

اهڙا ته الله تبارڪ وتعاليٰ جي شهود ۾ محو ٿيا وينا هئا، جو ڪنهن کي به ان ريٿي جي خبرڪانه پيئي. تنهن ڪري ريبو ڪنهن ڪونه ڪنيو ۽ اتي ئي رهجي ويو. گهڙي ڪن ڪانپوءِ هڪڙي شخص عرض ڪيو ته حضرتا! نذراني جو ريبو اتي ئي پيو آهي. ڪوئي ڪونه ٿو کڻي پاڻ سندس انهيءَ ڳالهه ٻڌڻ شرط پيشاني مبارڪ ۾ گهنڊ جي اثر سان نهاري فرمايائونس ته مونکي ڪوبه احتياج ڪونهي جيڪڏهن توکي گهرجي ته کڻي وڃ.

**29- نقل:** عبدالله فقير، محمد عاقل فقير کان نقل ڪري ٿو ته هيڪر آئون سندن حضور مبارڪ ۾ حاضر هوس، ته هڪڙو فقير! جو تارڪ الاسباب صاحب توڪل جو هو، تنهن پنهنجي ننڍڙي پٽ جي کير پيئڻ لاءِ جو نشون چائوهو، هڪڙي ٻڪري خريد ڪئي هئي سو انهيءَ ٻڪري تي وري ٻي ڪنهن شخص هٿ رکيو، تنهن بابت سندن حضور مبارڪ ۾ ڳالهه ٻولهه هلي پاڻ انهيءَ فقير کي فرمايائون ته اي يار! ماڻهو پنهنجا اڳيان ئيڙبه پيا ترڪ ڪن، ۽ تون وري نوان اسباب پيو پنهنجي ملڪيت ۾ آڻين. هن ويچاري عرض ڪيو ته حضرتا! ننڍڙي جي کير پيئڻ لاءِ جو هيئنر پيدا ٿيو اٿم خريد ڪئي هيم. پر اڳتي توبه استغفار ڪيم.

**30- نقل:** عبدالله فقير نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ فرمايائون ته هڪڙي وقت اسانکي دل ۾ خيال ٿيو ته جيڪر هڪ ويسو ڪن ووٽن جو آباد ڪرايون، پوءِ ان بابت حضرت ميان صاحب جن قدس سره جي خدمت اقدس ۾ عرض گذاربوسون. پاڻ فرمايائون ته بابا! ٻه ويسا وڃي آباد ڪريو. فرمودي موجب ٻه ويسا ڪياسون پر ان جي آباد ڪرڻ ۾ ڏاڍي تڪليف ۽ هلاڪي ۾ پياسون. ڪڪ ٿي هيڪر سندن خدمت مبارڪ ۾ عرض ڪيوسون ته حضرتا! ٻن ويسن ووٽن جي اسانکي ڏاڍو هلاڪ ڪيو آهي. پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته تڏهن ته اسان اوهان کي ٻن ويسن آباد ڪرڻ لاءِ تحريص ڪئي سون. ڇو ته جيڪو ماڻهو دنيا جي ڪمن کان ڪڪ ۽ عاجز ٿي پاڻهي ڦٽو ڪندو آهي. ته پوءِ وري ان جي ويجهو بالڪل نه ويندو. پر جيڪو زور سان ڦٽو ڪندو ته ضرور سندس دل ۾ دنيا جا خيال ايندا رهندا.

**31- نقل:** ساڳيو عبدالله فقير نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ خيرپور ۾ مير زنگي خان ٽالپر جي دعوت تي تشريف فرمائيا هئا. ان پيري اندران حاويلي مبارڪ مان سٺ رپيا جي، ڪن شين جي خريد ڪرڻ لاءِ فقيرن جي حوالي ڪئي هئائون. پر اهي پئسا ڪلئي خيرپور ۾ وڃائجي پيا، جنهن جي ڳولا ڦولا لاءِ فقيرن پاڻ ۾ ڳالهيون ٻولهيون پي ڪيون سي ڳالهيون سندن ڪن مبارڪ تي

ڀهتيون پاڻ پڇيائون تہ ڪهڙين ڳالهين ۾ لڳاپيا آهيو؟ عرض ڪيائون تہ حضرتا!
سٺ روپيا ڪن شين جي خريد ڪرڻ لاءِ اندران حاويلي مبارڪ مان مليا هئا.
سي ڪو ڪٽي ويو. پاڻ فرمايائون تہ خدا تعاليٰ ڏنا هئا ۽ انهي ئي نيا آهن توهان
ڪهڙي خيال ۾ پياآهيو.

**32- نقل:**اميدعلي فقير ٽالپر نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ غلام محمد انڙ جي ذمي ڪي سرڪاري پئسا رهيل هئا. تن جي ڇڏائڻ لاءِ حيدرآباد ۾ تشريف فرما ٿياهئا. (اهو سمورو نقل هن ڪتاب ۾ ٻئي هنڌ بيان ٿيل آهي) پوءِ پاڻ جڏهن حيدرآباد ۾ اچي لٿا تڏهن مير غلام علي ٽالپر پئسن جي معافيءَ ۾ البت دير مدار ۽ دير ڪرڻ لڳو. جنهن ڪري پاڻ بہ ٽي ڏينهن حيدرآباد ۾ ترسي پيا. خليفو چوي ٿو تہ مير جام ٽالپر پنهنجي ٽنڊي ۾ مونکي گهرائي چيو تہ توهين ملا عبدالغني سان جو منهنجو ملازم آهي گڏجي حيدرآباد وڃو ۽ سرڪار ۾ جيڪي ست هزار رپيہ منهنجي ملازمت جي تنخواه جا رهيل آهن، سي انڙفقير جي قرض ۾ ڏيئي ڪيس آزاد ڪرائي، حضور جن کي دعوت ڪري هيڏانهن وٺي اچو، تہ پنهنجي تشريف فرمائي سان اسان جي عزت افزائي فرمائن. مير جي چوڻ موجب آئون ۽ ملا عبدالغني گڏجي حيدرآباد وياسون ۽ مير جو عرض خدمت ۾ پيش ڪيوسون. پاڻ جواب ۾ ڪا ورندي ڪانہ ڏنائون. خاموش رهيا. اهو زميندار انڙ بہ اتي حاضرهو، سو خوشيءَ مان پرجي ميان قابل شاهہ عليہ الرحمة وٽ ويو ۽ ڪيس وٺي حضور ۾ عرض گذاريائين تہ جيڪر مير جام جو چوڻ قبول ڪجي. پاڻ ان تي البت جوش ۾ آيا ۽ سخنتي سان فرمايائون تہ اهڙين تدبيرن سان ٿي تہ هلاڪيءَ ۾ پياآهيو، ۽ پوندؤ. مير غلام علي جو ناحق جا پئسا ڪٽي ٻڌا اٿس تنهن کي پئسا ڇڏڻ ڏکيا ٿا لڳن. باقي مير جام جو اسان جو مريد آهي تنهن کي هيترا پئسا پري ڏيڻ ڏکيا نہ لڳندا ڇا؟ اسان هرو پرو ايترو بار مٿس ڪونہ رکنداسون، ان ڪانپوءِ مون مير جام جي جواب لاءِ ارشاد فرمائڻ بابت عرض ڪيو. پاڻ جواب ۾ هي نقل بيان فرمايائون تہ ڪو بادشاهہ هو تنهن پنهنجي ڪنهن نوڪر کي قيد ڪرايو هو. تنهنجي ڇڏائڻ لاءِ بادشاهہ جي وزير تمام گهڻي ڪوشش ۽ چو چواءِ ڪري ڪيس قيد ڪان آزاد ڪرائي ڇڏيائين. ان ڪانپوءِ اهو نوڪر ڪنهن مٿئين عهدي تي پهچي ويو ۽ عزت ۽ درجي لهڻ ڪانپوءِ ان وزير سان سڀ ڪنهن ڳالهہ ۾ مخالفت ڪرڻ لڳو. ڪنهن ماڻهو ڪيس چيو تہ عجب آهي جو وزير جنهن تو سان هيتري چڱائي ڪري قيد ڪان ڇڏايو آهي ۽ احسان ڪيا اٿس تنهن سان تو ايتري قدر مخالفت لاءِ ڪٽي ڪمر ٻڌي آهي نوڪر جواب ڏنو تہ هن مخالفت جو سبب هي آهي تہ مونکي وزير جي ڇڏائڻ جي

احسان ڪان بادشاهہ جو قيد زياده پسند ٿو اچي. مون اهو پيغام مير چاڪر کي وڃي پهچايو پوءِ جڏهن پاڻ پئسا معاف ڪرائي موٽيا تڏهن مير چاڪر جي دعوت جي اجابت لاءِ سندس ٽنڊي، تشريف فرما ٿيا. مير اندر حاويليءَ ۾ جنابت جو تڙ وٺي ڪيو. جنهن ڪري خدمت سڳوريءَ ۾ حاضر ٿيڻ ۾ البت دير ٿي وئي. جنهن ڪري سندن طبيعت تي استغناءَ ۽ بي پرواهي جو اثر ڏيکارجڻ لڳو. پوءِ جڏهن مير اچي قدمبوسي ڪان مشرف ٿيو، تڏهن پاڻ مونکي خطاب ڪري فرمايائون تہ هينئر اسين موڪل ٿا گهرون. جيتوڻيڪ مير ترسڻ لاءِ ڏاڍا ايلاز منٿون ڪيون، پر پاڻ يڪدم اٿي اچي سوار ٿيا. آئون زيارت لاءِ ڪين پنهنجي گهر وٺي ويس.اِتي مير پنهنجي هڪڙي نوڪر هٿ هڪ سو رپيا نذراني جا ڏياري موڪليا جو پئسا ڪٺي اچي در تي بيٺو. جڏهن پاڻ گهر ڪان ٻاهر نڪتا تڏهن انهي نوڪر پئسن جي قبولڻ لاءِ عرض گذاريو پاڻ جواب ۾ فرمايائون تہ اهل دنيا جا انهن پئسن کي ڪا وڏي نعمت ڪري ٿا سمجهن. اسان تہ انهيءَ کي اصلي طلاق ڏيئي ڇڏي ڪئي آهي. تنهن ڪري ان سان اسان جو ڪو ڪم ٿي نہ آهي. پاڻ اهي پئسا هرگز قبول نہ ڪيائون.

**33-نقل:** قاضي محمد شفيع عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو تہ هيڪر درگاهہ مبارڪ تي سندن حضور پرنور ۾ ويٺو هوس. ان وقت هڪڙي شخص سندن اڏو چار روپيہ ۽ ٿورا ننڍا ڦوٽا نذرانو آڻي رکيا، جي مون ڪٺي ڳنڍ ۾ ٻڌي ڇڏيا. جڏهن پاڻ حاويليءَ مبارڪ ڏانهن تشريف فرمائيا، تڏهن ڏيوڍيءَ وٽ مون عرض ڪيو تہ حضرتا! ڪجهہ نذرانو آهي. پاڻ هٿ مبارڪ ڊگهو ڪيائون مون ڀريائين ئي ڦوٽا سندن هٿن مبارڪن ۾ ڏنا، جي پاڻ وٺي رومال ۾ ڳنڍ ٻڌائون. مون عرض ڪيو تہ حضرتا! پيو بہ ڪي آهي. پاڻ وري بہ هٿ ڊگهاڙيائون. تڏهن چار رپيہ بہ ڪٺي سندن هٿ ۾ ڏنم. پاڻ ڏسڻ شرط ٿڌو ساهہ ڪٺي فرمايائون تہ اي ادا! انهيءَ نامراد کي اسان جي هٿ ۾ ٿا ڏيو. خليفو ٿو چوي تہ اهو منظر ڏسي وري ڪڏهن نذراني جا پئسا ڪونہ ڪنيم.





## فصل ٽيون
## الله تبارڪ وتعالىٰ تي توڪل ڪرڻ بابت.

**1- نقل :** خليفو ميان لقمان عليه الرحمة نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ نماز جمعي جي ادا ڪرڻ بعد ڪرسيءَ تي ويهي توڪل بابت وعظ فرمايائون. حاضرين جماعت جوش ۽ وجد ۾ روح ۾ اچي ويا هئا. وعظ هلندي پاڻ فرمايائون تہ جيڪڏهن الله تبارڪ وتعالىٰ تي توڪل ڪندؤ تہ اوهان کي ڪوبہ ڏک يا اهنج ايذاءُ ڪونہ پهچندو. بلڪ توهان جي وات ۾ پيا ماڻهو اچي گره وجهندا. جيڪڏهن مٺهنجي انهي چوڻ تي اوهان کي پڪ نہ پوي تہ آئون انهيءَ جي قسم بابت ڪلام الله کڻي ڳالهہ ڪيان. اتي هن فقير کي ڏاڍو دل ۾ افسوس ۽ ارمان ٿيو، تہ اسان جو مرشد ڪامل مڪمل اهڙي طرح وعظ پيا فرمائن ۽ اسان مريدن کي پڪ ئي ڪانہ ٿي پوي، تہ پوءِ ايمان اسانجو ڪٿي آهي، بلڪ ڪافرآهيون. ان ڪانپوءِ پنهنجي دل ۾ الله تبارڪ وتعالىٰ سان واعدو ڪري ڇڏيم، تہ اڳتي پنهنجي نفس جي ڪوشش ۽ سعيي سان ڪنهن بہ ڪم جي ويجهو نہ ويندس ۽ دعا بہ گهريم تہ اي خدا وند ڪريم ! منهنجي مرشد جي برڪت سان مونکي توفيق عطا فرماءِ تہ هن ڪانپوءِ وري نفس جي مراد تي بالڪل نہ وڃان. پوءِ سندن برڪت سان الله تبارڪ وتعالىٰ منهنجي دل کي ايتري قدر ڪشادگي عطا فرمائي جو سيني ڏکن اندوهن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري وڌم ۽ اهي راز پنهنجي دل ۾ مخفي رکي ڇڏيم. حضرت مولانا رومي رحمة الله عليہ ڪهڙو نہ چڱو فرمايو آهي:

**هين توڪل ڪن ملرزان پاو دست رزق تو برتو زتو عاشق ترست.**

هوشيار ٿيءُ ۽ توڪل تي محڪم ٿي بيهہ. هٿ پير هلائڻ ۽ لوڇڻ جي پچر ڦٽي ڪري ڇڏ. ڇو تہ جيسٿن تون پنهنجي رزق لاءِ پريشان آهين. تيسٿن تنهنجو رزق توڪان بہ وڌيڪ تو مٿان عاشق آهي.

**برسرهردانہ بنوشتہ عيان اين نصيب ابن الفلان ابن الفلان.**

سڀ ڪنهن داڻي داڻي جي مٿان لکي ڇڏيو اٿن، تہ هي داڻو فلاڻي پٽ فلاڻي جو نصيب آهي!

**2- نقل :** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ شيخ سيد آدم بنوري قدس سره خلاصة المعارف ۾ لکيو آهي تہ هڪ وقت اسانجي بنيءَ تي فقيرن جي ڪاڌي خوراڪ لاءِ ٻن ٽن ڏينهن جي اندر هڪ ڪروڙ رپيا خرچ اچي ويو. جنهن ڪري عام خلق

اسان تي ڪيمياگري جي تهمت رکڻ لڳا، ۽ ڪي وري عمليات ۽ دعائن جو اثر چوڻ لڳا. پر شيخ قدس سره لکي ٿو ته مونکي ذات پاڪ جل شانه وعم نواله جو قسم آهي ته رزق جي حق ۾ منهنجو ايمان ۽ يقين هنن ٻن آيتن سڳورين تي تمام محڪم ۽ پڪو آهي. جيڪڏهن مون وٽ ڪا ڪيميا آهي ته به انهن آيتن تي يقين جي ڪيميا آهي ۽ جي عمليات آهي ته وبساهه واري عمليات اٿم. انهن مان هڪڙي آيت شريف هي آهي. " **وفي السماء رزقكم وما توعدون**" اوهان جي روزي آسمان ۾ آهي، ۽ اهو به جنهن جو اوهان کي انجام ڏجي ٿو. (يعني بهشت) ۽ ٻي آية شريف آهي ته "**فتو كلوا ان كنتم مؤمنين**" الله تبارڪ وتعالىٰ تي توڪل ڪيو، جيڪڏهن اوهين ايمان وارا آهيو"

**3- نقل :** هيڪر پاڻ فرمايائون ته هڪڙي رات مينهون چارڻ ويا هئاسون. پوءِ مينهون رات جي وڳڙي ۾ چرنديون نظر کان گم ٿي ويون. تڏهن خدا تعالىٰ سان واعدو ڪيو سون ته جيڪڏهن مينهون ڪنهن جي ٻوڪ ۾ نه پيون ته هيتري هيتري صلوات سڳوري پڙهنداسون. پوءِ اتي ويهي رهياسون. تان ته صبح ٿيو. نماز فجر جي ۽ اشراق بئي اتي ادا ڪري پوءِ اٿي نهاريوسون ته پوڪ جي وچ ۾ هڪڙي گاهه جي دڙي بيٺل هئي. سڀيئي مينهون اتي پيون چرن. ۽ باوجوديڪ چوڌاري پوک بيني هئي. مگر گاهه کان سواءِ ٻي هنڌ چڪ نه هنيائون. پوءِ پاڻ فرمايائون ته اي يارو! ٻڌي ڇڏيو ته اوهان مان ڪنهن کي به ڪو ڪم مشڪل يا ضرورت درپيش اچي ته الله تبارڪ وتعالىٰ ڏانهن رجوع ڪري ته الله تعالىٰ جلشانه اها مشڪل آسان ڪري ڏيندس.

**4- نقل :** هيڪر پاڻ فرمايائون ته اسان جي ٻيڙي جي ملاح جو نالو آهي " توڪل" پوءِ ان ڪشتيبان کي جتي ٿو وڻي اتي ٻيڙو ڪاهي ٿو وڃي ۽ جتي ٿو ترسائي اتي قرار وٺون ٿا .پوءِ هي بيت فرمايائون:

**سپردم بتو مايهءِ خويش را تودانی حساب کم وبيش را**

پنهنجي موڙي تنهنجي حوالي ڪري ڇڏي سون پوءِ گهٽ وڌ جو حساب مڙئي تون ڄاڻين ٿو.

**5-نقل :**احمد خان نظاماڻي ويٺل ٽنڊي بهادر فقير نظاماڻي جو نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ سانجهي جي نماز کانپوءِ فقيرن جي جماعت ۾ هي ڳالهه فرمايائون ته، اسان کي الله تبارڪ وتعالىٰ اهڙي طرح ته روزي ٿو پهچائي جو نه ڪنهن ٻڌو هوندو ۽ نه اکين ڏٺو هوندو، ۽ نه وري ڪنهن جي دل ۾ اهڙو خيال ئي اچي سگهندو. پوءِ فرمايائون ته اڄ اندر حاويلي ۾ وياهئاسون. اتي وضو وٺي ساريو سون، ته اندران چيائون ته ننڍڙيءَ ڪنوليءَ لاءِ واڻ کپي ٿو. جڏهن وضو ڪري اتان ٻاهر باغ

ڏانهن نڪتا سون، ۽ باغ ۽ حاويلي جي وچ تي جيڪو دروازو آهي اتي پهتا سون، ڏٺو سون ته، هڪڙو فقير وانڍ جي پناڪ نذراني لاءِ ڪنيون درجي ٻاهران بيٺو آهي.

**6- نقل :** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة چوي ٿو ته هيڪر مون سندن خدمت مبارڪ ۾ عرض گذاريو ته حضرتا! نبين سڳورن عليهم السلام کي توڪل ته ڪامل هئي پر تنهن هوندي به ڪسب ڪيائون. تنهن جو ڇا سبب آهي؟ پاڻ فرمايائون ته نبي سڳورا وحي جا تابع ٿيندا آهن. جيڪي ڪندا آهن سو حڪم سان ڪندا آهن اهڙي طرح اولياءِ سڳورا به الهام جا تابع آهن. الهام عين امر آهي. پوءِ هوبه جيڪي ڪن ٿا، سو امر سان ٿا ڪن، وري عرض ڪيم ته حضرتا! اهل ظاهر جا فقيرن جي جماعت سان اها حجت وٺي بحث ٿا ڪن ته نبين سڳورن به ڪسب ڪيو آهي. اوهان ڇونه ٿا ڪسب ڪيو؟ پاڻ فرمايائون ته ايمانُ سڀني پيغمبرن سڳورن تي آڻڻ فرض آهي. مگر متابعت رڳو پنهنجي پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جي اسانتي فرض آهي. جيئن ته قرآن شريف ۾ وارد ٿيل آهي ته: **قل ان ڪنتم تحبون الله فاتبعوني يحببڪم الله"** اي پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم تون ماڻهن کي ٻڌاءِ ته جيڪڏهن تو هين الله تبارڪ وتعاليٰ جي محبت رکو ٿا ته پوءِ منهنجي تابعداري ڪيو ته اوهانکي الله تبارڪ وتعاليٰ دوست رکندو.

**7- نقل :** هيڪر پاڻ جمعي نماز ڪانپوءِ وعظ بيان پي فرمايائون وعظ کان فارغ ٿيڻ ڪانپوءِ حاضر جماعت فقيرن کي فرمايائون ته اي يار! ٻڌو جو آئون سچ ٿو چوان ته الله تعاليٰ جل شانہ تي توڪل ڪريو ۽ پنهنجي دل سندس حوالي ڪري ڇڏيو. ڇو ته مونکان پوءِ وري اوهانکي اهڙي طرح ڪوئي به نصيحت ڪونہ ڪندو. پوءِ فرمايائون ته جيڪڏهن اوهانکي ڪنهن حاڪم جي طرفان طعام کائڻ جي دعوت مليل هجي ته جيڪر پڪ ڄاڻو ته ضرور طعام کارائيندو. پوءِ انهي احڪم الحاڪمين جي فرمودي تي ڇونہ ٿا يقين رکو جو فرمايو اٿس ته:

**فتوڪلوا ان ڪنتم مؤمنين:** "جيڪڏهن ايمان وارا آهيو ته الله تعاليٰ تي توڪل ڪيو" ۽ ٻئي هنڌ فرمايو اٿس ته : **ان الله هوالرزاق ذوالقوة المتين"** يعني ته بيشڪ الله تبارڪ وتعاليٰ ئي اهو رزق پهچائيندڙ آهي صاحب قوت جو وڏي سگهہ وارو آهي. پوءِ فرمايائون ته جيڪڏهن منهنجي چوڻ تي اعتبار نہ هجيو ته پنهنجي خالق جي چوڻ تي ته پت ڪيو. حضرت مولوي رومي قدس سره فرمايو آهي:

**هين توڪل ڪن ملرزان پاودست  رزق تو برتوز تو عاشق ترست.**

خبردار ٿي توڪل ڪر ۽ هٿ پير هلائڻ ڇڏي ڏي ڇو ته تنهنجو رزق توکان وڌيڪ

توني عاشق آهي.

**8- نقل :** هيڪر پاڻ نقل فرمايائون تہ بزرگ حاتم اصم عليہ الرحمة حج تي وڃڻ لاءِ سانباهي (تياري) ڪئي هئي. پوءِ پنهنجي گهر واريءَ کي چيائين تہ جيتري قدر توکي خرچ کپي اوترو توکي ڏئي پوءِ آئون حج تي وڃان. عورت چيس تہ جيترا حياتيءَ جا ڏينهن ڏئي وڃيم اوتروئي خرچ بہ ڏي. حاتم چيو تہ تنهنجي حياتي جا ڏينهن الله سائين جلشانہ تي آهن. عورت جواب ڏنو تہ اوئين منهنجو رزق بہ خدا تعاليٰ تي آهي. جڏهن حاتم سڳورو حج تي ويو، تڏهن شهر جون زالون گڏجي حاتم جي گهر واريءَ وٽ آيون ۽ چيائونس تہ افسوس صد افسوس تنهنجو رزق ڏيندڙ هليو ويو. بي بي سڳوري ورندي ڏني تہ رزق ڏيندڙ اسان جو آهي. باقي رزق کائيندڙ ويو هليو.

**9- نقل :** هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون تہ ڪو فقير صاحب توڪل جو تارڪ الدنيا هو اتفاقا هڪڙي ڏينهن سندس گهر ۾ ڪوبہ ان جو داڻو يا پئسو ڏوڪڙ موجود ڪونہ رهيو هو. تڏهن پنهنجي زال کي چيائين تہ اٿي تنور کي گرم ڪري چڏ تہ مٿان پاڙي وارن کي شڪ پوي تہ هنن جي گهر ۾ اڄ ان داڻو ڪونهي. جنهن ڪري ماني ٽڪي يا ٻي ڪا ڪاڌي جي شيءِ آڻي ڏين. سندس زال حڪم موجب وڃي تنور ۾ باهہ ٻاري گرم ڪري موٽي آئي. ٿوري دير ڪانپوءِ هڪڙي پاڙي واري عورت گوشت جو ٽڪر پچائڻ لاءِ هٿ ۾ کڻي آئي. جڏهن گوشت کي تنور ۾ وڌائين تہ چا ڏسي تہ اندر ان تنور کي ڪوڙ ساريون تازيون مانيون چنبڙيون پيون آهن. جي پچي تيار ٿي پيون آهن. انهي وچ ۾ گهر مالڪياڻي بہ وٽس اچي ٻيٺي، پاڙي سرڻ چيس تہ اي ڀيڻ ! تنهنجيون مانيون تنور ۾ پيون ٿيون سڙن تون ڪيڏانهن وئي هئين؟ عورت نهاري ڏٺو تہ واقعي ڪيتريون ئي مانيون پچي تيار ٿيون ٻيٺيون آهن. جنهن کي خدا تعاليٰ کان موڪليل رزق سمجهي اتان کڻي گهر کڻي آئي:

**هين توڪل ڪن ملرزان پاو دست رزق تو برتو زتو عاشق ترست**

خبردار توڪل ڪر ۽ هٿ پير هلائڻ ڇڏي ڏي، ڇو تہ تنهنجو رزق توتي ان کان وڌيڪ عاشق آهي. جيترو تون رزق تي عاشق آهين:

**برسر هر دانہ بنوشتہ عيان اين نصيب ابن الفلان ابن الفلان**

سڀ ڪنهن داڻي جي مٿان چٽن اکرن سان لکيل آهي تہ هي فلاڻي پٽ فلاڻي جو نصيب آهي.

**10- نقل :** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو تہ پاڻ فرمايائون ٻي تہ اسان کي رزق جي باري ۾ اهڙو تہ يقين آهي، جو جيڪڏهن ان جو هڪ داڻو

سون جي اشرفيءَ تي پيو وڪامي ۽ رويءِ زمين جا ماڻهو منهنجو عيال هجي، ته به جيڪر منهنجي دل ۾ هڪ ذرڙي جيترو فڪر به ڪونه اچي ته هي ڪتان ڪائيندا.

**11- نقل** :هيڪر پاڻ فرمايائون ته ڪو بزرگ اهل ڪمال جو شخص هو. تنهن جي زيارت لاءِ وقت جو بادشاهه پنهنجي وزيرن اميرن ۽ پين متعلقن سميت سندس خدمت ۾ حاضر ٿيو. فقير ڇا ڪيو جو انهيءَ بادشاهه ڏانهن پير ڊگهاري ويهي رهيو. اها ڳالهه وزير کي البت ڳوري لڳي ۽ ان بزرگ جي خدمت ۾ عرض ڪيائين ته اي بزرگ ! گهڻن ڏينهن کان پير ڊگهاريا اٿو؟ بزرگ ورندي ڏني، جاڪون طمع وارا هٿ سوڙها ڪيااٿون:

**طمع بند دفتر زحكمت بشوي طمع بگسل وهرچہ خواهي بگويءَ**

طمع رکيئي ته پوءِ پنهنجي دانائي ۽ وعظ جو دفتر ڌوئي ڦٽو ڪر. (جوته ڪو به تنهنجي چوڻ تي عمل ڪونه ڪندو. بلڪ ائين سمجهندا ته هي مڙوئي پنهنجي پيٽ لاءِ پيو مڪرجا چار وڇائي) ۽ طمع لاهي ڇڏ ته پوءِ بلاشڪ جيڪي وڻئي سو پيو چؤ، ته پيو ٺهندو ۽ اثر ڪندو.

**12- نقل** : هيڪر پاڻ فرمايائون پي ته اسان پاڻ ۾ چار پائرهئاسون ۽ سيئي گڏجي هڪ نار پوک جو آباد ڪندا هئاسون. جنهن تي ڏاڍي تڪليف ۽ هلاڪي ٿيندي هئي. ڪم ڪار جي خفي ۽ دقت ڪانسواءِ پوک جي نگهباني ۽ سرڪار جي ڪاتي جي بيگر جو اهڙو ته اهنج هو جو حد کان ٻاهر . هينئر خدا تعاليٰ جي مهرباني ! انهي هڪڙي نار جي آبادي جي پچر ڦٽي ڪري ڇڏي اٿئون ۽ سيئي ڪم پنهنجي موليٰ سائين کي سونپي مٿس توڪل ڪئي اٿون، ته اينتري قدر ته اسانجي حال تي عطاءَ ۽ اڪرام شامل ٿيو آهي، جو سيئي احتياج دفع ٿي وياآهن ۽ آساني سان بنا ڪوشش ۽ تڪليف جي اهڙو ته خوش گذران ۽ آسودگي حاصل آهي جو هيترو عيال ۽ جملي جماعت اسانجي دسترخوان تي پيا بهره ور ٿين ۽ وري جيڪي باطني مهربانيون خداوند ڪريم پنهنجي ڪرم ۽ احسان سان عطا فرمايائون سي ڳاڻاٽي ۽ شمار کان ٻاهر آهن. اهڙيون نعمتون نه اکين ڏٺيون نه ڪنن ٻڌيون نه ڪنهن جي دل ۾ سندن واهموئي آيو هوندو.

**13- نقل** : هيڪر پاڻ فرمايون ته اسانکي هيتري اهل عيال ۽ فقيرن جي جماعت هوندي ڪڏهن به رزق لاءِ دل ۾ خطرو ڪونه پيو آهي.

اي عزيز! پاڻ هن آيت شريف جي واعدي تي محڪم هوندا هئا: **وفي السماءَ رزقكم وماتوعدون**" اوهانجو رزق آسمان ۾ آهي ۽ اهو به جيڪي واعدو ڏنا وياآهيو" ۽ خطري جي گم ٿيڻ جو پيو هي به سبب هو ته خطرو پوندو آهي

هستيءَ جي پاران پر جي هستي ئي وئي تہ خطرو بہ هليو ويندو" من له المولىٰ فله الكل" جنهن لاءِ الله تبارڪ وتعاليٰ آهي تہ ان لاءِ سڀ ڪجهہ آهي! پاڻ تہ حقيقت ۽ معرفت جي آسمان جا سج هئا. پوءِ هن جهان جي هستي، جا اونداهي جي مثال آهي. تنهن جي ڇا مجال آهي جو حقيقت جي سج اڳيان سندس وجود باقي رهي سگهي. مولانا حضرت رومي رحمة الله عليہ ڪهڙو نہ عمدو فرمايو آهي:

**چون ز خود رستي همہ حق گشتہ رفت ظلمت نور مطلق گشتہ**

جڏهن هستي جي هٿان ڇٽين تہ پوءِ ساروئي ذات پاڪ ۾ محو ٿي ويندين پوءِ اونداهي ويئي، نور مطلق بڻجي ويندين.

**در مقام وهم باشد او وتو چون نباشي تو نباشد غير او**

وهم واري هنڌ ئي " اهو ۽ تون" جو لفظ ڳالهائي سگهجي ٿو. پرجي تون هوندين ئي ڪونہ تہ بس پوءِ اهوئي اهو آهي ٻيو ڪي بہ ڪونهي.

**14- نقل :** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ هڪڙو بزرگ شخص ڪنهن رستي سان ٻي ويو ان رستي سان ڪو ڦورو شخص بہ رهندو هو جو واٽ ويندڙن ماڻهن کي ڦريندو ماريندو هو ۽ ڪيترن ئي ماڻهن کي هن ڪان اڳ کهي ماري ڇڏيو هئائين. سو جڏهن بزرگ تي نظر پيس تڏهن يڪدم ترار ڪڍي الر ڪري مٿس ڪاهي آيو. بزرگ چيس تہ اي شخص رزق لاءِ ڇو ٿو واٽهڙو ماڻهن، ويچارن کي ستائين، حالانڪ رزق لاءِ الله تبارڪ وتعاليٰ پنهنجي ڪلام پاڪ ۾ فرمايو آهي تہ: وفي السماء رزقكم وما توعدون" اوهان جو رزق آسمان ۾ آهي ۽ اهو بہ جنهن جو اوهان کي واعدو ڏنو ويو آهي " يعني تہ بهشت" اهو چور اها ڳالهہ ٻڌي حيرت ۾ پئجي ويو ۽ اهڙي تہ ٿبيءَ ۾ پئجي ويو، جو ترار بہ هٿ مان ڪري پيس ۽ پنهنجي ڪيل ڪمن تي پشيمان ٿي توبہ تائب ٿيو. الله تبارڪ وتعاليٰ جي قدرت جو ان ڪان پوءِ ان شخص ڏانهن غيب مان سون چاندي جي ٿانون ۾ طعام نازل ٿيڻ لڳو، جو هو طعام تہ کائي ڇڏيندو هو ۽ ٿانو گهر جي ڪنڊ ۾ رکندو ويندو هو. ڳچ مدت ڪان پوءِ حج جي ارادي سان عربستان روانو ٿيو.

جڏهن منا جي هنڌ آيو. تڏهن ڏنائين تہ اهو بزرگ جنهن کيس آيت شريف ٻڌائي هئي، سو اتي وينو آهي. کيس سڃاڻي ورتائين ۽ ويجهو اچي چيائينس تہ اي بزرگ تو جهڙو اڳ بيت ٻڌايو هو، اهڙو ڪو بيت وري بہ تہ ٻڌاءِ. بزرگ چيس تہ اهو بيت نہ هو بلڪ اللهتبارڪ وتعاليٰ خالق رازق جو ڪلام آهي. اها ڳالهہ ٻڌي وڏي درد مان دانهن ڪيائين ان بزرگ ٻيون آيتون جي رزق بابت وارد ٿيل آهن، سي بہ پڙهي ٻڌايائينس. هن چيو تہ سبحان الله اهڙي بہ مخلوقات آهي جو

پنهنجي خالق جي مٿان رزق جو ڀروسو ڪونہ ٻي ٿيو اٿن. جنهن جي تسلا لاءِ الله تبارڪ وتعاليٰ جلشانه قسم ڪنيا آهن. اٿين ڇتي هڪڙي دانهن ڪيائين، جنهن سان روح پرواز ڪري ويس.

**15- نقل :** هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون تہ هڪڙي بادشاهہ جي عادت هوندي هئي تہ سڀ ڪنهن سال ۾ جيڪي بہ پئسا ۽ اسباب سندس ملڪيت ۾ گڏ ٿيندو هو سو سموروئي ڪيرائي ٻاهر اڇلرائي ڇڏيندو هو ۽ پنهنجن ٻانهن ۽ ٻانهين کي حڪم ڪندو هو تہ جنهن کي جيڪا شيءِ گهرج ۾ هجي سا کڻي وڃي پنهنجي ڪم ۾ آڻي. پوءِ هيڪر پنهنجي عادت موجب خزانا ۽ سامان ڪيرائي ٻاهر ڪيائين ٻانهن ۽ ٻانهين کي امر ڪيائين تہ سڀ ڪوئي پنهنجي گهرج موجب جيڪا شي وٺيس سا کڻي وڃي ڪم لائي. انهن مان هڪڙي ٻانهي ڏاڍي هوش ۽ عقل واري هئي، تنهن ٻيٺي هٿ بادشاهہ جي مٿان رکي عرض ڪيو تہ مون کي تون ٿو کپين ۽ مون لاءِ تون ڪوڙ آهين! بادشاهہ چيس تہ جڏهن تو مونکي اختيار ڪيو آهي، تہ پوءِ هي مال ملڪيت ۽ ٻانها ٻانهيون نوڪر چاڪر ۽ ٻيو سمورو اسباب جيڪي منهنجي ملڪيت ۾ آهي سو سموروئي تنهنجو آهي. پوءِ پاڻ فرمايائون تہ اهڙي طرح جيڪو بہ طالب ماسويٰ الله کي ترڪ ڪري فقط بادشاهہ حقيقي الله تبارڪ وتعاليٰ! کي اختيار ڪندو تہ الله سائين جلشانہ جي سڀ مخلوقات سندس امر ۾ تابعدار ٿي پوندا. انهي تي حديث شريف جو فرمودو مبارڪ بہ شاهد آهي تہ " من له المولىٰ فله الكل" جنهن لاءِ موليٰ سائين آهي تہ ان لاءِ سڀ ڪي آهي"

**16- نقل :** هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون تہ هڪڙي وقت سلطان العارفين شيخ بايزيد بسطامي قدس الله تعاليٰ سره الاقدس هڪڙي رڻ پٽ ۾ جٿ ڪنهن بہ انسان جو لنگهہ ڪونہ هو. اتي خدا تعاليٰ سان واعدو ٻڌائين تہ ڪنهن کان بہ سوال ڪونہ ڪندس، ۽ نہ ڪنهن شهر ۾ ويندس، ۽ نڪي پنهنجي هٿ سان کائيندس، پر جيڪڏهن ڪو ٻيو شخص ماڪي ۽ گيهہ گڏي منهنجي وات ۾ وجهندو تہ کائيندس، نہ تہ اصل ڪونہ کائيندس. اهو واعدو ڪري اتي سمهي پيو، بہ راتيون ڪيس اتي گذري ويون ٽين رات ڪو قافلو رستو وڃائي ڀلجي اتي اچي نڪتو ۽ رات جو اتي اچي منزل انداز ٿيا. شيخ بايزيد اتان اٿي هڪڙي وڻ جي پاڙ ۾ لڪي اچي سمهيو. ۽ ڏند ڀڪوڙي پئجي رهيو. قافلي وارا ماڻهو ٻاهر ٻارڻ لاءِ ڪاٺيون ميڙيندي ان وڻ وٽ اچي ڏسن تہ هڪڙو ماڻهو بيهوش ٿيو پيو آهي. قافلي جي سردار کي خبر ٻڌايائون. جنهن اچي ڏٺو تہ برابر هڪڙو شخص بيخبر ٿيو پيو آهي ۽ ڏندڻ پئجي ويا اٿس تڏهن چوڻ لڳو تہ جيڪر هن کي گيهہ ۽ ماڪي کارائڻ گهرجي.

پر ڏند پڪوڙجي ويا اٿس ڪيئن ڪجي. وري چوڻ لڳو ته حياتي هوندس ۽ ڏند نه هوندس ته به ڪو فڪر ڪونهي چڱو آهي ته ڏند پجي گيهه ۽ ماکي کارايونس. ايئن چئي حڪم ڪيائين ته ماکي ۽ گيهه کڻي اچو. جڏهن کڻي آيا ته الله تبارڪ وتعالىٰ بايزيد رحمة الله عليه ڏانهن الهام ڪيو ته هينئر جيڪڏهن پنهنجي مرضي سان اٿي نه کائيندين ته ڏند پجرائي کارائيندو سانءِ بايزيد قدس الله تعالىٰ سره الاقدس کان ڪل نڪري ويئي ۽ اهو گيهه ماکي پنهنجي هٿ سان اٿي وبهي کاڌائين.

**17- نقل:** هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون ته ڪو بادشاهه رات جو چمڙا پوش ڪري مخفي طرح پنهنجي شهر ۾ گهمندو ڦرندو هو ۽ پنهنجي رعيت جي احوال کان واقفيت ڪندو هو، پوءِ هڪڙي رات پنهنجي عادت موجب گهمندو ڦرندو اتفاقا هڪڙي هنڌان اچي لنگهيو، جو ماڻهو اتي باه ٻاري ويٺو هو کاڌي جي کا به شيءِ ڪانه ٻي تيار ٿي. ان شخص کان سڪٽي باه ٻارڻ جو سبب پڇيائين، جنهن ورندي ڏني ته سڃائي ۽ سڪٽائي ڪري گهر ۾ ڪي ڪينهي جو کڻي رڌيون پچايون. بادشاهه چيس ته تون سڀاڻي بادشاهه جي خدمت ۾ اچجانءِ ته توکي بادشاهه کان ڪجهه وٺي ڏيندس. هو ويچارو صبح سان بادشاهه جي در تي آيو پر دربانن کيس بادشاهه تائين نه ڇڏيو ۽ در کان موٽائي ڇڏيائونس. وري ٻي رات ساڳو بادشاهه سير ڪندي سندس حال کان واقف ٿي کيس ساڳا لفظ چيا. هو ويچارو ٻي ڏينهن به آيو پر بادشاهه وٽ نه پهچي سگهيو. ٽين رات بادشاهه سندس ساڳو حال ڏسي چيس ته سڀاڻي جمع جو ڏينهن آهي. بادشاهه نماز ادا ڪرڻ لاءِ جامع مسجد ۾ ايندو تون به اتي اچجانءِ ته توکي ڪي وٺرائي ڏيندس، چوڻ موجب هو جمعي جي نماز مهل اتي آيو ۽ نماز جي ادا ٿيڻ جو انتظار ڪرڻ لڳو. تان ته بادشاهه نماز ادا ڪرڻ کانپوءِ دعا گهرڻ لاءِ هٿ مٿي ڪنيا. ان وقت هن شخص پڇيو ته بادشاهه ڇاٿو ڪري؟ چيائون ته بادشاهه ڌڻي تعالىٰ کان دعا ٿو گهري ان چيو ته تڏهن بادشاهه به ته خدا تعالىٰ جي دروازي جو پينوآهي. پوءِ آئون پنهنجي خدا تعالىٰ کان گهرندس. باقي پينو کان ڇا پنندس.

**18- نقل:** غلام حيدر فقير نظاماڻي رهندڙ ديهه جهالار واقع پرڳڻي پڻن جو نقل ڪري ٿو ته هيڪر مير سهراب ٽالپر ڳاجي پل کان جو سندس نوڪر هو، پڇيو ته توهان جي پير وٽ جو هيترو سارو عيال ۽ فقيرن جي جماعت حد کان ٻاهر پيا رهن تنجو گذران ڪيئن ٿيندو آهي ۽ ڪٿان کائيندا آهن. فقير کان سوال جو جواب پوري طرح نه اچي سگهيو. پوءِ جڏهن سندن خدمت سڳوريءَ ۾ حاضر ٿيو تڏهن اهو حال سمورو پيش ڪيائين پاڻ فرمايائونس ته پوءِ تو مير کي جواب

ڪونہ ڏنو؟ عرض ڪيائين تہ حضرتا! مونکي جواب ڪونہ آيو. پاڻ فرمايائونس تہ توکي چوڻ کپندو هو تہ الله تبارڪ وتعاليٰ توکي ۽ تنهنجي لشڪر کي جنجو منهن خدا تعاليٰ ڏانهن ڪونهي، تہ بہ رزق پيو پهچائي. باقي اسانجي پير ۽ سندس فقيرن کي جو رڳا خدا تعاليٰ جا طالب آهن ايترو بہ نہ ڏيندو ڇا؟ يعني تہ ضرور ڏيندو.

**19- نقل:** عارف فقير لڪمير نقل ڪري ٿو تہ هيڪر آئون سندن درگاهہ مبارڪ تي حضور ۾ حاضر هوس تہ ماڻهو ٽرجا قدمبوسي لاءِ خدمت سڳوريءَ ۾ حاضر ٿيا. پاڻ ملاقات ڪرڻ کانپوءِ سندن پوئتي رهيلن جو احوال ۽ ڊورن ڏڳن جي خوشگذراني بابت خبر چار سندن دلجوئي لاءِ پڇڻ لڳا. هنن مڙئي خير عافيت جو احوال ظاهر ڪيو. پوءِ پاڻ فرمايائون تہ قاضي محمد عاقل پنهنجي نياڻي جو مڱڻو بادشاهہ جي قاضي سان ڪيو هو ۽ پنهنجي پائتي کي جو ويچارو مسڪين هو قبول نہ ڪيو هئائين. پرهينئر جو قاضي فوت ٿي ويو، سوسندس نياڻي جو مڱڻو وري سندس پائتي سان ڪيو اٿن ۽ اسان تي بہ ماڻهو مسڪيني ۽ سچائي جي ڪري ٽوڪون ڪندا هئا. پر جڏهن اسان صبر ڪري وقت گذاريو. تڏهن هينئر اهڙي مهرباني ٿي آهي جو ماڻهو پاڻهي سڏيون پنهنجي گهر وٺيون ٿا وڃن، سچ آهي تہ " الصبر مفتاح الفرح" صبرخوشيءَ جي ڪنجي آهي.

**20- نقل:** پيرسائين تجرڏني قدس سره نقل ڪري ٿو! هيڪر پاڻ ڪنهن سفر تي تشريف فرماٿيل هئا. پويان مير زنگي ٽالپر پنج خرار ان جا درگاهہ مبارڪ تي نذراني طرح ڏياري موڪليا. اهو ان اندر حاويلن ۾ حصي رسد ورهائي ڏني ڇڏيائون. پوءِ جڏهن پاڻ سفر کان موٽي درگاهہ مبارڪ تي تشريف فرمايائون تڏهن اندران حاويليءَ مان پڇيائون تہ مير زنگي جو درگاهہ تي ان موڪليو هو سو ڪهڙي طرح خرچ ڪيو ويو؟ عرض ڪيائون تہ حضرتا! حاويليءَ ۾ حصي رسد ورهائي ڏنو ويو. پاڻ وري پڇيائون تہ گهٽ ڏينهن جي وڙ هڪ هڪ حاويليءَ ۾ ورهائي ڏنو. چيائون تہ پنجن ڇهن ڏينهن جي تڏهن پاڻ ڏاڍا جوش ۾ آيا ۽ فرمايائون تہ شايد پنهنجي خالق رازق تي ڀروسو ڪونہ اٿو جو هيترن ڏينهن جي وڙ گڏ ڪري ٿاڪو آئنده پنهنجي رازق تي اهڙي بي پتبائي هرگز نہ ڪئي وڃي پر پاڻ ان ڳالهہ تي ڪاوڙ ۽ جوش حد کان زيادہ ڪيائون. اندرين سيني ماڻهن ان ڳالهہ کان رجوع ڪري اڳتي لاءِ توبہ ڪري ڇڏيائون.

**21- نقل:** سيد ميان شاهہ محمد نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ فرمايائون تہ اسان کان بزرگ ميان علي محمد عليہ الرحمة رهنڌڙ سرن واري جي پڇيو تہ

حضرتا! سڀاڻي لاءِ گذران جي شيءِ بچائي رکڻ جائز آهي يا نه؟ جواب ۾ چيوسون ته هرگز جائز نه آهي بلڪ طريقت ۾ اهڙو فعل ڪفر ليکيو وڃي ٿو. وري چيائين ته پنهنجي نفس لاءِ ته ائين آهي پر جي ٻين فقيرن لاءِ رکجي ته ان لاءِ ڪهڙو حڪم آهي؟ اسان چيو ته ٻين فقيرن لاءِ رکڻ جوبہ ساڳيوئي حڪم آهي. بزرگ چيو ته حضرتا! خدمت ڪانسواءِ ته فقير پڇي ويندا. پوءِ اسانجي طبيعت کي اگرچہ ڳالهه پسند نہ آئي. تڏهن بہ ڪيس چيو سون ته جيڪا تنهنجي مرضي پر جيڪو فقير خدمت خواه هجي سو جيڪڏهن نہ ٽڪي ته ڀل هليو وڃي.

**22-نقل:** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو ته هيڪر مون سندن خدمت مبارڪ ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! اوهان جي خدمت سڳوريءَ ۾ حاضر ٿيڻ لاءِ جو سفر ڪري اچون ٿا. تنهن ۾ پنهنجي نفس لاءِ ته رستي جو سمر ڪڻڻ جو ڪو احتجاج ڪونهي.پر جيڪڏهن ٻين فقيرن لاءِ سمر ڪنيو وڃي ته ان بابت ڇا حڪم آهي؟ پاڻ فرمايائون ته جيڪو سنگتي سمرجو طالب هجي ته اهڙي سنگتي جي سنگت کان اڪيلائي تمام چڱي آهي. باقي وهٽن لاءِ خرچ ڪڻڻ جائز آهي.

**23-نقل:** مريد فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو ته هيڪر آئون درگاهہ مبارڪ تي حاضر ٿيڻ لاءِ گهران روانو ٿيس. پوءِ رات مونکي ڪنياري جي ديهہ ۾ پئجي وئي. اتي مسجد شريف ۾ ٽڪي پيس، هڪڙي فقير جو سندن مريدن مان هو مونکي ٻہ مانيون آڻي ڏنيون انهن مان هڪڙي ماني مون ڪاڏي ٻي ڪيس موٽائي ڏنم. فقير چيو ته هي ماني پاڻ وٽ رک، ته واٽ ۾ ڪم ايندءِ. تڏهن سندس چوڻ ڪري اها ماني پاڻ سان ڪڻي اتي روانو ٿيس. پوءِ جيستائين اها ماني نہ ڪاڏم تيستائين وري ٻي ماني هٿ ڪانہ آئي. نيٺ جڏهن درگاهہ مبارڪ تي سندن خدمت سڳوريءَ ۾ حاضر ٿيس. تڏهن پاڻ فرمايائون ته جيڪڏهن مريد سچو هوندو ته مرشد سندس سموروئي حال بيان ڪري ٻڌائيندو. پوءِ پاڻ فرمايائون ته هڪڙو شخص ماني ڳنڍ ٻڌي سفر ۾ اتي روانو ٿيو. الله تعاليٰ سندن مؤڪلن کي حڪم فرمائي ڇڏيو ته جڏهن هي مڙس ماني ڳنڍ ٻڌل ڪائي تڏهن پوءِ ڪيس ٻي ماني ڏجو. نيٺ اهو شخص اهڙي طرح سفر ڪري اچي نڪتو جو ان کي ڪنهن بہ واٽ تي ماني ڪانہ ڪارائي ۽ اها ماني سندس هڙ ۾ ئي ٻڌل رهجي وئي! ڪنهن بزرگ چيو آهي:

**رومشرق رو مغرب هرچہ روي رو هرچہ نصيب ست ازان ڪم نشود يڪجو**

اوڀر وڃين توڙي اولهہ وڃين جيڏانهن وڻئي اوڏانهن وڃ. جيڪي تنهنجو نصيب آهي تنهن مان هڪ جو بہ گهٽ وڌ ڪونہ ٿيندو!

**هرچہ نصيب ست بتومي رسد ور نستاني بستمر مي رسد**

جيڪي تنهنجو نصيب آهي سو توکي پهچي پيو. پر جي خوشي سان نہ وٺندين تہ زور سان بہ پهچائيندءِ.

**24- نقل:** هيڪرسندن حرمن مبارڪن مان ڪنهن سندن آڏو ڪپڙن جي پراڻي ٿي وڃڻ بابت شڪايت بيان ڪئي. پاڻ جوش ۾ اچي فرمايائون تہ جيڪڏهن خدا تعاليٰ جي امداد ڪان اڳ، جو ساري مخلوقات جو معطي آهي، اوهان کي تڪڙ آهي تہ پوءِ سٽ ڪتڻ جا چرخا پاڻ وٽ ڏاري ڇڏيو. پوءِ ان تي سٽ ڪتي ڪپڙا وجي ڪريو.

**25- نقل:** هيڪرپاڻ فرمايائون تہ طالب کي ڪيبي تہ پنهنجي دل جو هٿ خدا تعاليٰ ڪانسواءِ ٻين سيني ڪمن ڪارن ڪان بالڪل ڇني پنهنجي محبوب حقيقي جي دامن ۾ چنبڙي پوي ۽ ٻيو ڪنهن بہ طرف ڌانهن هيڏي هوڏي نہ نهاري ڇو تہ ڪسب ۾ مشغول ٿيڻ ۽ ظاهر اسباب ۾ لڳي وڃڻ ايمان جي ضعيف هجڻ جي نشاني آهي.

**26-نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو تہ هيڪر سندن حضور پرنور ۾ درگاهہ مبارڪ تي حاضر هوس تہ اتي سيد عبدالرسول پٽ سيد تاج محمد وينل شهر سائيدي جو سندن حضور ۾ قدمبوسي جي شرف ڪان مشرف ٿيو ۽ گفتگي هلندي هي بيت پڙهيائين:

**ڪارساز مابساز ڪار ما فڪر ما در ڪار ماآزار ما**

اسان جا ڪم جوڙيندڙ اسان جا ڪم پورا ڪندڙ آهي پر اسان جا فڪر اسان جي ڪمن ۾ اسان لاءِ آزار آهن.

پاڻ انهيءَ وقت اهو بيت لکرائي ورتائون ۽ بہ ٽي ڀيرا ڪيس موٽائي موٽائي پڙهيائون.

**27-نقل:** ساڳو خليفو نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ فرمايائون تہ عجيب الله تبارڪ وتعاليٰ جون مهربانيون ۽ بي شمار لطف اسان جي حال تي وارد ٿيل آهن. ڏسو تہ اچ هڪڙي ريئي جو ان خريد ڪري اندر حاويلي ۾ آندو اٿن. تہ هڪ هڪ ماڻهو کي ٽويو ٽويو اچي ويو آهي. اتان جو ٽويو چوٿائي ڪان بہ گهٽ هوندوهو. پوءِ فرمايائون تہ هنن سيني ماڻهن کي الله تبارڪ وتعاليٰ هر روز بنا محنت ۽ تڪليف ۽ سوال جي، قوت پيو ٿو پهچائي.

**28-نقل:** حافظ عمر رهندڙ نصرپور جو نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون،هڪڙا بہ زال مڙس صاحب توڪل جا هوندا هئا. اتفاقا زال کي حمل ٿي پيو. تڏهن مڙس کي چيائين تہ هينئر ڪيئن ڪجي، خدا چاٽي تہ هي بار جو

پيٽ ۾ آهي، توڪل وارو ٿيئي الائي نہ، مڙس چيس تہ صبر ڪرڻ ڪپي ڇو تہ سڀڪا ڳالهہ پنهنجي وقت تي موقوف هوندي آهي. مڙئي سٺائي ٿيندي. نيٺ جڏهن ٻار ڄائو ۽ ورہ ڪن گذريو تڏهن اهو ٻار ڳالهائڻ ٻولهائڻ جهڙو ٿيو ۽ هڪڙي ڏينهن ماءُ ڪان ماني جو ڳيو گهريائين. عورت پنهنجي مڙس کي چيو تہ هينئر هي ڇوڪر ماني ٿو گهري. مڙس چيس تہ هينئن ڪر جو سندس اکيون ٻڌي پوءِ چويس تہ پنهنجا هٿ کڻي پنهنجي خدا کان ماني گهر. پوءِ جڏهن هٿ کڻي خدا تعاليٰ کان سوال ڪري تڏهن ماني جو ٽڪر سندس هٿ تي کڻي ڏجانءِ ان عورت بہ مڙس جي حڪم موجب ڇوڪر جون اکيون ٻڌي چيائين تہ اي پٽ! پنهنجي خدا تعاليٰ کان ٻئي هٿ کڻي گهر. جڏهن ڇوڪر ٻئي هٿ کڻي ماني خدا تعاليٰ کان گهري. تڏهن ماڻس مانيءَ جو ٽڪر کڻي سندس هٿ تي رکيو. جنهن کي ڇوڪر کائي ڇڏيو. ان کانپوءِ جڏهن بہ ڇوڪر کي مانيءَ جي طلب ٿيندي هئي، تڏهن اهڙي دستور ڪيس ماني ملندي هئي. ان حال تي گهڻي مدت گذري ويئي. ڇوڪر کي بہ اها عادت ٿي ويئي. پوءِ هڪڙي ڏينهن ماءُ کي چيائين تہ اي امان! هينئر منهنجون اکيون نہ ٻڌ آئون پاڻهئي پنهنجون اکيون پوري پنهنجي خدا تعاليٰ کان ماني گهران ٿو. ان کانپوءِ جڏهن بہ کيس بک لڳندي هئي تڏهن اکيون ٻوٽي هٿ کڻي خدا تعاليٰ کان ماني گهرندو هو. ۽ ماڻس اڳئين دستور موجب ماني سندس هٿ ۾ کڻي ڏيندي هئي. جڏهن گهڻي مدت ان تي بہ گذري ويئي. تڏهن هڪڙي ڏينهن پنهنجن جيڏن سرتن ڇوڪرن سان گڏجي جهنگ ڏانهن ڪاٺيون ڪرڻ ويو. ٻين سڀني ڇوڪرن جي مائرن کين ماني جو ٽڪر ڳنڍ ٻڌرائي ڇڏيو هو. مگر هن ڇوڪر کي ماءُ ڪي بہ ڪونہ ڏنو هو پوءِ جڏهن جهنگ لتاڙي ڳچ پنڌ ڪري آيا، تڏهن اتي بک لڳن. جنهن تي سڀئي ڇوڪرا پنهنجن مانين جون ڳنڍيون ڇوڙي کائڻ ويهي رهيا. ۽ ان ڇوڪري کي چيائون تہ تو وٽ بہ ماني آهي تہ ڇوڙي ويهي کاءُ. ڇوڪري ورندي ڏني تہ مون کي ماني ساڻ ڪونهي. ڇو تہ امان مونکي کانہ ڏيندي آهي. ڇوڪرن پڇيس تہ تڏهن تون ڪٿان کائيندو آهين؟ چيائين تہ آئون پنهنجي خالق کان گهرندو آهيان. جو هميشہ مونکي کارائيندو آهي. پوءِ پنهنجي عادت موجب اکيون پوري هٿ کڻي خدا تعاليٰ کان ماني گهريائين. الله تبارڪ وتعاليٰ جي قدرت جو هڪڙو ڏاڪون اهڙي تہ عجيب طعام سان ڀريل اچي لٿو جو ان جهڙو ڪنهن ڏٺو بہ ڪونہ هوندو. ڇوڪرا اهڙو حال ۽ بي مثال طعام ڏسي حيران ٿي ويا ۽ ان ڇوڪري جو يقين بالڪل محڪم ٿي ويو. جنهن ڪري صاحب توڪل جو ٻڌجي پيو پوءِ جڏهن اتان جهنگ مان موٽي وري گهر آيو، تڏهن ماءُ پيءُ سان ڳالهہ ڪيائين تہ هن کان اڳ الله تعاليٰ

جل شانه مون کي ماني جو ٽڪر ڏيندو هو. پر اڄ جو اڪيون پوري الله سبحانه وتعاليٰ کان ماني گهريم سو اهڙو ته طعام موڪلي ڏنائين جو ڪڏهن به اهڙو ڪونه موڪليائين، بلڪ ڪنهن ماڻهو ان جهڙو طعام ڏنو به ڪونه هوندو. اتي سندس ماءُ پيءُ کي پڪ معلوم ٿي ويو ته ڇوڪر کي يقين ڪامل ٿي چڪو آهي پوءِ ڪيس چيائون ته هينئر توتان ڪاٿيون ڪرڻ معاف آهن. مسجد ۾ ويهي پنهنجي خدا تعاليٰ کي ياد ڪر.

اي عزيز! هينئر به جيڪو شخص انهيءَ ڇوڪر وانگر پوري اعتقاد سان الله تبارڪ وتعاليٰ تي توڪل ڪندو ته بنا شڪ شبهي جي الله تعاليٰ کيس انهيءَ ڇوڪر وانگر رزق پهچائي ڏيندو.

مولانا حضرت رومي قدس الله تعاليٰ سره الاقدس ان بابت فرمايو آهي:

**هين توکل کن ملرزان پاؤ دست　　رزق تو برتو زتو عاشق ترست**

خبردار ٿي توڪل ڪر ۽ هٿ پير هلائڻ ڇڏي ڏي ڇو ته توڪان وڌيڪ تنهنجو رزق توتي عاشق آهي!

**برسر هر دانہ بنوشتہ عيان　　اين نصيب ابن الفلان ابن الفلان**

سڀ ڪنهن داڻي جي مٿان چٽن اکرن ۾ لکيل آهي ته هي داڻو فلاڻي پٽ فلاڻي جو نصيب آهي.

**29- نقل:** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو ته هيڪر ڪي مهمان سندن خدمت ۾ آيا هئا. ان وقت فقير واحد ڏني اچي عرض ڪيو ته حضرتا پئسو هٿ ۾ بلڪل ڪونهي ۽ بازار ۾ اڌارو به اصلي ڪو ڪونه ٿو ڏئي. آئون ڏاڍو عاجز ٿي پيو آهيان. پاڻ فرمايائون ته اي واحد ڏنا! فقير اصلي توڪل جا صاحب ٿيندا آهن. تون به ڪوشش کي ڦٽو ڪري پنهنجي اختيار جي واڳ اڇلائي ڇڏ. فقير ويو هليو ٿوري ويرم ڪانپوءِ موٽي آيو ۽ عرض ڪيائين ته حضرتا! اڍائي رپيہ نذرانو آيا آهن. پاڻ فرمايائون ته انهن مان هڪڙو رپيو اندر حاويليءَ ڏانهن موڪلي ڏي. ۽ هڪ رپيو فقيرن جي ماني لاءِ خرچيو، باقي اٺ آنا مهمانن لاءِ ڪپايو. فقير ويو هليو. وري گهڙي کن رکي موٽي آيو ۽ عرض ڪيائين ته حضرتا! اڍائي رپيا ٻيا به اچي موجود ٿيا آهن. پاڻ فرمايائون ته اهي پئسا به اڳئين ڏس موجب ورهائي ڇڏيو. واحد ڏني چيو ته حضرتا سياري جي موسم آهي، مهمانن لاءِ سياڻي فجر جو به ٻيرن نهرائي وبندي. ڪجهہ سياڻي لاءِ به رکي ڇڏيان. تڏهن پاڻ جوش مان فرمايائون ته اي واحد ڏنا! تون اسان جي رزق لاءِ ٻندو ٿيو بيٺو آهين. اسان جي رزق جي ڪشادائي تڏهن ٿيندي جڏهن تون مرندين. پوءِ ان وقت اسان جو رزق ججهو ٿي پوندو. عجب آهي جو اڳهڙون توکي ڪنهن اڌارو به

ڪونہ ٿي ڏنو ۽ هينئر وري سياڻي لاءِ بچتون ڪرڻ وينو آهين.

**30- نقل:** خليفو ميان لقمان رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ جيڪڏهن ڪنهن وقت حضور ڳن جي بدن مبارڪ تي تپ جي حرارت ٿي پوندي هئي تہ ماهيو مکڻ پيرن جي ترين مبارڪ تي مکينداهئا، پوءِ هڪڙي ڏينهن اندر حاويليءَ ۾ هئا ۽ تپ جي حرارت جو اثر ٿي پيو هون. ان وقت ماهيو مکڻ جو اصلي سندن طبيعت جي موافق هوندو هو، گهر ۾ موجود ڪونہ هو. تڏهن صاحبن سڳورن فرمايو تہ صاحبزادي وڏي يعني حضرت گادي نشين اول قدس سره کي گهرائي ونجي تہ ان بابت انتظام ڪري. پاڻ ان ڳالهہ کان منع ڪيائون ۽ فرمايائون تہ سوال نہ ڪرڻ گهرجي.

اي عزيز ! پيءُ پٽائپ جي نسبت هوندي بہ پاڻ سوال جائز نہ رکيائون خيال ڪجي تہ ٻي کان سوال ڪرڻ ڪيترو قدر بيجاءِ ٿيندو.

صاحبن سڳورن فرمايو تہ اسان ادب ڪري مکڻ گهرڻ کان ماٺ ڪري ويهي رهياسون. ٿورڙي دير کانپوءِ هڪڙو شخص هڪڙونڪر جو وڏو ٿانو مکڻ ماهيي سان پري خدمت سڳوري ۾ نذر موڪلي ڏنو. پوءِ پاڻ فرمايائون تہ جيڪڏهن سوال ڪيون ها تہ بہ ايترو مکڻ ڪونہ ملي ها. هينئر الله سبحانہ وتعاليٰ حلال پاڪ مکڻ جهجهوئي اسانکي ڏياري موڪليو آهي. صاحبن سڳورن عرض ڪيو تہ حضرنا! جيڪي الله تبارڪ وتعاليٰ اوهان کي غيبي عالمن مان خبر ڏيئي ٿو، تنهنجي واقفي ڪنهن کي بہ ڪانہ آهي. پوءِ پاڻ مسجد شريف ۾ تشريف فرمائيا ۽ اها ڳالهہ بيان ڪري فرمايائون تہ اڄ اسانجي اهلين کي ان ڳالهہ جي ظاهر ٿيڻ ڪري پوروپورو ويساهہ ٿي ويو آهي تہ بيشڪ الله تبارڪ وتعاليٰ رزاق آهي.

اي عزيز! جماعت ۾ سندن اها ڳالهہ بيان فرمائڻ بہ طالبن کي توڪل تي ترغيب ڏيارڻ واسطي هو.

**31- نقل:** ساڳو خليفو نقل ڪري ٿو تہ پاڻ فرمايائون ٻي تہ جڏهن ابتدائي ڏينهن ۾ قرآن شريف جي تلاوت ۾ مشغول هئا،سون تڏهن دور ڪندي هي آيت شريف پڙهڻ ۾ آئي " فتوڪلوا ان ڪنتم مومنين" جيڪڏهن ايمان وارا آهيو تہ توڪل ڪريو. ان آيت شريف جي پڙهڻ شرط دل ۾ اچي خيال پيو، تہ توڪل کان سواءِ ولايت تہ هنڌ رهي، پر ايمان بہ گم ٿي وڃي ٿو، پوءِ جيڪي بہ اسباب، مال، سامان اسان جي ملڪ ۾ هو سو مڙئي ترڪ ڪري ڇڏيوسون ۽ دل جو ارادو انهي تي محڪم ڪيوسون تہ تيستائين اسان جي خوراڪ وٽن جا پن ٿيندا، پوءِ هيڪر ميان محمد اڪرم جو ظاهري علم ۾ اسان جو استاد ۽ وڏي صاحبزادي (يعني مسند نشين اول) جو نانو هو اسان جي گهر ۾ آيو. ۽ ٻارن تي بک جي

غلبي جو حال ڏسي، اسان وٽ آيو ۽ چوڻ لڳو تہ جيڪڏهن تون فقير ٿيو آهين تہ چڱو ٿيو. پر ٻين جا حق حقوق تہ پيرن هيٺان نہ لتاڙڻ ڪپن. اسان دل ۾ چيو تہ بزرگ اهل علم جو آهي. اشاري سان سمجهي ويندو پوءِ هيٺين آيت شريف پڙهي سون جا حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جي حرمن سڳورن لاءِ نازل ٿي هئي جو حرمن سڳورن خرچ جي لاءِ طلب ڪئي هئي ۽ آيت شريف ۾ الله تبارڪ وتعالىٰ ڪين فرمايو آهي تہ جيڪڏهن بکون سهي حضور سرور ڪائنات صلي الله عليہ وآله وسلم جي گهر ۾ رهن تہ ڀلي رهن، پر جيڪڏهن بک اختيار نہ ڪن تہ پوءِ طلاق قبول ڪن. آيت شريف هي آهي:

**ان كنتن تردن الحيات الدنيا و زينتها فتعالين امتعكن واسرحكن سراحا جميلا و ان كنتن تردن الله ورسله والدار الأخرت فان الله اعد للمحسنات منكن اجرا عظيما.**

(اي پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم پنهنجي حرمن کي چؤ تہ) جيڪڏهن اوهان دنيا جي حياتي ۽ ان جو سينگار گهرنديون هجو تہ اچو اوهانکي جورو ڏيان ۽ چڱي طرح ڇڏي ڏيان. ۽ جيڪڏهن الله تبارڪ وتعالىٰ ۽ سندس پيغمبر ۽ آخرت جي گهر يعني بهشت کي گهرو ٿيون تہ بيشڪ اوهان نيڪ بختين لاءِ الله تعالىٰ وڏوئي اجر تيارڪيوآهي)

ميان محمد اڪرم آيت شريف ٻڌندي ئي اٿي اندر ويو. ۽ اندرين کي تابعداري ۽ فرمانبرداري بابت وصيت ڪري هليو ويو. پوءِ بہ ٿي ڏينهن اسان تي فقر جي تلوار هلي پر انهي حد کي ڪانہ پهتي جو وٽن جا پن استعمال ڪيا وڃن. ان ڪانپوءِ سنت ئي الله تبارڪ وتعالىٰ پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان ايتري تہ ڪشادگي ۽ برڪت عطا فرمائي جو اسان ۽ اسانجا اهل عيال ۽ پاڙيسري وغيره سڀ خوش خورم آهيون.

**32- نقل:** هيڪرياڻ نقل بيان فرمايائون تہ ڪنهن وقت خواجہ حسن بصري قدس سره، شيخ حبيب عجمي قدس سره وٽ مهمان ٿي آيو هو، شيخ حبيب وٽ رڳو هڪ ماني جو اٽو گهر ۾ موجود هو جو ماني تيار ڪري ڪٽي آيو. تہ ايتري ۾ ڪنهن سائل اچي سوال ڪيو. شيخ قدس سره اها ماني ڪٽي انهي سائل کي ڏيئي ڇڏي. خواجہ صاحب قدس سره ان ڳالهہ تي مٿس اعتراض ڪيو ۽ چيائينس تہ اي شيخ! فقير تہ تمام چڱو آهين پرعلم ڪونہ اٿئي جو تہ اها ماني منهنجو حق هئي جو تہ آئون مهمان آهيان. سائل تہ ٻي هنڌان بہ پنهي ڪائيندو پر مهمان جو حق بہ توتي آهي. هرو ڀرو تہ بہ سائل کي ان مانيءَ مان ٿورڙو ٽڪر ڀڃي ڏيڻ کپندو هو. ائين ڪندي هڪڙو شخص دڪان لنگهي آيو ۽ عمدي طعام جو هڪڙو خونچو ۽ ٻئي درهم بہ ان سان گڏ شيخ کي نذرانو پيش اچي ڪيائين. شيخ

حبيب ۽ خواجه حسن بصري ٻنهي گڏجي اهو طعام کاڌو. جو اڃا به بچي پيو. جنهن کي پٺسن سميت فقيرن کي ورهائي ڏنائون. پوءِ جڏهن هٿ ڌوئي فارغ ٿياتڏهن شيخ حبيب عجمي چيو ته اي خواجه حسن ! عالم ته نهايت چڱو آهين، پر توڪل ڪونه اٿئي.

**33- نقل:** گل محمد فقير بروهي نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ ٽڪر جي سفر تي چڙهيا هئا. پوءِ جڏهن ديهه زهري واقع ملڪ قلات ۾ آيا تڏهن اتي مون سندن حضور ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! مهرباني فرمائي نيچاري ڏانهن تشريف فرمائيو ته ڏاڍو چڱو. پاڻ فرمايائون ته توکي نيچاري ڏانهن هلڻ بابت ڪهڙي ضرورت نظر ٿي اچي مون عرض ڪيو ته حضرتا! اتي ميوا تمام گهڻا ٿيندا آهن. جوان ٿو ته جيڪر فقير انهن مان ميوا کائن ته بهتر. پاڻ فرمايائون ته اسانجو سفر ميون کائڻ لاءِ ڪونهي بلڪ خاص لله في الله آهي. پر جي ميوا به اسانجي نصيب ۾ هوندا ته الله تبارڪ وتعاليٰ اسان کي جبل جي چوٽيءَ تي به کارائيندو. پاڻ ائين فرمائي اڳتي ٽڪر ڏانهن روانا ٿيا. جڏهن هرلوئيءَ جبل وٽ پهتا اتي سندن گهوڙي جو نعل لهي پيو. آئون انهي نعل جي ٺوڪڻ ۾ مشغول ٿيس ته اينتري ۾ اسقلڪو جا رهاڪو فقير اتي اچي سهڙيا ۽ قدم بوسي کان مشرف ٿيا. ۽ پنهنجي طرف جا ميوا به تمام گهڻا نذرانو ڪٿي اچي پيش ڪيائون جي پاڻ فقيرن جي جماعت سميت کاڌائون.

**34- نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ ڳالهه بيان فرمايائون ته هڪ پيري اسان جي طبيعت ڪجهه ناخوش هئي جنهن ڪري باغ ۾ وڃي آرامي ٿيا هئاسون. ان وقت هڪڙي شخص چيو ته جيڪر مکڻ جي هٿن پيرن تي مالش ڪجي ته اميد آهي ته طبيعت ۾ فرحت ۽ جمعيت ٿي ويندي. حاضر جماعت ارادو ڪيو ته جيڪر حضرت صاحبزادي مسند نشين قدس سره جي حاويليءَ کان مکڻ گهرائي ونجي. پراسان منع ڪين ۽ چيوسون ته الله تبارڪ وتعاليٰ اسان جو رزاق آهي سو پاڻهي موڪلي ڏيندو. اڃا گهڙي ڪن نه گذري ته هڪڙو شخص مکڻ جو خمرو پريل نذراني ۾ ڪٺي آيو. جو هٿن پيرن تي اتان مالش ڪئي وئي.

**35- نقل:** خليفو ميان لقمان عليه الرحمة نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ فرمايائون ته خليفو موسيٰ جنهن کي ترڪ جي ڪري حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن ظاهر ظهور اچي مبارڪ ڏني هئائون تنهن کي پنهنجي ديهه ۾ ڪن ماڻهن جي نماز تي پابند نه ٿيڻ ڪري دل ۾ اچي خيال پيو ته جيڪر هجرت جي سنت نبوي صلي الله عليه وآله وسلم بجا آڻيان. اهو خيال ڪري اتان

لڏي هڪ جهنگ ويراني ۾ گهر ٺاهي وڃي ويهي رهيو اتي به تي ماڻهو سندس مريدن مان به ساڻس گڏجي لڏي اچي ويٺا. ۽ جيڪو ونس لڏي اچي ويهندو هو ته ان کان هن انجام تي بيعت وٺندو هو ته پنج وقت نماز جا امام سان ادا ڪندو ۽ ذڪر جماعت سان ڪندو صبح جي نماز کانپوءِ اشراق جي نفلن تائين ويٺو هوندو ۽ بدعت ۽ جهليل ڪمن جي ويجهو نه ويندو ۽ ڪتو پنهنجي در تي نه ڌاريندو. پوءِ جيڪو به اهي انجام ڏيندو هو ته پوءِ اتي ويهڻ جي اجازت ڏيندوهو نه ته ٻي ڪي اتي رهڻ جي موڪل ڪانه هئي. پوءِ ابتدائي وقتن ۾ ڪين فقر فاقي جي نعمت گهڻي قدر نصيب ٿيندي رهي جنهن ڪري ڪجهه مدت گذرڻ کانپوءِ بک جي زيادتي کان خليفي جي اطلاع ڪرڻ کانسواءِ سندس مريدن مان ڪن ماڻهن ڪجهه ٻني وڃي آباد ڪئي ۽ ان جي پيدائش مان ڪي قدر خليفي جي قوت گذران لاءِ اڌو نذرانو آڻي رکيائون. خليفي اهو ان وٺي پنهنجي ٻارن ۽ اهل عيال جي قوت لاءِ رکائي ڇڏيو. اها ٻني جي آبادي جي ڳالهه حضرت مرشد مڪرم قدس سره جي حضور ۾ پهچي ويئي ۽ خليفي کي به انهيءَ اطلاع بابت خبر پئي ته ڪين هيءَ حقيقت سموري ٻڌائي ويئي آهي. پوءِ جڏهن درگاهه مبارڪ تي قدمبوسي جي شرف کان اچي مشرف ٿيو تڏهن عرض ڪيائين ته حضرتا! جيڪڏهن ڪنهن شخص کان خيالات ۽ سڏون ۽ خطرا بالڪل زائل ٿي ويا هجن تان ته جيئن ميت کي خطرامنهن ڏين ڪيس انهي کان به زياده خطرن جي نفي ٿيل هجي. جنهن ڪري ڪيس پنهنجي اهل عيال جي گذران بابت ڪو به خيال دامنگيرڪونه هجي. پوءِ جيڪڏهن اهڙو ماڻهو پنهنجي اولاد کي رڳو هن نظر ڪري ته هو به خدا تعالىٰ جي خلق آهي نه هن ڪري ته پنهنجي اولاد آهي! ڪاشيءَ هٿ اچي ۽ انهن کي ڏيئي ڇڏي جنهن کي هو مهلت سان کائيندا رهن ته انهي کي اسباب چئبو يا توڪل؟ پاڻ انهيءَ تقرير ٻڌڻ سان جوش ۾ اچي فرمايائون ته نفس جون کهڙيون نه نگيءَ جون ڳالهيون آهن ۽ کهڙي طرح ته فريب ۽ ٺگيءَ جي تمهيد ۽ بنياد ٻڌي ٿو ڳالهه کي ٻڌائي. پوءِ فرمايائون ته اي ميان! جيڪڏهن تون سيني خطرن ۽ نفساني سڏن کان آزاد ٿي ويو آهين ۽ پنهنجي ۽ پنهنجي اولاد کي به ٻي خلق خدا وانگر ٿو سمجهين ته پوءِ تنهنجي اولاد جو توتي ڪو به حق ڪونهي جنهن جي مخلوق آهن سندن رزاق به اهوئي آهي. ائين ڪونه ٿيندو ته خلق جو خالق ته خدا تعالىٰ هجي ۽ سندن رازق وري موسىٰ بڻجي. بلڪ جيڪو خالق آهي رازق به اهوئي آهي پوءِ فرمايائون ته طالب کي سڀ ڪنهن ڪم ۾ نفس جي گڏجي پوڻ کان خبر داري ڪرڻ بالڪل ضروري آهي. پوءِ خليفو موسىٰ روئي توبه تائب ٿيو ۽ عرض ڪيائين ته حضرتا! اوهانجي

علم سان اسان جهڙن کي دخل ڏيڻ جي ڪا طاقت ڪانهي اي عزيز! الله تبارڪ وتعالیٰ رزق لاءِ ذمہ واري کنئي آهي تہ:

**وما من دابة في الارض الا علي الله رزقها"** جيڪا بہ چرندڙ شيءِ زمين تي آهي انهي جي رزق پهچائڻ جو ذمو الله تبارڪ وتعالیٰ تي آهي.

**36- نقل:** عبدالله فقير شاعر نقل ڪري ٿو تہ هيڪر سندن حضور مبارڪ ۾ درياءَ جي هن پر جا فقير، جو نوان خدمت سڳوري ۾ حاضر ٿيا هئا چوڏاري حلقو ڪيو ويٺا هئا ۽ سندن طبيعت ۾ اهڙي طرح اچي خيال معلوم پيو تہ جيڪر اسانجي طرف بہ ڪو سندن خليفو ٿي پوي تہ ڏاڍو چڱو پاڻ سندن اهو دل جو خيال معلوم ڪري فرمايائون تہ اي يارو! اوهانجو خيال آهي تہ ڪوئي خليفو اسانجي طرف بہ ٿئي سو اها ڳالهہ اسانجي هٿ وس ناهي بلڪ الله سبحانہ وتعالیٰ جي اختيار آهي. جنهن کي وٽيس تنهن کي خليفو ڪري پوءِ فرمايائون تہ اسانجي حياتي ۾ يا وصال ڪانپوءِ خلافت انهيءِ شخص وٽ سلامت رهندي جنهن کي رزق جو سبب ڪونہ هوندو.

**37- نقل:** عبدالله فقير نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ فرمايائون تہ جيترا ماڻهو هر ويلي تي اسان وٽ گڏجي کائن ٿا ايترا مير سهراب ٽالپر وٽ بہ هرگز ڪونہ ٿا کائن. پر اسانکي هنن جو دل تي رڳو ايترو خيال ۽ بار آهي جو طعام حاضر ٿيڻ مهل پڇندا آهيون تہ فقيرن جو ننگر تيار آهي يا نہ؟

اي عزيز! سندن روش مبارڪ هوندي هئي تہ فقيرن جو ننگر تيار هوندو هو تہ پاڻ بہ طعام کائيندا هئا. نہ تہ هرگز نہ کائيندا هئا ۽ سندن فرمودي مان معلوم ٿيو تہ ڪين رزق جي موجود ٿيڻ جي ڪا خبرچار هوندي هئي، الله تبارڪ وتعاليٰ غيب مان رزق پهچائي ڏيندو هو. پاڻ انهي معاملي کان ظاهر توڙي باطن ۾ بالڪل فارغ دل هوندا هئا.

**38- نقل:**ملابچو فقير مگريو نقل ڪري ٿو تہ پاڻ شيخ گلاب جي دڪان تان ڪنڌي جي ڪٺت ڪندا هئا. پوءِ هڪڙي ڏينهن مٿيون شيخ حساب جا ڪاغذ ڪٽي حساب سمجهڻ لاءِ سندن حضور مبارڪ ۾ حاضر ٿيو. پاڻ فرمايائونس تہ حساب ملا بچي فقير سان سمجهي ڇڏڻ گهرجي. شيخ جواب ۾ پيهر عرض ڪيو تہ حضرتا هي ڇوڪرو حساب جي ڪم مان ڇاڄاڻي ڪنهن هوشيار ليکڙائت کي حڪم ٿئي جو حساب ڄاڻڻ جهڙو پختو ماڻهو هجي ۽ ليکو سمجهي. پاڻ فرمايائونس تہ جيڪڏهن اهڙا ليکڙائت پاڻ وٽ رکون تہ پوءِ اسانجي توڪل وري ڪٿي رهندي.

**39-نقل:** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو تہ پاڻ فرمايائون تہ

اسان جو لباس موچارو (سنو ) پهريندا آهيون. تنهن ۾ هڪ نڪتو آهي، جو طلب وارن کي معلوم ٿي سگهندو! اهو نڪتو هي آهي ته جن ڏينهن ۾ دنياوي تعلقات سانُ هوندا هئاسون انهن ڏينهن ۾ هڪڙو ٿان سادي سوٽي لنگي جو گمبٽ مان گهرايو هوسون. ۽ ان کي هزارن ڪوشش ۽ تاڪيد سان نگاهہ رکندا هئاسون. ۽ هينئر جو دنيا جي تعلقات ڇنڻ ڪانپوءِ الله تبارڪ وتعاليٰ جي طلب واري وقت ۾ ڏاتار جي طرفان عمديون عمديون پوشاڪون بنا احسان ڪنهن بہ شخص جي، ۽ بنا تڪليف جي حاصل ٿين ٿيون سو توڪل جو نتيجو آهي جيئن ته ان بابت حضرت مولانا مولوي معنوي قدس سره فرمايو آهي:

**هين توڪل ڪن ملرزان پا دست رزق تو برتو زتو عاشق ترست**

**برسر هر دانہ بنوشتہ عيان ڪاين نصيب ابن الفلان ابن الفلان**

خبردار ٿي ۽ توڪل ڪر هٿ پير هلائڻ ڇڏي ڏي ڇو تہ تنهنجو رزق تو ڪان وڌيڪ توتي عاشق آهي. تقدير وارن ازل ڪان وٺي هڪ هڪ داڻي تي چٽو پٽو لکي ڇڏيو آهي تہ هي داڻو فلاڻي جي پٽ فلاڻي جو نصيب ٿيندو.

پوءِ فرمايائون تہ اسانجي هي پوشاڪ نفس جي لذت لاءِ نہ آهي. بلڪ اسباب وارن ماڻهن جي ڏيکارڻ لاءِ آهي. تہ من اهي هن حال مان عبرت ۽ حيرت وٺي يقين حاصل ڪري وجهن ۽ دنيا جا تعلقات قطع ڪري توڪل کي اختيار ڪن ۽ پل تہ سندن ذهن ۾ هن آيت شريف جو ويساهہ پورو پورو جمي وڃي تہ:

"ومن يتوڪل علي الله فهو حسبه" "جيڪو ماڻهو الله سبحانه وتعاليٰ تي توڪل ڪندو تہ ان لاءِ الله تبارڪ وتعاليٰ ڪافي آهي.

**40- نقل:** هيڪر پاڻ بي بي رابعہ بصري رحمة الله عليها جو نقل بيان فرمايائون تہ هڪڙي ڏينهن وٽس بہ ٽي فقير مهمان ٿي اچي ٽڪيا. بي بي صاحبہ وٽ تہ ظاهري اسباب موجود ٿيل بالڪل ڪونہ هوندو هو. بلڪ سندس روش هوندي هئي تہ پنهنجي هٿ سان مزوري ڪري جيڪي ان مان حاصل ٿيندو هو ان تي گذران ڪندي هئي ۽ مهمانن جي خدمت ۽ الله سبحانہ وتعاليٰ جي واٽ ۾ خيرات بہ انهي مزوري جي پئسن مان ئي ڪندي هئي. انهي ڏينهن سندس گهر ۾ ٿورڙي ان ڪانسواءِ بيو ڪي بہ موجود نہ هو، جو مزوريءَ جي پئسن مان خريد ڪيو ويو هو انهي ان کي ڇڙي پيهين تيار ڪري بہ مانيون ٺاهيائين. اهي رکيون بہ مانيون پچائي ڪٽي آئي، تہ ايتري ۾ ڪو سائل ٻاهران در تي آيو، ۽ الله سبحانہ وتعاليٰ جي اسم تي مانيءَ جو سوال ڪيائين. بي بي صاحبہ هڪڙي ماني انهن مان ڪڍي فقير کي ڏياري موڪلي، تہ ايتري ۾ وري ٻيو فقير ان جي پويان اچي سوال ڪيائين. بي بي صاحبہ، ٻي ماني بہ ان سائل کي ڪٽي ڏني.

مهمانن اهو سمورو حال پنهنجن اکين سان ويٺي ڏٺو. بي بي صاحبہ جي خدمت ۾ عرض ڪيائون تہ اسانکي اوهانجي ولايت جي ڪماليت ۾ ڪوبہ شڪ شبهو ڪونهي. پر ڪجهہ ظاهري علم ضرور ڪپي. ڇو تہ ايهي بہ مانيون اسان جو حق هو. بي بي صاحبہ ڪين ڪوبہ جواب تہ ڏنو ۽ في الحال صبر ڪٽي ڪيائين. اجا گهڙي ڪن مس گذري تہ اهل دولت جي گهر مان هڪڙي ٻانهي اٺوبهہ مانيون بي بي صاحبہ جي خدمت ۾ ڪٽي اچي حاضر ڪيون. بي بي صاحبہ اهي مانيون ڳڻي ٻانهيءَ کي چيائين تہ هي اٺوبهہ مانيون اسان جي ملڪيت نہ آهن. هي ڪنهن ٻي جون هونديون، جي اسانجون هجن ها تہ ويهہ هجن ها. ڇو تہ اسان الله سبحانہ وتعاليٰ جي واٽ ۾ ٻہ مانيون ڏنيون آهن. هي فرمودو مبارڪ بنا شڪ شبهي جي صحيح آهي تہ هڪ نيڪيءَ جي عيوض ڏہ اجر دنيا ۾ ۽ سترِ اجر آخرت ۾ عطا فرمائيندا. تنهن موجب اسانکي بہ ويهئي مانيون ملڻيون آهن. اها ماني تہ ويچاري ٻانهي واٽ تي لڪائي رکي هئي سو يڪدم اتان اٺي پڳي ۽ اها ماني بہ ڪٽي اچي حاضر ڪيائين. جڏهن ويهئي مانيون پر يون ٿيون، تڏهن اهي ڪٽي اچي مهمانن کي ڪارايائون ۽ پاڻ بہ ان مان ڪائي خوش ٿيا، پوءِ جڏهن ڪائي ٻي فارغ ٿيا تڏهن بي بي صاحبہ مهمانن کي چيو تہ اوهين عالم عابد زاهد بلاشڪ آهيو، پر خدا تعاليٰ تي توڪل، سا ڪانہ اٿو.

**41- نقل:** خليفوميان لقمان عليہ الرحمۃ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ فرمايائون تہ مير زنگي ٽالپر اسان ڏانهن ويساهہ بالڪل تمام گهٽو رکندو هو. پوءِ هڪڙي سال ڪجهہ ان اسان ڏانهن فقيرن جي خرچ لاءِ موڪليائين. جو اسان قبول ڪيو. وري ٻي سال اسان لاڙ جي سفر ۾ هئاسون تہ پوبان ان ڏياري موڪليائين. جو صاحبزادن اهو ان وٺي تصرف هيٺ آندو، وري ٽين سال بہ اسان مسجد شريف ۾ ويٺا هئاسون. تہ صالح نالي مير زنگي جو نوڪر مسجد شريف ۾ آيو ۽ چيائين تہ حضرتا! مير زنگي خان ڪجهہ ان نذرانو موڪليو آهي، جاتي حڪم ٿئي تہ اتي لاهي رکون. اسان کي اها ڳالهہ البت ڳوري لڳي ۽ کيس چيو سون تہ ان موٽائي وڃ اسان نہ وٺنداسون. ان ڇوڻ تي صالح البت ڏجي ويو ۽ چيائين تہ حضرتا! مير صاحب حضور جي درگاهہ مبارڪ ڏانهن تمام گهڻي ويساهہ وارو آهي. تڏهن اسان کيس کلي چيو تہ اسان توهان جي مير تي رنج ڪونہ ٿياآهيون، پر توهان هي ان موڪلڻ سپ ڪنهن سال ۾ پاڻ تي مقرر ڪري ڇڏيو آهي. اهڙي طرح اسان کي وٺڻو نہ آهي. ڇو تہ اڳيان مشائخ جيڪي تارڪ ۽ صاحب توڪل جا بي طمع هوندا هئا تن وٽ مريد نذرانو آڻيندا هئا ۽ عادت ٿي وڃڻ ڪري انهن بزرگن جي اولاد مريدن ۾ طامع ٿي پئي ۽ ڇوڻ لڳا اڳائي دستور موجب مقرر ڏن ڀري ڏيو. جڏهن تہ اسان کي بہ اولاد آهي. تنهن ڪري اهڙي دستور، سال

بسال نہ ونندا سون.

**42- نقل:** ساڳو خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو تہ هيڪر مير پديو ٽالپر قدم بوسي لاءِ سندن حضور ۾ حاضر ٿيو هو. پوءِ سندن خدمت ۾ عرض گذاريائين تہ حضرتا! ڪجهہ ان فقيرن جي تصرف لاءِ نذرانو ڪيو اٿئون، ڪوٺي فقير اسان سان گڏجي هلي تہ ان جي هٿ موڪلي ڏيون. پاڻ فرمايائون تہ شال خدا تعاليٰ ائين نہ ڪندو. جو ڪنهن طالب خدا جي ڪي دقت ڏيون. اسان جو رزق مقدر مقرر آهي، جو اصل ڪين مٽبو سٽبو، جيڪي هن ٽنيي وٽ اسان ڪي اچي ملندو اهائي اسانجي ملڪيت آهي. ۽ بس پوءِ مير پديو اهو ان وڪٽائي سندس پئسا پنهنجن ماڻهن هٿ حضور مبارڪ ۾ ڏياري موڪليا. پاڻ انهي ٽي، ٽنيي وٽ مسجد شريف ۾ ويٺا هئا جنهن ڏانهن اشارو ڪيو هئائون اتي مير پديي جي ماڻهوءَ پئسا رومال ۾ ٻڌي اڳيان آڻي نذر رکيا. سچ آهي تہ : **و من يتوكل علي الله فهو حسبه"** جيڪو شخص الله تبارڪ وتعاليٰ تي توڪل ڪندو تہ ان لاءِ الله تبارڪ وتعاليٰ ڪافي آهي.

**43- نقل:** ساڳيو خليفو صاحب نقل ڪري ٿو تہ هيڪر مون سندن خدمت مبارڪ ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! هن ڪان اڳ ڪسب ڪندو هوس. پوءِ جڏهن حالت منهن ڏنو، تہ ان سان بي خبري حاصل ٿي ويئي. جنهن ڪري ڪسب ڪرڻ جي طاقت نڪري وئي. هينئر جو حوصلو ٿيو آهي. جيڪڏهن ڪسب جو امرٿي تہ ڪسب ڪيان نہ تہ بس. پاڻ فرمايائون تہ پنهنجي نفس ڪان پڇي ڏس. جيڪڏهن ڪن شين جي سڌ رکي ٿو تہ اوئين ڪسب ڪرڻ چڱو آهي، نہ تہ نفس طمع ۾، جا بدتر ڳالهہ آهي پئجي ويندو.. پر جي ڪا سڌئي ڪانہ رهي آهي تہ اوهين توڪل ڀلي آهي. مون عرض ڪيو تہ حضرتا! منهنجو حال تہ سموروئي حضور جن ڪي نيڪ روشن آهي تہ اندر ۾ ڪابہ سڌ ڪانہ رهي آهي. ڇو تہ جيڪي بہ پنهنجي سڌ سان ڪيو وڃي ٿو سو سموروئي حرام آهي. ۽ الله تعاليٰ جل شانہ پنهنجي طالبن ڪي ڪڏهن بہ حرام نہ ڪارائيندو. جيئن تہ الله تبارڪ وتعاليٰ فرمايو آهي تہ : الخبيثات للخبيثين والخبيثون للخبيثات والطيبات للطيبين والطيبون للطيبات" پليت شيون پليت ماڻهن لاءِ ۽ پليت ماڻهو پليت شين لاءِ آهن ۽ پاڪ شيون پاڪ ماڻهن لاءِ ۽ پاڪ ماڻهو پاڪ شين لاءِ آهن .

**44- نقل:** ساڳو خليفو صاحب نقل ڪري ٿو تہ هيڪر درگاهہ مبارڪ واري مسجد شريف ۾ سندن حضور مبارڪ ۾ اڳين نماز ادا ڪري ويٺا هئاسون تہ پاڻ فرمايائون تہ اي يارو! اوهان ڪان صلاح ٿا پڇون تہ مير پديي ٽالپر سترهن خرار جوار جي ان جا سلطان فقير ٽالپر جي هٿ فقيرن جي لنگر لاءِ موڪلي ڏنا آهن ۽ اسان ڪي هڪ خط بہ موڪليو اٿس جنهن ۾ لکيل آهي تہ مٿئين قدر موجب فقيرن جي خرچ لاءِ سال بسال سندس پرڳڻي مان وصول ڪندا رهو.۽ چار خرار ميان قابل شاهہ لاءِ بہ ڏيئا ڪيا اٿس پوءِ فرمايائون تہ ميان قابل شاهہ پنهنجا ڪم پاڻ چاڻي،

پر اسان هينئر ڇا ڪيون؟ خليفي محمد ناهيي عرض ڪيو ته حضرتا اسان ڪي ڪهڙي طاقت آهي جو حضور مبارڪ ۾ صلاح مصلحت ڏيئي سگهون. پوءِ فرمايائون ته ائين ناهي، بلڪ حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جن به اصحابن سڳورن ڪان هن آيت شريف جي حڪم موجب صلاح مصلحت پڇندا هئا. اها آيت شريف هي آهي: وشاورهم في الامر" ڪم ڪار ۾ پنهنجن اصحابن سڳورن سان صلاح مصلحت ڪندو رهہ. اسان به انهيءَ ڪري اوهان ڪان مصلحت ٿا پڇون. پوءِ سيئي فقير چپ ڪري ويا. ڪنهن ڪي به طاقت ڪا نہ ٿي جو مصلحت ڪٿي ڏي. ته ايتري ۾ سلطان فقير ٽالپر عرض ڪيو ته حضرتا! هن ويچاري تي توجہ ۽ مهرباني فرمائي هينئر ته هڪ ڀيرو قبول فرمايو، ڇو ته اسانجي ۽ مير بذي جن جي وچ ۾ البت تڪرار هلندڙ آهي. متان هو سمجهي ته سلطان فقير منهنجي پر پٺ حضور مبارڪ ۾ گلا ڪئي آهي. جنهن ڪري سندن درگاهہ ۾ منهنجو نذرانو قبول نہ پيو تڏهن پاڻ فرمايائون ته هينئر جيڪڏهن قبول ٿا ڪيون ته اسانجي شان ڪان پري آهي. پر جي نٿا قبول ڪيون ته هن جي وچ ۾ فتنو فساد ٿو پوي، پوءِ پاڻ صبر ۾ رهيا. خداتعاليٰ جي حڪم سان اهو پرڳڻو انهي سال بالڪل غير آباد ۽ ويران رهجي ويو. جنهن ڪري ڪين نذراني جي قبول ڪرڻ جي تڪليف ڪان آزادگي ٿي پئي:

**ازهمہ خلق جهان ڪن بي نياز　　　ڪارسازا ڪاراين بيچاره ساز**

اي رب العالمين جهان جي ساري مخلوقات ڪان مونکي بي احتياج ڪري ڇڏ ۽ اي ڪارساز! مون مسڪين جو ڪم پاڻ پنهنجي فضل سان راس ڪر.

# فصل چوٿون
## تدبير جي ڇڏڻ بابت

**1- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر لاڙ جي سفر ۾ گوني واه جي يڪ سان سندن رڪيب سان گڏ هئا سون. پاڻ دعوتن جي وڃڻ بابت فرمايائون تہ ڪهڙي طرح وڃڻ گهرجن؟ خليفو ٿو چوي تہ مون خدمت سڳوريءَ ۾ بہ رستا دعوتن وڃڻ لاءِ عرض ڪيا تہ يا هيئن ڪجي يا هونءَ ڪجي. پاڻ فرمايائون تہ پنجتيہ وره ٿياآهن جو اسان پنهنجي ارادي جي واڳ ٻين جي هٿ ۾ ڏئي ڇڏي آهي. ۽ پنهنجي تدبير الله سبحانہ وتعاليٰ جي حوالي ڪري ڇڏي اٿون. هينئر جيئن اوهان ٿا چئو اوهين ڪندا سون. پوءِ پاڻ منهنجي عرض موجب عمل فرمايائون.

**2- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ هڪڙي ڏينهن سلطان العارفين شيخ بايزيد بسطامي قدس الله تعاليٰ سره الاقدس کي الله تبارڪ وتعاليٰ الهام ڪيو تہ اي بايزيد! جيڪي گهرڻو هجئي سو گهر. شيخ قدس سره الله تبارڪ وتعاليٰ جي درگاهہ ۾ عرض ڪيو تہ اي خداوند ڪريم ! آئون توکان ڇا ٿو گهران تہ مونکي ڪابہ خواهش ۽ گهر ڪانہ رهي. بلڪ آئون بہ ڪونہ هجان تہ مڙئي تون ئي تون هجين.

پوءِ پاڻ انهيءَ هنڌ فرمايائون تہ طالب کي کپي تہ پنهنجي تدبيرکي بالڪل ترڪ ڪري ڇڏي. ۽ پنهنجو پاڻ الله سبحانہ وتعاليٰ کي سونپي ڇڏي. جيئن تہ بزرگ هڪڙي جو قول آهي تہ:

**سپردم بتو مايہ خوش را، تو داني حساب ڪم وبيش را.**

مون تہ پنهنجي موڙي تنهنجي حوالي ڪري ڇڏي آهي. ۽ پوءِ گهٽ وڌ جو حساب مڙوئي تون ڄاڻين ٿو.!

**3- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر پاڻ ڪڇ ملڪ جو سفر ڪندي دائري دائود ۾، جو پوج قلعي کان نزديڪ اوپرندي طرف واقع آهي، تشريف فرما ٿياهئا. آئون بہ سندن حضور مبارڪ ۾ ويٺو هوس. تہ بادشاهہ ٽيپو جي حاڪمن مان هڪڙو حاڪم جو بادشاهہ ٽيپو جي وفات کانپوءِ پوج قلعي ۾ فتح محمد جمعدار وٽ اچي ملازم ٿيو هو ۽ طريقو چشتي رکندو هو. سو اتي حضور جن جي زيارت لاءِ حاضر ٿيو ۽ سلام اچي ڏنائين. پاڻ سلام جو جواب ڏيئي ساڻس بغلگيري ڪيائون. ۽ خير عافيت جي خبر چار پڇيائونس. هو بہ حضور پر نور ۾ پاسي ساڻ ويجهڙو ويهي رهيو ۽ سائين جن کان نالو مبارڪ

پڇيائين . پاڻ ڪيس نالو مبارڪ ڏسيائون جو پڻ شرط چوڻ لڳو تہ بلاشڪ اوهان راشدن يعني رستي ڏيکاريندڙن رهبرن جي جماعت مان آهيو. پوءِ پڇيائين تہ ڪهڙي طرف وڃڻ جو ارادو آهي؟ پاڻ جواب ۾ هي بيت فرمايائونس:

**رشتہ در گردنم افگند دوست مي برد هر جاکہ خاطر خواه اوست.**

منهنجي ڪنڌ ۾ دوست جي ڏور پيل آهي. پوءِ جتي سندس مرضي پوي ٿي اوڏانهن ڇڪي وٺي وڃي ٿو، ان ڪانپوءِ هندستاني دستور موجب زمين خدمت جي چميائين ۽ ادب نياز نوڙت بجا آڻي موڪلائي هليو ويو. سندس وڃڻ ڪانپوءِ پاڻ فرمايائون تہ هي شخص تمام چڱو ماڻهو ۽ قابل انسان آهي.

**4- نقل:** هڪڙو فقير، جو سچو ۽ معتبر راوي آهي، نقل ڪري ٿو تہ جڏهن صاحبزادن سڳورن جي شادين جو موقعو هو ۽ ڪيترائي ڏينهن ماڻهن جي آمد رفت جو سلسلو جاري هو، ۽ عمدا عمدا طعام پيا تيار ٿيا، تن ڏينهن ۾ پاڻ برابر ٽي ڏينهن اصل ڪونہ ڪاڌو پيتو هئائون، صاحبزادن سڳورن ۽ ٻين ٻاهرين طعام تي مقرر ٿيل ماڻهن جي خيال ۾ هو تہ پاڻ اندر حاويليءَ مبارڪ ۾ ڪاڌو پيتو هوندائون ۽ حاويلي مبارڪ جي ماڻهن وري سمجهيو تہ پاڻ ٻاهر ڪائيندا پيئندا هوندا. جنهن ڪري ڪنهن ماڻهو بہ ڪين سعيو ڪري ڪونہ ڪارايو. نڪي وري پاڻ بہ ڪنهن کان گهري کاڌائون. ٽن ڏينهن ڪانپوءِ جڏهن ماڻهن کي اها خبر پئي تڏهن طعام کڻي آڻي حاضر ڪيائون. تڏهن پاڻ طعام کاڌائون.

**5- نقل:** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو تہ هيڪر مون حضرت صاحبزادي سڳوري وڏي يعني گادي نشين اول جي خدمت سڳوريءَ ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! پاڻ بيماريءَ جي مدت ۾ ڪنهن بہ کاڌي پيئڻ جي شيءِ لاءِ تڪليف ڏني هئائون يا نہ؟ صاحبزادي سڳوري ورندي ڏني تہ اي خليفا! جڏهن تہ سندن روش مبارڪ اصل کان اهڙيءَ طرح هوندي هئي جو، ڪڏهن بہ پنهنجي خواهش سان ڪابہ شيءِ گهري نہ وٺندا هئا. تنهن ڪري اٿين پوئين وصال واري بيماريءَ ۾ گهڻو شيون، ماني جيئن تہ چانور، ڏونرو، لسي ٻوڙ ساڳ وغيره انهن جهڙيون شيون سندن خدمت ۾ کڻي اچي حاضر ڪندو هوس. پوءِ هيڪر پاڻ چانور کائڻ وبنا پر هورياں هورياں کائڻ ۾ مشغول ٿيا، سندن آهستي کائڻ مان معلوم ڪيم تہ شايد اجارا آهن تنهن ڪري آهستہ ٿا کائن. عرض ڪيم تہ حضرتا! ڪير ڏيان؟ فرمايائون تہ نہ وري عرض ڪيم تہ ڏونرو ڏيان؟ فرمايائون تہ نہ وري عرض ڪيم تہ لسي ڏيان؟ فرمايائون تہ هائو. پوءِ لسي ڏنم. پاڻ ان مان سرس پي ويا ۽ ان ڪانپوءِ طعام بہ ڪجهہ زياده کاڌائون. پوءِ فرمايائون مون کي اڄ ڏاڍي لڳي هئي، پر دل نہ پئي چوي تہ سوال ڪيان. جڏهن الله تبارڪ وتعاليٰ بنا سوال جي

موجود ڪري ڏني تہ پيتي سون. پوءِ هي سنڌي بيت فرمايائون:

**فقير ڇنجي تنهن ڪي، جنهين سڀ ريءَ سري**
**پر گهر پير نہ وجهي، گهران بہ ڪين گهري**
**جو مانيءَ لاءِ مري سو سامي گرنہ سامهون.**

**6- نقل:** هيڪر سنڌن خدمت سڳوري ۾ هڪڙو پروچ شخص ٻہ گهوڙا ڪاهي اچي حاضر ڪيا ۽ عرض ڪيائين تہ حضرتا انهن ٻن گهوڙن مان هڪڙو اوهان جي لاءِ نذر ڪيو اٿم. جيڪو اوهان جي دل ڪي پسند اچي. سو چونڊي ڪٺو تہ سائين جن جي حوالي ڪيو وڃي. پاڻ فرمايائونس تہ مونکي الله تبارڪ وتعاليٰ دنياوي شين چونڊ ڪرڻ واسطي ڪونہ خلقيو آهي.

**7- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ صاحبزادن سڳورن جي شادي جي وقت ٻيا مڙيئي فقير ڪم ڪار سان مشغول ٿي ويا. مون بہ سنڌن خدمت ۾ عرض گذاريو تہ حضرتا! غلام ڪي اجازت ٿئي تہ ڪنهن ڪم ڪار سان مشغول ٿي وڃان. پاڻ فرمايائون تہ تون ويٺو هج. اسان ۽ تون ٻيئي هڪڙي هنڌ ويهي وري ٻي هنڌ ويهنداسون. ۽ اتان اٿي وري ٻي هنڌ ويهنداسون. جامع ملفوظات رحمة الله عليہ ٿو چوي تہ مونکي ترسڻ نہ آيو ۽ صاحبزادي سڳوري مسند نشين اول جي خدمت ۾ ڪنهن ڪم ڪار جي مشغوليءَ بابت عرض گذاريم. صاحبزادي سڳوري فرمايو تہ توتي ٿورڙو ڪم ٿا رکون. پوءِ جاتي طعام تيار ڪري ٿانون ۾ وجهي ٻي رکيائون اتي طعام جي حفاظت لاءِ مونکي ويهاري ويا. خليفو ٿو چوي تہ اتي هڪ هنڌ مقيد ٿي ويهڻ مونکي اهڙو تہ سخت لڳو جو ڏاڍو ڪڪ ٿي پيس ۽ سومهياڻي جي وقت جيئن تيئن ڪري پاڻ ڪي آزاد ڪيم ۽ آئنده لاءِ وري توبہ ڪيم تہ فرمودي جي مخالفت ۾ ڪڏهن بہ پير نہ رکندس. پوءِ جيستائين شاديءَ جو ڪم ڪار هو تيستائين اوڏانهين منهن ڪونہ ڪيم بلڪ مسجد شريف ۾ سنڌن خدمت سڳوريءَ ۽ صحبت منجهہ ويٺو هوندو هوس.

**8- نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ فرمايائون ٻي تہ طالب ڪي ڪيپي تہ پاڻ ڪي رسمي خوشامدن ۽ تڪلفن کان بالڪل آزاد رکي. جيئن تہ جيڪڏهن سندس گهر ۾ ڪاڏي لاءِ رب چاڙهي هجين ۽ ٻيو ڪو دوست يار مهمان اچي ٿئي تہ هڪ وٽو پاڻيءَ جو سرس ڪٽي وجهيس تہ پل تہ اهو مهمان بہ انهي ئي ديڳڙي مان خوش ٿي وڃي.

**9- نقل:** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو تہ هيڪر حضرت صاحبزاديٰ قدس سره الاقدس جي خدمت ۾ حاضر هوس. پاڻ بيان فرمايائون تہ

هيڪر عيد جي موقعي تي سندن حضور ۾ حاضر هوس، پوءِ مهرباني فرمائي هڪڙي ريشمي قميص ڳاڙهي اطلس جي مون کي مرحمت فرمايائون. اسان مڙني صاحبزادن جو دستور هوندو هو تہ سيئي ڪپڙا ڍڪي حضور جن جي پويان عيد گاهہ ڏانهن ويندا هئاسون. مون اها قميص شريعت جي لحاظ ڪري نہ پاتي ڇو تہ ڳاڙهو رنگ خصوصا ريشمي ڪپڙو شرع موجب جائز نہ آهي. پوءِ اها قميص تبرڪ طرح محفوظ رکي ڇڏيم ۽ ٻيا ڪپڙا پائي حضور ۾ حاضر ٿيس. پاڻ نڙ ڪرڻ ۾ مشغول هئا. مون سندن منهن مبارڪ ڏانهن نهاري ڏٺو تہ البت شڪر رنجي جو اثر نظر آيم. دل ۾ خيال ڪيم تہ هن نارضامندي جو الائي ڇا سبب آهي؟ گهڻا دليل ڊوڙايم پر معلوم نہ پيو ٿي سگهي تہ ڇا سبب آهي. آخر ڪجھ وقت کانپوءِ انهي قميص جو خيال پيم يڪدم، اوطاق تي وڃي اها قميص پائي موٽي اچي حاضر ٿيس ڏٺم تہ اها دل جي گراني سندن طبع مبارڪ مان برطرف ٿي ويئي هئي. پوءِ عرض ڪيم تہ حضرتا! قميص اوهان جي مرحمت ٿيل شريعت شريف جي لحاظ ڪري ڪا نہ پاتي هيم اها بي ادبي معاف ٿئي! پاڻ فرمايائون تہ اي بابا! سڀ ڪنهن مشائخ پنهنجي طريقي کي ڪنهن نہ ڪنهن لباس سان جلوو ڏياريو آهي. پوءِ ڪن ڳاڙهي رنگ کي اختيار ڪيو ڪن ڦڪي رنگ کي پسند ڪيو، ڪن ڪفني پاتي ۽ پارائي، ڪن قلندري ويس ورتو مطلب تہ اهڙي طرح سڀ ڪنهن پنهنجي مناسب حال روش ۽ لباس تي عمل ڪيو آهي. پر اسان وٽ ڪنهن بہ رسم جو قيد ڪونهي. جيڪي بہ خدا تعاليٰ بنا تدبير ۽ ڪوشش جي مرحمت فرمائي ٿو سا اسان جي ملڪيت آهي. باقي هڪ لباس سان پاڻ کي مقيد نہ ڪنداسون:

## درويش صفت باش ڪلاه تتري دار.

فقيرن جون صفتون پيدا ڪر پوءِ ٽوپي ڪٽي تتري پاءِ تہ ڪو فڪر ڪونهي يعني لباس ڪهڙو بہ هجي مگر فقيرن جون صفتون پيدا ڪرڻ ضروري آهن.

**10- نقل:** طبيب فقير راهو ڪرڙو رهندڙ ديهہ ڪنڌڙيءَ جو نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ باغيچي ۾ استراحت پذير هئا. (يعني سمهيا پياهئا) تہ اينتري ۾ هڪڙي شخص ڪانئن مڙسيءَ جي طاقت لاءِ ڪادوا گهري. پاڻ فرمايائون تہ انشاءَ الله تعاليٰ جيڪڏهن ڪنهن شخص آٽي ڏني تہ توکي ان مان ڏينداسون. پوءِ پاڻ فرمايائون تہ هيڪر ڪنهن شخص قوت جون دوائون تيار ڪري اسانکي آٽي ڏنيون هيون. انهن مان هڪڙي تمام عمدي ۽ مقوي هئي ۽ ٻي وچٿري هئي نہ تمام عمدي نہ تمام سادي. پوءِ اها درمياني دوا ان شخص کي سوال موجب ڏني سون. جنهن کي مڙسي جي طاقت اصل ڪانہ هئي حڪيم مطلق جي حڪم سان ڪيس

ڏاڍي طاقت پيدا ٿي پئي ۽ ڪيس اولاد به پيدا ٿي ۽ هو بي عمدي دوا به استعمال ۾ آندي وٺي جنهن مان ڪوبه فائدو ڪونه ٿيو. بلڪ رهندو نقصان ۽ ضرر ڪيائين پوءِ الله تبارڪ وتعاليٰ جي طرفان اسانکي الهام ٿيو ته تون مختيار هوئين. ڇا؟ جو هن سبب کي اختيار ڪيءِ ۽ دوائن جو وسيلو وچ ۾ آندءِ انهي ٿي سبب ڪري تنهنجي دوا اثر واري ڪانه ٿي آهي.

اي عزيز! هي نقل بيان فرمايل سندن پنهنجي احوال جي ظاهر ڪرڻ لاءِ نه هو. بلڪ طالبن مبتدين ۽ متوسلن جي ترغيب لاءِ بيان آندائون، ڇو ته جيڪوبه طالب طريقت ۾ پير رکي ته ان کي لازم آهي ته، پنهنجي نفس کي سڌن ۽ خواهشن کان بلڪل بند ڪري ڇڏي ۽ پنهنجي اختيار کان بي اختيار ٿي ظاهري توڙي باطني تدبيرن کي ترڪ ڪري پاڻ کي بلڪليه خدا تعاليٰ جي حوالي ڪري ڇڏي ۽ ڪنهن به ڪم ۾ الله سبحانه وتعاليٰ کانسواءِ ٻي کي وسيلو نه آڻي ۽ هن بيت موجب عمل رکي :

**سپردم بتو مايه خريش را تو داني حساب کم و بيش را.**

مون پنهنجي موڙي ڪلئي تنهنجي حوالي ڪري ڇڏي پوءِ گهٽ وڌ جو حساب مڙئي تون ڄاڻين ٿو.

**11- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ لاڙ جي سفر تي اسانجي طرف ڏانهن تشريف فرما ٿيا هئا. سندن سٿڻ شريف اينتري قدر ته پراڻي ٿي ويئي هئي جو ڍڪڻ جي لائق بالڪل نه رهي هئي. مگر پاڻ نئين سٿڻ جي ٺهرائڻ لاءِ ڪوبه حڪم ڪونه فرمايو هئائون. حاجي ابو طلحو پناڻ جو سندن مريدن ۽ پيش خدمتن مان هو. تنهن جوڙيءَ جو هڪڙو ٿان از خود نصرپور مان خريد ڪري به سٿڻون سبرائي اچي خدمت شريف ۾ حاضر ڪيائين. انهن مان هڪڙي سٿڻ پاڻ پاتائون ۽ ٻي سٿڻ صاحبزادي مسند نشين قدس سره پاتي.

اي عزيز! دنياوي ڪمن ۾ پاڻ اينترو به سعيو نه فرمايو اٿن، جو سنتر عورت، جو نهايت لاچاري ۽ ضروري ڪم آهي. مگر پاڻ ان لاءِ به پاڻون امر ڪونه فرمايو اٿن.

**12- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه بيان ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ لاڙ جي سفر تي تشريف فرماٿياهئا ڪين هڪ پراڻي سٿڻ ڍڪيل هئي، پاڻ انهي ئي سٿڻ سان ڪڇ ملڪ جي سفر تي روانا ٿي ويا، سٿڻ اهڙي ته پراڻي ٿي وئي جو جيڪر ڪو مسڪين به اهڙي سٿڻ ڪونه پائي . ڏهاڙي ڏهاڙي ڦاٽي پوندي هئي ۽ فقير ٽوپا ٽڳا ڏيندا هئا. پاڻ ڪڏهن به مڏيدارن پنهنجن کي نئين پوشاڪ جي ٺهرائڻ لاءِ حڪم ڪونه فرمايائون. پوءِ جڏهن پاڻ ڪڇ جي سفر تان موٽي اچي ديهه ڪوڏي واقع پرڳڻي ونگن جي ۾ تشريف فرماٿيا تڏهن اتي پيرزادو سيد ميان

احمد شاهہ جو حضرت پيران پير قدس سره الاقدس جي اولاد مان حضرت مرشد
ڪريم رضي الله تعاليٰ عنہ جو مريد هو، تنهن سمورا ڪپڙا پوشاڪ جا ڪٽي
اچي خدمت شريف ۾ نذرانو رکيا ۽ عرض ڪيائين تہ حضرتا! هي ڪپڙا اوهين
پاڻ ڍڪيو، پوءِ سندس سوال موجب پاڻ انهي وقت اهي ڪپڙا پاتائون.

**13- نقل:** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو تہ حاجي ٺاري فقير
ڳالهہ ڪئي، تہ هيڪر ٻہ ٽي ننڍڙا ڪنواٽ يعني اٺن جاڳورڙا سندن حضور
مبارڪ ۾ نذراني طرح آندا ويا. پاڻ انهن جي وڪڻڻ لاءِ حڪم فرمايائون.
جڏهن تہ ڪنواٽ تمام ننڍڙا وڪڻڻ جي لائق بالڪل نہ هئا. تنهن ڪري سندن
خدمت ۾ عرض ڪيم تہ حضرتا! هينئر هنن گورڙن جي وڪڻڻ مان ڇا پيدا
ٿيندو؟ جو هي تمام ننڍڙا آهن ڪابہ قيمت ڪانہ پيدا ڪندا. مگر پاڻ وري بہ ان
بابت زياده تاڪيد ۽ ڪوشش فرمايائون. جو نيٺ اهي گورڙا خيرپور جي آسپاس
ٿورڙي قيمت تي وڪڻي پئسا ڪٺي اچي باغيچي ۾ سندن آڏو رکيم. پاڻ
فرمايائون تہ اي حاجي ٺارا! تون ڏاڍو دانائ ۽ هوشيار ماڻهو آهين جو هيتري
قيمت تي اٺ وڪڻي آيو آهين. منهنجو خيال هو تہ ايتري قيمت بالڪل نہ ڪندا
جيتري اوهان جي هوشياري سان ڪري ويا. مون عرض ڪيو تہ حضرتا! اسان
جي نظر ۾ تہ اٺن جي قيمت ۾ رڳو نقصان تاوان ٿيو آهي. پر پاڻ وري بہ هرهر
فرمائيندا رهيا تہ تو ڏاڍي هوشياري ۽ چالاڪي سان سٺي قيمت تي اٺ وڪيا آهن.

**14- نقل:** ساڳيو خليفو صاحب، عاقل ميمڻ رهندڙ ڪوڪرن جي ڪان نقل ڪري
ٿو تہ هيڪر پاڻ ميمڻ مٺڻ کي فرمايائون تہ ڪي قدر سون موجود ٿيو آهي، ان
کي وڃي خيرپور ۾ يا آسپاس وارن ٺڪرن ۾ وڪڻي آءُ تہ پئسا خرچيا وڃن. مون
عرض ڪيو تہ حضرتا! سون جو معاملو آهي سو تور تڪور ڪانسواءِ وڪڻڻ هن
مسڪين کان نہ ٿي سگهندو. پر جي توري ڏنو وڃي تہ پوءِ مون کي البت وڪڻڻ
سهنجو لڳندو. پاڻ فرمايائون تہ تورڻ جو ڪو ضرور ڪونهي. ڇو تہ هي تمام
آسان ۽ سهنجڙو ڪم آهي. اسان جي دل کي ان ۾ ڪوبہ خيال خطرو ڪونہ
ٿيندو. تون ان جي وڪڻڻ ۾ ڪوبہ وهم پنهنجي دل ۾ نہ آڻ. عاقل ميمڻ ٿو چوي
تہ نيٺ مون حضرت صاحبزادي مسند نشين قدس سره جي خدمت ۾ عرض ڪيم
تہ حضرتا! سائين جن مون کي هن سون وڪڻڻ لاءِ امر فرمايو اٿن. پر تورڻ
ڪانسواءِ آئون ڊڄان ٿو. صاحبزادي سڳوري سندن خدمت ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! هي
سون تورائي پوءِ عاقل ميمڻ کي عنايت فرمايو تہ چڱو، ڇو تہ ان ڪري سندس دل جي
تسلا ٿي پوندي. پاڻ فرمايائون تہ هي شخص تہ اوئين پنهنجي خيال ۾ پيو ٿو ڊڄي باقي
اسان کي تہ ڪوبہ خطرو ڪونهي. نيٺ پاڻ تورائڻ جي موڪل ڏنائون. اوهو زيور جو ڍهري

نـهيل هئي، تورائي عـالم خان ٽالپر جي ديهـ واقع لڳ خيرپور جي ۾ ڪٽي ويس ۽ اهو زيور هڪڙي ٻانهي جي هٿ عـالم خان جي ديري جي طرف ڏياري مـوڪليم. گهـڙي ڪن ڪـانپوءِ ٻانهي مـوٽي آئي ۽ چيـائين تـ پسند نـ آئي. وري جو خيـال ڪري ڏٺم تـ ٻـ ٽي داڻا ڌهريءَ مـان گم ٿيا پيـاآهن. گهـٽيئي ڳولا ڦولا جاچ جوچ ڪيم پر هٿ ڪين آيا. پوءِ نيٺ اهڙيئي حـال سـان اهو زيور سندن خدمت سڳوريءَ ۾ مـوٽائي آندم ۽ عـرض ڪيم تـ حـضرتا! هي زيور وڪاڻو تـ ڪونـ پر رهندو ٻـ ٽي داڻا ان مـان گم ٿي وياآهن. پاڻ خوش طبعي طرح فرمايائون تـ اسان بنا تور جي اوهان کي ڏنو سون پي پر توهان هرو ڀرو تورائي ويڙ. هينئر جيڪي نقصان ٿيو سو اوهان کان پرائي وڻئو آهي مون عرض ڪيو تـ حضرتا! اڪين سان پري ڏينداس. پاڻ فرمايائون تـ هي سخن خوشطبعي ڪري چيو سون دل ۾ رنج نـ ڪجو.

**15- نقل:** اميد علي ٽالپر نقل ڪري ٿو تـ هيڪر آئون درگاهـ مبارڪ ڏانهن وڃڻ لاءِ تيـاري ڪئي، پر نذراني لاءِ ڪابـ شي مـوجود ڪانـ پئي ٿيـئي. جو هـٽـڪري درگـاهـ تي وڃان. انهيءَ خيـال ڪري ٽي چار ڏهاڙا وڃڻ ۾ دير لڳي ويئي چوٿين ڏينهن ڪجهـ موجود ٿيو، جو سـاڻ ڪٽي درگـاهـ مبـارڪ ڏانهن روانو ٿيس. جڏهن اتي پهتس تـ پاڻ باغيچي ۾ ويٺا هئا اتي وڃي سندن قدمبوسي کان مشرف ٿيس ۽ نذرانو جيڪي سـاڻ هيو سو سندن آڏو رکيم. پاڻ جوش سـان فرمايائون تـ ڪڻ هتان هي نذرانو. جيـڪا شيءِ خدا تعاليٰ جي رستي کان روڪي وجهي سا اسان جي حضور ۾ قبـول ڪانـ پوندي. مون گهـڻو ئي عرض معروض ڪيو پرپاڻ هرگز قبول نـ ڪيائون . مون چيو تـ حضرتا! هن غلام کان ڪا ٻي تـ تقـصـيـر ڪانـ ٿي آهي مگر اچڻ جي تيـاري ڪـانپـوءِ چار ڏينهن دير پئجي وئي آهي، پاڻ فرمايائون تـ ايترو خلل بـ تـ پيدا ٿي پيونـ! آخر پاڻ اهو نذرانو نـ ورتائون.

**16-نقل:** الهداد فقير نظاماڻي هڪڙي معتبر فقير کان نقل ڪري ٿو تـ هيڪر پاڻ سفر ۾ هئا، پوءِ هڪڙي هنڌ سواري جي وقت گهوڙو سـانبـاهي آڏو ڪـاهي اچي جهلبيـائون، پاڻ پير مبـارڪ رڪيب ۾ وجهي ڪڍي ورتائون ۽ فرمايائون تـ ماٺهو ياڻئن تا تـ پير پنهنجي ڪوشش سان گهوڙا سنجن سميت پنهنجن فقيرن کان سـواري لاءِ پيـو ٿو تيار ڪرائي، حالانڪ اسـان کي پنهنجي اختيار سـان هن ۾ ڪابـ ڪوشش ڪانـ آهي، جيـتـوٽيـڪ سـفـر جي حـالت آهي، تـ بـ ارادو اهو اٿئون تـ جيـڪر پيرين پيادا هليا وڃون. پر جڏهن الله تبارڪ وتعاليٰ بنا سعيي ۽ اختيـار اسـانجي، گهوڙا سنجرائي سـواري لاءِ تيار ڪرائي اڳيان موڪلي ٿو ڏئي تڏهن اسين بـ انهن تي سوار ٿيون ٿا.

# فصل پنجون

## الله تبارڪ وتعاليٰ کانسواءِ ٻي سموري مخلوقات کان ڳانڍاپن ڇني ڇڏڻ بابت

**1- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون ته طالب کي غير کان سڀ ڳانڍاپا صفا صاف ڇني ڇڏڻ گهرجن ۽ ظاهر توڙي باطن ۾ تعلقات توڙي تجريد تي محڪم ٿي وڃڻ گهرجيس، ائين نه ڪري ته ڪڏهن خدا تعاليٰ سان مشغولي ڪري ته ڪڏهن وري دنيا جي اسبابن سان وڃي مشغولي ڪري، اهڙي به طرفي طالب جي حق ۾ هي سنڌي بيت فرمائيندا هئا:

**ڏينهان گهاري ڏم سين راتين ميهارين**
**جيلاهين ٻن پارين تيلاهين ٻڏي سهڻي.**

**2- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون پي ته حضرت خواجه بهاءُ الدين نقشبند قدس الله تعاليٰ سره الاقدس فرمائيندا هئا ته هن مڙس (علاءُ الدين عطار) بارجي ڳورائي مون تان لاهي وڌي آهي. يعني ته خلق سان منهن ڏيڻ لاءِ خواجه علاءُ الدين عطار قدس سره کي مقرر ڪري ڇڏيائون ۽ پاڻ دل جي فراغت سان الله تبارڪ وتعاليٰ سان مشغول ٿي ويا. ڇو ته خلق جي رجوعات به اهل الله تي وڏو بار ٿي پوي ٿو. جيئن ته خواجه شيرازي عليه الرحمة ان بابت فرمايو آهي:

**آسمان بار امانت نتوانست کشيد قرعه فال بنام من ديوانه زدند**

آسمان به هن امانت جي ڳوري بار کي کڻي نه سگهيو. پر ان بار جي کڻڻ جو مون ديوانې جي نالي تي آڻي ڍارو اڇلايائون.

**3- نقل:** پاڻ فرمائيندا هئا ته سچي طالب کي نفساني سڌن کان اهڙي طرح آزاد ٿيڻ کپي جهڙي طرح سڪرات جي وقت جو ان وقت سموريون سڌون جسي مان نڪري وينديون آهن. تيئن طالب کي به سيني سڌن کان صاف ٿي وڃڻ گهرجي.

**4- نقل:** عرضي فقير نقل ڪري ٿو ته صاحبزادن سڳورن جي شادي وارن ڏينهن [illegible]مبارڪ تي چئني پاسن کان ايتري ته خلق اچي ڪٺي ٿي هئي جو حساب جي انداز کان ٻاهر پنجن ڇهن ڏينهن کان به زياده ماڻهن جي آمد رفت ۽ ماني جي رڌ پچاءَ ۽ ٻيو سمورو انتظام جاري رهيو. پاڻ انهي سموري وقت ۾ مسجد شريف ۾ ويٺا هئا ۽ ڪڏهن به راڌڻ جي جاءِ ڏانهن ليئو به ڪونه پاتائون. اتفاقا هڪڙو شهر جو ماڻهو ان وقتن ۾ فوت ٿي ويو پاڻ سندس جنازي نماز ادا ڪرڻ لاءِ بنيءَ واري جاءِ کان اچي لنگهيا پر اک ڦيرائي ان طرف واجهايائون به نه ۽ ان فوتي جي دفن کان پوءِ وري اچي مسجد شريف ۾ ويهي رهيا. ان وقت ڪي زالون اهل اشراف جون جو شاديءَ جي دعوت تي آيل هيون زيارت جي لاءِ مسجد شريف ۾ پي آيون. جنهن ڪري سيني فقيرن کي مسجد شريف مان ٻاهر ڪڍي ڇڏيائون. مگر خليفو صاحبڏنو عليه الرحمة جو سندن روبرو ويٺو هو. تنهن کي به فقيرن ٻانهن مان وٺي ٻاهر ڪڍيون پي ويا ته پاڻ ڪين فرمايائون ته هن يار کي ڪي به نه چئو. ڀل ته اتي ويٺو هجي.

# باب ستون
## هن ۾ چار فصل آهن !
## فصل پهريون
## طالبن جي بلند همتي بابت

**1- نقل:** هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون ته حضرت خواجه سيد آدم بنوري قدس سره الاقدس پهريان قادري طريقي ۾ شيخ بهلول قدس سره رهندڙ ملتان جي ڪان تلقين ورتي هئائون. اهو شيخ بهلول قدس سره وري خواجه احمد فاروقي سرهندي نقشبندي جيڪو عام طرح مجدد الف ثاني قدس الله سره الاقدس جي لقب سان مشهور آهي. تنهن جي خليفن مان هڪڙو خليفو هو. خواجه صاحب قدس سره به ٿي ڏينهن شيخ بهلول قدس سره جي صحبت ۾ مس رهيا ته ڪن حالات اچي ورتو ۽ جلدئي ڪي احوال ۽ ڪشف شيخ ڪان پڇيائون. جنهن جي جواب ۾ جيڪا شيخ ڪي سمجهه ۽ پروڙ هئي بيان ڪيائين. ۽ جيڪي سندس پروڙ ۾ نه آيو تنهن لاءِ ڪيس هڪڙو سفارش نامو پنهنجي مرشد حضرت مجدد الف ثاني قدس الله تعالیٰ سره ڏانهن لکي ڏنائين. خواجه صاحب انهيءَ سفارش نامي جي وسيلي سان سرهند آيو ۽ سندن خدمت ۾ سفارش نامو پيش ڪري پنهنجا حالات عرض رکيائين. پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته اي شيخ آدم ! تنهن جو استعداد يعني همت جي بلندي تمام قوي آهي. تنهن ڪري تو ڪان خلاصي جاءِ ۾ حال احوال پڇي تنهن ڪان پوءِ توکي وري نئين سر مريد ڪنداسين. پوءِ شيخ آدم قدس سره کي خلوت ۾ گهرائي سندس احوال ڪان واقف ٿيا. ۽ ڪيس پنهنجي طرفان نئون مريد ڪري تلقين فرمايائون.

**2- نقل:** (1) جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته هيڪر مون سندن خدمت اقدس ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! ٻيا مشائخ سڳورا لطيفن مان هرهڪ لطيفي جون جايون جدا جدا مريدن کي تلقين ٿا فرمائن. ۽ سندن رنگ ساوا ۽ اڇا ڳاڙها ۽ ڪارا بيان ڪري ٿا ٻڌائين، ۽ اوهان مڙيئي هڪ ڀيري سان مريدن کي تلقين ڪري ٿا ڇڏيو. تنهن جو ڇا وجه؟ پاڻ جواب ۾ ڪجهه نه فرمايائون! جنهن ڪري البت مون کي دل تي بار ٿي بيٺو. جڏهن به ڏينهن گذريا تڏهن پاڻ هڪڙي وقت مون کي سڏ ڪري ياڪر پائي خوش ٿي فرمايائون ته اي ادا! اسان وٽ الله تبارڪ وتعالیٰ جي واٽ رڳو هڪڙي وک آهي ۽ هي ٻين مشائخن وارا رستا به اسان وٽ آهن، پر اسان ٿا چئون ته جيڪر ڪوئي انهيءَ هڪڙي وک



(1) هي نقل باب 1- فصل 1 ۾ به اختصار سان آيل آهي.

واري رستي سان نڪري پنهنجي مقصود حقيقي کي پهچي وڃي ته ڏاڍو چڱو:

**يک قدم برنفس نه ديگر قدم در کوي دو ست**

**هرچه بيني دوست بيني با اين و آنت کارنسيت**

يعني: ته هڪڙي لت ڏي پنهنجي نفس جي مٿان ۽ ٻي وک وجهي پنهنجي دوست جي گلي ۾ رک، بس پوءِ جيڪي به ڏسندين سو دوست ئي دوست ڏسندين. باقي هن ۽ هن سان تنهنجو ڪو واسطو ڪونهي.

**3- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته هيڪر پاڻ سڳورن کي خطاب ڪري فرمايائون ته اي فلاڻا! ڪي مڙس اهڙا آهن جو گهوڙن کي اهڙو ته تکو ٿا ڪاهن جو ڊڪ ڊوڙ جي زيادتي ڪان گهوڙن کي ٿڪائي ماندو ڪري بلڪ هلاڪ ڪري ٿا وجهن، ته به اڳتي گهليندا ٿا وڃن، ۽ پنهنجي ارادي واري واڳ پوئتي نٿا موڙن، وري پوءِ مرڪي خطاب ڪري فرمايائون ته ڪي گهوڙا اهڙا آهن. جو چهبڪ ڪانسواءِ پنهنجي چار سان پنڌ ۾ تکا ڪاهيون ٿا وڃن، اهڙا گهوڙا تمام قوت پريا ۽ قيمتي ٿيندا آهن ۽ جيڪي گهوڙا گهڙيءِ گهڙيءِ ۾ چهبڪ جي اشاري جا محتاج هوندا آهن، سي پنڌ جا اهڙا تکا ۽ عمدا نه ٿيندا آهن.

اي عزيزا انهن گهوڙن جي ٽن قسمن مان مراد آهن طالب خدا جا. پوءِ جيڪي پهرين قسم جا آهن سي مجذوب سالڪ آهن. جن کي جذبه سلوڪ کان اڳ هوندو آهي. اهڙن طالبن جي سير جي جلدائي اهڙي تکي هوندي آهي جو خمسين الف سنه (پنجاهه هزار سالن) جو پنڌ هڪ لحظي ۾ لنگهي وڃي ٿا ٻاهر نڪرن ۽ انهي هوندي به جذبي واري گهوڙي جي واڳ اڳتي هلائيندا ويندا آهن. ٻي قسم گهوڙن جي مثال اهي طالب آهن. جي بنا جذب جي سلوڪ جي رستي سان هلن ٿا. انهن جي استعداد وارو گهوڙو تمام وڏي ڪوشش ۽ زهد پرهيز ۽ ورع جي چهبڪ جي اشاري سان هوريان هوريان وک وڌائيندو ٿو وڃي.

**4- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون ته حضرت خواجه عبيدالله احرار قدس الله تعاليٰ سره الاقدس جن خواجه يعقوب چرخي قدس الله تعاليٰ سره الاقدس کان دست بيعت ٿيا هئا. خواجه يعقوب چرخي قدس سره کين طالبن جي تربيت لاءِ امر فرمايائون. بلڪ اهڙو ته عام مختيار ڪري ڇڏيائون جو فرمايائون ته اي عبيدالله! توکي جهڙي طرح وڻي اهڙي طرح مريدن کي تربيت ڪر. يعني ته جذب سان ڪرين توڙي سلوڪ جي رستي سان توکي اختيار ڏيئي ڇڏيرسين. جڏهن اها حقيقت ٻين مريدن حضرت خواجه يعقوب چرخي قدس سره جي کي معلوم ٿي تڏهن ريس ٿي پين. ۽ عرض ڪيائون ته حضرتا! عبيدالله رڳو اچڻ شرط اهڙي مرتبي کي پهچي ويو ۽ اسان جو هيتري مدت اوهانجي خدمت سڳوري ۾ گذاري

چڙي آهي ته به هن مرتبي کي پهچي نه سگهيا آهيون. تنهن ۾ ڪهڙي حڪمت آهي؟ خواجه يعقوب قدس سره فرمايو ته هن مڙس عبيدالله تيل ڏيئو ۽ وٽ سيئي تيار ڪيون پاڻ سان اڳئي ڪنيون آيو هو. اسان رڳو ان کي ٻاري چڙيو آهي.

**5- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون ته شيخ آدم بنوري قدس سره هڪڙو ڪتاب "خلاصة المعارف" نالي تصنيف ڪيو آهي جنهن ۾ شريعت طريقت ۽ حقيقت ۽ معرفت جا بيان وڏي تفصيل ۽ چٽائي سان ڏنل آهن. انهي ڪتاب ۾ لکيل آهي ته جاتي استعداد وارن طالبن جو فنائيت جو مقام نهايت ڪان نهايت تي پهچندو آهي اتان منهنجو آفاقي سير شروع ٿيندو آهي. باقي منهنجو فنائيت جو مقام پيرن جي فنائيت جي مقام ڪان گهڻو ٻاهر ۽ اڳتي آهي.

**6- نقل:** قاضي محمد شفيع رهندڙ هالن جو نقل ڪري ٿو ته هيڪر آئون شڪارپور جي شهر ۾ سندن حضور ۾ وينو هوس ته اوچتو هڪڙو پٺاڻ قنڌار ملڪ جو وينل سندن خدمت سڳوري ۾ حاضر ٿيو. پاڻ ان کان پڇيائون ته ڪٿان ٿو اچين؟ عرض ڪيائين ته قنڌار ڪان وري پڇيائونس ته ڪهڙي ڪم سان نڪتو آهين؟ عرض ڪيائين ته مون خواب ۾ اوهان جي صورت مبارڪ جو مشاهدو ڪيو آهي، ۽ خاص خدا تعاليٰ جي طلب لاءِ هيترو پنڌ هٿي حضور مبارڪ ۾ حاضر ٿيو آهيان! پاڻ فرمايائونس ته پراهين پنڌ ڪان آيو آهين، وري به پنهنجي دل ڪان پڇي ڏس ۽ تحقيق ڪر ته متان ڪنهن ٻي شخص جي صورت ڏٺي هجيئي. پٺاڻ عرض ڪيو ته والله، بالله ، تالله (هي قسم جا لفظ آهن) ته تحقيق سان مون اوهان جي صورت مبارڪ ڏٺي آهي. مون کي پنهنجي طريقي عاليه ۾ داخل فرمايو. پاڻ انهي ڏينهن ڪيس مشغول نه فرمايائون. ٻي ڏينهن ٻيپهري جي نماز ڪانپوءِ ڪيس تلقين فرمايائون ۽ ان پهرن ڪانپوءِ پڇيائونس ته هينئر ڇا حال آهي؟ عرض ڪيائين ته حضرتا! اوهان ٻاهه جي مثال آهيو ۽ هي مسڪين ڪاٺيءَ جي مثال ! پوءِ جڏهن ڪاٺي ٻاهه ۾ پئي ته ڦري ساريئي ٻاهه ٻڻجي پئي. پاڻ فرمايائون ته اهو حال فنا في الشيخ جو اٿيئي. وري جڏهن ٻيا اٺ پهر گذريا تڏهن وري پڇيائونس ته ڇا حال آهي؟ عرض ڪيائين ته جيڏانهن ٿو نهاريان تيڏانهن سندس حسن جو جلوو پيو نظر اچي! (همه محمد است) يعني سڀ ڪجهه محمد صلي الله عليه وسلم آهي پاڻ فرمايائون ته اهو فنا في الرسول جو مقام آهي. وري ٽين ڏينهن پڇيائونس ته هاڻي ڪهڙو حال آهي؟ عرض ڪيائين ته:

**هر جاڪه مي بينم اواست**

يعني جا ٿي به ڏسان ٿو اهوئي آهي! پاڻ فرمايائون ته اهو فنا في الله جو مقام آهي، ان ڪانپوءِ پاڻ فرمايائونس ته هينئر تون مختيار آهين جو وڃيئي ته اتي رهه ۽

جي مرضي پوري ٿي ته وطن پنهنجي هليو وڃ، ۽ هي به ڪي اجازت آهي ته جيڪو خدا تعاليٰ جو طالب اوهان وٽ اچي ۽ رستو پڇي ته ان کي تلقين ڪيو:

**همت بلند بايد عشاق مست را    مرد خسيس همت در عاشقان نگنجد**

يعني ته مست عاشقن کي همت پنهنجي بلند رکڻ کپي ڇو ته گهٽ همت وارو ماڻهو عاشقن جي صف ۾ جاءِ نه وٺي سگهندو.

**7-نقل:** حاجي صادق فقير عمراڻي رهنڊڙ پرڳڻي جهول واقع پرڳڻي چاچڪن جو نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ فرمايائون ته هڪڙو اجايل شخص هو ڪوهه تي اچي پهتو. جو اتي دلو يا رسو يا ڪو ڏول ڪونه رکيل هو، پوءِ هن ڇا ڪيو جو سڙون ڪوه جي هڪ طرف ڪان پٽي ٻي پاسي کان اڇلائيندو ويو تان ته ڪوه سرن سان اچي ڀريو ۽ پاڻي ان جي ڪري مٿي چڙهي آيو، هن ان مان ٻڪ ڀري پاڻي پي ڊؤ ڪيائين. پاڻ فرمايائون ته طالب کي به اهڙيئي همت ڪرڻ کپي جو پنهنجي مقصد کي پهچڻ کان اڳ آرام نه ڪري. پوءِ پاڻ هي بيت سنڌي فرمايائون:

**پهچوني تان پور    ناته پهچڻ نه هوءِ پريتڻوا**

يعني ته پهچڻ کانپوءِ همت ڪري مڙس ٿي. نه ته وري محبوب جو ڏس پڇين ئي نه ها.

**8- نقل:** هيڪر پاڻ ڪتاب زبدة الرشحات کان نقل ٻي فرمايائون ته اي طالب تنهنجي وجود واري وڻ تي تمام گهڻن پکين اچي آکيرا ٺاهيا آهن. ۽ پکين جي گهڻي ويهڻ ڪري انهيءَ وڻ جا پن پکين جي ونين سان پرجي زبون ٿي سڙي سکي ويا آهن. توکي کپي ته لا الهالاالله جي ذکر وارو شهباز وڻ تي ويهاري ڇڏ ته انهن پکين مان ڪن کي ماري ڇڏي ته ٻين کي تڙي ڪڍي. پوءِ پاڻ فرمايائون ته اسان جي دل ۾ هيءَ خيال ٿو اچي ته جيستائين وڻ سلامت رهندو ته پوءِ ٿوڙي شهباز ڪن کي ماريندو ۽ ڪن کي تڙي ڇڏيندو ته به ضرور اهو وڻ پکين جي ويهڻ کان خالي نه رهندو. تنهن ڪري کپي ته اصلي انهيءَ وڻ کي ئي پاڙان پٽي ڪٽي اڇلائجي ته انهن پکين جي ويهڻ بالکل آزاد ٿي وڃبو:

**ازخودي رستي همه حق گشته،    رفت ظلمت نور مطلق گشته**

يعني جيڪڏهن پنهنجي خودي کان ڇٽي پئين ته پوءِ ذات پاڪ ۾ محو ٿي ويندين ۽ اونداهي صفا هلي ويندي ۽ نور مطلق بڻجي ويندين.

**9- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون ته ڪنهن شخص جي ماءُ بدڪار هوندي هئي، جنهن جي ڪري لفنگ ۽ لچا ماڻهو رات ڏينهن سندس گهر ۾ پيا ايندا ويندا هئا. هو ويچارو ان کان ڏاڍو ڪڪ ٿي پيو ۽ ان بابت هڪڙي صاحب ڪمال بزرگ کان وڃي صلاح پڇيائين ته منهنجي ماءُ مونکي ڪعبه جي بجاءِ آهي پر سندس افعال ڏاڍا خراب ۽ بڇڙا آهن ۽ سندس انهن برن ڪمن کان مونکي حد کان زياده

خواري ۽ شرمندائي تي ٿئي ۽ دل ڏاڍي پريشان آهي، تنهن ڪري دل ۾ ٿو اچيم ته جيڪو ماڻهو خراب نيت سان وٽس اچي تنهن کي کهندو ماريندو وڃان. بزرگ جواب ڏنس ته ادا اهڙي طرح تون ڪيترن کي کهندين هڪڙو ماربندين ته وري ٻيو ٻيو ايندو، ائين ته اهو ٻچڙو سلسلو ڪٽندوئي ڪونه تنهن ڪري چڱو ائئي ته ماءُ پنهنجي کهي ڇڏ ته ٻين گهڻن خونن ڪرڻ کان بچي پوين!

اي عزيز! سندن فرمودي مبارڪ مان مراد آهي هستي موهوم، ۽ لفنگ لوفرن مان مراد آهي خيالات فاسد ۽ لفنگائي سڌون ، پوءِ جيسيتائين انهي هستي موهوم واري فاسقه جو سر سلامت هوندو تيستائين انهيءَ نفساني خيالات واري فاسقه جي لفنگ کان جند نه ڇٽندي تنهن ڪري کپي ته هستي موهوم واري بدڪار جو سر جدا ڪري ڇڏجي ته خيالاتن وارا فاسق پاڻهي گم ٿي ويندا:

**نفس خود راکش تو دل را زنده کن، خواجه راکشت ست اورا بندکن.**

يعني تنهنجي نفس پنهنجن سڌن سان تنهنجي دل کي ماري وڌو آهي. سو تون انهي دل واري سردار جي خون بدلي ۾ انهي پليت بدڪار نفس کي قيد ڪري وجهه ته دل تنهنجي پاڻهي جيئري ٿي پوندي.

**10- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه نقل ڪري ٿو ته خليفو ميان الهرکيو عليه الرحمة هيڪر حالت جي وقت ۾ هي لفظ چوندو رهيو ته " اسان سر ڏينداسون باقي غير محرم کي گهر ۾ اچڻ نه ڏينداسون " اهي لفظ وڏي جوش خروش سان موٽائي موٽائي، پئي چيائين پاڻ حاضر جماعت فقيرن کي فرمايائون ته اي يارو! خليفي صاحب جي انهيءَ ڪلام جو مطلب سمجهو ٿا ته ڪهڙو آهي؟ فقيرن مان ڪنهن به جواب ڪونه ڏنو! تڏهن پاڻ فرمايائون ته گهر مان مراد آهي دل ۽ غير جا خيال آهن غير محرم پوءِ سالڪ کي کپي ته ڪيتريون به تڪليفون يا اهنجايون سندس وجود تي اچن ته اهي سهي وڃي، مگر غير جو خيال پنهنجي دل ۾ اچڻ نه ڇڏي. سچ چيو اٿن ته:

**هرخيالي غير حق را دزددان، اين رياضت سالڪان را فرض دان.**

يعني خدا تعاليٰ کانسواءِ ٻين خيالن کي اندر جا چور ڪري سمجهه، جو اندر جي جمعيت ۽ فيض جو سامان چورائي ڪٽي ٿا وڃن. تنهن ڪري انهن چورن جي ٽڙڻ جي محنت سالڪن لاءِ فرض ڪري سمجهه.

**11- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون ته طالبن جا ٻه قسم آهن، هڪڙا اهڙا آهن جو هڪڙو قطرو پيئندا ته يڪدم جوش خروش ۽ وجد ۾ سرگردان پريشان ٿي ويندا، ۽ ٻيا وري اهڙا آهن جو درياءَ پي ويندا مگر هوش کان بي هوش نه ٿيندا، بلڪ اجان العطش، العطش جا نعرا پيا هڻندا آهن يعني ته اڃ اڃ جون دانهون ۽ واڪا

پيا ڪندا. پوءِ پاڻ فرمايائون تہ:

**آنڪہ برميڪشند از قطره مدهوش اند، وآنڪہ در ميڪشند درياي نوش اند.**

يعني تہ جيڪي اندر جي آهہ ٻاهر ٿا ڪڍن ۽ صبر نٿا ڪري سگهن سي هڪ قطري سان بيهوش ٿي وينداڙ آهن. پر جيڪي چپ چپات اندر جا اسرار اندر ۾ پايون ٿا وتن سي درياءَ پياڪ آهن.

**12- نقل:** هيڪر پاڻ حضرت ميان صاحب جن قدس سره کان نقل فرمايائون تہ حضرت مخدوم صاحب جن قدس سره جي حضور ۾ سياري جي مند ۾ پنان ايندا هئا، ۽ پورا چار مهينا اتي ٽڪي رات ڏينهن هڪ جهڙو سجاڳي ۾ گذاري ۽ پوستين پنهجن منهن تي ڏئي نفي اثبات جو شغل خواه ٻين شغلن جو تڪرار ڪندا رهندا هئا. ۽ انهن چئن مهينن ۾ پوري طرح فيض حاصل ڪري موڪلائي هليا ويندا هئا.

**13- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر پاڻ مونکي پيشين جي وقت امامن شهيدن سڳورن جي ڪماليتن واري شغل ۾ مشغول فرمايائون، ون ان کي تڪرار ڪرڻ شروع ڪيو، ٽيپهري جي وقت ڪيفيت منهن ڏنو، جنهن کي سندن خضور مبارڪ ۾ عرض رکيم! پاڻ فرمايائون تہ اهڙي طرح ناهي، عرض ڪيم تہ حضرتا! ادب جي ڪري زبان سان تہ پنهنجي سمجهہ جو انڪار ڪنا س، پر منهنجي دل ڏنل ڪيفيت تي محڪم بيٺي آهي، پاڻ ٽڏو ساهہ کڻي فرمايائون تہ جڏهن دل لطيف ٿيندي آهي تڏهن جنهن بہ ڳالهہ ۾ کڻي منهن ڏيس تہ شهباز وانگر سڀ ڪنهن مقصود وارو شڪار ڪري وجهندي يعني تہ جيڪوبہ شغل ڏيس تہ يڪدم ان کي هٿ ڪري وجهندي.

**14- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ شڪارپور ۾ هڪڙو هندو هو جنهن کو ڏوهہ جو ڪم ڪيو ۽ مسلمان نہ پئي ٿيو، پوءِ اتان جي عالمن ان لاءِ موت ۽ سخت ايذاءَ پهچائڻ جو تعزير مقرر ڪيائون. ڳوٺ جا ڪلئي سادات ۽ علماءَ ۽ ڪتابي وغيره ٻي عام خلق اچي گڏ ٿي! انهيءَ هندو کي قسمين قسمين عذاب ۽ ايذاءَ ڏيئي چوڻ لڳا تہ جيڪڏهن ڪلمو شهادت جو پڙهي مسلمان ٿي پوين تہ توکي موت کان امن ڏيئي ڇڏيون، جي نہ تہ اهڙن ئي ايذائن سان ماريو ونديبن، هو هندو چوڻ لڳو " ٽويوائي جو ڪاڏو نہ ڪاڏو" يعني تہ موت جي ڪا پرواهہ ڪانهي نيٺ اهڙي طرح وڏن دردن ۽ ايذائن سان مارجي ويو! مگر ڪفر تي اهڙي همت قائم رکيائين جو مسلماني هرگز قبول نہ ڪيائين. پوءِ پاڻ فرمايائون تہ طالب کي اهڙي همت ڪرڻ کپي جهڙي انهي هندؤ کي هئي، هن ڪفر تي پنهنجي جان قربان ڪئي ۽ طالب کي حقيقي محبوب لاءِ پنهنجي جند جان قربان ڪرڻ

ڪيپي. ڪنهن شاعر ڏاڍو عمدو چيو آهي:

**در طريق عشقبازي کم زهندوزن مباش، ڪو براي مرده سوزد زنده جان خويش را**

يعني تہ اي عاشق ! عشق بازي جي رستي ۾ هندو عورت کان گهٽ همت نہ ٿيءُ جو هندياڻي عورت ايڏي تہ همت ڪندي آهي جو پنهنجي مئل مڙس جي لاءِ پاڻ کي جيئرو ئي باهہ ۾ جلائي ڇڏيندي آهي.

**15- نقل:** هيڪر پاڻ نقل فرمايائون تہ هڪڙي مسجد مهمان ڪش مشهور هوندي هئي، يعني تہ جيڪو بہ ماڻهو ان مسجد ۾ اچي ٽڪندو هو سو صبح جو اتي مئو پيو هوندو هو! پوءِ هڪڙو شخص، جو پنهنجي حياتي کان بيزار ۽ موت جو سڪايل هو، سو اچي انهيءَ مسجد ۾ ويهي رهيو تہ هن ڪني حياتي کان مري جند آزاد ڪيان، جيتوڻيڪ ماڻهن کيس گهڻو چيو آکيو ۽ اتي ٽڪڻ کان منع ڪيائونس تہ هي مسجد مهمان ڪش آهي ان ۾ نہ ٽڪ. پر هن ڪين مڃيو ۽ چيائين تہ آئون پاڻ موت جو طالبو آهيان، جڏهن رات ٿي تڏهن اوچتي ئي غيب مان هڪ اهڙي خوفناڪ هڪل پهتي جو ٻڌندڙ جو پتو ٻڌڻ سان پاڻي ٿي پيو ٿي، ۽ ڪنهن کي بہ اهڙي پوائتي هڪل جي ٻڌڻ جي طاقت نہ هئي، هڪل ڏيندڙ وڏي زور سان گجگوڙ ڪري هيبانو ڏاريندڙ آواز سان چيس تہ خبردار ٿجانءِ پر هي شخص تہ حياتي تان آسرو لاهيون اڳيئي موت لاءِ تيار ٿيو ويٺو هو، سو وڏي شوق مان چوڻ لڳو تہ:

**بيا بيا کہ مرا آرزوءِ تست آخر، نشاط من بتماشاءِ روءِ تست آخر**

يعني هليو اچ هليو اچ جو تہ مون کي تنهنجي ئي منهن جي تہ سڪ آهي. سو تنهنجي منهن ڏسڻ سانئي مونکي خوشي حاصل ٿيندي. ايتري ۾ وري پيو دهشتناڪ آواز جو پهرين کان بہ زياده جگر ڏاريندڙ مٿان پهتو تہ اي فلاڻا! خبردار ٿج! هن جواب ڏنو مرحبا! ڀلي ڪري آئين آئون تہ دل جان سان تنهنجي واٽ ويٺو نهاريان، وري ٽئين پيري بہ ساڳئي طرح هڪل ٿي ۽ هن جواب بہ ساڳي طرح ڏنو. چوٿين پيري مسجد جي ڇت هڪڙي ڪنڊ کان ڦاٽي پيئي ۽ ان مان سون ۽ چاندي جو وڏو خزانو مسجد ۾ اچي ڪريو، ۽ اهو ان شخص کٽي هٿ ڪيو.

پاڻ انهي هنڌ تي عجيب نڪتو بيان فرمايائون تہ ڏسو تہ جڏهن اهو شخص جو ظاهري موت جو طالب هو ۽ جيئڻ جو آسرو لاهي انهيءَ مهمان ڪش مسجد ۾ اچي ويٺو تہ ظاهري خزانو هٿ لڳي ويس ! پر جيڪي معنوي موت جا طالب ٿيندا آهن، جنهن لاءِ حديث شريف ۾ اشارو آيل آهي تہ :

**مؤتوا قبل ان تموتوا"**

يعني تہ مرڻ کان اڳ جيئريئي پاڻ کي ماري مٽي ڪيو. پوءِ اهڙن موت جي طالبن کي جيڪي پنهنجو پاڻ خدا تعاليٰ جي رستي ۾ قربان ڪرڻ لاءِ همہ تن تيار هوندا آهن، هڪڙو عجيب خزانو هٿ لڳندو، جو انهي خزاني جي ڪاڻ ڏانهن هن قدسي حديث شريف ۾ اشارو فرمايل آهي: **" ڪنت ڪنزا مخفيا"**
يعني تہ الله تبارڪ وتعاليٰ فرمائي ٿو تہ آئون هڪڙي ڳجهي ڪاڻ هوس، جو پوءِ مظاهرن جي آئينن ۾ تجلي ڪرڻ لاءِ خيال ٿيم.

**16- نقل:** صاحبزادو والاتبار ميان محمد شاه عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ بيان فرمايائون تہ مخدوم لعل شهباز قدس سره جي فقيرن مان هڪڙو لانگوٽ بند فقير ڪنهن هنڌان چوري ڪري پڇي اچي ڪهڙن جي ڳوٺ ۾ نڪتو، اتي بزرگن مشائخن وارو ويس ڪري پاڻ کي هڪڙي سادات جي نالي سان مشهور ڪري تلقين شروع ڪري ڏنائين. ڪيترائي ماڻهو سندس مريد ٿي پيا، ڪنهن وقت ڪانپوءِ کيس اسانجي مريد ٿيڻ لاءِ دل ۾ خيال اچي ويٺو، پوءِ پنهنجن سيني تابعن ۽ مريدن معتقدن کي چيائين تہ جيڪڏهن اوهين منهنجا مريد ۽ معتقد آهيو تہ اوهان کي لازم آهي تہ مڙيئي حضرت مرشد مربي جا تابع ۽ مريد هلي ٿيو! پوءِ هو اسانکي دعوت ڪري ڪهڙن ۾ وٺي ويو ۽ پنهنجن سيني تابعن ۽ متعلقن کي اسان سان دست بيعت ڪرايائين مگر هڪڙي عورت جو ان کي وبساهہ ۽ محبت ۽ رابطو ساڻس ڪمال درجي جو هو تنهن انڪار ڪيو، جيتوڻيڪ ان فقير کيس تمام گهڻو تاڪيد ڪيو، مگر هن جواب ڏنو تہ آئون تنهنجي مريدياڻي آهيان، ٻي سان منهنجو ڪو بہ ڪم ڪونهي. اتفاقا انهيءَ چورايل مال جا مالڪ اتي اچي نڪتا ۽ ان فقير کي وٺ پڪڙ ٿي ويئي، انهن اها ڳالهہ ظاهر ڪئي تہ هي شخص نگ ۽ لچ دغاباز چور بدمعاش ماڻهو آهي، جو چوريون ڪري وري هتڙي اچي بزرگن جا ويس ڪري پاڻ کي سيد سڏرائي ماڻهن کي ٺڳيءَ سان وٺي ٿو ڦريندو. سو اسان هينئر کيس سخت تعزير ڏينداسون. ڳوٺ جا ماڻهو اها ڳالهہ ٻڌي حيرت ۾ پئجي ويا ۽ انهي واقعي ڪري سندس جيڪي مريد ۽ تابعدار هئا سي سڀ ٻي وبساهہ ۽ بد دل ٿي پيا. مگر اها عورت سا اڳين دستور موجب پوري ويساهہ سان پنهنجي عقيدي تي ثابت محڪم رهي. صاحبزادو سڳورو ٿو چوي تہ پوءِ پاڻ جيتري چوري ياڳين جي ٿي هئي اوترو مال ڪين پاڻان ڏيئي ان فقير کي تعزير ۽ ڇڪ ڇپيڙ کان آزاد ڪرايائون . ۽ فرمايائون تہ اوهان تعزير هن ڪري ٻي کيس ڏنو جو هو اسان سيدن جي نسبت ۾ داخل ٿي پيو هو. سو اهو حق اسانجو آهي توهان جو ان ۾ دخل ڪرڻ جو حق ڪونهي اسان جي مرضي اسان وٺون يا ڇڏيون پوءِ پاڻ جڏهن درگاهہ مبارڪ تي

ايا تڏهن فرمايائون ته اڄ هڪڙو سچو مريد ڏسي ايا اهيون. پوءِ انهي سچار عورت جي سموري حقيقت بيان ڪري ٻڌايائون.

**17- نقل:** هيڪر پاڻ لاڙ جي سفر ۾ پنگريئي جي ديهه کان سوار ٿيا محراب چانڊيي جي ڳوٺ ڏانهن مريدن جي دعوتن وٺڻ لاءِ پيي آيا. پوءِ واٽ تي ڪن ميربحرن کي ڏٺائون ته مڇي مارڻ لاءِ هڪڙي واه کي بند ڪري ان مان واهي هڪڙي هيٺ ڪوٺي وياهئا. مڇي هيٺين پاٽي کان چڙهي ان واهي مان ٿيندي مٿي پاٽي ڏانهن هلندي اچي پيي چار ۾ ڦاٽي، ۽ اتان وري هڪڙي ڪڏ ۾ جو ان جي پرسان ڪوٺي چڏي هئائون. ڳڏ ٿيندي پي ويئي. پاڻ انهي مڇي جي تماشي ڏسڻ لاءِ گهوڙي تان هيٺ لهي گهڙي ڪن پاٽي جي پڪ تي ويهي انهيءَ مڇي جو خيال ڪرڻ لڳا؛ پوءِ حاضر جماعت کي فرمايائون ته اي يارو! ڏسو ته هن مڇي کي هيٺين پاٽي ۾ موٽجو ڪو به خطرو ڪونهي ۽ مٿين پاسي ڏانهن موت موجود ويٺو آهي. پر پاٽي جي ڪشش پاران موت کي دل تان وساري مٿي هلبون ٿيون وڃن ۽ موت جو به پڙ نٿيون ڪن.

**18- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون ته ڪيترا اهڙا بزرگ هئا جي اجا ڪماليت جي پوري درجي کي پهتائي نه هئا ته سندن مرشد جي درگاهه مان ڪين خلافت جو چٽ عطا ڪيو ويو. پوءِ پنهنجن طالبن جي بلند همتي ۽ سندن محبت جي پاران انهن خليفن جي ڪماليت ۾ جيڪا گهٽتائي هئي سا زائل ٿي ويئي ۽ ڪمال درجي کي پهچي ويا. جيئن ته حضرت يعقوب چرخي قدس سره به اهڙي طرح ڪماليت جي درجي کي پهچڻ کان اڳ پنهنجي مرشد حضرت خواجه بهاءُ الحق والدين نقشبند قدس سره جي جناب مستطاب مان تلقين جي اجازت سان سرفراز ٿي ويا، پوءِ خواجه علاءُ الدين عطار ۽ ٻين بلند همت طالبن جي صحبت سان ڪماليت جي درجي کي پهچي ويا ۽ ناصرالدين خواجه عبيدالله احرار قدس الله تعالىٰ سره الاقدس به سندن مريدن مان آهي.

**19- نقل:** هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون ته هڪڙو بزرگ ڪيترن فقيرن جي جماعت سميت هڪڙي خلاصي جاءِ ۾ خدا تعالىٰ جي يادگيريءَ ۾ مشغول رهندو هو. جو اتي ڪين ڪائڻ پيئڻ ۽ لباس ڍڪڻ جي خيالن جي ڪا به پريشاني ڪانه هئي. هڪڙي ڏينهن ڪو شخص هڪڙو ڍڳڙ مانيءَ جو ڪٽي ڪپڙي ۾ ويڙهي آڻي ان بزرگ کي ڏنو. بزرگ اهو ڍڳڙ قياس ڪري پنهنجي پرسان ويٺل فقير کي ڪٽي ڏنو ۽ ان وري ٻي کي ڏنو اهڙي طرح اها ماني ڦرندي وري به ساڳي بزرگ جي هٿ ۾ آئي. بزرگ پنهنجي هم صحبتين جي انهيءَ قناعت ۽ بخشيش کان ڏاڍو خوش ٿيو ۽ اهڙو ته مٿن توجه ڪيائين جو انهي دم سيئي اڏاٽا هليا ويا، مگر

هڪڙي ڪي سو انهن مان وني پاڻ وٽ ويهاري ڇڏيائين:

**همت بلند باید عشاق مست را، مرد خسیس همت در عاشقان نگنجد**

يعني تہ مست عاشقن کي وڏي همت جي درڪار آهي، باقي گهٽ همت مڙس عاشقن جي صف ۾ جاءِ نہ وني سگهندو.

**20- نقل:** هيڪر پاڻ بيان فرمايائون تہ هڪڙو چور شخص حج جي ارادي سان ڳوٺان روانو ٿيو، واٽ تي هڪڙي ڏوريءَ وٽان ڏٺائين تہ ڏڳو هڪڙو ڏاڍو متارو بيٺو چري، ڏاند کي ڏسي چوڻ لڳو تہ:

**ڏڳو ڏوريءَ ۾ چري مکو مون پرياڻ**

**جي رسو هوءِ ساڻ تہ حج هتيئي ٿئي**

اي عزيز! رسي مان مقصود آهي ارادو ۽ ويساهہ ۽ ڏوريءَ جو مطلب آهي ظاهري وجود ۽ ڏاند مان مراد آهي مطلوب حقيقي يعني تہ حقيقي مطلب هتيئي موجود آهي پر شرط آهي تہ ويساهہ وارو رسو طالب کي ساڻ هجي پوءِ حج ۽ مڪو شريف ڪل هتي حاصل ٿي سگهن ٿا.

**-21نقل:** هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون تہ ڪنهن شخص کي هميشہ عادت هوندي هئي تہ بازار جون ڳليون ڪن ڪچر ڪان روز مره ٻهاري صاف ڪري ڇڏيندو هو. هڪڙي ڏينهن بادشاهہ اتان اچي لنگهيو ۽ سندس حال ڏسي ڪيس رحم آيو. هڪڙو اڻ ملهو موتي سندس اڳيان گهٽيءَ ۾ ڇڏيون هليو ويو وري ٻہ ٽي ڏينهن گذاري بادشاهہ پيهر اتان اچي لانگهائو ٿيو. ساڳي شخص ڪان پڇيس تہ توکي ڪجهہ هتان هٿ آيو هو يا نہ؟ چيائين تہ هائو. بادشاهہ چيس تہ پوءِ جڏهن توکي اهڙو موتي هٿ اچي ويو آهي. جنهن جو ڪو ملهہ ئي ڪونہ ڏئي سگهندو تہ پوءِ بہ هي گهٽين ٻهارڻ جي تڪليف روز بروز پيو ڪرين سو ڇالاءِ؟ هن جواب ڏنو تہ اي بادشاهہ جنهن ڪم مان اهڙا موتي بي بها پيا ملن اهڙي ڪم ڪان منهن متڻ وڏي ڪم همتي ۽ بي نصيبي جو سبب آهي.

اي عزيز! مقصود هي آهي تہ طالب کي پنهنجي مولاسائين جي طلب ۾ هميشہ ڪوشش ڪار رهڻ گهرجي ۽ پنهنجي همت کي لهڻ يا نہ لهڻ، ٻنهي حالتن ڪان متي رکي. يعني مقصود نہ لهي تہ بہ سعيو ڦٽي نہ ڪري ۽ همت نہ هاري پر جي مقصود حاصل ٿي تہ بہ اها ڪوشش نہ ڇڏي.

**22- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ هڪڙي ڏينهن حضرت ميان صاحب جن قدس سره جي خدمت ۾ هڪڙو شخص متي ۽ پيرين اگهاڙو حاضر ٿيو ۽ گهڙي ڪن صحبت ۾ ويهي وري اتان اٿيو، حضرت ميان صاحب جن قدس سره پنهنجي دستار مبارڪ ڪيس امداد فرمايائون پر ان قبول نہ ڪئي ۽ چيائين تہ آئون مظلوم

آهيان. جڏهن منهنجي داد رسي ٿيندي تڏهن دستار به ونندس ۽ پائيندس. پاڻ فرمايائون ته توکي ڪنهن ستايو ۽ ظلم ڪيو آهي. عرض ڪيائين ته حضرتا! هڪڙي مسجد هئي تنهن کي ڍاهي شهيد ڪري اتي ڪافرن جي مڙهي اڏائي ويئي آهي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو انهيءَ هنڌ وري مسجد نهرائي ڏيندو ته اهو مون کي حق رسائي ڇڏيندو. پوءِ اهڙيئي حالت ۾ هليو ويو.

**23- نقل:** هيڪر پاڻ نقل پيي فرمايائون ته هڪڙي ڏينهن شيخ شبلي قدس سره ڪنهن رستي کان لنگهيا پيي آيا ڏٺئون ته هڪڙو سفيد ريش مڙس ڦاهي تي ٽنگيو بيٺو آهي، ان حال ڏسڻ شرط شيخ شبلي قدس سره پنهنجي مٿي مبارڪ تان دستار لاهي ان شخص ٽنگيل جي ڏاڙهي ۽ هٿن پيرن تي وجي چميون ڏنائون ۽ پوءِ وري ساڳو اڳئين حال موجب دستار مٿي تي رکي جماعت سميت اڳتي روانا ٿيا، مريد ويچارا هي ڳالهه ڏسي حيران ٿي ويا، نيٺ هڪڙي شخص عرض ڪيو ته حضرتا! هن ڪاروائي بابت مهرباني فرمائي سمجهايو ته ڪهڙو سبب آهي جو توهان ان پريئي مڙس ڦاهي ڏنل جي ايتري تعظيم تڪريم ڪئي آهي، فرمايائون ته ادا! انهي مڙس جي همت ڪي هزار شابسون هجن جو جنهن به ڪم ۾ پير رکيو اٿس ته وري پوءِ تي نه هٽايو اٿس. ۽ پيريءَ تائين ان کي نباهيندو آيو تان ته سر پنهنجو به انهيءَ ڪم ۾ قربان ڪري ڇڏيائين:

**سربرقدم يارفداشدچه بجا شد     اين بارگران بودادا شد چه بجا شد.**

يعني ڊوست جي قدم تي سر قربان ٿي ويو، پر ڪهڙي وڏي ڪالهه ٿي، هي ته پاڻ وڏو بار هو جو ادا ڪيو ويو مگر دوستي جو دم اجان به ڪي اڳيرو آهي!

**24- نقل:** خليفو اميد علي نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ نقل پيي فرمايائون ته ڪنهن هنڌ هڪڙي نگن جي جماعت هوندي هئي، تن کي ڪن وقتن ۾ نگي جي وجهه نه ملڻ ڪري البت گذارن جي تنگي ٿي پيئي، پوءِ پاڻ ۾ ويهي ڳڻ ڪيائون ته جيڪر اهل الله فقيرن جي لباس ۾ ڪا نگي ۽ مڪر ڪجي جنهن سان ماڻهن جي رجوعات ۽ نذرانن جي وسيلي ڪو فتوحات جو دروازو کلي پوي ته گذران ۾ آسودگي ٿي پوي، نيٺ هيئن ڪيائون جو پاڻ مان هڪڙي کي وڏو درويش بڻائي متشبه بزرگن واري شڪل سان ڪري هڪڙي مسجد ۾ ويهاري ڇڏيائون ۽ پيا سيئي جدا جدا طرح مڪر ڪري پاڻ کي بيمار ڪري ان فقير وٽ بيماري جي شفاءَ لاءِ التجا ڪٺي پيي آيا، ۽ ڪي نگب وري پيا ڪي ڪم ۽ احتياج سندس اڳو پيش ڪري دعا جا طالب پئي ٿيا ۽ وري ٿوري دير ۾ ظاهر پيي ڪيائون ته اسان جو ڪم هن فقير جي دعا جي برڪت سان يڪدم پورو ٿي ويو. اهڙي طرح ڪيس مشهور ڪندي اهڙي حد تي آندائون جو ان فقير جي ڪرامتن ۽ عجب

جهڙين ڳالهين جي هاڪ پري پري پهچڻ لڳي ۽ ولايت ولايت جا ماڻهو ڏانهس رجوع ڪرڻ لڳا ۽ نذر نياز به جهجهوئي ملڻ لڳن. اتفاقا هڪڙو سچو طالب خدا جو جنهن جي اندر ۾ طلب جو جذبو ڪمال درجي تي پهتل هو، سو به فقير جي تعريف توصيف ٻڌي اچي انهن ٺڳن جي ڦاهي ۾ ڦاٿو، يعني ته ان فقير جو مريد ٿي پيو، پر خدا تعاليٰ جي مهرباني ۽ پنهنجي طلب جي سچائي ۽ بلند همتي ڪري ڪيس ترقي ٿيندي ويئي تان ته فضل الاهي سان وڃي مقصود کي پهتو. پوءِ جو باطني علم سان نهاري ڏٺائين ته سندس مرشد ٺڳن جو پريو مڙس آهي! تڏهن الله تبارڪ وتعاليٰ جي درگاهه بلند پايگاه ۾ التجا ڪيائين ته اي ڪريم ! تنهنجو ڪرم بلڪل ڪشادو ۽ تنهنجو لطف ۽ احسان سڀ ڪنهن سان جاري آهي، جيئن هن جدا پيل مسڪين کي خاص پنهنجي مهرباني ۽ لطف سان بنا ڪنهن وسيلي ۽ واهر جي پنهنجي وصال سان محظوظ فرمايو اٿي اهڙي طرح منهنجي مرشد کي به محروم ۽ بي نصيب نه ڇڏ. بلڪ ڪيس مهرباني جي نظر سان نواز. پوءِ الله تبارڪ وتعاليٰ ان ٺڳ چٽيل کي به انهي سچي طالب جي دعا جي برڪت سان وڏي عزت تي پهچائي ڇڏيو.

اي عزيز! طالب جي طلب جي سچائي ۽ بلند همتي کي ايڏي ته طاقت آهي جو نه رڳو ان طالب کي مقصود تائين پهچائي ڇڏي ٿي بلڪ سندس طلب جي سچائي مرشد تباه حال ۽ مڪريل کي به وڏي درجي تي چاڙهي ڇڏي ٿي:

**همت بلند بايد عشاق مست را  مرد خسيس همت در عاشقان نگنجد**

يعني ته مست عاشقن کي همت بلند رکڻ گهرجي جو ته گهٽ همت وارو ماڻهو عاشقن جي صف ۾ جاءِ نه وٺي سگهندو.

**25- نقل:** خليفو ميان لقمان عليه الرحمة نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ فرمايائون پئي ته جڏهن حضرت ابراهيم خليل الله عليٰ نبينا وعليه السلام کي نمرود وارن آڙاهه ۾ اڇلايو تڏهن ملائڪن جي جماعت ۾ شور ۽ غوغا پئجي ويو ۽ الله تبارڪ وتعاليٰ جي درگاهه اقدس ۾ التجا ڪيائون ته يا رب العالمين! ساري زمين ۾ اهو هڪڙو ئي تنهنجو ٻانهو آهي جيڪو خاص توکي سجدو ڪري ٿو. اڄ انهيءَ کي به ڪافر باه جي آڙاهه ۾ ٿا اڇلائن، الله تبارڪ وتعاليٰ جي درگاهه مان ملائڪن کي حڪم پهتو ته توهين حضرت ابراهيم عليه السلام کي وڃي چئو ته جيڪڏهن توکي اتان ڇٽڻ جو خيال هجي ته ڪافرن جي هٿان ڇڏائي ڇڏيونس. تڏهن حضرت جبرائيل عليه السلام هيٺ لهي آيو ۽ جنهن پينگي ۾ حضرت ابراهيم عليه السلام کي وجهي ٻي اڇلايائون تنهن جي رسي کي وٺي حضرت خليل کي چيائين ته " جيڪڏهن تون حڪم ڪرين ته هي سموري باه هتان ڪٽي

وجي ڪوه قـاف ۾ اڇلايائين ۽ هڪ ذري جيـتـري چٽنگ بہ زمين تي هٿ ڪانہ چڙهيون" حضرت خليل سڳوري فرمايس تہ اي جبرئيل! اها مهرباني جا تون مون سان ڪرين ٿو سا پنهنجي پاران ٿو ڪرين ڪ الله تبارڪ وتعاليٰ جي امر سان ڪرين ٿو.
حضرت جبرائيل چيو تہ آئون پنهنجي طرفان ٿو ڪيان. تڏهن حضرت خليل فرمايو تہ الله سبحانہ وتعاليٰ بصير ۽ منهنجي حال کان پوري طرح واقف آهي. جيڪڏهن منهنجي ڇڏائڻ جي مرضي هوندس تہ پاڻهي آزاد ڪرائي ڇڏيندو. ٻي جي همدردي جي مونکي ضرورت ڪانہ آهي. حضرت جبرائيل عليہ السلام چيس تہ ڀلا جيڪڏهن ائين نٿو ڪرين يعني منهنجي مدد وٺڻ کان نابري ٿو وارين تہ الله تعاليٰ کان دعا گهر تہ توهان جي هن حال تي ٻاجھہ فرمائي! تڏهن حضرت خليل موٽي جواب ڏنو اهو ڪريم رحيم تہ عليم آهي، جنهن کي سموري حال جي واقفيت آهي، ان کان باقي ٻي دعا ڪهڙي گهران. شاهہ عبداللطيف قدس سره ان هنڌ فرمايو آهي تہ:

**ٻڌندي هٿ ملاء، پريان سندي ترهي**
**متان چونئي سياهہ اسان تو اڪاريو.**

پوءِ نمرود وارن حضرت خليل الله کي پينگهي ۾ وجهي باهہ ڏانهن اڇلائي سندس رسا ڪٽي وڌيائون. مگر هو سورهيہ پڇاڙي تائين الله تبارڪ وتعاليٰ جي ڏنل تڪليف تي صبر ۾ رهيو ۽ سندس رضا تي راضي رهي ڪنهن کان بہ ڪو سوال نہ ڪيائين ۽ نہ وري جناب باري تعاليٰ جي ۾ دعا لاءِ هٿ ڪنيائين بلڪ سڀئي ڪم سندس حوالي ڪري ان جي مرضي تي راضي ٿي رهيو، پوءِ جڏهن پينگهو باهہ ۾ گهڙيو تہ اينتري ۾ الله سبحانہ وتعاليٰ جي طرفان باهہ کي امر پهتو تہ " **يا نار ڪوني بردا و سلاما عليٰ ابراهيم**" يعني اي باهہ! ٿڌي ۽ سلامتي واري ٿي پؤ حضرت ابراهيم عليہ السلام تي !
پاڻ انهيءَ هنڌ فرمائيندا هئا تہ اي يارو! الله تبارڪ وتعاليٰ جي طالب کيْ بہ اينتري قدر همت ۽ معرفت رکڻ ضروري آهي.

**26- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ جيڪڏهن ڪو دينار شخص بي دينن جي جماعت ۾ رهي ڪري مولا سائين جي عبادت ۾ مشغول آهي، ۽ الله تعاليٰ جي فرمودن تي محڪم ۽ جهليل ڪمن کان پاسي ٿي گذاري ٿو تہ سندس مثال اهڙي طرح آهي جيئن ڪنهن جنگ جي ميدان ۾ ٻنهي طرفن کان بہ صفون لڙائي ۾ مشغول هجن پوءِ هڪڙي طرف کان سموري صف شڪست کائي ڀڄي وڃي، مگر هڪڙو چٽو سو مرد ميدان ٻڌيو اڪيلوئي هيترن سارن دشمن سان منهن ڏنيون بيٺو هجي.

**27- نقل:** الهداد فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو ته هيڪر آئون درگاهه مبارڪ تي سندن خدمت سڳوريءَ ۾ حاضر ٿيس، پاڻ ملاقي ٿيڻ مهل فرمايائون ته الحمدلله جو تون الله تبارڪ وتعاليٰ جي يادگيري جي شغل سان مشغول آهين. تڏهن مون عرض ڪيو ته حضرتا! هي مڙئي اوهان جي شفقت ۽ مهرباني آهي نه ته هن محتاج ضعيف کي ڪهڙي طاقت آهي، پاڻ جواب ۾ لفظ فرمايائون:

**" ڪتي وتي پاڻ کي آتڻ سڀ سهاءِ"**

**28- نقل:** فيروز فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو ته هيڪر سندن حضور مبارڪ ۾ عرض ڪيم ته حضرتا! هي بيت مثنوي شريف ۾ آيل آهي تنهنجو مطلب ڪهڙو آهي:

**آنڪه شيران راڪند روبه مزاج، احتياج و احتياج و احتياج**

يعني ته جيڪا شينهن کي به لونبڙ جهڙو ڪمزور ڪري ڇڏي، سا محتاجي آهي محتاجي محتاجي! پاڻ فرمايائون ته اهو بيت ڪيئن چئيءَ؟ مون وري بيت پڙهيو، پاڻ فرمايائون ته جيڪي شينهن آهن سي لونبڙ ڪڏهن ڪونه ٿيندا. باقي جيڪي احتياج ڪري لونبڙ ٿي ٿا پون، تن کي شينهن نه سڏڻ گهرجي! مثنوي شريف جو بيت اهڙي طرح نه آهي بلڪ هيئن آهي:

**شيرنررا ڪي ڪندروبه مزاج، احتياج و احتياج و احتياج**

يعني ته نر شينهن کي محتاجي لونبڙ جهڙو ڪيئن ڪري سگهندي؟ يعني ته هرگز نه ڪري سگهندي.

**29- نقل:** خليفو ميان غازي خان ٽالپر نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ خليفي ميان الله رکيي جي ڳالهه ڪيائون ته خليفو صاحب چوندو هو ته اسان جي جيڪا به مال مڏي ملڪيت آهي سا سڀ يارن جي ملڪيت آهي.

باقي شرم ،جي سر برابر آهن، تن ۾ سندن حصو ڪونهي. يعني ته دل ! جا شرمن جي مثال آهي اها خدا تعاليٰ کانسواءِ ٻي کي نه ڏينداسون، باقي ٻي مڙيئي ملڪيت حاضر آهي!

**چو دل بادلبري آرام گيرد، بوصلي ديگران ڪي ڪام گيرد.**

يعني ته جڏهن دل محبوب سان اٽڪي ويئي ته ان کي محبوب کانسواءِ ٻين جي ميلاپ مان ڪٿي فرحت پهچندي.

## فصل ٻيون
## سچن طالبن جي ڪشش بابت

**1- نقل:** عبدالله فقير ميمڻ رهنڊڙ ڪور واهه جو نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ محراب چانڊيي جي ڳوٺ مان ٿيا. ڏيهه سڪروبن ڏانهن عالي فقير سهتي جي دعوت تي روانا ٿيا، جڏهن ٻارهن ڪوه ڪن پنڌ ڪري آيا ۽ ڏينهن به ٻهرڪن مٿي چڙهيو. گرمي منهن ڪڍيو، تڏهن وات تي عالي فقير جو ماڻهو آيو ۽ چيائين ته عالي فقير دعوت موقوف رکي جهلرائي موڪليو آهي! پاڻ انهيءَ خبر ٻڌڻ سان گرمي جي ڪري اتي ئي لهي پيا. اهي ڏينهن بارش جا هئا جنهن ڪري اتي ڏاڍو گاهه ڦٽي پيو هو ۽ ڪيترائي ماڻهو مال وند مال جي چارڻ لاءِ آس پاس کان لڏي اچي اتي آباد ٿيا هئا. پاڻ مون کان ڪاني وٺي پنهنجي هٿ مبارڪ سان ڪرڙ جون ٽاريون ڪپي ان جي هيٺان آرام جي جاءِ تيار ڪيائون ۽ جماعتي به جاءِ بجاءِ وڻن جي هيٺان وڃي آرامي ٿيا!
اجا گهڙي کن گذري ته هڪڙي پوڙهي عورت اتي آئي ۽ عرض ڪيائين ته حضرتا! هي مسڪين اوهان جي مريدياڻي آهي. فلاڻي هنڌ ذڪر پڇو هوم. منهنجي دل ڪيتري وقت کان اوهان جي زيارت لاءِ پتنگ هئي پر ڪو سبب اهڙو ڪونه پيو ٿئي جو زيارت کان مشرف ٿي سگهان ۽ ڪو محرم ماڻهو مڙس يا پٽ پياءِ به ڪونه اٿم جو ان سان گڏجي درگاهه مبارڪ تي اچي زيارت کان مشرف ٿيان. روز بروز جڏهن ذڪر کان واندي ٿيندي هيس تڏهن جهولي جهلي رب العالمين کان دعا گهرندي هيس ۽ عرض ڪندي هيس ته خداوندا! پنهنجي ڪريمي جي صدقي حضرت مرشد سڳوري جي زيارت کان مون مسڪين کي هنئڙي مشرف ڪر. ان مائي هڪڙي ڳئون دعوت جي لاءِ خدمت اقدس ۾ آڻي حاضر ڪيائين ! جنهن کي فقيرن ذبح ڪري رڌائون ۽ هو عورت پنهنجي گهر وڃي به ٽي مانيون حضور جن لاءِ تيار ڪري ڪٽي آئي جو پاڻ ڪاڌائون. پوءِ فرمايائون ته هڪڙي هن پوڙهي عورت جي دل، سون ماڻهن ۽ گهوڙن کي هن زمين ۾ ڦيرايو آهي . عالي فقير ڏانهن ڪو حرف ڪونه آهي.

**2- نقل:** حافظ فقير گهنگر جو رهاڪو نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ ديهه ڪاتيار واقع پرڳڻي چاڪر هالي ۾ سيد متاري شاهه ۽ مکڻ فقير پجاري جي دعوتن تي تشريف فرماٿيا هئا، اتي هڪڙي پوڙهي ضعيف عورت لٺ تي ٽيڪ ڏيندي، حضور مبارڪ ۾ آئي پاڻ ان وقت وضو ويٺي ساريائون. اها پوڙهي دل ڏکايل مان تڏو ساهه ٻري عرض ڪيائين ته حضرتا! منهنجي دل ۾ اوهانجي

زيارت مبارڪ جي ڏاڍي اڪير هئي! پر درگاهہ مبارڪ تي حاضر ٿيڻ جي طاقت کان پٽي ساري سگهيم ۽ هر دم ذٽي تعاليٰ جي درگاهہ مان دعا گهرندي هيس تہ خدايا! پنهنجي ڪرم ۽ لطف سان هنڙي سندن زيارت حاصل ڪراءِ. الحمدلله جو ذٽي تعاليٰ منهنجي آس پوري ڪئي ۽ پنهنجي مهربانيءَ سان زيارت نصيب فرمائي اٿس. پاڻ ان عورت کان اها حقيقت ٻڌي سلطان العارفين شيخ بايزيد قدس سره جو نقل بيان فرمايائون تہ هڪڙي رات حضرت قدس سره ڪنهن ڪم ڪار سان پنهنجي حجري کان ٻاهر نڪتا. اها مند بارش جي هئي، جڏهن ڪم پورو ڪري موٽيا تڏهن رات جي اونداهي ڪري حجري وارو رستو هٿ نہ آين، جنهن ڪري ٻي رستي سان هڪڙي سوداگر جي دڪان تي اچي نڪتا. دڪان مان هڪڙي شخص سڏ ڪري چيو تہ اي چور! هليو وڃ ! شيخ چيو تہ آئون مسافر آهيان چور نہ آهيان، هن چيو تہ نہ تون چور آهين، هڪدم هليو وڃ ! حضرت شيخ قدس سره مينهن ۽ سخت سردي ڪري جو ان رات حد کان زياده هئا، گهڙي ڪن اتي بيهي رهيا تہ ايتري ۾ اهو شخص دڪان مان نڪري شيخ صاحب کي مڪ هٽي دڪان کان هيٺ ڪيرائي وڌائين. ۽ پوءِ وري پيرن مبارڪن مان وٺي گهلي ڪچر جي ڍير تي جو اتي ماٺهو پنهنجن گهرن ۽ دڪانن جو ٻوهر اڇلائيندا هئا وڃي اڇلائي آيو! شيخ صاحب گهڙي ڪن ڪانپوءِ ڪن ڏيئي ٻڌو تہ اتي ڪو ماڻهو دعا وينو گهري ۽ الله تبارڪ وتعاليٰ جي درگاهہ ۾ وڏي عاجزيءَ سان وينو عرض ڪري تہ خدا وند! سلطان العارفين شيخ بايزيد قدس سره هنڙي مون کي ڏيکار؟ شيخ قدس سره اتان اٿي ان وٽ ويو ۽ وڃي چيائينس تہ اي ادا! شيخ تہ هن شهر ۾ رهندو آهي، پوءِ اتي وڃي چونٿو ڪيس ڏسي اچين؟ چيائين تہ پير ڪين اٿم ! وري شيخ صاحب چيس تہ ٻي ڪنهن کي سوال ڪر تہ توکي ڪلهن تي کڻي وڃي اتي توکي زيارت ڪرائي اچي، چيائين تہ ائين بہ ڪيوهوم، پر ڪنهن بہ سوال نہ مڃيو. اتي حضرت شيخ قدس سره فرمايس تہ " ادا ! بايزيد آئون آهيان جيڪي ڏسڻو هجيئي سو ڏسي وٺ. تہ تہ ٻيهر وري مون کي پيرن کان وٺي گهلرائي ههڙي خواريءَ سان پاڻ وٽ نہ آڻجانءِ"

پوءِ فرمايائون تہ اسانکي هن طرف اچڻ جو بالڪل ارادو ڪونہ هو، پر تنهن جي دل جي ڪشش اسان کي هت وٺي آئي آهي، هينئر جيترو تنهنجي دل چوي اوترو اسان کي ڏسي وٺ !

**3- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ ابتدائي حالتن ۾ منهنجو قاعدو هو تہ اڪثر ڪري سندن حضور مبارڪ ۾ روبرو وينو هوندو هوس، پوءِ جڏهن محبت جي ڪشش دل جي مٿان غلبو ڪري ويندي هئي تہ انهيءَ مهل ڪين

پاڪر ڪٽي پائيندو هوس، پاڻ ﺑﻪ ﮬﺎﻧﮭﻦ مبارڪ مٿي ڪٽي مون ڪي پاڪر ۾ ڪٽي جهليندا هئا.

**4- نقل:** محمد ذاڪر رهندڙ ٽنڊي قيصر نظاماڻي جو صاحبزادي والاتبار ميان محمد حسن شاهه قدس سره کان نقل ڪري ٿو ﺗﻪ اسان جا ناناڻا ديهه گهمرن ۾ رهندا هئا. پاڻ ڪڏهن ڪڏهن اوڏانهن وبندا هئا. اتان جا ماڻهو بالڪل گهڻا مريد ٿيا، ۽ مٿن وجد ۽ حال جو ڏاڍو غلبو ٿيو، جيئن ﺗﻪ دنيا ڪي ترڪ ڪري پوڪ وغيره اسبابن کان هٿ بند ڪري ڇڏيائون. ۽ مولىٰ سائين جل وعلىٰ شانه تي توڪل ڪري سندس يادگيريءَ ۾ مشغول ٿي ويا! اتي هڪڙو ملا شخص هو جو انهي ديهه جي ماڻهن کان ٽڪيون وغيره اڳاڙيندو هو، جڏهن هنن ماڻهن ڪي توڪل ۽ ترڪ منهن ڏنو، تڏهن انهيءَ طمعي ملا جا نفساني غرض پوري ٿيڻ کان روڪجي پيا، ڇو ﺗﻪ هو فقير پنهنجي حال جي بي پروائي ۽ استغنا ڪري سندس خاطر مدارات ڪرڻ کان لاچار هئا، ۽ هي دلگير ٿي پيو! ۽ آخرڪار ڪڪ ٿي اها دانهن پناڻن وٽ ڪٽي ويو جو ديهه باگڙجي ۾ رهندا هئا ۽ گهمرن واري ديهه ﺑﻪ انهن پناڻن جي حڪم هيٺ هئي. انهن پناڻن وٽ وڃي فريادي ٿيو ﺗﻪ هڪڙو پار درياءَ جو سادات هيڏانهن ٿو اچي ۽ ماڻهن ڪي مريد ٿو ڪري، جنهن ڪري ڪين وجد ٿا پون، ۽ چريا ٿي پون ٿا. ۽ انهيءَ چريائپ ڪري آبادي جي ڪم ڪار جي ماليات جو ﺑﻪ نقصان ٿو ٿئي. ۽ اسان ڪي ﺑﻪ رسمي خير خيراتن کان صاف جواب ڏيئي ٿا ڇڏن. سو تنهن ڪري چڱو آهي ﺗﻪ مٿين سيد ڪي پنهنجي تعلقي جي ديهن ۾ اچڻ ﻧﻪ ڏيو. پناڻن چيس ﺗﻪ جڏهن اهو سيد گهمرن جي ديهه ۾ اچي ﺗﻪ پوءِ اسان ڪي ان بابت اطلاع ڏجانءِ پوءِ جڏهن پاڻ دعوت جي ارادي سان مٿين ديهه ۾ تشريف فرمائيا، تڏهن اهو ملا اتان پڳو، ۽ وڃي انهن پناڻن ڪي خبر ڏنائين. پوءِ اتان ﺑﻪ ٽي سوار گڏجي آيا جتي پاڻ ويٺا هئا اتي بيهي چيائون ﺗﻪ اي سيد ! هيڏانهن اچ! پاڻ هنن سان گڏجي روانا ٿيا، مريدن عرض ڪيو ﺗﻪ حضرتا اسين ﺑﻪ ساڻ هلون، پاڻ فرمايائون ﺗﻪ ﻧﻪ اوهين اتي ويٺا هجو، پاڻ اڪيلائي انهن سان هليا ويا. پوءِ جڏهن پناڻن جي ديهه ۾ پهتا تڏهن اتي هڪڙي مسجد ڏٺائون، پناڻن کي فرمايائون ﺗﻪ اسين مسجد شريف ۾ نفل پڙهنداسون، هنن چيو ﺗﻪ ڀلي پڙهو، پاڻ مسجد شريف ۾ لنگهي وڃي نفل پڙهيائون ۽ نفل ادا ڪرڻ بعد هٿ کڻي الله تبارڪ وتعالىٰ جي درگاهه مان دعا گهريائون، ان وقت هڪڙو انڌو شخص جو اتي مسجد اندر ويٺو هو، سوبه هٿ کڻي دعا گهرڻ لڳو ﺗﻪ اي خداوند ڪريم! اٿين ڪر جو حضرت پيرسائين جن سان هتي مسجد شريف ۾ ملاقي ٿيان، آئون ضعيف نابين شخص آهيان وڃڻ جي طاقت ﺑﻪ ڪانهي ! سندس اها

دعا حضور جن جي ڪن مبارڪ تي پهچي ويئي ۽ ٻڌڻ شرط پاڻ اندر مسجد شريف ۾ وڃي فرمايائون ته اي بزرگ ! مون کي الله سبحانه وتعاليٰ تنهنجي مريد ڪرڻ لاءِ وٺي هتي آندو آهي، پوءِ ڪيس تلقين فرمايائون. ان وقت شهر جو حاڪم به قرآن شريف ميڙ ڪٺي اچي حضور مبارڪ ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين ته حضرتا! اسان کان خطا ٿي آهي، هن ڪلام رباني جي حرمت صدقي اسان کي معاف فرمايو! پاڻ فرمايائون ته مون کي اوهان ڪونه آندو آهي، بلڪ اڄ اهوئي ساڳيو مثال ٿيو آهي. جيئن هڪڙي نانگ کي حضرت رسالت پناه صلي الله عليه وآله وسلم جي ڏسڻ جو شوق پيدا ٿيو هو، پوءِ جڏهن پاڻ غار ثور ۾ تشريف فرماٿيا هئا، تڏهن اهو نانگ زيارت لاءِ اتي حاضر ٿيو، پر حضرت ابابڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه ان غار ۾ جيڪي به سوراخ هئا سي پنهنجي ڪپڙن کي ڦاڙي انهن ۾ ڏيئي ويهي رهيا ته متان ڪو نانگ نڪري حضور جن کي اهنج ايذاءِ پهچائي! ويچارو سڪايل نانگ سڀ ڪنهن سوراخ مان اچي مٿو پيو هنيائين ته ٻاهر نڪري زيارت ڪيان، پر جاڏهن تاڏهن رستو بند ڏٺائين تنهن ڪري نيٺ ٻيو واهه نه ڏسي حضرت ابابڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جي پير ۾ ڏنگ هنيائين، پوءِ اهڙي دستور رستو جاري ڪري زيارت کان مشرف ٿيو! سو انهيءَ واقعي وانگر اوهان جي مسجد شريف ۾ هڪڙو معذور شخص ويٺو آهي، جنهن کي هلڻ چلڻ جي سگهه ڪانهي، سو اسان ٻڌو ته خدا تعاليٰ جل شانه جي درگاهه مان وڏي التجا سان اسان جي ملاقات لاءِ دعائون وٺي گهريائين. تنهنڪري الله تبارڪ وتعاليٰ پنهنجي مقصود سان ملايو آهي، باقي اوهانجي بي ادبيءَ جو ته رڳو بهانو ٿيو آهي.

**5- نقل:** صادق فقير نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ لاڙ جي سفر ۾ ٽنڊي سائينداد ٽالپر جي ۾ تشريف فرما ٿياهئا، پوءِ اتي سلطان فقير وٽ پنهنجي زبان مبارڪ سان ڳالهه ڪيائون ته هيڪر اسان کي درياءَ جي هن پاسي هڪڙي فقير جي دعوت تي ڪنهن ديهه ۾ وڃڻ جو اتفاق ٿيوهو، اتي هڪڙي شخص هڪ بزرگ جو پيغام اسان کي آڻي ڏنو، جو اتان ڪوه ڪن جي مفاصلي تي لاڳيتي ديهه ۾ رهندو هو، ته مون کي اوهان کان ڪي پڇڻو آهي تنهن ڪري اتان يڪدم روانا نه ٿجو؟ بلڪ مهرباني فرمائي يا ته هيڏانهن قدم رنجه فرمائجو يا ته ورِي آئون پاڻ اچي حاضر خدمت ٿيندس! پاڻ فرمايائون ته بزرگ جي پيغام موجب گهڻو ئي سندس انتظار ڪيو سون پر گهڻي مدت گذري وئي ته به هو ڪو نه آيو، تنهن ڪري اسان جماعت سميت سندس ديهه ڏانهن روانا ٿياسون. جڏهن ديهه جي ويجهو پهتاسون تڏهن فقيرن جي جماعت کي ڇڏي تمام جلدي سان انهي ديهه

جي مسجد شريف ۾ لنگهي وياسون، هڪڙو معذور شخص ڏنو سون ته ڏٺي تعاليٰ کان وينو دعا گهري ۽ هيئن پيو عرض ڪري ته قادر ڪريم ! مهرباني فرمائي ! هن ضعيف نحيف معذور بي حال تي ڪا ٻاجهه جي نظر فرماءِ، حضرت مرشد مربي سان هن مسجد ۾ مونکي ملاءِ ته سندن زيارت کان مشرف ٿي تنهنجا شڪرانا ادا ڪيان ! پاڻ فرمائن ٿا ته حالانڪ آئون سندس پويان بيٺو هوس، تڏهن مون کيس چيو ته اي فقير ! آئون حاضر آهيان، هو ويچارو اسان جي ملاقات سان ڏاڍو خوش ۽ فرحتناڪ ٿيو، ۽ تلفين ورتائين. ان ڪانپوءِ فقيرن جي جماعت به اچي پهتي. هيءَ ڳالهه معلوم ٿي ته اهو بزرگ عالم اسان جي اچڻ جي خبر ٻڌي پنهنجي ديهه ڇڏي ڪنهن ٻي طرف هليو ويو آهي. تڏهن يقين ٿيو ته اها ڪشش هن معذور پر سچي طالب جي هئي، جنهن اسان کي ڇڪي هن ديهه ۾ آندو ۽ انهي بزرگ جو پيغام رڳو هن طالب معذور جي ملاقات جو بهانو هيو.

**6- نقل:** حسين فقير عمراڻي نقل ڪري ٿو ته هيڪر آئون درگاهه مبارڪ تي سندن زيارت فيض بشارت لاءِ ويو هوس پوءِ هڪڙي رات اتي گذاري ٻي ڏينهن ڪانئن موڪل گهريم فقير چوڻ لڳا ته اي حسين فقير! اڄ رات آئين وري اڄ ئي ٿو موڪلائين. سو ڪهڙو سبب؟ وري پاڻ ۾ پاڻهي چوڻ لڳا ته هتان بک جي پاران ٿو ڀڄين. چو ته سفر ۾ جتي ويندا ته مڙوئي ماني ته ڊؤ تي ملندي آهي! پاڻ فرمايائون ته سپ جنهن مان موتي پيدا ٿيندا آهن سا رهندي هميشه پاڻي ۾ آهي پر جڏهن ان ۾ مينهن جي پاڻي جي ڪشش پيدا ٿيندي آهي تڏهن انهيءَ وقت ٻاهر نڪري ايندي آهي. پوءِ جڏهن مينهن جو قطرو منجهس پوندو آهي. تڏهن پنهنجا چپ بند ڪري پاڻي جي تري هيٺ هلي ويندي آهي ۽ مدت مقرر گذرڻ ڪانپوءِ انهي سپ ۾ هڪ عجيب بادشاهاڻو موتي پيدا ٿي پوندو آهي. اگرچه جنهن پاڻي ۾ رهندي آهي سو به مينهن جهڙو پاڻي آهي، پر مينهن جي ڦڙيءَ جي ڪشش ڪري اڻ ملهو موتي منجهس پيدا ٿي پوي ٿو. پوءِ پاڻ فرمايائون ته ڪشش هوندي ته پوءِ طالب جتي ڪٿي بامراد ۽ خوش رهندا.

اي عزيز! سپ مان مراد آهي طالب ۽ سمنڊ جي پاڻي مان مراد هي دنياوي جهان آهي. ۽ مينهن جي قطري مان مقصود آهي الله سبحانه وتعاليٰ جي محبت ۽ شيخ ڪامل جو رابطو ۽ اڻ ملهي بادشاهاڻي موتي جو مطلب آهي معرفت جو حصول ! پوءِ جنهن طالب کي محبت آهي ۽ مرشد جي رابطي واري مينهن جي ڦڙيءَ جي ڪشش پيدا ٿي سمنڊ جي پاڻي يعني هن دنيا کي (ترک الدنيا راس کل عبادة) جي حڪم موجب ترڪ ڏيئي ان کان منهن مٽي ڇڏيائين ته پوءِ توريئي مدت مقرر

اندر باد شاهاڻي موتي معرفت واري کي حاصل ڪري وٺندو. ( انشاءَ الله تعاليٰ. )

**7- نقل:** صديق فقير چيچر نقل ڪري ٿو ته حضرت صاحبزاده مسند نشين قدس سره نقل فرمايو ته هيڪر پاڻ باغ جي چودري ۾ ويٺا هئا. اسين به سندن حضور ۾ ويٺا هئاسون ته اينتري ۾ پاڻ به تي پيرا باغ جي ٻاهرين دروازي ڏانهن نظر ڪٽي نهاربائون! صاحبزادو سڳورو چوي ٿو ته مون عرض ڪيو ته حضرتا! اوهان هر هر دروازي ڏانهن پيا نهاريو ڪهڙو انتظار آهي؟ پاڻ فرمايائون ته شايد ڪو سچو طالب اچي رهيو آهي جنهن جي ڪري اسانجي دل کي ڪشش پئي ٿئي ته اينتري ۾ هڪڙو فقير دانهون ڪوڪرا ڪندو باغ جي دروازي تي، جو بند ٿيو پيو هو، اچي متو هڻڻ لڳو! پاڻ موليڏني فقير کي دروازي کولڻ جو حڪم فرمايائون. جيڪو حڪم موجب ان فقير کي اندر وٺي آيو. هو اچڻ شرط جيئن سندس نظر حضور جن جي منهن مبارڪ تي پيئي تيئن پتنگ وانگر بي اختيار ڦٿڪندو اچي پيرن مبارڪن واري شمع تي ڪريو، پاڻ ڪيس پاڪر پائي هٿ مبارڪ پٺيءَ تي رکي فرمايائونس ته اسين به تنهنجي انتظار ۾ ويٺا هئاسون، پوءِ اهو فقير به ٽي ڏينهن صحبت ۾ رهي ڪماليت جي درجي کي پهچي موڪلايون هليو ويو.

**8- نقل:** حضرت صاحبزادو مسند نشين قدس سره نقل فرمائي ٿو ته هڪڙو نالائق بدڪار شخص جيڪو مير سهراب ٽالپر جي سرڪار ۾ دولت خواهي جي لقب سان مشهور هوندو هو، سو حضور جن جي جناب مستطاب ۾ حاضر ٿي مريد معتقد بلڪ سچو طالب بڻجي ويو، سلسلي عاليہ ۾ داخل ٿيڻ کانپوءِ سندس هي مقرر عادت هوندي هئي ته نفس جي مخالفت سڀ کنهن ڪم ۾ پنهنجو مقصود ڪري سمجهندو هو. هيڪر پاڻ مسجد شريف کان حاويلي مبارڪ ڏانهن تشريف فرمائي ٿيا، پر وري يڪدم مسجد شريف ۾ موٽي آيا ۽ فرمايائون ته اي يار! اسان جي جلد بي وقت موٽي اچڻ جو سبب اوهان ڄاڻو ٿا ته ڪهڙو آهي؟ جواب ۾ سڀئي ماٺ ڪري ويا، پاڻ فرمايائون ته هي مڙئي هن يار جي ڪشش آهي جو سچو طالب آهي. پاڻ ائين فرمائيندي انهي فقير دولت خواهي ڏانهن اشارو فرمايائون.





# فصل ٽيون
## مرشد جي مريد تي شفقت بابت

**1- نقل:** قاضي محمد شفيع رهندڙ هالن جو نقل ڪري ٿو ته هيڪر مير چاڪر ٽالپر ۽ ٻيو فقير ٽالپر درگاهه مبارڪ تي سندن صحبت ۾ ويٺا هئا. مير چاڪر سندن خدمت ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! ڪتاب غوثي هن غلام وٽ آهي پر ان مان ٻه ورق ڦاٽي ويا آهن، جيڪڏهن حضور جن جي ڪتبخاني مان ڪتاب ملثيون امداد ٿئي ته جيڪر اهي ٻه ورق نقل ڪري موٽائي ڏيون، پاڻ فرمايائون ته لکندڙ ڪير آهي؟ مير چاڪر منهنجو نالو ڪنيو. پوءِ پاڻ ڪتاب غوثي گهرائي ڏنائون. مون انهيءَ وقت سندن حضور ۾ ويهي لکيو. پوءِ پاڻ منهنجا اهي لکيل ورق ڏسي فرمايائون ته اکر تمام سٺا ۽ وڻندڙ ٿو لکين. مون اکين مان پاڻي وهائي نيزاري سان عرض ڪيو ته حضرتا! هن ٻانهي جي سموري عمر اکرن لکڻ ۾ بيفائدي خرچ ٿي ويئي آهي، هينئر حضور جن جي مهرباني ۽ توجه جو اميدوار آهيان، پاڻ جواب ۾ زبان مبارڪ سان فرمايائون ته جيڪا خرچ ٿي ويئي هئي سا هينئر ڪلئي موٽي هٿ آئي آهي ۽ ضايع نه ٿيندي، تون دلجاءِ ڪر.

**2- نقل:** محمد ذاڪر رهندڙ ٽنڊي قيصر نظاماڻي جو نقل ڪري ٿو ته هيڪر هڪڙو شخص سندن حضور مبارڪ ۾ آيو ۽ عرض ڪيائين ته حضرتا! مون کي ٿانئو به عطا فرمايو ۽ فيض جو ٻهرو به عنايت ڪيو. ٻه ٽي ڀيرا اهي لفظ موٽائي موٽائي پئي چيائين ۽ دانهون ڪوڪون پئي ڪيائين ته آئون ڪم بخت ۽ بي نصيب آهيان. پاڻ فرمايائونس ته ائين نه چئو! جو ته اسان جي آڏو ڪم بخت ۽ بدنصيب ڪونه اچي سگهندو.

**3- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ لاڙ جي سفر تان موٽندي شفقت ڪري مون مسڪين جي دعوت تي ديهه ڪڙئي ۾ تشريف فرماٿيا. ۽ مون کي فرمايائون ته اهل دولت ۽ شاهوڪار ماڻهن جي دعوتن تي جو عمدا عمدا مڪلف طعام تيار پئي ڪيائون ۽ ٻوڙ پلاءُ پئي حاضر ڪيائون تن جي کائڻ ڪري دل تي تنگي ۽ بار ٿي پيو آهي، اهي مڙئي طعام مضر ۽ نقصان ڪندڙ آهن، اڄ تون جوئر جي ماني ۽ چٽن جي دال يا ساڳ جي ڀاڄي ۽ ڏاچي جو کير تيار ڪرائجانءِ خليفو چوي ٿو ته سندن حڪم موجب مون جوئر جي ماني ۽ چٽن جي دال سندن کاڌي مبارڪ لاءِ تيار ڪرائي ۽ ڏاچيءَ جو کير به گهرائي ورتم. پاڻ اهو طعام کاڌائون ۽ ڏاڍا سرها ۽ خوش خورم ٿيا.

**4- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر پاڻ هن غلام جي غريب خاني تي تشريف فرماٿيا هئا، سندن تشريف آوري جو ٻڌي آس پاس جون زالون تمام گهڻيون اچي گڏ ٿيون هيون ۽ هر ڪا جدا طرح پنهنجا سوال حضور جن کان پئي گهري. پاڻ انهن مڙني جي جواب ۾ فرمايائون تہ جنهن کي بہ جيڪو مطلب يا مشڪل هجي سو خليفي کان وڃي پڇو ۽ گهرو ڇو تہ اسان سيني شين بابت خليفي کي اجازت ڏيئي ڇڏي آهي.

**5- نقل:** هيڪر دائم فقير ڪتي رهندڙ ديهہ سڌوجي واقع پرڳڻي ڪنڊياري جو، حضور جن جو سچو مريد هو، تنهن ڪين دعوت جو عرض پيش ڪيو. پاڻ سندس دعوت قبول ڪري فرمايائونس تہ وڃي جلدي ماني تيار ڪراءِ تہ تو وٽان دعوت کائي وري اڳتي روانا ٿي وينداسون. رات اتي نہ ترسنداسون دائم فقير جي مرضي هئي تہ جيڪر پاڻ رات اتي ترسي پون تنهن ڪري طعام تيار ڪرائڻ ۾ ڪجهہ دير مدار ڪيائين، جڏهن پاڻ وقت مقرر تي جماعت سميت اتي تشريف فرما ٿيا، تڏهن دعوت جي ماني تيار نہ هئي، پاڻ سندس دعوت ڇڏي وري اڳتي روانا ٿيا. هو مريد ويچارو روئندو دانهون ڪندو سندن رڪيب سان گڏ ڪرندو اٿندو ڊوڙندو پيو آيو، تڏهن پاڻ سندس حال تي رحم ۽ ٻاجهہ ڪري فرمايائونس تہ هينئر تنهنجي دعوت ڇڏي آياآهيون، موٽي نہ هلنداسون، باقي ٻيو جيڪو تنهنجو چوڻ هجي سو چؤ تہ اوهين ڪيون هن ويچاري عرض ڪيو تہ حضرتا! مون کي پنهنجي هٿ اکرين رضامندي جي چٺي لکي ڏيو تہ مون لاءِ اها سند حجت طرح رهي، پوءِ مس قلم ڪاغذ حاضر ڪيائين، پاڻ هي حرف ڪيس لکي ڏنائون تہ " اسين دائم کان قيامت جي ڏينهن تائين راضي آهيان" جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ اهو ڪاغذ اجان تائين سندس اولاد وٽ سند ۽ تبرڪ طرح باقي رکيل آهي.

**6- نقل:** هيڪر پاڻ حضرت ميان صاحب جن قدس سره کان نقل فرمايائون تہ هڪڙي مريد کان سندس مرشد جي حضور ۾ ڪا بي ادبي ٿي پئي هئي، جنهن ڪري سندس شڪل متجي ڳيري جي مثال ٻڌجي پيئي جو اها صورت وٺي اٿي پڳو، سندس پير ان جي پويان شهباز بڻجي وٺي اڏاڻو اهو مريد اڏامندو اچي حضرت سرور ڪائنات صلي الله عليہ وآله وسلم جي دامن ۾ لڪو! جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ پاڻ اهو نقل پورو ڪري مون کان پڇيائون تہ انهيءَ جي ڇا معنيٰ آهي؟ تہ ان وقت مونکي سندن توجہ مبارڪ جي برڪت سان انهيءَ ڳالهہ جي معنيٰ هي سمجھ ۾ آئي تہ حضرتا! مرشد جي مريد تي اهڙي تہ شفقت هوندي جو جيتوڻيڪ ان مريد کان بي ادبي صادر ٿي پئي هئي تہ بہ

سندس مرشد پچاڙي تائين کيس حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ واله وسلم
جن دامن ڪان ٻاهر ٻي هنڌ نہ ڇڏيائين. پاڻ فرمايائون تہ اهائي سندس معنيٰ
آهي، اي طالب نظر ڪري ڏس تہ مرشد ڪامل ڪهڙي نہ عظيم نعمت آهي؟

**پيره کبريت احمر آمده ست، سينہ او بحر اخضر آمده ست**

**چون ترا پيراين چنين آيد پديد، قفل دردت راپديد آيد ڪـلـيـد.**

يعني تہ ڪامل مرشد اڪسير جي مثال آهي، جو سندس سينو درياء لهريون
هڻندڙ آهي، جيڪڏهن توکي ڪو اهڙو مرشد هٿ اچي وڃي تہ ائين سمجهہ تہ
تنهنجي دردن واري قلف لاءِ ڪنجي هٿ اچي ويئي.

**7- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ پاڻ جڏهن قلات جي سفر
تان ٿي وري پيهر ان سفر تي تيار ٿياهئا. تڏهن مون سندن خدمت سگوريءِ ۾
عرض ڪيو تہ حضرتا! هي فقير اوهان جي رڪيب سان گڏ حاضر هجي يا پوئتي
موٽي وڃي، جيڪي منهنجي حق ۾ بهتر سو امر فرمايو تہ ان تي عمل ڪريان؟
پاڻ جواب ۾ فرمايائون تہ هيئنر مون کان نہ پڇ بلڪ جيڪي تنهنجي دل ۾ الله
تبارڪ وتعاليٰ القاء فرمائي ان تي عمل ڪر. يعني تہ پنهنجي دل کان پڇي عمل ڪر.

اي عزيز! جيڪو بہ فيض يا مرتبو ۽ ڪماليت مريد کي حاصل ٿئي ٿي سا سڀ
مرشد جي مهرباني ۽ شفقت ۽ عنايت جو نتيجو آهي، نہ تہ هن انڌي ٻوڙي
گونگي مادرزاد کي انهن مرتبن جي ڪهڙي سڌ؟ هن اونداهي گهر ۾ مرشد جي
جمال با ڪمال واري شمع کان سواء هرگز ڪاشيءِ نہ ٿي ڏسي سگهجي.

**8- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر درگاهہ مبارڪ
تي گاري ڍوئڻ جي ڪم ۾ فقيرن سان گڏ حاضر هوس، پاڻ ڪٽ تي ويٺا هئا،
آئون بہ گاري جون تغاريون فقيرن سان گڏ ٻريون ڪنيون پي آيس، پاڻ جڏهن مون
کي هن ڪم ۾ مشغول ڏٺائون تڏهن رحم فرمائي حڪم ڪيائون تہ تغاريون ڦٽي
ڪري اسان سان اچي گڏجي ويهہ! آئون سندن فرمودي موجب ڪم ڇڏي اچي
حضور ۾ ويهي رهيس، ڇو تہ "الامرفوق الادب" يعني تہ ادب کان امر جي بجا
آوري زياده چڱي آهي.

**9- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر آئون سندن
خدمت مبارڪ ۾ درگاهہ تي ذڪر جي حلقي ۾ حاضر هوس، تن وقتن ۾ مون کي
البت بواسير بادي جو اثر هو، جنهن ڪري ننڍا ڦوٽا سرس ڪائيندو هوس، ان
وقت بہ ٻہ چار ڦوٽا ڪيي ڪاڏم! پاڻ اهو حال ڏسي ورتائون ۽ صبر ڪري ويا،
وري ٻن ٽن راتين گذرڻ ڪانپوءِ وري مونکي ڦوٽا ڪائيندو ڏٺائون، ان وقت پاڻ
فرمايائون تہ ذڪر جي وقت هڪڙو ڦوٽو کائڻ تہ سنت آهي! تون زياده ٿو ڪائين

ڪهڙي سبب؟ مون سندن خدمت سڳوريءَ ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! هن غلام کي بواسير بادي جو ڪجهه اثر آهي، جڏهن اُن مرض جو ڪجهه اثر ٿيندو آهي تڏهن ايلاچي کائيندو آهيان، ته البت ڪجهه فائدو ٿيندو آهي. پاڻ ان کانپوءِ جڏهن به ذڪر جي وقت جماعت ۾ ايلاچي ورهائيندا هئا، تڏهن ٻه سپني کي هڪ هڪ ڏيندا هئا مگر مون کي مهرباني فرمائي گهڻا عنايت فرمائيندا هئا. هڪڙي ڏينهن مون وٽ ڦوٽا سرس هئا ذڪر جي وقت به تي ڦوٽا کڻي سندن هٿ تي رکيم! پاڻ انهن مان هڪڙو کڻي کاڌائون ۽ ٻيا موٽائي ڏنائون ۽ فرمايائون ته ذڪر جي تلاوت لاءِ هڪڙو ايلاچي کائڻ سنت آهي. باقي وڌيڪ جا ضرورت ڪانه آهي. ۽ بعض وقتن ۾ جيڪڏهن ڪو ماڻهو ايلاچيون نذراني ۾ آڻيندو هو ته اهي مونکي عنايت فرمائيندا هئا.

**10- نقل:** خليفو غازي خان ٽالپر نقل ڪري ٿو ته هيڪر حاجي آدم خان بروهي گنداواهه کان ديهه تونتي واقع علائقي جهل ۾ آيو هو، اتي حضور جن جي مريدن مان به ٽي ڪوري ڪنهن ٻي هنڌان لڏي اچي ويٺا هئا، اتفاقا انهن مان هڪڙو شخص جيڪو ذڪر تي هميشه محڪم رهندو هو سو قضا الاهي سان فوت ٿي ويو، پوءِ جڏهن سندس جنازو قبرستان ڏانهن کڻي هليا. تڏهن هڪڙو شخص جو حضرات نقشبندين بزرگن جي مريدن مان، صاحب ڪشف جو هو، سو به جنازي سان گڏيو آيو ۽ جڏهن ماڻهو دفن جي ڪم کان فارغ ٿي پوئتي موٽيا تڏهن هي شخص ميت جي احوال معلوم ڪرڻ لاءِ سندس قبر تي مراقبو ڪري ويٺو. پوءِ مڪاشفي سان معلوم ڪري ڏنائين ته حضرت مربي رضي الله تعاليٰ عنه اتي آيا ۽ انهي ميت جو هٿ وٺي حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي حضور مبارڪ ۾ نيئي مشرف ڪيائونس. اهو نقشبندي بزرگ اهو حال ڏسي عبرت ۾ پئجي ويو! ۽ اها ڳالهه وري ڪنهن جي به اڳيان ظاهر ڪانه ڪيائين. اجا ٻه ٽي ڏينهن گذريا ته وري انهن ڪورين جي قبيلي مان هڪڙي عورت جو ذڪر فڪر سان به پوري مشغول نه رهندي هئي فوت ٿي ويئي، جڏهن سندس جنازو قبرستان ڏانهن کڻي آيا تڏهن اهو بزرگ به انهن سان گڏ آيو، ماڻهن جي موٽي اچڻ کانپوءِ سندس قبر تي مراقبو ڪري ويٺو وري به ڪيس مڪاشفي سان معلوم ٿي ويو ته مرشد مڪمل جي همراهي ۽ برڪت سان حضرت سرور ڪائنات صلي الله عليه وآله وسلم جي حضور ۾ پهتل آهي! اهو عجيب احوال ڏسي انهي بزرگ کي ڏاڍو جوش ۽ روح پيدا ٿي پيو، شهر جي ماڻهن کي وعظ ۽ نصيحت جي طرح ان احوال بابت اطلاع ڏنائين ۽ چيائين ته حضرت پيرسائين جن جي جماعت جهڙي ٻي ڪا جماعت ڪانه آهي. ۽ انهيءَ جماعت جو الله تبارڪ

وتعاليٰ جي درگاھ ۾ بالڪل وڏو مرتبو ۽ عاليشان درجو آهي! تنهن ڪري اوهان مڙني کي کپي تہ سندن طريقي مبارڪ ۾ داخل ٿيو ۽ ذڪر فڪر سان مشغول ٿيو. ڇو تہ هي طريقو سڀني طريقن کان زياده سڀڳورو ۽ پلارو آهي.
انهي ساڳي نقشبندي بزرگ بابت خليفي ميان لقمان ڳالهہ ڪئي، پاڻ بيان فرمايائون تہ اهو بزرگ اسان جي حضور ۾ حاضر ٿيو هو ۽ ڏاڍو نياز نوڙت ۽ عجز ظاهر ڪيائين ۽ انهن پڻ مريدن مماتي وارن جي بہ سموري حقيقت بيان ڪري ٻڌايائين. پوءِ پڇيائين تہ حضرتا! عجب آهي تہ اولياءَ الله سڳورن جو وجود مبارڪ هڪ هنڌ هوندو آهي تہ وري انهي ئي وقت وڏي پنڌ ۽ مفاصلي تي بہ نظر پيو اچي. ان جو ڇا سبب آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ سندس سوال جو جواب باوجوديڪ ڏنو هو، پر جڏهن تہ ان بزرگ کي انهي جواب سمجهڻ جو استعداد ڪونہ هو تنهن ڪري چيوسونس تہ وليئن سڳورن کي الله تبارڪ وتعاليٰ جي قدرت سان گهڻائي وجود آهن. پوءِ جهڙي بہ وجود سان جتي بہ سندن دل مبارڪ جي مرضي پوي ٿي اتي حاضر ٿي سگهن ٿا.
**11- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر آئون فقيرن جي جماعت سميت سندن خدمت سڳوريءَ ۾ درگاھ مبارڪ تي ويو هوس. عاقل فقير بہ اسان سان ساڻ هو، جو واٽ تي ڪنهن عارضي سان ناچاڪ ٿي پيو، پوءِ جڏهن درگاھ مبارڪ تي بہ ڏينهن گذاريا سون تڏهن عاقل فقير مرض جي سختيءَ کان بي حال ۽ بي خبر ٿي ويو، جو ڳالهائڻ ٻولهائڻ يا ٻڌڻ ڏسڻ جي ڪا سڌ ڪانہ رهيس، بلڪ معلوم پئي ٿيو تہ سندس سڪرات جو وقت آهي، ان وقت پاڻ سندس پڇڻ لاءِ تشريف فرمائيا ۽ ڪيس ڏسي فرمايائون تہ هي فقير الله تبارڪ وتعاليٰ جي شهود ۾ مستغرق آهي! پوءِ ٻي ڏينهن اهو فقير محمد عاقل هن دنيا مان رحلت ڪري ويو، اها خبر کين پهچايائون، پاڻ سندس تڪفين تجهيز لاءِ ڪوشش فرمايائون، جڏهن جنازو تيار ٿيو تڏهن مڙني فقيرن جي جماعت سميت اچي سندس جنازو پڙهايائون، ۽ ان مسافر جي قبر مان مٽي ڪڍڻ لاءِ پنهنجو ڪپڙو مبارڪ هيٺ وڇايائون ۽ فرمايائون تہ حديث شريف ۾ آهي تہ پيشاب جا قطرا جيڪڏهن اتفاقا ڪنهن عضوي تي پئجي وڃن تہ سندن پليتي مسافر جي قبر واري مٽيءَ کانسواءِ هرگز پاڪ نہ ٿي سگهندي، تڏهن سندن وڏي پاءُ سڳوري ميان محمد سليم قدس الله تعاليٰ سره الاقدس کين مٽي ڪپڙي ۾ وجهڻ کان منع فرمائي ۽ پنهنجي ڪپڙي ۾ مٽي کنيائون. پوءِ ٻين ٿر ۽ ڪوهستان ۽ لاڙ جي فقيرن، جي حضور ۾ حاضر هئا. اتان تمام گهڻي خاڪ کنيائون، پاڻ قبر جي سيراندي کان بيهي بقر سڳوري جو پهريون رڪوع تلاوت فرمايائون، ۽

پيراندي کان بي هڪڙي فقير بقر سڳوري جو پويون رڪوع بيهي پڙهيو، پوءِ پاڻ هٿ کڻي دعا گهرائون ۽ پوڻني تشريف فرما ٿيا.

**12- نقل:** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة چوي ٿو تہ هيڪر آئون فقيرن جي جماعت سميت درگاهہ مبارڪ ڏانهن ويو هوس، ۽ بي پهري نماز جي وقت اتي پهتاسون، پاڻ نماز ادا ڪري اندر حاويلي مبارڪ ڏانهن اسربا هئا، ان وقت فقيرن جي جماعت ۾ ڏاڍو جوش هو، جنهن ڪري سندن حرم خاني جي در تي بيهي ڏاڍي جوش سان روڄ ۽ دانهون ۽ بيقراري ظاهر ڪرڻ لڳا، ڪين معلوم ٿيو تہ جماعت آئي آهي، ٿوري دير کانپوءِ هڪڙي مائي مريدياڻي اندران نڪري آئي ۽ اچي چيائين تہ سائين جن فرمائن ٿا تہ جيڪڏهن هينئر اسين ٻاهر ايندا سون تہ فرڙي جا اسان کي پاسي تي ٿي پئي آهي سا ڏاڍو درد ۽ اهنج ڪندي! تنهن ڪري هن وقت وينا آهيون، پوءِ صاحبن سڳورن بہ اندران عرض ڪيائون تہ حضرتا! هن وقت اتي وينا هجو، فقير پاڻهي انهيءَ لڙ ۽ جوش کان گهڙي ڪن کانپوءِ ماٺ ڪري ويندا. پاڻ فرمايائون تہ هو ويچارا طالب ولايت کان پنڌ ڪري منزلون هٽي آيا آهن، تنهن ڪري مناسب آهي تہ ٻاهر وڃي انهن سان ملاقي ٿيون، پوءِ پاڻ اندران قدم رنج فرمائي ڏيوڍيءَ ۾ اچي ترسيا، اتي جمعو ۽ بچو ۽ ٻيا فقير شوق ۽ جوش جي غلبي ڪري بي اختيار ڪين اچي پاڪر پائي فرڙي ڏڪائي وڌي. پوءِ پاڻ مون کي آهستگي سان پاڪر پائي مليا، ۽ ٻين فقيرن کي هٿ مبارڪ هٿ ۾ ڏيندا ويا. سڀني فقيرن سان ملاقي ٿي رهيا، تڏهن اهڙي طرح مسجد شريف ۾ تشريف فرمايائون. اتي سومهياڻي نماز کانپوءِ مسجد شريف جي ايرندي پاسي کان ڪنڌ ۾ ويهي وظيفي پڙهڻ ۾ مشغول ٿيا، ۽ سموري جماعت دل جي حضور سان خدمت سڳوري ۾ ويهي رهي، تہ اوچتي ئي پاڻ درد سان ٿڌو ساهہ کڻي فرمايائون تہ جماعت کي چؤ تہ مون کي معاف رکن جو ڪين هٿ ڏنوسون ۽ پاڪر نہ پاتوسون، چاڪيان لاچار آهيان، نہ تہ هڪ هڪ چٽي سان ڏهہ ڀيرا پاڪر پايان ها سندن انهي ڪلام مبارڪ ٻڌڻ شرط کي فقير وجد ۾ بي هوش ٿي ويا، ۽ کي روڄ ۾ پئجي ويا، مون عرض ڪيو تہ حضرتا! اسين مڙئي قيامت جي ڏينهن اوهان جي پاڪر ۾ آهيون.

**13- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ حضرت ميان صاحب جن قدس سره جي روش مبارڪ هوندي هئي تہ جڏهن نماز جي تڪبير ٿيندي هئي تڏهن مون کي امامت لاءِ حڪم فرمائيندا هئا. ۽ پاڻ پهرين صف ۾ امام جي سڄي پاسي کان بيهندا هئا. پوءِ جيڪو پيو ڪو ايندو هو تہ پنهنجي جاءِ ان کي ڏيئي پاڻ ڏکڻ پاسي سرڪي بيهندا هئا. اهڙي طرح سرڪندي نيٺ پاڻ کبي پاسي کان صف

جي هن پاسي تي وجي ويهندا هئا ۽ فرمائيندا هئا تہ ڏکڻ پاسي کان تنهنجي جماعت جي صف ۾ آئون آهيان ۽ اوهانجي جماعت کي اتر طرفان حضرت مخدوم صاحب جن قدس سره آهن. تون امام آهين ۽ اسين تنهنجي جماعت کي سلامتي سان وٺي ويندڙ آهيون.

**14- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هڪڙو پروچ شخص لاشارين جي قوم مان ذکر پچڻ ۽ صحبت شريف لاءِ سندن حضور مبارڪ ۾ درگاهہ مبارڪ تي حاضر ٿيو. پاڻ ان کان پڇيائون تہ ڪٿان ٿو اچين؟ عرض ڪيائين تہ حضرتا! جون (1) کان تڏهن پاڻ کيس فرمايائون تہ پوءِ ايترو پراهون پنڌ چالاءِ پئي ڪيءِ جيڪڏهن ڪڙئي واري ديهہ ۾ خليفي جي صحبت ۾ وڃين ها تہ گويا اسان جي صحبت ۾ آئين.

**15- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪڙ پاڻ لاڙ جو سفر ڪندي ديهہ سيد پور ۾ تشريف فرماٿياهئا، آئون بہ اتي وڃي سندن قدمبوسي حاصل ڪيم، پوءِ جڏهن پاڻ ديهہ پارچاڻي واقع پرڳڻي چاڪر هالي ۾ تشريف فرماٿيا تڏهن اتي تمام گهڻا ماڻهو زالين مڙسين مشغول پيا ٿيا، اتفاقا بہ ٽي نويل ماڻهو ذکر پچڻ لاءِ حضور مبارڪ ۾ آيا، پاڻ مون کي تلقين ڪرڻ بابت امر فرمايائون ۽ پوءِ زبان مبارڪ سان هيئن فرمايائون تہ هن ڪم يعني ارشاد جي دسترخواني جي بي نظير نعمتن جي اوبر ورهائڻ يعني تلقين ڪرڻ بابت، جو نعمتن ۾ وڏي نعمت ۽ ڪاميابين ۾ وڏي ڪاميابي آهي. پي ڪنهن بہ خليفي کي اڄ ڏينهن تائين عطا نہ ڪئي اٿون. مگر اڄ توتي اها نعمت بخشيش ڪيون ٿا.

**16- نقل:** محمد ذاڪر فقير رهندڙ ٽنڊي قيصرنظاماڻي جو نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ لاڙ جي سفر ۾ ميرالهيار جي ٽنڊي ۾ تشريف فرماٿياهئا. صاحبزادو والاتبار ميان محمد حسن رحمة الله عليہ اتي ڪٽ تي ويٺو هو ۽ خليفو (يعني تہ جامع ملفوظات رحمة الله عليہ) بہ سندن امر موجب صاحبزادي سڳوري سان گڏ ڪٽ تي ويٺو هو تہ خليفي ميان سعيد خان ماڻاٽي عليہ الرحمة حضور پرنور ۾ عرض ڪيو تہ هڪڙي عورت مريد ٿيڻ لاءِ حاضر ٿي آهي، پاڻ ان عورت جي تلقين ڪرڻ بابت خليفي جامع ملفوظات رحمة الله عليہ کي فرمايائون، خليفي صاحب ادب جي ڪري حضرت صاحبزادي سڳوري ڏانهن اشارو ڪيو، مگر پاڻ وري بيهر خليفي صاحب کي ان عورت جي تلقين ڪرڻ بابت حڪم فرمايائون.

**17- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر پاڻ ڪڇ جي سفر تان موٽندي جهاري ۾ پهتا، اتي مون پنهنجي ڏاڏي جي قبر جي زيارت لاءِ سندن حضور مان رخصت گهريم، جو مڪان لربي ويجهو،مقام قاسم ڪربي عليہ الرحمة



(1) جون ٽنڊو محمد خان ۾ هڪ ديهہ جو نالو آهي

جي ۾ مدفون هو! پاڻ فرمايائون ته رخصت آهي پر ڏينهنڪ موٽي اچجانءِ ۽ وجڻ مهل اسان کان موڪلائي پوءِ وڃجانءِ پوءِ جڏهن آئون تيار ٿي گهوڙي جي سواري لاءِ نڪتس تڏهن سندن حضور ۾ حاضر ٿيس، پاڻ مهرباني ۽ شفقت فرمائي اشهد آگر مبارڪ جي اشاري سان هڪ هزار تهليل سڳوري منهنجي ڏاڏي جي روح لاءِ هديو ڏنائون، پوءِ اتان روانو ٿيس جڏهن مقام ۾ آيس تڏهن ڏٺم ته گهڻن ڏينهن گذري وڃڻ ۽ مينهن جي بارش ڪري قبر ڍهي ويئي آهي، جو سڃاڻپ ۾ به ڪانه پئي اچي، پوءِ دل جي اتحاد سان سندس قبر معلوم ڪري ختمو ڏنم ۽ انهي ڏينهن موٽڻ جي ڪوشش ڪيم پر نه پهچي سگهيس، تنهن ڪري وري صبح تي سندن خدمت اقدس ۾ پهچي سمورو احوال اڳيان عرض رکيم پاڻ فرمايائون ته منان اسان جو هزار تهليل وارو هديو جو توکي ڏنو هوسين، سو ڪٿهين اجايو وڃائي آئين؟ عرض ڪيم ته حضرتا! پنهنجي ڏاڏي جي صورت کي حاضر ڪري اوهانجو هديو مبارڪ کيس بخشيو اٿم، پوءِ پاڻ فرمايائون تون پختو آهين.

**18- نقل:** قاضي محمد شفيع نقل ڪري ٿو ته هيڪر آئون قلات جي سفر ۾ ساڻن هم رڪاب هوس، جڏهن نورگام وٽ پهتاسون اتي تپ سخت جو اثر مون کي لاڳو ٿي پيو، پاڻ ڪمال مهرباني فرمائي مون کان پڇيائون ته خوش آهين؟ عرض ڪيم ته فضل آهي، پاڻ ٽي ڀيرا اهڙي طرح مزاج پرسي ڪيائون مون جواب ۾ اهڙي طرح ٻي چيو ته فضل آهي، پاڻ مرڪي فرمايائون ته آيا تپ فضل ناهي ڇا؟پر اسان پڇون ٿا ته تپ کان خلاصي ٿي آهي. يا نه؟

**19- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته هيڪر سندن حضور مبارڪ ۾ حاضر هوس، ته اتفاقا حضور جن جي لاءِ ماني ڪٽي آيا، آئون اتان اٿي اوطاق ڏانهن وڃڻ لڳس جتي آئون ۽ حقائق آگاهه ميان قابل شاهه عليه الرحمة گڏجي رهندا هئاسون. عنايت فقير اڍيجو وينل ديهه علي پور جو ڪاوڙ سان مونکي چوڻ لڳو ته ڪاڏي ٿو وڃين؟ اتي ويهي ماني کاءُ مون چيو ته آئون ميان قابل شاهه سان گڏجي کائيندس جو اتي مانهه، جو منهنجي غذا آهي ميسر ٿيندي آهي. پاڻ آهستگي سان فرمايائون ته جيڪڏهن اسان وٽ کائيندين ته هتي به مانهه پيدا ٿي پوندي. پوءِ سندن خدمت مبارڪ ۾ ويهي طعام کاڌم.

**20- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه نقل ڪري ٿو ته خليفو حاجي محمد رهندڙ پسوج واقع ملڪ ڪڇ جو مون سان گڏجي درگاهه مبارڪ ڏانهن روانو ٿيو، پوءِ جڏهن ملاقات ۽ زيارت کان مشرف ٿياسون. تڏهن خليفي محمد عرض ڪيو ته حضرتا! آئون ملڪ هالار ۽ سورٺ ۾ ويو هوس، اتان جا ماڻهو اوهان لاءِ ڏاڍو شوق ۽ محبت رکن ٿا، ۽ دعوتن جي

اجابت لاءِ حضور مبارڪ ۾ عرض گذاريو اٿن. پاڻ جواب ۾ فرمايائون پهريان هيڪر خليفو (يعني جامع ملفوظات رحمة الله عليه )هالار ۽ سورٺ جو سفر ڪري اچي تہ پوءِ اسان بہ اوڏانهن سفر ڪنداسون .

**21- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر پاڻ ٿر ملڪ جي سفر ۾ سيد قائم شاھ جي دعوت تي تشريف فرما ٿياهئا. اتي آئون بہ سندن حضور ۾ حاضر هوس، مون کي تن ڏينهن ۾ ڪفر حقيقي جي حالت هئي. پوءِ سومهياڻي نماز کانپوءِ جڏهن پاڻ آرام لاءِ اچي بستري تي سمهيا تڏهن آئون بہ پنهنجي هميشہ جي عادت موجب سندن خدمت ۾ ويجهڙو اچي ويٺس!

پاڻ مون کي فرمايائون تہ اسان کي ويجهو نہ ويهہ، مون عرض ڪيو تہ حضرتا! اصحابن سڳورن رضي الله تعاليٰ عنهم مان جي محرم ۽ خاص هوندا هئا تن کي حضرت سرور ڪائنات صلي الله تعاليٰ عليہ وآله وسلم جي حضور مبارڪ ۾ هر وقت حاضر ٿيڻ جي رخصت هوندي هئي ۽ اهي حضور جن کي ويجهڙائي ۾ ويهندا هئا. پاڻ فرمايائون تہ سچ ٿو چوين، پر محرم تہ ٿي نہ! پوءِ اچي ويجهو ويهہ ! مون چيو تہ آئون محرم آهيان فرمايائون تہ نہ، تي پيرا اهڙي طرح موٽائي موٽائي اهو سوال جواب ٿيو. پوءِ پاڻ فرمايائون تہ نماز نٿو ادا ڪرين، مون چيو تہ نماز پڙهندو آهيان، پاڻ فرمايائون تہ پر دل جي اعتقاد ۽ يقين سان نٿو پڙهين جيڪڏهن دل جي حضور سان نماز پڙهين تہ هوند نماز... جي حقيقت توتي کلي پوي ۽ ڪفر حقيقي کان ڇٽي پوين، تڏهن مون وڏي آواز سان چيو تہ نماز نہ پڙهندس، تڏهن پاڻ پنهنجي هٿ مبارڪ سيني تي رکي ماٺ ڪري ويا، ۽ اکيون پوري ننڊ ۾ هليا ويا، پوءِ تہ مون تي اچي حالت ۽ روح غلبو ڪيو. پنهنجو منهن سندن سيني مبارڪ تي رکي ايترو تہ رنس جو منهنجي ڳوڙهن جو پاڻي سندن پاسن مبارڪن کان وهي هليو. ڪجھ مدت ڪانپوءِ وري افاقي ۾ آيس، پاڻ فرمايائون تہ توکي نماز ڪانسواءِ هرگز ڪونہ ڇڏيندس! توکي خبر ڪانهي مون کي تنهنجو تمام ڏک آهي جو ڪفر حقيقي ۾ پير ڪوڙي ويهي رهيو آهين، ۽ تنهنجي هيءَ نماز بہ لاءِ فيض جو سبب آهي. ۽ آئون خلق الله جو فيض بند نہ ڪندس.

**22- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر پاڻ عالي جمالي جي ڳوٺ واقع پرڳڻي ڪيسر ڏهي جي، ڪنهن بزرگ جي جاءِ تي تشريف فرماٿياهئا. مون کي خيال هو تہ جيڪر تلقين جي ڪم جي ڪاڻ معافي وٺان، ڇو تہ هي ڪم نهايت وڏو ڪم آهي. جو تلقين ڪندڙ الله سبحانہ وتعاليٰ ۽ خلق جي وچ ۾ امين ٿي پوي ٿو ۽ امانت جي حق ادا ڪرڻ جي طاقت پاڻ ۾ ڪانہ پيو ساريان سگهان، تنهن ڪري وبني رنم! تہ انهيءَ وچ ۾ بہ تي نوان فقر مريد ٿيڻ

جي لاءِ خدمت شريف ۾ آيا، پاڻ انهن جي تلقين ڪرڻ بابت مون کي امر فرمايائون، سندن حڪم موجب ڪين تلقين ڪيم، اهي مڙئي اهڙا ته وجد ۾ اچي ويا، جو گوياڪ ڪنهن تڪبير ڏيئي ڦٽو ڪيو اٿن.

**23- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته هيڪر آئون سندن خدمت سڳوريءَ ۾ درگاهه مبارڪ تي حاضر هوس، اتفاقا نظاماڻي بروچن ۽ لقمان ٽالپر جي وچ ۾ جهڳڙو ٿي پيو، جنهن ۾ بلوچ خان نظاماڻي جو پٽ زخمي ٿي پيو ۽ سندن ٻه ٻيلي به مارجي ويا. ان ڪانپوءِ مير سهراب ٽالپر هڪ معتبر ماڻهو حضور جن جي خدمت سڳوريءَ ۾ ڏياري موڪليو ته مهرباني فرمائي اوهين نظاماڻي فقيرن ۽ ٽالپرن جي وچ ۾ صلح اصلاح فرمائي ڇڏيو! پر بشرطيڪ نظاماڻي فقيرن کي هي نه معلوم ٿئي ته ڪو مير سهراب ۽ لقمان ٽالپر ميڙ ٿي وڃڻ لاءِ اوهان کي استدعا ڪئي آهي، بلڪ اوهين نظاماڻي فقيرن کي اهڙي طرح چئجو ته اسين خاص خدا تعاليٰ لڳ ۽ مؤمنن جي اصلاح لاءِ ته ناحق مسلمانن جو رت ڇاڻ نه ٿئي اوهان وٽ ميڙ ٿي آيا آهيون. انهيءَ ڳالهه کان سندن دل مبارڪ تي البت گراني ٿي پئي، ۽ فرمايائون ته اهل دنيا جا کهڙا نه مڪار ۽ دوهاري آهن، پوءِ پاڻ مون کي فرمايائون ته آئون اوهان ٻي عزيزن مٿن ڏانهن ويندس. جڏهن هنان تيار ٿي هلڻ جي سانباهي ڪيون تڏهن ياد ڏيارجو ته هڪڙي ٽوپي اوهان کي ڏني ويندي! خليفو جامع ملفوظات چوي ٿو ته مون روانگي جي وقت ان بابت سندن حضور ۾ ڪو اطلاع ڪونه ڪيو، بلڪ فقيرن جي جماعت سميت پيادل اڳتي روانو ٿي ويس، پاڻ واٽ تي ديهه خانپور ۾ اولهندي دوري جي پڪ سان پيادن فقيرن جي جماعت کي اچي پهتا. ۽ مون کي فرمايائون ته مون اوهان کي چيو هو ته هلڻ مهل اسان کي ياد ڏيارجو ته توهان کي هڪڙي ٽوپي ڏينداسون. مون عرض ڪيو ته حضرتا جيڪي ڪجهه ڪمال مهرباني ۽ رحم پروري سان هن مسڪين تي عطا فرمايو اٿو تنهن، هن جهان جي وڳن ۽ ٻين شين کان بي احتياج ڪري ڇڏيو آهي. پوءِ وري انهي وقت عرض ڪيم ته حضرتا! هن طرف هلڻ ڪري ڏاڍن بي فائدن خطرن ۽ قبض منهن ڏنو آهي پاڻ مون کي پاڪر ۾ آڻي فرمايائون ته هي قبض ۽ خطرا اوهان جي طرفان نه آهن بلڪ اسان جي طرفان آهن، ڇو ته اهل دولت ۽ دنيا وارن وٽ وڃڻ مهل اهڙي طرح بي جميعتي پيدا ٿي پوندي آهي، پر بعض وقتن ۾ ڪن سائلن ۽ مسڪين جي ڪم ڪار سان حاڪمن ۾ احتياج پيو پوندو آهي. تنهن ڪري شادي ۽ غمي ۾ ساڻن اچڻ وڃڻ جو رستو جاري رکيو اٿون. پوءِ پاڻ نظاماڻي فقيرن وٽ تشريف فرماٿيا ۽ ڪين صلح ۽ سانت لاءِ نصيحت طرح تمام گهڻو چوڻ آکڻ

ڪيائون ته هن ڪري اوهان جي پلائي ۾ الله تعاليٰ جي خوشي ۽ فقيرن جي رضامندي حاصل ٿيڻ جو قوي يقين آهي. اوهان کي کپي ته ان ۾ پنهنجو فائدو سمجهي ان ڳالهه کي در گذر ڪري ڇڏيو! پر نظاماڻي فقيرن ان ۾ البت انڪار ٻي واريو، ته ايتري ۾ ٻه عورتون جي انهن ٻن ڪنلن شخصن، جون مائرون هيون. حضور مبارڪ ۾ دانهون ڪوڪون ڪنديون اچي حاضر ٿيون ۽ عرض ڪيائون ته حضرتا! اسان جي پٽن جي خون جو عيوضو قاتلن کان وٺي ڏيو ته اسان کي حق پهچي. پاڻ فرمايائون ته اوهان جي پٽن جي خون جو عيوضو پاڻهئي الله تبارڪ وتعاليٰ قاتلن کان وٺي ڏيندو، ٻروچن نظاماڻين کي جيتوڻيڪ پاڻ گهڻو ئي ڏيچاريائون ڏمڪايائون پر پنهنجي ڏنگي پير تان هيٺ نه لٿا. پوءِ مون حضور جن سان متحد ٿي نهاري ڏٺو ته سندن دل مبارڪ ۾ ڪاوڙ ۽ غضب جو ڪو اثر موجود ڪونه هو بلڪ سندن اندر وارو آئينو اڳئين حالت وانگر بالڪل صاف هو. تڏهن عرض ڪيم ته حضرتا هي ڪهڙو اسرار آهي جو جيڪي ظاهر ۾ گفتگو پيو ظاهر ٿئي تنهنجو باطن ۾ ڪوبه اثر موجود ڪونهي. پاڻ فرمايائون ته تيرهن تالا بازيگر ڏٺا اٿئي؟ جي تيرهن گنگهرو پنهنجن هٿن ٻانهن ۽ ڳڏون تي ٻڌي وڄائيندا آهن ته تيرهن مان ئي هڪ آواز پيو نڪرندو آهي. توکي اڃان هڪڙوئي توحيد جو تال سيکاريو اٿن ۽ ٻيا ٻارهن تال رهيل آهن. انشاءَ الله تعاليٰ اهي به وهندڙوئي توتي کلي ويندا. خليفو صاحب رحمة الله عليه چوي ٿو ته پوءِ سنت ئي سندن مهرباني ۽ توجه مبارڪ سان اهي ٻارهن تال ٻيا به معلوم ٿي ويا.

**24-نقل:** خليفو جامع ملفوظات رحمة الله عليه نقل ڪري ٿو ته هيڪر سندن حاويلي مبارڪ ۾ اندر فقيرن جي جماعت سان گڏ گاري ڊوئڻ ۾ مشغول هوس. پوءِ مون کي فرمايائون ته مٽي ڪٽڻ اوهان تان موقوف آهي اسان سان گڏ ڪٽ تي ويهي رهه، پاڻ اگرچه ان لاءِ گهڻو ٻي فرمايائون پر مون عذر ۽ التجا پي ڪئي ته حضرتا! آئون اوهان جي برابر حاويلي مبارڪ ۾ هرگز نه ويهندس. پوءِ زمين تي ويهي رهيس. تڏهن پاڻ ننيڙي ڪتولي گهرائي ان تي وهاريائون ۽ مڪتوبات حقائق آگاهه ميان ذاڪر عليه الرحمة جي پڙهي ڪري ان جون معنائون مون کي بيان ڪري ٻڌائيندا پي ويا.

**25- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته هيڪر پاڻ لاڙڪاڻي جي سفر ۾ هئا، اتان مون ڪاڻن موڪل گهري، پاڻ زورين مسين موڪل ڏنائون، وري قاضي عبدالرحمان عليه الرحمة جي موڪل لاءِ به سندس چوڻ موجب عرض ڪيم پاڻ جواب ۾ بلند آواز سان فرمايائون ته چوين ٿو ته پڪي سنج ڪري وڃان ڇا؟ پوءِ ته سندن انهي ڪلام ٻڌڻ شرط مون کي حالت ۽ وجد ۽ روح اچي ورتو

۽ دانهن جا آواز بي اختيار اندر مان نڪتا پي ويا، پاڻ مون کي پاڪر پائي اهڙو ته بلند آواز سان گريو ڪيائون جو مڙني حاضر مجلس ماڻهن کي وجد ۽ روج ۽ شور پهنجي ويو، ۽ انهيءَ حالت ڪري اهڙو ته غوغا پئجي ويو جو گوياڪ آسمان تائين پي لڙ پهتو، پوءِ پاڻ مون کي رخصت ڏنائون باقي قاضي عبدالرحمان کي موڪل نه ڏني! اي عزيزا! اهڙي قدر شناسي طالبن جي سندن حضور شريف ۾ منظور ٿيل هئي سچ آهي:

**قدر زر زرگر بداند قدر جوهر جوهري**

يعني سون جو قدر سونارو ۽ موتي جو قدر جوهري ڄاڻندو.

**26-نقل:** هيڪر پاڻ بيان فرمايائون ته شيخ سعدي لاهوري قدس الله تعاليٰ سره الاقدس پنهنجي خليفي شيخ حاجي ايوب قدس سره جي ملاقات لاءِ جو مزار جي جي ڳوٺ ۾ رهندو هو، تشريف فرمائيا، ٻيپهري جي وقت سنت ادا ڪري فرض جي انتظار ۾ ويٺا ۽ جڏهن حاجي ايوب قدس سره آيو تڏهن نماز ٻيپهري جي پڙهائيائين ۽ نماز پڙهي وري گهر ڏانهن موٽي ويو ۽ جماعتين ڏانهن ڪونه نهاريائين، مخدوم سعدي قدس سره سندس خادمن مان هڪ شخص کي فرمايو ته اسان جي اچڻ بابت حاجي ايوب کي اطلاع ڪيو. خادم جواب ڏنو ته اوهان جهڙا ڪيئي سائل پيا تا هتي اچن! حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو ته انهن وقتن ۾ افغانن جي ظلم ڪان گهڻا مظلوم ويچارا اچي حاجي ايوب کي ميڙ طرح شڪارپوري حاڪمن ڏانهن وٺي ويندا هئا. اهوئي سبب هو جنهن ڪري حاجي قدس سره جماعت ڏانهن نه نهاريو. مخدوم سعدي قدس سره فرمايو ته آئون سائل ناهيان حاجي کي وڃي ٻڌاءِ ته هڪڙو شخص سعدي نالي لاهور مان اوهان جي ملاقات لاءِ آيو آهي، انهيءَ اطلاع پهچڻ شرط حاجي صاحب ڊوڙندو مخدوم صاحب قدس سره جي خدمت ۾ اچي حاضر ٿيو، ۽ وڏي عجز ۽ نيازي سان عرض ڪيائين ته حضرتا! هيتري دير مدار جا قدمبوسي ۾ واقع ٿي آهي سا منهنجي بي ادبي ۽ سنت جي ترڪ پاران ٿي آهي. جو فرض ادا ڪرڻ کانپوءِ جماعتين ڏانهن نهاري نه ڏنم تڪڙ ۾ گهر هليو ويس.

**27-نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته هيڪر مون هڪڙو تصوف جو ڪتاب مطالعي لاءِ پاڻ سان گڏ سندن خدمت سڳوري ۾ ڪٽي آيس، پاڻ فرمايائون ته هينئر جيڪڏهن تون تصوف جا ڪتاب مطالع ڪرين ته توکي رخصت آهي، ڀلي وڃي ڪر، جيڪڏهن عبارت پڙهڻ ۾ ڪا گهٽتائي ٿئي ته خير نه ته به مطلب مقصود اسرار ۽ لڪل معنائون هينئر توتي سڀيئي کلي رهنديون.

**28-نقل:** هيڪر پاڻ ڪڇ ملڪ جي سفر تان موٽندي لاڙ ملڪ ۾ تشريف فرما

ٿيا ۽ ديهہ ڪنياري واقع پرڳڻي لاڪات، ڪناري مبارڪ واھ جي سان اچي منزل انداز ٿيا هئا. اتي خليفي اسماعيل هن فقير کي چيو تہ تون سومهياٽي ڪانپوءِ سندن حضور مبارڪ ۾ عرض گذاري مون کي ڳوٺ وڃڻ جي موڪل وٺي ڏي، ان جي چوڻ موجب نماز جي ادائگي ڪانپوءِ سندن خدمت ۾ خليفي جو سوال پيش ڪيم. پاڻ جواب ۾ فرمايائون تہ هتان مڙڻي کي رخصت ڏيندا سون. ان ڪانپوءِ پاڻ دعوت واري جي گهر طعام کائڻ لاءِ تشريف فرماٿيا ۽ فقيرن جي جماعت بہ ساڻن گڏ هئي، ان وقت سانوڻ جا ڏينهن هئا مون گرمي جي ڪري دستار مٿي تان لاهي رکي هئي، ۽ ڏبي ٽوپي مٿي ۾ وجهي ڇڏي هيم. جڏهن پاڻ طعام کائي فارغ ٿيا، تڏهن اوطاق ڏانهن متوجہ ٿيا ۽ اتي هلنديئي يڪدم آرام ڪرڻ واري جاءِ ڏانهن هليا ويا. آئون ۽ ٻيا ڪلئي فقير اچي اوطاق ۾ ويٺا سون اجا گهڙي ڪن گذري تہ حاجي نارو فقير جو درگاھ جي منظور نظرفقيرن مان هو، مون کي طلب ڪرڻ لاءِ ڏياري موڪليائون. آئون يڪدم ان فقير سان گڏجي وڃي خدمت ۾ مشرف ٿيس، ان وقت اتي حاجي نارو ۽ موليڏنو ڪونري بردار حاضر هئا. پاڻ انهن ٻنهي کي ٻري روانو ڪري فرمايائون تہ خليفا! هڪڙي ڳالهہ اسان جي دل ۾ اچي پئي آهي، سا اوهان سان ٿو ڪيان تہ حضرت ميان صاحب جن قدس سره يعني اسان جا والد معظم مڪرم قادري طريقو حضرت شيخ عبدالقادر حسني قدس سره کان ورتو هئائون. جو اهو بزرگ سڳورو حضرت غوث الثقلين شيخ عبدالقادر حسني قدس الله تعاليٰ سره الاقدس جي اولاد مان آهي! پوءِ اسان جي والد سڳوري قدس سره ڳالهہ ڪئي تہ حضرت شيخ عبدالقادر حسني قدس سره اسان جي مرشد اسان کي فرمايو تہ حضرت سرور ڪائنات صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو قدم مبارڪ حضرت پير غوث الثقلين قدس سره جي ڪنڌ تي آيل هو، پوءِ ان جو تفصيل هن ربت ٻڌايائون تہ جڏهن حضرت سرور ڪائنات صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن معراج واري رات عرش عظيم تي پئي اسريا، تڏهن اتي ڏاڪڻ نہ موجود هجڻ ڪري گهڙي ڪن ترسي پيا ۽ انتظار ۾ رهيا تہ ايتري ۾ اوچتوئي هڪڙو شخص چوڪراڻي شڪل ۾ سهڻي منهن سان اڳيون اچي پنهنجو ڪلهو آڏو ڪري ڏنائين پاڻ ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن سندس ڪلهي تي پير ڏيئي ٻيو پير عرش مبارڪ تي وڃي رکيائون. اتي ڪين " انا غيور والله اغير مني" موجب البت غيرت جو غبار دل تي اچي ويٺو تہ هي ڪيرآهي؟ جو هيڏي درجي سان سرفراز ڪيو ويو آهي! تہ ايتري ۾ الله سبحانہ وتعاليٰ جي طرفان خطاب آيو تہ اهو نينگر شيخ عبدالقادر جيلاني اٿيئي، (رضي الله تعاليٰ عنہ) جو تنهنجي ئي اولاد مان پيدا ٿيڻو آهي.

تڏهن سندن اها غيرت فرحت سان متجي ويئي. حضرت شيخ عبدالقادر قدس سره فرمايو ته اهو قدم پيڙهي به پيڙهي ابن ڏاڏن کان وٺي ڪري اسان کي نصيب ٿيندو اچي! ۽ اهو قدم ڏيڻ اسان ۾ متابعت آهي، پر اجا ڪنهن به مريد تي صادر نه ٿيو آهي، اسانجي دل ۾ خيال ٿو اچي ته جيڪر اهو قدم اوهان جي ڪنڌ تي رکون. حضرت ميان صاحب جن قدس سره فرمايو ته پوءِ پاڻ اسان جي ڪنڌ کي قدم رکڻ سان مشرف ڪيائون. پير سائين جن رضي الله تعاليٰ عنه فرمائن ٿا ته جڏهن آئون ۽ ميان مرتضيٰ علي شاهه ٻئي چٽا ڪوٺڙي ڪبير ۾ ظاهري علم جي پڙهڻ ۾ مشغول هئاسون تڏهن حضرت ميان صاحب جن قدس سره اتي آيا ۽ مون کي فرمايائون ته اسان جي دل جو لاڙو سيني پٽن مان اوهان ڏانهن زياده مائل آهي، تنهن ڪري پاڻ قدم مبارڪ اسان جي ڪنڌ تي ڏنائون ۽ هميشہ وري اسان جي محبت سيني خليفن مان تو ڏانهن زياده آهي، تنهن ڪري چوان ٿو ته مٿيون قدم تنهنجي ڪنڌ تي رکان، پوءِ پاڻ مونکي ويهڻ جو امر فرمايائون جو حڪم موجب ويهي رهيس! پاڻ پنهنجي مٿي مبارڪ تان دستار شريف جا پڏل هئي سا لاهي منهنجي مٿي تي رکيائون ۽ هن مسڪين جي ڪنڌ کي قدم مبارڪ جي رکڻ سان مشرف ڪيائون. اڄ ڏينهن تائين اها دستار سندن هٿن مبارڪن جي پڏل مون وٽ تبرڪ طرح رکيل آهي" والله يختص برحمته من يشاءُ والله ذوالفضل العظيم" يعني ته الله سبحانه وتعاليٰ جنهن کي وڻيس تنهنکي پنهنجي رحمت سان خاص ڪري ٿو ۽ الله تعاليٰ وڏي مهرباني وارو، سمجهه کان وڏو آهي.

**29-نقل:** فيروز فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو ته هيڪر آئون درگاهه مبارڪ تي سندن خدمت سڳوريءَ ۾ حاضر هوس، سومهياڻي نماز کانپوءِ پاڻ جڏهن حويلي مبارڪ ڏانهن تشريف ٻي فرمايائون تڏهن مون کي فرمايائون ته باغيچي ۾ اچجانءِ ته توسان ڪا صلاح مصلحت ڪرڻي آهي. فيروز فقير ٿو چوي ته سندن فرمودي مبارڪ جي خوشيءَ ۾ فرحت پاران آئون انهي ئي مهل باغيچي جي دروازي تي وڃي سندن انتظار ۾ ويهي رهيس. اها رات مهيني ذوالحج جي 18 تاريخ 1232 هه هئي. جڏهن اڌ رات لڙي تڏهن پاڻ تشريف فرما ٿي باغيچي ۾ رونق افروز ٿيا، آئون يڪدم وڃي سندن خدمت سڳوري ۾ حاضر ٿيس، ۽ سندن ڏسڻ سان اهڙي ته خوشي ۽ فرحت حاصل ٿي جو قلم کي ڪا طاقت ڪانهي جو هڪ ذرڙو به ان خوشي جو بيان ڪري سگهي! ان وقت هن دنيا جي تفرقي ۽ جدائي بابت جا ضرور ٿيڻي آهي. دل ۾ خيال اچي ويو، تڏهن هي سنڌي بيت سندن اڳيان پڙهيم:

**اڳي آئون م مران پوءِ م پرين ريءَ**
**اسان ۽ پريان ! هڙئن برابر ڏينهڙا**

پوءِ ڪولي عرض ڪيم تہ حضرتا! هن جهان مان رحلت ڪري هلڻ ضروري امر آهي. ۽ اسان مريدن کي اوهانجي رويت شريف جي نعمت ۽ صحبت سڳوري جي دولت اهڙي تہ حاصل آهي جو پنهي جهانن جون نعمتون ان سان برابر نہ ٿي سگهنديون، خدا تعاليٰ شال نہ ڪري جو هن جهان ۾ اسين ديدار فرحت آثار جي فراق ۾ گرفتار ٿيون، پاڻ گهڙي کن صبر ڪري پوءِ فرمايائون تہ انهي ڪم ۾ اسانجو ڪو اختيار ڪونهي، پر تنهنجي اچڻ وقت، جو اسان کان پوءِ ٿيندو، اسان تنهنجي آجيان ۽ احوال پرسي لاءِ تو وٽ ايندا سون، پوءِ پاڻ ايندڙ سال رجب جي پوئين تاريخ شعبان جي چنڊ رات 1334 هہ ۾ هن جهان فاني مان لاڏاڻو ڪري جنت الفردوس ۾ آرامي ٿيا " انا لله وانا اليه راجعون"

**30-نقل:** خليفو جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر پاڻ ڪڇ ملڪ جي سفر تان موٽندي ڳوٺ مٺي واقع پرڳڻي نوت ۾ ڪناري ٿر جي منزل انداز ٿيا هتا اتي مون کي حڪم فرمايائون تہ توهين شهر ننڍي ۾ وڃي مريدن کي صحبت ڪرائي پوءِ موٽي اچو. تڏهن مون ۽ ٻين رفيقن خدمت اقدس ۾ عرض ڪيو سون تہ حضرتا اتان جا ماڻهو صاحب علم آهن ۽ آئون اڻ پڙهيل آهيان. تنهن ڪري اوڏانهن حقائق آگاهہ قاضي عبدالرحمان کي روانو فرمايو. پاڻ وري بہ فرمايائون تہ آئون ٿو چوان تہ اوڏانهن روانو ٿي وڃ ۽ ٻين سيني کي پاڻ جواب ڏنائون تہ قاضي هتي هجي ۽ اوڏانهن خليفو ويندو.

**31-نقل:** خليفو جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر پاڻ ڪڇ جي سفر ۾ ديهہ ڦولائي واقع پرڳڻي پاور ۾ مٺو فقيرن جي دعوتن تي تشريف فرماتياهتا اتي نوان مريد تمام گهڻي تعداد ۾ بيعت پذير ٿيا ۽ انهن صحبت لاءِ سندن حضور مبارڪ ۾ عرض گذاريو. پوءِ جڏهن آئون پنهنجي ڏاڏي عليہ الرحمة جي قبر جي زيارت ڪان جنهن لاءِ سندن حضور مان رخصت ياب ٿي ويو هوس، موٽي اچي مٺيئن ديهہ ۾ حاضر ٿيس، تڏهن ڏٺم تہ پاڻ اتان سوار ٿيا اچن ٿا، ان وقت پاڻ هٿ مبارڪ جو اشارو مون ڏانهن ڪري انهن مٺن فقيرن کي فرمايائون تہ اوهين هن خليفي سان صحبت ڪندا رهجو ۽ مون کي بہ امر فرمايائون تہ انهن فقيرن کي صحبت ڪرائيندو رهان.

**32-نقل:** سيد غني شاهہ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر مون سندن حضور مبارڪ ۾ ڪافيون وينٺي چيون، ۽ ان وقت مون تي درد ۽ سوز جو بالڪل ڏاڍو غلبو هو جنهن ڪ ي ڪافيون پي پڙهيم ۽ رنس بہ پي! پاڻ بہ اکين مبارڪن مان لڙڪ وينٺي وهايائون ۽ ٻي جماعت بہ سموري روڄ ۽ وجد ۽ حال ۾ اچي وينٺي هئي! پوءِ جڏهن ڪافي چئي پوري ڪيم، تڏهن پاڻ هن غلام کي سڏ ڪري ٻانهن

مبارڪ مٿي ڪٿي ياڪر ۾ ورتائون. ۽ فرمايائون ته هن ڪان اڳ گهوڙو واڳ چنايون بنا سوار جي بي قربو، پر هينئر سوار جي هٿ ۾ آيو آهي، شاهه صاحب ٿو چوي ته سندن انهيءَ فرمائڻ وقت سندن صورت جي مون تي تجلي ٿي ۽ اهڙو ته غلبو ڪيائين جو جيڏانهن پيو نهاريان اوڏانهن سندن صورت مبارڪ جو مشاهدو پيو ڏٺم:

**درو ديوار من آئينه شداز شوق، هر ڪجامي نگرم روءِ ترامي بينم.**

يعني ته منهنجون پنيون در دروازا سڀئي شوق جي زيادتي ڪاران آئينو بڻجي پيا آهن. جو جيڏانهن ٿو ڪٿي نهاريان اي محبوب! تنهنجو ئي تنهنجو منهن پيو ٿو ڏسان.

**33-نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون ته مرشد ڪامل جي توجه جو فيض انهي نانگ جي زهر مثال آهي، جنهن حضرت امير المؤمنين ابابڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه کي ڏنگ هنيو هو، جڏهن حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم سان گڏجي ڪافرن جي ايذاءِ ڪاران غار ۾ وڃي مخفي ٿيا هئا، پوءِ جڏهن حضرت اميرالمؤمنين رضي الله تعاليٰ عنه وصال ڪيو ته انهي زهر جو اثر ان وقت سندن وجود ۾ پيدا ٿي پيو، اهڙي طرح فيض مرشد ڪامل جو مريد کي پيدا ٿي ته يڪدم پوندو، نه ته موت جي وقت ته ضرور بالضرور انهي زهر وانگر ظاهر ٿي پوندو.

**34-نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته هيڪر آئون سندن حضور مبارڪ ۾ درگاهه شريف تي حاضر هوس، انهن ڏينهن ۾ فاقا تمام گهڻا هئا، حضور جن جو قاعدو هوندو هو ته جڏهن حاويلي مبارڪ ڏانهن تشريف فرمائيندا هئا، تڏهن اترين پٽ جي طرفان جيڪو ڏيوڍيءَ ڪان دريچو هوندو هو، ان ڪان ٻيهي فقيرن ڏانهن منهن ڪري هرهڪ فقير جي حال جي پرسش ۽ جاچا ڪري پوءِ حاويلي شريف ڏانهن اسرنداهئا، هڪڙي ڏينهن پاڻ حاويلي مبارڪ ڏانهن پي ويا، پوءِ اڳين جاءِ تي دستور موجب ٻيهي مون کي ياڪر پاتائون ۽ هٿ مبارڪ منهنجي سيني ۽ پيٽ تي ڦيرائي ڪمال شفقت سان فرمايائون ته اي ادا! هن جسم کي فاقن سان لاغر ۽ ضعيف ڪندا ته پوءِ روح کي تازو ۽ تلهو ڪندا.

**35- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته مون کي پهريان طلب وارن ڏينهن ۾ حالت ۽ وجد تمام گهڻو هوندو هو، جو اڪثر ڪري جوش مان حضرت مرشد مربي رضي الله تعاليٰ عنه جي مٿان وڃي ڪري پوندو هوس، پوءِ پاڻ شفقت سان هٿ مبارڪ منهنجي سيني تي مهٽي فرمائيندا هئا ته اي ادا! توکي مون ۾ گمان آهي، جنهن ڪري مون تي ٽپا ڏيئي ٿو ڪرين، هت جيڪي

اهي سو مڙوئي تنهنجو آهي.

**36-نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته هيڪر پاڻ ٽنڊي مير باگي ٽالپر جي ۾ بهادر فقير ٽالپر جي دعوت تي تشريف فرما ٿيا هئا، ۽ اتي مثنوي معنوي جون حقيقتون ۽ معنائون بيان ويني فرمايائون. ان وقت بهادر فقير ٽالپر عرض ڪيو ته حضرتا! اوهان جي صحبت سڳوري نهايت وڏي دولت آهي، پر ڇا جو اسان کي دنياوي تعلقات ۽ پنڌ جي پرانهائي صحبت کان روڪي وڌو اٿن، پاڻ فرمايائون ته اوهان پراهون پنڌ چوٿا ڪيو، اسان اوهان کي تمام ويجهڙي صحبت ڏيکاريون ٿا، تڏهن انهن احسان مند ٿي عرض ڪيائون ته اوهين ته واه جا ڀلاٽي! پوءِ پاڻ مون ڏانهن هٿ مبارڪ جو اشارو ڪري فرمايائون ته جيڪڏهن اوهان کي اسان جي صحبت لاءِ خيال ٿئي ته هن خليفي سان صحبت ڪندا ڪيو ته اها صحبت ساڳي اسان جي صحبت آهي، تڏهن انهن عرض ڪيو ته حضرتا! خليفي کي امر فرمايو ته اسان کي اچي صحبت ڪرائي، پاڻ فرمايائون ته هو پاڻهي اوهان وٽ ڪو ته ايندو پر ڪيس دعوت ڪري وني ايندؤ ته پوءِ اهان کي اچي صحبت ڪرائيندو نه ته از خود اوهان وٽ نه ايندو.

**37-نقل:** هيڪر پاڻ ڪڇ ملڪ ڏانهن تشريف فرماٿيا هئا، پوءِ سيد ميان مرتضيٰ شاهه جي دعوت تي ڳوٺ پانڌي ۾ منزل انداز ٿيا، انهيءَ سيد سڳوري جو والد سيد دائود شاهه نالي ڏاڍو قابل ۽ فصيح عالي همت ۽ صاحب دل، لواري وارن بزرگن جو مريد هو، جيڪو نقشبندي طريقي جو سنڌ ۾ مشهور خاندان آهي، پاڻ فرمايائون ته سيد دائود شاهه ڇڱو ماڻهو آهي، اتان جي ماڻهن عرض ڪيو ته حضرتا! سيد سڳورو آهي ته ڇڱو پر نماز اصل نٿو پڙهي، پاڻ فرمايائون ته نماز نٿو پڙهي ته به آخرت ۾ ڪنهن نه ڪنهن وسيلي سان ڪيس بخشيش ڪندا، ان ڪانپوءِ سنڌس پٽن مان جيڪڏهن ڪو به نماز لاءِ يا ٻي ڪنهن وجه سان ساڻس چوڻ آکڻ ڪندا هئا، ته ڪين جواب ڏيندو هو ته حضرت پيرسائين جن ڪان ڪونه ٻڌو هيو ته دائود شاهه کي قيامت جي ميدان ۾ ڪنهن نه ڪنهن وسيلي سان مڙئي معافي ٿي ويندي، سندن اهو فرمودو مبارڪ مون لاءِ قوي سند آهي.

اي عزيز! مٿيون سيد سڳورو اهل دل وارن وٽ مقبول ۽ مخلص هو ڇو ته ويساهه ۽ سچائي ۾ ساڻس ڪو به مٽ ڪونه ٿي سگهيو ٿي.

**38-نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته هيڪر پاڻ لاڙ جي سفر ۾ قاسم فقير لوهر جي دعوت تي جو ساڻس اڳي انجام ٿيل هو تيار ٿيا، پر ٻي اختيار اتفاق سان پاسو وٺي هن فقير يعني خليفي جامع ملفوظات رحمة الله عليه، جي دعوت تي اچي نڪتا، قاسم فقير ويچارو دعوت لاءِ النجا ڪيائين،

پاڻ ڪيس ٿورو دلاسو ڏنائون ۽ پنهنجي منهن مون ڪي فرمايائون تہ جيڪڏهن ڪنهن طرح سان قاسم فقير جي دعوت سندس رضامندي سان موقوف ٿي وڃي تہ ڏاڍو چڱو مون عرض ڪيو تہ حضرتا! هو جوشيلو فقير آهي ڪٿي ٿو مڃي پاڻ فرمايائون تہ اسين بہ تو سان همراهہ ٿينداسون، پوءِ مون سندن حضور مبارڪ ۾ قاسم فقير کي چيو تہ ادا! دعوت مان مقصود آهي مرشد جي رضا طلبي، هيڪر حضرت پيرسائين جن کي پوئتي موٽڻ جي تڪليف نہ ڏي. جوهيترو پنڌ وري پوئتي موٽي هلن، ساڪين ڏکيائي ٿيندي، تون راضي ٿي ڪين موڪل ڏي. قاسم فقير اها ڳالهہ قبول نہ ڪئي بلڪ جوشائتا لفظ چوڻ لڳو. ان وقت پاڻ بہ ڪيس فرمايائون تہ اي قاسم! هينئر اسان کي معاف رک، اٿين چوڻ شرط ڪيس جوش اچي ويو ۽ وجد جي حالت ۾ مٿان ٿي اچي ڪريو، پوءِ پاڻ رحم فرمائي ڪيس چيائون تہ تون دلجاءِ ڪر تنهنجي دعوت قبول آهي.

**39-نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر آئون درگاهہ مبارڪ تي سندن حضور پرنور ۾ حاضر هوس، ان وقت نظاماڻي فقيرن رهندڙ ديهہ بهادر نظاماڻي ۽ ديهہ قيصرنظاماڻي واقع پرڳڻي چاڪر هالي جي طرفان عورتن جا ڪجاوا زيارت لاءِ درگاهہ مبارڪ تي پرجي آياهئا، پوءِ هڪڙي ڏينهن پاڻ صبح جي وقت نماز ادا ڪري، خلاف عادت جي حرم سرا ۾ وڃي قرآن شريف جي تلاوت فرمايائون، نہ تہ هميشہ سندن دستور هو تہ قرآن شريف جي تلاوت فقيرن جي جماعت وٽ مسجد شريف ۾ فرمائيندا هئا ۽ انهي ڏينهن پاڻ وري ٻيپهريءَ نماز تي مسجد شريف ۾ تشريف فرمايائون، ان ڏينهن سندن پريٽ مون فقيرن جي جماعت ۾ هي لفظ چياهئا تہ "اسين سندن صحبت ۽ زيارت جا سڪايل رڳو صحبت مبارڪ لاءِ درگاهہ مبارڪ تي آياآهيون، سائين جن اڄ رويت شريف کان بہ مشرف نہ فرمايو اٿن" پوءِ هڪڙي شخص هن فقير جا اهي چيل لفظ سندن ڪنن مبارڪن تائين پهچايا. پوءِ ٻي ڏينهن سارو ڏينهن مشتاقن کي پنهنجي ڏيدار فرحت آثار سان مسجد شريف ۾ خوش خورم فرمايائون، ۽ صحبت مبارڪ سان فقيرن جي دلين کي فرحت بخشيائون، پوءِ جڏهن وري اندر حرم خاني ڏانهن تشريف فرمائيا تڏهن نظاماڻي فقيرن جي اندرين ماڻهن، جي زيارت لاءِ آيون هيون، سندن خدمت ۾ عرض گذاريائون تہ حضرتا! اسان قيدباڻين کي جو ڪيتري مدت کانپوءِ ايلازن منٿن کانپوءِ رڳو ٻن ٽن راتين لاءِ چائت چمڻ جي اجازت ملي آهي سو هت سارو ڏينهن اوهانجي زيارت ۽ صحبت مبارڪ جي سڪ ۾ گذري ويو ۽ اوهين سڄوئي ڏينهن مسجد شريف ۾ فقيرن وٽ گذاري ٿا ڇڏيو! پاڻ جواب ۾ خاص طرح مونتي مهرباني ۽ ٻاجهہ فرمائي ڪين ٻڌايائون تہ

ڪالهہ خليفو (يعني جامع ملفوظات رحمة الله عليہ) بہ اوهان وانگر اهڙائي لفظ پيو چوي، تنهن ڪري اڄ فقيرن جي صحبت ۾ هئاسون.

**40-نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر نظاماڻي فقيرن رهندڙ ٽنڊي بهادر خان وارن جي اهل عيال سان ڪجاوا پيرجي درگاهہ مبارڪ تي وياهئا، ۽ منهنجي پڦي بہ حضور جن جي مريدياڻي هئي ساڻن گڏ هئي، پوءِ اتي منهنجي پڦي سندن حضور ۾ عرض گذاريو تہ حضرتا! مون ڪي ارادو آهي تہ جيڪر خليفي جي لاءِ مهر ٺهرائي وڃي، جهڙي طرح حڪم ٿئي اهڙي طرح ٺهرايون، پاڻ فرمايائون تہ ڪاغذ جو ٽڪرو ۽ مس ڪٺي اچو، جڏهن ڪاغذ ۽ مس ڪٺي آيا تڏهن پاڻ مهر مبارڪ هٿ مان لاهي ڪاغذ تي هڻي ڏنائون، ۽ فرمايائون تہ هن طرح مهر وڃي ٺهرايو. پوءِ منهنجي پڦي ساڳي اهڙيئي مهر ميان احمد خان نظاماڻي جي وساطت سان ٺهرائي آڻي ڏني، خليفو ٿو چوي تہ مون اها مهر پاڻ وٽ تبرڪ طرح رکي ڇڏي، جو اڄا تائين مون وٽ رکيل آهي ۽ ٻي انهيءَ جهڙي مهر پنهنجي نالي تي ٺهرائي لک پڙهہ ۾ استعمال ڪندو رهندو آهيان.

**41-نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر پاڻ مسجد شريف جي پٿر وجهڻ لاءِ گاهہ وڍڻ واسطي درياءَ جي ڪناري سان ٻني جي طرف هليا هئا. ۽ ٻيا فقير بہ سندن خدمت بابرڪت ۾ هئا. ڏاٽو منهنجي هٿ ۾ هو جنهن سان گاهہ پئي وڍيم، پاڻ فرمايائون تہ تو ڪڏهن بہ گاهہ ڪونہ ڪيو آهي، مون ڪي ڏي تہ تنهنجي ۽ پنهنجي ٻيئي پريون ڪري وٺان. مون ڏاٽو سندن هٿ مبارڪ ۾ ڏنو، پاڻ گاهہ جون ٻئي پريون لٺي ورتائون. تہ اينتري ۾ فقير محمد وارث مجذوب رهندڙ ديهہ آبڙيجي واقع پرڳڻي لاڪات جوبہ اتي آيو، ۽ چيائين تہ حضرتا! منهنجي لاءِ بہ هڪڙي پري گاهہ جي ڪجو، پاڻ ان کي بہ پري لٺي ڏنائون ۽ پاڻ پنهنجي پري مٿي تي کٺي فقيرن جي جماعت سميت روانا ٿيا، جڏهن پير مسافر جي مقبري ڪان جو درگاهہ مبارڪ کان ويجهڙو آهي لانگهائو ٿياسون، تڏهن محمد وارث مجذب پنهنجي پري کٺي حضرت پيرسائين جن رضي الله تعالیٰ عنہ جي پريءَ مٿان آڻي رکيائين، ۽ ڏاڍيان چوڻ لڳو تہ " اسان ڪان بار نہ کنيو ٿيو بار مڙئي اوهانجي مٿان آهن" پاڻ اهي ٻئي پريون مسجد شريف تائين کنيو آيا. اي عزيزا هي مڙئي سندن ڪمال ٻاجهہ ۽ مهرباني مريدن دامنگيرن جي حال تي هئي.

**42-نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ جڏهن مون خليفي عباس عليہ الرحمة کي تلقين جي اجازت ڏني تڏهن هڪڙي مريد حضرت پير سائين جن

جي حضور ۾ حقيقت خلاف واقعي جي وجي عرض گذاري ۽ اتان تلقين جي اجازي جي نہ بحال هجڻ بابت حضرت پيرسائين جن جي طرفان خط لکرائي آيو، پوءِ جڏهن آئون سندن قدمبوسي جي نعمت کان مشرف ٿيس، تڏهن سندن خدمت اقدس ۾ خليفي عباس جي لاءِ تلقين جي اجازي بابت عرض ڪيم! پاڻ فرمايائون تہ توهان خليفي عباس جي اجازي ڏيڻ بابت اسان کي ڪوبہ اطلاع ڪونہ ڏنو هو ۽ اهو خط ميان قابل شاهہ لکرائي موڪليو هو، هينئر تنهنجو اجازو عين اسانجو اجازو آهي، پڪ آهي تہ اوهان ڪنهن ناقص کي تلقين جو اجازو ڪونہ ڏيندؤ.

**43-نقل:** خليفو صاحب جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر آئون درگاهہ مبارڪ تي سندن حضور ۾ حاضر هوس. پوءِ جڏهن موٽڻ جو ارادو ٿيو، تڏهن موڪلائڻ مهل مسجد شريف ۾ سندن هٿ مبارڪ پنهنجي هٿ ۾ وٺي رخصت گهريم، پاڻ اٿين ئي منهنجو هٿ پنهنجي هٿ مبارڪ ۾ وٺي اٿي کڙا ٿيا، ۽ فرمايائون تہ توسان اوطاق وٽ هلي موڪلائينداسون، پوءِ جڏهن پاڻ مسجد شريف جي وڏي دروازي وٽان آيا تڏهن مون سندن هٿ مبارڪ مان وٺي عرض ڪيو تہ حضرتا! جيڪڏهن هن کان اڳتي اوهان هڪ وک بہ هلندؤ تہ هن فقير کي تہ هوش سالم رهندو نڪو لنگن تي ڪپڙو، تڏهن پاڻ اتي بيهي رخصت فرمايائون. پوءِ سندن برقعي متائڻ کان بعد صاحبزادي سڳوري مسند نشين قدس سره جي روش مبارڪ بہ اهڙي طرح هئي تہ موڪلائڻ مهل هرو ڀرو بہ اوطاق تائين گهوڙي تي سوار ٿيڻ بعد هن مسڪين جي موڪلائڻ سان عزت افزائي فرمائيندا هئا. پوءِ پوئين ڀيري جو ان کان پوءِ پاڻ وصال فرمايائون، هي فقير ڪانئن رخصت ياب ٿي آيو تہ پوئتان حضرت پير سائين پڳ ڌڻي رحمة الله عليہ ۽ صاحبزادي والاتبار ميان علي حيدر کي موٽو خدمتگار سان گڏ هن فقير جي اوطاق تي موڪلائڻ لاءِ روانو فرمايائون جو اوطاق تي اچي هن عاجز سان احسان ۽ عنايت فرمايائون ۽ حسن فقير ابڙي بابت سفارش ڪري سندس هٿ پنهنجي هٿ مبارڪ ۾ وٺي هن عاجز جي هٿ ۾ ڏنائون.

**44-نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر ٽنڊي بهادر خان نظاماڻي ۽ ٽنڊي قيصر فقيرنظاماڻي وارن نظاماڻين فقيرن جي طرفان ڪجاوا پرجي درگاهہ مبارڪ تي آيا هئا. پوءِ اتي ٽنڊيڙا ٻار جي ڪجاون سان گڏ آيا هئا، سي در جي ٻاهران ويهاري پاڻ اندر لنگهي ويا، ٻي ڏينهن جڏهن پاڻ صبح جي نماز ادا ڪرڻ کانپوءِ قرآن مجيد جي تلاوت ۽ دلائل الخيرات ۽ ٻين وظيفن پڙهڻ ۽ اشراق جي نفلن ادا ڪرڻ کان فارغ ٿيا. تڏهن اندر حرم خاني ڏانهن تشريف

فرمايائون، دروازي تي اهي بار بيٺل ڏٺائون، پاڻ مڙني کي پنهنجي هٿ مبارڪ سان وٺي اندر حاويليءَ ۾ اچي چڙهيائون، تڏهن هڪ اهل پردي وارن مان عرض ڪيو ته حضرتا! هن کان اڳ ڪير ڏاڍڪ بار ڪانسواءِ بي ڪنهن کي به اندر اچڻ جو اجازو ڪونه هو، اڄ ڪهڙو سبب آهي جو هنن بارن کي اندر وٺي آيا آهيو؟ پاڻ شفقت جي پاران جواب فرمايائون ته هي به اسان کان پرهيز نه ڪندا آهن، اها خصوصيت پاڻ رڳو نظاماڻي فقيرن مٿين سان رکي هئائون بي ڪنهن سان به اها رعايت ڪانه هئي.

**45-نقل:** فقير گل محمد چڇر نقل ڪري ٿو ته جمعي جي ڏينهن درگاهه مبارڪ تي رسم هوندي هئي ته هڪڙو فقير پڙهي وانگر اٿي هوڪو ڏيندو هو ته جيڪڏهن ڪنهن کي الله تبارڪ وتعاليٰ جو ذڪر پڇڻو هجي ته هلي اچي! پوءِ هڪڙي جمعي تي فقير اٿي مٿيون هوڪو ڏنو، تڏهن هڪڙي شخص چيو ته آئون مڙس واري آهيان، يعني ته بي مرشد جو مريد آهيان، پاڻ ان لفظ ٻڌڻ شرط فرمايائونس ته هڪڙو بار به نه ڪري ڏس ! هو شخص انهي لفظ ٻڌڻ سان ڪلام مبارڪ جي تصرف ڪري انهي وقت اچي تلقين جي شرف سان مشرف ٿيو.

**46-نقل:** نقل صوبوفقير مري نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ فرمايائون پئي ته هن کان اڳ اڳين مشائخن وٽ جيڪي طالب ايندا هئا، سي پنهنجا ٿانو گندگي ۽ ڪن کان ڌوئي صاف ڪري ايندا هئا، پوءِ مرشد سندن ڌوتلن ٿانون ۾ شراب معرفت جو وجهندا هئا، ۽ اسان جيڪي گڏ ڪيو آهي سو ڪلتي ڪن ۽ گندگي هئي جنهن کي الله تبارڪ وتعاليٰ سون خالص فرمائي ڇڏيو آهي، والحمدلله عليٰ ذالڪ.

**47-نقل:** فقير عبدالله ويٺل شهر نئي نگر جو چوي ٿو ته سندن پوئين (وصال واري) مرض ۾ درگاهه مبارڪ تي وياهئاسون، پاڻ اندر حاويلي مبارڪ ۾ آراميل هئا، فقير تمام گهڻا قدمبوسيءَ لاءِ صاحبزادي والاتبار ميان هدايت الله شاهه رحمة الله عليه سان گڏجي اندر وڃي زيارت کان مشرف پي ٿيا، سڀ ڪوئي ماٿهو سندن هٿ مبارڪ چمندو پي ويو، صاحبزادي سڳوري البت حضور جن جي تڪليف جي خيال ڪري هٿن چمڻ کان منع پي ڪئي، پاڻ اکيون مبارڪ بند ڪيو آرام ۾ هئا، مون کي سندن موڪلاڻي جي درد کان هٿن چمڻ جي توفيق ۽ حوصلو نه ٿي سگهيو، تنهن ڪري اٿي بيهي منهن مبارڪ ڏانهن نهارڻ لڳس ته اينري ۾ پاڻ اک مبارڪ کولي فرمايائون ته اي عبدالله ! هن پيري دير ڪري آيو آهين؟ پلي ڪري آئين جيءَ آئين!!

**48-نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته جڏهن پاڻ مون مسڪين

کي دستار شريف جي انعام اکرام سان جو پنهنجن هٿن مبارڪن سان پنهنجي سر مبارڪ تان ائين ٿهيل دستار ئي ڪٿي هن عاجز جي مٿي تي رکي جهان ۾ ممتاز ۽ مڪرم فرمايو هئائون، تڏهن بعض ماڻهن ۾ ريس ۽ حسد ڪان وڏي شورش پئجي وئي هئي، پوءِ هيڪر خليفو ميان سلطان عليہ الرحمة درگاهہ مبارڪ تي آيو هو ۽ سندن حضور مبارڪ ۾ عرض ڪيائين تہ حضرتا! مريد ڪي پنهنجي پير جي ترڪي ۾ حصو آهي يا نہ؟ پاڻ جواب ۾ فرمايائون تہ هائو، مريد پنهنجي مرشد جي ترڪي ۾ پائيوارآهي، پر معنوي ۽ باطني ترڪي ۾ نہ هن ظاهري ۽ صوري ترڪي ۾!

**49-نقل:** محمد صالح فقير رهندڙ ديهہ بابڙي واقع پرڳڻي بشوري جو نقل ڪري ٿو تہ هيڪر آئون ٻن ٽن فقيرن سان گڏجي درگاهہ مبارڪ تي ويو هوس، پوءِ اتي درگاهہ مبارڪ تي زيارت ڪان بعد ست اٺ ڏينهن ٽڪي پيس، هفتي ڪن ڪانپوءِ هڪڙي ڏينهن پاڻ ڪنهن ديهہ ۾ دعوت وڃڻ جي ارادي سان تشريف فرما ٿيا هئا ۽ صاحب دعوت جو حق ادا ڪري وري انهي ئي ڏينهن درگاهہ مبارڪ تي موٽي آيا ۽ آئون بہ ٻن ٽن فقيرن سميت اتي دعوت واري هنڌ رات ٽڪي پياسون، پوءِ جڏهن صبح ٿيو تڏهن وري موٽي درگاهہ مبارڪ ڏانهن روانا ٿياسون، وات تي مون ٻين فقيرن سان ڳالهہ ٻولهہ ڪندي ظاهر ڪيو تہ اڄ آئون حضرت پير سائين جن جي حضور ۾ عرض رکندس تہ جيڪڏهن ڪاشيءِ نصيب هجي تہ مرحمت فرمايو نہ تہ آئون موڪلائي وڃان ٿو! پوءِ جڏهن مسجد شريف ۾ آياسون ان وقت پاڻ مسجد شريف جي اڱڻ ۾ ڪبڙ جي وڻ هيٺان ويٺا هئا ۽ حديث شريف منجهان مضمون بيان ڪيون ويني ٻڌايائون، مونکي ڏسڻ شرط وعظ ڪان ماٺ ڪري فقيرن ڏانهن نظر ڪري فرمايائون تہ پنهنجو ويساهہ ۽ عقيدو محڪم ۽ درست رکڻ کپي، ڇو تہ ڪن مهمانن کي اول ۾ ڪارائبو آهي ۽ ڪن کي پڇاڙي ۾! محمد صالح فقير چوي ٿو تہ سندن انهيءَ ڪلام مبارڪ ٻڌڻ سان منهنجي دل مان جيڪي بہ وسوسا ۽ بي فائدا خيال خطرا ۽ دل جي بي آرامي هئي سا بالڪل نڪري ويئي ۽ تسلي طمانيت حاصل ٿي پئي، نيت جيڪي لهڻو هوم سو نيئي لڌم، والحمدلله عليٰ ذالڪ .

اي عزيز! مهمانن مان مراد آهي مريد، جو ڪن کي فيض معنوي مهربان ئي عطا ٿيووڃي ۽ ڪن کي وري پوءِ مرحمت ٿا فرمائن.

50-نقل: محمد خان پٽ مسو خان نظاماڻي جو نقل ڪري ٿو تہ هيڪر ڪڇ ملڪ جي سفر ۾ حضرت پيرسائين جن رضي الله تعاليٰ عنہ جي کائڻ لاءِ طعام آڻي حاضر ڪيائون،

پوءِ پاڻ ڪن مخصوص فقيرن کي طعام کائڻ مهل سڏرايائون ته گڏجي اچي کائن، پوءِ انهن مان جيڪو به فقير آيو پي انهيءَ کي پاڻ وٽ جاءِ پي ڏنائون، سلطان فقير نظاماڻي به انهيءَ مجلس ۾ حاضر هو، جو اچي اتي ويٺو، پاڻ ڪيس پنهنجي پاڪر ۾ وٺي پنهنجي پرسان ڪٿي وهاريائون ۽ هورڙيان سندس ڪن ۾ فرمايائون، ته اڳي ڏفيرياڻين زالن جي ٿانون مان مانيءَ جا ٽڪر وٺي کائي ويو هئين، ۽ هينئر وري اسان کان ٿو پرهيز ڪرين؟ سلطان فقير ڳالهه پي ڪئي ته جڏهن شڪارياڻين عورتن وٽان ٽڪر وٺي کاڌا هيم تڏهن مونکي توحيد جي حالت هئي، ۽ انهي ڳالهه کي به وره گذري وياهئا، پاڻ بن ورهن کانپوءِ وري اها ڳالهه ياد فرمايائون.

**51- نقل:** هيڪر پاڻ ديهه سهراب فقير وساڻ واقع پرڳڻي سماواتي ۾ تشريف فرما ٿياهئا، اتي عبدالرحيم فقير مجذوب اچي حضرت صاحبزادي مسند نشين اول قدس الله تعاليٰ سره الاقدس جي هنڌ تي چڙهي ويهي رهيو، ان وقت صاحبزادي سڳوري جي ننڊڙائپ جو وقت هو، پوءِ خدمتگار، عبدالرحيم مجذوب کي منع ڪرڻ لڳا ته صاحبزادي سڳوري جي هنڌ تي نه ويهه ! جو حضرت مرشد ڪريم پير سائين جن جا فرزند آهن، ادب ڪرڻ گهرجي عبدالرحيم چيو ته آئون به پير سائين جو پٽ آهيان، ۽ اٺڻ کان صاف جواب ڏيئي ڇڏيائين، ان بابت هڪ ٻئي سان گهڻي گفتگو ڪيائون جو نيٺ اها ڳالهه سندن ڪن مبارڪ تائين پهتي، پاڻ مرڪي فرمايائون ته مريد به مرشد جي اولاد آهي، جيڪڏهن مريد پنهنجي پير کي بابو ڪري سڏي ته درست آهي، پوءِ فرمايائون جنهن مريد پير کان تلقين ورتي سو پٽ جي مثال آهي، ۽ جيڪو مريد پير جي خليفي کان مشغول آهي ته اهو پوٽي وانگر سمجهڻ گهرجي.

**52-نقل:** طيب فقير راهوڪرڙو رهندڙ ڪندڙيءَ جو نقل ڪري ٿو ته هيڪر سفر ۾ محب فقير وساڻ تي هڪڙي شخص مريدن مان اچي دانهن ڏني ته حضرتا! محب فقير مجازي عشق ياران ماڻهن جي گهرن ۾ وڃي ٿو ويهي ۽ ڪافيون ٿو چوي، پاڻ انهيءَ وقت محب فقير کي گهرائي حاجي مريد کي حڪم فرمايائون ته هنکي رسي سان ٻڌي ڇڏ، تڏهن حاجي مريد جو اٿيو سو وساڻ فقير جي هڪڙي ٻانهن ٻي ٻانهه تي رکي رسي سان مضبوط ۽ محڪم ڪري ٻڌائين، تڏهن حاجي ڪمال اتي رسو سندس ٻانهه مان ڇوڙيو ۽ چيائين ته حضرت پير سائين جن فرمايو آهي ته هن کي رسي سان ٻڌي ڇڏيو، اٿين ته ڪونه فرمايو اٿن ته ٻانهن ٻانهه تي چاڙهي سڪ ڪري ٻڌوس، پوءِ سندس هڪڙي هٿ ۾ ڊرڙو رسو ٻڌي وهاري ڇڏيائينس، جو سڄو ڏينهن اتي ويٺو هو، پوءِ جڏهن رات جو سومهياڻي

ذڪر ۽ نماز کان فارغ ٿيا تڏهن فرمايائون ته محب فقير کي جو ٻڌرايو هو سون تنهن جي ڇڏڻ بابت اسان کي ڪنهن به ڪونه چيو آڪيو؟ پوءِ وري فرمايائون ته دوستيءَ جو طريقو ويو، تنهن کانپوءِ صاحبزادي والاتبار ميان ياسين شاه قدس سره ۽ ميان محمد شاه قدس سره کي جي حضور ۾ حاضر هئا فرمايائون ته توهان وڃي محب فقير کي وٺي اچو، ۽ اسان کي سندس تقصير جي معافي بابت عرض ڪيو، ۽ ان کي به ان ڳالهه کان توبه تائب ڪري ڇڏيو پوءِ صاحبزادا سڳورا وڃي ڪيس وٺي اچي حضور ۾ حاضر ڪيائون. ۽ عرض ڪيائون ته حضرتا! فقير جي تقصير معاف ٿئي! پاڻ محب فقير کي فرمايائون ته توبه ڪر، هن عرض ڪيو ته حضرتا! مربيا! هن مهل توبه ڪري وري سياڻي انهيءَ خيال سان وڃي مبتلا ٿيان ته ان توبه مان ڪهڙو فائدو، مون سان اهڙو ڪو ڪرم ڪيو، جو انهن بد خيالن کان ڇٽي پوان، ۽ وري انهن ۾ گرفتار نه ٿيان، تڏهن پاڻ سندن حق ۾ هٿ کڻي دعا فرمايائون.

**53- نقل:** ساڳو طيب فقير نقل ڪري ٿو ته هيڪر ڏاتي فقير گهانگهري حضور مبارڪ ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! منهنجن عزيزن جون مينهون جو درياءَ جي پار ويئل آهن، ظالم حاڪمن ناحق بنا سبب جي ڦري ورتيون آهن ، تنهن لاءِ اوهانجي حضور مبارڪ ۾ دانهن ٿيو آهيان ته ڪا مهرباني ۽ عنايت جي نظر فرمائي ان جو تدارڪ ڪري ڏيو، پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته انشاءَ الله تعالىٰ توکي هڪڙو سفارشي خط حاڪمن ڏانهن لکي ڏينداسون، جنهن سان مينهون موٽائي ڏيندا ، طيب فقير ٿو چوي ته پاڻ انهيءَ ڏينهن باغيچي ۾ سنوارت ويٺي ڪرايائون ۽ دروازو بند ڪري ڇڏيو هئائون ته اينتري ۾ ڏاتو فقير بنا موڪل جي دروازو کولي اندر باغيچي ۾ لنگهي ويو، مينهون فقير خدمتگار ڪيس منع ڪرڻ لڳو، پاڻ فرمايائونس ته فقير کي ڪجهه نه چؤ ۽ اچڻ ڏينس، جڏهن ڏاتو فقير خدمت سڳوري ۾ مشرف ٿيو ته تڏهن چوڻ لڳو ته " يار به چاڪي سبنڌ به اٿيي! پاڻ جواب ۾ فرمايائونس ته اسان کي يار به مينهن موٽائڻ لاءِ ڪيئي؟ هن چيو ته حضرتا! انهيءَ ڪم لاءِ نه ڪيو اٿم بلڪ جنهن ڪم لاءِ ڪيو اٿم سو ڪيو اٿم.

**54-نقل:** هيڪر پاڻ غلام فقير ٽالپر رهندڙ ديهه نڪتي واقع پرڳڻي روپاه جي گهر زيارت ڪرائڻ لاءِ تشريف فرمائيا هئا ، پوءِ جڏهن اتان اٿي اوطاق ڏانهن پي موٽيا ، تڏهن ٽالپر مٿين جي اهلين پيرن مبارڪن تي نوڙي هٿ رکي عرض ڪيائين ته حضرتا! اوهين اسانجا پيءُ ماءُ آهيو. پاڻ فرمايائون ته هائو اوهين اسانجي نظري اولاد آهيو.

**55- نقل:** سيد اميد علي شاه رهندڙ ديهه خيرپور جو نقل ڪري ٿو ته

هيڪر مون سندن خدمت اقدس مان ڳوٺ وڃڻ لاءِ موڪلايو. پاڻ زبان مبارڪ سان فرمايائون ته ڇا لاءِ ٿو موڪلائين. عرض ڪيم ته حضرتا ڦرڙيون ڏاڍيون نڪري پيون آهن سو چوان ٿو ته جيڪر ڳوٺ وڃي ڪوئي جلاب پيان! پاڻ فرمايائون ته تون لااله الاالله جو جلاب پي ڇڏ، موڪل نه ڏنائون. الله تبارڪ وتعاليٰ جي مهرباني سان اهو مرض يڪدم دفع ٿي ويو ۽ بالڪل صحت حاصل ٿي پئي، پر حقيقت ۾ منهنجي موڪلائڻ جو سبب هي هو جو انهن ڏينهن ۾ پاڻ لاڙ جي فقيرن تي بي ادبي ڪري شڪر رنج ٿي پياهئا، پوءِ جڏهن پاڻ لاڙ جي سفر تان پوئتي روانا ٿي مسو فقير پرڳڙي جي ديهه ۾ تشريف فرماٿيا، تڏهن مون دل ۾ ارادو ڪيو ته سندن خدمت مبارڪ مان بي ادبي بابت معافي وٺان، جڏهن رات ٿي تڏهن ذڪر شريف ۽ ياسين مبارڪ جي تلاوت ڪانپوءِ جماعت ڏانهن منهن مبارڪ ڪري فرمايائون ته اي يارو! جنهن به مريد اسان جي بي ادبي ڪئي آهي تنهن کي اسان معاف ڪري ڇڏيو. جيڪي حاضر آهن توڙي غير حاضر، سڀني کي معاف ڪري ڇڏيوسون. پاڻ اهو ڪلام مبارڪ ٽي ڀيرا موٽائي فرمايائون. ڪنهن داناءَ چيو آهي ته:

**چوبديدم عفو تو عصيان طلب، عرصہ عصيان گرفتم زين سبب**

جڏهن تنهنجي رحمت ۽ بخشش کي گناهه طلبيندڙ ڏٺم، تڏهن انهي ڪري مون به گناهن جو ميدان وڃي ورتو.

**رحمتش راتشنہ ديدم برگناه، آب ديده خويش راکردم پناه**

الله سبحانہ وتعاليٰ جي رحمت کي گناهن لاءِ اڃايل ڏٺم، مون پنهنجن ڳوڙهن اکين جي کي پاڻ لاءِ پناهه ڪئي.

**56- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو ته هيڪر پاڻ مون کي تهليل شريف جي پڙهڻ جي ترغيب ۽ تحريص ڏيارڀائون، مون عرض ڪيو ته حضرتا! مون وٽ تسبي ڪانهي پاڻ فرمايائون ته اسين توکي تسبيح ڏيون ٿا، پوءِ يڪدم پاڻ حاويلي مبارڪ ڏانهن وڃي تسبيح مون کي آڻي ڏنائون، ۽ فرمايائون ته تسبيح ڪتل هئي، بن ٽن هنڌن تان داڻا هٽ ڪيا اٿم، پوءِ سندن حڪم موجب تهليل پڙهڻ مقرر ڪري ڇڏيم، ڪجهه مدت ڪانپوءِ صلوات شريف جي پڙهڻ بابت امر ڪيائون، مون عرض ڪيو ته حضرتا! مون کي تهليل ئي ڪوڙ آهي، پاڻ فرمايائون ته ماڻس وڏا وڏا بار کڻي ٿا وڃن تون ايترو به نٿو کڻين.

**57- نقل:** حسن علي ٽالپر نقل ڪري ٿو ته هيڪر آئون سندن حضور مبارڪ ۾ ويٺو هوس ۽ منهنجي دل ۾ اچي خيال پيو ته اسان ڪان ڪو به اهڙو چڱو ڪم ۽ موچارو عمل صادر ٿيوئي ڪونهي، جنهن جي ڪري آخرت ۾ ڪو ڇوٽڪاري

جو آسرو ٿي سگهي. پاڻ انهيءَ وقت منهنجي خيال جي موافق هڪڙو مثال بيان فرمايائون ته صراف وٽ پئسا کرا نوڙي کوٽا مڙئي پيا اٿن. پوءِ جيڪي کسوٽي تي کرا نڪرندا سي ونندا آهن پر جيڪي پئسا کرائي ۾ گهٽ ٿي پوندا آهن ته به مالڪ انهن کي هٿان اڇلائي نه ڇڏيندا.

اي عزيز! حضرت مرشد ڪريم جو درياءَ رحمت جا هٿا مٿئين فرمودي ۾ اسان جهڙن بي ادبن ۽ بي ڪارن لاءِ ضمان هجڻ جي خوشخبري عطا فرمائي وياآهن. مثنوي معنوي ۾ ڪهڙو نه سهڻو چيل آهي:

**تو مگو مارا بدان شہ بار نيست، باکريمان کاراين دشوار نيست.**

يعني تون ائين نه چؤ ته اسان جهڙا ان بادشاهه بي پرواهه جي دربار ۾ ڪٿي ٿا داخل ٿي سگهن، ڇو ته ڪريمن جي مٿان ڪي به مشڪل نه آهي، سندن ڪرم تمام گهڻو ڪشادو آهي.

**58- نقل:** مهرو فقير چچر نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ نظاماڻي فقيرن جي دعوت تي ٽنڊي قيصر نظاماڻي ۾ تشريف فرماٿياهئا. اتي آئون مير چاڪر ٽالپر جي طرفان ڪين دعوت ڪرڻ لاءِ حضور ۾ حاضر ٿيو هوس، پوءِ ان وقت هڪڙو شخص اچي پيرن مبارڪن ۾ ڪري پيو ۽ عرض ڪيائين ته حضرتا! آئون مريد آهيان، پاڻ فرمايائونس ته اي يار! عجب جهڙي ڳالهه آهي جو مينهن جو هڪ ڦڙو آهي سا به پنهنجي ڦر کي سون جي وچان سڃاڻي ٿي وڃي ۽ انسان ڪامل کي اينتري به سڃاڻپ ڪانه هوندي. اي عزيز! هو مريد ويچارو مبتدي ۽ اڻ واقف هو، جنهن ڪري پنهنجي بي سمجهي ڪان وهم ڪرڻ لڳو ته شايد پاڻ مون کي نٿا سڃاڻن، انهي ڪري پنهنجي سڃاڻپ واسطي عرض ڪيائين ته حضرتا! آئون مريد آهيان هن ويچاري ڪير ڊائڪ بار کي ڪهڙي خبر ته مريد پيرجو مظهر ۽ سندس جزو آهي، ۽ پير ڪل جي مثال آهي ۽ جزا سيئي ڪل ۾ موجود هونداآهن ۽ ڪوبه جزو ڪل کان مخفي نٿو رهي سگهي، بلڪ عالم علوي ۽ عالم سفلي، سمورائي ڪامل مرشد جا جزا آهن، ۽ ڪوبه جزو انهن عالمن جو لڪل نه هوندو آهي.

**59-نقل:** خليفوميان لقمان عليہ الرحمة حضرت صاحبزادي مسند نشين قدس سره کان نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ لاڙ جي سفر تي تشريف فرماٿياهئا. پوءِ اتي هڪڙي فقير اٺ هڪڙو منهنجي ناليٰ تي سندن حضور مبارڪ ۾ نذر گذاريو، پاڻ اهو اٺ لاڙ ۾ وڪڻائي ڇڏيائون، جڏهن خير سان درگاهه مبارڪ تي تشريف فرماٿيا، تڏهن هڪڙي ڏينهن هن فقير کي گهرائي فرمايائون ته اي بابا! تنهنجي ناليٰ هڪڙو اٺ اسان وٽ آيو هو، جو اسان وڪڻائي ڇڏيو هينئر تنهنجو

اختيار آهي، جيڪڏهن اٺ گهرجيو ته بجنسي اٺ ڏياريون ۽ جيڪڏهن قيمت تي مرضي پوي ته اهي پئسا اوهان کي ڏيون، مون عرض ڪيو ته حضرتا! منهنجي ملڪ کي ٻه ڪينهي مڙئي سائين جن جي شيءِ آهي، پوءِ پاڻ فرماياتون ته اسان کي دل ۾ خيال ٿو اچي ته جيڪر هڪڙيون ٻه مينهون اصلي مينهن مان جي اسان ترڪ ڪيون هيون، جي فلاڻي زميندار وٽ آهن، اوهان کي خريد ڪرائي ڏيون، پوءِ پاڻ ٻه مينهون انهن مينهن مان خريد ڪرائي ڏنائون، صاحبزادي سڳوري قدس سره فرمايو ته هينئر جيڪي هي مينهون اسان وٽ آهن سي سڀئي انهن جي اولاد مان آهن.

**60- نقل:** علي خان ٽالپر نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ لاڙ جي سفر ۾ علي محمد فقير جي دعوت تي ڳوٺ ڏگهڙي ۾ تشريف فرماٿياهئا. اتي فرمايائون ته اسان جي مريدن جي جماعت مان جيڪي ذڪر فڪر سان مشغول آهن تن سان جيڪي باطني فيض جون قسمين قسمين نعمتون شامل آهن سي ڪين معلوم آهن، جيڪي ڏسنداسي ڇاٿندا، ٻ ٻي ٻيا مريد جي اسان جي طريقي ۾ ته داخل آهن پر ذڪر فڪر سان اهڙي مشغولي ڪانه اٿن رڳو هڪڙي پيري اسان جي اڳيان گوڏا ٻيچي ويٺا آهن ته تنکي ٻه بالڪل خالي نه ڇڏينداسون.

**61- نقل:** علي خان فقير لغاري نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ لاڙجي سفر ۾ زيارت ڪرائڻ لاءِ هن مسڪين جي گهر کي مشرف ۽ منور فرمايو هئائون، پوءِ پاڻ گهڙي کن ويهي جڏهن اٿان اٿيا، تڏهن اندرين ماٺهن ۾ روح بيقراري ۽ دانهون ٻئجي ويون، پاڻ ٻه وکون ڪٽي اتي ٻيهي فرمايائون ته اي ماٺڙؤ، اسين جينوٽيڪ ظاهر ۾ پنهنجن مريدن کان پري آهيون پر معنيٰ ڪري تمام ويجها ۽ ساٿن گڏ آهيون.

**62- نقل:** علي خان ٽالپر نقل ڪري ٿو ته هيڪر لاڙ جي سفر ۾ آئون سندن خدمت پر سعادت ۾ حاضر هوس ته اتي نظر علي ٽالپر عرض گذاريو ته حضرتا! آئون اگرچه مريد لواري وارن صاحبن جو آهيان پر اوهانجي جناب اقدس ۾ ٻه مريدن وانگر معتقد ۽ ارادتمند آهيان، هن مسڪين جي حق ۾ به توجه جي مهرباني ٿئي، پاڻ ڪيس هڪڙو جامع جواب هن مثال جي اندر ڏئي ويا! فرمايائون ته جيڪا ٻه ڍڳي يا مينهن آهي سا ڪير ڏهڻ وقت پنهنجي ڦرڙي کي سجاٺي ان لاءِ جيڪي ٻه ڪير سد ـس جسم ۾ هوندو، سو لاهي ايندي، پوءِ ان کان ٻيا ماٺهو ڪير ڏهي وننداً آهن، باقي ٻي جي ڦر تي ڪڏهن ٻه سندس ٿڻ ۾ ڪير نه لهندو. ٻي هڪڙي وقت هن تمثيل جو تفصيل ۽ بيان هن طرح پئي فرمايائون ته ڦر مان مراد آهي مريد صاحب نسبت جو، جو اهو جنهن وقت پنهنجي مرشد جي حضور

۾ ٿو اچي ته سندس اچڻ ڪري مرشد جي دل خوشي ۽ فرحت ۾ پرجي ٿي وڃي، پوءِ انهي مريد لاءِ غيبي علم ۽ الاهي فيض مرشد تي وارد ٿين ٿا. جن کي مرشد انهيءَ مريد جي مٿان عطا فرمائيندو آهي، ۽ انهيءَ مريد جي طفيلون ٻيا حاضر مجلس جيڪي ماڻهو هوندا آهن سي به انهن نعمتن مان بهره ور ٿيندا آهن. جهڙي طرح ڪ ڪير ڏهندڙ ڍر جي طفيلون کير حاصل ڪندو آهي، پر جيڪڏهن ڪو اهل دنيا جو جنهن جي نسبت صاحب فيض سان ڪا به ڪانه هوندي آهي، بزرگ جي حضور ۾ ايندو ته ان ڪري ضرور سندس طبيعت مبارڪ تي ملولائي پيدا ٿي پوندي، جنهن ڪري ٻين جي فيض جو دروازو به بند ٿي پوندو، مولوي معنوي قدس سره ڪهڙو نه چڱو چيو آهي:

**بي ادب تنها نه خود راداشت بد، بلکه آتش درهمه آفاق زد.**

يعني ته بي ادب نه رڳو پاڻ کي بڇڙو ۽ خوار خراب ڪيو، بلڪ پنهنجي بي ادبي جي شامت جي باهه ساري ملڪ ۾ هڻي ٿو ڇڏي، جو سڪن سان گڏ ساوا به سڙيو وڃن.

**64- نقل:** عبدالله فقير رهندڙ شهر ٺٽي ننگر جو نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ بيڙيءَ تي سوار ٿيل هئا ۽ آئون سندن خدمت ۾ اڳيان ويٺو هوس، ان وقت منهنجي دل ۾ خيال آيو ته منهنجو نصيب الائي ڪهڙو ڇٽ آهي جو سڄو جهان حضور جن جي فيض جي درياءَ کان تازو ۽ ڌاول ٿي ويو آهي، مگر آئون اڃا تائين مايوس ۽ ڇپ سڪايون ٿو وتان، انهيءَ خيال ايندي ناامیدي ڪري منهنجن اکين مان ڳوڙها وهي هليا، پاڻ ته ظاهر باطن کان واقف هئا. تمام توجه ۽ مهرباني ۽ ٻاجهه سان پنهنجي مهر مبارڪ وات شريف جي لعاب مان آلي ڪري منهنجن ڳلن تي هڻي فرمايائون ته تون اسان جو داغدار آهين.

اي عزيز! ڏس ته ڪيڏا نه بخت ۽ نصيب انهي طالب جا هئا جو عاجزي ۽ هيٺائي ڪري اهڙي دولت حاصل ڪيائين ته جو سندس ڳلن کي پنهنجن هٿن مبارڪن سان مهر هڻي سرفراز ڪيائون، اهو داغ ڪو جهڙو تهڙو داغ نه هو بلڪ بادشاهي داغ هو، جنهن سان دنيا ۽ آخرت جي چورن کان آزاد ڪري ڇڏيائونس، بلڪ سندس ڳلن جي حسن جي تابش ڏسي هڙئي چور چڪار بالڪل پٺتي پري وڃندا هليا.

**65- نقل:** موسيٰ پٽ احمد خان نظاماڻي جو نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ ميان بهادر خان نظاماڻي جي دعوت وڃڻ لاءِ تشريف فرماٿيا هئا، جڏهن ته ان وقت ٻاٽيءَ جو چاڙهه تمام ڏاڍو هو، تنهن ڪري پاڻ داداهه جي پڪ سان اچي لٿا هئا. اسين سندن استقبال لاءِ اڳيان وياسون جڏهن واهه جي پڪ سان پهتاسون

تڏهن پنهنجي والد کي ڏنم ته واه جي هن پڪ سان بيٺو هو، ۽ پيا فقير به هن پاسي کان هيڏانهن واهه لنگهيا پئي آيا. پاڻ به هن طرف واهه لنگهڻ لاءِ تيار هئا. اتي منهنجي پيءُ مونکي چيو ته پنهنجا ڪپڙا لاهي رکي هڪ گوڏ ڪري پاڻي مان تري وڃي حضرت پيرسائين جن جي هٿن مبارڪن کي چمي ڏي پر پاڪر نه پائجان ته متان سندن بدن شريف تنهنجي بت سان لڳي آلو ٿي پوي، منهنجي والد غازي خان فقير کي سڏ ڪري چيو ته موسيٰ ايڏانهن ٿو اچي، سندن خدمت ۾ عرض ڪجان ته هي احمد خان جو پٽ آهي، پوءِ جڏهن مون واه تري وڃي هٿ مبارڪ کي چمي ڏني، تڏهن پاڻ مون کي پاڪر ڪٽي وڌائون، غازي خان مٿيون عرض پيش ڪيو، پاڻ فرمايائون ته آئون هن کي سڃاڻا ٿو.

**66- نقل:** حسين فقير احمداڻي رهندڙ شاهه عالم احمداڻي جو، جو اها پرڳڻي ونگن(1) جي مان هڪڙي ڏيهه آهي نقل ڪري ٿو ته هيڪر آئون سندن خدمت مبارڪ ۾ حاضر ٿيڻ لاءِ درگاهه مبارڪ تي پئي ويس، جڏهن درگاهه مبارڪ کي ويجهڙو وڃي پهتس تڏهن منهنجي دل ۾ خيال اچي پيو ته الله تبارڪ وتعاليٰ ماڻهو جي جسم ۾ ساهه جي رڳ کان به زور ويجهڙو آهي، جيئن ته پنهنجي ڪلام پاڪ ۾ فرمايو اٿس" **ونحن اقرب اليه من حبل الوريد**" يعني ته اسين انسان کي سندس ساهه جي رڳ کان به زور ويجها آهيون! ۽ مرشد به اهڙي طرح مريد کي ويجهڙو آهي، جو سندس سيني احوالن کي خدا تعاليٰ جي ڏنل طاقت سان ڄاڻي ٿو، تنهن ڪري سندن خدمت شريف ۾ ڪنهن به عرض معروض ڪرڻ جي ضرورت ڪانهي پوءِ انهي حال تي دل ۾ پڪ ڪري پوئتي روانو ٿيس، جڏهن هڪڙو ڏينهن پنڌ ڪري رات اچي وهيرن جي ديهه ۾ ٽڪيس، اتي هڪڙو فقير سندن مريدن مان مليم، ان مون کان پڇيو ته ڪهڙي سبب ڪري موٽي آيو آهين؟ مون ڪيس پنهنجي دل جي خيال کان ذري پرزي واقف ڪيو، فقير چيو ته جيڪي تو چيو سو سڀ سچ آهي. مگر مرشد جي ظاهري زيارت کان گهڻا فيض ٿا پهچن، تنهن ڪري زيارت کان مايوس ۽ محروم نه ويهي رهڻ کپي! پوءِ ان فقير جي اها صلاح وني وري انهي ئي مهل وني اتان درگاهه شريف ڏانهن روانو ٿيس ۽ خدمت فيضدرجت ۾ مشرف ٿيس تڏهن سندن قدمبوسي کي نعمت وڏي سمجهي سندن پيزار جي پٽي کي اکين جو سرمون ڪيم. ۽ الله تبارڪ وتعاليٰ جا لک لک شڪرانا بجا آندم، تڏهن انهيءَ وقت پاڻ فرمايائون ته جيڪي رب العزت پنهنجي ڪلام پاڪ ۾ خبر ڏني آهي ته " **ونحن اقرب اليه من حبل الوريد**" سا ڳالهه واقعي آهي ته الله تبارڪ وتعاليٰ ماڻهن کي ساهه جي رڳن کان زور ويجهڙو آهي، پر جيڪو انهيءَ کي سڃاڻيندو، سو پڻ تي به اعتبار ۽ ارادو رکندو، پوءِ پاڻ



1- ونگ معنيٰ ور، هاڪڙي واهه جي ور واري ابراضي کي ونگ، جنهجي ٿو، ضلع بدين ۾ آهي

فرمايائون ته دنيا جي بادشاهن ۾ رسم رهي آهي ته جيڪو انهن کي سجاڻيندو آهي انهيءَ کي سوڙهي ڳلي مان لنگهائيندا آهن. ان ڪانپوءِ منهنجن رفيقن کي ڏندڻ آندا هئا سي نذر ۾ پيش ڪيائون پاڻ انهن سان گفتگو ڪندي پڇيائون هي ڏندڻ ڪٿان آندا اٿو؟ هنن ادب کان ڪو جواب ڪونه ڏنو. مون وٽ به هڪڙو ڏندڻ ڏنگو ڦڏو هو، جو نذراني ۾ پيش ڪرڻ جي لائق نه هو تڏهن منهنجي دل ۾ خيال اچي پيو ته جيڪر آئون به سنگتين وانگر ڪي ڏندڻ نذراني ۾ آڻي ڏيان ها ته ڪهڙو نه چڱو ٿئي ها! پاڻ جو دل وٽندڙ سخن جي ڳالهائڻ ۾ مشغول هئا فرمايائون ته جيڪڏهن ڪوئي ڏنگو ڦڏو ڏندڻ ڏيندو ته اهو به اسانکي قبول آهي، اٿي مون پنهنجو اهو ڏنگو ڏندڻ نذراني ۾ پيش ڪيو.
پاڻ اهو ڏندن هٿ مبارڪ سان ورتائون ۽ فرمايائون ته انهن ڏندڻن منهنجن مان جيڪي توکي پسند اچي سو کڻي وٺ! مون ادب کان نه کنيو پاڻ به ٽي ڀيرا موٽائي فرمايائون ته جيڪو ڏندڻ وڻئي سو کڻي وٺ. تنهن تي حاضر مجلس فقيرن مون کي چيو ته ادب کان امر وڌيڪ آهي جو ته " الامر فرق الادب" مشهور حديث آهي:

**امر بهتر از ادب گفته رسول، امر رابگزين كه تاگردي قبول.**

يعني پاڻ ڪريمن صلي الله عليه وآله وسلم جن امر کي ادب کان وڌيڪ ڪري فرمايو آهي! سو تون به امر کي اختيار ڪر ته درگاهه ۾ مقبول ٿين"
حسين فقير چوي ٿو ته پوءِ مون هڪڙو ڏندڻ جو انهن مان زور سڌو هو کڻي ورتم، تڏهن پاڻ فرمايائون ڏس ته الله تبارڪ وتعاليٰ ڪهڙو نه ڪريم آهي جو هڪ ڏنگي ڦڏي ڏندڻ جي عوض سڌو ۽ عمدو ڏندڻ مرحمت فرمايو اٿس پوءِ جن سڌا ڏنا هوندا تن کي عيوضي ۾ ڪهڙا نه انعام فرمائيندو.

**67- نقل:** سيد ميان حسين علي نقل ڪري ٿو ته هيڪر آئون نصرپور جي ڳوٺ ۾ حضرت پير سائين جن رضي الله تعاليٰ عنه کان قادري طريقي عاليه ۾ داخل ٿيس، پاڻ اهڙو ته توجه فرمايائون جو انهيءَ وقت بيخود ٿي وبس ۽ ذڪر جو غلبو زور وٺي ويو، جنهن ڪري ساري رات بي آرام رهيس ۽ غلبو وڌندو ويو تان ته ان جي سهڻ جي طاقت نه پيو ساري سگهان، پوءِ تهجد جي نماز مهل موٽي وڃي سندن حضور ۾ احوال بيان ۽ عرض پيش ڪيم ته حضرتا! اهڙي مهرباني ڪيو جو الله تبارڪ وتعاليٰ سان به مشغول هجان ۽ بي طاقتي به برطرف ٿي وڃي، ان ڏينهن ڪانپوءِ وري پاڻ سلطاني ذڪر سان مشغول رکيائون جو انهي ذڪر جي غلبي ڪانپوءِ وري ڪڏهن به غافل ڪونه ٿيس.
اي عزيز! انهيءَ شاهه صاحب کي جو اها حالت مهرباني ڪري عطا فرمائي

هئائون سا سندس طلب ۽ استعداد موجب نہ هئي بلڪ خالص توجہ ۽ عام بخشيش جو بهرو عطا فرمايو هئائونس، پر جڏهن تہ ڪيس ان حالت جي ڪشڻ ۽ سهڻ جو استعداد ۽ طاقت نہ رهي تنهن ڪري موٽائي وري ڪيس سلطاني ذڪر عنايت فرمايائون.

**68- نقل:** واحد ڏنو فقير ڪبير نقل ڪري ٿو تہ جنهن وقت آئون سندن حضور مبارڪ مان طريقي عاليہ قادري ۾ داخل ٿيو هوس تڏهن ان وقت پاڻ مون تي اهڙو تہ توجہ ۽ تصرف فرمايو هئائون، جو منهنجا سمورا عضوا ۽ وار ۽ ڏند مڙيئي ذاڪر ٿي ويا، ۽ آئون پنهنجي سمجهہ کان بيخود ۽ بي هوش ٿي ويس، ان ڪانپوءِ بہ مون تي بي خودي جي حالت اهڙو تہ غلبو ڪيو جو جيڪڏهن مينهون چارڻ ويندو هوس تہ اتي اهڙو تہ سڪر ۽ بي خودي اچي منهن ڏيندي هئي جو مينهون بي هنڌ هليون ونديون هيون ۽ آئون وري بي هنڌ ويٺو رهجي ويندو هوس.

اي عزيز! ڪهڙو نہ سندن توجہ ۽ لطف عام هو جو هڪڙيئي توجہ سان مريدن جي حال کي تبديلي ڏياري وجود کان ڪين فاني ۽ بيخود ڪري ڇڏيندا هئا، ۽ انهي بيخودي ۾ ڪيترن کي ٿي فنا في الشيخ ۽ فنا في الرسول ۽ فنا في الله جي دولت سان مالا مال ڪري ڇڏيندا هئا:

**يک نظر فرما کہ مستغني شوم زابناي جنس،**
**سگ کہ شد منظور نجم الدين سگان راسرور است**

يعني تہ هڪڙي نظر فرماءِ تہ پنهنجن جيڏهن سرتن کان بي پرواهہ ٿي وڃان! شيخ نجم الدين قدس سره جو ڪتي تي نظر فرمائي تہ اهو ڪتن جو سردار ٿي ويو.

**96-نقل:** رمضان فقير سهتو مانجهي فقير کان نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ مينهن ۽ پاڻي جي چڙهہ جي مند ۾ سفر تي نڪتا هئا، پوءِ هڪڙي ڏينهن واٽ تي ڪو واهہ آيو جو پاڻيءَ سان پربو پئي اڙهو، پوءِ آئون انهي واهہ ۾ هيٺ لهي وڃي پاڻي جاچي ڏٺو ۽ سندن حضور ۾ عرض ڪيم تہ حضرتا! منهنجي ڪلهي تي سوار ٿي هن پاڻي کان لنگهو، پاڻ منهنجي ڪلهي تي چڙهيا ۽ فرمايائون تہ:

**اي مانجهي ! منهنجي هن سواري کي گهڻو ياد ڪندين!**

اي عزيز! جڏهن ان خوش نصيب کي پنهنجي سواري سان سرفراز فرمايائون تہ وري نفس ۽ شيطان جي سواري کان بہ ڇڏائي ڇڏيائونس، جيئن تہ چوندا آهن:

**جائي کہ سلطان خيمہ زد، غوغا نماند عام را"**

جتي بادشاهہ اچي تنبو هڻندو، اتي عام ماڻهن جو ڪو لڙ بڪيڙو ڪونہ رهندو.

**دمي ڪ شاهہ گذارد قدم بخانہ ما، سزد ڪہ عرش شود سنگ آستانہ ما.**

يعني تہ جنهن وقت بادشاهہ اسان جي گهر ۾ پير مبارڪ وجهندو تہ انوقت اسانجو گهر اهڙو تہ مشرف ۽ مبارڪ ٿي پوندو جو جيڪڏهن عرش معليٰ هن گهر جي چائٺ جو پٿر ٿئي تہ بلاشڪ اها ڳالهہ ٺهي ٿي.

**70- نقل:** رمضان فقير سهتو نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ سفر ۾ هئا، پوءِ هڪڙي ڏينهن ٻن پهرن جو ڪنهن هنڌ منزل انداز هئا، فقيرن جي سموري جماعت ننڊ پئي هئي، پاڻ اٿي وينا هئا تہ ايتري ۾ هڪڙو اڻ واقف اجنبي ماڻهو حضور ۾ لنگهي آيو، ۽ حضرت پير سائين جن رضي الله تعاليٰ عنہ کان پڇيائين تہ اي فقير! توهانجو پير اوهان کي ڪهڙي تلقين ڪندو آهي؟ پاڻ فرمايائونس تہ پير اسان کي هي تلقين ڪندو آهي تہ پنج وقت نماز جا ۽ چار هزار ذڪر جا پڙهندا ڪيو ۽ ٿلهي ماني ڪائي مٿي هينان هٿ رکي سمهي پوندا ڪيو.

**71- نقل:** محمد خان ولد بهادر خان فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ اسان جي دعوت تي تشريف فرمائياهئا، پوءِ شهر ۾ زيارت ڪرائڻ پئي اسريا، ان وقت منهنجو والد بہ ساڻن گڏ هو، پاڻ هورڙيان ٽلندا پي هليا، ۽ منهنجي والد کي ٻاجهہ ۽ مهرباني سان پاڪر ۾ جهلي فرمايائون تہ جڏهن آئون اوهان جي ڳوٺ ۾ ايندو آهيان تڏهن ائين سمجهندو آهيان تہ جڻ پنهنجي ڳوٺ آيو آهيان.

**72- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ لاڙ جي سفر ۾ ديهہ ابراهيم نظاماڻي واقع پرڳڻي روپاهہ ۾ تشريف فرمائياهئا، انهيءَ ڏينهن آئون بہ ڪڇ جي سفر کان موٽيو هوس، ۽ مٿين ديهہ ۾ سندن قدمبوسي کان اچي مشرف ٿيس، ان وقت پاڻ سانجهي نماز کانپوءِ جماعت سميت ذڪر جي تلاوت ۾ مشغول هئا، ۽ الله تبارڪ وتعاليٰ جي ذڪر جي ذوق شوق جي غلبي پاران سندن وجود تي استغراق جي حالت پيدا ٿيل هئي، پوءِ آئون سندن هٿ مبارڪ وٺي مصافحو ڪري سندن پاسي سان ٿي ويهي ذڪر شريف جي تلاوت ۾ مشغول ٿيس، پوءِ جڏهن پاڻ ذڪر ۾ مراقبي کان فارغ ٿيا تڏهن مون کان خير و عافيت جي خبر چار پڇيائون، مون جواب ۾ جڏهن ساڻن ڳالهايو، تڏهن پاڻ ڳالهائڻ بذن شرط اٿي پاڪر پاتائون. مون گهڻو ئي ڪين هٿ مبارڪ مان وٺي اٿڻ جي تڪليف کان معافي ورتم، پر تہ بہ هرو ڀرو اٿي پاڪر پاتائون ۽ فرمايائون تہ اسان سمجهو تہ خليفو سيد قاسم شاهہ ٿو وارو آهي.

**73- نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو تہ هيڪر فقير رحيم ڏنو حضرت پيرسائين رضي الله تعاليٰ عنہ جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيو هو، پوءِ

جڏهن درگاهه مبارڪ تان ٿي موٽيو تڏهن سڏو مون وٽ آيو ۽ ملاقات ڪرڻ مهل مون کي پاڪر پائي چيائين ته هي پاڪر حضرت پيرسائين جن جي طرفان اٿيئي جو مون کي فرمايو هئائون ته فلاڻي کي منهنجي طرفان پاڪر پائجانءِ.

**75- نقل:** پاڻ فرمايائون ته حضرت ميان صاحب جن قدس سره هيڪر شهر سوداڻي واقع ملڪ پنجاب ڏانهن حضرت شيخ عبدالقادر قدس الله تعاليٰ سره الاقدس جي خدمت مبارڪ ۾ حاضر ٿيڻ لاءِ تشريف فرماٿياهئا، جڏهن پاڻ اتي پهتا تڏهن حضرت شيخ عبدالقار صاحب قدس سره ڪشمير جي سفر تي تيار ٿيا، ۽ حضرت ميان صاحب جن قدس سره ڳوٺ موٽڻ لاءِ اجازت گهريائون، پاڻ ڪجهه طبيعت جي گراني سان موڪل ڏنائون، شايد ته سندن دل مبارڪ ۾ ڪين سفر منجهه ساڻ هلڻ جو خيال هو. ان ڪانپوءِ حضرت ميان صاحب جن قدس سره سندن طبيعت جي مرضي مبارڪ معلوم ڪري سفر ۾ ساڻن گڏ هلڻ لاءِ عرض پيش خدمت ڪيائون پر پاڻ قبول نه فرمائي موڪل ڏنائون، ۽ وصيت ڪيائون ته حضرت مخدوم صاحب پربان لوءِ واري جي صحبت کي غنيمت ڪري ڄاڻجو. پوءِ ياسين شريف جي زڪوات جي اجازت فرمايائون جو قادري گنج خاني مان هڪ وڏو خزانو آهي ۽ اسم شريف يا عزيز جو ظاهري هٿيارن جي مثال بلڪ هزاردرجا بهتر ۽ وڏيڪ آهي، تنهنجي به اجازت عطا فرمايائون ۽ حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن وارو قدم مبارڪ جو معراج رات حضرت غوث اعظم رضي الله تعاليٰ عنه جي ڪلهي مبارڪ تي ڏنو هئائون، ۽ اها روش سندن اولاد سڳوري ۾ پشت به پشت هلي پئي آئي، سو ڪنهن بي مريد تي صادر نه ٿيو هو، اهو قدم مبارڪ حضرت ميان صاحب جن قدس سره جي ڪنڌ مبارڪ تي رکي سرافراز فرمايائون ۽ تنهن ڪانپوءِ موڪل عطا فرمايائون.

**76- نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ ڪڇ ملڪ ڏانهن فقيرن جي دعوتن وٺڻ لاءِ تشريف فرماٿياهئا، ان وقت ميان سلطان فقير کي حالت اچي منهن ڏنو جو پنهنجو گهوڙو ڇڏي ڪري پيرين پيادو حضرت پيرسائين جن جي رڪيب سان گڏ ڊوڙندو بي آيو، پوءِ هڪڙي ڏينهن پاڻ گهوڙي تان هيٺ لهي سلطان فقير کي فرمايائون ته منهنجي گهوڙي تي سوار ٿئي؟ هو " الامر فوق الادب" موجب گهوڙي تي چڙهيو، پاڻ پيرين پيادا پنڌ پئي آيا، هڪ ميل کن برابر پاڻ پنڌ هليا آيا ته اينتري ۾ مينهن اچي وسڻ شروع ٿيو ۽ اڳيان هڪڙو شهر سامهون آيو، سلطان فقير اني گهوڙي تان لهي پيو ته به پاڻ گهوڙي تي سوار نه ٿيا ۽ سلطان فقير جو هٿ پنهنجي هٿ مبارڪ ۾ وٺي پيادا روانا ٿيا، شهر جي ڳلين ۾ مينهن جي پاڻيءَ جون ڇرون ٿي وڀون هيون ۽ پاڻ

موزن سميت فقير جو هٿ ورتيون پاڻي مان پنڌ ڪندا هليا پئي آيا، ۽ فرمايائون پئي تہ هيءَ متابعت آهي. انهن وقتن ۾ سلطان فقير حالت جي غلبي ڪري فقيرن کان ماني گهري نہ کائيندو هو، جنهن ڪري ماني کاڌي ڪيس بہ ٽي ڏينهن گذري ويندا هئا. جڏهن اها ڳالهہ پاڻ معلوم ڪيائون تہ ماني کائڻ وقت سلطان فقير جي ماني پنهنجي هٿن سان فقيرن کان وٺي فقير وٽ ڪٽي ايندا هئا، ۽ ڪيس ماني کارائيندا هئا.

**77- نقل:** هيڪر پاڻ وصال واريءَ ناچاڪائي ۾ خليفي ميان سلطان فقير کي تلقين ڪرڻ جي اجازت جي شفقت فرمايائون ۽ چيائونس تہ اي سلطان ! توکي اسان جي علم مان بهرو مليل آهي، ڪيپ تہ ٻين کي بہ انهيءَ مان نفعو پهچائين، چو تہ اهو عين تنهنجو فائدو آهي. باقي اسان کي تو ۾ ڪو غرض ڪونهي، پر خدا تعاليٰ جي خلق جو فائدو ٿئي تہ ڏاڍو چڱو، ان بابت پاڻ سلطان فقير کي تمام گهڻو تاڪيد فرمايائون. جامع ملفوظات رحمة الله عليہ ٿو چوي تہ خليفي سلطان سندن امر موجب رڳو هڪڙي مريد کي تلقين ڪئي، جنهن جي ڳالهہ مون سان پاڻ ڪئي هئائين، شايد ڪو ٻيو مريد بہ ڪيو هجيس تہ مون کي ان جي خبر ڪانهي.

**78- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ سندن روش مبارڪ هوندي هئي تہ جيڪڏهن ڪنهن وقت هن مسڪين کي ڪنهن خط مبارڪ جي لکڻ ۽ موڪلڻ سان سرافراز فرمائيندا هئا، تہ سندس منڍ ۾ هي بيت لکي هن عاجز کي فخر ۽ شرف بخشيندا هئا:

**من تو شدم تو من شدي، من تن شدم تو جان شدي**
**تاڪس نگويد بعد زين، من ديگرم تو ديگري**

يعني آئون "تون" بڻجي ويس ۽ تون "مان" ٿي وئين. آئون بدن جي مثال تہ تون ساهہ وانگر آهين، وري ڪوبہ ائين ڪونہ چوندو تہ آئون ٻيو ۽ تون ڪو ٻيو آهين.

**79- نقل:** خليفو محمد ملوڪ خليفي ميان سلطان فقير کان نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ فرمايائون پي تہ اسان جو خليفن کي ارشاد جي اجازت عطا ڪئي آهي سا سڀ ڪنهن جي طبيعت جي مرضي موجب ڏني ويئي، باقي ٻن ڄڻن کي اسان پنهنجي طبيعت جي مرضيءَ موجب خلافت ڏني آهي! هڪڙو خليفي محمد حسين شمالي پنجاب واري کي ۽ ٻيو ميان محمد عطاڪي ۽ خليفي محمود (جامع ملفوظات عليہ الرحمة) کي جيڪي تلقين جو اجازو ڏنو اٿئون سو نہ سندس مرضي سان نہ پنهنجي رائي سان، بلڪ خاص الله سبحانہ و تعاليٰ جي خواهش ۽ مرضي موجب ڪيس خلافت ڏني ويئي آهي.

**80- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته هيڪر پاڻ قلات جي سفر تي ٻي اسربا، پهرين منزل خليفي آدم چاچڙ وٽ ٿي، ٻه پهرو پاڻ اتي وڃي ڪيائون، ٻيپهري جي نماز ڪانپوءِ، وڏو صاحبزادو سڳورو يعني مسند نشين اول ۽ ميان محمد حسين ۽ آئون سندن حضور مبارڪ مان اتان رخصت ياب ٿي پوئتي موٽياسون، پاڻ صاحبزادي سڳوري کي فرماياڻون ته خليفي (يعني ته جامع ملفوظات رحمة الله عليه ) کي دعوت ڪري رات وڃي پاڻ وٽ درگاهه تي ٽڪائجو، ۽ سڀاڻي صبح جو کيس رخصت ڏجو، صاحبزادي سڳوري مون کي رات اچي درگاهه مبارڪ تي ٽڪايو ۽ صبح جو موڪل عطا فرماياڻون.

**81- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته جڏهن پاڻ هن عاجز کي پنهنجي شفقت ۽ ڪرم سان قادري ۽ نقشبندي طريقن جي تلقين جي اجازت جو چٽ مٿي تي رکيائون، تڏهن پاڻ فرمايائون ته چشتني ۽ سهروردي طريقن ۽ هنن ۾ رڳو شغلن جي لفظن جو فرق آهي، باقي مرجع مڙني جو هڪ آهي.

**82- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته هيڪر پاڻ لاڙ جي سفر ۾ سحراب فقير وساڻ جي دعوت تي تشريف فرماٿيا هئا، ۽ آئون به دعوت جو سامان تيار ڪري سندن استقبال ۾ خليفي محمد ملوڪ سان گڏجي وساڻ فقير جي ڳوٺ وڃي قدمبوسي کان مشرف ٿيو، پوپان منهنجي ڳوٺ شهر خواه آسپاس جا ماڻهو تمام گهڻا اچي گڏ ٿيا، اتي خليفو محمد ملوڪ مون کي پنهنجي ليکي چوڻ لڳو ته جيڪڏهن پاڻ هتان ڏيهه ڪڙيئي ڏانهن سڌائي تشريف فرماٿين ته ڏاڍو چڱو، چو ته آسپاس جا ماڻهو تمام گهڻا زيارت لاءِ اتي گڏ ٿيا انتظار ۾ ويٺا آهن. انهيءَ وچ ۾ سندن نظر مبارڪ اسانجي گفتگو ڏانهن ٿي ۽ پڇيائون ته ڇاجو گفتگو آهي؟ مون اهو احوال عرض گذاريو ته حضرتا! خليفي محمد ملوڪ اوهان جي جلدي تشريف فرما ٿيڻ لاءِ عرض ڪيو ته اتي ماڻهو تمام گهڻا زيارت لاءِ اچي گڏ ٿيا آهن، جنهن ڪري جيڪي دعوت جو سامان آهي سو سندن خرچ ۾ پورو ٿي ويندو، جيڪڏهن سنت ئي توجه مبارڪ ٿئي ته وڏي مهرباني. پاڻ جواب ۾ مرڪي فرمايائون ته خليفي جو خزانو ايڏو آهي جو خرچائڻ سان ڪتندو ئي ڪين، پوءِ پاڻ پنهنجي هٿ مبارڪ سامهون منهنجي ڪلهي تي رکي فرمايائون ته هڪڙو بزرگ ڪعبت الله شريف جي حرم ۾ ٻه ٽي سال ٽڪي حج ۽ مناسڪ ادا ڪندو رهيو، پوءِ هيڪر حج جي ڏينهن ۾ ماڻهو عرفات تي اچي گڏ ٿيا هئا، ۽ هڪڙو ٻيو شخص حج ادا ڪرڻ لاءِ عرفات ڏانهن پي آيو، جڏهن عرفات جي حد تي پهتو تڏهن کيس ٻڌايائون ته حج جو ميعاد يعني مدت مقرر گذر چڪي ۽ حج تنهنجو قضا ٿي ويو، هو ويچارو، حج فوت ٿي وڃڻ جي درد کان اندر سيني

ڏکايل مان ٽنهي ساهه پڻي ڏکاري دانهن ڪيائين. اهو بزرگ اتي بيٺو هو ان پڇيس ته اي ادا تو اهڙي دردناڪ دانهن ڇالاءِ ڪئي؟ ان شخص جواب ڏنو ته حج جي مدت گذري وڃڻ ڪري، جو اسان جي ڪوشش ۽ سعيو ڪل بيڪار ٿي ويو، ان بزرگ چيس ته جيڪڏهن انهيءَ دانهن جو اجر مون کي ڏئين ته آئون توکي هيترن سالن جي حج ۽ مناسڪن جو ثواب، جي مون هتي رهي ادا ڪندو رهيو آهيان سو توکي ڏيان! هو شخص انهي سودي تي راضي ٿي ويو ۽ سندس چوڻ قبول ڪيائين، پوءِ اهو بزرگ رات جو خواب ۾ حضرت سرور ڪائنات صلي الله عليه وآله وسلم جي زيارت کان مشرف ٿيو، حضور جن عليه الصلوات والسلام کيس ڏسي فرمايائون ته واه جو سودو ڪيو اٿيئي جو جيڪڏهن سڀني عرفات وارن کي ان مان بهرو ڏين ته به سڀني کان وڌي پوندو.

پوءِ پاڻ محمد ملوڪ ڏانهن نظر فيض اثر وجهي فرمايائون ته اهڙي طرح خليفو به اهڙي سوداگري ڪري ويٺو آهي جو جيڪڏهن روي زمين جا ماڻهو اچي وٽانس لٽن ڪٽن کائن ته به هڪ ذرڙي جيتري به ان ۾ گهٽتائي ڪانه ٿيندي، پوءِ پاڻ لاڙ جي سڀني دعوتن کانپوءِ هن مسڪين جي دعوت تي تشريف فرما ٿي هن مهجور جي بي نور گهر کي روشن ۽ چمڪندڙ فرمايائون، ۽ ايستائين زيارت لاءِ آيل ماڻهو اوهين اتي ٽڪيا پياهئا. اي عزيز هر ڪو اهوئي ڪندو جيڪي سندس لائق هوندو:

**سري ست درين سينه ڪه گفتن نتوانيم، دري ست درين بحر ڪه سفتن نتوانيم**

يعني ته سيني ۾ هڪ اهڙو راز آهي جو چئي نٿا سگهون، ۽ هن درياءَ ۾ هڪ اهڙو موتي آهي جو پوئڻ جي طاقت کان ٻاهر آهي.

**خوش دل اياز باش ڪه محمود عاشق ست، ملڪ و ملوڪ بر همه ملڪ تولاشڪ ست.**

يعني ته اي اياز تون خوش ره جو محمود بادشاهه توتي عاشق آهي، هيئنر ملڪ توڙي ٻيا بلاشڪ سڀ تنهنجي ملڪيت آهن.

**83- نقل:** پاڻ وصال واري بيماريءَ وارن ڏينهن ۾ اندر حرمخاني ۾ آراميل هئا، عيسيٰ نالي هڪڙو فقير جو محبت ۽ جذب جو صاحب هو حضور جن جي محبت ۽ عشق کان مسجد شريف جي دروازي جي ٻاهران روڄ ۽ دانهون ۽ واڪا پي ڪيائين، پاڻ سندس دانهن جو آواز ٻڌي فرمايائون ته اي دوستو! هن يار کي صبر ڪرايو، يا ته وري اسان کي ان وٽ ٻاهر وٺي هلو.

84- نقل: ميڏنو پليجو نقل ڪري ٿو ته هيڪر آئون درگاهه مبارڪ تي سندن حضور ۾ حاضر هوس، هڪڙي شخص درگاهه مبارڪ جي رهندڙ، جو وقت تي نماز جماعت سان ادا ڪرڻ ۾ سستي ڪندو هو، تعزير ۽ تاديب لاءِ وٺي اچي ڪاٺ ۾ وجهڻ لڳا، چو ته سندن

حڪم مبارڪ نماز ۾ سستي ڪندڙن لاءِ اصل کان اهڙي طرح جاري ٿيل هو، پوءِ هڪڙي فقير سندن خدمت مبارڪ ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! هن شخص جا پير ڦرڙين جي ڪري اگهين پڪا پياآهن، جيڪڏهن سندس پير ڪاٺ ۾ وجهبو تہ ساروئي رت ۽ پونءِ ٿي پوندو، پاڻ فرمايائون پل تہ ڪاٺ ۾ پوڻ سان سندس پيرن مان رت نڪري تہ ڪو آخرت جي عذاب کان ڇوٽڪارو ٿي پوبس! تڏهن ان شخص جي سياڳائي ڪري پنهنجي عادت جي برخلاف ان گنهگار بيڪار جي حال زار تي پاڄهہ فرمائي وٽس قدم رنج فرمائي اچي پرسان بيٺا، ۽ فرمايائونس تہ اي يار! اسين هي مڙئي اوهان جي خير خواهي لاءِ ٿا ڪيون، رڳو ايتري فرمودي مبارڪ پڌڻ شرط سندس ساهہ وارن پوڙن ۾ گوياڪ محبت جي باهہ جا مچ مچي ويا، جو باوجوديڪ سندس پير ڪاٺ ۾ سوگها پياهئا تہ بہ وجد ۽ حال کان بي خبرتي، اچي حضرت پيرسائين جن کي پاڪر ۾ ورتائين ۽ جوش کان دانهون ڪوڪرا پي ڪيائين، سندس پير پنيءَ تائين رتوواهہ ٿي ويا ۽ پاڻ بہ مهربانيءَ سان ڪيس پاڪر ڪٿي وڌائون.

**85- نقل:** غازي خان فقير ٽالپر نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ جيسلمير جي سفر تان پوئتي موٽيا هئا، وات تي سوراه کان جو ٿر واري ناري جي ديهہ مان هڪڙي ديهہ آهي، منهنجا پائر وغيره پيا فقير موڪلائي هليا ويا، مگر آءٌ سندن خدمت ۾ رهيل هوس، پوءِ پاڻ اتان ناري واه واقع ٿر جي يڪ سان مير خان رند ۽ عيسيٰ فقير جي دعوت تي تشريف فرما ٿيا، اتي آئون سندن سواري واري گهوڙي پڌي ڪنهن پاسي ڪم ڪار سان نڪري ويس، پاڻ اتي گهوڙيءَ جي پرسان وضو ويٺي ساريائون ۽ پرسان هڪڙي ڪت بہ رکيل هئي، پاڻ فقيرن کي حڪم فرمايائون تہ اها ڪت اتان ڪٿي اسان جي گهوڙي جي پرسان آٽي رکو، ۽ غازي خان جا ڪپڙا جو سندن گهوڙيءَ جي هني تي رکياآهن سي بہ لاهي هن ڪت تي رکي ڇڏيو، پوءِ پاڻ مون عاجز کي گهرائي فرمايائون تہ هي ڪٽ اوهان لاءِ وڇرائي اٿئون.

**86- نقل:** غلام محمد نظاماڻي نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ فرمايائون تہ جيڪو مرشد مڪمل آهي، تہ اهو پاڻ تہ اوهين دوزخ کان امن وارو آهي، باقي جي سندس مريد دوزخ جي عذاب ۾ گرفتار ٿيو تہ پوءِ ان کي مرشد وٽڻ مان ڪهڙو فائدو رسيو؟

اي عزيزا سندن انهي مقولي مبارڪ مان مريدن کي خوشخبري جو اشارو ڏنل آهي، ۽ انهيءَ بشارت جو وجہ هي آهي تہ مريد ننڍڙي ڪير ڏائڪ پار جي مثال آهي، جنهن کي ڪابہ نفعي نقصان جي خبرڪانہ آهي، ۽ مرشد ڪامل ان لاءِ ماءَ

وانگر آهي جو ڪيس ٻنهي جهانن جي اهنجن ايذائن کان نگاهہ ۾ ٿو رکي. خيال ڪري ڏسو تہ هي ظاهري ماءُ پنهنجي ٻار کي باهہ يا کنڊن وغيره ظاهري ضررن جي ويجهو اچڻ بہ نہ ڇڏيندي آهي ۽ پوري هوشياري سان سندس سنڀال ڪندي رهندي آهي، پر جي تقديرا ڪو ضرر يا اهنج ٻار کي پهچي ويندو آهي تہ ان اهنج کي پنهنجو اهنج سمجهي سندس علاج معالجي ۽ دفع ڪرڻ جي ڪوشش ۾ حتي المقدور پنهنجو وس ڪندي آهي. بلڪ پنهنجي پيـاري پٽ جو اهو اهنج پاڻ لاءِ پسند ڪندي آهي، باقي ٻار لاءِ پسند نہ ڪندي آهي ۽ پنهنجو پاڻ مٿس قربان ڪري چوندي آهي:

**" تہ آئون گهوري وڃان، آئون قربان ٿيان"**

اي پيارا! هي ظاهري ماءُ جي شفقت آهي، پوءِ مرشد مڪمل جو حقيقتا ماءُ جي مثال آهي تنهنجي شفقت ظاهري ماءُ کان ڪئي گهٽ ٿي سگهندي. پوءِ يقين ڪامل رکڻ گهرجي تہ مرشد مڪمل پنهنجن مريدن کي دوزخ ۾ داخل ٿيڻ اصل نہ ڏيندو. جيئن تہ ان بابت حضرت غوث الثقلين رضي الله تعاليٰ عنہ جو نقل بہ شاهد حال آهي، جو سندن مناقبن ۾ مذڪور آهي تہ هيڪر سندن مريدن مان هڪڙو شخص هن دنيا فاني مان رحلت ڪري ويو، پوءِ جڏهن ڪيس قبر ۾ دفن ڪري آيا. تڏهن منڪر نڪير ملائڪ وٽس آيا، ۽ پڇيائون تہ: من ربڪ و من نبيڪ ومادينڪ" يعني تنهن جو رب ڪهڙو آهي؟ ۽ نبي سڳورو ڪهڙو اٿئي؟ دنيا ۾ ڪهڙي دين تي رهيو آهين؟ تڏهن ان مريد جواب ڏنو تہ عبدالقادر، عبدالقادر، ملائڪن سڳورن الله سبحانہ تعاليٰ جي جناب اقدس ۾ وڃي عرض ڪيائون، تہ پروردگارا! تنهنجو ٻانهو اسان کي هي جواب ٿو ڏئي پيو حڪم ٿيو تہ وڃي ڪيس عذاب ڪيو. ملائڪ سڳورا امر موجب عذاب ڪرڻ لاءِ سندس قبر ۾ لهي آيا! اچا اچي ڏسن تہ حضرت غوث الثقلين رضي الله تعاليٰ عنہ جن ميت جي سيراندي کان وينا آهن. حضرت پير رضي لله تعاليٰ عنہ ملائڪن کي هيڪر جهليو تہ هن منهنجي مريد کي ايذاءَ نہ پهچايو، پر جڏهن ملائڪ سندن جهل تي نہ مڙيا تڏهن پاڻ اٿي انهن کان گرز ڦري ورتائون، ۽ فرمايائون تہ وڃي الله تبارڪ وتعاليٰ جي درگاهہ ۾ عرض ڪيو تہ هي شخص منهنجو مريد آهي، هن مونکي سڃاتو آهي ۽ مون وري توکي سڃاتو آهي، ملائڪن موٽي وڃي سموري حقيقت درگاهہ الاهي ۾ پيش ڪئي. الله سبحانہ وتعاليٰ پنهنجي فضل سان ڪين فرمايو تہ هينئر وڃي پيران پير کان معافي گهري پنهنجا گرز ان کان وٺي اچو:

**پير رہ ڪبريت احمر آمده است، سينہ، اوبحراخضر آمده است.**

يعني تہ پير طريقت اڪسير جي مثال آهي جو مٽي کي سون ڪري ڇڏي ۽

سندس سينو لهريون هٿندڙ دريا ڪري ڇاڻ.

**87- نقل:** علي خان ٽالپر نقل ڪري ٿو ته هيڪر منهنجو ياءُ مبارڪ خان ٽالپر لقمان ٽالپر جي ماءُ ۽ پنهنجي پٽ نورمحمد جي ماءُ جي ڏاڏي جي عذرن لاءِ، جي درگاهه ٻمبارڪ جي وبجهڙائي ۾ رهندا هئا ويو هو. پوءِ فاتحه ڏيئي درگاهه مبارڪ تي سندن حضور ۾ حاضر ٿيو. اتي ڪنهن شخص سندن حضور مبارڪ ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! لقمان ٽالپر جي ماءُ ۽ مبارڪ خان جي پٽ جي ناني فوت ٿي ويون آهن. جيڪر انهن وٽ هلي فاتحه خواني ڪري اچجي، پاڻ فرمايائون ته اسانجو مريد مبارڪ خان آهي جو اسان وٽ حاضر آهي، باقي ٻيا اسانجا مريد ڪونه آهن انهن سان اسان جو ڪهڙو ڪم؟

**88- نقل:** محمد خان ولد بهادر فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ لاڪي فقير، (رهندڙ ڪنڌراهه واقع پرڳڻي سماواڻي (1) ديهه گوني واهه) جي دعوت تي تشريف فرما ٿياهئا. ۽ آئون به سندن خدمت ۾ حاضر هوس، اتي فقير رحيم ڏنو ۽ سيد ستابو شاهه ويٺل ديهه جهيجهن جا، تن سندن خدمت ۾ زيارت ڪرائڻ لاءِ عرض ڪيو، پاڻ انهن جو عرض قبول فرمائي سندن ڳوٺ تشريف فرمائيا. ۽ اتي مسجد شريف جي اڳڻ ۾ هڪڙي نم ٻيٺل هئي پاڻ انهيءَ نم جي پاڇي ۾ گهڙي ڪن ڪٽ تي هلي ويٺا. ۽ مون سندن پڻن مبارڪن کي زور ويني ڏنا. انهيءَ وچ ۾ هڪڙي شخص حاضر مجلس حضور جن کان پڇو ته حضرتا! هي زور ڏيندڙ فقيرڪير آهي؟ پاڻ فرمايائون ته فقير بهادر خان نظاماڻي جو پٽ آهي. تڏهن انهيءَ شخص وري پڇيو ته حضرتا! هي فقير اهڙو ڏٻرو ڇو ٿي ويو آهي؟ محمد خان فقير چوي ٿو ته مون وچ ۾ ورندي ڏني ته هائو ادا آئون ضعيف آهيان پر اندر ۾ قوي آهيان. پوءِ جڏهن پاڻ فقير جي گهران زيارت ڪرائي روانا ٿيڻ لڳا تڏهن انهن فقيرن عرض ڪيو ته حضرتا! ڪجهه ماني تيار ڪئي اٿون. ٿوري دير ترسو ته آٿي حاضر ڪيون. پاڻ فرمايائون ته انجام زيارت جو هو نه ماني ڪارائڻ جو، پوءِ پاڻ سوار ٿيا ۽ اهي ٻيئي فقير رڪيب مبارڪ سان ڊوڙندا ٻي آيا، تان ته هڪڙي واه تي اچي پهتاسون جو ان ڳوٺ کان اتر پاسي هو، اتي هو فقير ڏاڍا رنا ۽ ايلاز منٿون ڪيائون، تڏهن پاڻ فرمايائون ته جيڪي طعام تيار هجي سو پلا هتي ڪٺي اچو، پاڻ اتي لهي پيا ۽ جيڪي طعام موجود ٿيو سو اتي ڪٺي آيا، پاڻ اهو طعام جماعت سميت کائي پوءِ اتان روانا ٿيا.

**89- نقل:** خليفو سيد نالي منو نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ هن مسڪين جي دعوت تي تشريف فرمائياهئا. پوءِ هڪ طرفان ميان غلام علي بروهي، حضرت پيرسائين جن جي گهوڙي جي داڻي گاهه ڏيڻ لاءِ ۽ ٻي طرفان محراب فقير، ميان



(1) سماواڻي: تعلقه محمد خان ۾ سيدن جو ڳوٺ آهي

قابل شاھ جي گھوڙي جي گاھ داڻي لاءِ، مون کي ڪنڌ مان ونبو ھيڏي ھوڏي پئي ڦيرايائون، ھڪڙو سڄي پاسي گھليو وڃي تہ ٻيو کٻي پاسي! پنھي چٽن پنھنجون ٻانھون ڪٽي منھنجي ڳچيءَ ۾ وڌيون، جنھن ڪري منھنجي ڏاڙھي ٻنھي پاسن کان سندن ھٿن ۾ اچي ويئي، اھڙي طرح مون کي سوگھو ڪري جھليائون، جو نيٺ ٻي ھڪڙي فقير مون کي انھن جي ھٿان زور سان اچي ڇڏايو. جنھن ڪري انھيءَ چڪ چيڙ ۾ منھنجي ڏاڙھي جا ٻہ ٽي وار انھن جي ھٿ سان پٽجي پيا. جڏھن پاڻ درگاھ مبارڪ تي تشريف فرمائيا تڏھن اندر حاويلي ۾ صاحبن سڳورن سان ھن غلام جي ڳالھہ بيان فرمايائون، ھڪڙو اسانجو مريد سيد نالي مٺي نالي آھي. ان سان فقيرن خوشخطبعي ڪري سندس ڪنڌ ۾ ڪٽي ٻانھون وڌائون ۽ چڪ چيڙ ۾ سندس ڏاڙھي جا ٻہ ٽي وار پٽي وڌائون. پر ھو فقيرن سان اصلي نہ چڙيو ۽ نڪي اسان کي ٿي ان بابت ڪو احوال اچي ٻڌايائين.

**90- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ ھيڪر آئون صاحبزادن سڳورن جي شادين جي موقعي تي بني ڏانھن طعام جي حفاظت تي وينو ھوس، تہ اتي پاڻ تشريف فرما ٿي اچي مون کي فرمايائون تہ اي خليفا! اسان کي ۽ تو کي طعامن جي حفاظت لاءِ ڪو نہ موڪليو اٿن. اٿي تہ ھلي مسجد شريف ۾ ھڪ ٻي سان ڳالھيون ويھي ڪيون.

**91-نقل:** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو تہ ھيڪر پاڻ فرمايائون تہ ھي جيڪا فقيرن جي جماعت درگاھ تي اچي ٿي تن مان ڪوبہ باطني احوالن کان خالي ڪونہ آھي، پر اسان جي ادب ڪري چپ ڪيون ٿا وتن ۽ ڪجھ پڇن نہ ٿا. پوءِ ميان قابل شاھ ۽ قاضي عبدالرحمان کي امر ڪيائون تہ اوھين فقيرن کان احوال جاچي اسانکي اطلاع ڪندا رھو. ھو ٻئي سندن فرمودي موجب درگاھ تي حاضر ٿيندڙ طالبن کان باطني احوالن جي پڇا ڳاڇا ڪري سندن حضور ۾ عرض رکندا ھئا، ۽ پاڻ ھر ڪنھن جي حال موجب ڪن کي توجہ ۽ ڪن کي ظاھري شغل جي تلقين ڪندا ھئا. ۽ ڪنھن طالب کي نئين شغل ڏسڻ ۾ ڍر ھجڻ ڪري فرمائيندا ھئا، تہ اجان توکي اڳئين حال ۾ ڪجھہ رھندو آھي، تڏھن ان فقير کي گوياڪ چھبڪ لڳي ٻي وبو، جنھن ڪري ڪاڻ پيٺڻ کي وساري، رات کي ڏينھن سمجھي، فڪر ۽ مراقبي جي مشغوليءَ سان پنھنجو حال پختو ڪري ٻي ورتائين. پوءِ جڏھن حضرت پيرسائين جن سندس انھي حال کي تسليم ڪري ڪبس پيو شغل ڏسيندا ھئا، تڏھن آرام سان انھيءَ شغل سان مشغول ٿي ويندو ھو، اھا مريدن جي احوالن جي پڇا ڪرڻ جي خبر سيني مريدن ۾ مشھور ٿي ويئي، جنھن ڪري جيڪو مريد جتي بہ ھو سو مراقبي ۽ ذڪر ۾ مشغول ٿي ويو.

**92- نقل:** خليفو سيد جان محمد نقل ڪري ٿو ته هيڪر آئون فقيرن جي جماعت سميت سندن حضور مبارڪ ۾ حاضر ٿيس، ٻيا سڀئي منهن مبارڪ ڏسڻ شرط محبت جي جذبي ڪان جوش ۽ وجد ۾ اچي پٽڻگن وانگر سندن منهن مبارڪ جي ٻتيءَ تان قربان ٿيندا پيرن مبارڪن ۾ ڪرندا ويا ۽ آئون پري ڪان قدمبوسي جي انتظار ۾ بيٺوهوس! تڏهن پاڻ اتي فرمايائون ته مونکي جاءِ ڏيو ته خليفي (يعني سيد جان محمد ناقل ) کي ڀاڪر پايان! آئون انهيءَ ڪلام مبارڪ ٻڌڻ شرط وڃي قدمبوسي ڪري ملاقات ڪان مشرف ٿيس، هڪڙو عاج جو قلمدان جو اتي رکيو هو، سو هڪ فقير جي بي خبر ٿي اچي ڪرڻ ڪري ڀڄي پيو ۽ ڪتاب سندس پاسي هيٺان اچي ويا، صاحبزادو والاتبار ميان محمد شاهه جو اتي حاضر هو، تنهن انهيءَ فقير جي پاسن هيٺان هٿ ڏيئي ڪتاب ٻاهر ڪڍيا. پاڻ فرمايائونس ته اي بابا! ڪتاب آهستگيءَ سان ڪڍجو، جيئن فقير کي ايذاءُ نه اچي! ته اينتري ۾ ٻيو فقير به وجد جي جوش ۾ حضرت پيرسائين جن کي ڀاڪر پائي اچي سندن بدن مبارڪ تي ڪريو، ميان قابل شاهه انهيءَ فقير کي پيرن مان وٺي پري پٽي ڪيو، پاڻ فقير کي پيرن ڪان وٺي گهلڻ ڪان منع فرمايائون ۽ چيائون ته جيڪڏهن پري ٿا ڪيوس، ته به هورڙيان نرمي سان پري ڪيو. پوءِ صبح جي نماز ادا ڪرڻ ڪانپوءِ جڏهن پاڻ قرآن شريف جي تلاوت ڪان فارغ ٿيا، تڏهن قاضي محفوظ عرض ڪيو ته حضرتا! اڄ رات قلمدان ڀڄي پيو، پاڻ فرمايائون ته اسان اوهان کي اصلي چيو پٽي ته قلمدان پري ڪري ڇڏجي.

**93- نقل:** مسمات سليمه پليجاڻي جا حضور جن جي مريدياڻي هئي ڳالهه ڪري ٿي ته هيڪر درگاهه مبارڪ تي طعام العاشقين يعني ته فاقي نزول ڪيوهو، مسجد شريف ۾ وينل فقيرن البت پنهنجي هڙان يا ٻي هنڌان ٿورو ٿورو کاڌو پٽي، باقي پاڻ انهن فاقن وارن ڏينهن ۾ ڪي به ڪونه پٽي کاڌائون، مائي ٿي چوي سندن نه کائڻ ڪري ڏاڍو دل ۾ ڏک ٿي پيو، منهنجي هڙ ۾ هڪڙي پاؤلي ٻڌل هئي ان جو وڃي اُن خريد ڪري پيجرائي ٿورڙو ٿورڙو مسجد شريف جي فقيرن ۾ ورهائي ڏنم ۽ ڪجهه پنديءَ ۾ وجهي سندن حضور ۾ ڪٽي آيس ۽ ان خريد ڪرڻ ۽ پيجرائڻ ۽ فقيرن ۾ ورهائي ڏيڻ جو سمورو احوال خدمت مبارڪ ۾ پيش ڪيم! پاڻ مهرباني فرمائي قبول فرمايائون ۽ پنهنجن ننڍڙن ٻارن کي جي حاويلين ۾هئا ماڻهو موڪلي گهرائي ورتائون ۽ انهن سيني سان گڏجي حصي آهر پاڻ به کاڌائون ۽ ٻارن کي به کارايائون، ڪين حصو به اينترو آيو، جيترو فقيرن ٻاهرين مان هڪ هڪ ڄڻي کي آيو هو، مائي ٿي چوي ته تڏهن مون عرض ڪيو ته حضرتا! فقيرن کي جيڪڏهن ننگر جي ديڳ تان طعام هٿ نٿو لڳي ته پنهنجي

هڙان يا ٻي هنڌان بہ وٺي ڪائڻ ٿا ، باقي اوهان ڇونہ ٿا کائو؟ پاڻ فرمايائون تہ فقير پل تہ پيا ڪائڻ اسين نہ ڪائيندا سون.

**94- نقل:** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو تہ هيڪر ابتدائي ڏينهن ۾ ، جو تڏهن اجان خلافت جي شرف سان مشرف نہ ٿيو هوس، سندن زيارت لاءِ درگاهہ مبارڪ تي حاضر ٿيس، اهو ڏينهن ذوالحج جي عيد جو ڏينهن هو، پاڻ اسان جي پهچڻ کان اڳ مسجد شريف ۾ قرآن شريف جي تلاوت ڪري اندر حاويلي مبارڪ ڏانهن تشريف فرمائي وياهئا ، پوءِ پاڻ ۾ ويهي ڳڻ ڪئي سون تہ جيڪر حضرت پيرسائين جن رضي الله تعاليٰ عنہ جي ملاقات نماز کان اڳ ٿي پوي ته ڏاڍو چڱو نہ تہ پوءِ ماڻهن جي انبوہ ڪري قدمبوسي حاصل ڪرڻ ڏاڍي اهنجي ٿيندي. قاضي محفوظ مونکي چيو تہ ڪنهن ماڻهو هٿ ڪين خبر پهچايان تہ مهرباني ڪري اسان کي زيارت کان اچي مشرف ڪيو، مون چيو تہ مون کان اهڙي بي ادبي نہ پڇندي، حڪيم مطلق جي حڪمت ڏسو تہ انهي ڏينهن لقمان ٽالپر ۽ پيا جلالاڻي فقير بہ آياهئا . سي وچي صاحبزادي سڳوري مسند نشين اول جي خدمت ۾ ملنجي ٿيا تہ اوهان حضور جن جي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ نماز عيد جي مجموعي ۾ خلق جي انبوہ کان ملاقات ڏکي ٿيندي، تنهن ڪري شفقت فرمائي هينئر زيارت کان مشرف فرمايو تہ وڏو احسان؟ صاحبزادي سڳوري سندن حضور ۾ وچي عرض ڪيو تہ حضرتا! لقمان اوهانجي قدمبوسي لاءِ منتظر وينو آهي! پاڻ سندس عرض موجب تشريف فرمائيا ، اسين تہ پاڻ ۾ صلاح ڪري اصلي دروازي تي بيٺا هئاسون، جڏهن پاڻ ٻاهر نڪتا تڏهن ڊوڙي اچي قدمبوسي جي شرف کان مشرف ٿياسون. پاڻ اسانکي زيارت ڪرائي وري اندر اسرڻ لڳا ، اتي صاحبزادي سڳوري فرمايو تہ حضرتا ، مون لقمان ٽالپر جي ٿالي ٻي چيو، پاڻ فرمايائون اسان لقمان فقير سمجهو هو! پوءِ پاڻ مونکي فرمايائون تہ اسين هينئر رڳو تنهنجي سبب ڪري نڪتا سون. لقمان ٽالپر جي ملاقات لاءِ قدم رنج نہ فرمايائون ۽ چيائون تہ لقمان ٽالپر سان عيد نماز ادا ڪري پوءِ ملاقي ٿيندا سون پوءِ جڏهن پاڻ عيد نماز ادا ڪري مسجد شريف ۾ ڪبڙ جي وڻ هيٺان اشراق جا نفل ادا فرمايائون، تڏهن اتي لقمان ٽالپر اچي قدمبوسي ڪئي، پاڻ مٿين ڳالهہ ڪيس بيان ڪري ٻڌايائون.

**95-نقل:** الهداد فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ سفر ۾ هئا ۽ آئون بہ سندن رڪيب مبارڪ سان گڏ هوس. واٽ تي هڪڙي ڳوٺ ۾ ڪنهن فقير جي گهر ۾ زيارت ڪرائڻ لاءِ تشريف فرمائيا ، گهر جي مالڪ ڪجهہ طعام سندن خدمت ۾ ڪٿي اچي حاضر ڪيو، پاڻ مون کي فرمايائون تہ اچو اسان سان ماني

گڏجي کائو، مون عرض ڪيو ته حضرتا! پانهو پنهنجي سردار سان گڏجي نه کائيندو؟ پاڻ فرمايائون ته اهو دستور دنيا وارن جو آهي نه الله وارن جو! جيئن ته اصحاب سڳورا به حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن سان گڏجي کائيندا پيئندا هئا. پوءِ مون کي چيلهه مان وٺي پنهنجي ويجهڙو ڪٺي ويهاريائون ۽ فرمايائون ته طعام کائڻ ۾ همراهي ڪرايو، يعني ته پنهنجو حصو به کائو ۽ اسان جي حصي ۾ به همراهه ٿيو.

**96- نقل:** صاحبزادو والاتبار ميان حامد شاهه نقل ڪري ٿو ته آئون سندن وصال واري مرض جي ڏينهن ۾ حضور مبارڪ ۾ حاضر هوس، تڏهن صاحب سڳورن مون کي فرمايو، ته اي پٽ ! وڃي سبق پڙهه، پاڻ فرمايائون ته پڙهڻ جا ڏينهن گهٽائي پيا آهن، هن وقت ڇڏيو ته حضور ۾ حاضر هجي.

**97- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته هيڪر آئون رمضان شريف جي مهيني ۾، جو سياري جي مند هئي، سندن حضور ۾ درگاهه تي حاضر ٿيو هوس، پوءِ رمضان اتي گذاري خدمت اقدس مان موڪل گهريم، حالانڪ منهنجي ترسڻ جو مقرر وقت اڃان پورو نه ٿيو هو، پاڻ فرمايائون ته ڪهڙي سبب ڪري تڪڙو ٿو موڪلائين؟ عرض ڪيم ته حضرتا! سياري جي سختي ۽ ٿڌ جي زيادتي ڪري موڪل گهران ٿو، پاڻ مونکي موڪل نه ڏنائون، ۽ اندر وڃي هڪڙو نئون ڪيس ۽ ٻيو ڳاڙهي اَن جو گليف (ٻٽو ٿلهو ڪپڙو) جنهن کي اندران گربي جو استر ڏنل هو، مٿان وجهڻ لاءِ مرحمت فرمايائون، اهي ٻئي ڪپڙا مون پاڻ وٽ رکي ڇڏيا. ٽن ڏينهن ڪانپوءِ ڪيس وري اندر ڏياري موڪليم ۽ گليف رات جو مٿان وجهندو هوس. تان ته به ٽي مهينا حضور مبارڪ ۾ هوس پوءِ جڏهن ڪانئن موڪلائڻ ۽ ڳوٺ ڏانهن رواني ٿيڻ جي تياري ڪيم، تڏهن ارادو ڪيم ته گليف موٽائي خدمت ۾ موڪلي ڏيان ته فقير غازي خان ٽالپر چيو ته حضور جن جي روش مبارڪ آهي ته جيڪا شي ڪنهن کي ڏيندا آهن ته ان کان موٽائي نه وٺندا آهن. گليف به نه وٺندا تنهن ڪري موٽائي نه موڪلڻ گهرجي، پوءِ جنهن ڏينهن مون حضور مبارڪ مان رخصت ورتي انهي ڏينهن گليف مائي سليمه پليجاڻيءَ کي جو درگاهه مبارڪ ڏي هلڻ مهل اسان سان گڏي هلي هئي ڏيئي ڇڏيم، ته هيءَ گليف منهنجي وڃڻ ڪانپوءِ صاحب سڳورن جي خدمت ۾ ڏيئي ڇڏجانءِ پر حضرت پيرسائين جن جي غير حاضري ۾!

**98- نقل:** گل فقير مونگيو نقل ڪري ٿو ته هيڪر خليفي محمود (جامع ملفوظات رحمة الله عليه ) سندن خدمت اقدس ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! آئون ڪڇ ملڪ جي سفر ۾ هوس، اتي هڪڙي امير ماڻهو کي ذڪر پڇڻ جو ارادو

ڏاڍوهو، مون کان تلقين نہ ورتائين، ۽ چيائين تہ مان حضرت پيرسائين جن کان مريد ٿيندس، پاڻ جواب ۾ فرمايائون تہ هو ويچارو هن ڳالهہ کان غافل هو، جو خبر نہ پيس تہ هن ۽ هن ۾ ڪو فرق ڪونہ آهي يعني تہ اسان ۽ خليفي جي وچ ۾ ڪو ويڇو ڪونہ آهي.

**99-نقل:** عمر فقير رهندڙ شهر سهڻ واقع پرڳڻي سماواتي (1) جو نقل ڪري ٿو تہ هيڪر درگاهہ مبارڪ تي سندن قدمبوسي کان مشرف ٿيس پوءِ هڪڙي ڏينهن مسجد شريف ۾ سندن حضور مبارڪ ۾ ويٺو هوس، ان وقت منهنجي دل ۾ اچي خيال پيو تہ هيترو پنڌ ڪري آيس، پر ڪو فائدو معلوم ڪونہ ٿئي ٿو، پاڻ منهنجي انهي خيال فاسد کي معلوم ڪري ورتائون ۽ وڏي آواز سان فرمايائون تہ اي يارو! آئون اوهان کي ائين معنوي مقصود پهچائڻ کانسواءِ ڪونہ ڇڏيندس. پوئين وقت ۾ بہ اوهان کي الله تبارڪ وتعالي جو وصال ڪرايو ويندو!

**100-نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ فرمايائون پئي تہ هڪڙي وقت اسان جي حاضر صحبت فقيرن اسان کان موڪل گهري، پوءِ اسان کي دل ۾ خيال آيو تہ کين موڪل نہ ڏيون تہ بہ ٿي ڏينهن پلي تہ اجان اتي هجن، پر پوءِ دل ۾ خيال ڪيوسون تہ فقيرن جي دل ۾ وڃڻ جي سڌ ويٺي آهي، ۽ اسين کين ترسڻ جو حڪم فرمايون! پوءِ جيڪڏهن بنا موڪل جي هليا وڃن تہ فيض باطني کان بي نصيب ٿي ويندا. جو تہ مرشد جي امر جي مخالفت فيض کان محروم ڪندڙ آهي، تنهن ڪري هينئر جيڪو بہ اجازت گهرندو آهي، ان کي موڪل ڏيئي ڇڏيندا آهيون.

**101- نقل:** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو تہ هيڪر آئون ٿر جي سفر تي سندن رڪاب فيض انتساب سان گڏ هوس، هڪڙي ڏينهن واٽ تي پاڻي نہ ملي سگهيو، ۽ پنڌ جي منزل بہ ڊگهي اچي ويئي، فقيرن جي جماعت اڃ کان اوسائجي ويئي، جو ڪي ويچارا تہ اڃ جي سختيءَ کان هلڻ جي طاقت نہ ڀي ساريائون ۽ زمين تي ڪري پيا، پيپهريءَ کان پنڌ پيل پره ڦٽي تائين پنڌ هنيائون جڏهن صبح ٿيڻ لڳو، ان وقت هڪڙا پنج اٺ پاڻيءَ جي ڪلين سان پرجي اچي حاضر ٿيا. پاڻ اتي لهي پيا مڙئي فقير پاڻيءَ تي گڏ ٿي اچي انبوهہ ڪيائون، پر آئون پنهنجي هيٺائي ۽ حال ضعيفي جي ڪري گهوڙي جي واڳ هٿ ۾ جهلي خلق جي گوڙ کان پاسي ٿي بيهي رهيس. هڪڙو فقير اتان پاڻي جو وٽو ڀري حضرت پيرسائين جن جي حضور مبارڪ ۾ کڻي آيو، پاڻ پنهنجي هٿ مبارڪ سان وٺي مون وٽ کڻي آيا، ۽ شفقت سان پڇيائون تہ پاڻي پيئندين؟ عرض ڪيم



(1) سماواتي، تعلقہ ماتلي ۾ هڪ ديهہ جو نالو!

تہ سائين هائو! پاڻ اهو پاٽيءَ جو وٽو هن مسڪين کي عطا فرمايائون، جنهن مان مون پنهنجي خواهش موجب پاڻي بہ پي ڏٺو ڪيو باقي ڪجهہ پاڻي بچي پيو اهو منهنجي هٿ مان زور سان وٺي پاڻ پيتائون.

**102- نقل:** سيد بدرشاهہ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر درگاهہ مبارڪ تي سندن حضور مبارڪ ۾ حاضر هوس، ان ڏينهن مريد نوان تمام گهڻا سندن بيعت ۾ داخل ٿي ذڪر جي تلقين بہ ورتائون، انهي ڪري سندن طبيعت مبارڪ ۾ ڏاڍي فرحت ۽ خوشي پيدا ٿيل هئي، ۽ انهن نون مريدن سان تمام گهڻو توجہ ۽ مهرباني بہ فرمايائون، تڏهن منو خدمتگار ويٺل تنبي مير باگي جو، جو سندن سچن مريدن مان هو پنهنجي ڳچيءَ ۾ پاند پائي سندن خدمت ۾ گهڻي مدت تائين بيهي رهيو! ۽ چوڻ لڳو تہ حضرتا! آئون بہ هڪڙو نون مريدن مان آهيان، مون مسڪين تي بہ توجہ جي عنايت ٿئي، ائين چئي زار زار بہ رنو ۽ دانهون تي ڪيائين پاڻ جواب ۾ فرمايائون تہ آئون هڪڙي آڳاٽي مريد کي سؤنون مريدن کان وڌيڪ افضل سمجهندو آهيان، جيئن تہ اول مند ۾ جيڪا پوک پوکبي آهي تہ ضرور انهي جي ان جي پيدائش وڌيڪ حاصل ٿيندي ۽ جيڪا پوک مند چڙهندي پوکبي سا آڳاٽي پوک کان ضرور بہ پيدائش ۾ گهٽ ٿيٺي آهي.

**103- نقل:** وري بہ سيد بدر شاهہ نقل ڪيو تہ هيڪر آئون درگاهہ مبارڪ ڏانهن بہ ويس واٽ تي جڏهن هالن جي شهر کان آيس تہ اتي ملا محمد رحيم مليم تنهن مونکي هڪڙي جوڙي سنئي اٽيل حضرت پيرسائين جن رضي الله تعالىٰ عنہ جي لاءِ آٽي ڏني، ۽ چيائين تہ سندن حضور اقدس ۾ ائين عرض ڪجانءِ تہ هن ڪپڙي مان خاص پنهنجي پهرڻ جي پوشاڪ ڪرڻ فرمائجو. پوءِ جڏهن درگاهہ مبارڪ تي سندن حضور مبارڪ ۾ حاضر ٿيس تڏهن فقير جي نذراني واري جوڙي پيش ڪيم، ۽ چيل عرض بہ خدمت ۾ ظاهر ڪيم. پاڻ پنهنجي هٿ مبارڪ سان اها جوڙي کولي انهي وقت پنهنجن پنهي ڪلهن تي وجهي فرمايائون تہ هينئر حق ادا ٿي ويو.

**104-نقل:** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو تہ هيڪر سليمان فقير سهتو هالار ملڪ ڏانهن سير جي خيال سان ويو هو، اتي ڪاري اُن تمام سنهي ۽ نرم ٿيندي آهي جو بي ڪنهن بہ ملڪ ۾ اهڙي ڪانہ ٿيندي ! فقير کي اها ان ڏاڍي وڻي وئي ، تنهن ڪري اتان ان خريد ڪري آيو ۽ پوءِ ان کي پنهنجي هٿ ساڻ ويهي ڪتيائين ۽ ان ڪانبوءِ سندس عمدو اوچ ڪرائي سندس پلو ۽ پاسا ريشمي اٽرائي ۽ زنجيري پاسي سان ٻڌي اهالوئي درگاهہ مبارڪ تي ڪٽي اچي سندن حضور ۾ نذرانو ڏنائين، انهن ڏينهن ۾ جماعت ۾ فاقو هو، پوءِ پاڻ جمعي

فقير کان پڇيائون تہ اڄ فقيرن جي ديگ لاءِ ڪجھہ آهي يا نہ؟ عرض ڪيائين تہ حضرتا! ڪي ڪين آهي! پاڻ فرمايائون تہ اوهين هي لوئي وڪڻي فقيرن جي خرچ ۾ آڻيو. فقير جمعي اها لوئي کڻي ٻن روپين قيمت تي بازار ۾ وڪڻي فقيرن جي طعام جي پورت ڪيائين. سليمان فقير جو اها ڳالھہ ٻڌي سو ويچارو ڏک ۽ درد ۾ پئجي ويو تہ هيتري محنت ۽ ڪشالو ڪري لوئي ناهيم. پر سائين جن پاڻ تي بہ ڪانہ انهي ڪري سخت ملول ۽ پريشان ٿي مون کي اچي چيائين تہ منهنجي هن پريشاني ۽ ڏک جي ڳالھہ سندن حضور مبارڪ ۾ عرض ڪجانءِ اهي ڏينهن ربيع الاول مهيني جا هئا. ٻي ڏينهن صبح جو پاڻ درگاهہ مبارڪ جي ڪنهن فقير جي دعوت تي اسريا هئا آئون ۽ سليمان فقير هڪڙي رستي کان جو اتان پير سائين جن لنگهڻا هئا، اچي بيٺا سون! پاڻ جڏهن دعوت کان فارغ ٿي انهي گهٽيءَ کان اچي لنگهيا، تڏهن سليمان فقير کي سندن منهن مبارڪ ڏسڻ شرط وجد پئجي ويو، مگر پاڻ بي پرواهيءَ سان اتان لنگهيا هليا ويا، اتي مون سندن حضور ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! سليمان فقير جي وجد جو سبب اوهان معلوم ڪيو؟ پاڻ مهرباني فرمائي ان جو سبب پڇيائون ۽ وڏي توجہ سان ٻيهي رهيا، مون خدمت ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! جيڪا لوئي فقير ڪالھہ نذر ۾ پيش ڪئي هئي تنهنجي ان هالار ملڪ مان آندي هئائين، جنهن کي پنهنجي هٿ سان ڪتي سٺي طرح اڻائي خاص اوهان جي پوشاڪ لاءِ نذرانو پيش ڪيو هئائين. جنهن کي اوهان وڪڻائي ڇڏيو آهي، انهي سبب ڪري فقير ويچاري جي طبيعت تي ڏاڍي ملولائي آهي، تڏهن پاڻ سليمان فقير کي گهرائي ڪيس دلاسا ڏنائون ۽ دلجوئي فرمايائون، پوءِ جمعي فقير کان پڇيائون تہ فقير جي لوئي ڪيتري قيمت تي وڪڻي آيو هئين؟ هن عرض ڪيو تہ ٻن رپين تي ! پاڻ فرمايائون تہ بہ رپيا ڏيئي لوئي موٽائي وٺي اچ؟ جمعو فقير بہ رپيا ڏيئي لوئي موٽائي آيو، پاڻ اها لوئي ڪلهن مبارڪن تي ڪري نماز جي وقت مسجد شريف ۾ آيا، ۽ سليمان فقير کي گهرائي لوئي پاتل ڏيکاريائونس، جنهن ڪري اهو فقير توڙي ٻيا فقير سڀئي خوش ٿيا ۽ ڪين مبارڪ ڏنائون.

**105-نقل:** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ درياءَ جي هن پرڪوٽ چانڊڪي ۾ هڪڙي فقير جي دعوت تي تشريف فرمائيا هئا. پوءِ اتي ڀهرڪن ڏينهن چڙهيو هو جو مجلس ۾ ويٺا هئا، ان وقت هڪڙو بروچ فقير حضور ۾ آيو ۽ هڪڙي ڪيمخاب جي ٽوپي ۽ ٻي هڪڙي واسڪوٽي سندن خدمت ۾ نذرانو پيش ڪيائين. ڪين ان وقت مٿي سان دستار مبارڪ ٻڌل هئي، ۽ بدن شريف تي واسڪوٽي پيل هئي. پاڻ انهيءَ مهل اصلي واسڪوٽيءَ جون ٻيڙيون

ڪولي بدن مبارڪ تان لاٿائون ۽ فقير جي آنڊل واسڪوٽي پاتائون ۽ دستبار مبارڪ بہ لاهي ٽوپي مٿي تي رکيائون.
اي عزيز! پاڻ هي مڙئي انهي فقير نذراني آڻيندڙ جي دلجوئي ۽ راضي ڪرڻ لاءِ ڪيائون! ڇو تہ ڪامل جو جيڪوبہ ڪم هوندو، سو محض لله في الله هوندو نہ پنهنجي نفس لاءِ.
**106-نقل:** هڪڙو معتبر راوي بيان ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ فرمايائون تہ اهڙا ماڻهو گهٽا آهن جو خدا تعاليٰ کي گهرن ٿا يعني ان جي طلب ۾ آهن، پر اهڙا ڪي ٿورا ليندا جن کي الله تبارڪ وتعاليٰ گهرندو هجي. پوءِ فرمايائون تہ بيا الله سبحانہ وتعاليٰ کي گهرن پر محمود (يعني جامع ملفوظات) کي الله تبارڪ وتعاليٰ گهريو آهي.
**107- نقل:** عبدالله فقير ابڙو رهندڙ ديهہ جهيجيءَ (1) جو نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ درگاهہ مبارڪ واري مسجد شريف ۾ نماز صبح جي ادا ڪيائون، پوءِ جڏهن نماز کان فارغ ٿي جماعت ڏانهن منهن مبارڪ ڪيائون تڏهن آئل فقير جنهن جي اصل کان عادت هوندي هئي تہ صحبت مهل پري وڃي ويهندو هو، ۽ نماز پڙهڻ وقت بہ پوئين صف ۾ بيهندو هو، سو اتان اٿي اڳين صف لتاڙي حضرت پيرسائين جن جي ويجهڙو اچي نڪتو، پاڻ ڪيس اٿي ڪيڪار ۽ آجيان ڪيائون، پوءِ فرمايائون تہ اي ادا! اڄ ڪهڙي سبب اسان وٽ آيو آهين؟ عرض ڪيائين تہ حضرتا! دل کي ڪشش ٿي، تنهن ڪري حضور اقدس ۾ حاضر ٿيس.
**108- نقل:** ساڳو عبدالله فقير ابڙو نقل ڪري ٿو تہ هيڪر آئون ٽر ملڪ جي سفر ۾ سندن رڪيب مبارڪ سان گڏ هوس، پاڻ ٽر جي ماڻهن وٽ دعوت تي تشريف فرمائيا هئا، اتي آئون ۽ آئل فقير مجذوب ۽ بيا بہ چار پنج مجذوب گڏيا هڪڙي هنڌ ويٺا هئاسون، ۽ سائين جن بہ اسان جي پر سان ويٺا هئا، ٻيا بہ جماعت جا فقير مجلس ۾ اچي ويٺا آئل فقير جو اڪثر ڪري شطحيات يعني مستيءَ ۾ مخالف شريعت جي لفظ استعمال ۾ آڻيندو هو، سو ان وقت بہ ڪي اهڙا لفظ چيائين، پاڻ اهي لفظ ٻڌي ورتائون، ۽ آئل فقير کي گهرائي اهڙن لفظن چوڻ کان توبہ ڪرايائون ۽ سندس حق ۾ دعا بہ فرمايائون.
**109- نقل:** حاجي ٻچو فقير ڪوري نقل ڪري ٿو تہ هيڪر آئون درگاهہ مبارڪ تي حاضر هوس. پوءِ هڪڙي رات پاڻ سومهياڻي جي نماز کانپوءِ گهڻي رات گذري ويئي هئي، جو مسجد شريف ۾ تشريف فرما ٿيا، فقير سيئي مسجد شريف ۾ سمهيا پيا هئا، خليفي حاجي محمد گل کهنياڻيءَ کي سندن اچڻ جي خبر پئجي ويئي بي اختيار اٿي کڙو ٿيو، پاڻ ڪيس هٿ مبارڪ جي اشاري سان



(1) جهيجي: تنلو محمد خان، ماتلي روڊ تي هڪ ديهہ آهي

منع فرمايائون تہ چپ ڪر، جو فقير آرام ۾ آهن. ان ڪانپوءِ پاڻ هورڙيان اڳيرو وڌي آيا ۽ فرمايائون تہ اي خليفا! اسين پاڻ طالبن کي پيا ٿا ڳوليون اسان کي ڪوبہ ڪونہ ٿو ڳولي. ايتري ۾ فقيرن کي بہ خبر پئجي ويئي ۽ مڙئي اٿي اچي حضور ۾ حاضر ٿيا.

**110-نقل:** عبدالله فقير نقل ڪري ٿو تہ هيڪر سندن حضور مبارڪ ۾ ڪنهن شخص عرض ڪيو تہ حضرتا! هي ڪهڙو سبب آهي جو جڏهن ڪي مشائخ ۽ بزرگ اوهانجي حضور ۾ اچي گڏ ٿينداآهن، تہ ان وقت حضرت وڏي صاحبزادي سڳوري (يعني مسند نشين) جي حق ۾ مڙئي ڪجهہ نہ ڪجهہ اعتراض هاٺي ڳالهہ بيان ڦرمائيندآهيو؟ پاڻ فرمايائون تہ لوهر جيڪوترڪ (1) پنهنجي گهر لاءِ تيار ڪندو آهي تہ ان کي باهہ ۾ تمام زياده جلائيندو آهي تہ متان ڪچا ٿي ڪري وچان ٽڙڪي پيچي نہ پوي!

**111-نقل:** صالح فقير ابڙو نقل ڪري ٿو تہ هيڪر آئون ٿر ملڪ جي سفر ۾ سندن رڪيب سان گڏ هوس، اتي هڪڙو شخص دعوتن تي جماعت سان گڏيو پي آيو پر مريد ٿيل نہ هو، ملا موٺيل ڍکڻ ڪيس بہ ٽي ڀيرا چيو تہ مريد ٿيءُ پر هو نہ پي ٿيو ۽ جماعت کان بہ نہ پي ويو، پر ٽن ڏينهن کان پوءِ پاڻهي پنهنجي محبت ۽ ارادي سان اچي مريد ٿيو، تڏهن ملا موٺيل عرض ڪيو تہ حضرتا! مون هن شخص کي بہ ٽي ڀيرا مريد ٿيڻ لاءِ رغبت ڏياري پر هن قبول نہ پي ڪيو، اڄ پاڻهي اچي مريد ٿيو آهي! مگر اڄ سندس اکين مان مڙئي وسواس ۽ ارادي جو لاڙو معلوم پي ٿيو. پاڻ فرمايائون تہ اهو لاڙو هن جي وسواس کان نہ هو بلڪ پهريان اهو لاڙو اسانجي طرفان ٿيو هو.

**112- نقل:** عبدالله فقير ابڙو نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ قلات جي سفر تي تشريف فرما ٿياهئا، اتي فقيرن جي جماعت ۾ سخت تپ جو اثر ٿي پيو، جنهن ڪري سڀيئي ويچارا ڏبرا ۽ هيٺا ٿي پيا، پوءِ جڏهن اسقلڪو ۾ پهتاسون تڏهن سانجهيءَ جي نماز ۽ ذڪر جي تلاوت ڪانپوءِ آئون انهي شهر واري مسجد ۾ وڃي سمهي پيس، جڏهن وري صبح تي سندن حضور مبارڪ ۾ حاضر ٿيس تڏهن ڏٺم تہ سندن منهن مبارڪ جو رنگ مٽجي ويو آهي ۽ بدن شريف ۾ بہ اهڙا تہ ڏبرا ٿي وياآهن جو سجاڻپ ۾ بہ نہ پيا اچن، تڏهن هڪڙي فقير عرض ڪيو تہ حضرتا! ڪهڙو سبب آهي جو راتوڪن چئن پهرن ۾ هيتري ڏبرائي ۽ هيٺائي طبيعت مبارڪ تي اچي ويئي آهي. پاڻ فرمايائون تہ اسان کان اڄ رات هڪڙو گناهہ صادر ٿي ويو آهي، جو فقيرن جي هيٺي حال ڏسڻ ڪري طبيعت تي بار ٿي پيو سون، جنهن ڪري سندن حق ۾ رحمت جي دعا نہ گهري سون، بلڪ انهن جي



(1) ترڪ: چرخي ۾ ڪتب ايندڙ سنهي سيخ!

سختي ۽ ايذاءَ پاڻ تي قبول ڪيوسون. ۽ عبدالله فقير کان هيءَ به نقل آهي ته انهي سفر ۾ جيڪي گهوڙا بروهين ماڻهن کان نذرانو ملياهئاسي تمام گهٽا هئا. پاڻ اهي مڙئي خليفي غازي خان کي ڏيئي فرمايائون ته هي ڪلئي وڪڻي سندن پئسا درگاهه شريف تي حاضر ڪج، چو ته اهي ڪلئي پئسا فقيرن جو صدقو ڪيوسون.

**113- نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته هيڪر پاڻ ڪڇ جي سفر ۾ شهر پوڄ ۾ تشريف فرماٿياهئا. اهو ڏينهن جمعي جو هو، پوءِ جمعي نماز وقت پاڻ شفقت بي نهايت فرمائي هڪ سٿڻ ۽ بيو چولو مون غلام کان، پنهنجي پوشاڪ خاص لاءِ گهرائي ورتائون، جنهن ڪي مون پنهنجي فخر ۽ سعادت جو سبب سمجهي خدمت مبارڪ ۾ پيش ڪري هن نعمت تي سندن شڪرانو ادا ڪيم! پاڻ نماز ادا ڪرڻ کانپوءِ ڪپڙا لاهي وري مون ڏانهن موٽائي موڪليائون، اتي مون وڏي نياز ۽ عاجزيءَ سان حضور مبارڪ ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! جيڪي هن مسڪين سان اڄ توجه مبارڪ جي عنايت ٿي آهي تنهنجو ٿورو آئون لاهي نه سگهان! پر هينئر وري الائي ڪهڙي خيال ڪري ڪپڙن موٽائي موڪلڻ جي بي توجهي ٿي ٿئي، پاڻ باجهه سان مرڪي فرمايائون ته اسان بي حجايي ڪري اوهان کان نماز جمعي ادا ڪرڻ لاءِ ڪپڙا گهرائي ورتا هئا، توهان هرو پرو بار هيٺان ٿا آٿيو! جيڪڏهن اهڙي طرح ٿيو ته بي پيري اوهان سان بي حجاب نه ٿينداسون. خليفو صاحب ٿو چوي ته تڏهن مون پنهنجي رائي کي ڇڏي سندن مرضي مبارڪ کي اڳي رکيو.

**114- نقل:** خليفو ميان لقمان عليه الرحمة نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ لاڙ جي سفر ۾ ڳوٺ نريءَ منجهه ٽالپرن فقيرن جي دعوت تي تشريف فرماٿياهئا، پوءِ طعام کائڻ مهل جڏهن سڀيئي خليفا ۽ خاص فقير اچي حاضر ٿيا، ۽ ماني اڳيان آڻي رکيائون تڏهن پاڻ پڇيائون ته سڀئي آيا؟ ڪنهن شخص عرض ڪيو ته حضرتا! باقي خليفو محمود حاضر ڪونهي، پاڻ ماني کائڻ کان ترسي پيا، ٿوري دير کانپوءِ خليفو آيو تڏهن ڪنهن چيو ته حضرتا! خليفو آيو آهي. پاڻ فرمايائون ته ڏاڍو چڱو، شايد ساڻس ڪو ٻيو فقير مسڪين آيو هجي ته اهو به هي طعام اچي کائي.

**115-نقل:** سيد ميان دوست علي شاهه نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ ديهه بدين واقع ملڪ لاڙ ۾ اتان جي فقيرن جي دعوتن تي تشريف فرماٿياهئا. پوءِ اتان ميان علي شاهه بدين وارن پيرن جي مسند نشين ڏانهن ملاقات ڪرڻ لاءِ پيرين پيادا اڪيلا پي ويا. پوءِ مون کي به سڏ ڪري منهنجو هٿ پنهنجي هٿ مبارڪ ۾

وٺي روانا ٿيا. ان وقت مون خدمت مبارڪ ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! هڪ عرض آهي؟ پاڻ فرمايائون ته چئو، عرض ڪيم ته حضرتا! هن ٻانهي جو هٿ ورتو اٿو وري نه ڇڏجو! پاڻ وڏي ٻاجھه ۽ رحم سان فرمايائون ته هٿ وٺڻ لاءِ ورتو اٿون نه ڇڏڻ لاءِ.

**116- نقل:** عبدالحڪيم فقير دل نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ سيد محمد حسن جي دعوت تي ديهه ڪرم خان جمالي واقع پرڳڻي روپاهه ۾ تشريف فرمائيا هئا، خليفو محمود رحمة الله عليه (جامع ملفوظات) به سندن رڪيب سان گڏ هو، پوءِ صحبت جي وقت ڳالهين ڪندي پاڻ خليفي محمود عليه الرحمة ڏانهن آڱر مبارڪ جو اشارو ڪري حاضر مجلس ماڻهن کي فرمايائون ته اسان ڪانپوءِ هن يار سان صحبت ڪندا رهجو.

**117- نقل:** حاجي عبدالله فقير رند نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ فرمايائون ته ميتهن هيناهين متاهين ڪلر بنجر سيني تي هڪ جهڙو وسندو آهي، پر سلامتيءَ زمين مان ڦٽي پوندا آهن نه ڪلر مان! سندن انهي فرمودي مبارڪ جي ٻڌڻ شرط منهنجي دل ۾ فڪر ۽ حراس ٿي پيو، جو رات ڏينهن حيران پريشان رهندو هوس، پوءِ هيڪر درگاهه مبارڪ تي حاضر هوس، پاڻ ملاخيالي، جو حضور جن جو سهرو هو تنهن جي ماءُ جي جنازي دفن ڪرائڻ لاءِ شيخ طيب قدس سره واري مقام تائين تشريف فرمائيا هئا. جڏهن اتان ٿي موٽيا تڏهن مون وات تان ڪلرائي زمين مان ڪلر جي مٺ ڀري پنهنجي مٺين خيال جي مد نظر تي ڪين ڏيکاري عرض ڪيم ته حضرتا! هي ڪلر به مٺو ٿي پوندو يا نه؟ پاڻ فرمايائون ته ٿي پوندو. پر بشرطيڪ درياءَ جي پائيندڙ ڪيس ابتو سبتو ڪري ڪيس اصلي پليتيءَ ۽ طبيعت کان مٽائي آبادي جي لائق ڪري وجهي. پوءِ هي به بيت سنڌي زبان مبارڪ سان فرمايائون:

چاهڪ چري تار — تري آئيون مٿي آر،
ڪوڙين ڪر ڪٽنديون — سٽي سڌ ڏنار،
مينهون ساڻ ميهار — پرچي پار لنگهنديون.

بيت

راڻي وٽان رات ! — نٿون نياپو آئيو،
ڪانه پڇي ٿو ذات — جي آيا سي اگهيا.

118 -نقل: مومن فقير دل نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ درگاهه مبارڪ واري مسجد شريف ۾ تشريف فرما ٿيا، آئون اڳيان بيٺو هوس، پاڻ مون تي سلام ڏنائون ۽ فرمايائون ته اسلام عليڪ. مون پنهنجي جاهلائي ڪري جواب ڏنو ته ماليڪم السلام. پاڻ انهيءَ وقت منهنجا ٻيئي هٿ پنهنجن هٿن مبارڪن ۾ جهلي فرمايائون ته وعليڪم السلام مون به چيو ته وعليڪم السلام. پاڻ ٿي پيرا مونکي موٽائي موٽائي اهڙي طرح چورايائون.

اي عزيز! فقير جي بنهي هٿن جهلڻ جو مقصود هي هو ته سندس دل خيالاتن جي پريشانيءَ کان جمعيت ۾ اچي، ۽ پوري ڌيان سان سائن رجوع ۽ مشغول تي رهي، ۽ ٻي پيرا يادگيريءَ جي لاءِ تڪرار ڪرايائونس. هي مڙئي سندن مهربانيون ۽ اڻ ڪٿ عنايتون هيون، جي پاڻ مجهولن مريدن سان ڪندا رهيا.

**119-نقل:** سيد پير ميان حسن علي شاهه نقل ڪري ٿو ته جڏهن اسين ڪنيءَ ڳوٺ مان لڏي ميرپور ۾ اچي رهياهئاسون، تڏهن پاڻ لاڙ جي سفر ۾ فقيرن جون دعوتون وٺندي ڳوٺ ٽريءَ ۾ تشريف فرمائياهئا. آئون به اتي وڃي سندن قدمبوسي کان مشرف ٿيس. پاڻ منهنجي والده بابت جا انهن ڏينهن ۾ رضا ڪري ويئي هئي عذر خواهي ڪيائون ۽ هن مسڪين جي حال تي تمام گهڻي شفقت ۽ مهرباني فرمايائون. ۽ فرمايائون ته جنهن کي الله سبحانه وتعالىٰ هن جهان ۾ يتيم ۽ مسڪين ٿو ڪري ! انهي کي پنهنجي قرب ۽ عزت ۽ ٻاجهه سان خوش ڪندو آهي. اوهان کي به پنهنجي حمايت ۽ مهرباني جي پاڇي ۾ خوش رکندو. پوءِ پاڻ پڇيائون ته اوهين لڏي آيا آهيو؟ عرض ڪيم ته حضرتا! هائو چو ته ٽالپرن سان ابن ڏاڏن کان وٺي پاڙي سان رهندا آياآهيون. پاڻ فرمايائون ته نه ٽالپر اوهان جي پاڙي ۾ آهن، نه اوهين ٽالپرن جي پاڙي ۾ اوهان کي الله سبحانه وتعالىٰ ڪافي آهي.

**120-نقل:** خليفو اميد علي، سيد اول شاهه رهندڙ ديهه شاديءَ جي کان نقل ڪري ٿو ته هيڪر آئون ٽي راتيون درگاهه مبارڪ تي سندن حضور ۾ حاضر هوس. ٽين ڏينهن موڪلائڻ جي ڪيم ته پاڻ فرمايائون ته موڪلائڻ ۾ چو تڪڙ ٿو ڪرين؟ عرض ڪيم ته حضرتا! حديث شريف ۾ آهي ته حضرت رسالت پناهه صلي الله عليه وآله وسلم جن ابو هريره رضي الله تعالىٰ عنه کي فرمايائون ته: **زرغبا تزدد حبا"** يعني هڪو نه ٻي ڏينهن وٺيرڪو ايندو ڪر ته محبت وڌندي وڃي، پاڻ فرمايائون ته اها حديث شريف ابو هريره رضي الله تعالىٰ عنه جي حق ۾ آهي، نه حضرت امير المؤمنين ابابڪر صديق رضي الله تعالىٰ عنه جي حق ۾ جيئن انهن جي حق ۾ مولانا رومي قدس سره فرمايو آهي:

**نسيت زرغبا وظيفه ماهيان زانکه بي درياندارند انس وجان.**

يعني جيڪي سچا عاشق پنهنجي محبوب جي وصال لاءِ اهڙا آتا ۽ درماندا هونداآهن، جيئن مڇي درياءَ جي پاڻيءَ لاءِ، ته اهڙن قربانتن سڪايلن لاءِ ذرغبا جو حڪم نه آهي، بلڪ مڇي وانگرهو به پنهنجي محبوب جي رفاقت کانسواءِ دنيا ۾ جي نه سگهندا.

**121-نقل:** محراب فقير سنجراڻي نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ لاڙ جي سفر ۾ ديهه حيدر پنڳڙي جي ۾ تشريف فرمائياهئا، ۽ اتي ڪٽ تي وينا هئا ته اينتري ۾ خليفو محمود (جامع ملفوظات رحمة الله عليه) خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيو، پاڻ بروچڪي ۾ فرمايائونس ته بڙدا يعني ته مٿي چڙهي ويه ! پوءِ خليفو صاحب سندن امر موجب ڪٽ تي سائن گڏجي چڙهي ويٺو.

## فصل چوٿون
## الله سبحانہ وتعاليٰ جي پانهي تي شفقت بابت

**1- نقل :** فيروز فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون تہ هيڪر بادشاهہ کي شاهہ حسين عليہ الرحمة جي ملاقات جو ارادو دل ۾ اچي پيو، جنهن ڪري ٻتي ماڻهو سندس طلب لاءِ خدمت ۾ موڪليائين، مگر شاهہ حسين عليہ الرحمة قبول نہ ڪيو، نيٺ جڏهن بادشاهہ جي ڪشش ۽ سڪ جو جذبو حد کان لنگهي ويو، تڏهن شاهہ حسين چورائي موڪليس تہ آئون تو وٽ انهيءَ دروازي کان نہ لنگهي ايندس، جنهن مان عام خلق داخل ٿيندي آهي، جيڪڏهن بادشاهہ کي ملاقات ڪرڻي آهي تہ پوءِ ڪنهن ٻي پاسي کان پاڻ وٽ گهرائي تہ آئون ايندس، تڏهن بادشاهہ حڪم ڪيو تہ پينگهي ۾ رسا ٻڌي ماڙيءَ تان هيٺ لڙڪايو، ۽ ان ۾ شاهہ حسين کي وهاري مٿي چڪي، ونو، پوءِ اهڙي طرح بادشاهہ وٽ شاهہ حسين داخل ٿيو تڏهن بادشاهہ اٿي سندس تعظيم ۽ تڪريم بجا آندي، ۽ پڇيائين تہ حضرتا! نفس شيطان ۽ ٻين خدا تعاليٰ جي طلب واري رستي ۾ رنڊڪ وجهندڙن شين کان ڪيئن ڇوٽڪارو لهي اوهان الله تبارڪ وتعاليٰ جي درگاهہ ۾ پهچي ويو؟ شاهہ حسين فرمايس تہ هينئر جو آئون تنهنجي خدمت ۾ پهتو آهيان تنهنجي خبر تنهنجي دربانن چوڪيدارن کي پيئي آهي يا نہ؟ بادشاهہ چيو تہ انهن کي سڌ ڪانہ آهي شاهہ حسين فرمايس تہ جڏهن تو مونکي گهريو تڏهن سڀني چوڪيدارن جي اطلاع ۽ التجا کانسواءِ ئي تنهنجي حضور ۾ پهچي ويو آهيان. الله سبحانہ وتعاليٰ جي حضور ۾ بہ اهڙي طرح پهچي وياسون:

**اگر از جانب معشوق نباشد کششے ـــ کوشش عاشق بيچاره بجائي نرسد**

يعني تہ جيڪڏهن محبوب جي طرفان عاشق کي جذب ۽ ڪشش ڪانہ ٿئي تہ پوءِ عاشق ويچاري جي ڪوشش ڪنهن بہ حد کي نہ پهچي سگهندي.

**2- نقل :** پاڻ نقل بيان فرمايائون تہ هيڪر حضرت جبرئيل عليہ السلام آسمان تي آواز ٻڌو تہ : لبيڪ يا عبدي لبيڪ يا عبدي يعني تہ جيءُ ! جيءُ منهنجا ٻانها حضرت جبرئيل عليہ السلام کي انهي آواز ٻڌڻ سان دل ۾ اشتياق ٿي پيو تہ جيڪر انهيءَ ٻانهي کي وڃي ڏسان، جنهن کي الله تبارڪ وتعاليٰ پيار سان جيءُ جيءُ ٿو ڪري! پوءِ ان کي ڳولڻ لڳو، سڀئي آسمان ۽ زمينون ڳولي ڳولي ٿڪجي پيو پر انهيءَ ٻانهي جو ڪو بہ پتو نہ پيس ! تڏهن لاچار ٿي الله سبحانہ وتعاليٰ جي درگاهہ ۾ مناجات ڪيائين تہ خداوندا مونکي پنهنجي انهيءَ ٻانهي جو ڏس ڏي تہ ڪٿي آهي؟ مٿان امر ٿيس تہ اي جبرئيل انهيءَ ٻانهي کي بتخاني

يعني ڪافرن جي مڙهيءَ ۾ ڳول تہ اتي لهنديئس ! حضرت جبرئيل عليہ السلام حڪم موجب سيپٽي مڙهيون اچي جاچيون، نيٺ ڳوليندي ڪندي هڪڙي بت خاني ۾ وڃي ڏسي تہ هڪ جهور پوڙهو ٻانيہڻ هڪڙي بت اڳيان مٿو نوايو پيو آهي ۽ سندس اڳيان نياز سان ويٺو چوي تہ يا صنم يا صنم يعني اي بت، پر ڪنهن ڪنهن وقت انهيءَ وظيفي پڙهندي ڪيس ننڊ جي اوجهراڪي اچي ٿي وڃي، جنهن ڪري بي خبريءَ ۾ سندس واتان يا صنم ياصنم جي بدران يا صمد يا صمد نڪري وڃي ٿو ۽ انهن لفظن ٻڌڻ شرط الله تبارڪ وتعاليٰ سندس جواب ۾ فرمائي ٿو تہ : لبيڪ يا عبدي جيءُ منهنجا ٻانها! جبرئيل عليہ السلام الله سبحانہ وتعاليٰ جي درگاهہ ۾ عرض ڪيو تہ خداوندا! هي ٻانهو تہ صنم صنم ويٺو پوڪاري پر ڪنهن وقت ننڊ جي اوجهراڪيءَ ۾ سهو ڪان صمد جو لفظ نڪري وڃيس ٿو تہ بہ تون ڪيس هيڏي قرب سان، لبيڪ يا عبدي، جواب ۾ ٿو فرمائين ! جواب آيو تہ اي جبرئيل توڙي هو ننڊ جي غلبي ڪري بي خبريءَ ۾ مونکي سڏ ٿو ڪري، پر تنهن هوندي بہ جيڪڏهن آئون ڪيس سڏ جو جواب نہ ڏيان تہ پوءِ صنم ۽ صمد جي وچ ۾ فرق ڪهڙو ٿيندو؟

**3- نقل :** هيڪر پاڻ حديث شريف ڪان نقل فرمايائون حضرت سرور ڪائنات صلي الله عليہ وسلم جن بيان فرمايو تہ الله سبحانہ وتعاليٰ پنهنجي ٻانهي کي ماءُ ڪان سٺر حصا زياده پيارو ٿو گهري ! اها حديث ڪنهن اصحاب سڳوري جي گهر واري ٻڌي سا پنهنجو پٽڙو ڪڇ ۾ ڪٽي حضور جن عليہ الصلوات والسلام جي حضور مبارڪ ۾ آئي ۽ عرض ڪيائين تہ يا رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم اوهان فرمايو آهي تہ الله سبحانہ وتعاليٰ جي ٻانهي تي شفقت، ماءُ جي پٽ تي شفقت ڪان سٺر ڀيرا زياده آهي؟ پاڻ فرماياءون تہ هائو، ان وقت سردار ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جي اڳيان باهہ پيي ٻري! اها عورت پنهنجو پٽ باهہ جي سامهون ڪري عرض ڪيائين تہ يارسول الله صلي الله عليہ وسلم ڇا اوهان سمجهو ٿا تہ آئون پنهنجو هي پٽ باهہ ۾ اڇلائيندس يا نہ؟ اُن ڪري اينتري چوڻ شرط سندن اکين مبارڪن مان پاڻي جاري ٿي پيو ۽ فرماياٿون تہ :

**هڪذا اوحيٰ الي"** مون ڏانهن وحي بہ اهڙي طرح موڪليو ويو آهي!

**4- نقل :** هيڪر پاڻ فرماياٿون تہ حضرت موسيٰ عليہ السلام جي واري ۾ ڪو شخص محبوب حقيقي جي وصال لاءِ سڪ ۽ سوز مان رات ڏينهن پيو دانهون ڪوڪون ڪندو هو! ۽ ذڪر ۽ تسبيح ۾ مشغول رهندو هو، هڪڙي ڏينهن شيطان لعين پير مرد جي شڪل ٺاهي ان وٽ آيو ۽ اچي چيائينس تہ اي بي وقوف تون هيترن ڏينهن ڪان وٺي انهي جوش خروش ۽ اندر جي سوز سان تسبيح ۽ ذڪر

ڪندو ٿو اچين، پر توں هزار ڀيرا يا رب يارب پيو ٿو پڪارين تہ بہ هزار مقابلي ۾ توکي هڪ ڀيرو بہ محبوب حقيقيءَ جي طرفان لبيڪ يا عبدي جو جواب ڪونہ مليو آهي! اجايو ويٺو دانهون فريادون ڪري پنهنجو مٿو ڏارين، اهي تنهنجون دانهون ۽ تسبيحون خدا تعاليٰ جي درگاهہ ۾ ڪي بہ قبول نہ آهن، هو ويچارو شيطان لعين رهزن جي انهيءَ مڪر ڀرئي گفتگي ٻڌڻ سان بددل ۽ سست ٿي پيو، جنهن ڪري انهن دانهن ۽ ذڪر کان چپ ڪري ويو. هڪڙي ڏينهن حضرت موسيٰ عليہ السلام سندس ملاقات لاءِ آيو، ۽ اچي ڏٺائين تہ سندس سڪ سوز، وارو مچ وسامي ويو آهي، ۽ ذڪر ۽ تسبيحن کان وات ٻڌيو ڪوماڻو سوماڻو ويٺو آهي، ۽ حضرت موسيٰ عليہ السلام پڇيس تہ ڇو پنهنجي مشغولي کي ڦٽو ڪري چپ چپات ويٺو آهين؟ هن انهيءَ پير مرد واري سموري ڳالهہ بيان ڪري ٻڌايس! حضرت موسيٰ عليہ السلام فرمايس تہ اهو پير مرد شيطان هو، جو توکي ڏوکو ڏيئي وات کان پتڪائي ويو آهي، نہ تہ اهو سوز ساڙو ۽ روح راڙو ۽ سڪ ۽ درد جو تنهنجي دل ۾ آهي سو ڪو تنهنجي طرفان.آهي ڇا؟ بلڪ انهيءَ محبوب حقيقي جي طرفان اهو جوش خروش عطا ٿيل آهي. ۽ اها عطا ائين سمجهہ تہ انهيءَ محبوب جي طرفان لبيڪ ٿي آهي؟

**5- نقل :** هيڪر پاڻ حدث شريف کان نقل فرمايائون تہ قيامت جي ڏينهن هڪڙي شخص کي سندس گناهن جي زيادتي ۽ نيڪين جي ٿورڙائي ڪري عذاب وارا ملائڪ دوزخ ڏانهن وٺي هلندا، هو ويچارو زنجيرن ۾ جڪڙيل قيد ۾ ڪڙيل پروردگار جي رحمت ۾ اميدوار ٿيو پوئتي نهاريندو ويندو، تڏهن خداوند ڪريم رحيم ڪمال شفقت کان سندس گناهن کان درگذر ڪري ملائڪن کي حڪم فرمائيندو تہ ان کي موٽائي مون وٽ وٺي اچو، جڏهن حضور ۾ حاضر ڪندس تڏهن ان کان الله سبحانہ وتعاليٰ پڇندو تہ پوئتي ڇو پيو نهاريءَ؟ عرض ڪندو تہ رب العالمين! هن بيفرمان ٻانهي هيترن ڪبيرن صغيرن گناهن هوندي بہ تنهنجي ستاري ۽ بخشش ۾ چڱو گمان رکيو ڇوڏڪاري جي آسري تي پوئتي ٿي نهاريو. تڏهن ٻاجهارو الله جل جلالہ پنهنجي ٻاجهہ ۽ احسان سان ان بدڪار گنهگار کي مڙئي ڏوهہ معاف ڪري بهشت ۾ داخل ڪرڻ جو حڪم فرمائيندو.

**6- نقل :** نقل هيڪر پاڻ ڪتاب نڪات الاسرار کان جو شيخ آدم بنوريءَ جو تهيل آهي، نقل فرمايائون تہ حضرت شيخ قدس سره جن نماز وچين ادا ڪرڻ کانپوءِ مراقبي ۾ هئا. ان وقت الله سبحانہ وتعاليٰ جي طرفان دل ۾ الهام ٿين تہ اي آدم ! قرآن شريف ڇو نہ پڙهيو اٿي؟ شيخ عرض گذاريو تہ خداوندا! هيتر بہ توکي مڙيئي قدرت آهي! پوءِ شيخ صاحب جن، ڪتاب ذڪر ڪيل ۾ لکن ٿا تہ

انهيءَ مهل ٽيپهري کان سانجهي جي وچ ۾ پاڻ الله سبحانہ وتعاليٰ بنا واسطي جي بسم اللہ جي " با" کان وٺي والناس جي " سين" تائين مون کي قرآن شريف پڙهائي ڇڏيو.

**7- نقل :** هيڪر پاڻ حديث شريف کان نقل فرمايائون تہ جڏهن قيامت جو ميدان برپا ٿيندو، تڏهن هڪڙي شخص کي جو ڪبيرا، صغيرا گناهہ گهڻا ڪيا هوندائين الله تبارڪ وتعاليٰ جي حضور ۾ سندس گناهن سميت وٺي وڃي حاضر ڪندا، هو پنهنجن ڪبيرن گناهن کي ياد ڪيون دل ۾ دڄندو ڏڪندو پيو ويندو، پوءِ جڏهن ڪيس آڏيٰ روبرو حاضر ڪندا، تڏهن الله سبحانہ وتعاليٰ پنهنجي فضل عام ۽ ڪرم تمام سان حڪم فرمائيندو تہ هن کي هرهڪ گناهہ جي عيوض ثواب ڏيندا وڃو، اهو پاڻهو اهڙي عطا ڏسي عرض ڪندو تہ اي بخشڻهار! پيا بہ اجا ڪبيرا گناهہ آهن. حضرت پيرسائين جن فرمايو پي تہ پاڻ ڪريمن صلي الله عليہ وسلم جن جڏهن حديث شريف جو بيان اتي پهچايو تڏهن فرمايائون تہ انسان ڪهڙو نہ حرصيلو آهي.

**8- نقل :** هيڪر پاڻ فرمايائون پي تہ ننڍڙائي وارن ڏينهن ۾ اسان جي دل ۾ ڪڏهن ڪڏهن خيال پوندو هو تہ جيڪر آئون عارف ڪامل مڪمل صاحب ارشاد ۽ تلقين جو ٿيان، جو منهنجي توجہ سان مريد ذوق شوق وارا ٿي وڃن ۽ محبت ۽ جذبي جي زيادتي ڪري عشق جي درياءَ ۾ پاڻ کي غرق ڪري ڇڏن، ۽ پنهنجي خوديءَ کان آزاد ٿي مٿي ۽ پيرين اگهاڙا مجذوب ٿيا زمين تي پيا ليٽن ۽ وجد ڪن! عجب رحم ۽ لطف، مالڪ ڪريم رحيم جا، جو اسانجي ننڍڙائپ واري خيال کي ساپيان ۽ سچو ڪري ڏنائين. والحمدلله علي ذالڪ.

اي عزيز! حقيقت ۾ اهو خيال نہ هو بلڪ الهام هو، جو خداوند ڪريم جي طرفان سندن دل مبارڪ ۾ اچي پوندو هو.

**9- نقل :** علي خان ٽالپر نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ لاڙ جي سفر ۾ هئا، مير چاڪر ٽالپر بہ هڪڙي هنڌ سندن قدمبوسي کان اچي مشرف ٿيو. ۽ ڳالهين ڪندي بيان ڪيائين تہ ڪنهن شخص لواريءَ وارن بزرگن جي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! هيترا مريد جي اوهان جي خدمت سڳوريءَ ۾ هئا تن مڙني مان عبدالرحيم عليہ الرحمة ٿورڙن ڏينهن ۾ ئي فيض حاصل ڪري ويو، تنهن جو ڇا سبب؟ بزرگ جواب ۾ چيو تہ عبدالرحيم ڏيو، وٽ ۽ تيل. اصلي پاڻ سان ڪنيون آيو هو، اسان رڳو انهيءَ وٽ کي باهہ ڏيئي ڇڏي، جنهن سان يڪدم روشنائي ٿي ويئي! پاڻ مير چاڪر جي جواب ۾ نقل بيان فرمايائون تہ هڪڙو شخص ڪعبة الله شريف جي زيارت لاءِ گهران روانو ٿيو، واٽ تي هڪڙي بيلي مان لٺ جي

واسطي هڪ سٺي ۽ سڌي ڪاٺي جاچي وڌي لٺ ٺاهي ان کي هٿ ۾ ڪري ويو، پوءِ جڏهن ڪعبت الله شريف جي زيارت کان مشرف ٿيو، تڏهن طواف ڪرڻ مهل انهيءَ لٺ کي طواف ڪرائي ڪيس چيائين ته اي ڪاٺڙي توتي منهنجو احسان آهي، جو توکي ڪٺي اچي خداوند ڪريم جي گهر جو طواف ڪرايو اٿم! تڏهن انهيءَ لٺ ورندي ڏنس ته مونتي هي احسان ۽ شفقت منهنجي خالق جي آهي، جنهن مونکي سڌو ڪري پيدا ڪيو . جنهن ڪري تنهنجي نظر ۾ وٺي ويس، ۽ انهيءَ سبب ڪري تو مونکي وٺي پاڻ سان آڻي طواف ڪرايو آهي، نه ته ڪاٺيون ته ٻيلي ۾ پيون به ڪوڙ بيٺيون هيون.

**10-نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليه چوي ٿو ته هيڪر ڏيهه سالاري جي ۾ آئون سندن حضور مبارڪ ۾ حاضر هوس، ته اتي گوٺاڙي ڏيهه جا ماڻهو آيا ۽ ڪين زيارت ڪرائڻ لاءِ خدمت سڳوري ۾ عرض گذاري سائين جن کي پنهنجي ڏيهه ڏانهن پاڻ سان وٺي ويا. پوءِ جڏهن اوڏاهون خير سان موٽي آيا. تڏهن مون عرض ڪيو ته حضرتا! نوان مريد گهڻا ٿيا؟ فرمايائون ته نو ڇڻا عرض ڪيم ته رڳو نون ڇڻن لاءِ حضور جن کي تڪليف ڏيڻي وٺي ويا آهن. پاڻ فرمايائون ته اي خليفا! هيترن کي ٿورڙو ٿو سمجهين؟ پوءِ پاڻ نقل بيان فرمايائون ته هيڪر حضرت جبرائيل عليه السلام کي غيب مان " لبيڪ يا عبدي" جو آواز ڪن ته پيو، حيران ٿي ويو ته هي پيارمان سڌ جو جواب ڪنهن کي پيو ٿئي! ته ايتري ۾ هڪڙو ٻانيڻ نظر آيس جو هڪڙي بت جي اڳيان ويٺي " يا صنم يا صنم" جو وظيفو پڙهيائين، پر ڪنهن مهل ننڊ جي غلبي کان پل ۾ " يا صمد" جو لفظ سندس وات مان نڪري وڃي پيو! انهيءَ جي ئي جواب ۾ الله سبحانه وتعاليٰ جي طرفان لبيڪ يا عبدي جو خطاب پيو اچي، جبرئيل عليه السلام جناب باري عزاسمه ۾ عرض ڪيو ته يا رب! هي ٻانيڻ غفلت ۽ سهو ڪري توکي سڏ ٿو ڪري، نه دل جي قرب سان پوءِ سندس جواب ۾ لبيڪ جو خطاب ڪيو وڃي ٿو تنهن جوڇا سبب؟ مٿان حڪم آيو ته " جيڪڏهن هو غفلت ۽ سهو ڪري ٿو اسان کي سڏي ته اسان ته غافل ۽ سهو ڪندڙ ڪونه آهيون"

پوءِ پاڻ فرمايائون ته جيڪڏهن هڪڙي ٻانيڻ جي سڏ تي جو ننڊ جي نشي ۾ سهوسان ٻي ڪيائين، الله سبحانه وتعاليٰ " لبيڪ يا عبدي" سان ورندي ٿو ڏيئي ته پوءِ هي جونو ڇڻا ڇتيه هزار ذڪر جا ڪندا تن مان ڪيڏو نه وڏو فائدو ٿيندو!

اي عزيز! ننڊ جا ٻه قسم آهن. هڪ ظاهري ۽ ٻي معنوي، ظاهري ننڊ اها آهي جو گهڻي کائڻ پيئڻ ڪري غفلت جو غلبو ٿي ويندو آهي. انهي ۾ به فائدو آهي، جو ڏنيءَ ته انهي ٻانيڻ کي باوجود اها غفلت جي ننڊ هئي ۽ پل ۾ ئي " ياصمد"

جو لفظ واتان نڪري بي ويس تہ " لبيڪ يا عبدي" جي جواب سان سرافراز ڪيو ويو، پوءِ خيال ڪر تہ جن کي معنوي ننڊ هوندي، يعني جنهن کي بي خودي ۽ استغراق ڪري سڏيندا آهن ۽ جنهن ۾ پنهنجي پروردگار ذوالجلال والاڪرام جو مشاهدو سندن نصيب حال هوندو آهي، تہ انهيءَ ننڊ ۾ ڇاڇا نہ فائدا ۽ اسرار هوندا ؟ پوءِ اهڙن ننڊ پيلن جي سڏ جو جواب ضرور مثنوي شريف جو هي بيت ٿيندو تہ:

**ازخودي رستي همہ حق گشتہ، رفت ظلمت نور مطلق گشتہ**

يعني پنهنجي خودي کي وڃاءِ تہ ساروئي حق ۾ فنا ٿي وئين، اونداهي مٽيئي تنهنجي ظلماتي هستيءَ جي ڪري ٿي هئي، سا گم ڪري ڇڏيئي تہ هينئر نور مطلق بڻجي وئين !

**11-نقل:** جامع ملفوظات رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ هيڪر آئون گهوڙن جي وڪري جا پئسا جي لاڙ وارن فقيرن وٽ ڇڏيل هئا ، سان ڪٽي درگاهہ مبارڪ تي سندن حضور ۾ حاضر ٿيس، ڏٺم تہ حضرت پيرسائين جن مون کان اڳ هڪ شيخ کان ڪتابن جي خريد ڪرڻ لاءِ هڪ سؤويہ رپيا اڌارا ورتا هئا ، پوءِ جڏهن مون اهي پئسا حضور مبارڪ ۾ پيش ڪيا تڏهن پاڻ شيخ کان ورتل اڌارا پئسا موٽائي موڪليائون ۽ گهوڙن جي وڪڻڻ وارن پئسن مان ڪتابن جي قيمت ادا ڪري ڏنائون، ٻي ڏينهن صبح جو شيخ سندن حضور مبارڪ ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! ٻيو ڪير آهي جنهن مونتي چڙهت ڪري پئسا حضور مبارڪ ۾ ڏياري موڪليا ، جنهن ڪري هن غلام کي پئسا موٽائي موڪليو؟ پاڻ فرمايائونس تہ ڏيهن جي ڏاتار توتي چڙهت ڪري پنهنجي خزاني مان اسان کي امداد فرمائي آهي.

**12-نقل:** هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون تہ هڪڙي ڏنار شخص کي هميشہ عادت هوندي هئي جو جهنگ ۾ ڪنهن دڙي تي مٿي چڙهي چوندو هو تہ اي خداوند ڪريم ! مون کي پنهنجو يار ڪر، اهڙي طرح ڪيس چوندي ڪيتري مدت گذري ويئي، هڪڙي ڏينهن پنهنجي عادت موجب دڙي تي مٿي چڙهي ساڳو عرض ڪيائين تہ اوچتو ٿي غيب مان آواز ٻڌائين تہ اي فلاڻا! اسان جي ياراني ڏاڍو مشڪل ڪم آهي، هن عرض ڪيو تہ آئون يار ٿيندس، تڏهن امر پهتو تہ توکي پنهنجو يار ڪيو سون، انهي وچ ۾ ڪيس اهڙو تہ ذوق ۽ استغراق پيدا ٿي ويو جو بي خوديءَ ۽ مستيءَ ۾ اکيون پورجي ويس، ڪجهہ مدت ڪانپوءِ جڏهن هوش ۾ آيو تڏهن اکيون پٽي ڏٺائين تہ سخت هوا پيئي گهلي ۽ سندس ٻڪرين مان هڪڙي بہ موجود ڪانہ آهي بلڪ سندن پيري جو نشانو بہ ڪونهي، پوءِ جڏهن رات جو گهر موٽي آيو تڏهن سندس زال پڇيس تہ ٻڪريون ڪيڏانهن ڪيئي؟ هن سموري ڳالهہ

بيان ڪري ٻڌايس، زال چيس تہ هينئر موٽي وڃي انهيءَ دڙي تي بيهي سوال ڪر تہ خداوندا! آئون يار نہ ٿيندس، مون کي ٻڪريون موٽائي ڏي، ٻڪرار انهيءَ دڙي تي موٽي آيو ۽ زال جو سمجهايل سوال پيش ڪيائين، غيب مان آواز آيو تہ اي فلاڻا! اسان ڪنهن جا يار نہ ٿيندا آهيون، پر جي يار ٿيندا آهيون تہ وري اغيار نہ ٿيندا آهيون. هينئر تون ڳانڍاپو رکين توڙي نہ رکين پر اسان ڪونہ ڇڏينداسون.

**13-نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ حضرت غوث اعظم رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو آهي تہ اسانجي سڀني مريدن جا نالا جي هينئر آهن، يا گذري چڪا آهن، يا وري اڳتي قيامت جي ڏينهن تائين پيدا ٿيندا، جنهن بہ واسطي سان هجن، هڪڙي ڪاغذ تي لکي اچي ڏيکاريائون، ۽ فرمايائون تہ سڀني توکي بخشي ڏناسون، اهڙي طرح حضرت خواجہ نقشبند قدس الله تعاليٰ سره الاقدس فرمايو آهي تہ مونکي چيائون تہ تنهنجن مريدن ۽ تنهنجن مريدن جي مريدن کي اهڙي طرح جيڪي قيامت تائين پيدا ٿيندا، تن سڀني کي توکي بخشي ڏنو سون، پوءِ پاڻ فرمايائون تہ اسان کي پنهي بزرگن سڳورن جو چوڻ مبارڪ! جو قادري ۽ نقشبندي طريقي ۾ اسانجا پيشوا آهن وڏي سند آهي!

**14- نقل:** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو تہ هيڪر پاڻ قرآن شريف جي تلاوت ڪندي هن آيت شريف تي پهتا:

وما كان الله ليعذ بهم وانت فيهم. (نہ جڳائي ٿو الله تبارڪ وتعاليٰ کي، جو عذاب ڪري تنهنجي امت (جي ڪافرن) کي حالانڪ تون بہ انهن ۾ هجين پيو) پاڻ اها آيت شريف تلاوت ڪري جماعت ڏانهن منهن مبارڪ ڦيرايائون ۽ فرمايائون تہ هن آيت شريف جي معنيٰ مان وڏي اميد واري حاصل ٿئي ٿي، ڇو تہ هن ۾ الله تبارڪ وتعاليٰ پنهنجي محبوب کي خطاب ڪري فرمائي ٿو تہ تنهنجي هوندي انهن ڪفارن کي بہ آئون عذاب نہ ڪندس، پوءِ جن شخصن مدني مهندار، اڙين جي آڌار صلي الله عليہ وآله وسلم تي ايمان آندو هوندو، اهي ڪيئن الله تبارڪ وتعاليٰ عذاب هيٺ آڻيندو:

**نماندزعصيان ڪسي درگرو، ڪہ دارد چنين سيد پيشرو.**

يعني جنهن شخص کي اهڙو سردار مهندار ۽ اڳواڻ ۽ مددگار آهي تہ اهو اگرچہ گنهگار بدڪار هوندو تہ بہ گناهن جي بار ڪري دوزخ ۾ گرفتار نہ رهندو.

**15-نقل:** سيد اول شاهہ نقل ڪري ٿو تہ هيڪر آئون سنڌن حضور مبارڪ ۾ ويٺو هوس، پاڻ نقل بيان فرمايائون تہ هڪڙي ڏينهن شيخ ابوبڪر شبليءَ قدس سره وٽ ابليس ملعون آيو، شيخ صاحب قدس سره ڪنانس پڇيو تہ تون اهو شخص آهين جنهن جي حق ۾ دوزخ جو وعيد مقرر ٿيل آهي، شيطان چيو تہ مان

اهو ناهيان، بلڪ سندن رحمت ۾ اميدوار آهيان. ڇو ته الله تبارڪ وتعاليٰ پنهنجي ڪلام پاڪ ۾ فرمايو آهي ته : رحمتي وسعت ڪل شيءِ " يعني ته منهنجي رحمت سيني شين ڪان ڪشادي آهي" ۽ آئون به شيءِ آهيان پوءِ ڇونه رحمت ۾ داخل ٿي سگهندس،پوءِ پاڻ هي بيت زبان مبارڪ سان فرمايائون:

**اگر در دهد يک صلائي کرم، عزازيل گويد نصيبي برم.**

يعني جيڪڏهن الله سبحانہ وتعاليٰ هڪڙو ڪٽي احسان جو هوڪو گهمائي ته ابليس چوندو ته آئون به بخشيش جو ڀاڱو حاصل ڪري وٺندس.

**16- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون پي ته اسين چار ئي ڀائر گڏجي هڪڙو نار پوک جو آباد ڪندا هئاسون، پوءِ جڏهن سرڪار جي بيگر جو ڪم ڪار درپيش ايندو هو ته انهيءَ بيگر واري ڪم سان رڳو آئون وڃي مشغول ٿيندو هوس، ۽ ٻيا اسانجا ڀائر پنهنجي ساداتي ۽ زور آوري جي ڪري ويجها به نه ويندا هئا. پوءِ جڏهن الله تبارڪ وتعاليٰ پنهنجي مهربانيءَ ۽ احسان سان توڪل ۽ قناعت جي سعادت ۽ دولت نصيب فرمائي، تڏهن پنهنجي غيب جي خزاني مان اهڙيون ته نعمتون اسان تي عطا ڪيون ويون جي نه اکين ڏٺيون نه ڪنن ٻڌيون ۽ نه دل ۾ سندن ڪو وهم ئي آيو هو! الحمدلله عليٰ نعمائه واڪرامه.

**17- نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو ته هيڪر لاڙ جي سفر ۾ احمد خان پٽ مير فتح خان ٽالپر جي، حضرت پير سائين جن رضي الله تعاليٰ عنہ کان پڇيو ته حضرتا! اوهانکي صاحبزادا سڀ گورا گهڻا آهن؟ پاڻ فرمايائون ته اسان سان الله تبارڪ وتعاليٰ جون نهايت ڪمال مهربانيون آهن.

**18- نقل:** پاڻ فرمايائون ته هيڪر اسان حضرت ميان صاحب جن قدس الله تعاليٰ سره الاقدس جي حضور ۾ مولا سائين جلشانہ جي طلب جي باري ۾ ڏاڍي نيزاري ۽ عاجزي سان عرض ڪيو؟ جواب ۾ فرمايائون ته اي بابا! جيڪا لدني علم جي حاصل ٿيڻ لاءِ الله تبارڪ وتعاليٰ جي درگاهه ۾ دعا پني هئي سون سو قبول پئي آهي، باقي وحدانيت جو رنگ اڃا وٺتو آهي.

**19-نقل:** خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ قران شريف جي تلاوت پي فرمايائون، دور ڪندي جڏهن پاڻ: قد سمع الله قول التي تجادلک في زوجها" تي پهتا، تڏهن سندن اکين مبارڪن مان ڳوڙهن جا قطرا هيٺ وهي پيا ۽ جماعت ڏانهن منهن مبارڪ ڦيرائي زبان مبارڪ سان فرمايائون ته هي سورت سڳوري هڪڙي اصحابي سڳوري جي زال جي حق ۾ نازل ٿي آهي، جنهن جو قصو هن طرح آهي ته هڪڙي اصحابي سڳوري پنهنجي گهر واريءَ کي چيو ته تنهنجي پٺي منهنجي ماءُ جي پٺي جهڙي آهي ! انهن ڏينهن ۾ اهو لفظ

طلاق ڪري ليکيو هو، پوءِ اها عورت پنهنجي مڙس جا چيل لفظ حضرت سرور ڪائنات صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي حضور ۾ آڻي عرض ڪيا، پاڻ فرمايائون تہ انهن لفظن چوڻ سان توکي طلاق پئجي ويئي، عورت عرض ڪيو تہ حضرتا! منهنجي مڙس مونکي طلاق بالڪل نہ ڏني آهي، بلڪ رڳو مثال طرح اهي لفظ چيا اٿس، ۽ منهنجي ان ڪانسواءِ سري نہ سگهندي، چو تہ ٻارڙا ننڍڙا اٿم انهن کي ڪٿي آٿون ڪٿي وڃي ڌاڌا ڪائيندس؟ اهڙي طرح هن ويچاريءَ گهڻو عرض معروض ڪيو پر پاڻ ڪريمن صلي الله عليہ وسلم قبول نہ ڪري فرمايس تہ انهن لفظن سان شريعت موجب طلاق پئجي وڃي ٿي ! تڏهن اها عورت حضور جن کان نااميد ٿي الله سبحانہ وتعاليٰ جي درگاهہ ۾ نيزاري ۽ عاجزي سان دعائون گهرڻ لڳي، جنهن کي ڪريم رحيم رب قبول ڪري، يڪدم هيءَ سورة (قد سمع الله) نازل فرمائي جنهن ۾ اڳيون حڪم منسوخ ۽ رد ڪري ساري امت لاءِ هي نئون حڪم جاري فرمايائين تہ انهن لفظن سان طلاق نہ پوندي، مگر ڪفارت لازم ٿيندي جنهن جو ذڪر اڳئين آيتن شريفن ۾ تفصيل سان ڏنل آهي. پوءِ فرمايائون تہ سبحان الله جو هڪڙي ذڪاري ۽ غمگين عورت جي دل جي خوشي ۽ مرضي رکڻ لاءِ الله سبحانہ وتعاليٰ پنهنجي حڪم کي منسوخ ۽ رد ڪري ٻيو حڪم جاري ڪري ڇڏيو.

**20- نقل:** محراب فقير سنجراڻي نقل ڪري ٿو تہ هيڪر مون سندن خدمت ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! الله تعاليٰ جلشانہ کي تہ سيڪو ٻيو طلبي پر سياڳا ۽ نيڪ بخت اهي آهن جن کي الله سبحانہ وتعاليٰ گهري! پاڻ مثال بيان فرمايائون تہ جيڪڏهن مثلا ڪو بادشاهہ ڪنهن شڪارڻ عورت تي عاشق ٿي پوي تہ بہ جيستائين ڪ انهيءَ ڏقيرڻ جي دل بادشاهہ ڏانهن رغبت نہ ڪندي تيستائين بادشاهہ کي طاقت نہ آهي جو انهيءَ ڇهڙيءَ جي گهر ۾ پير پائي سگهي، (بلاتشبيهہ) اهڙي طرح هن الله تبارڪ وتعاليٰ جي طلب واري خزاني ۾ بہ الله تعاليٰ جلشانہ جي مرضي ڪانسواءِ ڪنهن کي بہ طاقت نہ آهي جو هٿ وجهي سگهي! طالب کي جيڪو عشق جو جوش ۽ طلب جي مستي ۽ شور پيدا ٿين ٿا، سي مڙئي الله تبارڪ وتعاليٰ جي گهر ڪري ٿين ٿا:

**اگر از جانب معشوق نباشد کششي، کوشش عاشق بيچاره بجائي نرسد.**

(يعني جيڪڏهن محبوب جي طرفان عاشق لاءِ جذب ۽ ڪشش ڪانہ ٿئي تہ جيڪر عاشق ويچاري جي ڪابہ ڪوشش ڪنهن بہ حد کي نہ پهچي سگهي)

الحمدلله والمنة جوهي ڪتاب فيض انتساب مجمع الفيوضات يعني ملفوظات شريف حضرت محي السنة ماحي البدعة، محبوب رباني، قطب صمداني قبلہ پير سائين روضي ڌڻي رضي الله تعالىٰ عنہ، جي پهرين جلد جو ترجمو، الله سبحانہ وتعالىٰ هن ناقص عاجز عليل جي هٿان پورو ڪرايو.

اي اياڻن کي سياڻپ عطا ڪندڙ ڪريم ! اي پري پيلن کي پنهنجي قرب جي هنج ۾ جاءِ ڏيندڙ رحيم ! جيئن هن پنهنجي ناقص نادان پانهي کي، پنهنجي دوستن جي ڪلام فيض نظام جي نقل ڪرڻ جي توفيق رفيق فرمائي، تيئن پنهنجي پاڄهہ ۽ لطف سان ، سندس قبوليت ڪان بہ مشرف ڪر. ۽ هن ناچيز بي تميز پانهي کي پنهنجي پلائي ۽ مرشدن ڪريمن جي برڪت ۽ وسيلي سان هن گرفتار بيڪار، موهوم هستي جي قيد ڪان خلاص ڪري، پنهنجي قرب ۽ محبت جي دولت سان مالا مال فرماءِ ۽ منهنجي دل جي ويران ٿيل زمين کي پنهنجي سڪ ۽ سوز واري پاڻي سان آباد ڪر. ڇو تہ تو پاڻ دلاسو ڏنو آهي تہ : ڪل يعمل علىٰ شاڪلة" (سڀ ڪو پنهنجي ڏانءَ تي ڪم ڪندو آهي) ۽ هي يقين آهي تہ : وهو الذي ينزل الغيث من بعد ماقنطوا وينشر رحمة، وهو الولي الحميد" ( اهوئي آهي جيڪو برسات وسائي ٿو، انهن جي نااميد ٿيڻ تي ۽ پنهنجي رحمت پکيڙي ٿو ۽ اهو ڪم ڻاهيندڙ، ساراهيل آهي)

۽ اي رب غفور، ودود! ساري امت حضرت سرور ڪائنات صلي الله عليہ وآله وسلم، جي کي پنهنجي محبت ۽ اطاعت جو ذوق، شوق عطا فرماءِ، تہ دنيا ۽ دنيا جي سڌن ڪان آزاد ٿي، تنهنجي محبت ۽ ذڪر، فڪر ۾ محو ٿي وڃن. آمين !

بجاه نبيڪ سيد المرسلين وآله الطاهرين، واصحابہ المڪرمين واوليائڪ واحبائڪ واهل طاعتڪ اجمعين، برحمتڪ يا ارحم الرامين. و صلي الله تعالىٰ علىٰ خير خلقه ونور عرشہ سيد نا محمد وآله واصحابه اجمعين. والحمدلله رب العالمين.



# باسمه تعاليٰ

# عرض حال !

ڪتاب الله ۽ احاديث مبارڪ ڪانپوءِ اولياءَ ڪاملين جي ملفوظات شريف ڪي جيڪا اهميت ۽ عظمت حاصل آهي، اها اهل دل ۽ نسبت وارن مسلمانن کان لڪل ڪونہ آهي، هيءَ هڪ مجيل حقيقت آهي تہ صحبت صالح ميسر نہ ٿيڻ جي صورت ۾ ، مرشد مربي يا ڪنهن ولي ڪامل جي ملفوظات جو مطالعو، عليل دل جو درمان ۽ صراط مستقيم لاءِ نشان هوندو آهي ۽ جيترو ارادو ۽ يقين پڪو ۽ پختو هوندو، اوترو ان مان سرس ۽ سگهو فائدو حاصل ٿيندو آهي. ايشيا کنڊ ۽ خاص ڪري هند سنڌ ۾ تيرهين صدي هجري جي مجدد ، قطب الاقطاب ۽ قادري طريقي جي سرواڻ، حضرت پيرسائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي قدس الله تعاليٰ سره، حضور پر نور صلي الله عليہ وآله وسلم جن جي تعليم ۽ سنت جو عملي نمونو بنجي ڪري، قادري طريقي جي عالمگير مشعل جي روشنيءَ ۾ ملت اسلاميہ ۽ امت مرحومہ جي جيڪا خدمت ۽ رهنمائي ڪرڻ فرمائي اها مثالي ۽ عالم آشڪارآهي ۽ ان لاءِ سندن ڪردار ڪنهن تعارف جو محتاج نہ آهي، رشد و هدايت، فيض ۽ برڪت جي هن بحر بي ڪنار، جي فيوضات، برڪات ۽ نوراني تعليم کان خاص و عام کي روشناس ۽ مستفيض ڪرڻ لاءِ حضرت پيرسائين قدس سره جن جي ٻن باڪمال خليفن، سندن ارشادات عاليہ کي فارسي زبان ۾ قلم بند ڪيو هو، (يعني مرحوم خليفہ محمود فقير نظاماڻي وينل ديهہ ڪڙيو گهنور ضلع بدين سنڌ ۽ مرحوم خليفہ فقير محمد حسين مهيسر وينل ڀاڳ ناڙي بلوچستان)

واقعي صاحب ملفوظات جي اڪثر مريدن ۽ معتقدن جو تعلق سنڌ سان آهي ۽ سندن زبان بہ سنڌي آهي، مگر ملفوظات شريف کي فارسي زبان ۾ هن ڪري لکيو ويو تہ اهو مغليہ حڪومت جو دور هو، ۽ ان وقت ۾ فارسي زبان کي سرڪاري ۽ قومي زبان جو درجو حاصل هو، علماءِ ڪرام ۽ ٻيا قلم ڪار حضرات پنهنجا علمي شہ پارا اڪثر ڪري فارسي زبان ۾ قلم بند ڪندا هئا، ان ڪري مروجہ طريقہ تحرير ۾ ملفوظات مبارڪ کي مرتب ڪيو ويو. مرحوم خليفي محمد حسين جي مسودي کي مختصر هجڻ ڪري ملفوظات صغير چيو وڃي ٿو، ۽ هن جي هيءَ خصوصيت آهي تہ مرحوم خليفي صاحب هي مسودو حضرت پير سائين قدس الله تعاليٰ سره جن کي پڙهي ٻڌايو هو، ۽ پاڻ ٻڌي پسند فرمايوهئائون (الحمدلله هن مفلوظات شريف جو سنڌي ترجمو ڪري

محترم مفتي عبدالرحيم سڪندري، جناب فقير ميرمحمد وساڻ (مرحوم) جي تعاون سان ڇپرائي، ٻه ڀيرا جماعت ۾ مفت تقسيم ڪيو آهي)
خليفي محمود فقير نظاماڻي جو قلمي مسودو، مقدمي ۽ سورهن بابن تي مشتمل آهي، ملڪي حالتن جي پيش نظر، ٻين ڪتابن وانگر هي مسودو به طباعت ۾ نه اچي سگهيو هو، پوءِ جڏهن سنڌجي نامياري عالم ۽ باڪمال بزرگ حضرت علامہ مفتي محمد قاسم مشوري عليہ الرحمة، هن ملفوظات شريف جي مطالعي مان پنهنجو روحاني تجربو ۽ ڪاميابي حاصل ڪئي، ته پوءِ انهيءَ ڀلاري بزرگ هن لڪل موتين کي ظاهر ڪرڻ ۽ مهر بند مشڪ جي سرهاڻ کي ڪولي خاص عام آڏو پيش ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ۽ هن جو سنڌي ترجمو ڪري شايع ڪرڻ جو انتظام ڪيو، بزرگ موصوف، سورهن بابن مان چارباب ٽن جلدن ۾ ڇپرائي شايع ڪيا ته ان دوران درگاهہ عاليہ سان منسلڪ مدرسہ عاليہ جامعہ راشديہ مان فارغ ٿيل فاضلن، جمعيت علماءِ سڪندريہ جي نالي سان هڪ تبليغي تنظيم قائم ڪئي، جيڪا حضرت پيرسائين پاڳاره دامت فيوضهم جن جي عرفي نالي (سڪندر علي شاهہ) سان منسوب آهي، پوءِ جمعيت جي فاضلن سائين مشوري صاحب مرحوم جي اجازت سان ملفوظات شريف جي باقي ٻارهن بابن جو ترجمو ڪري ڇهن حصن ۾ ڇپرائي مڪمل ڪيو، ۽ هي ترجمو فاضل محترم مفتي درمحمد سڪندري ڪيوآهي، ملفوظات شريف سنڌي جون چار ايڊيشنون شايع ٿي چڪيون آهن هي پنجين ايڊيشن جو پهريون جلد اسان جي هٿن ۾ آهي، هن ۾ ملفوظات جا اڳيان چارئي حصا مڪمل، يعني ست باب شامل آهن، ليڪن اڳ چوٿين حصي ۾ جيڪي ٽي باب آيل هئا، اهي مفتي درمحمد صاحب جو ترجمو ڪيل هئا، ۽ هاڻي هن جلد ۾ ست ئي باب حضرت مشوري سائين مرحوم جا ترجمو ڪيل آهن. سائين مرحوم جي وصال بعد سندن فرزندن سڳورن ملفوظات شريف جا ٻہ (پنجون ڇهون) باب، چوٿين حصي جي صورت ۾ ڇپراياهئا ۽ باقي اجا به سائين مرحوم جو ترجمو ٿيل پڏي، رابطو ڪرڻ تي صاحبزاده ميان منيراحمد مشوري زيد فضله ٻڌايو ته اسان سائين بادشاهہ جو باقي ترجمو به ڪمپوز ڪرايو آهي، جي اوهان هي ترجمو هڪ جلد ۾ ڇپرايو ٿا ته ان جي فوٽو ڪاپي ڏئي سگهون ٿا، پوءِ اها فوٽو ڪاپي ڏسڻ سان معلوم ٿيو ته هي فقط ستين باب جو ترجمو هو، جنهن کي غنيمت سمجهي، فوٽو ڪاپي حاصل ڪري هن ايڊيشن ۾ شامل ڪيو ويو آهي، هن جي آخر ۾ سائين مرحوم جيڪي دعائيہ ڪلما لکياآهن، تن مان ائين پيو لڳي ته پهريان سندن پروگرام به شايد ڪو اهوئي هو ته پوري ملفوظات شريف کي ٻن جلدن ۾ ڇپرايو ويندو، جو

پاڻ لکيو اٿن تہ الحمد لله جو ملفوظات شريف جي پهرين جلد جو ترجمو الله سبحانہ وتعاليٰ هن عاجز عليل جي هٿان پورو ڪرايو. بهر حال جيڪو ٿيو بهتر ٿيو ۽ ائين ئي ٿيڻو هو. مطلب تہ هاڻي اڳين ٽن حصن ۾ آيل چئن بابن سميت سائين مرحوم جا ترجمو ڪيل باقي ٽي باب بہ هن ايڊيشن ۾ شامل ڪيا ويا آهن.

# هن ايڊيشن جي باري ۾

جماعت سگوري جي گهڻن مهربان احباب جي اصرار تي ملفوظات شريف هڪ جلد ۾ آڻڻ جو ارادو هو پر رجب شريف جو موقعو ويجهو هئڻ ۽ ضرورت محسوس ڪندي مجبورن ٻن مترجمن (سائين مشوري صاحب رحمت الله عليہ ۽ مفتي در محمد صاحب مرحوم) جي ترجمي کي الڳ الڳ شايع ڪرڻ يعني ٻن جلدن ۾ آڻڻ جو فيصلو ڪرڻو پيو. ۽ هي پهريون جلد مڪمل ترجمو، حضرت سائين مشوري صاحب رحمت الله عليہ جن جو آهي. ٻيو تہ هن ايڊيشن ۾:

1. جيئن تہ اڳين ڇاپن ۾ حضرت پير سائين روضي ڌڻي قدس سره جن جا چار استاد ڄاڻايل هئا، جڏهن تہ ملفوظات شريف ۾ پاڻ ڪريمن جي اساتذه ڪرام جو تعداد ڇهہ استاد سگورا، ذڪر ٿيل آهي، بر محل انهن بزرگن جو ذڪر آندو ويو آهي. (رحمت الله تعاليٰ عليهم)

2. اڳ باب ۽ فصل جي تعارف ۾ جيڪي اضافي الفاظ آندل هئا، اهي حذف ڪيا ويا آهن. (حصول مقصد ۽ اختصار جي ارادي سان)

3.اڳين ڇاپن ۾ ڪي نقل اڳي پوءِ آيل هئا اهي پنهنجي جاءِ تي آندا ويا آهن ..
4.اڳ ڪنهن جملي ۾ جيڪو لفظ اڳي پوءِ ٿيل هو تہ اهو لفظ پنهنجي جاءِ تي رکيو ويو آهي.
5.ڪن ٿورين جاين تي غير معروف ۽متروڪ لفظ جي جاءِ تي سنڌي لغت جي مدد سان عام مروج ۽مشهور لفظ آندو ويو آهي.(جهڙوڪ ڪورنشون يعني نياز نوڙت)

الله تعالىٰ جو عظيم احسان ۽لک بارشڪر,جنهن اسان کي تصوف جي هن شاهڪار تحفي کي شاندار نموني سان جماعت آڏو پيش ڪرڻ جي توفيق ۽ طاقت عطافرمائي ۽هي سڀ ڪجهہ اسان کي پنهنجي ڪامل اڪمل مرشد مڪرم حضرت پير سائين پاڳاره دامت برڪاتہ العاليہ جن جي نظر عنايت ۽ سايي شفقت جي طفيل نصيب ۽ ميسر ٿيو آهي. جنهن لاءِ اسان تا حيات سندن ٿورائتا ۽ شڪر گذار آهيون ,دعا آهي تہ الله تبارڪ تادير سندن شفقت جو سايو اسان سڪندرين ۽ پوري جماعت جي مٿان قائم رکي,شل باري تعالىٰ صاحب ملفوظات جي نظر فيض اثر سان نوازيل جامع ملفوظات جي هن ڪيل ڪوشش ۽ مترجم عليہ الرحمۃ جي ڪيل خدمت جي صدقي اسان خادمن ۽مڙني پڙهندڙن کي پڻ مستفيض ۽ معطر فرمائي. آمين.

دعا طلب. فقير قربان علي سڪندري
صد ر جمعيت علماءِ سڪندريہ
ناظم ,مدرسہ حزب الاسلام قادريہ
غوثيہ مسجد پنو عاقل سنڌ



# ستين ايڊيشن بابت

الحمد لله! پير سائين سيد محمد راشد روضي ڌڻيؒ جي درياءِ فيض مان افاضه جو سلسلو جاري آهي. هڪ طرف سندن فيض نظر جو نتيجو جامعه راشديه ۽ ان جون ٻه سئو کان وڌيڪ برانچون قال الله و قال الرسول جي خدمت پرسعادت ۾ مصروف عمل آهن. ٻئي طرف سندن ملفوظات شريف مجمع الفيوضات (جامع خليفو محمودفقير نظاماڻيؒ) جون ڇهه ايڊيشنون طبع ٿي، خلق خدا بالخصوص حر جماعت جي فيض جو ذريعو ٿيون. سڀ کان پهرين ايڊيشن حضرت علامه مولانا بزرگ محمد قاسم مشوريؒ ترجمو ڪري شايع ڪرائي، پوءِ سندن اجازت سان جمعيت علماءِ سڪندريه پنهنجي مرشد مربي حضرت پير سائين سيد شاهه مردان شاهه ثاني (ستون پاڳارو) دامت برڪاتهم العاليه جي خاص سرپرستي ۽ دعا سان اشاعت جو شرف حاصل ڪيو. الله تبارڪ سندن عمر، عزت، عافيت ۽ فيض ۾ برڪتون عطا فرمائي ۽ سدا جاري وساري رکي. آمين.

ناشڪري ٿيندي جيڪڏهن استاذالافاضل مخدومي سائين استاد مولانا محمد صالحؒ جن جي رهنمائي ۽ دعائن جو ذڪر نه ڪجي. هن کان اڳ پنجين ايڊيشن ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ڪرائي، طبع ڪرائي وئي، جنهن ۾ ملفوظات صغير (صحبت نامون، جامع خليفو محمد حسين مهيسرؒ) به طبع ٿي. اها خوبصورت ايڊيشن مولانا قربان علي سڪندري هن فقير ۽ پنهنجي سائين جي سعي سان 2000ع ۾ طبع ٿي، ان بعد ڇهين ايڊيشن 2003ع ۾ جلد آئي. جڏهن ته زير نظر ملفوظات شريف جا ٻئي حصا درگاهه عاليه جي هڪ مخلص مريد فقير واحدبخش مهر سي ايس پي جي خاص تعاون سان منظرعام تي آيا آهن. الله تبارڪ اسان جي دوست مهر صاحب کي جزاءِ خير عطا فرمائي. جمعيت حضرت علامه مفتي محمد رحيم سڪندري مهتمم جامعه راشديه جن جي نهايت گهڻي مشڪور آهي، جن جي ڪوشش سان هن ايڊيشن جي طباعت ممڪن ٿي سگهي. هن ايڊيشن جي مختلف مرحلن ۾ مولانا محمد عيسىٰ سڪندري، مولانا محمد حسن راجپوت سڪندري، مولانا الله ورايو سڪندري، حافظ عبدالقيوم مهر ۽ محمد اڪرام جن جون ڪوششون پڻ قابل ستائش آهن.

دعائن جو طلبگار

**فقير قاضي شاهه محمد سڪندري**
ناظم اعلىٰ
جمعيت علماءِ سڪندريه

بسم الله الرحمٰن الرحيم

# ائين ايڊيشن بابت

الحمدلله! حضرت پير سائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي قدس سره جن جي فيوض و برڪات جو سلسلو جاري آهي، هڪ طرف ايشيا جي عظيم علمي ۽ روحاني درسگاه جامعہ راشديہ ۽ ان جون ۾ سؤ کان وڌيڪ برانچون دين متين جي خدمت ۾ مصروف عمل آهن ته ٻئي طرف ملفوظات شريف جا ست ايڊيشن شايع ٿي مسلمان ڀائرن جي ديني، علمي ۽ روحاني اصلاح جو ذريعو بڻيا آهن.

هن وقت ملفوظات شريف جو ائون ايڊيشن قارئين جي خدمت ۾ پيش ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪري رهيا آهيون.

جامعہ راشديہ ۽ ان جي برانچن تحت هلندڙ اشاعتي سلسلا، اسان جي روحاني رهبر اعلیٰ حضرت سيد شاه مردان شاه ثاني پيرسائين پاڳاره دامت برڪاتهم العاليہ جن جي سرپرستي، فيض ۽ برڪتن جو نتيجو آهن. ملفوظات شريف جي هن ائين اشاعت ۾ جمعيّت علماءِ سڪندريہ مولانا فقير الهورايو سهتو سڪندري ۽ حافظ عبدالقيوم مهر سڪندري جن جي خصوصي خدمت لاءِ شڪرگذار آهي.

هي ايڊيشن حر جماعت جي معزز شخصيت محترم جناب فقير ڊاڪٽر عبدالڪريم مهر ۽ جناب خليفو فقير عبدالباسط هنگورو مڪ چؤنڪي شهدادپور جي خاص تعاون سان شايع ٿي رهيو آهي، سندن لاءِ شڪرگذار آهيون. الله تعالیٰ کين جزاءِ خير عطا فرمائي. (آمين)

دعائن جو طلبگار

**فقير مفتي محمد رحيم سڪندري**
شيخ الحديث جامعہ راشديہ درگاهہ شريف
پيرجو ڳوٺ

جمادي الثاني 1432 هه
مئي 2011 ع

